# خُداوَند يَسُوع مسِيح جو اِنجِيلُ



پوُلُسَ جا خَطَ * يَعقُوب جو خَطُ

پَطِرَسَ جا خَطَ

يوحَنَ جا خَطَ * يهُودا جو خَطُ

مُكاشِفات جو كِتابُ

لَندَن شهر منجهِ

چهپيو

١٨٩٠

# اِنجِيلُ

## خُداوَند يَسُوع مَسِيح جو

## ناهِيلُ مَتّيَ جو

### بابُ ١

اَبِرهامرجو پُٽُ دائُودُ ۽ دائُود جو پُٽُ يسُوع مَسِيحُ تهنجي پِيڙهِيُ جو هيُ لِيکو آهي ⁘

(٢) اِبرهامرکان اِسحاقُ ڄائو ۽ اِسحاق کان يعقُوبُ ڄائو ۽ يعقُوب کان يهُودا ۽ اُنهي جا ڀائُرَ ڄاوا (٣) ۽ يهُودا کان ٿامرجي پيٽاَ فارضُ ۽ زَراحُ ڄاوا ۽ فارص کان حَصرُونُ ڄائو ۽ حصرُون کان اَرَمُ ڄائو (۴) اَرَمرکان اِميندابُ ڄائو ۽ اِميندا‌ب کان ناحسُونُ ڄائو ۽ ناحسُون کان سلمونُ ڄائو (٥) ۽ سلمون کان رحاب جي پيٽاَ بوعازُ ڄائو بوعاز کان رُوٿ جي پيٽاَ عوبيدُ ڄائو ۽ عوبيد کان يسّي ڄائو (٦) ۽ يسِّي کان دائُود پاتِشاهُ ڄائو ⁘

۽ دائُود پاتيشاه کان سُليمانُ اُنهي جي پيٽاَ ڄائو جا پيرهاۓ اُورِيا جي زال هُئي (٧) ۽ سُليمان کان رحبعامُ ڄائو ۽ رحبعامرکان اِبِيا ڄائو ۽ اِبِيا کان آسّا

ڄائو (٨) ۽ اسّا کان يَهُوشفطُ ڄائو ۽ يهُوشفط کان يُورامُ ڄائو ۽ يُورام کان عُوزِيا
ڄائو (٩) ۽ عُوزِيا کان يُوتامُ ڄائو ۽ يُوتام کان آخزُ ڄائو ۽ آخز کان حِزقِيا ڄائو
(١٠) ۽ حِزقِيا کان منسّي ڄائو ۽ منسّي کان امُونُ ڄائو ۽ امُون کان يُوسِيا ڄائو
(١١) ۽ يُوسِيا کان يَڪنِيا ۽ اُنهي جا ڀائُر تنِ ڏِينهنِ ۾ ڄاوا جنِ ڏِينهنِ ۾ اُنهنِ
کي بابُل ڏي وٺي وِيا هُوا ؛

(١٢) ۽ بابُل ۾ لُڏي وَڃڻ کان پوءِ يَڪنيا کان سلتِئِيلُ ڄائو ۽ سلتِئِيل کان
زَرُوبابلُ ڄائو (١٣) زَرُوبابل کان ابِيُودُ ڄائو ۽ ابِيُودُ کان اِيلِياقِيمُ ڄائو ۽ اِيلِياقِيم
کان عَازُورُ ڄائو (١٤) ۽ عازُور کان صادُوقُ ڄائو ۽ صادُوق کان اَخِيمُ ڄائو ۽ اَخِيم
کان اِيلِيُودُ ڄائو (١٥) ۽ اِيلِيُودُ کان اِيلِيعازرُ ڄائو ۽ اِيلِيعازر کان متّانُ ڄائو ۽
متّان کان يعقُوبُ ڄائو (١٦) ۽ يعقُوب کان يُوسِفُ ڄائو سو اُنهيءَ مَريَم جو
مُڙسُ هو جنهنجي پيٽان يسُوع جو مَسِيحُ ٿو چوَاءِ سو پَيدا ٿِيو ؛

(١٧) اِئِي ابرهام کان وٺي دائُود توڙي چوڏهَ پِيڙهيُون ٿِيُون ۽ دائُود کان وٺي
بابل ۾ لُڏي وَڃڻ توڙي چوڏهَ پِيڙهيُون ٿِيُون ۽ بابل ۾ لُڏي وَڃڻ کان وٺي
مَسِيح توڙي چوڏهَ پِيڙهيُون ٿِيُون ؛

(١٨) هاڻي يسُوع مسِيح جو جمڻُ هِئَرِئِي طرح ٿِئُو تہ جڏهِ هُنجي ماءُ مريم
جو مَڱڻو يُوسِف سان ٿِئُو هو پر اجان پاڻ ۾ ڪَڏ نہ ٿِيا هُوا تہ پِڌِرو ٿِيو جو هِيءُ
رُوح اُلقُدس مان پيٽ سان ٿِي آهي (١٩) تڏهِ هُنجو مُڙسُ يُوسِفُ جو سچارُ

هو تنهِ اُنجو پڌرو ڪرڻ چڱو نہ ڀانئي دِل ۾ رچيو تہ ماٺ ماٺ ڪري هِن کي ڇڏي ڏِيان (٢٠) اِئي اُهو اچان اِنهيءَ ڳڻتي ۾ هو تہ ڏِسو خُداء جي فِرِشتي خواب ۾ ڏيکاري ڏِني چيُس اي يُوسِف دائود جا پُٽ تون پهنجيءَ جوءِ مَريم کي پاڻ وَٽِ آڻڻ ۾ نہ ڊِڄُ ڇوجو پيٽ جو ٽِيو اٿس سو رُوحِ اُلقُدس مون آهي (٢١) ۽ هُوءَ پُٽُ ڄڻيندي تنهِ جو نالو يسُوع رکجُ ڇوجو اُهوئي پهنجن کي هُنن جي گُناهن کان ڇڏائيندو ⁘

(٢٢) تہ اِهاسڀ ڳالهِ هِن واسطي ٿي جو جيڪي ڌَڻي نبيءَ کان چوايو هو سو پُورو ٿِئي (٢٣) ڇي ڏِسو هِڪڙي ڪُنواري پيٽ سان ٿِيندي سا پُٽُ ڄڻيندي تنهِ جو نالو عِمانُوايلُ رکندا تنهِ جي معنيٰ هيءَ آهي تہ خُداء اَسان سان ⁘

(٢٤) تڏهِ يُوسِفُ ننڊَ مون اُٿي ڌڻي جي فِرِشتي جي چئي آهر ڪيو ۽ پهنجي جوءِ کي پاڻ وٽ وٺي آيو (٢٥) پر جيستاءِ ڪِ هُن پهريون پُٽُ نہ ڄڻيو تيستاءِ تنهِ ڏي نهارياءِ ڪِينَ ۽ اُنهي جو نالو يسُوع رَکياءِ ⁘

## باب ٢

۽ جڏهِ يسُوع يهُودِيہ واري بيتلحم ۾ هيرود بادشاہ جي ڏِينهن ۾ ڄائو ڏِسو تڏهِ ڪيترن ڄُومِن اُڀرندي کان يرُوشلِيم منجهہ اچي چيو (٢) تہ يهُودِين جو بادشاہُ جو هاڻي ڄائو سو ڪِٿي آهي ڇوجو اَسان اُنجو تارو اُڀرندي ۾ ڏِٺو

آهي تنهڪري سِجدو ڪرڻ آيا آهيُونئَس (٣) اِها ٻُڌي هيرودُ پاتِشاهُ ۽ سڄو يرُوشلِيم وِسو ٿئُو (٤) تڏهِ مڙيَني وڏن ڪاهِنن ۽ راڄ جي شرع سيکارڻ وارن کي گڏ ڪري پڇيو تہ مسيح جو جمڻُ ڪِٿي ٿيندو (٥) هُننِ چيُس تہ يهُودِيه جي بيتلحم ۾ ڇوجو نبي هيُ لِکيو آهي (٦) تہ اي يهُودِيه جا بيتلحم تُون يهُودِيه جي حاڪمن ۾ ننڍو نَنديو نآهي هِن واسطي جو تو منجهان هِڪڙو حاڪِمُ نِڪرندو سو مُهنجي قوم اِسرائيل جي رک ڪندو (٧) تڏهِ هيرود اُنهن نُجُومِن کي لِڪِي ڪوٺائي اُنهن کون تاري ڏِسڻ جي ويل پڪي ڪري پُڇي ÷

(٨) ۽ اُنهن کي هيُ چئي بيتلحم ڏي موڪِلياءُ تہ اوهي وَڃي ٻار جي ڇهڻي ڳولا ڪريو ۽ جڏهِ اُهو لهو تڏهِ مُن کي اَچي خبر ڏِجو تہ آءُ بِ اُتي هلي اُنهي جو سِجدو ڪريان (٩) پوءِ اُهي پاتِشاه کون اِئي ٻُڌي اُتي هليا ۽ ڏِسو اُهو تارو جو هُننِ اُڀرندي ۾ ڏِٺو هو سو تِن جي اڳي اڳي ٿي هليو ۽ جِتي اُهو ٻارُ هو اُتي مَٿون اچي بيٺو (١٠) ۽ تاري کي ڏِسي اُهي تمام ڏاڍيو خُوشِ ٿيا (١١) پوءِ اُهي گهر ۾ اَچي تنهِ ٻار کي سندِئَس ماءُ مريم سُوڌو ڏِسي تنهِ کي پيري پئي سِجّدو ڪياءُ ۽ پهنجيُون جهوليُون اُپني سونُ ۽ لُوبانُ ۽ مُرَ اِها نذر رکياءُ (١٢) پوءِ خُداءِ هُننِ کي خواب ۾ ڄاڻايو تہ هيرود وٽِ متان وَڃو تنهِ ڪري اُهي ٻي واٽ وِٺي پهنجي مُلڪ ڏي هليا وِيا ÷

(١٣) ۽ اُنهنِ جي وَڃڻ کان پوءِ ڏِسو ڌڻيءَ جي فِرشتي يُوسِف کي خواب ۾ ڏيکاري ڏِنُي چيو ته اُٿُ ٻار ۽ تنهِ جي ماءُ کي وٺي مِصرَ مُلک ۾ ڀڄي وَڃُ ۽ اُتي وَڃي ٽِڪُ جيسي ڪِ آءٌ تو کي خبر نه ڏِيان ڇوجو هيرودُ ٻار کي مارڻ لاءِ ڳولِيندو (١٤) پوءِ هُو اُٿي ٻار ۽ تنهِ جي ماءُ کي وٺي راتوراتِ مِصرِ ڏي هليو وِيو (١٥) ۽ هيرود جي مرڻ توڙي اُتي ٽِڪيو ته جا ڳالهِ ڌڻيءَ نبيَنِ کان چوائي هُئي جي مُون پهنجي پُٽ کي مِصر کون ڪوٺايو آهي سا پُوري ٿِئي ÷

(١٦) پوءِ جڏهِ هيرود ڏِٺو ته هننِ نُجُومِنِ مُون سان ٺٺوليون ڪيو تڏهِ ڏاڍو ڪاوِڙيو ۽ ماڻهُنِ کي مُنجي جا وِيل نُجُومِنِ کان پڪي ڀُڇي هُواءِ تنهِ سارُو بيتلحم ۽ تنهِ جي پاسي ڪنڌيءَ جا جي ٻار ٻي ورهي جا ۽ تنهِ کان ننڍا هُوا تنِ مِڙيَني کي مارائي وِڌاءِ (١٧) تنهِ وِير جيڪي يرمِيا نبيءَ چيو هو سو پُورو ٿِيو (١٨) جي راما مَنجهِ هاءِ هاءِ ۽ روڄ ۽ ڏاڍو پِٽڪي جو آوازُ ٻُڌڻ ۾ آيو ته راحِل پهنجي ٻارنِ لاءِ ٿي رُوئي ۽ تسلي نه ٿي وَٺي ڇا کان جو اُهي ڪِينَ آهِنِ (١٩) پوءِ هيرود جي مرڻ ٻُڇاڻون ڏِسو ڌڻيءَ جي فِرشتي يُوسِف کي خواب ۾ ڏيکاري ڏِنُي چيو (٢٠) ته اُٿُ هِن ٻار ۽ سنديَسِ ماءُ کي وٺي اِسرائيل جي مُلک ۾ وَڃُ ڇوجو جِنِ ٻار جو جيءُ ٿي وَرتو سي مري وِيا (٢١) تڏهِ اُهو اُٿائهون اُٿي ٻار ۽ تنهِ جي ماءُ کي وٺي اِسرائيل جي مُلک ۾

آيو (٢٢) پر جڏهن ٻڌائين ته ارخيلائُسُ پنهنجي پيءُ هيرود جي جاءِ تي يهُودِيه ۾ بادشاهي ٿو ڪري تڏهن اُتي وڃڻ کان ڊنو پر خواب ۾ خُدا کان سَڌُ لهي گليل جي دنگ ڏي وَريو (٢٣) ۽ ناصرت نالي هِڪڙي شهر ۾ اَچي ٽِڪيو ته نبِيَن جي اِها ڳالهِ پُوري ٿِئي جي هُو ناصري سَڏبو ⁘

## باب ٣

اُنهن ڏينهن ۾ يوحنُ ٻپتِسما ڏِيڻوارو يهُودِيه جي رِڻ ۾ هوڪو ڏيندو آيو (٢) ته توبه ڪريو ڇوته آسمان جي بادشاهي ويجهي آهي (٣) هِن لاءِ ته هِيُ اُهو آهي جنهِ جي ڳالهِ يَشعِيا نبيءَ ڪئي ته رِڻ ۾ هِڪِڙي هوڪي ڏِيڻ واري جو آوازُ ٿو اَچي ته ڌڻيءَ جو دڳُ تياريو ۽ سنديَس واٽون سنئيون ڪريو (٤) ۽ اُنهي يوحن جو وڳو مِلِس جو هو ۽ چمڙي جي ڪمر جو چمڙي بندُ هوس ۽ کائڻُ سندُس مڪڙ ۽ جهنگلي ماکي هو ⁘

(٥) تڏهن يرُوشلِيم ۽ ساري يهُودِيه ۽ يردن جي چوڌاري رهڻوارا وَٽس هلي آيا (٦) ۽ اُنهن پنهنجن گُناهن کي مڃي يردن ۾ تنهِ کان ٻپتِسما وَرتي (٧) پر جڏهن هُن ڏِٺو ته فرِيسي ۽ صدُوقي ٻپتِسما وٺڻ لاءِ مُون وٽ گهڻا ٿا اچن تڏهن اُنهن کي چيائين اي سپ جا ٻچو اوهان کي ڪنهِ چتايو ته اچڻواري قهر کان ڀڄو (٨) پوءِ توبه جهڙا ڦَرَ پيدا ڪريو (٩) ۽ پنهنجي دِل ۾ اِئين نه چئجو

تہ ڪو اِبرهامُ اسانجو پيُ آهي چوجو آءٌ اوهان کي ٿو چوان تہ خُداءِ هِننِ پهڻن مون اِبرهام لاءِ پُٽ ڪري ٿو سگهي (١٠) ۽ هِئُرئي وڻن جي پاڙ تي ڪُهاڙِي رکي آهي تہ جيڪو وڻُ چڱو ڦَرُ نہ ڏِيندو سو وڍِي باهِ ۾ وِجهبو (١١) ۽ آءٌ تہ اوهانجي توبہ لاءِ پاڻيءَ سان بپتسما ٿو ڏِيان پر جيڪو مُهنجي پُٺيون ٿو اچي سو مُون کان ڀَلُيَرو آهي ۽ آءٌ تنهِ جي جُتيءَ کڻڻ لائق بہِ نہ آهيان اُهو اوهانجي بپتسما رُوحِ اُلقُدس ۽ باهِ سان ڪندو (١٢) ۽ تنهِ جي هٿ ۾ هِڪڙو ڇَڄُ آهي سو پهنجي کِاهہ کي ڏاڍو سُٺو ڪندو ۽ پهنجي ڪَڻڪَ پانڊِي ۾ ميڙي رکندو پر بُهہ کي اَڻوِسامندڙ باهِ ۾ ساڙِيندو ⁘

(١٣) تڏهِ يسُوع گلِيل کان يردن جي پاسي يوحن وٽِ بپتسما وٺڻ لاءِ آيو (١٤) پر يوحنُ هُن کي جهليو ۽ چيائِسِ تہ مُون کي تو کنان بپتسما وٺڻُ گهُرجي سو تُون مُون وٽِ ٿو اَچين چيا (١٥) تہ يسُوع وَرندي ڏِيئي چيُسِ تہ هاڻي ڪٽي ڇڏِ چوجو اسان کي سَيڪا سچائي اِنهِيءَ طرح پُوري ڪرڻُ گهُرجي تڏهِ هُن ڪٽي ڇڏيُسِ (١٦) ۽ يسُوع بپتسما وٺي اُيئي پاڻيءَ منجهان ٻاهَر نِڪِري آيو ۽ ڏِسو اُنهِي لاءِ آسمان کُلي پِيا ۽ خُداءِ جو رُوحُ ڪبُوتَرَ وانگيان لهندو ۽ هُن تي وِهَندو ڏِٺائين (١٧) ۽ ڏِسو آسمان کان هِڪڙو آوازُ ٿِيو تہ هيُ مُهنجو پِيارو پُٽُ آهي ۽ آءٌ هُن مون گهڻو خُوشِ آهيان ⁘

## بابُ ۴

تڏهِ يسُوع رُوح جي چئي ڪري شيطان کان آزمائجڻ لاءِ رڻ ڏي چڙهي ويو (۲) ۽ چاليه ڏينهَ ۽ چاليه راتيون لنگهڻ ڪري پوءِ نيٺ بُکايو (۳) تڏهِ آزمُودي ڪرڻواري وٽس اچي چيو تہ جي تُون خُداءِ جو پُٽ آهي تہ حُڪُم ڪَرِ جو هيُ پهڻ ماني ٿي پوي (۴) پر هُن ورائي ڏيئي چيو تہ لِکيو آهي جو ماڻهُون رُڳو ماني ڪري نہ جِئندو پر جيڪا ڳالهِ خُداءِ جي واتون ٿي نِڪري تنهِ ڪري جِئندو (۵) تڏهِ شَيطانُ اُنکي پاڪ شهر ۾ وٺي ويو ۽ هَيڪل جي هِڪڙي چوٽيءَ تي وَجي بِهاريائِس ۽ چيائِس (۶) تہ جي تُون خُداءِ جو پُٽُ آهي تہ هِتون پاڻ کي هيٺِ ڪيرِ چوجو لِکيو آهي تہ اُهو پهنجن فِرشتن کي تُهنجي پَرِنَ ڪندو جو اُهي پهنجن هٿنِ تي تو کي جهلِيندا تہ متان تُهنجو پيرُ پهڻ تي ٿابُڙجي وَڃي (۷) تڏهِ يسُوع چيُس تہ هي بِہ لِکيو آهي جو تُون ڌڻي پهنجي خُداءِ کي آزمُودو نہ ڪرِ (۸) وري شَيطانُ اُنکي هِڪڙي وڏي بِکهي ڏُونگر تي وٺي ويو ۽ سڀي جَهانَ جيُون بادشاهيُون ۽ اُنهنِ جي وَڏائي ڏيکاريائِس (۹) ۽ چيائِس تہ جي تُون مُون کي نِئُڙي سِجدو ڪري تہ هي سڀُ تو کي ڏِيان (۱۰) تڏهِ يسُوع چيُس تہ اي شَيطان پري ٿيُ چوجو لِکيو آهي تہ تُون ڌڻي پهنجي خُداءِ کي سِجدو ڪَرِ ۽ رُڳو اُنهي جي بَندگي

ڪرِ (۱۱) تڏهِ شَيطانُ ڇڏي وِيُس ۽ ڏِسو فِرِشتن اَچي تَهنجي خِدمت ڪئي ∴

(۱۲) پوءِ جڏهِ يسُوع ٻُڌو تہ يوحنُ بَندِ وِڌو اٿِن تڏهِ پاڻ گلِيل ڏي هليو ويو (۱۳) ۽ ناصرت کي ڇڏي ڪفرناحُومُ جو سَمُنڊ جي ڪنڌيءَ تي زَبلُون ۽ نفتاليِ جي دنگن ۾ آهي اُتي وَڃي ٽِڪيو (۱۴) تہ جيڪي يشعيا نبيءِ چيو هو سو پُورو ٿئي (۱۵) ڇي زَبلُون جو مُلڪ ۽ نفتاليِ جو مُلڪ جو سمُنڊ جي واٽ ڪان يردن جي پريءَ پَرِ پرڏيهن جو گلِيلُ آهي (۱۶) تنهِ جا ماڻهون جيڪي اُونده ۾ ويٺا هُوا تن ڏاڍو سوجهرو ڏِٺو ۽ جيڪي مَوت جي مُلڪ ۽ ڇانوَ ۾ ويٺا هُوئا اُنهن کي سوجهرو اچي چمڪيو ∴

(۱۷) تنهِ ڏِينهَ کان وَٺي يسُوع هوڪو ڏيئي هيءُ چوڻ لڳو تہ توبه ڪريو جو آسمان جي بادشاهي ويجهي ٿي آهي ∴

(۱۸) ۽ جڏهِ يسُوع گلِيل جي سَمُنڊ جي ڪنڌيءَ تي هليو ٿي ويو تہ شمعُون جنهِ کي پطرسُ ٿا چوَن سو ۽ اُنهي جو ڀاءُ اَندرِياسُ اِنهِن ٻنهي ڀائرن کي سَمُنڊ ۾ ڄار وِجهندو ڏِٺاءِ ڇوجو اُهي مِهي هُوا (۱۹) تڏهِ چيائِن مُهنجي پُٺون اچو تہ آءٌ توهان کي ماڻهن جو مهيءُ ڪندُس (۲۰) تہ اُهي سِگهوئِي پهنجا ڄار ڇڏي پُٺيائُس اُٿي هليا (۲۱) پوءِ هُن اُتانهون اڳيرو ٿي يعقُوبُ زبديءَ جو پُٽُ ۽ اُنهي جو ڀاءُ يوحنُ اِنهِن ٻنهي ڀائرن کي ٻيڙيءِ ۾ سندن پيءُ

زبديءِ سان گڏجي چارُ سَچو ڪندو ڏٺو تڏهِ سڏيائينِ (۲۲) تہ اُهي سِگهوئي ٻيڙيءِ ۽ پهنجي پيءُ کي ڇڏي سَندسِ پُٺيون اُٿي هليا ⁘

(۲۳) پوءِ يسُوع ماڻهُن جي عِبادتخانن ۾ سيکاريندو ۽ خُداءَ جي بادشاهيءَ جي خُوشِ خبريءَ جو هوڪو ڏيندو ماڻهُن کي سيڪنهِ مرض ۽ ناچڳائيءَ کون چُٽائيندو سَڄي گليل ۾ پئي گهميو (۲۴) تڏهِ هُن جي هاڪ سڄي سُوريا ۾ پکڙجي وئي ۽ جيڪي گهڻِ مرضن ۽ پيڙائن ڪري جهليل هُوا سي ۽ چريا ۽ مرگيوارا ۽ لقُوهوارا اِهي سڀ مرضيل وٽسِ آنداءَ سي هُن چڱاپلا ڪيا (۲۵) ۽ گليل ۽ دِڪاپُلس ۽ يرُوشليم ۽ يهُوديہ کون ۽ يردن جي پريءَ پر کان وڏا ميڙاڪا پُٺونسِ لڳا ⁘

## باب ۵

تڏهِ هُو ميڙاڪن کي ڏسي هِڪڙي ٽڪري چڙهي وِيو ۽ اُتي وِيٺو هو تہ سندسِ شاگرد وٽسِ آيا (۲) تڏهِ هُو پهنجو واتُ کولي اُنهن کي سيکارڻ لڳو ⁘

(۳) ڇا ڀاڳا سيئي جي دِل ڪري غريب ڇوجو آسمان جي بادشاهي اُنهنِ جي آهي (۴) ۽ سياڳا سيئي جي افسوسُ ٿا ڪنِ ڇوجو اُنهن کي تسلائي مِلندي (۵) ۽ سياڳا سيئي جي نئي ٿا هلن ڇوجو اُهي زمين جا وارث ٿيندا (۶) ۽ سياڳا سيئي جي سچائيءَ جا بُکايا ۽ اُڃايا ڇوجو اُهي ڍاپِبا (۷) ۽ سياڳا سيئي جي ٻاجهائتا ڇوجو اُنهن تي ٻاجه ٿيندي (۸) ۽ سياڳا سيئي جي دِل

جا صفا چوجو اُهي خداء کي ڏِسندا (٩) ۽ سڀاڳا سيڻي جي پرچاءُ ڪرڻ وارا چوجو اُهي خُداء جا ٻار چئِبا (١٠) ۽ سڀاڳا سيڻي جي سَچائيءَ ڪارڻ ڏکوئِجن ٿا چوجو آسمان جي بادشاهي اُنهن جي آهي (١١) ۽ سڀاڳا اوهين تڏهِ آهيو جڏهِ مُون ڪارڻ ماڻهُون اَوهانجي گِلا ڪندا ۽ اوهانکي ڏُکوئيندا ۽ اِئِينئِي سڀڪنهِ طرح جا اَوهان تي لِئِي لائيندا (١٢) اوهين گهڻو سَرها ٿِيو خُوشِ ٿِئو چوجو آسمان ۾ توهان کي وڏو بدرُ مِلندو اِنهي لاءِ تہ جيڪي نبي اوهانکان اڳي ٿيا آهِن تِن کي اِئِي ڏُکويو اٿن ❊

(١٣) تہ اوهين زمِين جو لُوڻُ آهيو پر جيڪَڏهِ لُوڻ جو ساءُ وڃي تہ چا سان سَلوڻو ٿِئي پوءِ ڪِنهي ڪُرڻ ۽ ماڻهُنِ جي پيرن ۾ لَتاڙجڻ ڌاران ڪنهي ڪم جو ناآهي (١٤) ۽ اوهين جهان جو سوجهرو آهيو تہ جيڪو شهرُ ٽڪر تي بِينو آهي سو لِڪي نہ ٿو سَگهي (١٥) تہ ماڻهُون وَٽِ ٻاري ٽوپي هيٺِ نہ ٿا رکنِ پر ڏِياٽِي تي رکنِ ٿا تہ جيڪي گهر ۾ آهِن تِن سڀني کي سوجهرو ڪري . (١٦) اوهين پهنجي سوجهري کي ماڻهُنِ جي سامُهون هيءَ چمڪايو جو اُهي اوهانجا چڱا ڪم ڏِسنِ ۽ توهانجو پيءُ جو آسمان ۾ آهي تنهِ جي وَڏائي ڪن ❊

(١٧) اوهين اِئِي نہ ڀانئيو تہ آءٌ توريت ۽ نبِيُن جي لِکَتِ منسُوخ ڪرڻ آيو آهيان سو منسُوخ ڪرڻ لاءِ نہ آيُسِ پر پُوري ڪرڻ لاءِ آيُسِ (١٨) ۽ آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ آسمان ۽ زمِين جي وَڃڻ توڻي توريت جي هِڪڙي ٻِڙِي

ڪِ ليڪَ ڪَهِي طرح نہ وينديِ جيسِيتاءِ ڪِ سپ پُوري نہ ٿِئِي (١٩) ۽ جيڪو ڪو هنن حُڪمن مون هِڪڙي سيڪان ننڍي کي ڀِ رِيٽي جان ماڻهُنِ کي اِئِي سيکاري سو آسمان جي بادشاهيءَ ۾ سپ کان ننڍو چئِبو پر جيڪو ڪو اُنهي تي هلي ۽ اُهو سيکاري سوئِي آسمان جي بادشاهيءَ ۾ وڏو چئِبو (٢٠) ۽ آءٌ توهان کي ٿو چوان تہ جي اوهانجي سچائِي شرع جي سيکارڻوارن ۽ فريسين جي سچائيءَ کان واڌُو نہ ٿِئِي تہ اوهِي ڪهِي پَرِ آسمان جي بادشاهيءَ ۾ نہ گهڙندَؤ ÷

(٢١) تہ جيڪي آڳاٽن چيو سو توهان ٻُڌو آهي جي خُونُ مڪريو ۽ جيڪو خُونُ ڪندو سو عَدالت ۾ سيڪت لائق ٿِيندو (٢٢) پر آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ جيڪو ڪو پهنجي ڀاءُ تي اجائِي ڪاوَڙ ٿو ڪري سو عدالت ۾ سيڪت لائقُ ٿِيندو ۽ جيڪو ڪو پهنجي ڀاءُ کي اِي هَلڪا اِئِي چوَندو سو ڪچهريءَ ۾ سيڪت لائقُ ٿِيندو ۽ جيڪو ڪو اِي احمق اِئِي چوَندُس سو دوزخ جي باهِ لائق ٿِيندو (٢٣) پوءِ جيڪڏهِ تُون پهنجو نذرُ قُربانگاهه تي آڻِي ۽ اُتي تو کي يادِ پوي جو مُهنجي ڀاءُ جي ڪا مُونسان اڙتي آهي (٢٤) تہ پهنجو نذرُ قُربانگاهَ تي ڇڏي هليو وَڃُ ۽ پهرياءُ پهنجي ڀاءُ سان وَڃِي پَرچُ پوءِ اچِي پهنجو نذرُ چاڙهِ (٢٥) تہ جيسِي تُون پهنجي ڇِڪيندڙ سان گڏُ واٽ ۾ آهِي تيسِي هُن سان ٺاهُ ڪري وٺُ جو متان تُهنجو ڇِڪيندڙُ ڪنهِ وير تو کي عدالتي جي هٿِ ڏِئِي ۽

عدالتي تو کي چَوُنکِيدارن کي ڏِئي ۽ تُون بندِ ۾ وَجي پئي (٢٦) آءٌ تو کي سَچُ ٿو چوان ته جيسين تُون کوڙي کوڙي پِچائي نه ڏِيندين تيسين هُتون ڪنهِن پَرِ نه نِڪرندين ؞

(٢٧) جيڪي آڳاٽن چيو سو اوهان ٻُڌو آهي ته حرام نه ڪريو (٢٨) پر آءٌ توهانکي ٿو چوان ته جيڪو ڪنهِن زال ڏي بُڇري نِگاهه ڪري ٿو نِهاري سو تنهِن سان دِل ۾ حرام ڪري چُڪو (٢٩) سو جيڪڏهِن تُهنجي سڄي اَکِ تو کي ٿاٻڙائي ته تُون اُنهي کي ڪڍي ڦِٽو ڪري ڇاڪاڻ ته تُهنجي لاءِ اِهو چڱو آهي ته تُهنجي عضوَن مون هِڪڙو وَڃي پر تُهنجو سڄو بُتُ دوزخ ۾ نه پوي (٣٠) ۽ جيڪڏهِن تُهنجو سڄو هٿُ تو کي ٿاٻڙائي ته تُون اُنهي کي وڍي ڦِٽو ڪَرِ ڇاڪاڻ ته تُهنجي لاءِ اِهو چڱو آهي جو تُهنجي عضوَن مون هِڪڙو وَڃي پر تُهنجو سَڄو بُتُ دوزخ ۾ نه پوي ؞

(٣١) چيو آهي ته جيڪو پهنجي زال کي ڪڍي ڇڏي سو تنهِن کي طلاقنامو لِکي ڏِئي (٣٢) پر آءٌ توهانکي ٿو چوان ته جيڪو پهنجي زال کي حرامڪاري کان سواءِ ٻِئي سبب ڪري ڪڍي ڇڏي سو هن کي حرام ٿو ڪَرائي ۽ جيڪو اُنهي ڪڍيَل زال سان پرڻبو سو بِه حرام ٿو ڪري ؞

(٣٣) ٻِئو اوهان ٻُڌو آهي جو اڳيِن چيو ته ڪُوڙو سَنهُ نه کڻُ پر پهنجي ڌڻي جي اڳيان پهنجا سنه پاڙِ (٣٤) پر آءٌ توهانکي ٿو چوان ته سَنهُ پِٽي نه

ڪٿو نہ آسمان جو سَنہُ ڪٿو تہ اُهو خُداء جو تختُ آهي (٣٥) ۽ نہ زمِين جو سنہُ ڪٿو جو اُها تهنجي پيرنِ جي صندُلي آهي ۽ نہ يرُوشلِيم جو سنہُ ڪٿو جو اُهو وڏي بادشاه جو شہرُ آهي (٣٦) ۽ نہ پهنجي سِر جو سنہُ ڪرڻ ڇوجو تُون پهنجي هِڪڙي وار کي اڇو جان ڪارو ڪري نٿو سگهين (٣٧) پر اوهانجي ڳالهِ ٻولهِ هان هان جان نہ نہ هُجي ۽ جو اِنهي کان مٿي آهي سو بُڇڙائيءَ مون ٿو ٿِئي ÷

(٣٨) ۽ ٻُڌو اَٿوَ تہ چيو آهي جو اَکِ بَدِرون اَکِ ۽ ڏند بدِرون ڏندُ (٣٩) پر آءٌ توهانکي ٿو چوان تہ بُڇڙائِيءَ جي سامهُٺائي نہ ڪريو اُلٽو جو تُهنجي سڄي گل تي لپاٽ هڻي تنهِ کي ٻِئو بِہ ڦيرائي ڏي (٤٠) ۽ جيڪو توکي عدالت ۾ ڇِڪي ۽ تُهنجو پهراڻُ ٽاڙڻُ پائِئي تہ تنهِ کي چادر بِہ ڇِڪڻُ ڏي (٤١) ۽ جيڪو توکي هِڪڙي ڪوه توڙي ٻيگر وَٺِي وَڃي تنهِ سان ٻہ ڪوه وڃُ (٤٢) ۽ جيڪو توکان ڪي گهُري تہ اُنهي کي ڏي ۽ جيڪو تو کان اُڌارو وٺڻ پائِئي تنهِ کان مُنہُ نہ موڙِ ÷

(٤٣) ۽ ٻُڌو اَٿوَ تہ چيو آهي جو پهنجي پاڙيسِريءَ سان دوستي رکُ ۽ پهنجي ويريءَ سان وير رکُ (٤٤) پر آءٌ توهانکي ٿو چوان تہ پهنجي ويرِئِنِ سان دوستي ڪريو ۽ جيڪي توهانکي ڦِٽڪار ڏِئنِ تن لاءِ دُعا گهُرو ۽ جي توهانسان ويرُ ٿا رکنِ تنِ سان ڀلائي ڪريو ۽ جيڪي توهانکي سندائِينِ ۽ ڏُکوئِينِ ٿا تنِ

لاءِ ورُگهُرو (٤٥) تہ اوهين توهانجو پيءُ جو آسمان ۾ آهي تنهِ جا پُٽَ ٿيندؤ تہ
اُهو پهنجي سِج کي چڱن ۽ مندن تي ٿو اُڀرائي ۽ اُهو سچن ڪُوڙن تي
مِينهُ ٿو وَسائي (٤٦) ڇوجو جيڪي توهانکي گهڻو ٿا پيائِين جي اُنهن کي
اوهين گهڻو پيائيو تہ اِنهي ۾ ڪهڙو بدرُ زڪاتي ڪِ اِئِي نہ ٿا ڪن ڇا (٤٧) ۽
جي توهين رُڳو پهنجن پائُرن کي سلامُ ڪريو تہ واڌو ڇا ڪِيُو زڪاتي ڪِ اِئِي
نہ ٿا ڪن ڇا (٤٨) تهنڪري جيُّ توهانجو آسمانوارو پيءُ ڪامِل آهي تيُّ
توهين بِہ ڪامِل ٿئو ⁘

[بابُ ٦] ۽ خبردارُ رهو تہ پهنجي خَيرات ماڻهُن جي اڳيان ڏيکارڻ لاءِ
نہ ڪريو نہ تہ اوهانجو پيءُ جو آسمان ۾ آهي تهنکان ڪي ڪِين مِلندُوَ
(٢) تنهِ ڪري جڏهِ تُون خَيرات ٿو ڪري تڏهِ پهنجي اڳيان تُوري نہ وَڄاراءِ
جيُّ مجلِسُن ۽ واٽُن ۾ ڪُوڙا ماڙهُون ٿا ڪن جو اسانجي تعرِيف ماڻهُن ۾
ٿِئِي سو آءٌ توهانکي سَچُ ٿو چوان تہ اُنهن کي پهنجو بدرُ مِلِي رهيو (٣) پرجڏهِ
تُون خَيرات ڪَرِين تہ هيُّ ڪَرِ جو جيڪي تُهنجو سَڄو هٿُ ٿو ڪري تنهِ
جي ڏائي هٿ کي خبر نہ پوي (٤) تہ تُهنجيُون خَيراتُون گُجهيُون ٿِئن ۽
تُهنجو پيءُ جو گُجهو ٿو ڏِسي سو پاڌِيهِي تو کي پڌِرو بدرُ ڏِيندو ⁘

(٥) ۽ جڏهِ تُون نماز ٿو ڪرين تڏهِ ڪُوڙن وانگيان نہ ڪر ڇوجو اُهي
مجلِسن ۾ ۽ واٽُن جي ڪُنڊن تي بِهِي نِماز ڪرڻُ چڱو ٿا پائِئِين تہ ماڻهُو

ڏِسڻ سو آءُ توهانکي سچُ ٿو چوان تہ اُنهنکي پهنجو بدرُ مِلي رهيو (٦) پر جڏهِ
تُون نِماز ٿو ڪري تہ پهنجيءَ نِوِيڪلِيءَ جاءِ ۾ وَڃي ۽ پهنجي در کي پُوري
تُهنجو پِيءُ جو ڳُجهو آهي تنهِ جي نِماز ڪرِ تہ تُهنجو پِيءُ جو ڳُجهو ٿو ڏِسي
سو پاڌِيهي تو کي پڌِرو بدرُ ڏِيندو (٧) ۽ جڏهِ اوهي نِماز ڪريو تڏهِ اجائي
ڪاڏ نہ ڪريو جيئَ ٻيءَ قوَمُون ٿيءَ ڪنِ جو اُهي ڀانئِين ٿيءَ گهڻي ڳالهائڻ
ڪري اسانجي ٻُڌڻ ۾ اِيندي (٨) پوءِ اوهي اُنهن جهڙا نہ ٿِئو ڇاڪاڻِ جو
جيڪي اوهانکي گهُرجي سو توهانجو پِيءُ اوهانجي گهُرڻ کان اڳڀرئي ٿو ڄاڻي ؞

(٩) پوءِ اوهي هِن طرح نِماز ڪريو تہ اي اسانجا پِيءُ جو تُون آسمان ۾ آهي
تنهِ تُهنجو نالو پاڪُ ڪري ڄاڻجي (١٠) ۽ تُهنجي بادشاهي اچي تہ تُهنجي
مرضي جيئَ آسمان ۾ آهي تيئَ زمِين تي ٿِئي (١١) اسانجي توڻِ اسانکي اڄُ
ڏِي (١٢) ۽ اسانجِن ڏوهنِ کي معافُ ڪر جيئَ اسي پهنجِنِ ڏهارِن کي معافُ
ٿا ڪريُون (١٣) ۽ اسانکي آزمائش ۾ نہ ني اُلٽو آسانکي ٻُڇڙائيءَ کان ڇڏاءِ
جو بادشاهي ۽ قُدرت ۽ وڏائي تُهنجي هميشه آهي آمِين (١٤) ڇالاءِ جي
توهي ماڻهُنِ جا گُناه معافُ ڪندؤ تہ اوهانجو پِيءُ جو آسمان ۾ آهي سو
اوهانکي بِہ معافُ ڪندو (١٥) پرجي آوهي ماڻهُنِ کي سندنِ ڏوہ معافُ نہ
ڪندؤ تہ اوهانجو پِيءُ اوهانجا بِہ ڏوہ معافُ ڪِينَ ڪندو ؞

(١٦) ٻِئو جڏهِ اوهي روزو رَکو تہ ڪُوڙنِ وانگيان مُنهَ لٽلُ نہ ٿِئو ڇوجو اُهي

پهنجا مُنه سُڪايو ته جڏهن ته ماڻهُون پاڻئين ته هنن روزو رکيو آهي پر آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان ته اُنهن کي پهنجو بدرُ ملي رهيو (١٧) پر جڏهن تون روزو رکين ته پهنجي مٿي کي مک ۽ پهنجو مُنهُ ڌوءِ (١٨) جو ماڻهُون نه پاڻئين ته تون کو روزائتو آهين پر تُهنجو پيءُ جو ڳجهو آهي سو اِنهي کي جاڻي ۽ تُهنجو پيءُ جو ڳجهو ٿو ڏسي سو توکي پڌرو بدرُ ڏيندو ❖

(١٩) ۽ زمين تي پهنجي لاءِ مالُ ميڙي نه رکو جتي ڪيئڙن ۽ ڪٽُ سان ٿو ڦٽي ۽ جتي چور ڪات هڻي ٿا ڦرين (٢٠) پر آسمان ۾ پهنجي لاءِ مالُ ميڙي رکو جتي ڪيئڙن ۽ ڪٽُ سان نه ٿو ڦٽي ۽ جتي چور ڪاٽ هڻي نه ٿا ڦرين (٢١) ڇالاءِ ته جتي اوهانجو مالُ هُوندو تتي اوهانجي دل به رهندي (٢٢) ته جُسي جو سوجهرو اک آهي تنهِ ڪري جي تُهنجي اک صفا هُوندي ته تُهنجو سڄو جُسو سوجهرپوارو رهندو (٢٣) پر جي تُهنجي اک ميري هُوندي ته تُهنجو سڄو جُسو اُونداهُ ٿيندو ته تو اندر جيڪو سوجهرو آهي سو جي اُونداهُ ٿي پوي ته اُها اُونده ڪيڏي ٿيندي ❖

(٢٤) ڪوئي ماڻهُون ٻن ڌڻن جي خدمت ڪري نه ٿو سگهي جو جان هڪڙي سان وير رکندو ۽ ٻئي سان دوستي ڪندو جان هڪڙي جي پاسِ ڪندو ۽ ٻئي کي ڪين ليکيندو تيءُ اوهين خُداءِ ۽ دولت ٻنهي جي خدمت ڪري نه ٿا سگهو (٢٥) تنهِ ڪري آءٌ اوهانکي ٿو چوان ته پهنجي جيءُ جو

سانگو نہ ڪريو جو اسين چا کائينداسين ۽ چا پِئنداسين ۽ پهنجي جُسي جو
سانگو نہ ڪريو تہ چا پهرينداسين تہ جيُّ کاڌِ کان ۽ جُسو ڪپڙي کان ڪِ
واڌو ناهي چا (٢٦) تہ آسمان جا پکي ڏِسو جو اُهي نہ پوکين ٿا ۽ نہ لُڻِن ٿا
۽ نہ پاندي ۾ ميڙي ٿا رکِن پر اوهانجو آسمانوارو پيُّ اُنهن جو نِپاءُ ٿو ڪري
تہ اوهين ڪِ پکيُن کان گهڻو سَرسُ نہ آهيو چا (٢٧) اوهان ۾ اهڙو ڪيرُ آهي
جو ڳڻتي ڪري پهنجي ديگه کي هِڪڙو هٿُ وِڌائي سگهي (٢٨) اوهين
ڪپڙن جي ڳڻتي چو ٿا ڪريو تہ جهنگ جي گُلسوسنِ کي ڏِسو جو اُهي
ڪيُّ ٿا اُسرِن تہ اُهي نَڪي پورهيو ٿا ڪَنِ نہ ڪي ڪَتنِ ٿا (٢٩) پر آءٌ
اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ سُليمانُ پهنجي سڀي شان سُودو اُنهن منجهان
هِڪڙي جِهڙو بہ پهريلُ نہ هو (٣٠) پوءِ جي خُداءِ هيُّ جهَنگ جو گاهُ جو اَڄُ
آهي ۽ صُبحاً کوري ۾ ٿو وِجِهجي تنهِ کي اِئين ٿو پهرائي تہ اوهانکي هُن کان بہ
گهڻو نہ پهرائيندو چا اي ٿورويساهوارو (٣١) هِن ڪري اوهين ڳڻتي نہ
ڪريو چي اسين چا کائينداسين جان چا پِئنداسين جان چا پهرائينداسين
(٣٢) چوجو اُنهن سڀني شَيُن کي ٻيُن قومن وارا پيا ٿا ڳولين تہ اوهانجو پيُّ
جو آسمان ۾ آهي سو ڄاڻي ٿو تہ هِنن سڀني شَيُن جي اوهانکي گهرج آهي
(٣٣) پر اوهين پهريهاءِ خُداءِ جي بادشاهي ۽ اُنهي جي سَچائي ڳوليو تہ اِهي
سڀ شيون اوهانکي وڌيڪ مِلنديون (٣٤) تنهِ ڪري سُڀاڻي جي ڪا ڳڻتي

نہ ڪريو ڇوجو سُياڻو پهنجي شيُنِ جي ڳڻتي پاڻ ڪندو اڄُ جو ڏُکُ اڄَ لاءِ ئي گهڻو آهي ⁘

[بابُ ۷] ۽ اوهين ڏوهہ نہ لايو تہ اوهانتي بہِ ڏوهہ نہ لائِبا (۲) ڇوجو جِهڙِي عدالت ڪري اوهين ڏوهہ لائِيندؤ تيُ توهان تي بہِ ڏوهہ لائِبا ۽ جنهِ ماڻ سان اَوهين مَئِيندؤ تنهِ سان توهانلاءِ بہِ مئِبو (۳) تُون پهنجي ڀاءُ جي اکِ جو ڪترُ چو ٿو نِهاري جو پهنجي اکِ جي ڪاٺ کي تہ نٿو ڏِسي (۴) ۽ تُهنجي ڀاءُ کي ڪيُ چوَندي نہ مُون کي پهنجي اکِ مون ڪترُڪيڻُ ڏي جو ڏِسُ تُهنجيءَ اکِ ۾ ڪاٺُ آهي (۵) اي ڪُوڙا پهرياءُ پهنجي اکِ جو ڪاٺُ ڪڍُ پوءِ پهنجي ڀاءُ جي اکِ مون ڪترُڪيڻ لاءِ چڱو ڏِسندين ⁘

(۶) تہ پاڪُ شَيُ ڪُتنِ کي نہ ڏِئو ۽ نکي پهنجا موتي سُئرنِ جي اڳيون وِجهو جو متان اُهي اُنهنِ کي پيرنِ هيٺِ لتاڙي ۽ وري موٽي توهانکي چِيرِينِ ⁘

(۷) توهين گهُرو تہ توهانکي ملِندو ۽ ڳوليو تہ توهانکي لهندو ۽ ڪُرڪايو تہ توهانلاءِ اُپٽبو (۸) ڇوجو جيڪو گهُري ٿو تنهِ کي مِلي ٿو ۽ جو ڳولي ٿو سو لهي ٿو ۽ جو ڪُرڪائي ٿو تنهِ کي اُپٽجي ٿو (۹) تہ اوهانءِ اِهڙو ڪيرُ آهي جو جڏهِ پهنجو پُٽُ ماني گهُريسِ تہ تنهِ کي پهڻُ ڏِيندو (۱۰) جان جڏهِ مَڇي گهُريسِ تہ تَنهِ کي سَپُ ڏِيندو (۱۱) پوءِ جي اوهين مندا ٿي پهنجي ٻارنِ

کي چڱو ڏِئڻُ ڄاڻو ٿا تہ اوهانجو پيُ جو آسمان ۾ آهي اُنهي کان
ڪيترو وڌيڪ تنهن کي جيڪي گهُرن ٿا تن کي اُهو چڱيُون شيءِ ڏِئڻُ ڪين نہ ڏيندو ؟

(١٢) پوءِ اوهين جيڪي سڀ ڪَم چاهيو ٿا تہ ماڻهُون اَسان ڪن سي
اَوهين بہ اُنهن سان ڪريو جو شرع ۽ نبيُن جي ڪِتابن جو نِچوڙُ اِهي آهي ؟

(١٣) اَوهين سوڙهي در کان پيهو ڇوجو جيڪو ڄَٽُ ڏِئڻ ڏي ٿو وَڃي سو درُ
ويڪِرو ۽ سا واٽ بہ موڪري آهي ۽ گهڻا اُنهي مُنجهون ٿا پيهن (١٤) تہ جيڪو
جِئڻ ڏي ٿو وَڃي سو درُ سوڙهو ۽ سا واٽ بہ سنهي آهي ۽ تنهن کي جيڪي لهن
ٿا سي ٿورا آهِن ؟

(١٥) تہ ڪُوڙن نبِيُن کون خبردارُ رهجو جي تَهانوَٽ رِڍ جي ويسُ ڪري
ٿا اچن پر اندر ۾ هيڄائي بگهر وانگيان آهِن (١٦) اَوهين اُنهن جي ڦرن ڪري
اُنهن کي سُڃاڻندَؤ ماڻهُون ڪِ ڪنڊن مون ڊاکُ جان ڪانڊيرِيُن مون
اَنجير چنن ٿا ڇا (١٧) اِنهي طرح هِريوئي چَڱو وَڻُ چڱو ڦَرُ ٿو ڏِئي ۽ بُڇڙو وڻُ
بُڇڙو ڦَرُ ٿو ڏِئي (١٨) تہ چڱو وڻُ بُڇڙو ڦرُ ڏِئي نٿو سگهي ۽ نہ بُڇڙو وڻُ چڱو ڦَرُ
ڏِئي ٿو سَگهي (١٩) ۽ جيڪي وڻ چڱو ڦَرُ نٿا ڏِئن سي وَڍِيِ باهِ ۾ ٿا وِجهجَن
(٢٠) تنهِ ڪري اَوهين اُنهن جي ڦرن ڪري اُنهن کي سُڃاڻندو ؟

(٢١) جيڪو مُون کي سائين سائين چوَندو سو سڀڪو آسمان جي بادشاهيءَ
۾ نہ گهڙندو پر مُهنجو پيُ جو آسمان ۾ آهي تنهِ جي مرضيءَ تي جيڪو هلي

ٿو سو گهڙندو (۲۲) اُنهيءَ ڏينهِ گهڻا مُون کي چوَندا اي سائُين اي سائُين اَسان تُنهنجي نالي ڪري نبُوت نہ ڪئي آهي ڇا ۽ تُنهنجي نالي ڪري شَيطانن کي نہ ڪڍيو اٿُون ڇا ۽ تُنهنجي نالي ڪري گهڻيُون ڪرامتُون نہ ڏيکاريُون اٿُون ڇا (۲۳) تڏهن آءٌ اُنهن کي چئنو چوَندُس ڇي اوهانکي ڪڏهن نہ سَڃاڻندو هوس اي بدڪارو مُون کان پري ٿيُو ÷

(۲۴) پوءِ جيڪو مُنهنجيُون اِهي ڳالهيُون ٻُڌي ٿو ۽ تن تي هلي ٿو آءٌ تنهن کي اِهڙي ڏاهي جهڙو مِثال ڏيندُس جنهن پنهنجو گهر ٽڪر تي اڏايو هو (۲۵) پوءِ مِينهُ پيو ۽ لڙها آيا ۽ واءَ جُنا ۽ اُنهي گهر تي اچي ليٽ ڪياءٌ پر اُهو ڪِريوئي ڪِينَ ڇوجو تنهن جي پيڙهہ ٽڪر تي هُئي (۲۶) ۽ جيڪو اِهي سڀ مُنهنجيُون ڳالهيُون ٻُڌي ٿو پر اُنهن تي نٿو هلي اُنهي کي اَهڙي اِياڻي سان مِثال ڏيندُس جنهن پنهنجو گهرُ واريءَ تي اڏايو هو (۲۷) پوءِ مِينہُ پيو ۽ لڙها آيا ۽ واءَ جُنا ۽ اُنهي گهر تي اچي ليٽ ڪياءٌ تہ اُهو ڪِريو ۽ تنهنجو ڪِرڻُ ڏاڍو اڻانگو ٿيو ÷

(۲۸) پوءِ هِيءَ ٿيو جڏهن يسُوع اِهي ڳالهيُون چئي رهيو تڏهن ماڻهُون هُنجي تعلِيم ٻُڌي وِسا ٿيا (۲۹) ڇوجو هُو اُنهن کي پهچواريءَ وانگيا ٿي سيکاريو نہ شرع ٻُڌائڻوارن وانگيان ÷

## باب ٨

پوءِ جڏهِن هُو ڏُونگر تان لٿو تہ وَڏا ميڙاڪا سندس پُٺُون لڳا ÷

(٢) ۽ ڏِسو هِڪڙي ڪوڙهي اچي هُن کي سِجدو ڪري چيو اي ڌڻي جي تُنهنجي مرضِي هُجي تہ تُون مُونکي پاڪ ڪري ٿو سگهين (٣) تہ يسُوع هٿ ڊِگهاڙي هُن کي ڇُهي چيو تہ مُنهنجي مرضِي آهي تُون پاڪ ٿِيُ تہ اُنهيئِي وير اُهو ڪوڙه کان پاڪ ٿيو (٤) تڏهِ يسُوع جيُس سنڀالِج ڇئي متاً ڪنهِ کي پرَوَچي پاڻ ڪاهِن کي ڏيکارِ ۽ جيڪو نذرُ مُوسيٰ چيو آهي سو اُنهنِ جي ساک لاءِ وَجي ڏي ÷

(٥) ۽ جڏهِ يسُوع ڪفرناحُوم ۾ آيو تڏهِ هِڪڙي صُوبيدار وٽِس اچي مِنت ڪري چيو (٦) تہ اي ڌڻي مُنهنجو ڇوڪرُ لقُوئي جو مارِيلُ گهر ۾ ڊاڍو ڏُکي پيو آهي (٧) تہ يسُوع تنهِ کي چيو آءٌ اچي اُنهي کي چڱويلو ڪندُسِ (٨) صُوبيدار وَراڻي ڏنئي چيو اي ڌڻي تُون مُنهنجي ڇپَر هيٺِ اَچي اِنهي لائِق آءٌ نہ آهيان پر تُون رُڳو هِڪڙو لَفظُ چَوُ تہ مَنهنجو ڇوڪَرُ چڱو ڀلو ٿي پوَندو (٩) ڇوجو آءٌ بہ ٻئي جي هٿ هيٺِ آهيان ۽ مُنهنجي هٿ ۾ سپاهي آهِنِ جي هِڪڙي کي چوان وَڃُ تہ وڃي ٿو ۽ ٻئي کي اَچُ تہ اچي ٿو ۽ پهنجي نَوڪر کي چوان تہ هيُ ڪمُ ڪَرِ تہ ڪري ٿو (١٠) جڏهِ يسُوع

اِئي ٻُڌو تہ عَجَبُ لڳُسِ ۽ جيڪي سندسِ پُٺُون ٿي آيا تنِ کي چياءِ تہ آءٌ توهانکي سَچُ ٿو چوان تہ اِسرائيل ۾ بہ هيڏو ويساهُ مُون نہ ڏِٺو (١١) ۽ آءٌ اوهانکي ٿو چوان جي گهڻا اُڀرندي ۽ اُلهندي کان اچي ابرهام ۽ اسحاق ۽ يعقُوب سان گڏجي آسمان جي بادشاهيءَ ۾ وِهندا (١٢) پر اُنهي بادشاهيءَ جا ٻار ٻاهر اُونداهيءَ ۾ ورِجهبا جِتي رُئڻُ ۽ ڏند ڪرٽڻُ ٿِيندو (١٣) تڏهِ يسُوع صُوبيدار کي چيو وَڃُ جيئن تو ويساهُ ڪيو آهي تيئن تولاءِ ٿِيندو پوءِ اُنهيئي گهڙيءَ تَنهنجو چوڪَرُ چڱو ڀلو ٿِئو ⁘

(١٤) ۽ يسُوع پطرس جي گهر اَچي هُن جي سَسُ کي ڏِٺو تہ تپ ۾ پيئي آهي (١٥) تڏهِ تنهِ کي هٿُ لاتاءِ تہ تَپُ لهي وِيئُسِ پوءِ اُها اُٿي اُنهنِ جي خِدمت ۾ لڳي ⁘

(١٦) پوءِ جڏهِ سَانجهي ٿي تڏهِ وٽسِ گهڻا شَيطان جهليل آنداءِ تہ هُن پنهنجي ڪلام سان اُنهنِ ناپاڪُ رُوحنِ کي ڪڍيو ۽ جيڪي ناچڱا هُوا سي سڀ چڱاڀلا ڪياءِ (١٧) تہ جيڪا ڳالهِ يشعيا نَبيءَ جَئي سا پُوري ٿِئي جو هِن اسانجيُون هِيڻائيُون پاڻ تي ورتيُون ۽ اسانجيُون ناچڱائيُون کنّياءِ ⁘

(١٨) پوءِ يسُوع وَڏا گوڙ پنهنجي چوڌاري ڏِسي پريءَ پَر وَڃڻ جو حُڪُمُ ڪيو (١٩) ۽ پوءِ ڪنهِ هِڪڙي شرع سيکارِيندڙ اَچي چيُسِ اي اُستاد جِتي جِتي تُون ويندين تِتي تِتي آءٌ تُنهنجي پُٺُون هلندُسِ (٢٠) تہ يسُوع تنهِ کي چيو

تہ لونبڙين کي ڏريون آهن ۽ اُڀ جي پکين کي آکيڙا پر ھن آدم جي پُٽ
کي متي رکڻ جي جاءِ بہ ڪانهي (٢١) ۽ سندس شاگردن منجھون ٻئي
هڪڙي چيس اي خُداوند پهرياءِ مُونکي پهنجي پيءُ پُورڻ لاءِ موڪل ڏي
(٢٢) پر يسُوع چيس تُون مُهنجي پُٺيون هليو اَچُ مُئن کي سندن مُڙدا پُورڻُ
ڏي ❖

(٢٣) پوءِ جڏهن پاڻ ٻيڙيءَ تي وَڃي چڙهيو ۽ سندس شاگرد بہ پُٺيانس آيا
(٢٤) تہ ڏسو سَمُنڊ ۾ اهڙي ڏاڍي جهڪ آئي جو ٻيڙي لهرين سان ڍڪجي
ويئي پر پاڻ سُمهيو پيو هو (٢٥) تڏهن سندس شاگردن اچي جاڳايس ۽
چيائونس اي خُداوَند اسانکي بچاءِ جو اسين ٻڏُون ٿا (٢٦) تڏهن اُنهن کي چياءِ
اي ٿوريساهُوَ ڀِڄو ڇو ٿا پوءِ پاڻ اُٿي واوَن ۽ سمُنڊ کي جهِڻڪياءِ تہ
ڏاڍي نِوائي ٿي (٢٧) تڏهن ماڙهُون عجب ڪري چوڻ لڳا تہ هيءُ ڪهڙو
ماڙهُون آهي واوَ ۽ سمُنڊ اِهي بہ ٿا مَڃينس ❖

(٢٨) پوءِ جڏهن پريءَ ڪنڌيءَ ڪرگِسينن جي مُلڪ ۾ آيو اُتي ٻہ ڄڻا شَيطان
جهليل قبرن مون نڪري اچي گڏئس ۽ اُهي اهڙا ڪرڙا هُوا جو اُنهي واٽ
منجھون ڪوئي لنگهي نہ سگهندو هو (٢٩) تہ ڏسو اُنهن رڙ ڪري چيس اي
يسُوع خُداءِ جا پُٽ اسانجو تو سان ڪهڙو ڪمُ آهي تُون مهل کان اڳمر
آسانکي پيڙڻ آيو آهي ڇا (٣٠) ۽ تن کان پريرو گهڻن سُئرن جو ولر پيئي چريو

(٣١) تڏهِ شَيطانن عرض ڪيو جي تُون اسانکي ڪڍين تہ سُئرن جي وَلر ۾ موڪل ڏي (٣٢) تہ چيائين وڃو تڏهِ اُهي نڪري سُئرن جي وَلر ۾ ويا ۽ ڏِسو سَڄو سُئرن جو وَلرُ هڪڙي ڪَهيڙ ڪان سمنڊ ۾ ڪاهي وَڃي پيُو ۽ پاڻيءَ ۾ ٻُڏي مُئو (٣٣) پوءِ سُئرن جا چارِيندڙ اُٿي ڀڳا ۽ شهر ۾ وَڃي اِها سَڄي ڳالهِ ۽ جيڪي شَيطان جهلِئلن تي ٿِئو هو سو ٻُڌاياءِ (٣٤) ۽ ڏِسو سَڄو شهرُ يسُوعَ جي گڏِجڻ لاءِ ٻاهر نڪريو ۽ هُن کي ڏِسي عرض ڪياءِ تہ اَسانجي ڏنگ مون هليو وَڃُ ÷

## بابُ ٩

پوءِ هُو ٻيڙِيءَ تي چڙهي پريءَ ڪنڌيءَ ويو ۽ پهنجي شهر ۾ آيو (٢) ۽ ڏِسو کٽ تي پيُل هڪري لقُوئيواري کي وٽس آنداءِ تہ يسُوع هُنن جو ويساهُ ڏِسي لقُوئيواري کي چيو اي پُٽ دِلجاءِ ڪر تُهنجا ڏوهہ معافُ ٿيا (٣) تڏهِ ڏِسو شرع ٻُڌائڻوارن مون ڪن پهنجي دِل ۾ چيو تہ هيُ ڪُفرُ ٿو ڳالهائي (٤) تہ يسُوع تن جي دِل جي ڄاڻي چيو اوهين پهنجي دِل ۾ اِنهي ڪري ٻُڇڙائي ڇو ٿا آڻيو (٥) تہ تُهنجا ڏوهہ معافُ ٿيا اِئي چوڻُ جان اُٿي هلُ اِئي چوَڻُ اِنهن ٻنهي مون سوُکو ڪِهڙو آهي (٦) پر توهين اِئي ڄاڻو تہ زمِين تي هِن آدم جي پُٽ کي ڏوهہ معافُ ڪرڻ جي ٻُجندي آهي پوءِ لقُوئيواري

کي چياءِ اُٺ پهنجي کٽ کڻي گهرِ هليو وَڃُ (۷) تہ اُهو اُٿي پهنجي گهرِ هليو ويو (۸) پر ماڻهُن جا ميڙاڪا اِها ڏِسي عجب ۾ پيا ۽ خُداءَ جي وڏائي ڪياءُ جو هُن اِيڏي ٻچندي ماڻهُن کي ڏِني آهي ∴

(۹) پوءِ جڏهِن يسُوع اُتانهون اڳي هليو تہ هِڪڙو ڇڻو متي نالي راڻُو جي چونڪِي تي ويٺو ڏِٺاءِ تہ چياءِ سِ مُهنجي پُٺُون اچُ تہ هُو سندس پُٺيان اُٿي هليو (۱۰) پوءِ هِيُ ٿِئو جڏهِن يسُوع گهر ۾ کائڻ ويٺو تہ ڏِسو ڪيترا زڪاتي ۽ گُناهي ساڻُس ۽ سندس شاگِردنِ سان اچي گڏُ کائڻ ويٺا (۱۱) تڏهِن فريسنِ اِهي ڏِسي سندس شاگِردنِ کي چيو اوهانجو اُستادُ گُناهنِ سان گڏِجي ڇو ٿو کائي (۱۲) تڏهِن يسُوع اِها ٻُڌِي چيُن تہ جيڪي چڱاڀلا آهِن اُنهِن کي طبيب جي گهُرجَ ڪانهي پر جيڪي ناچڱا آهِن تن کي آهي (۱۳) پر اوهين وَڃِي هِن جي مَعنيٰ سمجهو تہ قُرباني ڏِيڻ کان آءٌ ٻاجهہ چڱي ٿو ڀائيان ڇوجو آءٌ سچنِ کي نہ پر گُناهيُنِ کي توبه لاءِ سڏڻ آيو آهيان ∴

(۱۴) تڏهِن يوحن جي شاگِردنِ وٽِسِ اچي چيو تہ اسين ۽ فريسي گهڻا روزا ٿا رکُون پر تُنهنجا شاگِرد نہ ٿا رکنِ سو ڇا کان (۱۵) تہ يسُوع چيُن جاڃيُنِ سان گڏُ جيسين گهوٽُ آهي تيسين ڪي فِڪرڪري ٿا سگهن ڇا پر اهڙا ڏِينه اِيندا جو گهوٽُ کانئُنِ کسبو تڏهِن روزا رکندا (۱۶) ۽ نئين ڪپڙي جي اُگڙي پُراڻي پهراڻ کي ڪوبه وِجهي هِن ڪري تہ جيڪا پُوري ڪرڻ لاءِ ٿي

وِجهجي سا اُنلو پهراڻ کي ٽي گهٽائي ۽ ڇيهڪ گهڻو وَڌي ٿو وَڃي (۱۷) ۽ ماڻهُون پُراڻنِ ساندارنِ ۾ نئُون شرابُ نٿا پرِينِ تہ متان ساندارا ڦاٽي پوَنِ ۽ شرابُ وَهي وَڃي ۽ ساندارا ڇَٽ ٿي وَڃنِ پر نئُون شرابُ نوَنِ ساندارنِ ۾ ٿا پرِينِ تہ ٻئي ٿا بچنِ ؞

(۱۸) جڏهِ اُنهنِ کي اِهي ڳالهيُون ٿي ٻُڌايائين تہ ڏِسو هِڪڙي وڏيري اچي هُنکي پيري پئي چيو تہ مُهنجي ڌِيءُ هاڻي مُئي آهي سو تُون هلي پهنجو هٿُ تنهِ کي لاءِ تہ هُءَ جي پوَندي (۱۹) تہ يسُوع پهنجنِ شاگِردنِ سُوڌو اُٿي هُن جي پُٺُون هليو ؞

(۲۰) ۽ ڏِسو هِڪڙي زال جنهِ کي ٻارهنِ وَرهينِ کان رتُ پئي وَهيو تنهِ پُٺيون اچي سندسِ پهراڻ جي ڪنيءُ کي ڇُهو (۲۱) جو اُنهيءَ پهنجي دِل ۾ چيو تہ جي آءٌ هِنجي رڳي پهراڻ کي ڇُهنديَسِ تہ بہ چڱي ڀلي ٿِينديَسِ (۲۲) تڏهِ يسُوع پُٺتي ڦِري هُن کي ڏِسي چيو اي ڌِيءُ خاطر جمع ڪرِ تُهنجي وِيساهہ توکي ڇُٽايو ۽ اُنهيئي گهڙيءَ اُها زال چڱي ڀلي ٿي ؞

(۲۳) پوءِ يسُوع اُنهي وڏيري جي گهرِ آيو ۽ واڄاوَڄائڻوارنِ کي ۽ ماڻهُنِ کي گوڙُ ڪندو ڏِٺائين (۲۴) تڏهِ اُنهنِ کي چيائين پاسي ٿيو جو نِينگرِ مُئي ڪِينهي پر سُمهي پئي آهي تہ اُنهنِ مٿسِ کِليو (۲۵) پوءِ جڏهِ ماڻهُنِ کي ٻاهرِ ڪڍيائين

تڏهن هُن اندرِ وَڃي تهنجو هٿ وَرتو تہ نينگرِ اُٿي ويٺي (٢٦) ۽ اِها هاڪ ساري مُلڪ ۾ ڦهلجي ويئي ؛

(٢٧) پوءِ جڏهن يسُوع اُتانهون هليو تہ ٻہ انڌا سندس پُٺون لڳا ۽ رڙ ڪري چيائُنسِ اي دائُود جا پٽ اَسان تي ٻاجھ ڪرِ (٢٨) پوءِ جڏهن هُو گھر ۾ آيو تہ اُهي ٻہ اَنڌا وٽسِ آيا تڏهن يسُوع چيُنِ اهانکي ويساهُ آهي جو آءٌ هي ڪمُ ڪري ٿو سگھان هُننِ چيو هاءِ خُداوَند (٢٩) تڏهن اُنهنِ جي اکيُنِ کي هٿ لائي چياءِ تہ پهنجي ويساه سارُو توهانکي ٿئي (٣٠) تڏهن هُننِ جيُون اکيُون اُگھڙي پييُون پوءِ يسُوع اُنهنِ کي پڪو ڪري چيو ڏِسجو جيئن ڪنهن کي خبر نہ پوي (٣١) پر اُنهنِ وَڃي تنهن سڄي مُلڪ ۾ سندس ناءُ پکيڙيو ؛

(٣٢) پوءِ جڏهن ٻاهرِ ٿي نِڪريا تہ ڏِسو هِڪڙي گُنگي شَيطان جهلئل کي وٽسِ آنداءُ (٣٣) ۽ جڏهن شَيطانُ ڪڍيائِينسِ تڏهن اُهو گُنگو ڳالهائڻ لڳو تہ ماڻهون عجب ڪري چوڻ لڳا جو اَهڙي اِسرائيل ۾ ڪڏهين اِئين ڏِسڻ ۾ نہ آيو (٣٤) پر فريسيُنِ چيو ٿي هيُ شَيطاننِ جي سردار جي زور ڪري شَيطاننِ کي ٿو ڪڍي ؛

(٣٥) پوءِ يسُوع ماڻهُنِ جي عِبادتخاننِ ۾ سيکاريندو ۽ خُداءِ جي بادشاهيءَ جي چڱيءَ خبر جو هوڪو ڏِيندو ۽ ماڻهُنِ کي سڀ مرض ۽ ناچڱائيءَ کون ڇُٽائيندو سيني شهرنِ ۽ ڳوٺنِ ۾ ٿي گھميو (٣٦) تڏهن ميڙاڪنِ کي ڏِسي

اُنھن تي ٻاجھ ڪيائين ڇوجو اُھي ٽڪ ٽڪيَن رڍن وانگيان وِسامي ۽ رُلي
ڇُلي رھيا ھُوا (٣٧) تڏھن پنھنجن شاگردن کي چيائين فصُل تہ گھڻوئي آھي پر
پورھيت ٿورا آھن (٣٨) پوءِ اوھين ڌڻيءَ جي ڌڻيءَ کي عرض ڪريو تہ اُھو
پنھنجي ڌڻيءَ ۾ پورھيت ڏياري مُنجي ÷

## باب ١٠

پوءِ اُنھي پنھنجن ٻارھن شاگردن کي پاڻ وٽ ڪوٺي ناپاڪ رُوحن جي
ڪڍڻ جي ۽ سڀ طرح جي ناچڱائيءَ ۽ سڀ طرح جي مرض ڪان ڇُٽائڻ
جي ٻچندي ڏنان ÷

(٢) ۽ اُنھن ٻارھن رسُولن جا ھي نالا آھن پھريون شمعونُ جنھن جو ٻيو نالو
پطرسُ ۽ اُنھي جو ڀاءُ اندرياسُ ۽ زبديءَ جو پُٽ يعقُوبُ ۽ اُنھي جو ڀاءُ
يوحنُ (٣) ۽ فِلِپُسُ ۽ برتُلما ۽ توما ۽ متّي زڪاتي ۽ يعقُوبُ حلفا جو پُٽ
۽ لوي جنھن کي تدي بہ ٿا چون (٤) ۽ شمعونُ ڪنعاني ۽ يھُودا اِسڪريوتي
جنھن پرھت ڏنس ÷

(٥) اِنھن ٻارھن کي يسُوع ھيءَ حُڪمُ ڏيئي موڪليو تہ ٻين جاتين جي
پاسي مَ وَڃجو ۽ سامرن جي ڪنھي شھر ۾ نَہ گھڙجو (٦) پر پھرياءَ اِسرائيل
جي رُلين رڍن وٽ وَڃجو (٧) ۽ ھلندي ھلندي ھيءُ ھوڪو ڏجو تہ آسمان

جي بادشاهي ويجهي آئي آهي (٨) ۽ ناچڱن کي چڱو ڀلو ڪجو ۽ ڪوڙهين کي پاڪ ڪجو ۽ مُئن کي أٿارجو ۽ شيطانن کي ڪڍجو جو توهانکي اِهيئي مِليو آهي سو اِهيئي ڏِجو (٩) ۽ آوهي سونُ جان رُپو جان ٽامو پهنجيءَ واسڻيءَ ۾ نه رکجو (١٠) ۽ واٽ لاءِ جهولي جان ٻه پهراڻ جان جُتيءَ جان لٺيُون ٻِ نه رکجو چوجو پورهيت کي پهنجو ٽمرُ حقُ آهي ⁘

(١١) ۽ جنهِ ڪنهِ شهر جان ڳوٺ ۾ گهڙو أتي ٻُجهجو ته هِتي لائقُ ڪيرُ آهي پوءِ وَڃڻ توڻي أتي رَهجو (١٢) ۽ جڏهِ اوهين ڪنهِ گهر ۾ وَڃو ته أنهي کي سلام ڪجو (١٣) پوءِ جي أهو گهرُ لائقُ هُوندو ته أنهي کي اوهانجو سلام پهُچندو پر جي نالائقُ هُوندو ته أهو سلام اوهانُوٽ وري اِيندو (١٤) ۽ جيڪوئي اوهانکي نه مڃيندو ۽ اَوهانجيُون ڳالهيُون نه ٻُڌندو ته أنهي گهر جاً شهر مون نِڪري پهنجي پيرن جي ڌوڙِ ڇنڊي ڇڏِجو (١٥) آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان ته عدالت جي ڏِينهِ أنهي شهر کان سدُوم ۽ غمورا جي مُلڪ کي ٻِ سؤکي ٿيندي ⁘

(١٦) ڏِسو آءٌ اوهانکي رِڍن وانگيان ٻگهڙن جي وِچ ۾ ٿو مُنجان ته اوهين سپ وانگي ڏاها ۽ ڪبُوتر وانگي بيبدوها ٿِجو (١٧) پر ماڻهُن کان خبردار رهجو چوجو أهي اوهانکي ڪچهرن ۾ وٺي ويندا ۽ پهنجن عِبادتخانن ۾ چمڪيُون هڻندا (١٨) ۽ اوهين مُون ڪاڻِ حاڪمن ۽ باتشاهن اڳيان آڻائبوُ

تہ أنهن لاۓ ۽ پِڌِنِ جاتيُن لاۓ ساکِي رهو (١٩) پر جڏهِ أهي توهانکي جهلائِيندا تڏهِ ألکو نہ ڪجو تہ اسي ڪِيئن جاً چا ڳالهائِينداسي چوجو جيکي اوهانکي چوڻو هُوندو تنهِ جي أنهي گهڙيءَ خبر ڏِبِيؤَ (٢٠) چا ڪاڻِ تہ ڳالهائڻوارا اوهي نہ آهيو پر توهانجي پيُ جو رُوحُ جو اَوهانمنجهہ تو ڳالهائي سو آهي (٢١) تہ ڀاۓ ڀاۓ کي ۽ پيُ پُٽَ کي مارڻ لاۓ جهلي ڏِيندو ۽ اَوْلاد پهنجي پيُ ماۓ جي سَمهون ٿِي أنهنِ کي مارائي وِجهندا (٢٢) ۽ مُهنجي نانوَ ڪارڻِ اوهانسان سڀيئي وِيرُ رکندا پر جيڪو آخر سُوڌو ٻيٺو رهندو سو ڇڏائِبو ؛

(٢٣) ۽ جڏهِ هِڪڙي شهر ۾ اهانکي ڏُکوئِينِ تہ ٻِئي ۾ ڀڄِي وَڃِجو جو آۓ اَوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ هِنِ آدمر جي پُٽَ جي اچڻ توڻي اوهي اسرائيل جي سڀني شهرنِ ۾ گهُمِي ڪِي نہ رهندوُ (٢٤) تہ شاگِردُ پهنجي أستاد کان وڏو نہ آهي ۽ نہ ٻانهون پهنجي ڌڻي کان وڏو آهي (٢٥) ۽ شاگِردُ پهنجي أستاد جهڙو ۽ ٻانهون پهنجي ڌڻي جهڙو ٿِئي تہ بس آهي تہ جيڪڏهِ أنهنِ گهر جي ڌڻيءَ کي بعلزبُول ڪري ڪوٺيو تہ أنهي جي گهر جنِ کي اِنهان ٻہ واڌوُ نہ ڪوٺِيندا چا (٢٦) پوۓ أنهنِ کون نہ ٻِڃِجو چوجو اهڙِي ڍِڪيل شَي ڪانهي جنهِ جي أگهڙ نہ ٿِيندي ۽ نکا اهڙِي لِڪل شَي آهي جا ڄاتي نہ وِيندي (٢٧) ۽ جيڪِي آۓ اوهانکي أونڌِيءِ ۾ ٿو چوان سو اوهي سوجهري ۾ چَئِجو ۽ جيڪِي اوهي ڪن ۾ ٿا ٻُڌو سو ڪُڏنِ تي هوڪارِجو ؛

(٢٨) ۽ جيڪي جُسي کي ماري وجهن ٿا پر رُوح کي ماري نه ٿا سگهن تن کان نه ڊڄجو پر جيڪو جُسو ۽ رُوحُ ٻنهي کي دوزخ ۾ وِجهي چَٽ ڪري ٿو سگهي تنهِ کان گهڻو ڊِڄجو (٢٩) ته ڇا ٻه جهرڪيُون ڪِ ڪسيري نه ٽيُون وِڪامن ۽ انهن مان هِڪڙي به زمين تي نه ٿي ڪِري اوهانجي پيُ جي مرضي ڌاران اُنهن مون هِڪڙي بِه زمين تي نه ٿي ڪِري (٣٠) ۽ اوهانجي مٿي جا وار بِه سڀ ڳڻيا پيا آهِن (٣١) پوءِ اوهِين مَ ڊِڄجو اوهِين گهڻين جهِرڪيُن کون چڱا آهيو (٣٢) تنهِ ڪري جيڪو ماڻهُن جي اڳيون مُونکي مڃيندو اُنهي کي مُهنجو پيُ جو آسمان ۾ آهي تنه جي اڳيون آءٌ بِه مَڃيندُسِ (٣٣) ۽ جيڪو ماڻهُن جي اڳيون مُهنجي ناڪار ڪندو اُنهي کي مُهنجو پيُ جو آسمان ۾ آهي تنهِ جي اڳيون آءٌ بِه ناڪار ڪندُسِ ॥

(٣٤) اوهِين اِئين مَ ڀانئِجو ته آءٌ ڪو زمِين تي صُلِحُ ڪرائڻ لاءِ آيو آهيان سو صُلِحُ ڪرائڻ لاءِ نه پر ترارِ هڻائڻ لاءِ آيو آهيان (٣٥) ڇوجو پُٽ پهنجي پيُ سان ۽ ڌيُ پهنجيُ ماءُ سان ۽ نُنهه پهنجيُ سسُ سان وِڇوڙڻ آيو آهيان (٣٦) ۽ ماڻهوَ جا وِيري سندس ئي گهر جا ماڻهُون ٿِيندا (٣٧) ته جيڪو پيُ ماءُ کي مُون کان گهڻو ڀانئِيندو سو مُهنجي لائقُ نه آهي ۽ جيڪو پُٽ جان ڌيُ کي مُونکان گهڻو ڀانئِيندو سو بِه مُهنجي لائقُ نه آهي (٣٨) ۽ جيڪو پهنجو صلِيب کڻي مُهنجي پُٺُون نه اِيندو سو مُهنجي لائقُ نه آهي (٣٩) ۽

جيڪو پهنجي جان کي ٿو سانڍي سو اُنهي کي وِڃائيندو ۽ جيڪو مُون ڪاڻ پهنجي جان ٿو وِڃائي سو اُنهي کي لهندو (٤٠) تہ جيڪو اوهانکي ميڙيندو سو ڪرُمُونکي ٿو ميڙي ۽ جيڪو مُون کي ٿو ميڙي سو جنہِ مُون کي موڪليو آهي تنہِ کي ٿو ميڙي (٤١) ۽ جيڪو نبيءُ کي نبي ڄاڻي ميڙيندو سو نبيءُ جو بدرُ لهندو ۽ جيڪو سچي کي سچو ڄاڻي ميڙيندو سو سچي جو بدرُ لهندو (٤٢) ۽ آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ جيڪو هِننِ ننڍِنِ منجهان هِڪڙي کي مُهنجو شاگِردُ ڄاڻي رُڳو ٿڌي پاڻيءَ جو ڪٽورو پِيارِيندو سو ڪنهي پر پهنجو بدرُ نہ وِڃائيندو ✣

## باب ١١

پوءِ هيءُ ٿيو تہ جڏهِ يسُوع پهنجنِ ٻارهنِ شاگِردنِ کي حُڪُمُ ڏيئي رهيو تہ اُتانهون اُٺي ماڻهنِ جي شهرنِ ۾ سيکارڻ ۽ هوڪو ڏِيئڻ ويو ✣

(٢) ۽ يوحن بنديخاني ۾ مسيح جا ڪم ٻُڌي پهنجنِ شاگِردنِ منجهون ٻنِ ڄڻنِ کي چوائي موڪليو (٣) تہ جيڪو اَچڻو آهي سو تُونئي آهي ڪ ٻِئي جي واٽ ڏِسُون (٤) تڏهِ يسُوع وراڻي ڏيئي چيُنِ جيڪي اوهي ٻُڌو ۽ ڏِسو ٿا سو وَڃي يوحن کي ٻُڌايو (٥) تہ اَنڌا سوجهِرو ٿا لهنِ ۽ منڊا هلن چلنِ ٿا ۽ ڪوڙها پاڪُ ٿا ٿئنِ ۽ ٻوڙا ٻُنڌنِ ٿا ۽ مُئا جي ٿا اُٿنِ ۽

غريبنِ کي خُوش خبري ٻُڌائجي (٦) ۽ سڀاڳو اُهو آهي جو مُون کان نٿو ٿاٻُرجي ❖

(٧) پوءِ جڏهن اُهي ويا تہ يسُوع ميڙاڪنِ کي يوحن جي ڳالهہ چوڻ لڳو تہ اوهين رڻ ۾ ڇا کي ڏسڻ ويا هو ڪي هڪڙي ڪاني واءَ ۾ لُڏندڙ کي ڇا (٨) ٻئو اوهين ڇا ڏسڻ نڪريا هو ڪي سنهي ڪپڙي پهرڻواري ماڻهُوءَ کي ڇا ڏسو سنهي پهرڻوارا بادشاهنِ جي گهرنِ ۾ آهِنِ (٩) اوهين ڇا کي ڏسڻ نڪِريا هو تہ ڪنهن نبيءَ کي ڇا پر هاءِ آءٌ توهانکي ٿو چوان تہ نبيءَ کان بہ وڌيڪ کي (١٠) ڇوجو هيءُ اُهو آهي جنهن جو لِکيو آهي تہ ڏسو آءٌ پنهنجي پيغنبر کي تُهنجي مُنہ جي سامُهون ٿو مُنجان تہ اُهو تُهنجي واٽ تُهنجي اَڳيہ ٺاهِيندو (١١) آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ زالنِ جي ڄاوَلنِ مون يوحن ٻپتِسما ڏيڻواري کون وَڏو ڪو نہ پِڌِرو ٿِئو تہ بہ آسمان جي بادشاهيءَ ۾ جو سڀ کان ننڍِڙو سوتنهن کان وڏو آهي ❖

(١٢) ۽ يوحن ٻپتِسما ڏيڻ واري جي ڏينهن کان وٺي اَڄ توڻي آسمان جي بادشاهيءَ تي ڏاڍائي ٿي ٿِئي ۽ ڏاڍا ڏاڍَ ڪري تنهن کي ٿا وٺنِ (١٣) ڇوجو يوحن توڻي سڀني نبيُن ۽ شرع جي ڪِتابنِ اڳ جيُون ڳالهيُون ٿي چيُون (١٤) تہ جو ايلِياسُ اَچڻو هو سو هيءُ ئي آهي جيڪڏهن اوهين اِئين چاهيو تہ مڃو (١٥) تہ جنهن ڪنهن کي ٻُڌڻ لاءِ ڪن هُجنِ سو ٻُڌي ❖

(١٦) پر هاڻوڪنِ ماڻهُنِ کي ڪنهِ جِهڙو چوان ته اُهي اُنهنِ ڇوڪرنِ جهڙا آهنِ جي بازارنِ ۾ ويهي پهنجنِ جيڏنِ کي سَڏُ ڪري ٿا چَونِ (١٧) ته اسان تهان ڪاڻِ مُرلي وَڄائي پر توهي نچيو ڪِينَ ۽ اسان توهانلاء روجُ ڪيو پر توهان پِٽيو ڪِينَ (١٨) ڇوجو يوحنُ نه کائِندو آيو نه پِئندو تڏهِ بِه چَونِ ٿا ته هن مَنجهه شَيطانُ آهي (١٩) ۽ هيُ آدم جو پُٽُ کائندو پِئندو آيو تڏهِ بِه چَونِ ٿا ته ڏِسو هيُ ماڻهُون پيٽوڙي ۽ پياڪُ زڪاتينِ ۽ ڏوهيُنِ جو دوستُ آهي پر حِڪمت سندسِ ٻارنِ ڪري سچي ٿي ڄاڻجي :

(٢٠) تڏهِ جنِ شهرنِ ۾ هُن گهڻيُون ڪرامتُون ڏيکاريُون هُيُون تنِ کي ڏوهُ ڏِئڻ لڳو ڇوجو اُنهنِ توبه نه ڪئي هُئي (٢١) اي خُرازِين توتي هاء هاء اي بيت‌صائِدا توتي هاء هاء ڇوجو جيڪي ڪرامتُون تهان ۾ ڏيکاريُون آهنِ سي جيڪڏهِ سُور ۽ صَيْدا ۾ ڏيکارِجن ها ته جيڪر ڪپڙُ ڪري ۽ رکُ وِجهي اَڳاٽوئي توبه ڪياءُ ها (٢٢) پر آءٌ اوهانکي ٿو چوان ته عدالت جي ڏِينهِ سُور ۽ صَيْدا لاء اوهانکان گهڻي سوُکي ٿِيندي (٢٣) ۽ اي ڪفرناحُوم تُون جو آسمان توڻي مٿي ٿيو آهي سو دوزخ توڻي هيٺ دَٻِبي ڇوجو جي ڪرامتُون تو ۾ ڏيکاريُون آهنِ سي جيڪڏهِ سدُوم ۾ ڏيکارِجنِ ها ته جيڪر اڄُ توڻي هليو اچي ها (٢۴) پر آءٌ اوهانکي ٿو چوان ته عدالت جي ڏينهِ سدُوم جي مُلڪ لاء توهانکون سوُکي ٿِيندي :

(٢٥) اُنهي وير يسُوع چوَڻ لڳو اي بابا آسمان ۽ زمين جا ڌڻي مان تُنهنجا شُڪران ٿو ڪريان جو تو هي ڳالهيُون ڏاهن ۽ ڳاڻن کان ڳُجهيُون رکي ٻارن کي پڌريُون ڪري ڏنيُون (٢٦) سو چڱو اي بابا اِئينءِ توکي وڻيو (٢٧) تہ مُنهنجي پيءُ مُون کي سڀُڪي ڏِنو آهي ۽ پيءُ بنا پُٽ کي ڪو نٿو سُڃاڻي ۽ پُٽ بنا پيءُ کي ڪونٿو سُڃاڻي ۽ ٻئو اُنهي بنا جنهِ تي پُٽ تنهِ کي پڌرو ڪرڻ ٿو چاهي ⁘

(٢٨) اي اوهين محنتي جي ٿڪل ۽ وَڏي بار ڪري جهُڪيل آهيو سڀ مونوٽ اچو تہ آءٌ اوهانکي وِساهي ڏيندس (٢٩) تہ مُنهنجي پاڃاري پاڻ تي جهليو ۽ مُونکان سِکو ڇوجو آءٌ دِل جو حلِيم ۽ نِوَنڊڙ آهيان تہ اوهين پنهنجي رُوح لاءِ وِساهي لهندوُ (٣٠) ڇوجو مُنهنجي پاڃاري سوُکي آهي ۽ مُنهنجو بارُ هلڪو آهي ⁘

## باب ١٢

اُنهيئي ٽاڻي وِساهي جي ڏينهِ يسُوع ڪڻڪ مون هليو ٿي ويو ۽ سندس شاگِرد بُکايا هُوا سي سَنگ ڇِني کائڻ لڳا (٢) تڏهِ فريسن اِئيءَ ڏسي چيُس تہ ڏِس جو ڪمُ سبت جي ڏِينهِ ڪرڻ بيروا آهي سو تُنهنجا شاگِرد پيا ٿا ڪن (٣) تڏهِ چيائن اوهان نہ پڙهيو آهي ڇا تہ دائود ۽ سندس سنگتي جڏهِ بُکايا

هُوا تڏهِ ڃاڪيو هُئا ۽ (۴) اُنهي ڪيئن خُداء جي گهر منجهه وَڃي نذر جيُون ماني ڪاڌيُون تہ جنهِ جو کائڻُ تنهِ کي ۽ سندس سنگتين کي روا نہ هو رُڳو ڪاهِنن کي ئي روا هو (۵) ۽ شرع ۾ اوهان نہ پڙهيو آهي تہ ڪاهِنن سبت جي ڏينهِ هَيڪل ۾ سبت جي ڏينه کي ڦٽائين ٿا تڏهِ بہ بيڏوها آهِن (٦) پر آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ هِتي هِڪڙو هَيڪل کان بہ وڏو آهي (۷) تہ آءٌ قُربانيُن کون ٻاجهہ کي گهڻو ٿو چاهان جيڪڏهِ اِنهي جي معنيٰ اوهانکي سمُجهہ ۾ اچي ها تہ جيڪر بيڏوهن تي ڏوهُ نہ لايو ها (۸) ڇوجو هيُ آدم جو پُٽ وِيساهي جي ڏينه جو بہ ڌڻي آهي ؞

(۹) پوءِ هُو اُتانهي هلي هُنن جي عِبادتخاني ۾ وِيو (۱۰) ۽ ڏِسو اُتي هِڪڙو ڄڻو هو جنهِ جو هٿُ سُڪي ويو هو تڏهِ هُنن ڇپ وِجهڻ لاءِ پُڇيُس تہ وِيساهي جي ڏينهِ ناچڱن کي چڱو ڀلو ڪرڻُ روا آهي ڪِ نہ (۱۱) تڏهِ هُن چيُن اوهان ۾ اهڙو ڪيرُ آهي جنهِ کي هِڪڙي رِڍ هُجي سا وِيساهي جي ڏينهِ کڏ ۾ ڪِري پوي تہ اُنهي کي جهلي ٻاهرِ نہ ڪڍي (۱۲) تہ ماڻهُو رِڍ کان ڪيترو چڱو آهي اِنهي ڪري وِيساهي جي ڏينهِ چڱوئي ڪرڻُ روا آهي (۱۳) تڏهِ اُنهي ماڻهُوءَ کي چياءِ پنهنجو هٿُ ٻِگهو ڪَرِ تڏهِ هُن پنهنجو هٿُ ٻِگهيڙيو تہ اُهو ٻِئي هٿ جهڙو سچو ٿِيُس (۱۴) تڏهِ فريسن ٻاهرِ وَڃي پاڻ ۾ رِٿ ڪئي تہ هن کي ڪيئن ماري وِجهُون ؞

(١٥) پر يسُوع اِها ڄاڻي اُتانهي ويندو رهيو ۽ وڏا ميڙاڪا پُٺئانس اچي لڳا ۽ تنِ سڀني کي چڱوڀلو ڪياءِ (١٦) ۽ پڪ ڪري چيائِن ته مُونکي پڌرو نه ڪِجو (١٧) تان ته جيڪي يشعيا نبيءَ چيو آهي سو پُورو ٿئي (١٨) ڇي ڏِسو مُنهنجو ٻانهون جنهِ کي مُون چُونڊيو آهي ۽ مُنهنجو پيارو جنهِ تي مُنهنجي دِل گهڻو خُوش آهي تنهِ تي آءٌ پهنجو رُوحُ وِجهندُسِ ۽ اُهو پرڏيهنِ کي عدالت پُڌائيندو (١٩) ته اُهو جهيرو ۽ هُلُ نه ڪندو ۽ واٽُنِ تي اُنهي جو گوڙ ڪو نه ٻُڌندو (٢٠) ۽ جيستاءِ ڪِ اُهو پهنجي عدالت ڏايي نه ڪندو تيستاءِ نه ڦِٽي ڪاني کي ڀڃندو ۽ نه دُکيَل سِٽِّي کي وِسائيندو (٢١) ۽ تنهِ جي نالي تي ٻِيُون قومُون ويساهُ رکنديُون ⁘

(٢٢) پوءِ هُن وٽِ هِڪڙو شَيطان جهليَلُ اندو ۽ گُنگو آنداءِ اُنهي کي اهڙو چڱو ڀلو ڪياءِ جو اُهو اَندو گُنگو ڏِسڻ ۽ ڳالهائِڻ لڳو (٢٣) ته مِڙيَني ماڻهُنِ عجب ٿِي پئي چيو هيُ اُهو داؤُد جو پُٽُ ته نه آهي ڇا (٢٤) پر فرِيسنِ اِها ٻُڌي چيو ته بعلزبُولُ جو شَيطانِ جو سردارُ آهي تنهِ ڌاران هيُ شَيطاننِ کي نه ٿو ڪڍي (٢٥) تڏهِ يسُوع انهنِ جي دِل جي ڄاڻي چيو ته جا بادشاهي هڪ ٻِئي جو ويرُ ڪري ڀاڱا ٿِي وِراهجي ٿي سا سُڃ ٿِي ٿئي ۽ جيڪو شهرُ جان گهرُ ڀاڱا ٿِي ويرُ ڪري وِراهجي ٿو سو بِهندوئي ڪينَ (٢٦) ۽ جي شَيطانُ شَيطان کي ڪڍي ته اڌواَڌِ ٿِي پهنجوئي ويري ٿِئو پوءِ سنديس

بادشاهي ڪيئن بڻندي (٢٧) ۽ جي آءٌ بعلزبُول جي زور ڪري شَيطانن کي
تو ڪڍان ت اوهانجا پُٽ ڪنهِ جي زور ڪري ٿا ڪڍن اِنهي ڪري اُهيئي
اوهان جا مُنصِف ٿيندا (٢٨) پر جي آءٌ خُداء جي رُوح ڪري شيطانن کي تو
ڪڍان ت ضرُور خُداء جي بادشاهي اوهانوَٽِ آئي آهي (٢٩) ن ت ڪوئي
سگهاري ماڻهوءَ جي گهر ۾ پيهي تنهِ جو مالُ ڪيئن ڦُري سگهندو پر جڏهِ
پهرياءٌ تنهِ کي ٻَڌندو تڏهِ سِندس گهرُ ڦُريندو (٣٠) ت جيڪو مُون سانُ ن آهي
سو مُهنجو ويري ٿئو ۽ جيڪو مُون سانُ نٿو ميڙي سو ڪِنڊيڙي ٿو وِجهي ؞
(٣١) اِنهي ڪري آءٌ اوهانکي ٿو چوان ت سڀ طرح جو گُناهُ ۽ ڪُفرُ ماڻهُنِ
کي مُعافُ ڪِبو پر رُوحاُلقُدس تي ڪُفرُ چوڻُ ماڻهُنِ کي معافُ ن
ڪِبو (٣٢) ۽ جيڪو هِن آدم جي پُٽ جي اُبتڙِ ٿو ڳالهائي تنهِ کي
معافُ ڪبو پر جيڪو رُوحاُلقُدس جي اُبتڙِ ٿو ڳالهائي تنهِ کي ڪڏهِي
بِ ٻنهِي جهانن مَنجهه معافُ ن ڪِبو (٣٣) اوهي وڻُ چڱو چئو ت اُنهي
جا ڦربِ چڱا چئو جان وڻُ ٻُڇڙو چئو ت اُنهِي جا ڦَربِ ٻُڇڙا چئو ڇوجو وڻُ
ڦر ڪري ٿو سُڃاڻجي (٣٤) اي سڀ جا ٻَچَوُ اوهي ٻُڇڙا ٿي چڱو ڳالهائي
ڪيئن سگهندوُ ڇوجو جيڪي دِل ۾ گهڻو ڪري آهي سوئي واتون ٿو نِڪري
(٣٥) ت چڱو ماڻهُون دِل جي چڱي خزاني مون چڱيون شيئن ٿو ڪڍي ۽
ٻُڇڙو ماڻهُون ٻُڇڙي خزاني مون ٻُڇڙيون شيئن ٿو ڪڍي (٣٦) پر آءٌ اوهانکي ٿو

چوان تہ ماڻھون جاجا اَجائي ڳالھِ ٺا ڪنِ تنھِ جو ليکو عدالت جي ڏينھِ ڏيندا (٣٧) ڇوجو ٿون پھنجين ڳالھين ٺي ڪري سچو ٿيندين ۽ پھنجين ڳالھين ٺي ڪري ڏھاري ٿيندين ::

(٣٨) تڏھِ شرع ٻڌائڻ وارن ۽ فريسن منجھون ڪن چيُس اي اُستاد اسين تُھنجو ڪوئي نِشانُ ڏِٺو ٿا چاھيُون (٣٩) وراڻي ڏيئي چيائِن تہ ھِن زماني جا بُڇڙا ۽ حرامي ماڻھون نِشانُ ٿا گھُرن پر اُنھن کي يونس نبيءَ ڌاران ٻئو نِشانُ ڪو نہ ڏِبو (٤٠) ڇوجو جيئن يونسُ ٽي ڏينھَ ٽي راتيُون مانگرمڇ جي پيٽ ۾ رھيو تيئن ئي ھيئن آدم جو پٽ بہ ٽي ڏينھ ٽي راتيون زمين جي پيٽ ۾ رھندو (٤١) ۽ نِنوي جا ماڻھون ھاڻوڪي زماني جي ماڻھن سانُ عدالت ۾ اُٿي بِھندا ۽ اُنھن کي ڏُھاري ڪندا ڇوجو اُنھن يونس جي ھوڪي ڪري توبہ ڪئي ھُئي پر ڏِسو ھِتي ھِڪڙو يونس کان بہ وڌو آھي (٤٢) وري ڏکڻ جي بادشاھزادي ھاڻوڪي زماني جي ماڻھن سانُ عدالت ۾ اُٿي بِھندي ۽ ھُنن کي ڏُھاري ڪندي ڇوجو اُھا سُليمان جي عقُل ٻُڌڻ لاءِ زمين جي پرئين ڇيڙي کان آئي ھُئي پر ڏِسو ھِتي ھِڪڙو سُليمان کان بہ وَڏو آھي ::

(٤٣) تہ جڏھِ ناپاڪُ رُوحُ ماڻھُو مون ٿو نِڪري تڏھِ سُڪين ھنڌن ۾ آرامُ ڳوليندو ٿو گھُمي پر ڪِينَ ٿو لھي (٤٤) تڏھِ چوي ٿو تہ آءٌ پھنجي گھر جِتون نِڪتو آھيان تِتي وَري وينڌُس پوءِ اُتي اچي ڏِسي ٿو تہ اُھو پالھو ۽ ميڙيل

۽ سِينگاريَل پِئو آهي (٤٥) تڏهِ اُهو وڃي پاڻ کان بہ بُڇڙا ٻيا ست رُوح پاڻ سانُ وٺي اُتي وَڃي ٿو رِهي تہ اُنهي ماڻهوءَ جو پويون حالُ اڳِئي کان بہ بُڇرو ٿو ٿئي تيئَ هِن زماني جي بُڇڙن ماڻهن جو بہ ٿيندو ؛
(٤٦) پوءِ اَجاً ماڻهن سانُ اِئي ئي ڳالهايائين تہ ڏِسو ماڻِس ۽ ڀائُرنس ٻاهر بيٺي ساڻُس ڳالهائڻ جي خواهش ڪئي (٤٧) تہ ڪنهِ اَچي چيُس ڏِسُ ماءِ ۽ ڀائُرئي ٻاهرِ بيٺا آهِن ۽ تو سانُ ڳالهائڻُ ٿا چاهِين (٤٨) تڏهِ تنهِ ٻُڌائڻواري کي ورائي ڏِنئي چيائين تہ مُهنجي ماءُ ڪيرُ آهي ۽ مُهنجا ڀائُر ڪير آهِن (٤٩) پوءِ شاگِردن ڏي هٿُ ڊِگهاڙي چيائين تہ مُهنجي ماءُ ۽ مُهنجا ڀائُرَ ڏِسو (٥٠) ڇوجو مُهنجو پيُءُ جو آسمان ۾ آهي تنهنجي مرضيءَ سارُو جيڪو هلندو سوئي مُهنجو ڀاءُ ۽ ڀيڻ ۽ ماءُ آهي ؛

## باب ١٣

اُنهي ڏِينهِ يسُوع گهر مون نِڪري سمُنڊ جي ڪنڌيءَ تي وَڃي ويٺو (٢) ۽ ڏاڍو گوڙُ اچي وِٽس گڏُ ٿيو تہ پاڻ هِڪڙيءَ ٻيڙيءَ تي وَڃي ويٺو ۽ مِڙيوئي گوڙُ ڪنڌيءَ تي بيٺو رهيو ؛
(٣) ۽ اُنهن کي گهڻيئي ڳالهيون مِثال ڪري ٻُڌائڻ لڳو تہ ڏِسو هِڪڙو ڪُڙمي ٻج ڇٽڻ نِڪريو (٤) ۽ ڇٽڻ جي وير ڪي ڪي ٻج وات جي پر تي

ڪِري پيا سي پکي اچي چُگِي ويا (٥) ۽ ڪي پهڻيارِئَ پَٽ تي ڪِريا جِتي گهڻي مِٽي نه هُئي سي سِگهو اُسريا ڇوجو اُتي مِٽِئَ جي اُونهائي ڪا نه هُئي (٦) ۽ جڏهِ سِجُ اُڀريو تڏهِ لُوساڄي ويا ۽ اُنهنِ جي پاڙ ڪا نه ڄمي هُئي تنهِ ڪري ڪوماڄي ويا (٧) ۽ ڪي ڪنڊنِ ۾ ڪِريا ته ڪنڊنِ وَڌي اُنهنِ کي گهُٽي وِڌو (٨) پر ٻِئا چڱِئَ زمِين تي پيا سي ڦَرجي ڪي سئُوٽا ڪي سنڌُوٽا ڪي ٽِهُوٽا ٿيا (٩) ته جنهِ کي ڪن ٻُڌڻ جا آهِنِ سو ٻُڌي ⁘

(١٠) پوءِ سندسِ شاگِردنِ وٽسِ اچي چيو ته تُون هِننِ سانُ مِثالنِ ڪري ڇو ٿو ڳالهائين (١١) ته ورنديِ ڏيئي چيائِنِ ته اوهانکي آسمان جي بادشاهِئَ جي ڳُجهنِ جي سَمُجهه ڏِني آهي پر هِننِ کي ته نه ڏِني آهي (١٢) ڇوجو جنهِ کنهِ کي ڪي آهي اُنهي کي ڏِبو ته هيڪارِي وڌيڪ ٿيندُسِ پر جنهِ کي ڪي نه آهي تنهِ کان جيڪي اَٿسِ سو بہ کَسبو (١٣) اِنهي ڪري آءٌ هِننِ سانُ مِثالنِ ڪري ٿو ڳالهايان جو هي ڏِسندائي نٿا ڏِسنِ ۽ ٻُڌندائي نٿا ٻُڌنِ ۽ سَمُجهنِ بہ ڪينَ ٿا (١٤) ۽ اُنهنِ لاءِ يشعِيا نبِيءَ جو چوڻُ پُورو ٿئو ته اوهِين ڪننِ سانُ ٻُڌندو پر سَمُجهندو ڪينَ ۽ اکِيُنِ سانُ ڏِسندو پر سُڃاڻندو ڪينَ (١٥) ڇوجو اِنهنِ ماڻهُنِ جي دِل ڏاڍِي ٿِي آهي ۽ ڪننِ ڪري گهِرا آهِنِ ۽ پهنجيُون اکيُون ڪِئي پُوريُون اٿنِ متان اِئين

نہ ٿئي جو اکيُن سانُ ڏِسنِ ۽ ڪننِ سانُ ٻُڌنِ ۽ دِل ڪري سَمُجهنِ ۽ ڦِري وَجنِ تہ آءٌ اُنهنِ کي چڱوڀلو ڪريان (١٦) پر اوهانجيُون اکيُون سڀاڳيُون آهنِ جي ڏِسنِ ٿيُون ۽ اوهانجا ڪن سڀاڳا جي ٻُڌنِ ٿا (١٧) ۽ آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ جيڪي اوهِي ڏِسو ٿا تنهِ کي گهڻنِ نبيُنِ ۽ سچنِ ڏِسڻ ڀانئيو پر نہ ڏِٺاءٌ ۽ جيڪي اوهِي ٻُڌو ٿا سو ٻُڌڻ ڀانئياءٌ پر نہ ٻُڌاءٌ ⁘

(١٨) هاڻي اوهِي ٻِج ڇٽڻهاري جو مِثالُ ٻُڌو (١٩) تہ جڏهِ ڪو اُنهِيءَ بادشاهِي جي ڳالهِ ٻُڌي ٿو ۽ سَمُجهي نہ ٿو تڏهِ اُهو بُڇڙو ٿو اچي ۽ جيڪي تنهِ جي دِل ۾ پوکيَلُ آهي سو کسي ٿو وٺي تہ هِيُ اُهو آهي جو واٽ جي پَرِ تي پوکيَلُ هو (٢٠) ۽ جو پٿاريُ زمِين تي پوکيَلُ هو سو اُهو آهي جو ڳالهِ ٻُڌي ٿو ۽ سِگهڻي خُوش ٿي اُنهي کي مڃي ٿو وٺي (٢١) پر تنهِ جي اَندرِ ۾ پاڙِ نٿي جمي تنهِ ڪري اُهو ٿوري وِيرم توڻي ٿو رهي پر جڏهِ اُنهي ڳالهِ ڪري ڏُک ۽ پيڙائون ٿا ٿِئنِس پوءِ سِگهوئي ٺاٻُرجي ٿو (٢٢) ۽ جيڪو ڪنڊنِ ۾ پوکيَلُ هو سو اُهو آهي جو ڳالهِ ٻُڌي ٿو پر جهان جو فِڪرُ ۽ دوَلت جو دوکو تنهِ ڳالهِ کي گهُٽِي ٿا وِجهنِ تہ اُهو بيڦرو ٿو ٿِئي (٢٣) پر جيڪو چڱي ڌرتِي ۾ پوکيَلُ هو سو اُهو آهي جو هِن ڳالهِ کي ٻُڌي ۽ سَمُجهي ٿو ۽ ڦَرُ ڏي ٿو ڪوئي سَوٽُو ڪوئي سٺُوٽُو ڪوئي ٽِهُوٽُو ٿو ڪري ⁘

(٢۴) وري ٻِئو مِثالُ ڏيئي چيائِنِ تہ آسمان جي بادشاهِي اُنهي ماڻهُوءَ

جهڙي آهي جنهِ پهنجي ٻنيءَ ۾ چڱو ٻج پوکيو (٢٥) پوءِ جڏهِ ماڻهُون سُمهي پيا تڏهِ سندُسِ ويري اچي تنهِ جي ڪڻڪ جي ٻنيءَ ۾ خَسُ ٻج پوکي ويو (٢٦) پوءِ جڏهِ سلا اُسريا ۽ سَنگ ڇاوا تڏهِ خَسُ ٻج بِہ ڏسڻ ۾ آيو (٢٧) تڏهِ اُنهي گهر جي ڌڻيءَ کي ٻيليُنِ اچي چيو سائين تو پهنجي ٻنيءَ ۾ چڱو ٻج پوکيو نہ هو ڇا پوءِ هيءُ خَسُ ٻج ڪِٿون آيو (٢٨) تنهِ چيُنِ تہ ڪنهِ ويريءَ هيءُ ڪَمُ ڪيو آهي وري ٻيليُنِ چيُسِ تہ جي تُهنجي مرضي هُجي تہ اسي وَڃي اُنهنِ کي ميڙي ڪڍُون (٢٩) چيائينُنِ نہ متان خَسُ ٻج ڪڍڻ ۾ اَوهي اُنهي سانُ گڏُ ڪڻڪ بِہ پٽي ڇڏيو (٣٠) هاڻي لاباري توڻي ٻنهي کي گڏُ اُسرڻ ڏئو ۽ لاباري جي ڏينهِ آءٌ لاهاريُنِ کي چوندُسِ تہ پهرياءِ خَسُ ٻج ميڙي ساڙڻ لاءِ گڏا ٻڌو پر ڪڻڪ کي مُهنجي پانڌيءَ ۾ گڏُ ڪريو ::

(٣١) وري ٻئو مِثالُ ڏيئي چيائينُنِ تہ آسمان جي بادشاهي اَهُرِ جي داڻي جهڙي آهي جنهِ کي ڪنهِ ماڻهُوءَ وٺي پهنجي ٻنيءَ ۾ پوکيو (٣٢) ۽ اُهو مِريني ٻجنِ کان ننڍو ٿو ٿئي پر جڏهِ وڌي ٿو تڏهِ مِڙيني پاڇيُنِ کان وڏو وَڻُ ٿو ٿئي جو اُڀ جا پکي اچي سنديُسِ ٽاريُنِ ۾ ٽا وِهنِ ::

(٣٣) وري ٻئو مِثالُ ڏيئي چيائينُنِ تہ آسمان جي بادشاهي خمير جهڙي آهي جنهِ کي هِڪڙيءَ زال وَٺي ٽيسي اَٽي جي ٽِي پٽي ۾ مِلايو جيسي ڪِ اُهو مِڙيوئِي اٽو خميريو ::

(٣٤) اِهي سڀ ڳالهيُون يسُوع ميڙاڪي کي مِثال ڪري ٻُڌايُون ۽ مِثال داران تِنِ سانُ ڳالهاياءُ ڪين ٿي (٣٥) تہ جو نبيءَ چيو آهي سو پُورو ٿِئي جي آءٌ پهنجي زبان مِثالنِ ۾ کولِيندُسِ ۽ جهان جي مُنڍ کان وٺي جي ڳالهيُون ڳُجهيُون رهيُون آهِنِ سي گهڻيُون ڪڍي پڌريُون ڪندُسِ ÷

(٣٦) تڏهِ يسُوع ميڙاڪنِ کي موڪل ڏيئي گهر ۾ آيو پوءِ سندسِ شاگِردنِ چيُسِ تہ ٻنيءَ جي خَس ٻِج جو مِثالُ اسانکي کولي چَئُ (٣٧) تڏهِ وراڻي ڏيئي چيائِينِنِ تہ جنهِ چڱو ٻِجُ پوکيو سو هيُ آدم جو پُٽُ آهي (٣٨) ۽ اُها ٻني آهي جهانُ ۽ چڱو ٻِجُ آهي هِن بادشاهيءَ جا ٻار ۽ خسُ ٻِجُ آهي هُن ٻُڇڙي جا ٻار (٣٩) ۽ جنهِ ويريءَ اُهو اَڇي پوکيُسِ سو آهي شَيطانُ ۽ لابارو آهي جهان جي پُڇاڙي ۽ لاهاريا فِرِشتا آهِنِ (٤٠) پوءِ جيئن خَسُ ٻِجُ ميڙجي باهِ ۾ ٿو سڙي تيئن جهان جي پُڇاڙيءَ ۾ ٿِيندو (٤١) ۽ هيُ آدم جو پُٽُ پهنجي فِرِشتنِ کي مُنجندو تہ اُهي سيني ٿاٻُڙائِڻوارِيُنِ شيُنِ کي ۽ سيني بدڪارنِ کي سندسِ بادشاهيءَ مون چُونڊي ڪڍندا (٤٢) ۽ تنِ کي باهِ جي کوري ۾ وِجهندا جِتي پِنڻُ ۽ ڏندڪرِڻُ ٿِيندو (٤٣) ۽ تڏهِ سچار پهنجي پِيءُ جي بادشاهيءَ ۾ سِج وانگيان چِمڪندا تہ جنهِ کي ٻُڌڻ لاءِ ڪن آهِنِ سو ٻُڌي ÷

(٤٤) وَري آسمان جي بادشاهي ٻنيءَ ۾ لِڪل خزاني جِهڙي آهي تہ جڏهِ

تنهِ کي ڪو ماڻهُون لهي تو تڏهِ لِڪائي ٿو رکي ۽ اُنهي جي خُوشيءَ ڪري جيڪي اتّسِ سو سڀُ وِڪڻي اُنهي ٻنيءَ کي ٿو وٺهي ÷

(٤٥) وري آسمان جي بادشاهي اُنهي سوداگر جِهڙي آهي جو چڱنِ موتيُنِ جي ڳولا ۾ آهي (٤٦) ۽ جڏهِ ڪو هِڪڙو موتي ڳري مُله جو ڏِٺاءِ تڏهِ وڃي جيڪي هوسِ سو سڀُ وِڪڻي اُهو ورتاءِ ÷

(٤٧) وَري آسمان جي بادشاهي اُنهي جار جِهڙي آهي جنهِ سَمُندَ ۾ پئي سڀ ذات جيُون مڇيُون ميڙي آنديُون (٤٨) ۽ جڏهِ اُهو ڀرِجي رهيو تڏهِ ڪنڌيءَ تي ڇڪي ڪڍيائُنسِ پوءِ چڱيُون مڇيُون ٿانوَنِ ۾ ميڙي رکياءِ پر بُڇڙنِ کي ڪڍي ڦِٽو ڪياءِ (٤٩) تہ هِن جهان جي پُڄاڻيءَ ۾ اِئين ٿيندو جو فِرِشتا اَچي بُڇڙنِ کي چڱنِ کون ڌار ڪندا (٥٠) ۽ تن کي باهِ جي ڪوري ۾ وِجهندا جِتي پِٽڻُ ۽ ڏند ڪرٽڻُ ٿيندو ÷

(٥١) يسُوع اُنهنِ کي چيو اوهان هي مِڙيئي ڳالهيُون سَمُجهيُون چيائُنسِ هاءِ خُداوَند (٥٢) تڏهِ اُنهن کي چياءِ تہ جيڪو شرعُ پڙهائِڻهارو آسمان جي بادشاهيءَ جي ڳالهيُنِ ۾ پڪُو آهي سو اُنهي گهر جي ڌڻيءَ جي وانگيان آهي جو پهنجي خزاني منجهان نَيُون ۽ پُراڻيُون ٻئي شيُون ٿو ڪڍي ÷

(٥٣) پوءِ هيءُ ٿيو جڏهِ يسُوع اِنهنِ مِثالنِ کي چئي رهيو تڏهِ اُتانهي اُٿي هليو (٥٤) ۽ پهنجي وطن ۾ اچي اُنهنِ جي عِبادتخاني ۾ اِهڙِي پَرِ سيکارڻ

لڳو جو عجب ۾ پئي چيائ ته هيءُ عِلمِ ۽ هي وڏيون ڪرامتون هنکي ڪِٿون
هَٿ لڳيون (٥٥) ته هيءُ ڪِ هُن واڍي جو پُٽُ نه آهي ڇا ۽ هِن جي ماءُ
ڪِ مَريَم ڪري نه ٿي ڪوٺجي ڇا ۽ هِن جا ڀائر يعقُوبُ ۽ يوسِيسُ ۽
شمعُون ۽ يَهُودا نه آهِن ڇا (٥٦) ۽ هِن جيُون ڀينرُون سڀ اسانوٽ نه آهِن
ڇا پوءِ هِن کي هي سڀ ڳالهيُون ڪِٿون مِليُون (٥٧) پوءِ اُهي تنهِ کان
ڪاٻاريا ته يسُوع چيُنِ ته ڪوئي نبي پهنجي وطن ۽ پهنجي گهر ڌاران ڪنهِ
ٻِئي هنڌِ بي آبُ نه آهي (٥٨) تڏهِ اُنهنِ جي بيويساهي ڪري اُتي گهڻيُون
ڪرامتُون نه ڏيکاريائ

باب ١٤

تنِ ڏينهي چوٿئي ڀتي جي حاڪِم هيرود يسوعَ جو نامُوسُ ٻُڌو (٢) ۽
پهنجنِ نوڪرنِ کي چيائ ته هيءُ يوحنُ بپتسما ڏيڻهارو آهي سو مُئنِ مون
جي اُٿيو آهي تنهِ ڪري هُن جي هٿان ڪرامتُون ٿيُون ٿِئنِ ⁘

(٣) ڇوجو هيرود پهنجي ڀاءُ فِلِپُس جي زال هيروديا لاءِ يوحن کي جهلي
ٻڌي بندِ ۾ وِڌو هو (٤) سو هِن ڪري جو يوحن چيو هوس ته هِن جو وِهارڻُ
توکي نالائقُ آهي (٥) ۽ تڏهِ هيرود ڀانيو ته هِن کي ماري وِجهان پر ماڻهُنِ
کان ٿي ڊِنو ڇوجو اُهي تنهِ کي نبيُ ڪري ڄاڻندا هُوا (٦) پر جڏهِ

هيرود جي جنم جو ڏينهُ ٿيو ڪياءُ تڏهِ هيروديا جي ڌيءُ تنهِ جي اڳيون نچي هيرود کي رِجهايو (٧) تنهِ ڪري هُن سَنهُ کڻي قول ڪيو تہ جيڪي تون گهُرنديءَ سو ڏِيندوساءِ (٨) تہ هُوءَ اڳيئي ماءُ جي سيکاريَل هُئي سو چيائِسِ مُون کي يوحن بپتسما ڏيڻهاري جي سِسي هِتي ٿال ۾ آڻائي ڏيو (٩) تڏهِ بادشاهُ فِڪر ۾ پيو پر سَنهُ کڻڻ ڪري ۽ جيڪي تنهِ ساڻ گڏجي کائڻ ويٺا هُوا تن جي سانگي ڏيڻ جو حُڪُم ڪياءُ (١٠) ۽ تنهِ ماڻهُون موڪلي يوحن جي سِسي بَنديخاني ۾ وڍارائي (١١) ۽ اُها سِسي ٿال ۾ آڻي اُنهي نِينگر کي ڏِناءُ تہ اُها ماءُ وٽ کڻي آئي (١٢) پوءِ سندسِ شاگِردن تنهِ جو ڌڙ کڻي وَڃي پُوريو ۽ يسُوعَ کي اچي اِها خبر ٻُڌاياءُ ⁖

(١٣) ۽ يسُوع اِها ڳالهِ ٻُڌي اُتانهي ٻيڙيءَ تي چڙهي هِڪڙيءَ سُڃيءَ جاءِ ۾ ڳُجهو وَڃي ويٺو ۽ ماڻهُون اِها ٻُڌي شهرن منجهون پيرپيادا ٿي سندسِ پُٺيون لڳا ⁖

(١۴) ۽ يسُوعَ ٻاهر اَچي وَڏو ميڙاڪو ڏِٺو تڏهِ اُنهن تي ٻاجه ڪري مَنجهان جيڪي ناچڱا هُوا تن کي چڱو ڀلو ڪياءُ ⁖

(١٥) پوءِ جڏهِ سانجهي ٿي تڏهِ سندسِ شاگِردن وٽسِ اچي چيو تہ هيءَ سُڃي جاءِ آهي ۽ هاڻي ويل بہ ٽري ويئي آهي سو ماڻهُن کي موڪل ڏيو

ته اُهي ڳوٺن ۾ وَڃي پاڻ لاءِ کاڌو ڳنهن (١٦) تڏهن يسُوع چيُن ته هنن جي وَڃڻ جو ڪمُ ڪونهي توهي کائڻ لاءِ ڏئون (١٧) ته چيائُس اسانوَٽ پنجن مانيُن ۽ ٻن مڇن ڌاران ٻئو ڪي ڪينهي (١٨) ته چياءُ اُهي هِتِ مونوَٽ کٽي اچو (١٩) پوءِ ماڻهُن کي ساوَڪ تي وهڻ جو حُڪمُ ڏناءُ ۽ اُهي پنج مانيُون ۽ ٻه مڇيُون وٺي آسمان ڏي نهاري برڪت گهُريانئي ۽ اُهي پنج مانيُون ڀڃي شاگردن کي ڏناءُ ته شاگردن ماڻهُن کي ڏنيُون (٢٠) پوءِ اُهي مڙيئي کائي ڍاوا ۽ جيڪي ٽُڪر بچيا هُوا تن جيُون ٻارنهَ کاريُون ڀري کنياءُ (٢١) ۽ جن کاڌو هو سي پنج هزار ڪنُ مڙس هُوا ۽ تنهِ ڌاران زالُون ۽ ٻار ٻه هُوا ؞

(٢٢) پوءِ تنهِئي ويرِ يسُوع پهنجن شاگردن کي حُڪمُ ڏنو ته هَرو پَرو ٻيڙيءَ تي چڙهي مُونکان اڳي پارِ وَڃو جيستاءُ ڪ آءٌ ماڻهُن کي موڪل ڏيان (٢٣) ۽ ماڻهُن کي موڪل ڏئڻ کان پوءِ پاڻ دُعا گهُرڻ لاءِ هِڪڙي ٽڪر تي نِويڪلو چڙهي وِيو ۽ جڏهِ سانجهي ٿي تڏهِ اُتي هيڪلو وِئو هو (٢٤) پر تنهِ مهل اُنهيءَ ٻيڙيءَ سَمُنڊ جي وِچ ۾ لوڏا ٿي کاڌا ڇوجو واءُ اُٿايو هو ؞

(٢٥) تڏهِ راتِ جي پوئي پهرِ يسُوع سَمُنڊ تي پنڌُ ڪندو هُنن وٽ آيو (٢٦) ۽ جڏهِ شاگردن هُن کي سَمُنڊ تي پنڌُ ڪندو ڏِٺو تڏهِ وِسا ٿي چوڻ لڳا ته هيءَ ڪو شِرُ آهي ۽ پَوَ ڪري رڙيُون ڪياءُ (٢٧) تڏهِ يسُوع ساڻن ڳالهائي چيو ته دِلجاءِ ڪريو آءٌ آهيان ٻِڄو نه (٢٨) ته پطرس وراڻي ڏيئي چيُس اي

خُداوَند جي ٹُونئي آهي تہ مُونکي حُڪمُ ڏيي تہ آءٌ پاڻيءَ تي هلي تو وَٽِ اچان (۲۹) تڏهِ چيائِسِ اَچُ تہ پطرسُ ٻيڙيءَ مون لهي يسُوعَ وَٽِ وڃڻ لاءِ پاڻيءَ تي هلڻ لڳو (۳۰) پر واءُ ڏاڍو ڏِسي ڊِنو ۽ ٻُڏڻ لڳو تڏهِ رڙِ ڪري چياءِ اي خُداوند بچائي وَٺِينِم (۳۱) تہ اُئِي يسُوع هٿ وَڌائي هُن کي جهلي وَرتو ۽ چيائِسِ اي ٿوريساها تو شَڪُ ڇو ڪيو (۳۲) پوءِ جڏهِ ٻيڙيءِ تي چڙهيا تہ واءُ ٻِهي وِيو (۳۳) تڏهِ جيڪي ٻيڙيءِ منجهہ هُوا تنِ اچي پيري پئي چيُسِ تہ سچُ ٻچُ ٹُون خُداءِ جو پُٽُ آهي :

(۳۴) پوءِ پار لنگهي گنيسرت نالي مُلڪ ۾ آيا (۳۵) ۽ جڏهِ اُنهي هنڌ جي ماڻهنِ هُن کي سُڃاتو تہ اُنهي مُلڪ ۾ ماڻهُون مُنجي جيڪي ناچڱا هُوا سي سڀ وَٽِسِ وَٺي آيا (۳۶) ۽ مِنٿ ڪيائُنسِ تہ رُڳو پهنجي پهراڻ جي ڪنيءَ کي ڇُهڻُ ڏِينَنِ پوءِ جيترنِ تنهِ کي ڇُهو سي ٻئيءَ چڱاڀلا ٿيا :

## باب ۱۵

پوءِ شرعِ ٻُڌائڻهارا ۽ فريسي جي يرُوشلِيم جا هُوا تنِ يسُوعَ وَٽِ اچي چيو (۲) تہ تُهنجا شاگِردَ وَڏنِ جي ٻڌل ڳالهِ ڇو ٿا ڀڃِنِ جو هي جڏهِ ماني ٿا کائِنِ تڏهِ هٿ ڌُئنِئي ڪي نہ ٿا (۳) تہ وَراڻي ڏيئي چيائِنِ تہ اوهي بِہ پهنجيءَ ٻڌل ڳالهہ ڪري خُداءِ جو حُڪمُ ڇو ٿا ڀڃو (۴) ڇو جو خُداءِ حُڪمُ

ڏِنو آهي تہ تُون پهنجي ماءُ پيُ کي مانُ ڏي ۽ جيڪو ماءُ پيُ کي ٻچڙو ٿو
ڳالهائي سو اُڦتُ مارِجي (٥) پر اوهين ٿاچئو جيڪو پهنجي ماءُ پيُ کي
چوَندو تہ مُونکان جيڪي اوهانکي وِٽو آهي سو خُداءُ جو نذرُ آهي (٦) ۽
جي ماءُ پيُ کي مانُ نہ ڏِئي تہ پوُ ڪونهي اِئي اوهين خُداءُ جو حُڪمُ پهنجيُ
بدل ڳالهِ ڪري اجايو ٿا ڪريو (٧) اي ڪُوڙو اوهانجي بابت يشعيا ڪِهڙيُ
چڱيُ ٻَرِ نبُوَت ڪري چيو آهي (٨) تہ هي ماڻهُون پهنجي وات ڪري
مُهنجي وڇهائي ٿا ڳولِينِ ۽ چپنِ سانُ ڳالهائي مُونکي مانُ ٿا ڏِئنِ پر اُنهنِ
جي دِل مُونکان پري آهي (٩) ۽ ماڻهُنِ جي حُڪمنِ کي شرع ميجي
ڪري اجائي مُهنجي بندگي ٿا ڪنِ ⁘

(١٠) وري ماڻهُنِ کي سڏي چياءُ تہ ٻُڌو ۽ سَمُجهو (١١) تہ جيڪا شَي وات
منجهہ ٿي پوي سا ماڻهُوُ کي ناپاڪُ نٿي ڪري پر جيڪي وات کان ٿو
نِڪري سو ماڻهُوُ کي ناپاڪُ ٿو ڪري ⁘

(١٢) تڏهِ سندسِ شاگِردنِ وِٽسِ اچي چيو تہ توکي ڪا سُڌِ آهي جو فريسي
اِها ڳالهِ ٻُڌي منيان پائيو آهي (١٣) تہ وراڻي ڏيئي چياءُ جيڪو سلو مُهنجي
آسمانواري پيُ نہ هڻيو آهي سو پٽي ڇڏِبو (١٤) اُوهين هننِ کي ڇڏي ڏيو
جو هي انڌا انڌنِ جا سُونها آهِنِ پوءِ جيڪڏهِ انڌا اَنڌنِ کي وات ڏيکارِيندا
تہ ٻئي کڏ ۾ پوَندا (١٥) تڏهِ پطرس ورندي ڏيئي چيُسِ تہ اِهو مِثالُ اسانکي

کولي جَوُ (١٦) تہ يسُوعَ چيُسِ اجا اوهين بہ بيسَمجهہ آهيو ڪِئي (١٧) جو اجا اوهين نتا سَمُجهو چا تہ جيڪي وات ۾ تو پوي سو پيٽ ۾ تو وَڃي پوءِ ڪڌ منجهہ تو ڦِتو ڪِڄي (١٨) پر جيڪي ڳالهيُون وات مون ٿيُون نِڪرنِ سي دِل منجهون ٿِيُون اچنِ ۽ اُهيئي ماڻهُوَ کي ناپاڪُ ٿيُون ڪنِ (١٩) ڇوجو بُريُون ڳٺتيُون خُون حرام لنڊايُون چوريُون ڪُساڪُون ڪُفر اِهي سڀ دِل مُنجهون ئي ٿا نِڪرنِ (٢٠) تہ جيڪي ڳالهيُون ماڻهُوَ کي ناپاڪُ ٿيُون ڪنِ سي اِهي آهِنِ پر اڻڌوتي هٿن سانُ کائڻُ ماڻهُوَ کي ناپاڪُ نتو ڪري ؞

(٢١) پوءِ يسُوع اُتانهين نِڪِري سُور ۽ صَيدا جي سِينئُنِ ۾ وِيو (٢٢) ۽ ڏِسو هِڪڙئِي ڪنعان جي زال اُنهيئي سِينئنِ مون نِڪري واڪو ڪري چيُسِ اي ڌڻي دائُود جا پُٽ مُون تي ٻاجهہ ڪَرِ جو مُهنجي ڌِيُ شَيطان ڪري ڏاڍِي بيڙيَل آهي (٢٣) پر هِنِ تنهِ کي ڪا وَراڻي نہ ڏِني تڏهِ سندسِ شاگِردنِ وِجهو اَچِي مِنٿ ڪري چُيُسِ تہ هيُءَ اسانجي پُٺيون ٿي رڙيُون ڪري سو موڪل ڏِينسِ (٢٤) تڏهِ وَرندي ڏِيئي چياءِ تہ آءٌ اِسرائيل جي قوم جي رُلَيل رِيُنِ ڌاران ٻِئي ڪنهِ وٽِ موڪِليَل نہ آهيان (٢٥) پوءِ اُنهيءَ اَچِي پيري پئي چيُسِ تہ ڌڻي مهنجي پُٺِ ٿِيُ (٢٦) تڏهِ ورندي ڏِناءِ تہ ٻارنِ جي ماني وٺي ڪُتنِ کي وِجهڻُ لائقُ نہ آهي (٢٧) تہ اُنهيءَ چيو سَچُ اي ڌڻي پر ڪُتا بہ تہ پهنجي ڌڻيُنِ جي ميز کان جيڪا ڀورِ ٿي ڪِري تنهِ مان

ٿا کائِنِ (٢٨) تہ يسُوع وراڻي ڏِنِئي چَيُسِ اي زال تُنهنجو وِساهُ ڏاڍو آهي ھاڻي جيئن تُون چاهين ٿي تيئن ٿِئي ۽ اُنهيئي گهڙيءَ تنھ جي ڌِيءَ چڱي ڀلي ٿي ÷

(٢٩) پوءِ يسُوع اُتانهين هلي گليل جي سمُنڊ جي ويجهو آيو ۽ اُتي هڪڙي ٽڪر تي چڙهي وَڃي ويٺو (٣٠) ۽ گهڻا ميڙاڪا منڊنِ اَنڌنِ گُنگنِ ٽُنڊنِ کي ۽ ٻِئنِ گهڻنِ کي پاڻ ساڻ وٺي وَٽسِ آيا ۽ اُنهنِ کي آڻي يسُوعَ جي پيرنِ تي وِڌائون تہ هُن اُنهنِ سڀني کي چڱويلو ڪيو (٣١) تہ اِئين گُنگا ڳالهائيندا ٽُندا سَڄا ٿِيندا منڊا هلندا ۽ انڌا ڏِسندا ڏِسي ميڙاڪي کي عجب لڳو ۽ اِسرائيل جي خُداءِ جي وڏائي ڪيائون ÷

(٣٢) تڏهن يسُوع پنهنجنِ شاگِردنِ کي ڪوٺي چيو تہ هن ميڙاڪي لاءِ مُون کي ٻاجھ ٿي اچي جو هي هاڻي ٽي ڏِينھ مُون ساڻُ گڏُ رهيا آهِنِ ۽ هُننِ وَٽِ کائڻ لاءِ ڪِي ڪِينهي ۽ آئون هُننِ کي بُکيو موڪل ڏِيڻُ نٿو چاهِيان جو متان واٽ تي ڪِٿي وِساڻا ٿِي پَونِ (٣٣) تڏهن سندسِ شاگِردنِ چيُسِ تہ هِتي سُڃ مُراسانُوَٽِ ايتري ماني ڪٿون ليندي جو هيترا ماڻهُون ڍَؤُ ڪندا (٣٤) تڏهن يسُوع چيُنِ اوهان وٽِ ڪيتريُون مانيُون آهِنِ تہ چياءُ ست مانيُون ۽ ڪِي ننڍيُون مڇيُون (٣٥) پوءِ ماڻهُنِ کي حُڪمُ ڏِنائين تہ زمِين تي ويهي وَڃو (٣٦) ۽ اُهي ست مانيُون ۽ مڇيُون وٺي شُڪرُ ڪري ڀڃي

شاگِردنِ کي ڏِناءِ تہ شاگِردنِ ماڻھُنِ کي ڏِنيُون (٣٧) پوءِ اُھي سيپئي کائي ڍاوا ۽ جيڪي ٽُڪر بچيا تنِ جيُون ست کاريُون ڀري کنّياءِ (٣٨) ۽ جنِ کاڌو سي چار ھزار مُڙس ھُوا ۽ تنھِ ڌاران زالُون ۽ ٻار ٻِ ھُوا (٣٩) پوءِ ميڙاکي کي موڪل ڏيئي ٻاڙ ٻيڙِيءَ تي چڙھيو ۽ مَگدلا جي سِينُنِ ۾ آيو :

## باب ١٦

پوءِ فرِيسنِ ۽ صدُوقنِ اچي سندسِ آزمُودي کرڻ لاءِ چيو تہ اَسان کي کو آسمان جو نِشانُ ڏيکارِ (٢) تڏھِ وَرندي ڏيئي چيائِينِن تہ جڏھِ سانجھي ٿي ٿِئي تہ چئُو ٿا تہ صافُ ساھي ٿِيندي ڇوجو اُڀُ ڳاڙھو ٿِئُو آھي (٣) ۽ صُبحُ جو چئُو ٿا تہ اڄُ واچ لڳندي ڇوجو اُڀَ ۾ ڳاڙھاڻِ ۽ جھڙالو آھي سو اي کُوڙو اوھِي اُڀ جي شِڪل کي جاڻِي ٿا سگھو پر زماني جي نِشاننِ کي جاڻِي نٿا سگھو (٤) تہ ھن زماني جي بُڇڙي ۽ حرامي جاتِ نِشانُ ٿي گھولي پر تنِ کي يونس نبيءَ جي نِشان ڌاران کو ٻِئُو نِشانُ نہ ڏيکاربو پوءِ ھُو ھُننِ کي ڇڏي ھليو وِيو :

(٥) ۽ سندسِ شاگِرد ٻِ پارِ لنگھي آيا پر ماني کڻڻُ وِسري وِيُنِ (٦) تڏھِ يسُوع چيُنِ تہ ڏِسو اوھِي فرِيسينِ ۽ صدُوقنِ جي خمِير کان خبردارُ رھجو (٧) تہ اُھي ڳِٺي کري پاڻ ۾ چوڻ لڳا جو ماني کڻِيسي ڪِينَ تنھِ کري

اِئي ٿو چوي (٨) پر يسُوع اِها ڄاڻي چيُن تہ اي ٿوروِيساهو اوهان ماني نہ
ڪنئي آهي تنهِ جي ٻاڻ ۾ ڳجهتي ڇو ٿا ڪريو (٩) ۽ اوهي اجا نہ ٿا سَمُجهو
۽ اُها ڳالهِ يادِ نہ ٿا ڪريو ڇا تہ اُنهن پنجن هزارن جي پنجن مانيُن مان
ڪيترِيُون ڪارِيُون ڪنيُوَ (١٠) وري اُنهن چئن هزارن جي ستن مانيُن مان
ڪيترِيُون ڪارِيُون ڪنيُوَ (١١) ۽ اِئي ڇو نہ ٿا سَمُجهو تہ جڏهِ مُون فرِيسن ۽
صدُوقن جي خمِير ڪان خبردار رهڻُ چيُوَ تڏهِ مانيءَ جي ڳالهِ نہ آهي
(١٢) تڏهِ سمجهاءِ تہ مانيءَ جي خمِير ڪان نہ پر فرِيسن ۽ صدُوقن جي تعلِيم
ڪان خبردار رهڻُ چيو اَٿس ÷

(١٣) پوءِ يسُوع قَيسريا فِلِپ جي سِيئن ۾ اچي پهنجي شاگردن کي
پُڇيو تہ مُون آدم جي پُٽ کي ماڻهُون ڪيرُ ٿا چوَن (١٤) تہ اُنهن چيو تہ
ڪيئي يوحنُ بپتسما ڏيڻهارو ۽ ڪيئي اِيلِياسُ ۽ ٻيا يَرمِيا جان نبيُن
منجهون ڪوئي هِڪڙو ٿا چوَن (١٥) هُن چيُن پر اوهي ڇا ٿا چئو تہ آءُ
ڪيرُ آهيان (١٦) تڏهِ شمعون پطرس ورندي ڏيئي چيو تہ تُون مسِيحُ
هميشہ جِئري خُداء جو پُٽُ آهي (١٧) تہ يسُوع وراڻي ڏيئي چيُس اي
شمعون يونس جا پُٽ سياڳو آهي ڇوجو ماهَ ۽ رتَ توکي اِها ڳالهِ نہ
ڄاڻائي آهي پر مُهنجو پيُ جو آسمان ۾ آهي تنهِ ڄاڻائي اٿيئي (١٨) وري
بہ آءُ توکي چوان ٿو تہ تُون پطرسُ آهي سو اِنهيئي پهڻ تي آءُ پهنجي مجلِس

اڙِيندُسِ ۽ تنهِ ڪري دوزخ جي درن جي فتح نه ٿيندي (١٩) ۽ توکي آسمان جي بادشاهيءَ جيون ڪُنجيون ڏيندُسِ ته جيڪي تُون زمِين تي ڇمائيندين سو آسمان ۾ ڇمندو ۽ جيڪي تُون زمِين ۾ ڇوڙِيندين سو آسمان ۾ ڇُٽندو (٢٠) پوءِ پنهنجي شاگِردن کي پڪ ڪري چياءِ ته ڪنهن ماڻهُوءَ کي نه چئِجو ته آءٌ ڪو يسُوع مسِيحُ آهيان ؞

(٢١) اُنهي ڏِينهه کان وٺي يسُوع پنهنجن شاگِردن کي هيءُ سُڌِ ڏيڻ لڳو ته مُون کي يرُوشلِيم ۾ وڃڻُ ۽ وَڏيرن ۽ وڏن ڪاهنن ۽ شرع پُڌائڻهارن کان گهڻا ڏُک سهڻُ ۽ مارِجڻُ ۽ ٽِئي ڏِينهه وري جِئڻ اُٿڻُ ضرُور آهي (٢٢) تڏهِ پطرس پاسي نيئي جهڻڪي چوڻ لڳُس ته اي خُداوَند شال خُداءِ توتي ٻاجهه ڪري اِئي ڪڏهِ نه ٿِيندُئِي (٢٣) پر هُن پاسو ڦيرائي پطرس کي چيو اي شَيطان مُنهنجي اڳِيان کان پاسي ٿيءُ جو تُون مُون کي ٿاٻڙائڻوارو آهين ڇوجو تُون خُداءِ جي ڳالهين تي نه پر ماڻهن جي ڳالهين تي خِيال ٿو رکين ؞

(٢٤) تڏهِ يسُوع پنهنجن شاگِردن کي چيو ته جيڪو مُون پٺيون اَچڻُ پائي سو پنهنجو پاڻ جهلي ۽ پنهنجو صلِيب کڻي مُنهنجي پُٺيون لڳي (٢٥) ڇوجو جيڪو پنهنجي جيءُ کي رکڻ ٿو پائي سو تنهِ کي وِڃائيندو پر جيڪو مُون ڪارڻ پنهنجو جيءُ وِڃائيندو سو تنهِ کي لهندو (٢٦) هن ڪري ته جيڪوئي

ماڻهُون ساري زمِين کٽي ۽ پهنجو جيُ وڃائي ته هُن کي ڪهڙو فائدو ٿيو وري ماڻهُون پهنجي جيُ بدرون ڇا ڏيئي سگهندو (٢٧) ڇوجو هيُ آدمر جو پُٽ پهنجي پيُ جي جُلوي سانُ پهنجي فرِشتنِ سُوڌو اِيندو تڏهِ سيڪنهِ ماڻهُوَ کي پهنجي ڪِيتي سارُو بدرُ ڏِيندو (٢٨) ۽ آءٌ اَوهان کي سچُ ٿو چوان ته جيڪي هِتي بيٺا آهِنِ تنِ مون ڪي اَهڙا آهِنِ جو جيسيِ هِن آدمر جي پُٽ کي سندسِ بادشاهيءِ ۾ اِيندو نه ڏِسندا تيسيِ مَوُت جي لذت کي نه چکندا ÷

## باب ١٧

وري ڇهن ڏِينهن کان پوءِ يسُوع پطرس ۽ يعقُوب ۽ تنهِ جي ڀاءُ يوحن کي ساڻ وٺي هِڪڙي بِگهي ٽڪرتي نِويڪلو چڙهي ويو (٢) ۽ اُنهن جي اڳيون تنهِ جي شڪل مٽجي پئي ته سَندسِ مُهاندو سِج وانگُر چمڪڻ لڳو ۽ وڳو تنهِ جو سوجهِري وانگي اڇو ٿي پئو (٣) ۽ ڏِسو مُوسيٰ ۽ ايليا تنهِ سانُ ڳالهائِيندا ڏِسڻ ۾ آيَنِ (۴) ته پطرسُ يسُوعَ کي چوَڻ لڳو اي خُداوَند اسانلاءِ اِتيئي رهڻُ چڱو آهي جي مرضي هُجي ته هِتِ ٽي لانديُون جوڙيُون هِڪڙي تو لاءِ ۽ هِڪڙي مُوسيٰ لاءِ ۽ هِڪڙي ايليا لاءِ (٥) اجاً اِئي ٿي چياءُ ته ڏِسو هِڪڙي چمڪٽي ڪڪر اچي اُنهنِ تي ڇانوَ ڪئي ۽ ڏِسو اُنهي

ڪڪر منجھون هِڪڙو آواز آيو تہ هيُ مُهنجو پيارو پُٽ آهي ۽ هِن ڪري آءٌ گهڻو خُوش آهيان سو هِنجي توهِي ٻُڌو (٦) تہ شاگِرد اِها ٻُڌي مُنہ پَر ڪِري پيا ۽ ڏاڍا ڊِنا (٧) تڏهِ يسُوع اچي هٿ رکي چيُنِ اُٿو متان ڊِڄو (٨) پوءِ هُننِ پهنجيُون اکيُون متي کڻي يسُوعَ ڌاران ڪنهي ٻئي کي نہ ڏِٺو ::

(٩) ۽ جڏهِ ٽڪر تان ٿي لٿا تہ يسُوع ٻڪ ڪري چيُنِ ڪِ جيسي هيُ آدم جو پُٽ مُئَنِ منجھون جي نہ اُٿي تيسي هيُ ڏِيدارُ جو ڏِٺُوَ سو ڪنهِ کي نہ ڄَاڻجو (١٠) تہ سندسِ شاگِردنِ پُڇيُسِ تڏهِ شرعِ ٻُڌائڻهارا ڇو ٿا چوَنِ تہ پهرياءِ اِيليا جو اچڻ ضرُورُ آهي (١١) تہ يسُوع وراڻي ڏِيئي چيُنِ تہ سچ اِيليا پهرياءِ اِيندو ۽ وري سڀني ڳالهيُنِ جي جوڙجڪ ڪندو (١٢) پر آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ اِيليا اچي رهيو ۽ تنهِ کي نہ سُڃاتاءِ اُلٽو جيڪي وڻيُنِ سو تنهِ سانُ ڪياءِ تيئي هيُ آدم جو پُٽ بِہ هُنن کان گهڻيُون ڳالهيُون سهندو (١٣) تڏهِ شاگِردنِ ڄاتو تہ هيُ يوحن بپتسماڏِئڻهاري جي ڳالهِ ٿو ڪري ::

(١٤) پوءِ جڏهِ ميڙاڪي وٽ آيا تہ هڪڙي ماڻهوُ وٽسِ اچي گوڏنِ پرِ پئي چيُسِ (١٥) اي ڌڻي مُهنجي پُٽ تي ٻاجھ ڪَرِ جو هُو چريو آهي ۽ ڏاڍِي پيڙا ٿو پائي تہ هرهر باهِ ۾ ۽ پاڻي ۾ ڪِري ٿو پوي (١٦) ۽ تُهنجنِ شاگِردنِ وٽِ وٺي آيوسانسِ پر اُهي نہ چڱنائي سگهيَسِ (١٧) تہ يسُوع ورندي ڏِيئي چيو اي بي ويساهي ۽ ڏِنگي ذاتِ آءٌ اوهان سانُ ڪيسي رهندُسِ ۽ ڪيسي

اوهانجي سَهندَسِ هاٹي مونوت هِتي وٽي اَچوسِ (١٨) تڏهِ يسُوع شَيطان کي جهڙکيو تہ شيطانَ نِڪري ويو ۽ اُهو ڇوڪر اُنهيئي گهڙيءِ ڇڱوڀلو ٿئو (١٩) پوءِ شاگردنِ يسُوع وٽ نويڪلو اچي چيو تہ اسين هُنکي ڇاکون نہ ڪڍي سگهياسين (٢٠) تہ يسُوع چيُن پهنجي بيويساهيءَ ڪري جو آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ جيڪڏهِ اوهانکي اَهُرِ جي داڻي جيترو ويساهُ هُجي پوءِ جي اوهين هِن ٽڪر کي چئو ڪِ هِتون رِڙهي هُتي وَڃُ تہ اُهو رِڙهي ويندو ۽ ڪائي ڳالهِ اوهانکان اڻٿئڻي نہ رهندي (٢١) پر اِها ذات دُعا گهُرڻ ۽ روزي رکڻ ڌاران نٿي نِڪري ፡

(٢٢) پوءِ جڏهِ اُهي گليل ۾ ٽِڪيا پيا هُوا تہ يسُوع چيُن تہ هيُ آدم جو پُٽ ماڻهن جي هٿ ۾ وٽي ڏِبو (٢٣) ۽ اُهي ماري وِجهندَسِ پوءِ ٽئي ڏينهِ وري جي اُٿندو تڏهِ اُهي گهڻو اَفسوسوارا ٿيا ፡

(٢٤) ۽ جڏهِ اُهي ڪَفرناحُوم ۾ آيا تہ ماڻهُو تي اڌيلي اُڳاڙڻوارنِ پطرس وٽ اچي چيو تہ اوهانجو اُستادُ اڌيلي ڪا ڀري ٿو نہ هُن چيو هاءِ (٢٥) پوءِ جڏهِ هُو گهر ۾ آيو تہ يسُوع اڳيئي چيُسِ اي شمعون ڇا ٿو ڀانئين زمين جا بادشاهہ لڳو جان سُنگ ڪنهِ کان ٿا وٺن پهنجن ٻارنِ کان ڪِ ڌاريُن کان (٢٦) تڏهِ پطرس چيُس ڌاريُنِ کان تہ يسُوعَ تنهِ کي چيو تڏهِ ٻار آجا آهِن (٢٧) پر متان اسان ڪري ٿابو کائن تنهِ ڪري تُون سَمُنڊ تي وَڃي ڪُنڍي

وِجهُ ۽ جيڪا ٻيرهي ميڄي اَچي تنهِ کي وٽ پوء تنهِ جو واٽ ٻٽيندي تہ رُپيو لهندي اُهو مُونلاء ۽ پاڻ لاء آڻي ڏِجانِ ؛

## بابُ ١٨

اُنهيئِي وير شاگِردنِ يسُوع وٽِ اچي پُڇيو تہ آسمان جي بادشاهيءَ ۾ وڏو ڪيرُ آهي (٢) تہ يسُوع هِڪڙي ننڍِي ٻار کي پاڻ وٽ ڪوٺي تنِ جي وِچ ۾ آڻي بِهاريو (٣) ۽ چياءِ آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ جيڪڏهين اوهين ڦِري ننڍنِ ٻارنِ جهڙا نہ ٿِيندو تہ آسمان جي بادشاهيءَ ۾ ڪڏهِ ڪِينَ گهڙندو (٤) پوء جيڪو ڪو هِن ننڍِي ٻار وانگيان پاڻ کي ننڍو ڪري سمجهندو سوئِي آسمان جي بادشاهيءَ ۾ وڏو آهي (٥) ۽ جيڪو اِهڙي ننڍِي ٻار کي مُهنجي نانوَ ڪري مَڃِيندو سو چڻُ مُون کي ٿو مڃي (٦) پر هي جي ننڍڙا مُونتي ويساهُ ٿا رکنِ تنِ مون هِڪڙي کي جيڪڏهِ ڪو ٿاٻڙائي تہ اُنهي ڪان جنڊ جو پُڙ ڳچيءِ ۾ وِجهي وِچ سَمُنڊ ۾ ٻُڏڻُ چڱو آتِسِ ؛

(٧) ٿاٻڙائڻ واريِنِ شيُنِ ڪري جهان تي آنهُون ٿِيُون ٿِڏنِ هِن لاء ڪِ ٿاٻڙائِڻ وارِيِنِ شيُنِ جو اَچڻُ تہ ضرُور آهي پر جَنهِ ماڻهوءَ ڪري ٿاٻو ٿو اچي تنه لاء آنهُون ٿِيُون ڪِجنِ (٨) پر جيڪڏهِ تُهنجو هٿُ جان تُهنجو پيرُ توکي ٿاٻڙائي تہ تُون اُنهي کي وڍي ڦِٽو ڪرِ جو تو ٻنِ هٿنِ ٻنِ پيرنِ واري کي سدا ٻرندڙ

باهِ ۾ پَوڻُ تنهِ کان مُنڊو ۽ ٽُندو ٿِي هميشه جِئڻ ۾ اَچڻُ چڱو آهي (۹) ۽ جيڪڏهِ تُهنجِي اکِ توکي ٿابڙائي تہ اُنهي کي ڪڍِي ڦِٽو ڪرِ جو تو هِڪِ اکيُنِ واري کي دوزخ جي باهِ ۾ پَوڻُ تنهِ کان ڪاڻو ٿِي هميشه جِئڻ ۾ اَچڻُ چڱو آهي ؛

(۱۰) خبردار رهو تہ هِنِ ننڍِنِ مون ڪنهِ کي بہ ڪِي نہ جهڙو ڪري متان پانئيو ڇوجو آءٌ اوهان کي ٿو چوان تہ آسمان ۾ هِنِنِ جا فِرِشتا مُهنجو پيءُ جو آسمان مَنجهہ آهي تنهِ جو مُنه هميشه ٿا ڏِسنِ (۱۱) ڇا ڪاڻِ تہ جيڪو رُليَلُ آهي تنهِ جي بچائڻ لاءِ هِيُ آدم جو پُٽُ آيو آهي (۱۲) اَوهِي ڇا ٿا سَمُجهو تہ جيڪڏهِ ڪنهِ ماڻهوءَ کي سَوُ رِڍُون هُجنِ تنِ مون هِڪڙِي رُلِي وَڃِي تہ ڪِ اُهو نوانوي کي ڇڏِي ٽڪر ۾ وَڃِي اُنهي رُلِي وِئل کي ڪِينَ ڳولِيندو ڇا (۱۳) ۽ جيڪڏهِ اِنِي ٿِئي ڪِ اُها لِيڀي پوي تہ آءٌ اَوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ جيڪي نوانوي نہ رُلِي وِيُون آهِنِ تنِ کان هُن لڏل ڪري گهڻو خُوش ٿو ٿِئي (۱۴) تِئِيئي اوهانجو پيءُ جو آسمان ۾ آهي تنهِ جي اِها مرضي نہ آهي تہ هِننِ ننڍِنِ منجهون ڪو هِڪڙو بہ چٽُ ٿِي وَڃِي ؛

(۱۵) وري جي تُهنجو ڀاءُ تُهنجو ڏوهُ ڪري تہ تُون تنهِ سانُ نِويڪلو وَڃِي سَندُسِ ڏوهُ چوِيسِ پوءِ جي اُهو تُهنجِي ٻُڌندو تہ تو کي پهنجو ڀاءُ مِلِيو (۱٦) پر جيڪڏهِ اُهو تُهنجِي نہ ٻُڌي تہ ٻاڻ سانُ هِڪڙو جان ٻہ جڻا ٻِئا بِ وٺِي

وَڃُ جو ٻنِ جان ٽنِ شاهدنِ جي واتون سيڪا ڳالهِ پڪ ٿئي (١٧) پوءِ جيڪڏهن اُهو هُننِ جي بِہ نہ مڃي تہ تُون مجلس کي چَوُ ۽ جي مجلس جي بِہ نہ مڃي تہ اُنهي کي ڌارينِ وانگيان ڪافرُ جاً ڙڪاتي ڪري جاڻُ ÷

(١٨) آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ جيڪي اوهي زمين تي ٻڌندو سو آسمان ۾ ٻجهبو ۽ جيڪي اوهي زمين تي ڇوڙيندو سو آسمان ۾ ڇُٽندو (١٩) وَري آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ جيڪڏه اوهانمنجهان ٻہ ڄڻا ڪنهِ ڳالهِ لاءِ زمين تي پاڻ ۾ ايڪو ڪري دُعا گهُرندا تہ اُها اُنهنِ لاءِ مُهنجو پيُ جو آسمان منجه آهي سو پُوري ڪندو (٢٠) ڇوجو جِتي ٻہ جان ٽي ڄڻا مُهنجي نالي تي گڏُ ٿيا آهِنِ تتي آءٌ اُنهنِ جي وِچ ۾ آهيان ÷

(٢١) تڏهِ پطرس وٽسِ اچي چيو اي خُداوَند جيڪڏهِ مُهنجو ڀاءُ مُهنجو ڏوهُ ڪري تہ آءٌ اُنهي کي ڪيترا ڀيرا مُعافُ ڪريان ڪِ ستنِ ڀيرنِ تاءٌ ڇا (٢٢) تڏهِ يسُوع چَيسِ آءٌ توکي نٿو چوان تہ ستنِ ڀيرنِ تاءٌ پر سترِ ست ڀيرنِ تاءٌ (٢٣) سو اِنهي لاءِ تہ آسمان جي بادشاهي هِڪري بادشاه جهڙي آهي جنهِ پهنجنِ ٻانهنِ کان ليکو وَٺڻ ڀائيو (٢٤) ۽ جڏهِ ليکو ڪرڻ لڳو تڏهِ هِڪڙي کي وَٽسِ آنداءٌ جنهِ تي سندُسِ لهڻو ڏه هزار تلنت نِڪريو (٢٥) پر تنهِ وٽ ڀِيڄائڻ لاءِ ڪِي ڪِينَ هو تڏهِ سندسِ ڌڻي حُڪُمُ ڪيو تہ هِنکي

۽ هِن جي زال ۽ ٻارن کي وِڪڻي لهڻو ڀاڙڻ گهُرجي (٢٦) تڏهِ اُنهي ٻانهي پيرن تي ڪِري منت ڪري چيُس سائين مُون کي رکت ڪر ته آءٌ سڀ لهڻو پِيچائي ڎِيندُس (٢٧) ته اُنهي ٻانهي جي ڌڻي کي ٻاجه پيئي ۽ اُنهي کي ڇُڏائي پهنجو سڀُ لهڻو ڪٽي ڇَڎيائِيس ::

(٢٨) پوءِ اُنهي ٻانهي ٻاهر وَڃي پهنجن سنگتيُن ٻانهن منجهون هِڪڙو ڎِنو جنهِ کي سندُس سَوَ پائٽيُون ڎِنٽيُون هُيُون ته اُنهي کي جهلي گهوگهو ڎِيئي چياءِ جيڪي توکي مُهنجو ڎِنٽو آهي سو ڎِينم (٢٩) تڏهِ اُنهي سنگتيءِ ٻانهي سندس پيرن پئي منت ڪري چيُس مُونکي رکت ڪر ته آءٌ سڀُ پِيچائي ڎِيندوساءِ (٣٠) پر تنهِ ڪي نه مڃو اُلٽو وَڃي بنديخاني ۾ وِڌائيس ته جيسين ڪ لهڻو پِيچائي نه ڎِئي تيسين بندِ رهي (٣١) تڏهِ اِهي ڳالهيُون ڎِسي اُنهي جا سنگتي ٻِئا ٻانها گهڻو ڎُکي ٿيا ۽ جيڪي ٿيو هو سو وَڃي پهنجي سائين کي ٻُڌاياءِ (٣٢) تڏهِ سندس ڌڻي سڎائي چيُس اي ٻُڇڙا ٻانها تُهنجي مِنت ڪري اُهو سڀُ لهڻو مُون توکي ڇڎي ڎِنو (٣٣) سو جِئن مُون توتي ٻاجه ڪئي تِئن توکي بہ پهنجي سنگتيءِ ٻانهي تي ٻاجه ڪرڻ گهُربي هُئي ڪِ نه (٣٤) پوءِ اُن جي سائين ڪاوڙ ڪري تنهِ کي چوُنڪِيدارن جي هٿ ڎِنو ته جيسين هِئين مُهنجو سڀُ لهڻو پِيچائي نه ڎِئي تيسين بندِ رهي (٣٥) تِئين مُهنجو آسمانوارو پيءُ بہ اوهانسان اِئين تڏهِ

ڪندو جڏهِ اوهين سڀڪنهن پنهنجي دِل ڪري پنهنجي ڀائرن جا ڏوه معاف نہ ڪندو ؛

## بابُ ١٩

پوءِ هيئن ٿيو جڏهِ يسوع اِهي ڳالهيون پوريون ڪيون تڏهِ گليل ڇڏي يهوديہ جي سينوُن ۾ يردين جي پريئن ڪنڌي آيو (٢) ۽ گهڻا ميڙاڪا پٺيانئس اچي لڳا تہ اُتي اُنهن کي چڱو ڀلو ڪياءِ ؛

(٣) تڏهِ فريسن بہ وٽس آزمودي ڪرڻ لاءِ اچي چيس تہ ڪنهي بہ سبب ڪري پنهنجي زال کي ڪڍي ڇڏڻ اِهو مڙس کي روا آهي ڪِ نہ (٤) تہ وراڻي ڏيئي چيائين اِئين ڪِ اوهان نہ پڙهيو آهي ڇا تہ جنهِ پيدا ڪيو آهي تنهِ مُنڍ ۾ زال مڙس ڪري پيدا ڪين (٥) ۽ چياءِ تہ اِنهيءَ ڪري ماڻهون پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڇڏي پنهنجي زال سان مليو رهندو ۽ اُهي ٻئي هڪ تن ٿيندا (٦) سو اِنهي ڪري تہ اِهي اَڳي ٻہ نہ آهن پر هڪتنا آهن پوءِ جيڪي خُداءِ ملائي ڇڏيو آهي تنهِ کي ماڻهون ڌار نہ ڪري ؛

(٧) هُنن چيس تڏهِ موسيٰ طلاقنامي ڏيڻ ۽ هُنکي ڪڍڻ جو حُڪُم ڇو ڏنو آهي (٨) چيائين موسيٰ اوهانجي دِل جي ڏاڍائي ڪري پنهنجين زالن جي ڪڍڻ جي موڪل ڏني آهي پر مُنڍ کان اِئين نہ هو (٩) ۽ آءٌ

اَوهانکي سچ ٿو چوان ته جيڪو پهنجيءَ زال کي حرام ڏاران ڪڍي ڇڏي ۽ ٻئي کي پرڻي سو حرامُ ٿو ڪري ۽ جيڪو اُنهيءَ نڪتل کي پرڻي سو ٻه حرامُ ٿو ڪري ⁘

(١٠) تڏهِ سندس شاگردنِ چيُسِ ته جي زال ڪري مُڙس جو حالُ اِئين آهي ته پرڻجڻُ چڱو نه آهي (١١) تڏهِ چيائينِ اِها ڳالهِ سڀيئي ڏري نه ٿا سگهنِ رڳو اُنهنِ ڏاران جنکي ڏِنل آهي (١٢) ڇوجو ڪيترا خوجا آهنِ جي ماءُ جي پيٽاً ڄاوا آهنِ ۽ ڪي اهڙا خوجا آهنِ جي ماڻهُنِ جي هٿان خوجا ٿيا آهنِ ۽ ٻِئا اِهڙا خوجا ٻه آهنِ جنِ پاڻ کي آسمان جي بادشاهيءَ لاءِ خوجو ڪيو آهي سو اِها ڳالهِ جيڪو ڏري سگهي سو ڏري ⁘

(١٣) پوءِ ماڻهُنِ ننڍنِ ٻارنِ کي وٽسِ آندو ته هنن تي هٿُ رکي دُعا ڪري پر شاگردنِ اُنهنِ کي جهڙڪيو (١٤) ته يسُوع چيو ٻارنِ کي ڇڏي ڏيو مُونوَٽِ اچڻ کان مَ جهليو ڇوجو آسمان جي بادشاهي اِهڙنِ جيئِي آهي (١٥) پوءِ هُو اُنهنِ تي هٿُ رکي اُتانهين هليو وِيو ⁘

(١٦) ۽ ڏِسو هڪڙي اچي چيُسِ اي چڱا اُستاد آئ اَهڙو چڱو ڪَمُ ڪِهڙو ڪريان جنهِ ڪري مُنکي هميشه جِئڻُ مِلي (١٧) ته چيائيسِ مُنکي چڱو ڪري ڇو ٿو ڪوٺين چڱو اُنهي هِڪڙي خُداءِ ڏاراً ٻِئو ڪونهي پر جيڪڏهِ

ٺون جِٺڻ ۾ پڇڻ تو ياڻئي تہ حُڪمن کي مَڃ (١٨) تڏهن اُنهي چيو اُهي
ڪهڙا حُڪم تہ يسُوع چيس جي ٺون خُونُ نڪرِ ۽ حرامُ نہ ڪرِ
۽ چوري نڪرِ ۽ ڪُساڪ نہ ڀرِ (١٩) ۽ پهنجي ماءُ پيءُ کي آبرُو ڏي
۽ پهنجي پاڙيسري کي پاڻ جهڙو پيارو ڪري جاڻُ (٢٠) تڏهن اُنهي جُوان
چيس آءٌ ننڍپڻ کان وٺي اِهي سڀ ڳالهيُون ڪندو آيو آهيان هاڻي ڇا
ڪري گهٽِ آهيان (٢١) تہ يسُوعَ چيس جي پُورو ٿِئڻُ تو ياڻئي تہ وَڃُ
جيڪي اٿيئي سو سڀُ وِڪڻي غريبن کي ڏي تہ توکي آسمان مَنجهہ خزانا
مِلندا پوءِ هيڏي مُهنجي پُٺيون اچي لڳُ (٢٢) تڏهن اُهو جُوانُ اِها ڳالهہ
ٻُڌي ڳَٽي ۾ پئي هليو ويو ڇوجو اُنهي وٽِ گهڻو مالُ هو ⁘

(٢٣) تڏهن يسُوع پهنجي شاگِردن کي چيو تہ آءٌ اوهانکي سَچُ تو چوان جو
آسمان جي بادشاهي ۾ شاهُوڪار جو لنگهڻُ اُوکو ٿِيندو (٢٤) پر وري بہ آءٌ
اَوهانکي تو چوان تہ خُداءَ جي بادشاهيءَ ۾ شاهُوڪار جي لنگهڻ کان سُئيءَ
جي ناڪي ۾ اُٺ جو لنگهڻُ سَوکو آهي (٢٥) تڏهن سندس شاگِرد اِها ٻُڌي
ڏاڍو عجب ۾ پئي چوڻ لڳا تڏهن ڪيرُ ڇوٽڪو لهي سگهندو (٢٦) تہ يسُوع
اُنهن ڏي نِهاري چيو ماڻهُن کان اِها اَڻٿِئڻي آهي پر خُداءَ کان سڀ ڳالهِ
ٿي ٿي سَگهي ⁘

(٢٧) تڏهن پطرس وراڻي ڏيئي چيس تہ ڏِسُ اسي سيڪي ڇڏي ٿهنجي

پُٺُون لڳا آهيُون سو اسانکي ڇا مِلندو (٢٨) تہ يسُوعَ چيُنِ آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان ڪِ جڏهِ هيُ آدمر جو پُٽُ نئِي خِلقت ۾ پهنجي جُلوي جي تخت تي وِهندو تڏهِ جي توهي مُهنجي پُٺُون لڳا آهيو سي ٻارهنِ تختنِ تي ويهي اِسرائيل جي ٻارهنِ جاتيُنِ تي عدالت ڪندؤ (٢٩) ۽ جنهِ سيڪنهِ گهرُ جان ياٺُر جا ڀينرُون جا پيُ جا ماءٌ جا زال جا ٻار جا ٻنيُون اِنهنِ کي مُهنجي ناٺُوَ ڪارڻِ ڇڏيو آهي اُنهي کي سَوُڻا ٿي مِلندو ۽ اُهو هميشه جِئڻ جو ڏٽي تيندو ⁘

(٣٠) پر گهڻا جيڪي پهرياً آهِنِ سي پونئياً ٿيندا ۽ جيڪي پونياً آهِنِ سي پهرياً ٿيندا [بابُ ٢٠] سو اِنهي لاءِ تہ آسمان جي بادشاهي هِڪڙي گهر جي ڏڻِيءَ وانگياً آهي جو صُبح جو سوير پهنجي ٻاڪ جي مَنَهَ ۾ ڪميُنِ کي ٻهارڻ لاءِ ٻاهرِ نِڪتو (٢) ۽ ڪميُنِ سانُ ڏينه جي پائِڻِ ٻولِي پهنجي ٻاڪ جي مَنهَ مَنجهه تنِ کي موڪلياءٌ (٣) ۽ وَري ٽئِي گهڙئِ ۾ ٻاهر وَڃي ٻئُنِ کي بازار ۾ واندو بيٺو ڏِٺاءٌ (٤) ۽ اُنهنِ کي چياءٌ اوهي ٻِ ٻاڪ جي مَنَه ۾ وَڃو تہ جيڪي ڏيڻُ گهُرجي سو اوهانکي ڏِيندُسِ تڏهِ اُهي ٻِ وِيا (٥) وري ڇهيُ ۽ نائِي گهڙِئِ ٻاهرِ وَڃي اُئيئي ڪياءٌ (٦) پوءِ يارهِيُ گهڙِئِ ٻاهرِ وڃي ٻئُنِ کي واندو بيٺو ڏِٺاءٌ تہ چيائِنِ اوهي هِتي سڄو ڏِينهُ واندا ڇو بِيٺا آهيو (٧) تڏهِ اُنهنِ چيُسِ هِن ڪري ڪِ اسانکي ڪنهِ ماڻهوُ پورهيُ تي ڪين

بِهاريو آهي تہ چيائِينَنِ اوهِي بِہ باڳ جي مَنه منجھ وَڃو جيڪي ڏِئَڻ
گهُرجي سو اوهانکي مِلندو (٨) پوءِ جڏهِ سانجهي ٿي تڏهِ اُنهي باڳ جي
مَنَه جي ڌڻي پهنجي ڪاموري کي چيو ڪميُنِ کي سڏي پوئِئِي کان وٺي
پهرِئين تاءِ پورهيو ڏِينِ (٩) تہ جي يارهِي گهڙِئِي جا هُوا تنِ اچي هِڪڙي
هِڪڙي پائِڻِ پائِڻِ ورتي (١٠) ۽ جڏهِ پهرياً آيا تہ ڀانَياءِ جو اسانکي واڌُو
مِلندو پر اُنهنِ کي بِہ پائِڻِ پائِڻِ مِلي (١١) پر جڏهِ اُنهنِ کي بِہ اِهو مِليو تڏهِ
گهرجي ڌڻي اڳيان ڪُرڪي چوڻ لڳا (١٢) تہ هِنِ پوينِ جنِ هِڪري گهڙِي
پورهيو ڪيو تنِ کي اسانجهڙِو ڪِئُئِي جي سڄو ڏِينهُ گهياسي ۽ اُس سَٺيسي
(١٣) تہ اُنهنِ مون هِڪڙي کي وَراڻي ڏِيئِي چياءِ مِيان تو سانُ آءٌ ڏاڍائِي
ڪا نٿو ڪريان تُون مُون سانُ پائِڻِ تي نَهيو هُئُي ڪِ نہ (١٤) تُون پهنجو وٺِي
هليو وَڃُ ۽ هِنَ پوئِين کي تو جيترِو ڏِئِڻ جي مُهنجي مرضِي آهي (١٥) تہ
پهنجي دوُلت مانَ جيڪي وَڻيمِ سو ڪريان اِئِي مُون کي لائِقُ نہ آهي
ڇا پر آءٌ ڀلو آهيان تنهِ ڪري تو ٻُڇڙِي اَکِ وِڌِي آهي ڪِئُ (١٦) اِنهي طرح
پونياً پهرياً ٿِيندا ۽ پهرياً پونَّيا ڇوجو ڪوٺيَل گهڻا آهنِ پر چُونڊيَل ٿورا ::

(١٧) پوءِ يسُوع جڏهِ يرُوشلِيمر ڏي ٿي ويو تہ واٽ ۾ اُنهنِ ٻارهنِ شاگِردنِ
کي نِوِيڪِلو وَٺِي وَڃِي چياءِ (١٨) تہ ڏِسو اسِي يرُوشلِيمر ڏي ٿا وَڃُون ۽ هِيُ
آدمر جو پُٽُ وَڏنِ ڪاهِننِ ۽ شرع ٻُڌائڻوارنِ جي هٿِ ڏِبو تہ اُهي هُن جي

ماري وِجهڻ جو حُڪمُ ڪندا (١٩) ۽ اُهي تنهِ کي تنوليُون ڪرڻ لاءِ ۽ چمڪُيُون هڻڻ لاءِ ۽ صلِيب تي ڏِئڻ لاءِ ٻِئنِ جاتيُنِ جي هٿِ ڏِيندا پوءِ ٽِئي ڏِينهِ اُهو وري جِي اُٿندو ÷

(٢٠) تڏهِ زبدِئي جي پُٽنِ جي ماءُ پهنجي پُٽنِ سُوڌي وِٽسِ آئي ۽ پيرين پئِي پائنياءُ تہ ڪو عَرضُ ڪرياَسِ (٢١) تہ چيائِيس تُون ڇا ٿي گهُرين تنهِ چيُسِ اِئِي ڪرِ جو هي مُهنجا ٻہ پُٽ تُهنجي بادشاهِيءَ ۾ هِڪڙو تُهنجي سڄي هٿ ڏي ۽ ٻِئو ڏائي هٿ ڏي وِهي (٢٢) پر يسُوع وَراڻي ڏِيئي چيو جو اوهين ٿا گهُرو تنهِ جي اوهانکي سُڌِ نہ آهي تہ جو پِيالو آءٌ پِئندُسِ تنهِ جي پِئڻ جي ۽ جنهِ بپتِسما ڪري مُهنجي بپتِسما ٿي ٿِئي تنهِ ڪري بپتِسما وٺڻ جي اوهانکي سگهہ آهي ڇا چيائُنسِ هاءُ سگهہ اٿُون (٢٣) تہ چيائِينِ مُهنجو پيالو تہ اوهين پِئندو ۽ جنهِ بپتِسما ڪري مُهنجي بپتِسما ٿي ٿِئي تنهِ ڪري اوهانجي بہ بپتِسما ٿِيندي پر مُهنجي سڄي هٿِ ۽ مُهنجي ڏائي هٿِ وِهارڻُ مُهنجي وَسِ نہ آهي پر جِنِ لاءِ مُهنجي پيءُ کان ٻِڪ ٿِئِلُ آهي تِنِ جو وِهارڻُ وَسِ اٿمِ ÷

(٢٤) پوءِ ٻِئا ڏهہ اِها ٻُڌي اُنهنِ ٻنهِي پائرنِ تي ڪاوَڙيا (٢٥) تڏهِ يسُوع اُنهنِ کي پاڻ وَٽ سڏي چيو اوهين ٿا ڄاڻو تہ ٻِئنِ جاتيُنِ جا حاڪم اُنهنِ تي حُڪمُ ٿا ڪنِ ۽ جيڪي سندنِ وَڏا آهنِ سي اُنهنِ تي پهنجي ٻُجندي

ٿا هلائين (٢٦) پر اوهانمنجهه اِئي نه ٿيندو اُنلو جيڪو اوهانمر وڏو ٿيڻ ڀانئي سو اوهانجو ٻيلي ٿي رهي (٢٧) ۽ جيڪو اوهانمنجهه پهريون ٿيڻ ڀانئي سو اوهانجو ٻانهون ٿي رهي (٢٨) جئن ته هيئ آدمر جو پٽ بِه پهنجي ٻيلپي ڪرائڻ لاءِ نه پر ٻيلپو ڪرڻ لاءِ آيو آهي ۽ گهڻن جي ڇُڏائڻ لاءِ پهنجو جيءُ گهورڻ آيو آهي ؛

(٢٩) پوءِ جڏهِ هي يَريحا کان هلڻ لڳا ته وَڏو ميڙاڪو پُٺياڙِ اچي لڳو (٣٠) ۽ ڏِسو ٻه انڌا واٽ جي ڀَرِ تي وِيٺا هُوا تنِ ماڻهن کان ٻُڌو ڪِ يسُوع ٿو لنگهي ته رڙيُون ڪري چياءِ اي ڌڻي دائُود جا پُٽ اسانتي ٻاجهه ڪرِ (٣١) ته ميڙاڪي اُنهنِ کي دڙڪو ڏِنو ڪِ ماٺِ ڪريو پر اُنهنِ اُنلو ڏاڍي رَڙِ ڪري چيو اي ڌڻي دائُود جا پُٽ اسانتي ٻاجهه ڪرِ (٣٢) تڏهِ يسُوع بِهي اُنهنِ کي سڏي چيو اوهين ڇا ٿا گهُرو جو آءٌ اوهان لاءِ ڪريان (٣٣) اُنهنِ چيُس اي ڌڻي اسانجيُون اکيُون اُگهِجنِ (٣٤) ته يسُوع ٻاجهه ڪري اُنهنِ جي اَکينِ کي هٿُ لاتو ته اُنهيئي وير تنِ جي اکيُنِ منجهه سوجهرو آيو ۽ اُهي سندسِ پُٺياڙِ اُٿي هليا ؛

## باب ٢١

۽ جڏهِ اُهي يَرُوشلِيمر جي اوڏو ٻيتفاگا ۾ زَيتُون جي ٽڪر وٽِ اچي

پهُتا تہ يسُوع ٻنِ شاگِردنِ کي هيٗ ڏَسُ ڏيئي موڪليو (٢) تہ سامهُڻي شهر منجهہِ وَڃو ۽ اُتي ويندئي هِڪڙي ڪوڏِڙي سُوڌي ٻڌل گڏهہِ ڏِسندو سا ڇوڙي مُونٽوتِ وٺي اَچو (٣) ۽ جيڪڏهِ ڪو اوهانکي ڪي چوي تہ چئجو ڌڻيءَ کي هِننِ جو ڪمُ آهي تہ اُهو اُنهيئي گهڙيءَ ڏِياري مُنجندو (٤) تہ اِهو سڀُ هِنِ لاءِ ٿِئو جو جيڪي نبيءَ چيو آهي سو پُورو ٿِئي (٥) ڇپي صَيهُون جي ڌيءَ کي چئو ڏِسُ تُهنجو بادشاهُ نِٺِرت ڪري گڏهہِ تي ۽ گڏهہِ جي ٻچي ڪوڏِڙي تي چڙهيو تو وٽِ ٿو اچي ؛

(٦) پوءِ شاگِردنِ کي جيئن يسُوع حُڪمُ ڏِنو تيئن وَڃي ڪيائون (٧) ۽ اُنهي گڏهہِ کي ڪوڏِڙي سُوڌو آڻي اُنهنِ تي پهنجا ڪپڙا وِجهي تِنتي ٻيسِ چاڙهي وِهاريائون (٨) ۽ هِڪڙي وَڏي ميڙاڪي پهنجنِ ڪپڙنِ کي واٽ تي وِڇائيو ۽ ٻِئنِ وَڻنِ جيُون ٽاريُون وَڍِي واٽ تي پکيڙيُون (٩) ۽ ميڙاڪا جيڪي اڳيون ۽ پُٺيون هليا ٿي ويا تنِ واڪا ڪري ٿي چيو تہ داؤُود جي پُٽ کي هوشِعنا ۽ اُهو سڀُورو آهي جو ڌڻيءَ جي نانوَ تي ٿو اچي تنهِ ڪري آسمان منجهہ هوشِعَنا ؛

(١٠) ۽ جڏهِ اُهو يرُوشلِيم ۾ اَچي پهُتو تہ سڄي شهر هُل ۾ پئي چيو هيُ ڪيرُ آهي (١١) تڏهِ ميڙاڪنِ چيو تہ هيُ گلِيل جي ناصرت جو نبي يسُوع آهي ؛

(١٢) پوءِ يسُوع خُداءَ جي هَيڪل ۾ وِيو ۽ اُتي جن وڪيو ٿي تن مِڙيني کي ٻاهر ڪڍياءِ ۽ صرافن جا تختا ۽ ڪبُوترُوڪڻوارن جيُون مَنجيُون اُونڌيُون ڪري ڇڏياءِ (١٣) ۽ اُنهن کي چياءِ هِيُ لِکيو آهي ته مُهنجو گهرُ عِبادت جو گهرُ ڪوٺبو پر اوهان اُنهي کي چورن جي ڏرِ ڪيو (١٤) پوءِ انڌا ۽ منڊا تنهِ خُداءَ جي هَيڪل ۾ وَٽِس آيا ۽ اُنهن کي چڱو ڀلو ڪياءِ (١٥) ۽ جڏهِ وڏن ڪاهنن ۽ شرعٌ ٻُڌائڻوارن هِن جيڪي ڪرامتُون ڏيکاريُون هيُون تن کي ۽ ڇوڪرن کي هَيڪل منجهه دائُود جي پُٽ کي هوشعنا اِئي واڪا ڪندو ڏٺو ته ڏايو ارها ٿيا (١٦) ۽ چيائُنس ته هي جيڪي چوَن ٿا سو ڪي ٻُڌي ٿو تڏهِ يسُوع چيو هاءِ اوهان ڪي نه پڙهيو آهي ته ٻارن ۽ کيرپياڪن جي واتون تو وَڏائي پُوري ڪرائي (١٧) پوءِ هُنن کي ڇڏي شهر جي ٻاهرون بيتعنيا منجهه اچي راتِ ڪاٽياءِ ::

(١٨) ۽ صُبح جو وَري شهر ۾ ويندي تنهِ کي بُکَ لڳِي (١٩) تڏهِ واٽ جي پَرِ تي هِڪري اَنجير جي وَڻ کي ڏِسي اُنهي وٽِ آيو ۽ تنهِ ۾ پنن ڌاراً ٻِئو ڪين لڌاءِ ته چياءِ اَڄ کان وَٺِي ڪڏهِين بِه تو ۾ ڦَرُ نه ٿِئي ته اُنهيئي گهڙِيءِ اُهو اَنجير جو وَڻُ سُڪِي وِيو (٢٠) تڏهِ شاگردن اِها ڏِسي عجب ۾ پئي چيو ته هِيُ اَنجير جو وَڻُ ڪِيئن سِگهوئي سُڪي وِيو (٢١) ته يسُوع وَرندي ڏِيئي چيُن آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان جي اوهِين وِيساهُ آڻيو ۽ شڪُ نه ڪريو

تہ جيڪڏهِن انجير جي وَڻ کي ٿِئو رُڳو اِئي اوهين نہ ڪندو پر اَجا بِہ جيڪڏهِن ٽڪر کي چوَندو تہ هِتون رڙهي سمُنڊ ۾ پَوُ تہ اُئي بِہ ٿِيندو (٢٢) ۽ جيڪي ڪي وِيساهي ٿِي دُعا ڪري گهُرندَوُ سو اوهانکي مِلندو ⁘

(٢٣) پوءِ جڏهِن هُو هيڪل ۾ اچي ٿي سيکاريو تہ وَڏن ڪاهِنن ۽ مجلِس جي وڏيرن وَٽسِ اچي چيو تہ تُون ڪِهڙِي ٻُجهندِي ڪري اِهي ٿو ڪري ۽ اِها ٻُجهندي توکي ڪنهِ ڏِني آهي (٢٤) تڏهِ يسُوع وَرندي ڏيئي چيُن آءٌ بِہ اوهانکان هِڪڙي ڳالهِ ٿو پُڇان جي اُها اوهين مُون کي چوَندو تہ آءٌ بِہ چوَندو ساڻوَ جنهِ ٻُجهندِي ڪري هيُ ٿو ڪريان (٢٥) تہ يوحن جي ٻپتِسما ڪِٿون ٿِي آسمان مون جا ماڻهُن مون تہ اُهي پاڻ ۾ ڪِٿِن لڳا جو جي چئُون ٿا آسمان مون تہ هيُ چوَندوسِي تڏهِ اَوهان اُنهي تي وِيساهُ ڇو نہ آندو (٢٦) ۽ جي چوَنداسِي ماڻهُن مون تہ اسي ميڙاڪن کان ٿا ڊِڄُون ڇوجو اُهي سڀ يوحن کي نبِيُ ڪري ٿا جاڻن (٢٧) تہ اُنهن يسُوع کي وَرندي ڏيئي چيو اسانکي اِنهي جي سُڌِ ڪانهي تڏهِ چيائين آءٌ بِہ اوهانکي نٿو چوان جو ڪِهڙِي ٻُجهندِي هيُ ٿو ڪريان ⁘

(٢٨) پر اوهين ڇا سَمُجهو تہ ڪنهِ ماڻهوءَ جا ٻہ پُٽ هُوا تنهِ پهرِئين وٽِ وَڃي چيو پُٽ اَڄُ مُهنجي باڳ جي مَنَہ ۾ تُون وڃي ڪمُ ڪرِ (٢٩) تہ اُنهي وَراڻي ڏيئي چيو آءٌ نٿو وَڃان پر پوءِ پڇتاءُ ڪري وِيو (٣٠) وري ٻِئي وٽِ

اچي اُئيئِي چياءُ تہ هُن وراڻي ڏيئِي چيو سَائِي اِجهو تو وچان پر ويو ڪِين (٣١) اِنهن ٻنهي مون پهنجي پيءُ جي مرضِيءَ تي ڪير هليو چيائُنس پهريون يسُوع چيُنِ آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ زڪاتِي ۽ ڪسبياڻيءَ خُداء جي بادشاهِيءَ ۾ اوهانکان پيرهاءُ ويندِيُون آهِنِ (٣٢) ڇوجو يوحنُ سچائِيءَ جي وات ڪري اوهانٽوَتِ آيو تہ اوهان تنهِ تي ويساهُ نہ ڪيو پر زڪاتيُنِ ۽ ڪسبياڻيُنِ ويساهُ ڪيو ۽ اوهان اِها ڏِسِي پوءِ بہ اُن تي ويساهُ آڻڻ لاءِ توبه نہ ڪئِي ÷

(٣٣) هاڻي هِڪڙو ٻِئو مِثالُ ٻُڌو تہ هِڪڙو ماڻهُون گهر جو مالِڪُ هو تنهِ ڊاڪ جو باغُ پوکيو ۽ تنهِ جي چوڌاري لوڙهو ڏِناءُ ۽ تنهِ منجهہ دارُوءَ ڪڍڻ جي بَنِي کوٽي ناهياءُ ۽ تنهِ ۾ هِڪڙو مُنارو بہ اڏياءُ پوءِ اُهو باغايُنِ کي ٻول تي ڏيئِي پاڻ ٻِئي مُلڪ ۾ هليو وِيو (٣٤) ۽ جڏهِ ڦر جي مُند وِجهي آئي تڏهِ تنهِ جي ڦروَنڻ لاءِ پهنجا ٻيلِي اُنهنِ باغايُنِ وَٽِ موڪلياءُ (٣٥) پر اُنهنِ باغايُنِ تنهِ جي ٻيلنِ کي جهلِي هِڪڙي کي مار ڏِناءٌ ۽ ٻِئي کي ماري وِڌاءٌ ۽ ٽِئي کي سنگسار ڪياءٌ (٣٦) وَري اُنهي ٻِيا ٻيلِي اڳِينِ کان گهڻا موڪليا تہ اُنهنِ تنِ سانُ بہ اُئيئِي ڪيو (٣٧) نيٺِ اُنهنِ ڏي پهنجو پُٽُ موڪلياءُ ۽ دِل ۾ چياءُ تہ مُهنجي پُٽ کي آبُ ڏِيندا (٣٨) پر باغايُنِ تنهِ جي پُٽ کي ڏِسِي پاڻ ۾ چيو تہ وارِثُ هِئُئِي اچو تہ ماري وجهُونس ۽ هُن جي ورثي

کي پاڻ وٽُون (٣٩) پوءِ اُنهي کي جهلي باڪ جي باغ کان ٻاهر ڪڍي ماري وِڌاءُ (٤٠) هاڻي جڏهِ اُنهي باڪ جي باغ جو ڌڻي ايندو تڏهِ اُنهن باغائين کي ڇا ڪندو (٤١) تڏهِ اُنهن چيس اِنهن بُڇڙن کي ڏاڍو ڇٽ ڪندو ۽ باڪ جو باغ ٻين باغائين کي ٻوليِ ڏِيندو جيڪي مُند مُند ۾ تنهِ کي ڦرُ ڏِيندا ÷

(٤٢) تڏهِ يسُوع چيُن ڪِتابن ۾ اوهاً ڪڏهِ نہ پڙهيو آهي ڇا تہ جيڪو پهڻُ اڏيندڙن نِڪار ڪري ڇاتو اُهو ڪُنڊ جو سِرو ٿيو سو اِئي خُدا وَند جي پار کان آهي ۽ اسانجي ڏِسڻ ۾ عجب جِهڙو ٿو لڳي (٤٣) اِنهي ڪري آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ خُداءَ جي بادشاهي اوهان کان کَسبي ۽ هِڪڙيءَ ٻِئي قوم کي ڏِبي جي تنهِ جو ڦرُ آڻي ڏِيندا (٤٤) ۽ جيڪو اُنهي پهڻ تي ڪِرندو سو ٽُڪر ٿِي پوَندو پر جنهِ تي اُهو ڪِرندو تنهِ کي چُور چُور ڪري ڇڏِيندو ÷

(٤٥) ۽ جڏهِ وڏن ڪاهنن ۽ فريسن سندس اِهي مِثال ٻُڌا تہ سمُجهاءُ جو هي اسانتيءِ ٿو چوي (٤٦) پوءِ اُنهن ڀانيو تہ هِن کي جهليُون پر ماڻهن کان ٿي ڊِنا ڇوجو اُهي تنهِ کي نبيُّ ڪري ڄاڻندا هُوا ÷

## باب ٢٢

پوءِ يسُوع وري مِثال ڏيئي چوَڻ لڳن (٢) تہ آسمان جي بادشاهي اُنهي

بادشاه وانگيان آهي جنهِ پنهنجي پُٽ جي شاديءَ ٿي ڪئي (٣) ۽ اُنهي
پنهنجا نوڪر موڪليا ته جن کي مهماڻي چئي آهي تن کي ڪوٺي اچڻ پر
اُنهن کي اچڻُ نه وڻيو (٤) وري ٻين نوڪرن کي چياءِ ته وَڃو جن کي
مِهماڻي چئي آهي تن کي وَڃي چئو ته ڏِسو مُون پنهنجو کاڌُ جوڙي راس
ڪيو آهي ۽ مُنهنجا ڍڳا ۽ متل ڍور ڪُٺا آهن ۽ سَڀُڪي ٺهيو پئو آهي سو
اوهي شاديءَ ۾ هلو (٥) پر اُهي اُنهي کي نه ليکي هِڪڙا پنهنجي ٻنيءَ مَنجهه
۽ ٻيا پنهنجي واپار تي هليا ويا (٦) ۽ ٻيا جيڪي رهيا تن اُنجي نوڪرن کي
وٺي بيآبرو ڪري ماري وِڌو ⁘

(٧) پوءِ بادشاهُ اِها ڳالهِ ٻُڌي ڪاوڙيو ۽ پنهنجو لشڪرُ مُنجي تن خُونن
کي چَٽُ ڪياءِ ۽ تن جي شهر کي باهِ ڏِناءِ (٨) وَري تنهِ پنهنجي نوڪرن
کي چيو ته شاديءَ جي جوڙجڪ تيارُ آهي پر جيڪي ڪوٺئل هُوا سي
لائِقُ نه ٿيا (٩) هاڻي اوهي چوواٽن تي وَڃو ۽ جيترا ڪِ اوهانکي لڀن تن
کي شاديءَ منجهِ ڪوٺي اچو (١٠) پوءِ اُنهن نوڪرن واٽن تي وَڃي جيترا
ڪِ چڱا مَنا لڌا تن مِڙيني کي آڻي گڏُ ڪيو تڏهِ شاديءَ جي جاءِ مهماڻن
سانُ ڀرجي ويئي (١١) ۽ جڏهِ بادشاهُ مِهماڻن جي ڏِسڻ لاءِ اندرِ آيو ته اُتي
هِڪڙو ڄڻو جنهِ شاديءَ جو وڳو ڪي نه پهريو هو تنهِ کي ڏِٺاءِ (١٢) ته اُنهي
کي چياءِ ميان تون شاديءَ جو وڳو نه پهري هِتي ڇو آيو آهين ته هُن ڪُڇيوئي

ڪِينَ (۱۳) تڏهِ بادشاهه پنهنجي نوڪرن کي جيو تہ هِن جا هٿ پير ٻَڌِي ڪڍوسِ ۽ اُنهي ٻهرئين اونده ۾ وِجهوسِ جِتي روڄ ۽ ڏند ڪرٽڻ ٿيندو (۱۴) ڇوجو ڪوٺيل گهڻا آهِنِ پر چُونڊِيل ٿورا :

(۱۵) تڏهِ فريسن پاڻ ۾ وَجِي رِٿ ڪئي تہ هِنکي سنديس ڳالهين ۾ ڪيئن ڦاسائيون (۱۶) تہ اُنهن پنهنجن شاگِردن کي هيرودِئن سان گڏجي وَٽِس مُڪو جو هِيءُ وَجِي چَوَنِس تہ اي اُستاد اسين ڄاڻون ٿا جو تُون سچو آهين ۽ خُداء جي وات سچائيءَ سان ٿو ڏيکارين ۽ ڪنهِ جي ڪاڻ نٿو رکين ڇوجو تُون ماڻهن جي مُهانڊي ڏي نٿو ڏِسين (۱۷) پوءِ اسانکي چَوُ تُون ڪيئن ٿو ڀانئين تہ قَيصر کي ڍل ڏِيڻُ واجِبُ آهي ڪِ نَہ (۱۸) پر يسُوع اُنهن جي ٻِڇڙائي ڄاڻي چيُن اي ڪُوڙو مُهنجو آزمُودو ڇو ٿا ڪريو (۱۹) هاڻي مُونکي ڍل جي ضرب آڻِي ڏيکاريو تہ اُنهن پائلي وَٽِس آندي (۲۰) تہ پُڇيائِين تہ هِيءُ صُورت ۽ اکرُ ڪهنجو آهي (۲۱) چيائُنس قَيصر جو تڏهِ چيائِين جيڪي قَيصر جو آهي سو قَيصر کي ڏِيو ۽ جيڪي خُداء جو آهي سو خُداء کي ڏِيو (۲۲) اُهي اِها ٻُڌي عجب منجهه پيا ۽ تنهِ کي ڇڏي هليا وِيا :

(۲۳) ۽ اُنهي ڏِينهِ صادُوقِي جي چوَنِ ٿا تہ وري جي اُٿڻُ ڪو نهي تن وَٽِس اچي پُڇيو (۲۴) تہ اي اُستاد مُوسيٰ چيو آهي تہ جيڪڏهِ ڪو ماڻهون

ري اُولاد مري وَڃي تہ اُنهي جو ڀاءُ تنهِ جي زال سان وَري شادي ڪري ۽
پنهنجي ڀاءُ لاءِ اُولاد پيدا ڪري (۲۵) تہ اسانوَٽ ڪي ست ڀائُر هُوا تنِ مون
پهريون پرڻجي مري وِيو ۽ ري اُولادو ٿي پنهنجي زال ڀاءُ واسطي ڇڏي وِيو
(۲٦) وَري ٻِئي ۽ ٽِئي ڪان وَٺي ستي توڻي سيني اِئِين ڪيو (۲۷) ۽ تنِ سينِي
ڪان پوءِ اُها زال بہ مُئي (۲۸) هاڻي ورِي جي اُٿڻ جي ڏِينهِ اُها ستني
مون ڪنهِ جي زال ٿيندي ڇوجو اُها سيني جي ٿي هُئي ⁘

(۲۹) تڏهِ يسُوعَ ورندي ڏِيئِي چيُن تہ اوهِين ڪتابن کي ۽ خُداءِ جي
قُدرت کي نہ ڄاڻي ٿا ڀُلو (۳۰) ڇوجو وَري جي اُٿڻ ۾ ماڻهُون نہ پرڻجن ٿا
نہ پرڻائجن ٿا پر آسمان منجهہ خُداءِ جي فِرشتن وانگُر آهِن (۳۱) ۽ مُئن
جي وَري جي اُٿڻ جي ڳالهِ ۾ جيڪي خُداءِ اوهانکي چيو آهي سو اوهان
نہ پڙهيو آهي ڇا (۳۲) جي اِبرهام جو خُداءِ ۽ اِسحاق جو خُداءِ ۽ يعقُوب
جو خُداءِ آءٌ آهيان تہ خُداءِ مُئن جو خُداءِ نہ آهي پر جِئرن جو آهي
(۳۳) تڏهہ ميڙاڪا اِها ٻُڌي هُن جي سيکارڻ تي وِسا ٿِيا ⁘

(۳۴) ۽ جڏهِ فرِيسن ٻُڌو تہ هِن صادُوقن کي ماٺ ڪرائي ڇڏي تڏهِ پاڻ
۾ گڏُ ٿِيا (۳۵) پوءِ تنِ مون هِڪڙي شرع ٻُڌائڻ واري سندس آزمُودي لاءِ هِيُ
ڳالهِ ٻُڇيس (۳٦) اي اُستاد شرع ۾ ڪهڙو حُڪُم وڏو آهي (۳۷) تڏهِ يسُوعَ
چيُس تہ جو ڌڻي تُنهجو خُداءِ آهي تنهِ کي پنهنجي پُورِ دِل سان ۽ پنهنجي

پُوري رُوح سانُ ۽ پهنجيءَ پوريءَ سَمُجهه سَّا پِيارُ ڪرِ (٣٨) پهريون ۽ وَڏو حُڪُمُ اِهو آهي (٣٩) ۽ ٻِئو بہِ اِنهي جِهڙو آهي تہ جيءَ تُون پاڻَ کي پِيارُ تو ڪري تيءَ پهنجي پاڙيسِريءَ کي پيارُ ڪرِ (٤٠) اِنهنِ ٻنِ حُڪُمنِ تي سڄي شرع ۽ نبيُن جا ڪِتاب ٻڌا آهِنِ ÷

(٤١) پوءِ فرِيسي اڳا گڏُ هُوا تہ يسُوع تنِ کان پُڇيو (٤٢) ڇي مسِيح جي ڳالهِ ۾ اوهِي ڇا ٿا ڀانئيو تہ اُهو ڪنهِ جو پُٽُ آهي چيائُسِ دائُود جو (٤٣) تہ چيائِينِ تڏهِ دائُود رُوح ڪري هُن کي ڌڻي ڇو ٿو چوي (٤٤) جو چيو اٿسِ تہ ڌڻي مُهنجي ڌڻيءَ کي چيو آهي تہ جيسي آءٌ تُهنجي ويرِنِ کي تُهنجي پيرنِ جي منجي نہ ڪريان تيسي تُون مُهنجي سڄي هٿ ڏي وِيهُ (٤٥) پوءِ جي دائُود هن کي ڌڻي ڪري ٿو چوي تہ هيءُ سندُسِ پُٽُ ڪيءُ ٿِئو (٤٦) تہ ڪوئي بہِ هِڪڙيءَ ڳالهِ جي وَرندي ڏيئي نہ سگهيُسِ ۽ تنهِ ڏِينه کان وَٺي ڪنهِ کي ٻِئي پُڇڻ جي دِليري نہ رهي ÷

## باب ٢٣

اتڏهِ يسُوع ميڙاڪنِ کي ۽ پهنجي شاگِردنِ کي چيو (٢) تہ شرع ٻُڌائِڻوارا ۽ فرِيسي مُوسيٰ جي پيڙهيءَ تي وِيٺا آهِنِ (٣) تنهِ ڪري جيڪي اُهي اوهانکي ميڃڻ لاءِ چوَنِ سو سڀُ ميڃو ۽ ڪريو پر اُنهنِ جهڙا ڪمُ نہ ڪريو

چوجو اُهي چوَنِ ٿا پر ڪَنِ ڪِينَ ٿا (٤) جو اُهي ماڻهُنِ جي ڪُلهنِ تي
ڳريُون ۽ اوکيُون پريُون ٻڌي ٿا رکنِ پر پاڻ اُنهنِ جي سيرڻ لاءِ پهنجي هِڪڙي
آڱُر ٻِ نٿا لائِينِ (٥) ۽ اُهي پهنجا سڀ ڪم ماڻهُنِ جي ڏيکاري لاءِ ٿا ڪنِ ۽
پهنجي تعويذنِ کي وِيڪِرو ڪري ٿا ڻاهِينِ ۽ پهنجي انگرکي جيُون جهالريُون
وڏيُون ٿا ڪنِ (٦) ۽ مِهمانِنِ ۾ مٿاهِي جاءِ ۽ عِبادتخانِنِ ۾ وڏنِ منڃُنِ تي
وِهڻُ (٧) ۽ بازاريُنِ ۾ سلام ۽ ماڻهُنِ کان ڏٽي ڏٽي چوائڻُ اِهو ٿو وڻيِنِ ؛

(٨) پر اوهين ڏٽي ڪري نہ چوائِجو چوجو اوهانجو اُستادُ هِڪڙو مسِيحُ ئي
آهي ۽ اوهين مڙيئي ڀائُر آهيو (٩) ۽ زمِين تي ڪنهِ کي پيُّ ڪري نہ
چئِجو چوجو اوهانجو هِڪڙوئِي پيُّ اُهو آسمان ۾ آهي (١٠) ۽ اوهين هادِي
ڪري نہ چوائِجو چوجو اوهانجو هِڪڙوئِي هادِي مسِيحُ آهي (١١) پر اوهانمِ
جيڪو وڏو آهي سو اوهانجو نوُڪرُ ٿِيندو (١٢) ۽ جيڪو پاڻ کي وَڏو ڪري
چاٽندو سو ننڍو ڪِبو ۽ جيڪو پاڻ کي ننڍو ڪري چاٽندو سو وَڏو ڪِبو ؛

(١٣) اي شرع ٻُڌائڻهارو ۽ فرِيسِي ڪُوڙو اوهانلاءِ آهُون آهِنِ چوجو ماڻهُنِ
جي آڏو توهِي آسمان جي بادشاهِي جو دَرُ ٻُوري ٿا ڇڏيو جو اوهين پاڻ
تہ اندرِ نٿا وَڃو پر جيڪي اندرِ ٿا وڃنِ تنِ کي اندرِ وَڃڻُ نٿا ڏِئو (١٤) اي
شرع ٻُڌائڻهارو ۽ فرِيسِئو ڪُوڙو اوهانلاءِ آنهُون آهِنِ جو اوهين رنُنِ جي گهرنِ
کي ڳِهي ٿا وَڃو ۽ مِنهُ ڪري ٻِگهيُون نمازُون ٿا ڪريو تنهِ ڪري اوهين گهڻي

سيکت پائيندو (١٥) اي شرع ٻُڌائڻهارو ۽ فريسِئو ڪُوڙو اوهانلاءِ آنهون آهِن جو ڪنهِ هِڪڙي کي پهنجي دِين ۾ آڻڻ لاءِ سَمُنڊُ ۽ زمِينُ ثا گهُمو ۽ جڏهِ آئي ثا رهو تڏهِ پاڻ کان ٻيڻو دوزخي ثا ڪريوسِ ∴
(١٦) اي انڌا اڳُئو اوهان لاءِ آهُون آهِن جو چئُو ثا ته جيڪڏهِ ڪو هَيڪل جو سَنهُ کڻي ته ڪي ڪِينَ پر جيڪو هَيڪل جي سون جو سَنهُ کڻي تنهِ کي ضرُورُ پارڻُ گهُرجي (١٧) اي ٻيوَقُوفو ۽ انڌو ڪِهڙو وڏو آهي سونُ جاً هَيڪل جا سون کي ٻِ پاڪُ ثي ڪري (١٨) ۽ ٻئُو چئُو ثا ته جيڪڏهِ ڪو قُربانگاه جو سَنهُ کڻي ته ڪيڪِين پر جيڪو نذرُ جو اُنهي ثي ثو چڙهي تنهِ جو سَنهُ کڻي ثو تنهِ کي ضرُورُ پارڻ گهُرجي (١٩) اي ٻيوَقُوفو ۽ انڌو ڪِهڙو وَڏو آهي نذرُ ڪِ قُربانگاه جا نذر کي ٻِ پاڪُ ثي ڪري (٢٠) پوءِ جيڪو قُربانگاه جو سنهُ کڻندو سو اُنهي جو ۽ جيڪي مٿِسِ چڙهيَلُ آهي تنهِ جو سَنهُ ثو کڻي (٢١) ۽ جيڪو هَيڪل جو سنهُ کڻندو سو اُنهي جو ۽ اُنهي ۾ جو رهڻوارو آهي تنهِ جو سنهُ ثو کڻي (٢٢) ۽ جيڪو آسمان جو سَنهُ کڻندو سو خُداءِ جي تخت جو ۽ جيڪو اُنهي ثي وِهڻ وارو آهي تنهِ جو سنهُ ثو کڻي ∴
(٢٣) اي شرع ٻُڌائڻهارو ۽ فريسِئو ڪُوڙو اوهانلاءِ آنهُون آهِن ڇوجو ڦُودِني ۽ وڏُڦ ۽ زِيري جو ڏهون ڀاڱو ته ڏِئو ثا پر شرع جيُون وڏيُون ڳالهيُون عدالت

۽ ٻاجهه ۽ ويساهُ اِهي ڇڏي ڏِنيُون اَڱَو سو اوهانکي اِهي ڪرڻُ گهُربيُون هُيُون ۽ اُهي ٻيُون بِ نه ڇڏڻيُون هُيَو (٢٤) اي آنڌا اڳُو مڇر ڇهاڻي ڪڍو ٿا ۽ اُٺ کي ڳِهي ٿا وَڃو (٢٥) اي شرع ٻُڌائڻوارو ۽ فرِيسِئو اوهانلاءِ آنهُون آهِنِ جو ڪٽوري ۽ ٿالِهَ کي اوهي ٻاهرون مليو ٿا پر اندرِ انڌيرَ ۽ وَڍيڪي سانُ پريا پِيا آهِنِ (٢٦) اي انڌا فرِيسي پهرهاءِ ڪٽوري ۽ ٿالِهَ جي اندر کي مَلِ ته پوءِ اُهي ٻاهرون بِ صفا ٿِئُنِ ؛

(٢٧) اي شرع ٻُڌائڻهارو ۽ فرِيسِئو ڪُوڙو اوهانلاءِ آنهُون آهِنِ جو اوهي سيڙهِي سانُ لِنبِڙل قبرنِ جهڙا آهيو جي ٻاهرون سُهڻيُون ٿيُون ڏِسجنِ پر اندرِ مُڙدنِ جي هڏيُنِ سانُ ۽ سڀ طرح جي ٻاپاڪائِيَ سانُ پريُون پيئيُون آهِنِ (٢٨) تِيَئُ اوهي بِ ٻهرون ماڻهُنِ اڳيان سچا ٿا ڏِسجو پر اندر منجهه کوٽ ۽ ٻُڇڙائِيَ سانُ پريا پِيا آهيو (٢٩) اي شرع ٻُڌائڻهارو ۽ فرِيسِئو ڪُوڙو اوهانلاءِ آنهُون آهِنِ جو اوهي نبيُنِ جي قبرنِ کي ٿا جوڙيو ۽ سچنِ جي جايُنِ کي ٿا سِينگاريو (٣٠) ۽ چئُو ٿا ته جيڪڏهِ اسي وَڏِڪنِ جي ڏِينهنِ ۾ هُجُون ها ته جيڪر نبيُنِ جي خُون منجهه اُنهنِ سانُ ڀائِي نه ٿِيُون ها (٣١) سو توهي پاڻ تي اِها ساک ٿا پريو جو اسي نبيُنِ جي مارڻوارنِ جا پُٽ آهيُون (٣٢) هاڻي اوهي پهنجي وِڏڪنِ جي ماڻ کي ٿَنهي پريو (٣٣) اي سپو نانگ جا ٻچو اوهي دوزخ جي عذاب کان ڪِيَئُ ڇُٽندو ؛

(٣٤) ڏِسو اِنهِي لاءِ آءٌ اوهانڏي نبي ۽ سِياڻا ۽ شرع پڙهائِڻهارا ٿو مُنجان تِنِ مون ڪِنِ کي اوهِي ماري وِجهندو ۽ صلِيب تي چاڙهِيندو ۽ ڪِنِ کي پهنجِنِ عِبادتخانِنِ ۾ چمڪيُون هڻندو ۽ ڪِنِ کي شهر شهر ۾ رُلائي ڏُکَ ڏِيندو (٣٥) تہ سڄار هابِيل جي خُون کان وٺِي برِخِيا جو پُٽُ ذڪرِيا جنهِ کي اوهان هَيڪل ۽ قُربانگاه جي وِچ ۾ ڪُٺو هو تنهِ جي خُون توڻِي جو سڄارِنِ جو رتُ زمِين تي وهيو آهي سو سڀُ اوهانتي پوي (٣٦) ۽ آءٌ اوهاَ کي سچُ ٿو چوان تہ هي سڀ ڳالهيُون هِن زماني جي ماڻهُنِ تي پوَنديُون ⁖

(٣٧) اي يرُوشلِيم اي يرُوشلِيم تون جو نبيُنِ کي ٿو ماري ۽ جيڪي تووَٽ ٿا مُنجِنِ تِنِ کي سنگسار ٿو ڪري سو مُون ڪيترا ڀيرا ڀانيو تہ جيئن ڪُڪڙِ پهنجِنِ ٻچِنِ کي کنِينِ هيٺِ ٿي ڪري تيئِن تُهنجِنِ ٻارِنِ کي گڏُ ڪريان پر توهانکي اِها نہ وڻِي (٣٨) ڏِسو توهانجو گهرُ توهانلاءِ سُڃو پِئو آهي (٣٩) سو اِنهِي ڪري آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ اوهِي مُونکي هاڻي لاڪُون وري ڪڏهِي نہ ڏِسندو جيسِي ڪِ چوَندو تہ سياڳو اُهو آهي جو ڌڻِي جي نانوَ تي ٿو اچي ⁖

## باب ٢٤

پوءِ يسُوع هَيڪل کان نڪري هليو وِيو تہ سندس شاگِرد هَيڪل جيُون

اڏاوتُون ڏيکارڻ لاءِ وٽسِ آيا (٢) تڏهِ يسُوع چيُنِ تہ توهِين هي سڀ شيءِ ڏسو ٿا ڪِ نہ سو آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ هِتِ هِڪڙو پهڻُ پهڻ تي بہ نہ رهندو جو هيٺِ ڪيرائي نہ ڇڏبو ∴

(٣) پوءِ جڏهِ هُو زيتُون جي ٽڪر تي ويٺو هو تہ سندسِ شاگردن نِويڪلو اچي چيُسِ تہ اسانکي چَوُ جو هي ڳالهيُون ڪڏهِين ٿينديُون ۽ تُنهجي اچڻ جو ۽ جهان جي پڇاڙيءَ جو ڪِهڙو نِشانُ ٿيندو (۴) تہ يسُوع ورندي ڏيئي چيُنِ اوهِين خبردار رهِجو جو متان ڪو ڀُلائي نہ وِجهيوَ (٥) ڇوجو گهڻا مُهنجي نالي اچي چوَندا تہ آءٌ مسِيحُ آهيان ۽ گهڻن کي ڀُلائِيندا (٦) ۽ اوهِين جنگيُون ۽ جنگيُنِ جا هاواڪا ٻُڌندوُ تڏهِ ڏسو وِسا متاً ٿِيو ڇوجو اِهي سڀ ڳالهيُون ضرُورُ ٿِئڻيُون آهِنِ پر اجاً پڇاڙي نٿي آهي (٧) تہ قوم قوم تي ۽ بادشاهِي بادشاهِي تي اُٿندي ۽ جِتي تِتي ڏُڪار ۽ مريُون ۽ ڌرتي ڌُڏڻ ٿيندا (٨) اِهي ئي سڀ ڏُکنِ جو مُنڍُ آهي (٩) تڏهِ اُهي اوهانکي پِيڙڻ لاءِ ٻِئنِ جي هٿِ ڏيندا ۽ ماري وِجهندا ۽ سڀ قومُون مُهنجي نالي ڪري اوهان سانُ وير رکنديُون (١٠) اُنهي ويل گهڻا ماڻهُون ڪاپاڙِيا ۽ هِڪِٻئي کي جهلائِيندا ۽ هِڪِٻئي ساً وير رکندا (١١) ۽ گهڻا ڪُوڙا نبي پڌرا ٿِيندا سي گهڻن کي ڀُلائِيندا (١٢) ۽ ٻُڇڙائيءَ جي وَڌڻ ڪري گهڻن جي مُحبت گهٽِ ٿيندي (١٣) پر جيڪو پڇاڙيءَ توڙي سهندو سو ڇوٽڪو لهندو (١۴) ۽ هِن بادشاهِي جي

چڱيءَ خبر جو هوڪو سڄي جهان ۾ گُهمندو ته اُهو سڀني جاتيُنِ کي ساک لاءِ رهي تڏهِين پڇاڙي ٿيندي ⁘

(۱۵) پوءِ جڏهِن اُها سُڃ ڪرڻواري اَڱلي شَيءِ جنهِن جو دانِيئيل نبيءَ چيو آهي سا پاڪ جاءِ ۾ بيٺي ڏِسندَؤ ته اِها ڳالهِه جيڪو پڙهي سو تنهِن جي سمُجهه وٽي (۱٦) تڏهِن جيڪي يهُوديه ۾ هُجنِ سي ٽڪرنِ منجهه ڀڄي وَڃنِ (۱۷) ۽ جيڪو کُڏ تي هُجي سو پهنجي گهر مون ڪي ڪڻڻ لاءِ هيٺ نه اَچي (۱۸) ۽ جيڪو ٻنيءَ منجهه هُجي سو پهنجي ڪپڙي ڪڻڻ لاءِ بِه نه موٽي (۱۹) ۽ تنِ ڏِينهي جيڪي پيٽ سانُ هُونديُون ۽ جيڪي ٿڃ پِيارِينديُون هونديُون تنِ لاءِ آنهُون آهنِ (۲۰) پر اوهين اِها دُعا گهُرو جو اوهانجي ڀاڄِر سِياري ۾ جَا سبت جي ڏِينهِ نه ٿِئي (۲۱) چوجو تڏهِن اهڙو ڏاڍو ڏُک ٿيندو جو جهان جي مُنڍ کان وٺي اڄ توڻي ڪڏهِن نه ٿِئُو آهي نه ٿِيندو (۲۲) ۽ جيڪڏهِن اُهي ڏِينه ٿورا نه ڪِجنِ ته ڪوئي هِڪڙو جِيُّ بِه نه بچي پر چُونڊيلنِ لاءِ اُهي ڏِينه ٿورا ڪِبا ⁘

(۲۳) تنِ ڏِينهي جيڪڏهِن ڪو اَهانکي چوي ته ڏِسو اِجهو جَا اُجهو مسِيحُ آهي ته متَا مَڃيو (۲۴) چوجو ڪُوڙا مسِيح ۽ ڪُوڙا نبي اُٿندا سي اهڙا وڏا نِشان ۽ ڪرامتُون ڏيکارِيندا جو جي ٿِي سَگهي ته اُنهنِ چُونڊيَلنِ کي بِه ڀُلائيندا (۲۵) ڏِسو مُون اوهانکي اَڳُهِرئي چِتائي ڇڏيو آهي (۲٦) پوءِ

جيڪڏهِ اُهي اوهانکي چوندا تہ اِجهو اُهو جهنگ ۾ آهي تہ ٻاهرِ نہ وَڃجو جا اِجهو اُهو ڳجهي ڪوٺي منجهِ وِيٺو آهي تہ وِيساهُ نہ ڪجو (٢٧) ڇوجو جِئن وِڄ اُڀرنديِ کان اچي اُلهنديِ توڙي ٿي چمڪي ٿِيءَ هن آدم جي پُٽ جو بِہ اچڻُ ٿِيندو (٢٨) سو اِنهي ڪري تہ جِتي لوٿ هُوندي اُتيِ ئِي ڳرمار بِہ گڏُ ٿِيندا ⁘

(٢٩) ۽ اُنهنِ ڏِينهنِ جي ڏُک کان پوءِ سِگهوئي سِجُ اُونداڻو ٿي پوَندو ۽ چنڊُ ڀهنجِي سهائِي نہ ڪندو ۽ تارا آسمان مون ڪِرَندا ۽ آسمان جيُون ڀهچُون لُڏِي وِينديُون (٣٠) تڏهِ هِنَ آدم جي پُٽ جو نِشانُ آسمان ۾ ڏِسبو ۽ اُنهي وِير جهان جيُون سڀ جاتيُون ڇاتِي پِٽينديُون ۽ هِن آدم جي پُٽ کي ڀَهچُ ۽ وڏِي جُلوِي سان آسمان جي ڪڪرنِ ۾ اِيندو ڏِسنديُون (٣١) ۽ اُهو ڀهنجي فِرِشتنِ کي تُرِيءَ جي ڏاڍِي آواز سان مُنجندو تہ اُهي چئِنِي پاسنِ مون آسمان جي هِڪڙِي مٿي کان وٺِي ٻِئِي مٿي توڙي سندسِ چُونديَلنِ کي گڏُ ڪندا ⁘

(٣٢) هاڻي هِيُ انجِير جي وڻ جو مِثالُ سمُجهو تہ جڏهِ تنهِ جي ٽارِي اجا ڪُنئرِي ٿي ٿِئِي ۽ پن ٿو ڪڍِي تڏهِ جاڻو ٿا تہ اُونهارو اَوڏو آيو آهي (٣٣) اِنهي وانگيا جڏهِ اوهِي اِهي مڙيئِي ڏِسو تڏهِ جاڻجو تہ اُها وِيجهِي درتِيئِي آئِي آهي (٣۴) ۽ آءٌ اوهانکي ٿو چوان تہ جيسِين اِهي سڀ ڳالهيُون

ٿي نہ رهنديُون تيسين هِن زماني جا ماڻهُون نِبرندائي ڪِينَ (۳۵) تہ آسمان ۽ زمين ٽري ويندا پر مُهنجا ڪلام نہ ٽرندا ÷

(۳۶) پر اُنهي ڏِينه ۽ اُنهي گهڙِيءَ جي مُهنجي پيءُ ڌاراً آسمان جي فرِشتنِ توڙي ڪَنهِ کي بہ سُڌِ نہ آهي (۳۷) تہ جيئن نُوح جي ڏِينهنِ ۾ ٿِيو هو تِئينءَ هِن آدم جي پُٽ جو بہ اَچڻُ ٿِيندو (۳۸) ڇوجو جيئن ماڻهُون اُنهي ٻوڏِ جي اڳين ڏِينهنِ ۾ کائِندا ۽ پِئندا ۽ پرڻبا ۽ پرڻائِبا هُوا اُنهي ڏِينه تاءِ جنهِ ڏِينهِ ڪِ نُوحُ ٻيڙِيءَ تي چڙهي ويٺو (۳۹) ۽ اُنهنِ کي سُڌِ ڪا نہ ٿي پيئي جيسين ڪِ ٻوڏِ اچي اُنهنِ سڀني کي لوڙهي ويئي تِئين ئي هِن آدم جي پُٽ جو بہ اچڻُ ٿِيندو (۴۰) تڏهِ بہ ٻہ ڄڻا ٻنِيءَ منجهہ هُوندا تنِ مون هِڪڙو وٺبو ٻِئو ڇڏِبو (۴۱) ۽ ٻہ زالُون جنڊ تي پيهنديُون هُونديُون تہ تنِ منجهان هِڪڙِي وٺبي ٻي ڇڏِبي ÷

(۴۲) تنهِ ڪري سُجاڳُ رهو ڇوجو اوهي نٿا ڄاڻو تہ ڪِهڙِيءَ گهڙِيءَ اوهانجو ڌڻِي اِيندو (۴۳) پر اوهي هي ڄاڻو تہ جيڪڏهِ گهروارو ڄاڻي ها تہ چور ڦُلاڻي پهرِ اِيندو تہ هُوندَ جاڳندو رهي ها ۽ پهنجي گهر کي ڪاٽُ هڻڻُ نہ ڏِيئي ها (۴۴) تنهِ ڪري اوهي بہ سنڀريا ويٺا رهو ڇو تہ اِهڙِيءَ گهڙِيءَ هِيءُ آدم جو پُٽُ اِيندو جڏهِ اوهي سنديسِ واٽ نہ ڏِسندا هُوندؤ (۴۵) تہ اُهو ويساهي ۽ سياڻو نوڪر ڪِهڙو آهي جنهِ کي سندسِ ڌڻِي پهنجي گهر جو مُختيارُ ڪيو تہ

سيني کي ويلي تي ڪاڻ ڏني (۴۶) سو جنهِ نوڪر کي سندس ڌڻي اچي
اِئي ڪندو ڏِسي اُهوئي سڀاڳو آهي (۴۷) ۽ آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ اُهو
پهنجي سڀ مال جو هُنکي مُختيارُ ڪندو ÷

(۴۸) پر جيڪڏهِ اُهو نوڪرُ بُڇڙو تي پهنجي دِل ۾ چوي تہ مُهنجو ڌڻي
اچڻ ۾ اوير ڪندو آهي (۴۹) ۽ اِنهي ڪري پهنجي سنگتن نوڪرن کي ماري
۽ پاڻ پياڪن سانُ گڏُ کائڻ پيئڻ لڳي (۵۰) تہ جنهِ ڏينهِ اُهو نوڪرُ ڌڻي
جي واٽ نٿو ڏِسي ۽ جنهِ گهڙيءِ اُهو بيخبرو آهي اُنهيءَ گهڙيءِ سندُس
ڌڻي اِيندو (۵۱) ۽ تنهِ کي هٽي اڌواڌِ ڪري تنهِ جو ڀاڱو ڪُوڙن سان ڏِيندو
جتي روڄ ۽ ڏند ڪرٽڻ ٿِيندو ÷

## بابُ ۲۵

اُنهي ڏِينهِ آسمان جي بادشاهيءَ کي اُنهن ڏهن ڪُنڌارين ڇوڪرين جو
مِثالُ ڏِبو جي پهنجيون ڏِياٽيون کڻي گهوٽ جي گڏجڻ لاءِ ٻاهر نڪريون
(۲) تن ۾ پنج سياڻيون ۽ پنج اِياڻيون هُيون (۳) ۽ جيڪي اِياڻيون هُيون تن
پهنجيون ڏِياٽيون تہ کڻيون پر پاڻ سان تيلُ ڪو نہ کنيائون (۴) ۽ سياڻين پهنجي
ڏِياٽين سان پهنجي ٿانون ۾ تيلُ بہ کنيو (۵) پوءِ جڏهن گهوٽُ اوير لائي تہ اُهي
مِڙيئي ننڊاکڙيون ٿيون ۽ سُمهي پيئون (۶) وري آڌِيءَ راتِ جو گوڙُ ٿيو تہ

ڏسو گهوٽ ٿو اچي تنهِ جي گڏجڻ لاءِ ٻاهر نڪرو (٧) تڏهِ اُنهن مڙيني ڪُنئاريُنِ ڇوڪريُنِ اُٿي پهنجيُون ڏياٽيُون ٺاهيُون (٨) ۽ اُنهن اِياڻيُن سياڻيُنِ کي چيو تہ پهنجي ٽيل مون اسانکي بہ ڏيو جو اسانجيُون ڏياٽيُون وِسامي ٿيُون وَڃنِ (٩) پر سِياڻيُنِ ورائي ڏنئي چيو تہ متاً اساً ۽ اوهاً لاءِ پُورو نہ ٿئي تنهِ کان چڱو آهي جو وِڪڻڻوارنِ وٽِ وَڃي پهنجو ڳنهي اچو (١٠) پوءِ جيسي اُهي ڳنهڻ وييُون تيسي گهوٽ اچي سهريو ۽ جيڪي سنپريَليُون هُيُون سي ساڻُسِ گڏ شادِيَ ۾ آندرِ وييُون تہ درُ ٻُورِجي وِيو (١١) پوءِ ٻِئن ڪُنئاريُنِ ڇوڪريُنِ بہ اچي چيو سائي سائي اسانکي دَرُ اُپِنيو (١٢) تڏهِ اُنهي ورندي ڏنئي چيو آءٌ اوهانکي سچ ٿو چوان تہ اوهانکي نٿو سُڃاڻان (١٣) اِنهي ڪري جاڳندا رهو جو جنهِ ڏينهِ ۽ جنهِ گهڙِيءِ هيُ آدم جو پُٽُ اِيندو تنهِ جي اهانکي سُڌِ نہ آهي ∴

(١٤) ڇوجو اُهو اُئين آهي جيئن هِڪڙو ماڻهُوں پري پرڏيهِ پنڌ تي ٿي وِيو تنهِ پهنجي نوڪرنِ کي ڪوٺي پهنجو مالُ هٿِ ڪري ڏنُنِ (١٥) تہ هِڪري کي پنج تَلَنت ۽ ٻِئي کي ٻہ ۽ ٽِئي کي هِڪڙو اِئين سڀني کي سندنِ هِڪري هِڪڙي ٻُجهندِيءِ سارُو ڏِناءٌ پوءِ اُئين پاڻ پنڌ تي هليو وِيو (١٦) تڏهِ جنهِ پنج تلنت ورتا هُوا تنهِ وَڃي ڏنڻوٺڻ ڪري ٻيا پنج تلنت تنهِ مان ڪَنيا (١٧) تِئينئي جنهِ ٻہ وَرتا هُوا تنهِ ٻيا بہ ٻہ اُپايا (١٨) پر جنهِ هِڪڙو وَرتو هو تنهِ وڃي زمين

کوٺي پهنجي ڏڏّي جو ناٿو لِکائي ڇڏيو (١٩) ۽ گهڻن ڏينهن پڄاڻا اُنهن نوڪرن جو ڏڏّي آيو ۽ اُنهن ساڻ ليکو ڪرڻ لڳو (٢٠) تڏهن جنهن پنج تلنت ورتا هُوا تنهن ٻيا پنج تلنت آڻي چيو اي سائين تو مُنکي پنج تلنت ڏنا هُوا ڏسُ تن مون مُون ٻيا پنج تلنت ٻه اُپايا (٢١) تہ سندس ڏڏّيُ چيُس واهُ واهُ اي چڱا ۽ وِيساهي نوڪر تُون ٿورڙي ۾ ٿئي ويساهي ٿِئي هاڻي آءٌ جهجهو مالُ تُهنجي هٿ وَسيڪو ڪندُسِ تُون پهنجي ڏڏّي جي سرهائي ۾ ڀاڱيوارو ٿيُ (٢٢) ورِي جنهن ٻہ تلنت ورتا هُوا تنهن اچي چيو اي سائين تو مُون کي ٻہ تلنت ڏنا هُوا ڏسو مُون ٻيا ٻہ ٻہ اُپايا (٢٣) تہ سندس ڏڏّي چيُس واهُ واهُ اي چڱا ۽ ويساهي نوڪر تُون ٿورڙي ۾ ٿئي ويساهي ٿِئي هاڻي آءٌ جهجهو مالُ تُهنجي هٿ وَسيڪو ڪندُسِ تُون پهنجي ڏڏّي جي سرهائيُ ۾ ڀاڱيوارو ٿيُ (٢۴) پوءِ جنهن هِڪڙو تلنتُ وَرتو هو تنهن ٻہ اچي چيو اي سائين مُون ڄاتو ٿي تہ تُون ڏاڍو ماڻهُون آهين جتي نہ پوکيو اٿيئي اُتي لُڻندو آهين ۽ جِتي نہ کِنڊِيڙيو اٿيئي اُتي ڇُونڊِيندو آهين (٢٥) تنهن ڪري مُون ڊِڄي تُهنجو تلنتُ زمين ۾ وَڃي لِڪايو هاڻي ڏسُ جيڪي تُهنجو هو سو رکيو اٿيئي (٢٦) تہ سندس ڏڏّي وراڻي ڏنيئي چيُس اي ٻُڇڙا ۽ نوٽي نوڪر تو ڄاتو آهي تہ جِتي نہ پوکيو اٿم اُتي لُڻندو آهيان ۽ جِتي نہ کِنڊِيڙيو اٿم اُتي ڇُونڊِيندو آهيان (٢٧) تڏهن مُهنجو ناڻو واپارِن وٽ رکڻ گهُربو هوءِ تہ هُوندَ مُون

اچي پهنجو وِياج سُودو وَرتو (٢٨) تنهِ ڪري هِن کان اُهو تلنتُ کسي وٺو ۽
جنهِ کي ڏه تلنت آهِن تنهِ کي ڏِيو (٢٩) ڇوجو جنهِ وٽِ ڪي آهي تنهِ
کي ٻِئو بِ ڏِبو تہ تنهِ جي واڌِ ٿِيندي ۽ جنهِ وٽِ ڪي نہ آهي تنهِ کان
جيڪي اٿسِ سو بِ کسي وَٺبو (٣٠) هاڻي هِن بيڪمي نوُڪر کي ٻهريَ اُوندهِ
۾ وِجهو جِتي رُئڻُ ۽ ڏند ڪرٽڻُ ٿِيندو ⁘

(٣١) سو جڏهِ هِيُ آدم جو پُٽُ پهنجي جُلوي سان اِيندو ۽ سڀئي پاڪُ
فِرشتنِ کي پاڻ سان آڻِيندو تڏهِ پهنجي وڏائيَ جي تخت تي اچي وِهندو
(٣٢) ۽ تنهِ جي اڳيان سڀئي مُلڪنِ جا ماڻهون آڻي گڏُ ڪِبا پوءِ جِيئن رِيڍارُ
رِڍُنِ کي ٻڪريُنِ کان ڌار ڪندو آهي تِيئن اُهو اُنهنِ کي هِڪٻِئي کان ڌار ڪري
(٣٣) رِڍُنِ کي ساڄي هٿ ڏي ۽ ٻڪريُنِ کي ڏائي هٿ ڏي ٻهارِيندو
(٣٤) تڏهِ جيڪي سندسِ ساڄي هٿ ڏي بيٺا هُوندا تنِ کي بادشاهُ چوَندو
اي مُهنجي پيُ جا سڀاڳو اچو تہ جهان جي مُنڍ کان وٺي جا بادشاهي اوهانلاءِ
ٺاهي ڇڏِي آهي تنهِ جا وارِث ٿِئو (٣٥) ڇوجو جڏهِ آءٌ بُکايو هوسِ تہ اوهان
مُنکي کاڌو ڏِنو ۽ جڏهِ آءٌ اُڃايو هوسِ تڏهِ اوهان مُنکي پاڻي پِياريو ۽ ڌاريون
جاڻي اوهان مُنکي اندرِ آندو (٣٦) ۽ مُون اُگهاڙي کي اوهان ڍڪيو ۽ جڏهِ آءٌ
ناچاڪُ هوسِ تہ اوهان مُهنجي سُڌِ لڌي ۽ جڏهِ بنديخاني ۾ هوسِ تہ اوهي
مُون وَٽِ هلي آيو (٣٧) تڏهِ سچا وراڻي ڏِيئي چوَندَسِ اي ڌڻي اَسان توکي

ڪڏهِ بُکايو ڏِسي ماني کارائي جا اُجايو ڏِسي پاڻي پِياريو (٣٨) ۽ توکي ڌاريون ڏِسي ڪڏهِ اَندرِ آندوسي جا اُگهاڙو ڏِسي ڪڏهِ ڍڪيوسي (٣٩) ۽ توکي ناچاڪُ جا بندِيخاني ۾ ڏِسي اسي تووَٽِ ڪڏهِ آياسُون (٤٠) تڏهِ بادشاهُ وراڻي ڏيئي چوندُنِ آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ اوها جو هِننِ مُهنجي سيڪان ننڍِنِ ڀائُرنِ ما ڪنهِ هِڪڙي سا اِئِي ڪيو آهي سوڇَڻُ مُون سا ڪيو اَٿَوَ (٤١) پوءِ ڄيڪي سندسِ ڏائي هٿ ڏي بِيٺا هُوندا تنِ کي چوَندو اي پِٽُلو مُون وَٽان پاسي ٿِيو تہ شَيطان ۽ تنهِ جي فِرِشتنِ لاءِ جا هميشه برندڙ باهِ جُڙِي آهي تنهِ ۾ وَڃِي پئو (٤٢) ڇوجو جڏهِ آءٌ بُکايو هوسِ تڏهِ اوها مُون کي کاڌو نہ ڏِنو ۽ جڏهِ آءٌ اُجايو هوسِ تڏهِ اَوها مُونکي پاڻي نہ پِياريو (٤٣) ۽ ڌاريون جاڻي اوها مُون کي اندرِ نہ آندو ۽ مُون اُگهاڙي کي اوها نہ ڍڪيو ۽ جڏهِ آءٌ ناچاڪُ ۽ بندِيخاني ۾ هوسِ تڏهِ اوها مُهنجي سُڌِ نہ لڌي (٤٤) تڏهِ اُهي بِ وراڻي ڏيئي چوَندسِ اي ڌڻي اسا توکي بُکايو جا اُجايو جا ڌاريون جا اُگهاڙو جا بندِيخاني ۾ ڏِسي ڪڏهِ تُهنجي خِدمت نہ ڪئي (٤٥) تہ اُهو وراڻي ڏيئي چوَندُنِ آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان تہ اوها جو هِننِ مُهنجي سب کان ننڍِنِ ڀائُرنِ ما ڪنهِ هِڪڙي سا اِئِي نہ ڪيو آهي سو ڇڻُ مُون سا نہ ڪيو اَٿَوَ (٤٦) سو اِهي هميشه جي عذاب ۾ ويندا ۽ سچا هميشه جِئڻ ۾ ويندا ؛

## بابُ ٢٦

پوءِ هيءَ ٿيو جڏهن يسُوع اِهي سڀ ڳالهيُون چئي رهيو تڏهن پنهنجي شاگِردنِ کي چيائين (٢) تہ اوهين ڄاڻو ٿا تہ ٻن ڏينهنِ کان پوءِ فسح جي عِيد ٿيندي ۽ هيءَ آدم جو پُٽُ صليب تي ڏيڻ لاءِ جهلائبو ؛

(٣) تنهن کان پوءِ وڏا ڪاهِنَ ۽ شرع ٻڌائڻوارا ۽ مَجلِس جا وڏيرا قيافا نالي سردار ڪاهِن جي جاءِ ۾ اچي گڏُ ٿيا (٤) ۽ پاڻ ۾ اِهو پَڪُ ڪيائون تہ يسُوعَ کي ٺوڳَ ڪري وٺجي ۽ ماري وِجهجيس (٥) پر چيائون تہ عِيد جي ڏينهن نہ جو متان ماڻهن ۾ رولو پوي ؛

(٦) پوءِ جڏهن يسُوع بيتعنيا ۾ شمعُون ڪوڙهي جي گهر هو (٧) تڏهن هِڪڙي زال سنگمَرمَر جي ٻُتي ۾ گهڻي مُله جو هِڪڙو سُرهو تيلُ وٺي آئي ۽ جڏهن هُو کائڻ ويٺو تڏهن متي تي اُچي اوتيائينس (٨) تہ سندس شاگرد اِها ڏسي ارها ٿي چوڻ لڳا تہ هيءَ اجايو ڇو ويو (٩) ڇوجو هيءَ سُرهو تيلُ گهڻي مُله وِڪڻي ڪنگالنِ کي ڏيئي سگهجي ها (١٠) تہ يسُوع اِها ڄاڻي چيُنِ اوهين هِن زال کي ڇو ٿا ڏکيو جو هِن تہ مُونساڻ چڱائي ڪئي آهي (١١) ڇوجو ڪنگال تہ اوهانَ وٽ هميشه آهِن پر آءٌ هميشه نہ آهيانوَ (١٢) تہ هِنَ جو هيءَ سُرهو تيلُ مُنهنجي ٻُت تي اوتيو سو مُنهنجي دفن لاءِ ڪيائين (١٣) ۽ آءٌ اوهانکي

سچُ ٿو چوان تہ سڄي جهان ۾ جتي جتي هيءَ خوش خبري هوڪاربي تتي جو هِن زال ڪيو آهي سو هِن جي نانوَ رهڻ لاءِ چئبو ❊

(١٤) تڏهِ اُنهن ٻارهن منجهان هِڪڙو يهُودا نالي اِسڪريُوتي هو تنهِ وڏن ڪاهنن وٽ وڃي چيو (١٥) تہ جي آءٌ هِن کي اوهانجي هٿ جهلايان تہ ڇا ڏيندوم تہ اُنهن ٽيهن رُپين جي ساٽُس ٻول ڪئي (١٦) پوءِ تنهِ ڏينه کان وٺي اُنهي تنهِ جي جهلائڻ جو وجهُ پئي ڳوليو ❊

(١٧) ۽ ريءِخميرءَ مانيءَ جي عِيد جي پهرئين ڏينهِ شاگردن يسُوع وٽ اچي چيو تہ تُهنجي مرضي ڪِٿي آهي تہ تولاءِ فسح جي عِيد جو کائڻُ جوڙيُون (١٨) تڏهِ چياءٌ شهر ۾ فلاڻي ماڻهُوءَ وٽ وڃي چئو خُداوَنُد ٿو چوي مُهنجي ويل اوڏي آئي آهي آءٌ پهنجي شاگردن سُودو تُهنجي گهرِ فسح جي عِيد ڪندُس (١٩) سو جيئن يسُوع چيُن تيئن شاگردن وڃي ڪيو ۽ فسح جي عِيد جو کائڻُ اُتي جوڙياءٌ ❊

(٢٠) پوءِ جڏهِ سانجهي ٿي تہ اُهو اُنهن ٻارهن سان گڏجي کائڻ ويٺو (٢١) ۽ جڏهِ اُنهن کادو ويٺي تہ چياءٌ آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان جو توهانئمون هِڪڙو مُونکي جهلائيندو (٢٢) تڏهِ اُهي گهڻو انمنيا ٿيا ۽ تن مون هِڪڙو هِڪڙو پڇڻ لڳُس تہ اِي خُداوند اُهو ڪِ آءٌ آهيان (٢٣) هُن وراڻي ڏيئي چيو جيڪو مُون سان گڏُ ٿاليءَ منجهِ هٿُ ٿو وجهي اُهوئي مُونکي جهلائيندو (٢٤) سو جيئن هِن آدم

جي پُٽ جي بابت لِکيو آهي تِئن ئي ٿو وَڃي پر جيڪو ماڻهُون هِن آدم جي پُٽ کي ٿو جهلائي تنهِ لاءِ آنهُون آهِن ته جي اُهو ماڻهُون نه ڄميو هو ته هُوندَ هُن لاءِ چڱو هو (٢٥) تڏهِ يهُودا جنهِ جهلايُس تِنهِ ورندي ڏِيئي چيو اي اُستاد اُهو ڪِ آءٌ آهيان ڇا ته چيائِيس تو پاڻ چيو ؛

(٢٦) ۽ جڏهِ اُنهِن ويٺي کاڌو ته يسُوع ماني کڻي دُعا گهُري ڀڳي ۽ شاگِردن کي ڏِيئي چياءٌ وَٺو کائو هيءُ مُهنجو جُسو آهي (٢٧) وري جام کي وَٺِي دُعا گهُري اُنهِن کي ڏِيئي چياءٌ هِن مون اوهِي مِڙيئي پِيو (٢٨) ڇوجو هيءُ نئي قوُل جو مُهنجو رَتُ آهي سو گهڻِن ڪاڻِ ڏوهِن جي مُعافِيءَ لاءِ هاريو آهي (٢٩) ۽ آءٌ اوهانکي ٿو چوان ته اَڄُ کان وَٺِي هِن ڊاک جي رس کي ڪڏهِي نه پِئندُس جيسي ڪِ پهنجي پِيءُ جي بادشاهِيءَ ۾ اوهانسان گڏجي نئُون نه پِيان ؛

(٣٠) پوءِ اُهي زبُورُ ڳائي زَيتُون جي ٽڪر ڏي نِڪري ويا (٣١) تڏهِ يسُوع چيُنِ اوهِي مِڙيئي اڄ راتِ مُونکان ٿاٻُڙِيا ڇوجو لِکيو آهي ڪِ ڌِيدار کي مارِيندُس ۽ ڌڻ جيُون رِڍُون رُلِي ڇُلِي وينديُون (٣٢) پر پهنجي وري جي اُٿڻ کان پوءِ اوهان کون اڳِي گليل ڏي ويندُس (٣٣) تڏهِ پطرس ورندي ڏِيئي چيُس توڙي مِڙيئي تو کان ٿاٻُڙِيا پر آءٌ ڪڏهِ نه ٿاٻُڙِبُس (٣٤) تڏهِ يسُوع چيُس آءٌ توکي سچ ٿو چوان ته اڄُ راتِ ڪُڪِڙ جي بانگ کان اڳِي ٽِي

لِڳا تُون پاڻ کي مُهنجو ڪونائِڻُ الندي (٣٥) تہ پطرس چيُس توڻي تو سآ مُهنجو مرڻُ ٿِئي تہ بہ توکي نہ الندُسِ ۽ ٻِئَنِ مِڙِنِي شاگِردنِ بہ اِئِي چيو ؞

(٣٦) پوءِ يسُوع اُنهنِ سُوڌو گتشمنِي نالي جاءِ منجهہ آيو ۽ شاگِردنِ کي چياءِ اوهي هِتي وِهو جيسِي آءٌ هُتي وَڃِي دُعا گُهران (٣٧) تڏهِ اُهو پطرس ۽ زبديءَ جي ٻِن پُٽنِ کي پاڻ سآ وٺي ارمانُ ڪرِي گهڻو اُهنجو ٿِئڻ لڳو (٣٨) ۽ چيائِينِ مُهنجي جيءُ کي مرڻ وانگيآ ڏاڍو ارمانُ ٿيو آهي سو اوهي هِتي ٽِڪو ۽ مُون ساڻ گڏُ جاڳندا رهو (٣٩) پوءِ اڳيرو وَڃِي مُنہ پرِ پئِي دُعا گُهرِي چياءِ اي مُهنجا پيءُ جي ٿِي سگهي تہ هِيُ پِيالو مُونکان ٽرِي وَڃِي سو بہ مُهنجِيءَ مرضِيءَ وانگيآ نہ پر تُهنجِيءَ مرضِيءَ وانگيان ٿِئي (٤٠) پوءِ شاگِردنِ وَٽِ اچِي اُنهنِ کي سُمهيو ڏِسِي پطرس کي چياءِ چو هِڪڙِي گهڙِي بہ مُونسآ جاڳِي نہ سگهيَوَ (٤١) تہ جاڳندا رهو ۽ دُعا گُهرو جو آزمائِش ۾ نہ اچو رُوحُ تہ اُجمِي آهي سچ پر جُسو نِستو آهي ؞

(٤٢) ورِي ٻِئي لِڳا وڃِي دُعا گُهرِي چياءِ تہ اي مهنجا پيءُ جي هِيُ پِيالو مُهنجي پِئڻ ريءَ مُونکان ٽرِي نٿو سگهي تہ جيڪا تُهنجي مرضِي آهي سا ٿِئي (٤٣) پوءِ اچِي ورِي اُنهنِ کي سُمهيو ڏِٺاءِ چوجو تِنِ جيُون اکيُون نِنڊ منجهہ پريُون پيئيُون هيُون (٤٤) ۽ اُنهنِ کي ڇڏِي ورِي وِيو ۽ ٽِئي لِڳا دُعا گُهرِي اُهائِي ڳالهِ ورائِي چياءِ ؞

(٤٥) تڏهن پنهنجن شاگردن وٽ اچي اُنهن کي چيائين هاڻي سُمهيا پيا رهو ۽ آرام ڪريو ڏسو اُها گهڙي اوڏي آئي آهي ته ابن آدم جو پٽ ڏوهارن جي هٿ ۾ ڏجي (٤٦) اُٿو ته هلون ڏسو جيڪو جهلائيندو سو ويجهو اچي پهتو آهي ؛

(٤٧) اجا اِهو چئي ٿي رهيو ته ڏسو اُنهن ٻارهن منجهون هڪڙو يهودا ۽ سا وڏن ڪاهنن ۽ قوم جي وڏيرن وٽان وڏو ميڙاڪو ترارين ۽ لٺين سان وٺي آيو (٤٨) ۽ هُنجي جهلائڻ واري اُنهن کي هيءُ ڏس ڏنو هو ته جنهن کي آءٌ چُمان سو اُهوئي آهي تنهن کي سوگهو جهلجو (٤٩) پوءِ اُهو يسُوع وٽ اچي چيائين اي اُستاد سلام ۽ چُميائين (٥٠) ته يسُوع چيس ميان ڇا ڪاڻ آيو آهين تڏهن اُنهن اچي هٿ وجهي يسُوع کي جهلي ورتو ؛

(٥١) ۽ ڏسو يسُوع جي سنگتين منجهان هڪڙي هٿ وڌائي پنهنجي ترار ڪڍي سردار ڪاهن جي هڪڙي نوڪر کي هڻي ڪن وڍي ڇڏيائينس (٥٢) تڏهن يسُوع چيس تون پنهنجي ترار ورائي ڪپ ۾ وجهه ڇوجو جيڪي ترار ڪڍندا سي ترار سان ئي ڇٽ ٿيندا (٥٣) ۽ تون ڪا اِئين ٿو ڀائين ته اِها سگهه مون ۾ نه آهي ڇا جو جي آءٌ پنهنجي پيءُ کان گهُران ته اُهو ٻارهن فوجن کان به واڌو فرشتا هاڻيئي مونوٽ آڻي بهاريندو (٥٤) پر تڏهن ڪتابن جو لکيو ڪيئن پورندو جو هيءُ ٿيڻ گهرجي ؛

(٥٥) پوءِ اُنهيءَ گهڙيءَ يسُوع ميڙاڪن کي چوڻ لڳو ته اوهين جئين چور کي وٺجي

تيئ تراريُون ۽ لٺيُون کڻي مُهنجي جهلڻ لاءِ چڙهي آيا آهيو چا سو آءٌ ته ڏهاڙي هَيڪل ۾ اوهانوٽ سيکاريندو ۽ وِهندو هوس تڏهِ مُنکي نه ٿي جهليُوَ (٥٦) پر اِهو سَڀُ اِنهي لاءِ ٿيو ته نبيُنِ جي ڪِتابنِ جو لِکيو پُورو ٿئي پوءِ سيپيئي شاگرد هُن کي ڇڏي اُٿي ڀڳا ⁘

(٥٧) ۽ جِن يسُوع کي جلهيو هو سي قيافا نالي سردار ڪاهِن وَٽ وٺي وِيئس جِتي شرع ٻُڌائڻهارا ۽ وڏيرا گڏُ ٿِيا هُوا (٥٨) ۽ پطرس پُٺياَسِ پري پري سردار ڪاهِنَ جي مهلات توڻي هليو وِيو ۽ اندرِ وَڃي نُوڪرنِ سّا گڏِجي وِيٺو جو ڏِسجي ته ٻيتِ چا ٿِيندو (٥٩) تڏهِ سردار ڪاهِنُ ۽ وڏيرا ۽ سارِي مجلِس يسُوعَ جي مارِي وِجهڻ لاءِ ڪُوڙي شاهِدِي ڳولڻ لڳا (٦٠) پر ڪا نه لڌاءِ توڙي گهڻا ڪُوڙا شاهِد آيا ته بِ ڪائي ڳالهِ نه لڌِي ٻيتِ ٻِن ڪُوڙنِ شاهِدنِ اچي چيو (٦١) ته هِن چيو آهي مُنکي خُداءِ جي هَيڪل جي ڊاهڻ جي ۽ ٽي ڏِينهنِ ۾ جوڙڻ جي ڀُهچَ آهي (٦٢) ته سردار ڪاهِن اُٿي چيُسِ تُون ڪا وَراڻي نٿو ڏِي جو هي توتي کِهڙي شاهِدِي ٿا ڏِئنِ (٦٣) پر يسُوع ماٺِ ڪري رهيو ⁘

تڏهِ سردار ڪاهِن وري چيُسِ آءٌ تو کي هميشه جِئري خُداءِ جو سنهُ ٿو ڏِيان اسّاً کي چَوُ تُون مسيحُ خُداءِ خو پُٽُ آهي ڪِ نه (٦٤) ته يسُوع چيُسِ تو پاڻ چيو پر آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان ته اَگِتي هِن آدم جي پُٽ کي وڏِيءَ

وڏائيءَ واري جي ساڄي هٿ وِهندو ۽ آسمان جي بادلن ۾ ايندو ڏسندؤ (٦٥) تڏهِ سرداركاهِن پهنجا كپڙا ڦاڙي چيو هِن كُفرُ ڳالهايو هاڻي ٻئن شاهِدن جي كهڙي گهُرج اٿون ڏسو اوهان پاڻ هِنجو كُفرُ ٻُڌو (٦٦) پوءِ ڇا ٿا ڀانيو تڏهِ اُنهن وراڻي ڏيئي چيو هيُ ماري وِجهڻ لائق آهي (٦٧) تڏهِ اُنهن تنهِ جي مُنه ۾ ٿُكون وِڌيون ۽ گهُگهتيون هنيائُس ۽ كن لپاٽون هڻي چيُس (٦٨) اي مسيح پهنجي نبوت كري چؤ ته تو كي كنهِ ماريو ⁘

(٦٩) تنهِ محل پطرس ٻاهرِ اڱڻ ۾ ويٺو هو ته هِكڙي ٻانهيءَ وٽس اچي چيو تون ٻِ گليل واري يسوع سان هُئين (٧٠) تڏهِ هُن مڙنيي اڳيان انڪار كري چيو آءٌ نٿو سمجهان ته تون ڇا ٿي چئين (٧١) وري ڄڏهِ ٻاهرِ ڏيڍيءَ ۾ آيو ته ٻيءَ ڏٺس ۽ جيكي اُتي هُوا تن كي چياءِ هيُ ٻِ ناصرت واري يسوع ساڻ هو (٧٢) ته هُن وري سَنهُ كڻي انكار كري چيو آءٌ اُنهي ماڻهوءَ كي نٿو سُڃاڻان (٧٣) پوءِ ٿوري ۾ اُتي جيكي بيٺا هُوا تن پطرس جي ويجهو اچي چيو جاني تون ٻِ اُنهن مون آهين جو تُهنجي ٻولي توكي پڌرو ٿي كري (٧٤) تڏهِ اُنهي ڦِٽكار وِجهي ۽ سَنهُ كڻي چيو ته آءٌ اُنهي ماڻهوءَ كي نٿو سُڃاڻان ته اُئيئي كُكڙ ٻانگ ڏني (٧٥) تڏهِ جا ڳالهِ يسوعَ پطرس كي چئي هُئي سا يادِ آيَس ڇي كُكڙ جي ٻانگ كان اڳهِ تون مُنكي ٽي لِڱا اَلنديءِ تنهِ كري ٻاهرِ وَڃي ڏاڍو رُناءِ ⁘

## باب ٢٧

۽ جڏهن صُبح ٿيو ته مڙني سردارڪاهنن ۽ قوم جي وڏيرن يسُوع لاۓ اِهو اُبتو پَهُ ڪيو ته ماري وِجهُونس (٢) پوءِ تنهِ کي ٻڌي وٺي وِيا ۽ پنتِس پيلاتس نالي حاڪم جي هٿ ڏِنائُس ∴

(٣) ۽ جنهِ يهُودا جهلايو هوس تنهِ جڏهن ڏِٺو ته هُن کي مارائڻ جو حُڪمُ ڏناۓ تڏهن پاڻ توبه ڪري اُهي ٽيه رُپيا وڏن ڪاهنن ۽ وڏيرن وٽ ورائي آنداۓ (٤) ۽ چياۓ مُون ڏوهُ ڪيو آهي جو هِن بيڏوهي رت کي جهلايو اٿم ته اُنهن چيو اسانجو ڇا آهي تُون ڄاڻُ (٥) پوءِ اُهي رُپيا هَيڪل ۾ ڦٽا ڪري هليو وِيو ۽ وَڃي پاڻ کي ڦاهي چاڙهياۓ (٦) تڏهن سردار ڪاهنن اُهي رپيا کڻي چيو ته خزاني ۾ اُنهن جو رکڻ لائِق نه آهي ڇوجو هيُ رت جو مُلهُ آهي (٧) پوءِ رِٿ ڪري اُنهن مآ ڪُنڀر جي ٻني پرڏيهيُن جي پُورڻ لاۓ ڳِڌاۓ (٨) تنهِ ڪري اُها ٻني اڄ توڙي خُون جي ٻني ٿي ڪوٺجي (٩) تنهِ ۾ جيڪي يرمِيا نبيءَ چيو هو سو پُورو ٿيو ڇي اُنهن اُهي ٽيه رُپيا تنهِ وِڪاٽل جو مُلهُ وَرتو جنهِ جو مُلهُ بنيءِاِسرائيلن رِٿيو هو (١٠) ۽ جيءَ ڌڻيءَ مُنکي چيو هو تيءَ اُنهن اُهي رُپيا ڪُنڀر جي ٻنيءَ لاۓ ڏِنا ∴

(١١) پوءِ يسُوع حاڪم جي سامُهون بيٺو هو ته حاڪم پڇيُس تُون ڪي

يهُوديُنِ جو بادشاهُ آهي تہ يسُوع چيُسِ هاءُ تُون پاڻ ٿو چئين (١٢) ۽ جڏهِن وڏنِ
ڪاهِننِ ۽ وڏيرنِ هُن تي دانهُون ٿي ڪيُون تہ هُن وراڻي ڪا نڪي ڏِني
(١٣) تڏهِن پِيلاتُس چيُسِ تُون نٿو ٻُڌِين جو هي توتي ڪِهڙيُون شاهِديُون ٿا ڏِئنِ
(١٤) پر تنهِ ڪنهِ هِڪَ ڳالهِ جي بِہ وراڻي نہ ڏِنيسِ تنهِ ڪري حاڪِمَ کي
ڏاڍو عجبُ لڳو ⁘

(١٥) ۽ حاڪِمَ جو اِهو دستُورُ هو تہ اُنهي عِيد تي ماڻهُنِ لاءِ هِڪڙو باندي
جنهِ جو اُهي چوَندا هُوا تنهِ کي ڇڏِيندو هو (١٦) تہ تنِ ڏِينهي اُنهنِ وٽ
براباسُ نالي هِڪڙو هاڪاريو باندي هو (١٧) پوءِ جڏهِن اُهي گڏُ ٿِيا تہ پِيلاتُس
چيُنِ اَوهي ڇا ٿا ڀانئيو اوهاَ لاءِ ڪنهِ کي ڇڏيان براباس کي جاَ يسُوع جو
مسِيحُ ٿو چوائي تنهِ کي (١٨) ڇوجو ڄاتائين تہ هِنِ کي ڪَوُنس ڪري
جهلايو اٿنِ ⁘

(١٩) ۽ جڏهِن هُو عدالت جي تخت تي اچي وِيٺو تڏهِن جوڻِسِ چوائي
موڪليو تہ هِنِ سچي ماڻهُوُ ساڻُ ڪِي متاَ ڪرِ ڇوجو اڄُ سُهڻي ۾ هُن
ڪري گهڻيُون ڳالهيُون سٺيُون اٿمِ ⁘

(٢٠) پر وڏنِ ڪاهِننِ ۽ وڏيرنِ ميڙاڪنِ کي چوريو تہ براباس کي گهُري
وٺنِ ۽ يسُوعَ کي مارائِينِ (٢١) پوءِ حاڪِمَ وَرندي ڏِيئي چيُنِ تہ ڇا ٿا ڀانئيو
اوهاَ لاءِ ٻِنهي مون ڪنهِ کي ڇڏِيان چياءِ براَباس کي (٢٢) تہ پِيلاتُس

چيُنِ تڏهِ يسُوع جو مسيحُ تو چوائي تنهِ کي ڪيُ ڪريان تہ سيني چيُسِ تنه کي صلِيب تي چاڙهجي (٢٣) ورِي حاڪِم چيو چو ڪِهڙِي بڇڙائي ڪئي اٿسِ پر اُنهنِ اُتلو ڏاڍو واڪو ڪري چيو تہ تنهِ کي صلِيب تي چاڙهجي (٢٤) پوءِ جڏهِ پِلاطُس ڏِٺو تہ مُهنجي ڪانئي هلي اُتلو گهڻو گوڙ ٿو ٿِئي تڏهِ پاڻي ڪٺي مِيڙاڪي جي اَڳيا هٿ ڌوئي چياءُ تہ آءٌ هِن سچي جي خُون کان بيڏوهو آهيان اوهي جاڻو (٢٥) تڏهِ مِڙيَني ماڻهُنِ وراڻي ڏِيئي چيو تہ هُن جو خُونُ اسا تي ۽ اسانجي اولاد تي آهي (٢٦) تہ اُنهي براباس کي هُننِ لاءِ ڇڏِي ڏِنو ۽ يسُوعَ کي ڇَمڪيُون هڻائي صلِيب تي چاڙهڻ لاءِ تِنِ جي هٿِ ڏِناءُ ꞉

(٢٧) پوءِ حاڪِم جي سِپاهِنِ يسُوعَ کي ڪچهرِيءَ ۾ آڻي سڄي ڇُلڪي سِپاهِنِ جي وَٽسِ مِيڙِي (٢٨) ۽ هُنجا ڪپڙا لاهي قرمچي پهراڻُ ڍڪايائُسِ (٢٩) ۽ ڪنڊنِ جي تاج اُڻي متي تي رکيائُسِ ۽ هِڪڙو ڪانو سڄي هٿ ۾ ڏِنائُسِ ۽ هُن جي اَڳياَ مُونا ڪوڙي ٺٺو ڪري چياءُ اي يهُودِنِ جا بادشاه سلامُ (٣٠) ۽ هُنتي ٿُڪُون وِجهي اُهو ڪانو وَٺي متي تي هڻيائُسِ (٣١) ۽ ساڻُسِ اِئي ٺٺي ڪرڻ کان پوءِ اُهو پهراڻُ متائُسِ لاهي ورِي سندسِ ڪپڙا ڍڪايائُسِ ۽ صلِيب تي چاڙهڻ لاءِ وٺي وِيئُسِ ꞉

(٣٢) ۽ ٻاهر نِڪري هِڪڙي شمعون نالي قورينِئي کي ڏِٺائُ ۽ تنهِ کي هِن

جي صلِيب کڻڻ لاءِ ٻيگرِ جهلياءُ (٣٣) ۽ جڏهِ هِڪڙي گلگتا نالي يعني کپري ٿي جي جاءِ وَٽِ پهُتا (٣٤) تڏهِ ٻتگاڏڙ سُرکو پِڻڻ کاڻ ڏِنائُنِس تہ هُن چکي پِڻڻ نہ ڀائنيو (٣٥) پوءِ صلِيب تي چاڙهيائُنِس ۽ ٻُکو وِجهي تَهنجا کپڙا وِراهياءُ تہ جيکي نبيءَ چيو هو سو پُورو ٿِئي جي اُنهنِ مُهنجا لٽا پاڻ ۾ وراهيا ۽ مُهنجي پهران تي ٻُکو وِڌاءُ (٣٦) ۽ اُتي ويهي هُنجي خبرچار کياءُ (٣٧) ۽ سببُ اُنهي جو لِکي سندس متي کان متانهون هنياءُ تہ هيُ يسُوع يهُوديُنِ جو بادشاهُ آهي (٣٨) ۽ اُتي اُنهي ساڻُ ٻيا ٻہ ڄڻا چور هِڪڙو سڄي هٿِ ۽ ٻِئو کٻي هٿِ صلِيب تي چاڙهياءُ ⁘

(٣٩) ۽ ٻِئا جيکي اُتانهون ٿي لنگهيا تنِ کنڌُ ڌُوڻي گِلا کري ٿي چيو (٤٠) تہ واهُ تُون جو هَيکل جي ڊاهڻ وارو ۽ ٽنِ ڏِينهنِ ۾ وَري اڏڻوارو آهي سو پاڻ کي بچاءِ جيڪڏهِ تُون خُداءِ جو پُٽُ آهي تہ صلِيب تون لهي آءُ (٤١) ۽ اِئيئي وڏنِ کاهنن بہ شرع ٻُڌائڻوارنِ ۽ وڏيرنِ سُوڌو ٺٺو کري چيو (٤٢) تہ هِن ٻِئنِ کي بچايو پر پاڻ کي بچائي نٿو سگهي سو جيڪڏهِ اسرائيل جو بادشاهُ آهي تہ هاڻي صلِيب تون لهي اچي پوءِ اسي متس ويساهُ کنداسي (٤٣) ۽ هُن خُداءِ تي ڀروسو کِئو هو سو جيڪڏهِ اُهو هُن کان خُوش آهي تہ هاڻي ڇڏائيس چوجو هيُ چوَندو هو تہ آءُ خُداءِ جو پُٽُ آهيان (٤٤) ۽ جيکي چور ساڻس گڏُ صلِيب تي چڙهيا هُوا تنِ بہ اِئي سندس گِلا ٿي کئي ⁘

(٤٥) تڏهن ڇهين ڪلاڪ وقت نائين ڪلاڪ تائين اُنهي سڄي زمين تي اُونداهي ٿي ويئي (٤٦) ۽ نائين ڪلاڪ ڌاري يِسُوع وڏي واڪي سان دانهن ڪري چيو ايلي ايلي لما سبقتاني معنيٰ اِها ته اي مُهنجا خُداءُ اي مُهنجا خُداءُ مُونکي ڇو ڇڏيو اٿيئي (٤٧) تڏهن جيڪي اُتي بيٺا هُوا تن مان ڪن ٻُڌي چيو ته هِيُ ايليا کي ٿو سڏ ڪري (٤٨) ته اُنهن منجهان هِڪڙي ڊُوڙ ڪري اِسپنج کڻي سُرڪي سان ڀري کاني تي رکي پيڻ کاڻ ڏِنس (٤٩) ۽ ٻين چيو ڇڏ ته ڏِسُون ايليا هِن جي ڇڏائڻ لاءِ اچي ٿو ڪِ نه ⁘

(٥٠) پوءِ يِسُوع ورِي وَڏو آواز ڪري ساهُ ڏِنو (٥١) ۽ ڏِسو هَيڪل جو پڙدو مٿون وٺي هيٺ تائين ٻه ڦاٽي پيو ۽ زمين ڌُٻي ويئي ۽ ڇِپُون ڏري پيُون (٥٢) ۽ قبرُون اُگهڙي پيُون ۽ گهڻا مڙهه پاڪُ ماڻهن جا جي سُمهيا پيا هُوا سي اُٿي کڙا ٿيا (٥٣) ۽ هُن جي جي اُٿڻ کان پوءِ قبرن منجهون ٻاهر نڪري اُنهي پاڪُ شهر ۾ گهِڙي گهڻن کي ڏيکاري ڏِنائون ⁘

(٥٤) پوءِ جمعدار ۽ ٻيا ماڻهُون جيڪي ساڻس يِسُوع جي خبرداريءَ ۾ هُوا تن زمين جو ڌُٻڻ ۽ ٻِيُون ڳالهيُون جيڪي ٿِيُون سي ڏِسي گهڻو ڊِڄي چيو ته ضرُورُ هِيُ خُداءُ جو پُٽُ هو ⁘

(٥٥) ۽ گهڻيُون زالُون جي گليل مون يِسُوع جي خِدمت ڪنديُون پُٺيان

هليو ٿي آيُون تن پريا ٻيٺي ڏِنو (٥٦) اُنهن ۾ مريم مگدليني ۽ مريم يعقُوب ۽ يوسي جي ماءُ ۽ زبديءَ جي ٻارن جي ماءُ اِهي هُيُون ٪

(٥٧) پوءِ جڏهِ سانجهي ٿي تڏهِ هِڪڙو شاهُوڪار يُوسِف نالي اَرِمَتِي جو ته اُهو پاڻ يسُوع جو شاگِردُ هو سو اُتي آيو (٥٨) ۽ تنهِ پِيلاتُس وَٽِ وَڃي يسُوع جو مڙهُ گُهريو ته پِيلاتُس مڙه ڏِئڻ جو حُڪُمُ ڪِيو (٥٩) ۽ يُوسِف مڙه کي وَٺي اُوڇي ۽ سنهي ڪپڙي ۾ ويڙهيو (٦٠) ۽ نئِيي قبر جا پاڻ لاءِ ڇِپ مون کوٽائي هُئاءُ تنهِ منجهِ نيئِي رکيائِيس ۽ اُنهي قبر جي مُنه تي هِڪڙو وڏو پهڻُ لِيٽائي پاڻ هليو وِيو (٦١) ۽ مريم مگدليني ۽ ٻي مريم اِهي ٻئي اُتي قبر جي سامُهون وِيٺيُون هُيون ٪

(٦٢) ۽ ٻئُو ڏِينهُ جو سانباهي کان پوءِ ٿئُو تڏهِ وَڏن ڪاهِنن ۽ فريسين پِيلاتُس وَٽِ گڏُ ٿي چيو (٦٣) ته اي سَائِي اسانکي يادِ آهي جو اجا هِيُ ٺگُ جِئرو هو ته چياءُ ٿي ته ٽِين ڏِينهن کان پوءِ وري جي اُٿندُس (٦٤) تنهِ ڪري حُڪُمُ ڏِنو ته ٽِين ڏِينهن تاءِ اُنهي قبر جي پڪائي ڪِجي جو متان سندس شاگِرد رات جو اچي چورائي نِينِس ۽ ماڻهُن کي چوَن ته مُئَن مون جي اُٿيو آهي پوءِ اِها پوئِي ٺڳي پهريُن کان بِ ٺَچِڙِي ٿِيندي (٦٥) ته پِيلاتُس چيُن چوُنڪِيدار اوهانوَٽِ آهِن جي ٿي سگهيوَ تيئَ وَڃي پڪائي ڪريو (٦٦) پوءِ اُنهن وَڃي اُنهي پهڻ تي ٺپو هڻي ۽ چوُنڪي وِهاري قبر جي پڪائي ڪئي ٪

## باب ٢٨

پوءِ سبت جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهِ ستن ڏينهن مان پهرئي ڏينهَ جي پره ڦُٽڻ لڳي تڏهِ مريم مگدلِيني ۽ ٻي مريم قبر ڏِسڻ آيُون (٢) ۽ ڏِسو وڏو هِڪڙو زمين جو ڏُٻڻ ٿيو ڇوجو ڌڻي جو فرِشته آسمان کان لهي آيو ۽ اُنهي پهڻ کي قبرجي مُنه تون لِيڙائي تنهِ تي چڙهي ويٺو (٣) ۽ اُنهي جو مُهاندو وِڄُ وانگيان هو ۽ وڳو تنهِ جو اڇو برف جِهڙو هو (۴) پوءِ اُنهي جي ٻِڄَ کان اُهي راکا ڪنبِي ويا ۽ مُرڙدن وانگيان ٿِي پيا (٥) تڏهي فرِشتي تن زالُن کي چيو اوهين نه ٻِڄو جو آءٌ ڄاڻان ٿو ته اوهين يسُوع جو صلِيب تي چاڙهيو تنهِ کي ٿيُون ڳوليو (٦) ته اُهو هِتي ڪونهي ڇوجو جي چيو هُئاءِ تيئن وري جي اُٿيو اچو جنهِ جاءِ تي خُداوَندُ لِيٽيو پيو هو سو ڏِسو (٧) ۽ سِگهو وَڃي سندس شاگردن کي چئو ته اُهو مُئن مون جي اُٿيو آهي ۽ اِجهو اُهو اوهانجي اڳيئ گلِيل ڏي ٿو وَڃي اُتي ڏِسنديُس ڏِسو مُون اوهانکي چئِي ڏِنو ؛

(٨) ته اُهي سِگهوئي ٻِڄ ۽ گهڻي خُوشِي سان قبر وَٽون هلِي هُن جي شاگِردن کي خبر ڏِئڻ لاءِ ڊوڙيُون (٩) پوءِ اُهي جڏهِ شاگِردن کي خبر ڏِئڻ ٿي ويُون ته ڏِسو يسُوع پاڻ اُنهن کي واٽ تي گڏيو ۽ چياءِ خَير هُجيوَ ته اُنهن وِجهو اچي سندس پيرن تي سِجدو ڪيو (١٠) تڏهِ يسُوعَ اُنهن کي چيو مَ ٻِڄو ۽ وَڃي مُهنجن ڀائُرن کي چئو ته گلِيل ڏي وَڃن ۽ اُتي مُونکي ڏِسندا ؛

(١١) ۽ جڏهِ اُهي هليُون ٿي وييُون تہ ڏِسو چوُنڪِيدارن مون ڪن شهر ۾ وَڃي جيڪي ٿِيو هو سو سڀُ وڏن ڪاهِنن کي ٻُڌايو (١٢) تڏهِ اُنهن وڏيرن سُوڌو گڏُ ٿي رِٿ ڪري تن سِپاهِن کي گهڻا پَيسا ڏِنا (١٣) ۽ چياٗئن اَوهي چئو تہ رات جو جڏهِ اسِين ننڊ ۾ هُئاسين تڏهِ سندس شاگِردن اچي هُنکي چورائي نئو (١٤) ۽ جيڪڏهِ اِها ڳالهِ حاڪم جي ڪن تي پوي تہ اسِين اُنهي کي سمجهائي اوهانکي بي فِڪر ڪنداسين (١٥) پوءِ اُنهن پَيسا وٺِي جيئن سيکاريل هُوا تيئن ڪِيو ۽ اِها ڳالهِ اَڄ ڏِينه تاءِ يهُوديُن ۾ هاڪاريل آهي ÷

(١٦) ۽ اُهي يارهِني شاگِرد گلِيل جي اُنهي ٽڪرڙي وِيا جِتي يسُوع حُڪم ڏِنو هو (١٧) ۽ اُتي تنهِ کي ڏِسي سِجدو ڪياٗ پر ڪن کي شَڪ رهيو (١٨) تہ يسوع اوري اچي اُنهن ساٗ ڳالهائي چيو تہ آسمان ۽ زمين جي ساري پُڄندي مُون کي ڏِني آهي (١٩) تنهِ ڪري اوهين وَڃي سڀني قوُمن جي ماڻهُن کي پيُ جي ۽ پُٽ جي ۽ رُوح اُلقُدس جي نالي ڪري ٻپتِسما ڏيئي ۽ جيڪي حُڪم مُون اوهانکي ڏِنا آهِن تن سڀني جو مڃڻُ تن کي سيکاري شاگِرد ڪريو (٢٠) ۽ ڏِسو جهان جي آخِر تاءِ آءٗ اوهانسانُ هميشه آهيان آمِين ÷

# اِنجِيلُ

## خُداوند يسُوع مسِيح جو

## ثاهِيلُ مرقس جو

### بابُ ١

خُداءَ جي پُٽ يسُوع مسِيح جي اِنجِيل جو هيُ مُنڍُ آهي (٢) جِيئن نبِيَن جي ڪِتابن ۾ لِکيو آهي تہ ڏِسُ آءٌ پهنجي رسُول کي تو کان اڳيِ تو موڪليان اُهو تُهنجي واٽ کي تو اڳيان ٺاهِيندو (٣) تہ رِڻ پَٽ ۾ هِڪڙي هوڪي ڏِئڻواري جو هيُ آواز آهي تہ خُداوند جي واٽ کي ٺاهيو ۽ اُنجي دڳن کي سِڌُون ڪريو (۴) اِئي يوحنُ رِڻ پَٽ ۾ بپتِسما ڏِيندو ۽ ڏوهن جي مُعافِي لاءِ توبه جي بپتِسما جو هوڪو ڏِيندو آيو (٥) تڏهِن سڄي يهُودِيه ڏيه ۽ يرُوشلِيم جا رهاڪُو اُنوٽ نِڪري ٿِي آيا ۽ سيني پهنجي گُناهن کي باسي يردن جي درياه ۾ اُنکان بپتِسما ٿِي ورتي ؛

(٦) ۽ اُهو يوحنُ مِلس جو وڳو پهرِيندو هو ۽ تنهِ جي چيلهِ ۾ چم جو پٽو ٻڌلُ هو ۽ مڪڙ ۽ جهنگلِي ماکي کائِيندو هو (٧) ۽ اُهو هوڪي ۾ هيُ چوندو

هو تہ مُهنجي پُٺيان هِڪڙو مونکان بہِ ٻَجهاتيِوارو تو اچي ۽ آءٌ نِوڙي تنهِ جي جُتيِ جي ڪنهي ڇوڙڻ جوڳو بہِ نہ آهيان (٨) ۽ مُون تہ اوهانکي پاڻيءَ سان ٻپتِسما ڏِني پر اُهو اوهانکي رُوح اُلقُدس سان ٻپتِسما ڏِيندو ؞

(٩) ۽ اُنهنئي ڏِينهن ۾ ائين ٿِيو تہ يسُوع ناصرت گلِيل کان اَچي يردن ۾ يوحن کان ٻپتِسما ورتي (١٠) ۽ اجاَ اُهو پاڻيءَ کان ٻاهر نِڪتو تہ آسمان اُپٽِيلُ ۽ رُوحُ ڪبُوتر وانگُر پاڻ تي لهندو ڏِٺائين (١١) ۽ آسمان کان هيءُ آوازُ ٿِيو تہ تُون مُهنجو پيارو پُٽُ آهين ۽ توکان آءٌ سرهو آهيان ؞

(١٢) ۽ رُوح اُنکي سِگهوئي رِڻ پٽ ۾ وٺي وِيو (١٣) ۽ اُتي رِڻ پٽ ۾ چاليِهن ڏِينهن توڻي سندس آزمُودو پِئي ڪيو ۽ جهنگ جي مِرُن ساَ گڏُ ٿي رهيو ۽ فِرِشتن سنديَس خِدمت ٿي ڪئي ؞

(١٤) ۽ وري يوحن جي جهلِجڻ کان پوءِ يسُوع گلِيل ۾ اچي خُداءَ جي بادشاهيءَ جي خُوش‌خبريءَ جو هوڪو ڏِيئي چيو (١٥) تہ ٽائو پُورو ٿِيو ۽ خُداءَ جي بادشاهي اوڏي آئي آهيَ توهين توبہ ڪريو ۽ هِن چڱيءَ خبر تي وِيساهُ آڻيو (١٦) ۽ گلِيل جي درياہ جي ڪنڌيءَ تي گهُمنديءَ گهُمنديءَ شمعُون ۽ سندس ڀاءُ اندرياس کي درياہ ۾ ڄارُ وِجهندو ڏِٺائين ڇو جو اُهي مُهي هُوا (١٧) تہ يسُوعَ تن کي چيو اوهين مُهنجي پُٺيان اچو تہ آءٌ اوهانکي ماڻهن جا مُهي ڪَندُس (١٨) پوءِ اُهي نهيہ پهنجا ڄار ڇڏي سندس پُٺيان اُٿي هليا ؞

(۱۹) ۽ اُتان‌ِ اڳيرو وَڌي زبديءَ جي پُٽ يعقُوب ۽ اُنجي ڀاءُ يوحن کي ٻِ ٻيڙيءَ تي جار ناهِيندو ڊِٺائين (۲۰) ته تُرتُ اُنهن کي ڪوٺايائين ۽ پوءِ اُهي پهنجي پيءُ زبديءَ کي ٻيڙيءَ ۾ ڪمِنِ وٽ ڇڏي سندس پُٺيون اُٿي هليا :

(۲۱) تڏهِ اُهي ڪفرناحُوم ۾ اچي پُهتا ۽ پاڻ اُٿيئي سبت جي ڏينهن ۾ عِبادتخاني ۾ گهڙي تعلِيم ڏِيندو هو (۲۲) ۽ اُهي سندس تعلِيم کان وِسا ٿيا ڇو جو پاڻ اُنهن کي شرع سيکارِيندڙن وانگيا نه پر ڀُڄَٽائيءَ واري وانگيان تعلِيم ٿي ڏِنائين (۲۳) ۽ اُتي اُنهنجي عِبادتخاني ۾ هِڪڙو ماڙهُون ناپاڪ رُوح ڪري جهليلُ هو تنهِ رڙ ڪري چيو (۲۴) ته اي يسُوع ناصري ڪٿي ڇَڏِ اسانجو تو سان ڪِهڙو ڪمُ آهي تُون اسانکي چَٽُ ڪرڻ آيو آهي ڇا ۽ جيڪو تُون آهي سو آءٌ ڄاڻان ٿو ته خُداءَ جو اُهو پاڪُ آهي (۲۵) ته يسُوعَ تنهِ کي دڙڪو ڏِيئي چيو ته ماٺِ ڪرِ ۽ هِنمون نِڪرِي وَڃُ (۲۶) تڏهِ ناپاڪُ رُوحُ تنهِ کي ڌُونداڙي وڏو واڪو ڪري اُنمون نِڪري ويو (۲۷) ته اُنهن سيني وِسو ٿي پاڻ ۾ پُڇاڳاڇا ڪري ٿي چيو ته هيُ ڇا ۽ هيُ ڪِهڙي نئين تعلِيم آهي جو هيُ ناپاڪ رُوحن کي ڀِ ٻَهُچِ سا حُڪمُ ٿو ڪري ۽ اُهي مڃِينِسِ ٿا (۲۸) ۽ پوءِ اُٿيئي سندس هاڪ سڄي گلِيل جي چوڌاري پکيڙجي وِيئي :

(۲۹) ۽ اُهي اُٿيئي عِبادتخاني کان ٻاهر نِڪري يعقُوب ۽ يوحن سا گڏجي شمعُون ۽ اندرِياس جي گهرِ ويا (۳۰) ۽ اُتي شمعُون جي سَسُ تپي

پيئي هُئي تہ اُنهن ٽرت ڪِٽس تنہِ جي خبر ڏِني (۳۱) پوءِ پاڻ اچي اُنجو هٿ وٺي تنہِ کي اُٿارياءِ تہ سگهوئي اُنجو تپُ لهي ويو ۽ اُن اُٿي سندِئن خِدمت ڪئي ؛

(۳۲) ۽ سانجهيءَ جو جڏهِ سِجُ لٿو تہ سيني ناچگن ۽ ڀُوتاريلن کي وٽس آنداءِ (۳۳) ۽ سڄو شهرُ در تي اچي گڏُ ٿيو (۳۴) ۽ گهڻا جيڪي طرح طرح جي مرضن ۾ ناچگا هوا تن کي چڱوڻاياءِ ۽ گهڻن ڀُوتن کي ڪڍياءِ ۽ تن کي ڳالهائڻ نہ ڏِناءِ ڇوجو اُهي ڪِٽس سڃاڻندا هوا ؛

(۳۵) ۽ وڏي صُبحَ جو اجهاً گهڻي راتِ پيئي هُئي تہ اُهو اُٿي ٻاهر نِڪتو ۽ هِڪڙي سُڃي هنڌ وڃي دُعا گهرياءِ (۳۶) تہ شمعُون ۽ تنہِ جا سنگتي سندس پٺيان اُٿي هليا (۳۷) ۽ جڏهِ اُنهن کيس لڌو تہ چيائُنس توکي سڀيئي ڳولين (۳۸) تہ اُنهن کي چياءِ اچو تہ وِچجهڙن ڳوٺن ۾ هلُون تہ اُتي بِہ آءٌ چڱيءَ خبر جو هوڪو ڏِيان ڇو جو آءٌ اِنهيئي لاءِ ٻاهر نِڪتو آهيان (۳۹) ۽ اُهو سڄي گلِيل ۾ تن جي عِبادتخانن ۾ هوڪو ڏِيندو ۽ ڀُوتن کي ڪڍيندو هو ؛

(۴۰) تڏهِ هِڪڙي ڪوڙهي وٽس اچي مِنت ڪئي ۽ گوڏا ٽيڪي چيائينس تہ جي توکي وڻي تہ مُونکي پاڪ ڪري ٿو سگهين (۴۱) تہ يسُوعَ اُنتي رَحم ڪري هٿ وَڌائي اُن کي ڇهي چيو تہ آءٌ چاهِيان ٿو تہ تُون پاڪ ٿيءُ (۴۲) اُنجي اِئي چوندئي تنہِ جو ڪوڙهُ لهي ويو ۽ اُهو پاڪ ٿيو (۴۳) ۽

اُنهيءَ پڪ ڪري اُئيئي هيءُ چئي موڪل ڏِنيَس (۴۴) تہ ڏِسُ ڪنهِ کي بہ
متان چئي پر ياڻ وڃي ڪاهِنن کي ڏيکارِ ۽ جيڪي شيُون مُوسيٰ چيُون
آهِن سي پهنجي پاڪُ ٿيڻ لاءِ ڏي تہ اُهي تن ڪري ساکي رهن (۴۵) پر اُهو
ٻاهر وڃي اُنهيءَ ڳالهِ کي هيڪاري پکيڙڻ ۽ پڌرو ڪرڻ لڳو اِهڙو جو يسُوع
تِهان پوءِ پڌر ڪري ڳوٺ ۾ گهِڙي نٿي سگهيو پر ٻاهر سُڃن هنڌن ۾ ٿي
رهيو ۽ ماڻهُون چئني پاسن کان وٽس پِئي آيا ؛

باب ۲

۽ ڪيترن ڏِينهن کان پوءِ اُهو وري ڪفرناحُوم ۾ آيو ۽ اِئين ٻُنڌڻ ۾ آيو
تہ هُو گهر ۾ آهي (۲) تڏهِ تهپه اُتي ايترا ماڻهُون اچي گڏ ٿيا جو درجي
هيڏان هوڏان بہ ماپي نہ سگهيا ۽ ياڻ اُنهن کي ڪلامُ ٿي ٻُڌاياءِ ؛
(۳) ۽ هِڪڙي ارڌانگي کي چئن ماڻهُن کان کڻائي وٽس وٺي آيا (۴) پوءِ
جڏهِ اُهي گپاڪِيه کان سندس اوڏو اچي نہ سگهيا تڏهِ جِتي ياڻ وِيٺو هو تنهِ
ڇتِ کي پٽي ۽ کوٽي جنهِ کٽولي تي اُهو ارڌانگي ليٽيو پيو هو تنهِ کي اُتي
لڙڪائي ڇڏياءِ (۵) يسُوعَ اُنهنجو وِيساهُ ڏِسي تنهِ ارڌانگي کي چيو اي پُٽَ
تُنهجا گُناه معافُ ٿيا (۶) پر شرع سيکارڻوارا جيڪي اُتي ويٺا هُوا سي پهنجي
دِل ۾ گِٽي ڪرڻ لڳا (۷) تہ هيءُ اِئين ڪُفر جو ٿو بڪي رُڳي هڪڙي خُداءِ

داران ڪيرُڏوھ معافُ ڪري ٿو سگھي (٨) تہ يسُوعَ اُئيئي ٻهنجي رُوح ڪري
ڄاتو تہ هي پهنجي دِل ۾ هي ڳُڻتيءَ ٿا ڪن تڏھِ اُنهن کي چياءٌ توهي پهنجي
دِل ۾ اهڙيءَ ڳُڻتيُون ڇو ٿا ڪريو (٩) تہ هِن ارڌانگيءَ کي ڇا چوڻ سُٺِرو آهي
ٿهنجا گُناھ معافُ ٿيا اِئِي جان هيءُ چوڻُ تہ اُٿُ ٿهنجو کٽولو کڻِي هليو
وڃُ (١٠) پر هِي اِنهي لاءِ تہ اوهي ڄاڻو جو هن ماڻهوءَ جي پُٽَ کي زمِين تي
گُناهن جي معافُ ڪرڻ جي ٻُجندي آهي پوءِ پاڻ اُنهي ارڌانگيءَ کي چياءُ
(١١) تہ آءٌ تو کي چوان ٿو تہ اُٿُ کٽولو کڻِي گهرِ هليو وَڃُ (١٢) تہ اُهو اُنهيءَ ئي
گهڙيءَ اُٿِيو ۽ کٽولو کڻِي اُنهن سڀِني جي آڳِيون هِليو وِيو تنھِ ڪري اُهي
سڀ وِسا ٿيا ۽ خُداءِ جي واکاڻ ڪري چوڻ لڳا تہ اسان هيءُ ڪڏھِ بہ نہ
ڏِٺو هو ∴

(١٣) پوءِ اُهو وري سمُنڊ جي ڪنڌيءَ تي وِيو ۽ اُهو سڄو ميڙاڪو وٽِس آيو
۽ پاڻ اُنهن کي تعلِيم ڏِناءٌ (١٤) ۽ اُتانهي لنگهندي حلفا جي پُٽ ليويءَ
کي سراھِ تي وِيٺو ڏِناءٌ تہ اُنکي چياءٌ مُهنجي پُٺيان اچي لگُ تہ هُو سندس
پُٺيان اُٿي هليو (١٥) ۽ جڏھِ يسُوع اُنجي گهر ۾ کائڻ تي وِيٺو هو تہ هيءُ تيو
جو گهڻا اِجاردار ۽ گُناهي ساڻس ۽ سندس شاگِردن سان گڏُ اچي وِيٺا ڇو
جو اُهي گهڻا هُوا ۽ سندس پُٺياً هلِي آيا هُوا (١٦) ۽ جڏھِ شرع سيکارِيندڙن
۽ فرِيسيُن اُنکي اِجاردارن ۽ گُناهيُن ساً گڏُ کائندو ڏِٺو تڏھِ سندس شاگِردن

کي چياءُ تہ هيُ اِجاردارن ۽ ڏُهارِن سان گڏُ ڇو ٿو کائي پِئي (١٧) تہ يسُوعَ اِئي ٻُڌي چيُن تہ جي چڱايلا آهِن تن کي تہ نہ پر جيڪي ناچڱا آهِن تن کي طبِيب جي گُهرج آهي سو آءُ سچارن کي نہ پر ڏُهارِن کي توبه لاءِ ڪوٺڻ آيو آهيان ⁘

(١٨) ۽ يوحن ۽ فريسِن جا شاگِرد روزا رکندا هُوا پوءِ ڪن ڪِٺِس اچي چيو تہ يوحن ۽ فريسن جا شاگِرد روزا رکن ٿا پر تُنهجا شاگِرد اِيئِي روزا ڇو نہ ٿا رکن (١٩) تڏهِ يسُوعَ اُنهن کي چيو تہ جيسِين گهوٽُ جاڃُن سان گڏُ آهي تيسِين ڪِ اُهي روزا رکي ٿا سگهن ڇا تہ جيسِين گهوٽُ ساٿُنِ آهي تيسِين روزا رکي نٿا سگهن (٢٠) پر اُهي ڏِينه اِيندا جڏهِ گهوٽُ کانئُنِ ڌار ڪِبو تن ڏِينهن ۾ اُهي روزا رکندا (٢١) تہ ڪوري ٿانَ جي ٽِڪِڙي پُراڻي ڪپڙي ۾ ڪونٿو وِجهي جي نہ تہ اُها نئِي ٽِڪِڙي جا پوءِ تِي وِجهِجي سا پُراڻي کي ٻِ کسائي ٿي وِجهي ۽ اُهو گهڻو ٿو ڦاٽي (٢٢) ۽ نئِي شراب کي پُراڻِن متارن ۾ ڪونٿو رکي جي نہ تہ اُهو نئُون شرابُ اُنهن متارن کي ڦاڙي ٿو وِجهي ۽ شرابُ ٻِ وهي ٿو وڃي ۽ متارا ٻہ ڇڃِ ٿا ٿِئن اِنهي لاءِ نئِي شراب کي نئُن متارن ۾ وِجهڻُ گُهرجي ⁘

(٢٣) ۽ هيُ ٿِئُو تہ اُهو ويساهي جي ڏينهِ پوکن مون هليو ٿي ويو ۽ شاگِرد وات هلندي سنگ ڇِنڻ لڳا (٢٤) تڏهِ فرِيسِن ڪيس چيو تہ ڏِسُ ڇالاءِ تُنهجا

شاگِرد سبت جي ڏينهِ جو ڪُمر ڪرڻُ روا نہ آهي سو ٿا ڪن (٢٥) تہ پاڻ تن کي چياءُ اَوهان ڪڏهِي نہ پڙهيو آهي ڇا تہ داؤد پاڻ ۽ سندس سنگتي جڏهِ اَوکپ وارا ۽ بُکايا هُوا تڏهِ ڇا ڪيو هُئاءُ (٢٦) تہ اُهو پاڻ سردار ڪاهِن اَبِيّاتَر جي ڏِينهن ۾ ڪِي خُداءَ جي گهر ۾ وِيو ۽ نذر جيُون مانيُون جن جو کائِڻُ ڪاهِنن ڌاران ڪنهِ کي روا نہ هو سي کاڌاءُ ۽ پهنجي سنگتيُن کي بِہ ڏِناءُ (٢٧) پوءِ پاڻ اُنهن کي چياءُ تہ وِيساهِي جو ڏِينهُ ماڻهُوءَ لاءِ ٺهيو آهي پر ماڻهُون وِيساهِيَ جي ڏِينهہ لاءِ نہٺهيو آهي (٢٨) اِنهِي لاءِ هيُ ماڻهُوءَ جو پُٽُ سبت جي ڏِينهہ جو بِہ خُداوندُ آهي ⁘

## بابُ ٣

۽ اُهو وري عِبادتخاني ۾ وِيو اُتي هِڪڙو ماڻهُون هو جنهِ جو هٿُ سُڪِي وِيو هو (٢) ۽ اُهي سندس نيت ۾ هُوا تہ جي هِنکي وِيساهِي جي ڏِينهِ چڱوڀلو ڪري تہ متِس دانہ ڪريُون (٣) تہ جنهِ ماڻهُوءَ جو هٿُ سُڪِي وِيو هو تنهِ کي چياءُ تہ وِچ ۾ اُٿِي بِيهُ (۴) ۽ اُنهن کي چياءُ تہ وِيساهِي جي ڏِينهِ چڱائي ڪرڻُ روا آهي ڪِ بُڇڙائِي ڪرڻُ ۽ جانِ بچائڻُ روا آهي ڪِ ڇَٽُ ڪرڻُ پر اُهي ماٺِ ۾ ٿِي رهيا (٥) تڏهِ پاڻ اُنهن جي هِئِي جي ڏاڍائِيءَ ڪان دِلگِيرُ ٿِي تن سيني ڏهِي ڪاوڙِ سان نِهاري اُن ماڻهُوءَ کي چياءُ تہ پهنجو هَٿُ وَڌاءِ تہ هُن وَڌايو پوءِ تنهِ جو هٿُ ٻِئِي هٿ جهڙو چاڪُ ٿِي پِئو

(٦) تڏهِ فريسن سِگهوئِي ٻاهر وڃِي هيروديُن سان سندس بابت اُبتِي رِٿ ڪئِي ته اسِين هُن کي ڪِيئن ماريُون (٧) پوءِ يسوع پنهنجِي شاگِردن سُوڌو پُٺتِي سمُنڊ جِي ڪنڌِي ڏي هليو ويو ۽ هِڪڙو وڏو ميڙاڪو گليل ۽ يهُوديه (٨) ۽ يرُوشلِيم ۽ ادُوم ۽ يردن جِي پار کان سندس پُٺيان اَچِي لڳو ۽ صُور ۽ صَيدا جِي اوسِي پاسي کان بِه هِڪڙو وڏو ميڙاڪو اُنجِي ڪمن جِي ڳالهِ ٻُڌِي وٽِس آيو (٩) تڏهِ اُن پنهنجِي شاگِردن کي چيو ته هِڪڙِي ٻيڙِي مُونلاءِ ٻهاري ڇڏيو جو گوڙ کان متان چِيپاٽِي وِجهنم (١٠) ڇوجو هُن گهڻن کي چڱوڀلو ڪِيو هو اِنهِي ڪري جيڪِي مرض ۾ ورتل هُوا سي مٿس ڪِرِي ٿي پيا ته ڇُهي وٺُونس (١١) ۽ ناپاڪ روحَ جيس ڏِسِي سندس اڳيون ڪِرِي پوندا هُوا ۽ واڪو ڪري چوندا هُوا ته تُون خُداءِ جو پُٽُ آهِين (١٢) تڏهِ پاڻ اُنهن کي گهڻو جهِڻڪياءِ ته مُونکي پڌرو نه ڪريو ⁘

(١٣) وري هِڪڙِي ڏونگر تي چڙهِي ويو ۽ جيڪِي جيس وڻياٽِي تن کي ڪوٺياءِ ۽ اُهي وٽِس آيا (١٤) ۽ اُنهِي ٻارهن کي اِنهِي لاءِ رِٿيو ته مُون سان گڏ رهن ۽ آءٌ تن کي هوڪِي ڪرڻ لاءِ موڪِليان (١٥) ته اُهي سيني مرض کي ڇُٽائِين ۽ ڀُوتن جِي ڪڍڻ جِي ٻُجندِي رکن (١٦) ۽ شمعُون جو نالو پطرسُ رکياءِ (١٧) ۽ زبديءَ جو پُٽُ يعقُوبُ ۽ تنهِ يعقُوب جو ڀاءُ يوحنُ تن جو بُئنرگِس يعني گجندڙ ناءُ رکياءِ (١٨) ۽ اندرياسُ ۽ فِلِپسُ ۽ برتُلِما ۽ متِي ۽ توما

۽ حلفا جو پُٽ يعقوبُ ۽ تدّي ۽ شمعُون ڪنعاني (١٩) ۽ يهُودا اِسڪريُوتي
جنهِ کيس پرهَٽِ ڏِنو پوءِ اُهي گهر ۾ آيا (٢٠) ۽ اِيترا ماڻهُون موني اچي گڏ
ٿِيا جو اُهي ماني بِہ کائي نہ سگهيا (٢١) جڏهِن سندس مائِٽن اِئي ٻُڌو تہ کيسِ
وٺڻ آيا ڇوجو اُنهن چيو تہ اُهو پهنجي وَسِ نہ آهي (٢٢) تڏهِ شرع سيکارڻ
وارا جي يرُوشلِيم مون لهي آيا هُوا تن چيو تہ بعلزبُولُ هِن سان آهي ۽ ڀُوتن جي
سردار ڪري هِيُ ڀُوتن کي ڪڍي ٿو (٢٣) تہ هُنن کي پاڻ وٽ ڪوٺي تن کي
مِثالن ۾ چيائين تہ شَيطانُ شَيطان کي ڪِيئن ڪڍي ٿو سگهي (٢٤) ۽ جيڪڏهِ ڪنهِ
بادشاهيءَ ۾ ڀيڏو پوي تہ اُها بادشاهي ٽِڪي نٿي سگهي (٢٥) ۽ جيڪڏهِ
ڪنهِ گهر ۾ ڦُوٽِ پوي تہ اُهو گهرُ بہ ٽِڪي نٿو سگهي (٢٦) سو جيڪڏهِ شَيطانُ
پهنجوئي ويري ٿِي پاڻ ۾ ڦِٽندو تہ اُهو ٽِڪي نہ سگهندو پر نيٺِ پڄاڻي
ٿِيندِئُس (٢٧) تہ ڪوئي ڪنهِ زوراور جي گهر ۾ وڃي تيسين تنهِ جو مالُ
ڦُري نٿو سگهي جيسين کِ هُن زوراور کي نہ ٻَڌي پر جڏهِ ٻڌيس تہ پوءِ سندُس
گهرُ ڦُري ٿو سگهي (٢٨) آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ ماڻهُن جا سڀيئي گُناهَ ۽
جي جي ڪُفر ٿا بڪن سي معافُ ڪِبا (٢٩) پر جيڪو رُوح اُلقُدس جي
بابِ ڪُفر ٿو بڪي تنهِ کي ڪڏهِ معافُ نہ ڪِبو اُلٽو اُهو ٻارهوئي سزا لائق
ٿِيندو (٣٠) ڇو جو اُنهن ٿِي چيو تہ هِن سان هِڪڙو ناپاڪُ رُوحُ آهي (٣١) تنهِ
مهل سندس ڀائُرَ ۽ ماڻِس آئي ۽ ٻاهر بِيهِي کيس ڪوٺايائون (٣٢) تڏهِ ميڙاڪو

سندس چوڌاري ويٺو هو تن چيس تہ ڏسُ تُنهنجي ماءُ ۽ تُنهنجا ڀائرَ ٻاهر بيٺا
توکي ٿا ڳولين (۳۳) تڏهن اُنهن کي وراڻي ڏيئي چيائين مُنهنجي ماءُ ۽ مُنهنجا ڀائرَ
ڪير آهِن (۳۴) پوءِ جيڪي سندس چوڌاري ويٺا هوا تن ڏي نِهاري چيائين
تہ اِجها مُنهنجي ماءُ ۽ اِجهي مُنهنجا ڀائرَ (۳۵) سو اِنهي لاءِ تہ جيڪو خُداءِ
جي مرضيءَ تي ٿو هلي سوئي مُنهنجو ڀاءُ ۽ مُنهنجي ڀيڻ ۽ ماءُ آهي ⁘

## بابُ ۴

۽ پاڻ وري سمُنڊ جي ڪنڌيءَ تي سيکارڻ لڳو ۽ ايڏو ميڙاڪو وٽس
اچي ڪٺُ ٿيو جو اُهو سمُنڊ ۾ هِڪڙيءَ ٻيڙيءَ تي چڙهي ويٺو ۽ ٻِئو سڄو
ميڙاڪو سُڪيءَ ۾ سمُنڊ جي ڪنڌيءَ تي بِيهي رهيو (۲) تڏهن اُنهي تن کي
مِثالن ۾ گهڻوئي سيکارِيو ۽ تعلِيم ڏيئي چيائِين تہ ٻُڌو (۳) ڏِسو هِڪڙو ڪُڙمي
پوکڻ وِيو (۴) ۽ اُن جي پوکڻ مهل ائِين ٿِيو تہ ڪي ٻِج واٽ جي ڀرِتي ڪِريا تن
کي اُڀَ جا پکي اچي چُگي وِيا (۵) ۽ ڪي پهڻيارِيءَ زمِين تي ڪِريا جِتي
اُنهن کي گهڻي مِٽي نہ مِلي تنهن ڪري سِگهوئي اُڀرِيا ڇوجو اُتي مِٽيءَ جي
اُونهاڻِ نہ هُئي (۶) ۽ جڏهن سِجُ اُڀريو تہ اُهي سڙي وِيا ۽ پاڙ نہ ڄمڻ ڪان
ڪُومائِجي ويا (۷) ۽ ڪي ڪنڊن ۾ ڪِرِيا تہ ڪنڊن وڌي اُنهن کي گهُٽي
وِڌو تنهن ڪري اُنهن ڦَرُ نہ ڪِيو (۸) ۽ ڪي چڱيءَ زمِين تي ڪِريا سي اُڀِري

۽ وَڌي کي ٽِهُوڻا کي سِٺُوڻا کي سَؤُڻا ٿي ڦريا (۹) پوءِ تن کي چيائين ته جنهِ
کي ٻُڌڻ لاءِ ڪن هُجن سو ٻُڌي ⁘

(۱۰) ۽ جڏهِن پاڻ خُلاصو ٿِيو ته اُهي جي ساڻس هُوا تن اُنهن ٻارهن سان
گڏِجي ڪانئس هِن مِثل جي معنيٰ پُڇي (۱۱) ته تن کي چيائين خُداءِ جي
بادشاهيءَ جي ڳُجهيءَ ڳالهه جي سَمُجهه اوهان کي ته مِلي آهي پر جيڪي ٻاهر
آهِن تن لاءِ سڀ ڳالهيُون مِثالن ۾ ٿِيُون ٿِئِن (۱۲) سو اِنهي لاءِ ته اُهي ڏِسڻ
ڪري ته ڏِسن پر نه سُڃاڻن ۽ ٻُڌڻ ڪري ته ٻُڌن پر سَمُجهن ڪِينَ جو متان
اُهي ڪڏهِن ڦِرن ۽ اُنهن جا ڏوهه معافُ ٿِي پون (۱۳) وري بِه اُنهن کي چيائين ته
اَوهين هيءَ مِثال نه ٿا سَمُجهو ڇا ته ٻِئن سڀني مِثالن کي ڪِئن سَمُجهندؤ
(۱۴) ڪُڙمي ته ڪلام کي پوکي ٿو (۱۵) ۽ جيڪي واٽ جي ڪنڌيءَ تي
پيا هُوا سي اُهي آهن جِتي ڪلامُ پوکِجي ٿو اُتي جن ٻُڌو تن دِل ۾ جو
ڪلامُ پوکيو هو سو شَيطانُ تُرتُ اچِي اُنهنجي دِل مون کسي ٿو وڃي (۱٦) ۽
اِنهي طرح جيڪي پهڻياريءَ ڀُئِنءَ تي پوکيا هُوا سي اُهي آهِن جي ڪلام کي
ٻُڌي تنهه خُوشيءَ سان مڃي ٿا وٺن (۱۷) ۽ پنهنجي اندر ۾ پاڙ نٿا رکن پر ٿورڙن
ڏِينهن تائين ٿا رهن نيٺِ جڏهِن اُن ڪلام لاءِ ڏِکت ٿا پائِين جاَ ڏُکوِجن ٿا
ته سُتَتُئي ڪاهاڙِجن ٿا (۱۸) ۽ جيڪي ڪنڊن ۾ پوکيا هُوا سي اُهي آهِن جي
ڪلام کي ٻُڌن ته ٿا (۱۹) پر جهان جا فِڪر ۽ دَوُلت جا ٻوهه ۽ ٻِئن شَين

جيُون لالچيُون تن منجھ پئي ڪلام کي دٻائي ٿيُون ڇڏِين تنھ ڪري اُھو بيڦرو ٿو ٿِئي (۲۰) ۽ جيڪي چڱي ڌَرتيءِ ۾ پوکيا ھُوا سي اُھي آهِن جي ڪلام کي ٻُڌي تنھ کي مڃِينِ ٿا سي ڪي ٽِھوٽا ڪي سَٺوٽا ڪي سَئوٽا ڦَرُ ٿا آڻِينِ ÷

(۲۱) ۽ اُنھن کي چيائين تہ ڏِيو اِنھي لاءِ ٿو آڻِجي ٿا تہ ٽوپي جا ڪٽ ھيٺ رَکِجي ۽ ڏياٽيءِ تي نہ رکِجي (۲۲) ڇو جو ڪا شَي اھڙي ڳُجھي نہ آھي جا پڌري نہ ڪِبي ۽ نہ ڪا اَھڙي لِڪل ٿِي آھي پر سا اِنھي لاءِ آھي تہ پڌري ٿِئي (۲۳) جنھ کي ٻُڌڻ لاءِ ڪَنَ ھُجن سو ٻُڌي (۲۴) وري اُنھن کي چيائين توھي سنڀال ڪريو جو اسي ڪِئي ٻُڌُون تہ جنھ ماڻ سان توھي ٿا مَيو تنھ سان اوھان لاءِ مَئبو ۽ اوھي جيڪي ٻُڌو ٿا تن کي گھڻو ڏِبو (۲۵) سو اِنھي لاءِ تہ جنھ وٽ ڪي آھي تنھ کي ڏِبو ۽ جنھ وٽ ڪي نہ آھي تنھ کان جيڪي اٿس سو بہ کَسبو ÷

(۲۶) وري چيائين تہ خُداءِ جي بادشاهي اِئي آھي جِئن ڪو ماڻھون ٻنيءِ ۾ ٻِجُ ٿو پوکي (۲۷) ۽ اُھو راتِ ڏِينھ اُٿي سُمھي سھڙي ٿو پر اُھو ٻِجُ اھڙيءَ طرح ٿو اُپري ۽ وَڌي جو اُھو نٿو ڄاڻي (۲۸) ڇو جو ڌَرتي پاڻ کان پاڻيھي ڦِيرياءِ ساوَڪ پوءِ سنگ تھان پوءِ سنگن ۾ پڪل داڻا ٿي ڪڍي (۲۹) ۽ جڏھ داڻا پڄي ٿا رھن تہ اُھو ٺھپہ ڏاٽو ٿو وِجھائي ڇو جو ڄاڻي ٿو تہ لاباري جا ڏِينھ آيا آھِن ÷

(۳۰) وري چيائين تہ آئ خُداء جي بادشاهي کي ڪنهِ جهڙو چوان ۽ اُنکي ڪنهِ سأ مِثالُ ڏيان (۳۱) تہ اُها اَهُرِ جي ڪٽي جِهڙي آهي ۽ اُهو جڏهِ ڌرتي ۾ پوکجي ٿو تڏهِ ڌرتي جي سڀني ٻجن کان ننڍڙو آهي (۳۲) پر جڏهِ پوکجي رهيو تڏهِ متي ٿو اَچي ۽ سڀني ڀاڄُن کان وڏو ٿو ٿِئي ۽ سنديُس ٽاريُون اِيڏيُون ٿيُون نِڪِرن جو اُپ جا پکي اُنجي ڇانَو ۾ آساسُ ڪري ٿا سگهن ÷

(۳۳) ۽ اُهو اِهڙن گهڻن مِثالن ۾ اُنهن جي سَمُجهہ سارُو تن کي ڪلامُ چوندو هو (۳۴) ۽ مِثال ڌاران تن سأ ڪائي ڳالهِ نہ ڪندو هو پر نِرِيڪِلائي ۾ پهنجن شاگِردن کي سڀني ڳالهين جي معنيٰ سمجهائندو هو ÷

(۳۵) ۽ اُنهي ڏينهِ سانجهيءَ جو اُنهن کي چيائين اچو تہ پارِ هلُون (۳۶) ۽ اُهي تنهِ ميڙاڪي کي موڪل ڏيئي جِئين پاڻ ٻيڙي تي چڙهيو وِيٺو هو تِئين کيس وٺي هليا ۽ ڪي ٻِئون ننڍيُون ٻيڙيُون بِہ ساڻُس گڏُ هُيُون (۳۷) تڏهِ ڏاڍي واچ لڳي ۽ لهريُون ٻيڙي ۾ اِهڙيُون اچي پييُون جو اُها پاڻي سأ ڀَرِجڻ تي آئي (۳۸) ۽ پاڻ پاڇيلِ ڏي وِهاڻو رکِي سُمهيو پيو هو تڏهِ اُنهن کيس جاڳائي چيو اي اُستاد اسانجي مرڻ جو تو کي سانگو ڪونهي ڇا (۳۹) تڏهِ پاڻ اُٿي واو کي ڇينڀيائين ۽ درياه کي چيائين ماٺِ ڪري ٺهري وڃُ تہ واءُ جهلجي وِيو ۽ ڏاڍي نِوائي ٿي (۴۰) وري اُنهن کي چيائين تہ اوهين اهڙا ڀِڄڻا ڇو ٿِيا آهيو

۽ وِيساهُ چو نٿا رکو (٤١) تڏهِ اُنهن کي ڏاڍو ڀَوُ ٿِيو ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ هيُ کهڙو ماڻهُون آهي جو واءُ ۽ درياهُ بِہ سندس چئي ۾ آهِن ⁘

## بابُ ٥

۽ اُهي درياهہ جي پار گدرِينن جي ڏيہہ ۾ وِچِي پَهُتا (٢) ۽ اُهو اڃاً بيڙِيءَ ماً لٿو تہ اُتيئِي هِڪڙو ماڻهُون جنهِ ۾ ناپاڪُ رُوحُ هو سو قبرن منجهان نِڪرِي ڪِيس اچي گڏِيو (٣) ۽ اُهو قبرن ۾ئي رهندو هو ۽ ڪوئي اُنکي زَنجِيرن ساً بِہ ٻَنڌِي نہ سگهندو هو (٤) تہ اُنکي ڪيتِرا ڀيرا نِيرن ۽ هٿوڙِيُن ساً ٻَڌو هُئَاءِ پر اُنهي هٿوڙِيُن کي ڀڳو ۽ نِيرن کي ڀُڃُون ڀُڃُون ڪري ڇڏِيو هو ۽ ڪوئي اُنکي وس ۾ آڻي نہ سگهِيو (٥) ۽ اُهو هميشہ راتِ ڏينهِ ٽڪرن ۽ قبرُن ۾ رڙِيُون ڪندو رهندو هو ۽ پاڻ کي پهڻن ساً ڪُٽيندو هو ⁘

(٦) پر اُنهي اڃاً يسُوعُ کي پريون ڏِٺو تہ ڊوڪِي ڪِيس سِجدو اچي ڪِياءِ (٧) ۽ وڏو واڪو ڪري چياءِ اي خُداءِ تعليٰ جا پُٽ يسُوع مُهنجو تو ساً ڪهڙو ڪمُ آءِ تو کي خُداءِ جي ٻوهي ٿو ڏيان مُونکي ڏُکي نہ ڪرِ (٨) ڇو جو تنهِ کي چيو هُئَاءِ اڙي ناپاڪ رُوح هِن ماڻهُوءَ ماً نِڪرِي وڃُ (٩) وري تنهِ کان پُڇِياءِ تہ تُهنجو نالو ڇا آهي اُن وراڻي ڏِني تہ مُهنجو نالو آهي لِڳِئُون ڇا

کان تہ اسِي گھڻا آهِيُون (١٠) ۽ اُن ٻيس گھڻي مِنٿ ڪئي تہ اسانکي هِن مُلڪ مون نہ ڪڍُ ⁘

(١١) ۽ اُتيئي ٽڪرجي وٽجھو هِڪڙو سُئرن جو وڏو ڌڻُ پئي چريو (١٢) پوءِ اُنهن سڀني ڀُوتن ٻيس مِنٿ ڪري چيو تہ اَساً کي هنن سُئرن ۾ وجڻ جي موڪل ڏي تہ اسِي تن ۾ وڃِي پِهُون (١٣) تہ يِسُوعَ تِهِپه اُنهن کي موڪل ڏِني ۽ اُهي ناپاڪ رُوح هُن مون نِڪرِي سُئرن ۾ اَچِي پِيا ۽ اُهو ڌڻُ گھيڙ کان ڪاه ڪري سمُنڊ ۾ وڃِي پِيو ۽ اُهي ٻہ هزار کَنُ هُوا سي سَمُنڊ ۾ گوتا کائي مُوا (١٤) ۽ سُئرن جي چارڻوارن ڀڄِي وڃِي اُنهي ڳوٺ ۽ سڀِي ڏيهہ ۾ اُها سُڌِ ڏِني تڏهِ اُهي اِنهيءَ ڳالهِ جي ڏِسڻ لاءِ ٻاهر نِڪتا (١٥) ۽ يِسُوعَ وٽ اچِي اُهو ڀُوتاريل جنهِ تي لِڳئون هو تنهِ کي ڪپڙا پهريو وِيٺلُ ۽ سُڌُونسواٽو ڏِٺاءُ تہ ڊِڄِي وِيا ⁘

(١٦) ۽ جن اُهو حالُ ڏِٺو هو تن جيڪي ڀُوتاريل ساً ٿِيو هو سو ۽ سُئرن جي سڀِي ڳالهِ اُنهن کي ٻُڌائِي (١٧) تڏهِ اُهي ٻيس هيُ مِنٿ ڪرڻ لڳا تہ اسانجي سيُ مون نِڪرِي وڃُ (١٨) ۽ جڏهِ ٻاڙ ٻيڙِيءَ تي ٿي چڙهيو تہ اُنهي ڀُوتاريَل ساڻُس گڏُ رهڻ جي مِنٿ ڪِيَس (١٩) پر يِسُوعَ ناڪار ڪري اُلٽو تنهِ کي چيو تہ پهنجي گھرِ تُهنجن وٽِ وڃِي اُنهن کي ٻُڌاءِ تہ خُداوند مُون تي ٻاجھہ ڪري مُون ساً هيڏا ڪم ڪِيا آهِن (٢٠) تڏهِ اُهو هلِيو وِيو ۽ ڊيڪاپُلِس مُلڪ

ڄروچي جيڪي ڪي يسُوعَ ساڻس ڪِيو هو تنهِ جو هوڪو ڪرڻ لڳو ته سڀئي عجب ۾ پيا ⁘

(٢١) ۽ جڏهِ يسُوع ٻيڙيءَ تي چڙهي وري پارِ آيو ته وڏو ميڙاڪو وٽس اچي گڏ ٿِيو ۽ پاڻ درياه جي ڪنڌيءَ تي بِيٺو هو (٢٢) ته ڏِسو عِبادتخاني جي سردارن مون هِڪڙو يائِرس نالي آيو سو کيس ڏِسي سندس پيرن تي اچي ڪِري پيو (٢٣) ۽ کيس ڏاڍي مِنٿ ڪري چياءٌ ته مُهنجي ننڍي ڌيُ مرڻ تي آهي سو تُون هلي چُٽائڻ لاءِ تُهنجو هٿُ مٿِس رکُ ته اُها جي پوندي (٢٤) تڏهِ پاڻ اُن ساً گڏجي اُٿي هلِيو ۽ اِهڙو وڏو ميڙاڪو سندس پُٺيان اَچي لڳو جو مٿِس گاهٽ ٿِيو ⁘

(٢٥) ۽ هِڪڙي زال جنهِ کي ٻارهن ورهيُن کان رَتُ پئو وهندو هو (٢٦) ۽ جنهِ گهڻن طبِيبن جيُون دَوَاءُ کاڌيُون هُيُون ۽ پهنجو سڀُ مالُ کپائي ڪري بِ نفو نه پاتو هُنَّاءُ اُتلو مرضُ وَڌي وِيو هوس (٢٧) تنهِ يسُوعَ جي خبر ٻُڌي اُن ميڙاڪي ۾ پُٺِ کان اچي سندس ڪپڙي کي ڇُتو (٢٨) ڇا کان ته اُن چيو تي ته جيڪڏهِ رُڳو سندس ڪپڙي کي ڇُهي وٺنديَس ته بِ چڱي ڀلي ٿي پونديَس (٢٩) ۽ اُئيئي اُنجو رتُ جو سيمو سُڪي وِيو ۽ تنهِ کي پهنجي بُت ماً خبر پيئي ته هِن آفت کان ڇُٽيَس (٣٠) تڏهِ يسُوع تهيه پهنجي اندر ۾ ڄاتو جو مُون ماً قُوَت نِڪتي ته اُن ميڙاڪي ڏي مُنهُ ڦيري چياءٌ ته مُهنجي

ڪپڙي کي ڪنهِ ڇُهتو (٣١) تہ سندس شاگردن چيُس تون ڏِسي نہ ٿو جو ماڻهون توتي ڪِري ٿا پَوَن وري چئي ٿو تہ مُنکي ڪنهِ ڇُهتو (٣٢) تڏهِ هُن چوڌاري نِهار ڪئي تہ جنهِ هيُ ڪمُ ڪِيو هو سا ڏِسي (٣٣) تڏهِ اُها زال جيڪي سانُس ٿِيو هو سو ڄاڻي ڊِڄندي ڪنبندي سندس اڳياَ اچي ڪِري پيئي ۽ سيڪي سَچُ سَچُ ڪڙِس ٻُڌاياءِ (٣٤) تڏهِ اُنکي چياءِ اي ڌيَ تُنهنجي ويساهَ تو کي ڇُٽايو هاڻي خيرساَ هلِي وَڃُ انهيءِ ٻهنجيءِ بَلا کان ٻچي رهُ ∴

(٣٥) اَجاَ اِئيئي ٿي چياءِ تہ عِبادتخاني جي سردار جي ماڻهن منجهان ڪن اچي چيو تہ تُنهنجي ڌيَ مري وئي هاڻي اُستاد کي دِکت چو ٿو ڏئي (٣٦) پر اِها ڳالهِ جا هُنن چئي سا يسُوع ٻُڌي عِبادتخاني جي سردار کي چيو تہ متاَ ڊِڄي رُڳو ويساهُ رکُ (٣٧) ۽ اُن پطرس ۽ يعقُوب ۽ يعقُوب جي ڀاءُ يوحنا ڌاران ڪنهِ کي پاڻ ساَ هلڻُ نہ ڏِنو (٣٨) پوءِ پاڻ عِبادتخاني جي سردار جي گهر ۾ اچي هُلُ ۽ ماڻهن کي ڏاڍو رُئندو پِٽندو ڏِٺاءِ (٣٩) تڏهِ اندر وڃي اُنهن کي چياءِ تہ اوهين هُل ڪري چو ٿا رُئو ڇوڪرِ تہ مُئي ڪين نہ آهي پر سُمهي پيئي آهي (٤٠) تہ اُهي مٿِس کِلڻ لڳا پر پاڻ اُنهن سڀني کي ٻاهر ڪڍي ڇوڪرِ جي ماءُ پيءُ ۽ پهنجي سنگتيُن کي وٺي جتي اُها ڇوڪرِ پيئي هُئي اُتي آيو (٤١) ۽ ڇوڪرِ جو هٿُ وٺي چياءِ تَلِيتَا قُومي جنهِ جي معنيٰ هيءَ آهي تہ اي ڇوڪرِ آءٌ تو کي ٿو چوان تہ اُٿُ (٤٢) تہ اُها ڇوڪرِ اُئيئي

اُتي هلڻ لڳي چوجو اُها ٻارهن وَرِهن جي هُئي ۽ اُهي هيڪاري ڏاڍا وائڙا ٿيا (٤٣) وري ٻاڻ اُنهن کي پڪ ڪري چيائين متاَ ڪو اِنهيءَ ڳالھ کي ڄاڻي ۽ حُڪُمُ ڏِنائين تہ هِن کي ڪِجهہ کائڻ لاءِ ڏيو ⁘

## باب ٦

وري اُتاهون نِڪري پنهنجي مُلڪ ۾ آيو ۽ سندس شاگرد پُٺيان اُتي هلِيا (٢) ۽ جڏهن سبت جو ڏِينهُ آيو تہ عِبادتخاني ۾ وچي سيکارڻ لڳو ۽ گهڻا سنديَس ٻُڌي وِسا ٿي چوڻ لڳا تہ هي ڳالهيُون هِن کي ڪِٿاَ مِليُون ۽ هيءَ ڏاهپ جا مِلي اٿس سا ڪِهڙي آهي جو ههڙيُون ڪرامتُون هِن جي هتاَ ٿيُون ٿئِنِ (٣) تہ هيُ ڪِ مريَم جو پُٽُ واڍو نہ آهي ۽ يعقُوب ۽ يوسي ۽ يهُودا ۽ شمعُون جو ڀاءُ نہ آهي ۽ هِن جيُون ڀينرُون ڪِ هِتي اسان وٽ نہ آهِنِ ڇا تہ اِئِي اُهي ڪائُسِ ڪاٻاريا (٤) تڏهن يسُوع تن کي چيو تہ ڪوئِي نَبي پنهنجي مُلڪ ۽ پنهنجي آڪَهِ ۽ پنهنجي گهرڌاران ۾ٿي هنڌِ بيآبو نہ ٿو ٿِئي (٥) ۽ اُتي ڪرامت ڏيکارڻ جو داءُ ڪو نہ ڏِنائين پر ڪُجهہ ٿورن ناچگن تي هٿُ رکي تن کي چڱوڀلو ڪِيائين (٦) ۽ اُنهن جي بيويساهيءَ ڪري عَجب ڪِيائين ⁘

۽ اَوسي پاسي ڳوٺن ۾ تعلِيم ڏِيندو پِئي گهُميو (٧) ۽ اُنهن ٻارهن کي ڪوٺي ٻہ ٻہ ڪري موڪلڻ لڳو ۽ تن کي ناپاڪ رُوحن جي ڪڍڻ جي پَهچ ڏِنائين (٨) ۽

اِهو حُڪمُ ڏِناءُ تہ واٽ لاءِ لَٺِ بِنا ڪِي بِہ نہ کڻو تہ نہ جهولِي ۽ نہ مانِي ۽ پهنجِي واسڪِي ۾ پَيسا بِہ متان کڻو (٩) پر جُتِي پائِجو ۽ بہ انگرکا بِہ نہ پهرِجو (١٠) ۽ اُنهن کِي چيائُ جنهِ ڪنهِ هنڌِ اوهِين ڪنهِ گهر ۾ پيهِي وجو تہ جيسِين اُن هنڌاً نہ نِڪرو تيسِين اُتِيئِي رهِجو (١١) ۽ جيڪِي اوهاڪِي نہ ميجن ۽ ۽ اوهانجِي نہ ٻُڌن تہ اُتانهِين نِڪرندِي پهنجِي پيرن جِي ڌوڙِ اُنهن جِي ساک لاءِ ڇَنڊِي ڇڏِجو ۽ آءٌ اوهانکِي سچُ ٿو چوان تہ عدالت جِي ڏِينهِ اُنهِي گوٺ کان صدُوم ۽ غمُورا جِي بِہ سَوکِي سزا ٿِيندِي (١٢) تڏهِ اُنهن اِهو وِڃِي هوڪو ڏِنو تہ ماڻهُون توبه ڪن (١٣) ۽ گهڻن ڀُوتن کِي ڪڍِياءُ ۽ گهڻن ناچگن کِي تيلُ مکِي چڱويلو ڪِياءُ ⁘

(١٤) ۽ هيرود بادشاه سندسِ ڳالهُيون ٻُڌيُون ڇوجو سندس نالو پڌرو ٿِي وِيو هو تڏهِ چياءُ تہ هيُ يوحنُ ٻپتِسما ڏِنڻوارو مُئن مان جِي اُٿيو آهِي تنهِ ڪرِي هنهِ ڏاڍيُون قُدرتُون آهِن (١٥) ۽ ٻِئن چيو تہ هيُ اِيليا آهِي ورِي ڪن چيو تہ هيُ هِڪڙو نَبِي آهِي جا ڪنهِ نبِي جهڙو آهِي (١٦) پر هيرود ٻُڌِي چيو تہ جنهِ جِي مُون سِسِي وَڍائِي هُئِي هيُ اُهو يوحنُ مُئن مان جِي اُٿيو آهِي ⁘

(١٧) سو اِنهِي لاءِ تہ هيرود پهنجِي ڀاءُ فِلِپ جِي زال هيروديِاس جنهِ سان پاڻ پرڻيو هو تنهِ لاءِ ماڻهُون موڪلِي يوحن کِي جهلائِي بنديخانِي ۾ وِڌو هو (١٨) ڇوجو يوحن هيرود کِي چيو هو تہ پهنجِي ڀاءُ جِي زال توکِي پرڻجڻُ روا نہ آهِي

(١٩) اِنهيءَ ڪري هيروديِاس هُنساً وير ڪندي هُئي ۽ ٻاَئِندي هُئي تہ هِن کي اُقتُ مارِيان پر پُڄائي نٿي سگهي (٢٠) سو اِنهيءَ لاءِ تہ هيرود يوحنا کي سچو ساڌُون ۽ پاڪُ ڄاڻي تنہِ کان ڀوُ رکندو هو ۽ بچائِندو هوس ۽ سنديس ڳالهيُون ٻُڌي گهڻو ڪري اُنهن تي هلندو هو ۽ اُنجيُون ڳالهيُون خُوش ٿِي ٻُڌندو هو ⁘

(٢١) نيٺِ جڏهِ سَجهہ جو ڏِينهُ آيو جڏهن تہ هيرود پهنجي ڄمر جي ڏينهہِ پهنجي راڄَ وڏيرن ۽ صُوبن ۽ گلِيل جي سردارن جي ماني ڪئي (٢٢) تڏهِ هيروديِاس جي ڌيُ اُتي اندر آئي ۽ اچي ناچ ڪري هيرود ۽ سندس مِهماڻن کي خوش ڪِياءِ تڏهِ بادشاه اُنهي نِينگرِ کي چيو جيڪي گُهري سو گُهرُ آءٌ تو کي ڏِيندُس (٢٣) ۽ سَنهُ کڻي چياءِ تہ تُون مُهنجي اڌ بادشاهيءَ تاءِ جيڪي مُنکان گُهرندينءَ سو تو کي ڏِيندُس ⁘

(٢٤) تنہِ وِچي پهنجي ماءُ کان پُڇِيو تہ آءٌ ڇا گُهران تہ اُن چَيُس يوحنا بپتِسما ڏِيڻواري جي سِسي گُهرُ (٢٥) تڏهِ اُها تهڪِه ڦُرتائيءَ ساً بادشاه وٽ آئي ۽ اچي مِنٿ ڪري چياءِ تہ آءٌ هيُ ٿِي چاهِيان جو تُون يوحنا بپتِسما ڏِيڻواري جي سِسي هِڪڙي ٿال ۾ هِڻُ مُنکي ڏي (٢٦) تڏهِ بادشاهُ گهڻو فِڪرائِتو ٿِيو پر تڏهِ بِ پهنجي سَنهَ ۽ گڏُ وِهڻوارن جي سببِ ناڪار ڪرڻُ ڇگو نہ ڄاتاءِ (٢٧) پوءِ بادشاهَ تُرتُ اُنجي سِسي آڻڻ لاءِ ڪاسائي کي حُڪُمُ ڏِنو ۽ تنہِ اُنجي سِسي بنديخاني ۾ وِڃي وَڍي (٢٨) ۽ هِڪڙي ٿال ۾ رکي

چوکرِ کي آڻي ڏناءِ پوءِ چوکرِ وچي پهنجي ماءُ کي ڏِني (٢٩) تڏهِ اُنجا شاگِرد اِها ٻُڌي آيا ۽ تنهِ جي دڙ کي کڻي قبر ۾ نيئي پُورياءُ ÷

(٣٠) ۽ اُهي رسُول يسُوعَ وَٽِ موٽي اچي گڏُ ٿِيا ۽ جيکي اُنهن ڪِيو هو ۽ جيکي کي سيکاريو هُئاءُ سو سڀُ کيس اچي ٻُڌاياءُ (٣١) تڏهِ اُنهن کي چياءُ اچو تہ هِڪڙي سُڃي هنڌِ هيڪِلا هلي ٿورو آرامُ ڪريُون ڇا کان تہ اُتي گهڻا ماڻهُون اِيندا وِيندا هُوا تنهِ ڪري اُنهن کي ماني کائڻ جي بہ وِيرمَ نہ ٿي مِلي (٣٢) تڏهِ اُهي لِڪي هِڪڙيءَ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڪنهِ سُڃي هنڌِ وِيا ÷

(٣٣) پر ماڻهُن تن کي وِيندو ڏِٺو ۽ گهڻن تنهِ کي سُڃاڻي ورتو تہ اُهي پير پِيادا اوڏاهِي ڀڄِي ڪيا ۽ تن کان بہ اڳي وَڃي اچي کيس گڏيا (٣٤) تڏهِ يسُوعَ اُتي لهڻ ساڻ وڏو ميڙاڪو ڏِٺو ۽ تن تي ٻاجھ ڪياءُ ڇا کان تہ اُهي نِڌڻڪِيُن رِڍُن وانگُرُ هُوا ۽ تن کي گهڻيُون ڳالهيُون سيکارڻ لڳو ÷

(٣٥) پوءِ جڏهِ ڏِينهُ گهڻو ٻُرڪِيو تہ سندس شاگِردن وَٽس اچي چيو تہ هيُ هنڌُ سُڃو آهي ۽ وِيل بہ تري وِيئي آهي (٣٦) تنهِ ڪري هِنن کي موڪل ڏي تہ چوڌاري مُلڪ ۽ ڳوٺن ۾ وڃي پاڻ لاءِ ڪاڏو وٺن ڇوجو هُنن وٽ کائڻ لاءِ ڪي ڪِينهي (٣٧) پر هُنن کي ورنديءَ ۾ چياءُ تہ اوهِين هِنن کي کائڻ لاءِ ڏِيو تڏهِ اُنهن چيُس اسين وڃي ٻن سَوَنِ دِينارن جيُون مانيُون وٺي هِنن کي کارايُون ڇا (٣٨) تڏهِ اُنهن کي چياءُ تہ اوهانَوٽِ ڪيتريُون مانيُون آهِن وڃي ڏِسو تہ

اُنهن ڏِسي اچي چيو تہ پنج مانيُون ۽ ٻہ مَڇيُون (٣٩) تڏهِ حُڪمُ ڏِناءَ تہ هِنن کي ڪتارُون ڪتارُون ڪري ساوَڪِ تي وِهارِيو (٤٠) تہ اُهي سَوُ سَوُ ۽ پنجاه پنجاه ڪتارُون ڪري ويهي وِيا (٤١) تڏهِ پاڻ اُهي پنج مانيُون ۽ ٻہ مڇيُون وٺي آسمان ڏي نِهاري برڪت وِڌاءَ پوءِ مانيُون ڀَڃي پهنجي شاگِردن کي ماڻهُن جي اڳيان رکڻ لاءِ ڏِناءَ ۽ اُهي ٻہ مڇيُون سڀني لاءِ وِراهياءَ (٤٢) تہ اُهي سڀيئي ڪائي ڍاوا (٤٣) ۽ اُنهن ٽُڪرن ٽيرن ماً ۽ مڇيُن ماً ٻاره ڪاريُون ڀري کڻيُون (٤٤) ۽ جن مانيُون کاڌيُون هُيُون سي پنج هزار ڪَنُ مُڙس هُوا ⁘

(٤٥) پوءِ تُهپه تاڪِيد ڪري پهنجي شاگِردن کي حُڪمُ ڏِناءَ تہ اوهي ٻيڙيءِ ۾ چڙهي ٻيٽصَيدا ۾ مُنکان اڳي پارِ وڃو جيسي ڪِ آءٌ ماڻهُن کي موڪل ڏِيان (٤٦) پوءِ تن کي موڪل ڏيئي پاڻ دُعا گُهرڻ لاءِ ٽڪر تي چڙهي ويو ⁘

(٤٧) ۽ جڏهِ سانجهي ٿي تڏهِ اُها ٻيڙيِ وِچ درياه ۾ هُئي ۽ پاڻ ڇڙهو سُڪي تي هو (٤٨) ۽ اُنهن کي ڪاهنديِ ڪاهنديِ ڏاڍيو ڪُهَڪُ ڏِناءَ ڇوجو واءُ اُٺايو هوِن تڏهِ پوئِئي پهرِ راتِ جو يسُوع درياه تي پنڌ ڪندو تن ڏي آيو ۽ ٻَاياءَ ٿي تہ پاسو وٺي هنن کان اڳي وڃي هلان (٤٩) پر اُنهن تنهِ کي درياه تي پنڌُ ڪندو ڏِسي ڀَايو تہ ڪو شِرُ آهي ۽ رڙيون ڪياءُ (٥٠) ڇوجو مِڙيئي اُن کي ڏسي وائِڙا ٿي ويا هُوا پر اُنهي تُرتُ ساڻن ڳالهائي چيو تہ خاطرجمع ڪريو آءٌ آهيان متاَ ٻِڄو (٥١) وري پاڻ اُنهن ساً گڏُ ٻيڙيءِ تي اچي چڙهيو تہ واءُ

بِيهي وِيو تڏهِ اُهي پاڻ ۾ تمامُ ڏاڍا وِسا تي عجب ڪرڻ لڳا (٥٢) سو اِنهي لاءِ ته اُنهن مانيُن جي ڪرامت تي دِل نه لاتي هُئي ڇا ڪان ته اُنهن جو هِئُون ڏاڍو هو ؛

(٥٣) پوءِ اُهي پارِ لنگهي گنيسرت جي مُلڪ ۾ آيا ۽ تڙ ڪي وِجهو وڃي بِيٺا (٥٤) ۽ جڏهِ ٻيڙيءَ تان لٿا ته ماڻهُون اُنکي تهپه سُڃاڻي اُن مُلڪ ۾ چَوڌاري ڊوڙيا (٥٥) ۽ هُو اُتي آهي اِئي ٻُڌي اوڏي ناچگن کي کٽولن تي رکي وِٽس کئي ٿي آيا (٥٦) ۽ اُهو جنهِ ڪنهِ وَسيءَ جاً شهر جاً ڳوٺ ۾ ٿي وِيو ته اُتي ناچگن کي واٽن تي وڃي ٿي رکياءَ ۽ کيسِ مِنت ڪري ٿي چياءَ ته تُون رُڳو پهنجي ڪپڙي جي دانوڻِ ڇُهڻ ڏِيِنِ پوءِ جنِ ڪنِ تنهِ کي هٿُ لاتو سي چڱا ڀلا ٿِيا ؛

## باب ٧

تڏهِ فرِيسي ۽ ڪي شرع سيکارڻ وارا يرُوشلِيم کان اچي وِٽس گڏُ ٿِيا (٢) ۽ جڏهِ اُنهن سندس شاگِردن مآً ڪنِ کي ناپاڪ يعني بِنا هٿن ڌوتي ماني کائِندو ڏِٺو ته تن تي ڏوهُ لاتاءَ (٣) سو هن ڪان ته فرِيسي ۽ سڀ يهُودي وڏن جي رِيتِ کي مڃي جيسي هٿ چڱي طرح نه ڌُئندا آهِنِ تيسي نه کائندا آهن (٤) ۽ بازار کان اچي جيسي تَڙُ نه ڪندا آهِنِ تيسي ڪي نه کائِندا آهِنِ ۽ پيالن ۽ ٽانُوَن ۽ ٽامي جا باسڻ ۽ کٽولن جي ڌُئڻ جهڙيُون گهڻيُون

ڳالهيُون مڃيندا رهندا آهِنِ (۵) تڏهِ فريسِنِ ۽ شرع سيکارڻ وارن کائُس پُڇيو تہ تُهنجا شاگرد اڳڏوتن هٿن سأ مانِي کائي وَڏن جي ہَدل رِيتِ چو تا پِچن (۶) تہ پاڻ اُنهن کي ورنديُ ڍِر چياءُ تہ يشعيا اَوهأ کُوڙن مکرڙيلن جي بابِ کهڙيُ چڱي پَرِ نبُوت چئي آهِي جِئُ لِکيو آهِي تہ هِي ماڻهُون چپن سأ مُهنجِي وڏائي ڪن تا پر هِنن جو هِئُون مُون کان پري آهِي (۷) ۽ اُهِي اجائِي مُهنجِي بندگي ٿاکن چوجو جيڪي تعلِيم ڪري ماڻهُن کي تا سيکارِين سي ماڻهُن جائِي حُڪمَ آهِنِ (۸) چوجو اوهِي خداء جا حُڪم کي ڇڏي ماڻهُن جي چوڻيُ تي پِيالن ۽ ٿانوَن جو ڌُئڻُ مڃِي تا وٺو ۽ ٻِئا بِ اِهڙا گهڻا ڪم آهِنِ جي اوهِي تا ڪريو ÷

(۹) ۽ اُنهن کي چياءُ تہ اوهِي پهنجِي چوڻِي جي مڃڻ لاءِ خداء جي حُڪمن کي پٺيُ ٿاري تا ڇڏيو (۱۰) چوجو مُوسيٰ چيو آهِي تہ پهنجِي ماءُ پيُ کي مانُ ڏِيُ ۽ جيڪو ماءُ پيُ کي ٻُڇرو چوندو سو اُقتُ مارِبو (۱۱) پر توهِي چيو تا تہ جيڪو پهنجِي پيُ جأ ماءُ کي چوي تہ جيڪي توکي مُونکأ مِلِڻو هو سو قربانُ يعنيٰ خُداءُ جي نالي ڏاڻُ آهِي (۱۲) تهأ پوءِ تنِي اُنکي ماءُ پيُ لاءِ ڪِي بِ ڪرڻُ نہ تا ڏِئو (۱۳) اِئِي پهنجِي چوڻِي جا توهأ ٻڌِي آهِي تنهِ ڪري خُداءُ جي حُڪمن کي ٿاري تا ڇڏيو ۽ ٻِئا بِ اِهڙا گهڻا ڪم تا ڪريو ÷

(۱۴) پوءِ سڀِي ميڙاکِي کي پاڻ وٽ سَڏِي چياءُ تہ اوهِي مُهنجِي ٻُڌو ۽

سمجهو (١٥) تہ ڪا اِهڙي شَيِّ ماڻهُوَ کان ٻاهر نہ آهي جا منجهِس وڃي کيس ناپاڪُ ڪري سگهي پر جيڪي شيءِ منجهاس ٽيُون نِڪرن سي ئي ماڻهُوَ کي ناپاڪُ ٽيُون ڪن (١٦) جيڪڏهِ ڪنهِ کي ٻُڌڻ لاءِ ڪن آهِن تہ ٻُڌي وٺي ∴

(١٧) پوءِ جڏهِ ميڙاڪي وٽا گهر ۾ آيو تہ سندس شاگِردن اُن مِثال جي معني پڇيَس (١٨) تڏهِ اُنهن کي چياءِ اوهين بہ اِهڙا بي سَمُجهہ آهِيو ڪِين جو چاڻو نٿا تہ جيڪا شَيِّ ٻاهر کان ماڻهُوَ ۾ ٽِي پوي سا اُنکي ناپاڪُ ڪري نہ ٿي سگهي (١٩) سو اِنهي لاءِ تہ اُنجي هِئي ۾ نہ پر پيٽ ۾ ٽِي وڃي پوءِ ٻُئي ۾ ٽِي نِڪري ۽ اِنهي ڀَرِ سڀ کائڻ جي ناپاڪي ڪڍجي ٿي (٢٠) وري چياءِ تہ جيڪي ماڻهُوَ کان ٽو نِڪري سوئي ماڻهُوَ کي ناپاڪُ ٽو ڪري (٢١) ڇوجو اندراً ماڻهُوَ جي دِل کان ئي ٻُڇڙيُون ڳٽيُون حرامَ ۽ لنڊايُون ۽ خُونَ (٢٢) ۽ چوريُون ۽ لالچيُون ۽ ٻُڇڙايُون ۽ ٺوهُ ۽ نشو ۽ ٻُري نظر ۽ ڪُفر ۽ هٺُ ۽ بيوقُوفي اِهي سڀ ٽيُون نِڪرن (٢٣) اِهي سڀ ٻُڇڙيُون ڳالهيُون اندرمائي نِڪري ماڻهُوءَ کي ناپاڪُ ٽيُون ڪن ∴

(٢٤) پوءِ وري اُتانهون نِڪري صُور ۽ صَيدا جي سِيِّ ۾ وِيو ۽ اُتي هِڪڙي گهر ۾ پيهي ويو ۽ ٻاياءِ ٿي تہ ڪو نہ سُڃاڻيم پر ڳُجهو رهي نہ سگهيو (٢٥) ڇوجو اُتي هڪڙي زال هُئي جنهِ جي ڌيءَ ۾ ناپاڪُ رُوحُ هو سا سنديس خبر ٻُڌي پيرن تي اچي ڪِريَس (٢٦) تہ اُها زال يُونانڻِ صُوروفِينِيڪي قوم جي هُئي

تنهِ کيس مِنٿ ڪئي تہ مُهنجي ڌيءَ مون ڀُوتُ ڪڍُ (۲۷) پر يسُوعَ تنهِ کي چيو پهرهاءُ ٻارن کي ڍاپڻُ ڏي ڇوجو ٻارن جي ماني وٺي ڪُتن کي وِجهڻ لائق نہ آهي (۲۸) تہ اُنهي وراڻي ڏيئي چيُس هاءُ خُداوند پر ڪُتا بِہ تہ ميز جي هيٺون ٻارن جي ٽُڪرن ٻيرن مون کائندا آهِن (۲۹) تڏهِ اُنکي چياءُ اِنهي ڳالهِ ڪري هاڻي هلي وَڃُ جو ڀُوتُ تُهنجي ڌيءُ کان نِڪري وِيو آهي (۳۰) پوءِ اُنهي گهرِ اچي ڏِٺو تہ ڀُوتُ نِڪري وِيو آهيس ۽ ڇوڪرِ هنڌ تي ليٽي پيئي آهي ÷

(۳۱) وري ٻاڻ صُور ۽ صَيدا جي سِيُّ کان نِڪري گليل جي درياه وٽ ديڪاپُلِس مُلڪ جي سِٽِن ۾ آيو (۳۲) پوءِ اُنهن اُتي هِڪڙي ٻوڙي گُنگي کي وٺِس آڻي کيس مِنٿ ڪئي تہ پهنجو هَٿُ هِنتي رکُ (۳۳) پوءِ ٻاڻ گوڙ مون اُنکي پاسيرو وٺي پهنجيُون آڱرِيُون تنهِ جي ڪنن ۾ وِڌاءُ ۽ ٿُڪ ڪٽي جِڀَ تي لاتائِيس (۳۴) ۽ آسمان ڏي نِهاري شُوڪارو ڀرِي چياءُ اِفته يعني پٽجي ٻَوُ (۳۵) تہ اُنيئي تنهِ جيُون تاڙيُون اُپٽجي پييُون ۽ جِڀ جي ڳنڍِ ڇُٽِي پِئُس ۽ اُهو چڱِي طرح ڳالهائڻ لڳو (۳۶) پوءِ ٻاڻ اُنهن کي جهلي چڏياءُ تہ ڪنهِ کي متاً چئُو پر جيترو ڪِ هُن جهليُن تيترو گهڻو پڌرو ڪيائُس (۳۷) ۽ اُهي هيڪارِي گهڻو وِسَا ٿي چوڻ لڳا تہ هن مِڙيئي ڪم چڱا ڪيا تہ هِيُ ٻوڙن کي ٻُڌڻ جي ۽ گُنگن کي ڳالهائڻ جي ٻَهُجَ ڏِيندو آهي ÷

# بابُ ٨

۽ تن ڏينهن ۾ جڏهِ ميڙ جهجهو گڏُ ٿيو هو ۽ تنِ وَٽِ کائڻ لاءِ ڪجهہ نہ هو تڏهِ يسُوع پهنجن شاگردن کي ڪوٺي چيو (٢) تہ مُنکي هن ميڙاکي تي ٻاجهہ ٿي اچي ڇا ڪان تہ اڄوکو ٽيو ڏينهُ ٿيو جو هي مُونوَٽِ آهِنِ ۽ هِننِ وٽ کائڻ لاءِ ڪجهہ ڪِينهي (٣) سو جيڪڏهِ آءٌ هِنن کي بُکيو گهرِ موڪل ڏيندُس تہ هي واٽ ۾ ماندا ٿي پوندا ڇوجو هِننِ مون ڪي پريون آيا آهِنِ (۴) تڏهِ سندس شاگِردن وراڻي ڏنئي ڇيُس هِنن کي هِتِ رڻ پٽ ۾ ڪِٿان مانيُون وٺي ڪو ڍَوَ ڪرائي سگهندو (٥) تڏهِ پُڇيائِين تہ اوهانوٽ ڪيتريُون مانيُون آهِن تہ اُنهن چيو ست مانيُون (٦) پوءِ ميڙاکي کي حُڪُمُ ڪياءٌ تہ زمين تي ويهي وَڃو ۽ اُهي ست مانيُون وٺي شُڪُرُ ڪري ڀڳاءٌ ۽ پهنجي شاگِردن کي ڏِناءٌ تہ هُنن اڳيان رکن پوءِ اُنهن ماڻهُن جي اڳيان رکيُون (٧) ۽ هُنن وٽ ڪي ننڍڙيُون مڇيُون هُيُون سي بِہ وٺي شُڪر ڪري تن کي حُڪُمُ ڏِناءٌ تہ هُنن اڳيون رکو (٨) اِهڙيءَ طرح اُهي کائي ڍاوا ۽ جيڪي ٽُڪرڦيرا بچيا هُوا تن مون ست ڪاريُون ڀري کڻيائون (٩) ۽ جنِ کاڌو سي چارِ هزار ڪَنُ ماڻهُون هُوا پوءِ تن کي موڪل ڏِناءٌ ⁘

(١٠) ۽ اُئيئي هُو پهنجي شاگِردن سأ گَڏُ ٻيڙيءَ ۾ چڙهِي دَلمنوُٿا نالي مُلڪ

ڀر آيو (١١) تِتي فِريسي نِڪتا ۽ ساڻُس بحث ڪري سندس آزمُودي لاۓ ڪوئي آسماني نِشانُ گُهرياۓ (١٢) تڏهِ پهنجي اندر ۾ شُوڪارو ڀري چياۓ ته هِن زماني جا ماڻهُون نِشانُ ڇو ٿا گهُرن سو آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان ته هن زماني جي ماڻهُن کي ڪوئي نِشانُ نه ڏيکاربو (١٣) پوءِ اُنهن کي ڇڏي موٽي ٻيڙيءَ تي چڙهي پارِ ويو ⁘

(١٤) ۽ هُننِ کي ماني کڻڻُ وِسري ويئي هُئي ۽ ٻيڙيءَ ۾ هِڪڙيءَ مانيءَ ڌاران ٻِئو ڪجهه بِه وٽِنِ نه هو (١٥) ۽ پاڻ اُنهن کي پڪ ڪري چياۓ ته ڏِسجو فِريسِن ۽ هيرودِيُن جي خمِير کان بچيا رهِجو (١٦) تڏهِ اُهي پاڻ ۾ پُڇا ڳاڇ ڪري چوڻ لڳا هِي اِنهي لاۓ آهي جو اسانوٽِ ماني ڪانهي (١٧) پوءِ يسُوعَ اِنهي ڄاڻي تن کي چيو ته اوهِي اِها پُڇا ڳاڇ ڇو ٿا ڪريو جو اسانوٽ مانيُون نه آهِنِ سو اوهِي اڃا بِه ڄاڻو ۽ سَمُجهو نٿا ۽ اوهانجو هِيُون اڃا توڙي ڏاڍو آهي ڇا (١٨) ته اوهِي اکيُن هُوندي نٿا ڏِسو ۽ ڪنن هُوندي نٿا ٻُڌو ۽ يادِ بِه نٿا ڪريو ڇا (١٩) ته جنهِ مهل مُون پنج مانيُون پنجن هزارن لاۓ ڀڳيُون هُيون تڏهِ اوهان ٽُڪرن ڀريل ڪيترِيُون ڪاريُون ڀري کنيُون هُيون اُنهن چيو ٻارهه (٢٠) ۽ جڏهِ ست مانيُون چئِنِ هزارن لاۓ ڀڳيُم تڏهِ اوهان ٽُڪرن ڀريل مون ڪيترِيُون ڪاريُون ڀري کنيُون هُيون ته چياۓ ست (٢١) تڏهِ اُنهن کي چياۓ وري اوهِي ڇو نٿا سمجهو ⁘

(٢٢) پوءِ اُهو بيتصَيدا ۾ آيو ۽ اُتي اُهي هِڪڙي انڌي کي وٽس وٺي آيا ۽ کيس مِنت ڪيائُون ته هِنکي هَٿُ ڦيرِ (٢٣) ته پاڻ اُن انڌي جو هَٿُ وٺي ڳوٺ کان ٻاهر نِياائيس ۽ اُنجي اکين کي ٿُڪ لائي ۽ پهنجو هَٿُ مٿس رکي پُڇيائيس ته تُون ڪي ڏِسين ٿو (٢٤) ته اُن مٿي نِهاري چيو ته آءٌ وڻن وانگُر ماڻهن کي هلندو ٿو ڏِسان (٢٥) تڏهِ پاڻ وري تنهِ جي اکين تي هٿُ رکي تنهِ کي مٿي نِهارڻ جو حُڪمُ ڏِنائين ته اُهو چڱو ۽ سڀني کي چڱو ڏِسڻ لڳو (٢٦) پوءِ اُن کي هيءُ چئي گهر ڏي موڪل ڏِنائين ته ڳوٺ ۾ نه وڃُ ۽ ڳوٺ ۾ ڪنهِ کي بِه متان چئين ::

(٢٧) پوءِ يسُوع ۽ سندس شاگِرد قَيصرِيا فِلپس جي ڳوٺن ۾ ٿي وِيا ته واٽ ۾ پهنجن شاگِردن کي پُڇيائين ته ماڻهُون ڇا ٿا چون ته آءٌ ڪيرُ آهيان (٢٨) اُنهن وراڻي ڏِنيَس ته ڪي يوحنُ بپتِسما ڏِيڻهارو ۽ ڪي اِيلِيا ۽ ڪي نبِيُن مان ڪو هِڪڙو ٿا چونِ (٢٩) وري اُنهن کي چيائين پر اوهين ڇا ٿا چئوم ته آءٌ ڪيرُ آهيان تڏهِ پطرس چيُس ته تُون آهين مسِيحُ (٣٠) پوءِ اُنهن کي پڪ ڪري چيائين ته هيءَ مُهنجي ڳالهِ ڪنهين کي نه چئِجو ::

(٣١) پوءِ وري اُنهن کي هيءُ سيکارڻ لڳو ته هِن آدم جي پُٽ کي گهڻيُون ڳالهيُون سهڻُ ۽ وڏيرن ۽ ڪاهِنن ۽ شرع سيکارڻوارن کان رڇِجڻُ ۽ مارِجڻُ اِهو ضَرُور ٿِئڻو آهي وري ٽِنِ ڏِينهن کان پوءِ جي اُٿڻو آهي (٣٢) اِها ڳالهِ صفا چيائين

تڏهِ پطرس کيس خُلاصو ونِي جهِڻڪڻ لڳو (٣٣) پر اُن ڦِري پهنجي شاگِردن ڏي نِهاري پطرس کي ڇڙٻ ڏيئي چيو اي شَيطان مُهنجي اڳيون تَرُ ڇوجو تُون خُداء جي ڳالهيُنِ جيُون نه پر ماڻهُن جي ڳالهيُنِ جيُون ڳڻتيُون ٿو ڪري ÷

(٣٤) تڏهِ پاڻ ماڻهُن کي پهنجي شاگِردن سأ گڏُ ڪوٺي چياءُ ته جيڪو مُهنجي پُٺيأ اَچڻ ڀائئي سو پهنجو پاڻُ ڇڏي ۽ پهنجو صلِيبُ کڻي مُهنجي پُٺيأ اچي لڳي (٣٥) سو هِن لاءِ ته جيڪو پهنجو جيُ بچائڻ ٿو ڀائئي سو اُن کي وِڃائِيندو پر جيڪو مُهنجي ۽ هِن اِنجِيل جي ڪاڻِ پهنجو جيُ وڃائِيندو سو تنهِ کي بچائِيندو (٣٦) سو اِنهي لاءِ ته جيڪڏهِ ڪو ماڻهُون سڄي جهان کي هٿِ آڻي پر پهنجو جيُ وِڃائي ته اُنکي ڪهڙو نفو ٿِيندو (٣٧) ۽ ماڻهُون پهنجي جيُ بدِران ڇا ڏيندو (٣٨) ڇوجو جيڪو هن حرامِي ۽ گُناهگار زماني جي ماڻهُن مان مُونکان ۽ مُهنجي ڳالهيُن کان لڄَ ڪندو ته هيُ آدمُ جوپُٽُ بِ جڏهِ پهنجي پيُ جي وڏائيُ ۾ پاڪ فِرِشتن سأ گڏجي اُتي اِيندو ته اُنهي کان لڄ ڪندو ÷ [باب ٩] ۽ پاڻ اُنهن کي چياءُ آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان ته جيڪي هِتي بِيٺا آهِنِ تن مأ ڪي اِهڙا آهِنِ جو جيسِين خُداء جي بادشاهِيءَ کي قُدرت سأ اِيندو ڏسندا تيسِين مرڻ جو سآءُ نه چکندا ÷

(٢) ۽ ڇهِنِ ڏِينهن کان پوءِ يسُوع پطرس ۽ يعقُوب ۽ يوحن کي پاڻ سأ ونِي

هِڪڙي بِگهي ٽڪري تي خُلاصو هليو وِيو ۽ اُتي اُنهن اڳيون سندس صُورت
مَٽجي وِيئي (۳) ۽ سندس وڳو چمڪڻو ۽ برف وانگيان اِهڙو تمامُ اڇو ٿي
پِئو جو تنهِ جهڙو جهان ۾ ڪوئي ڌُٻي بِہ اڇو ڪري نہ سگهي (۴) ۽ تڏهِ اِيلِيا
موسيٰ سوڌو تنکي ڏيکاري ڏِني ۽ اُنهن يسُوع سان ڳالهيُون ڪيُون (۵) تہ
اِيتري ۾ پطرس يسُوع کي چيو اي اُستاد اسان لاءِ هِتي رهڻُ چڱو آهي ۽ هِتي
ٽي لانديُون ٺاهيُون هِڪڙي تو لاءِ ۽ هِڪڙي موسيٰ لاءِ ۽ هِڪڙي ايلِيا لاءِ
(۶) ڇوجو اُن نٿي ڄاتو تہ ڇا چوان سو اِنهي لاءِ تہ اُهي گهڻو ڊِڄي وِيا هُوا
(۷) پوءِ هِڪڙي ڪڪر اچي مٿن ڇانئو ڪئي ۽ اُن ڪڪر مان آوازُ آيو
تہ هيُ مُهنجو پيارو پُٽُ آهي تنهِ جي ٻُڌِجو (۸) پوءِ اُنهن ٿهپہ چوڌاري
نِهاري يسُوع بِنا ڪنهِ کي پاڻ وٽ نہ ڏِٺو ::

(۹) پوءِ اچاً ٽڪرتاً ٿي لٿا تہ اُنهن کي پڪ ڪري چياءُ تہ جيڪي اوهان
ڏِٺو آهي سو جيسين توڻي هيُ آدم جو پُٽُ مُئن مان وري جي نہ اُٿي تيسين
ڪنهِ کي نہ چئجو (۱۰) ۽ اُهي اُن ڪلام کي پاڻ ۾ رکي بحث ڪندا هوا
تہ مُئن مون جي اُٿڻ جي معنيٰ ڇا آهي (۱۱) وري اُنهن کانئس پڇيو تہ
شرع سيکارڻ وارا ڪيئن ٿا چون تہ پهرهائين ايلِيا جو اچڻُ ضرُور آهي (۱۲) تہ اُنهن
کي ورنديءِ ۾ چياءُ تہ ايلِيا پهرهائين اچي سڀڪي تو ٺاهي پوءِ هِن آدم جي
پُٽ جي بابِ ڪيئن لِکيلُ آهي تہ هيُ گهڻا ڏُک سهي ۽ بيمانو ٿِئي (۱۳) پر آءٌ

اوهانکي ٿو چوان تہ اِيليا بہ اچي چُڪو ۽ جِئ سندس باب لِکيَلُ هو تِئ
هُننِ کي جيڪي وڻيو سو سَاڻُس ڪِيائُون :
(۱۴) پوءِ جڏهِن اُهو پهنجن شاگِردنِ وٽِ آيو تہ اُنهنِ جي چوڌاري ڏاڍو
ميڙاکو ۽ شرع سيکارڻوارنِ کي اُنهنِ سان بحث ڪندو ڏِٺائين (۱۵) تہ سڄو
ميڙاکو اُن کي ڏِسي وِسو ٿِئُو ۽ ڊوڙي وٽس آچي سلامُ ڪيائُنس (۱۶) تڏهِن
پاڻ شرع سيکارڻوارنِ کان پُڇيو تہ اوهين هُننِ سان ڪهڙو بحث ٿا ڪَريو (۱۷) تہ
هِڪڙي اُن ميڙاکي مان اُٿي چيو اي اُستاد آءٌ پهنجي پُٽ کي تو وٽِ
وٺي آيو آهيان ڇوجو اُنتي گُنگي پُوت جي ڇانوَ آهي (۱۸) تہ اُهو جِتي
ڪِٿي کِ هِنکي جهلي ٿو تہ ڪيرائي ٿو وِجهيس پوءِ هِيُ گجي آڻي ڏند ٿو
ڪرٽي ۽ سُسي ٿو وڃي ۽ مُون تنهِ جي ڪڍڻ لاءِ تُهنجي شاگِردنِ کي چيو
پر اُهي ڪڍي نہ سگهيا (۱۹) تہ اُنکي ورندي ڏِ چيائين اي بيويساهي ذاتِ آءٌ
ڪيسي توهان سان گڏُ هُوندُس ۽ ڪيسي توهانجي سهندُس هاڻي اُن کي مُون وٽِ
وٺي اچو (۲۰) تڏهِن اُهي تنهِ کي وٽسِ وٺي آيا ۽ پُوت کيس ڏِسي تُرتُ اُنکي
پيڙايو تہ اُهو پَٽ تي ڪِرِي پيو ۽ گجي آڻي ليٽڙڻ لڳو :
(۲۱) پوءِ پاڻ اُنجي پيُ کان پُڇيائين تہ هِي ڪيترنِ ڏِينهنِ کان هِن کي لڳو
آهي هُن چيو ننڍپڻ لاکون (۲۲) ۽ گهڻا ڀيرا هِن کي باهِ ۽ پاڻي ۾ مارڻ لاءِ
وِڌو اٿسِ پر هاڻي جيڪڏهِ تُون ڪي ڪري سگهين ٿو تہ اسان تي ٻاجهہ ڪري

اساً جي پُٽ پَرِ (۲۳) تہ يسُوعَ انکي چيو جيڪڏهِ تُون ٺي وِيساهُ آڻي ٿو سگھي تہ وِيساهي لاءِ سڀڪي ٿي ٿو سگھي (۲۴) تڏهِ نِهه اُن ڇوڪرجي پيُ رڙِ ڪري رُوئي چيو تہ اي خُداوند آءٌ وِيساهُ آڻيان ٿو تُون مُهنجي بيوِيساهيُ جي واهِر ٿيُ (۲۵) پوءِ جڏهِ يسُوعَ ڏِٺو تہ ماڻهُون ڊوڪي اچِي گڏُ ٿا ٿئن تہ اُن ناپاڪُ رُوح کي ڇڙٻ ڏيئي چياءُ اي گُنگا ۽ ٻوڙا رُوح آءٌ تو کي حُڪمُ ٿو ڏيان تہ هِن کان ٻاهر نِڪرُ ۽ ورِي ڪڏهِ بِہ هِنمِ متاً اچِي (۲۶) تہ اُهو رڙيُون ڪري ۽ اُنکي پيڙي تنهِ مَاً نِڪري ويو پوءِ اُهو ڇوڪرُ مڙهي جِهڙو ٿي پئو اِهڙو جو گھڻن چيو تہ مري ويو (۲۷) تڏهِ يسُوعَ هٿُ وٺي تنهِ کي اُٿاريو تہ اُهو اُٿِي کڙو ٿيو ::

(۲۸) پوءِ جڏهِ گھر ۾ آيا تہ سندسِ شاگردنِ خُلاصو اچِي کانئس پُڇيو تہ اسِين هِن کي ڇو نہ ڪڍي سگھياسُون (۲۹) تڏهِ ٻاڻ اُنهن کي چياءُ تہ هيُ ذاتِ نِماز ۽ روزي ڌاران ڪنهِ پَرِ نِڪري نٿي سگھي ::

(۳۰) پوءِ اُهي اُتاهِين نِڪري گلِيل مَاً ٿيندا هليا ويا ۽ ٻانياءُ ٿي تہ ڪو نہ ڄاڻيسِ (۳۱) سو هِنلاءِ تہ هُن پهنجي شاگردنِ کي سمجھائي چيو ڪِ هيُ آدم جو پُٽُ ماڻهُنِ جي هٿِ حِوالي ٿو ٿئي ۽ اُهي هنکي مارِيندا ۽ اُهو مارجي ٽئي ڏِينهِ ورِي جِي اُٿندو (۳۲) پر اُنهنِ اِها ڳالهِ نہ سَمُجھي ۽ کانئس ورِي پُڇڻ کان ڊِنا ::

(٣٣) پوءِ پاڻ ڪفرناحُوم ۾ آيو ۽ اُتي گهر ۾ پُڇِيو اُنهن کان پُڇيائين ته اوهان واٽ تي پاڻ ۾ ڪهڙو بحث ٿي ڪيو (٣٤) پر اُهي ماٺِ ۾ ٿي رهيا هِن لاءِ ته اُنهن واٽ تي پاڻ ۾ هيءُ بحث ٿي ڪيو ڪِ اسان ۾ وڏو ڪيرُ آهي (٣٥) تڏهن پاڻ ويهي اُنهن ٻارهن کي ڪوٺي چيائين ته جيڪو ڀانئي ته آءٌ وڏو ٿيان سو سڀڪان ننڍو ۽ سڀ جو ٻانهون ٿئي (٣٦) پوءِ هِڪڙي ننڍي ٻار کي ڪوٺي اُنهن جي وِچ ۾ ٻهاريائين ۽ تنهن کي هنج ۾ وٺي چيائين (٣٧) ته جيڪو مُهنجي نالي ڪري اِهڙن ٻارن مون ڪنهن هِڪڙي کي ٿو مڃي سو مُنکي ٿو مڃي ۽ جيڪو مُنکي ٿو مڃي سو رُڳو مُنکي نه پر جنهن مُنکي موڪليو آهي تنهن کي ٿو مڃي ⁘

(٣٨) تڏهن يُوحن وَرندئي ۾ چيُس اي اُستاد اسان هڪڙي کي تُهنجي نانءَ ڪري ڀُوت ڪڍندو ڏٺو ۽ اُهو اسانجو سنگتي نه آهي تنهن ڪري اسان اُنکي جهليو ڇوجو اُهو اسانجي پوليائي نٿو ڪري (٣٩) تڏهن يسُوعَ چيو اُنکي متان جهليو ڇوجو اِهڙو ڪونهي جو مُهنجو نانءُ وٺي ڪرامت ڏيکاري مُنکي ٿهه ٻُڇڙو چئي سگهي (٤٠) ته جيڪو اسانجي اُبتڙ نه آهي سو اسانجي پاسي آهي (٤١) ڇا کان ته هي مسِيح جا آهِن اِئي ڄاڻي جيڪو مُهنجي نالي ڪري اوهانکي پاڻي جو ڪٽورو پيارِيندو آءٌ سچُ ٿو چوان ته اُهو پهنجو بدرُ ڪڏهن نه وِڃائيندو ⁘

(۴۲) ۽ هي ننڍا جي مُون تي ويساهہ ٿا آڻين تن مون هِڪڙي کي جيڪو ٺاٻڙائي تنهِ لاءِ اِنهي کان هيءُ چڱو آهي جو اُنکي جنڊ جو پُڙُ ڳچيءَ ۾ ٻَڌي سَمُنڊ ۾ ٻوڙجي (۴۳) ۽ جيڪڏهِ تُنهجو هٿُ توکي ٺاٻڙائي تہ اُنکي وڍي ڇڏِ سو اِنهي لاءِ تہ ٽِينبهُ حياتيءِ ۾ ٽُونڊو ٿي هلڻُ تُنهجي لاءِ اِنهي کان چڱو آهي جو تُون ٻہ هٿ رکي دوزخ جي اُنهي باهِ ۾ پوي جا ڪڏهِ نہ ٿي وِسامي (۴۴) تہ جِتي اُنهن جو ڪِئُون نٿو مري ۽ باهِ نٿي وِسامي (۴۵) ۽ جيڪڏهِ تُنهجو پيرُ توکي ٺاٻڙائي تہ اُنکي وڍي ڇڏِ تہ هميشه جي جِياپي ۾ منڊو ٿي هلڻُ تُنهجي لاءِ اِنهي کان چڱو آهي جو تُون ٻہ پير رکي دوزخ جي اُنهي باهِ ۾ پوي جا ڪڏهِ نٿي وِسامي (۴۶) تہ جِتي اُنهن جو ڪِئُون نٿو مري ۽ باهِ بِہ نٿي وِسامي (۴۷) ۽ جيڪڏهِ تُنهجي اَکِ توکي ٺاٻڙائي تہ اُنکي ڪڍي ڇڏِ تہ خُداءِ جي بادشاهيءَ ۾ ڪاڻو ٿي پِهڻُ تُنهجي لاءِ اِنهي کان چڱو آهي جو تُون ٻہ اکيُون رکي دوزخ جي باهِ ۾ وِجهجي (۴۸) جِتي اُنهن جو ڪِئُون نٿو مري ۽ باهِ بِہ نٿي وِسامي (۴۹) ڇوجو سڀڪو ماڻهُون باهِ ڪري نِمڪوارو ڪِبو ۽ سڀڪا قُرباني لُوڻ سان سلُوڻي ڪِبي ⁘

(۵۰) لُوڻُ تہ چڱي شيءِ آهي پر جيڪڏهِ لُوڻُ پاڻ ڪرجي پوي تہ اوهي اُنکي ڪنهِ سان ٺاهيندؤ پوءِ اوهي پاڻ ۾ نِمڪ رکو ۽ پاڻ ۾ ميلاپُ ڪريو ⁘

## بابُ ١٠

پوءِ هُو اُتائنهون اُٿِي يردن جي پارِ يهُوديه مُلڪ جي سِيُءَ ۾ آيو ۽ ميڙاڪا وٽسِ وري اچِي گڏُ ٿيا ۽ پاڻ پهنجي رِيت وانگرُ اُنهن کي وري تعلِيمُ ڏيڻ لڳو ⁘

(٢) تہ فرِيسيُنِ وٽسِ اچِي آزمُودي ڪرڻ لاءِ کائنس پُڇيو تہ ماڻهُوءَ کي پهنجي زال جي طلاق ڏِيڻُ روا آهي ڪِ نہ (٣) تہ اُنهنِ کي ورندي ۾ چيائ مُوسيٰ اوهانکي ڪِهڙو حُڪُمُ ڏِنو آهي (٤) تہ اُنهنِ چيو مُوسيٰ هِيُءَ موڪل ڏِني آهي تہ طلاقنامو لِکي ڇڏي ڏِجي (٥) تڏهِ يسُوعَ وراڻِي ڏِيئِي چيُنِ تہ اُن اوهانجي دِل جي ڏاڍائِيءَ ڪري اوهاً لاءِ اُهو حُڪُمُ لِکيو آهي (٦) پر خلق جي مُنڍ کان تہ خُداءِ نَرُ ۽ مادِيِئِي ٺاهيا آهِنِ (٧) اِنهي ڪري ماڻهُون پهنجي ماءُ پيُءُ کي ڇڏي پهنجي زال ساً گڏيو رهندو (٨) ۽ اُهي ٻَئِي هِڪُ تَنُ ٿِيندا سو اِنهي کان پوءِ اُهي ٻہ نہ آهِنِ پر هِڪَتَنُئِي آهِنِ (٩) پوءِ جنهِ کي خُداءِ جوڙو ڪيو آهي تنهِ کي ماڻهُون ڌار نہ ڪري ⁘

(١٠) ۽ گهر ۾ وري سندس شاگِردنِ اِنهِيُ ڳالهِ جو کائنس پُڇيو (١١) تہ اُنهنِ کي چياءِ جيڪو پهنجي زال ڇڏي ٻِئِي ساً ٿو پرڻِجي سو تنهِ جي باب ۾ حرامُ ٿو ڪري (١٢) ۽ جيڪڏهِ زال پهنجي مُڙس کي ڇڏي ٻِئِي ساً پرڻِجي تہ اُها بِہ حرامُ ٿِي ڪري ⁘

(۱۳) وري ڪِنِ ٻار وٽِس آندا تہ هُنِنِ تي پنهجو هَٿُ ڦيري پر سندس شاگردنِ اُنهنِ آڻڻوارنِ کي ڇڙٻ ڏِني (۱۴) تہ يسُوع اِئي ڏِسي ڏاڍو اڙهو ٿِئو ۽ تنِ کي چياءِ ٻارڙنِ کي مُون وٽ اَچڻُ ڏيو ۽ هُننِ کي نہ جهليو ڇوجو خُداءِ جي بادشاهي اهڙنِ جي آهي (۱۵) آءٌ اوهان کي سَچُ ٿو چوان تہ جيڪو خُداءِ جي بادشاهي کي ننڍي ٻار وانگُر نہ مڃيندو سو تنهِ منجهہ ڪي نہ گهِڙندو (۱۶) پوءِ پاڻ اُنهنِ کي پنهنجي هنج ۾ کڻي مٿنِ هٿُ ڦيري برڪت ڏِنائينِ ۞

(۱۷) ۽ جڏهِ پاڻ واٽ تي هليو ٿي ويو تڏهِ هِڪڙو ماڻهُون ڊوڪندو وٽِس آيو ۽ سندس اڳياً مُونا ٽيڪي پُڇياءِ تہ اي نيڪ اُستاد آءٌ ڇا ڪري سدا جِئڻ جو وارِثُ ٿيان (۱۸) تہ يسُوعَ اُنکي چيو تُون مُنکي نيڪُ ڇو ٿو چئين نيڪُ اُنهي هِڪڙي يعني خُداءِ ڌاران ڪوئي ڪونهي (۱۹) تُون تہ حُڪُمنِ کي ڄاڻين ٿو تہ حرامُ نہ ڪرِ ۽ خُون نہ ڪرِ ۽ چوري نہ ڪرِ ۽ ڪُوڙي ساکَ نہ ڀَرِ ۽ ٺوهُ نہ ڪرِ ۽ پنهنجي ماءُ پيُ کي مانُ ڏي (۲۰) تہ اُن ورنديَ ۾ چيو تہ اي اُستاد آءٌ ننڍپڻ کان اُنهنِ سڀني کي مڃيندو آيو آهيان (۲۱) تڏهِ يسُوعَ تنهِ ڏي نِهاري پيارُ ڪري چيو تہ هِڪڙيءَ ڳالهِ جي تو ۾ اُوڻائي آهي تہ وڃُ ۽ جيڪي اَٿيءِ سو وِڪڻي غريبنِ کي ڏي تہ آسمان ۾ خزانو مِلندئي پوءِ هيڏي اچُ ۽ صلِيبُ کڻي مُهنجي پُٺيون اچي لڳُ (۲۲) تہ اُهو اِنهيءَ ڳالهِ ڪري انمنيو ٿِي فِڪرائتو هليو ويو ڇوجو اُهو ڏاڍو مالوارو هو ۞

(٢٣) تڏهِ يسُوعَ چوڌاري نِهاري پنهنجي شاگِردنِ کي چيو تہ خُداء جي بادشاهيءَ ۾ مالوَارنِ جو گهِڙڻُ ڪِهڙو اَوکو آهي (٢٤) تہ اُهي شاگِرد سندس اِنهيءَ ڳالهِ ڪري وِسَا ٿيا تڏهِ يسُوعَ وري وراڻي ڏِيئي چيُنِ اي ٻارو جيڪي مال تي ڀَروسو رکن اُنهنِ کي خُداء جي بادشاهيءَ ۾ گهِڙڻُ ڪِهڙو اَوکو آهي (٢٥) تہ خُداء جي بادشاهيءَ ۾ مالوَاري جي گهِڙڻ کان سُئيءَ جي ناڪي ۾ اُٺ جو لنگهڻُ سَوکو آهي (٢٦) پوءِ اُهي هيڪاري وِسَا ٿي پاڻ ۾ چوڻ لڳا تڏهِ ڪيرُ ڇوٽڪو لهي سگهندو (٢٧) تڏهِ يسُوعَ اُنهنِ ڏي نِهاري چيو تہ ماڻهُنِ کان اِها اَڻٿيئڻي آهي پر خُداء کان اِها اَڻٿيئڻي نہ آهي ڇوجو خُداء کان سڀڪجهہ ٿي تو سگهي ؛

(٢٨) تڏهِ پطرس کيس چوڻ لڳو تہ ڏِسُ اسان سڀڪجهہ ڇڏي تُنهنجي پُٺِ ورتي آهي (٢٩) تہ يسُوعُ ورندي ۾ چيو آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوَان تہ جنهِ ڪنهِ گهر جان ڀائُرَ جان ڀينرُون جان ماءُ جان پيءُ جان جوءِ جان ٻارڇا جان ٻنيُون مونلاءِ ۽ اِنجيل لاءِ ڇڏي ڏِنيُون آهِنِ (٣٠) سو اِهڙو ڪوئي ڪو نهي جنهِ کي هِن زمانيءَ ۾ سَئُوڻا گهر ۽ ڀائُرَ ۽ ڀينرُون ۽ ماءُ ۽ ٻار ۽ ٻنيُون نہ مِلنِ پر اُهي تہ ڏکنِ سان مِلنديُسِ ۽ آخِرت ۾ هميشه جو جِيابو بہ مِلندُس (٣١) پر گهڻا پهريان پويا ٿيندا ۽ پويا پهريان ٿيندا ؛

(٣٢) ۽ جڏهِ اُهي واٽ وٺي يرُوشلِيم ڏي ٿي چڙهيا ۽ يسُوع اُنهنِ کان اڳي

وڌي ٿي هليو تڏهِ اُهي وِسا ٿيا ۽ ڀِڄندا ڀِڄندا سندس پُٺياً لڳا ويا پوءِ وري اُنهنِ ٻارهنِ کي ڪوٺي جيڪي مٿِسِ ٿِئڻو هو سو چوڻ لڳو (٣٣) ته ڏِسو اسين يرُوشلِيمر ڏي ٿا هلُون ۽ هيُ آدمر جو پُٽُ سردار ڪاهِنن ۽ شرع سيکارڻوارنِ جي هٿِ ڏِبو ۽ اُهي سندس مارڻ جو حُڪُمر ڏِيندا ۽ کيس ٻِئنِ قوَمنِ جي هٿِ پرنِيندا (٣٤) ۽ اُهي ساڻُس گهِڻا ڪندا ۽ کيس چِمڪيُون هڻندا ۽ مٿِسِ ٿُڪُون وِجهندا ۽ پوءِ ماري وِجهندسِ ۽ اُهو ٽِئي ڏِينهِ وري جي اُٿندو ❖

(٣٥) تڏهِ زبديءَ جي پُٽن يعقُوب ۽ يُوحن وٽِسِ اچي چيو اي اُستاد اسين چاهيُون ٿا ته جيڪي اسين گهُرنداسين سو تُون اساً کي ڏِئين (٣٦) تڏهِ اُنهنِ کي چيائين اوهين ڇا ٿا گهُرو جو آءٌ اوهانکي ڏِيان (٣٧) ته اُنهنِ چيُس اسانکي هيُ ڏي جو تُنهنجي جُلوي ۾ اساً مون هِڪڙو تُنهنجي سڄي هٿِ ۽ ٻِئو کٻي هٿِ وِهي (٣٨) تڏهِ يسُوع اُنهنِ کي چيو اوهين نٿا ڄاڻو ته ڇا ٿا گهُرو جو جنهِ جامر مان آءٌ ٿو پِيان تنهِ ماً ڪِ اوهين پِي ٿا سگهو ڇا ۽ جا ٻپتِسما آءٌ ٿو وٺان سا ڪِ اوهين وٺي ٿا سگهو ڇا (٣٩) اُنهنِ چيُس هاءِ سگهُون ٿا ته يسُوعَ چيُنِ جنهِ جامر ماً آءٌ ٿو پِيان تنه ماً ته اوهين پِئندو ۽ جا ٻپتِسما آءٌ ٿو وٺان سا ٻه اوهين وٺندو (٤٠) پر مُنهنجي سڄي ۽ کٻي هٿِ وِهڻ ٻِئنِ کي مُنهنجو ڏِئڻُ نه آهي پر تنِ کي جنِ لاءِ ٺهيو پيو آهي ❖

(٤١) پوءِ جڏهِ ٻِئن ڏهنِ اِئي ٻُڌو تہ يعقوب ۽ يُوحن تي ڪاوڙجڻ لڳا (٤٢) تڏهِ يسُوعَ تنِ کي پاڻ وٽِ ڪوٺي چيو اوهين ڄاڻو ٿا تہ هُو جي ٻِئنِ قوُمنِ تي حاڪِمُ ٿا چوائِينِ سي اُنهنِ تي سرداري ٿا ڪنِ ۽ سندنِئي وڏيرا مَٿنِ ٻُڇناتي ٿا هلائينِ (٤٣) سو اوهان ۾ اِئي نہ ٿِيندو پر جيڪو اوهانمان وڏو ٿِئڻ ڀائي سو اوهانجو خادِمُ ٿِي رهي (٤٤) ۽ اوهانمّاً جيڪو وڏو ٿِئڻُ ٿو ڀائي سو سڀنِي جو ٻانهون ٿِي رهي (٤٥) ڇوجو هيُ آدمُ جو پُٽُ بِہ خِدمت ڪرائڻ لاءِ نہ پر پاڻ خِدمت ڪرڻ لاءِ ۽ پهنجو جِيُ گھڻنِ جي بدِران ڏِئڻ لاءِ آيو آهي ⁘

(٤٦) پوءِ وريِ اُهي يَرِيحا ۾ آيا ۽ جڏهِ پاڻ ۽ سندس شاگِرد ۽ هِڪڙو وڏو ميڙاڪو يرِيحا کان ٿي نِڪِريو تہ اُتي طِيمَئي جي پُٽ بَرطيمَئِي واٽ جي پرتي وِيٺي ٻِنئُو (٤٧) تنهِ جڏهِ ٻُڌو تہ هيُ يسُوع ناصري آهي تہ رڙِ ڪري هيُ چوڻ لڳو اي يسُوع داؤُد جا پُٽ مُون تي ٻاجھ ڪرِ (٤٨) تڏهِ گھڻنِ تنهِ کي جھليو تہ ماٺِ ڪرِ پر اُهو هتائِي ڏاڍِي رَڙِ ڪري چوڻ لڳو تہ اي داؤُد جا پُٽ مُون تي ٻاجھ ڪرِ (٤٩) تڏهِ يسُوع ٻيِهي تنهِ جي ڪوٺڻ جو حُڪُمُ ڏِنو تہ اُنهنِ تنهِ اندھي کي هيُ چئي سڏيو تہ دِلجاءِ ڪرِ اُٿُ اُهو تو کي ٿو سڏي (٥٠) تڏهِ اُهو پهنجو ڪپڙو اُڇيئي ڇڏي يسُوعَ وَٽِ اُٿي آيو (٥١) تہ يسُوعَ تنهِ کان پُڇيو تُون ڇا ٿو گھُري تہ آءٌ تو لاءِ ڪريان تہ اُن اندھي چيُس تہ اي

خُداوند آءٌ وري ڏِسانوائِسان (۵۲) تہ يسُوع تنهِ کي چيو وَڄُ تُهنجي وِساهَ تو
کي بچايو تہ نهيہ ڏِسڻ‌وائِسڻ لڳو پوءِ وات ۾ يسُوع جي پُٺيان اُٿي هليو ؛

## بابُ ۱۱

پوءِ جڏهِ اُهي يرُوشلِيم جي وِجهو زَيتُون جي ٽکر وٽ بيتّفگا ۽ بيتّعنيا
۾ آيا تڏهِ اُن پهنجي شاگِردنِ مون ٻِنِ کي اوڏي موڪليو (۲) ۽ تِنِ کي چياءٌ
اوهِي هِن سامُهي ڳوٺ ۾ وڃو ۽ اُن ۾ پهڙدي سآ هِڪڙي کودِڙي کي ٻَڌلُ
ڏِسندؤ جنهِ تي اجآ ڪو نہ چڙهيو آهي اُنکي ڇوڙي وٺي اَچو (۳) ۽ جيڪڏهِ
ڪوئِي ماڻهُون اوهانکي چوي تہ هِي ڇا تا ڪريو تہ اوهِي چئجو خُداوند کي
هُن جي گُهرج آهي تہ اُهو نهيہ تنهِ کي هيڏهون موڪليندو (۴) تہ اُهي اوڏاهِي
ويا ۽ اُن کودِڙي کي در جي وِجهو ٻاهر ٻِواٽي وٽ بڌلُ ڏِٺاءٌ ۽ اُنکي ڇوڙياءٌ
(۵) تڏهِ جيڪي اُتي بِيٺا هُوا تنِ مون ڪِنِ چيُنِ تہ هِي کودڙو جو ڇوڙيو تا
سو ڇا تا ڪريو (۶) تہ يسُوعَ جيُّ ڪِينِ چيو هو تيُّ تنِکي چياءٌ پوءِ اُنهنِ تنِ
کي وڃڻُ ڏِنو (۷) تڏهِ اُهي اُن کودِڙي کي يسُوعَ وٽ وٺي آيا ۽ پهنجا ڪپڙا
اُنتي وِڌاءٌ ۽ هُو اُن تي چڙهيو وِيٺو ؛

(۸) تہ گهڻنِ پهنجا ڪپڙا وات تي وِڇانيا ۽ ڪِنِ وڻنِ جيُون ٽاريُون وڍي
وات تي وِڇايُون (۹) ۽ جيڪي سندس اڳيآ ۽ پُٺيآ ٿي هليا تنِ واڪو ڪري

تي چيو تہ هوشِعنّا مُبارڪ آهي أهو جو خُداوند جي نالي تي ٿو اچي
(١٠) مُبارڪ آهي اسانجي پيءُ داؤد جي بادشاهي جا خُداوند جي نانوَ ڪري
ٿي اچي تہ مٿي آسمان ۾ هوشِعنّا ؞

(١١) پوءِ يسُوع يروشلِيم ۾ اچي هَيڪل ۾ پيٺو ۽ چَوڌاري سڀني شين ڏي
ڏِسي پوءِ اُنهن ٻارهن سُوڌو بيتعنّيا ڏي هليو ويو ڇوجو سانجهي ٿي وِيئي هُئي ؞
(١٢) ۽ صُبحاً تي جڏهِ اُهي بيتعنّيا کان ٻاهر نِڪتا تہ کيس بُکَ لڳي
(١٣) تہ پري کان هِڪڙو انجير جو وَڻُ پنن سآ پريل ڏِسي اُنجي وِجهو ويو جو
مَن هُن مآ ڪي لڀي ۽ جڏهِ اُنوَٽ آيو تہ پنن ڌاراً ڪي ڪين لَڌاءِ ڇوجو
انجيرن جي مُندَ نہ هُئي (١٤) تڏهِ يسُوع تنهِ کي چيو اَڄ کان وٺي ڪڏهِ ڪوئي
متآ توکان ڦرُڪائي ۽ اُها ڳالهِ سندس شاگردن ٻُڌي ؞

(١٥) پوءِ اُهي يرُوشلِيم ۾ آيا ۽ يسُوعَ هَيڪل ۾ وڃي جِن اُتي هَيڪل ۾
ڳِڌو ۽ وِڪڻيو تي تن کي ٻاهر ڪڍياءِ ۽ صرافن جا تختا ۽ ڪبُوترائِن جيُون
صندليُون اُونڌيُون ڪري ڇڏياءِ (١٦) ۽ ڪنهِ کي هَيڪل جي واٽان باسڻُ
کڻي لنگهي وڃڻُ نتي ڏِناءِ (١٧) ۽ اُنهن کي هيُ چئي سَمُجهائڻُ لڳو تہ هيُ نہ
لِکيو آهي ڇا تہ مُهنجو گهر سڀني ذاتين لاءِ بندگي جي جاءِ چئبو پر اوهاً
اُنکي چورن جي ڏر ڪيو آهي (١٨) جڏهِ شرع سيکارڻهارن ۽ سردار ڪاهنن
اِئيهي ٻُڌو تہ رِٿ ڪرڻ لڳا جو هِن کي ڪيئن اُڦٽ ماريُون ڇوجو اُهي هِن

ڪري ڪاڻس ٿي ڊِنا تہ سڀ ماڻھون سندس تعلِيمر ڪري عجب ۾ پئي
ويا ھُوا (١٩) ۽ جڏھِ سانجھي ٿي تہ پاڻ شھرڪان ٻاھرِ نڪري ويو ؛
(٢٠) پوءِ صُبح جو جڏھِ اُتائھي اچي لنگھيا تہ اُن انجِير جي وڻ کي پاڙ کان
سُڪلُ ڏِٺائُون (٢١) تڏھِ پطرس يادِ ڪري چيُسِ اي خُداوند ڏِسُ ھيُ انجِير
جو وَڻُ جنھِ کي تو پِٽيو ھو سو سُڪي ويو آھي (٢٢) تہ يسُوعُ ورنديءَ ۾ چيُنِ
اوھي خُداءِ تي وِيساھُ رکو (٢٣) ڇوجو آءٌ اوھانکي سَچُ ٿو چوان تہ جيڪو
ھِن ٽڪر کي چوَندو تہ ھِتون پٽجي سَھُنڊ ۾ وڃي پَوُ پر پھنجي دِل ۾ شڪ
نہ آڻي اُنلو ھيُ پڪ آڻي تہ جيڪي آءٌ چوَندُس سو ٿِيندو تہ پوءِ جيڪي
اُھو چوَندو سو تنھِ لاءِ ٿي پوَندو (٢٤) سو اِنھي لاءِ آءٌ اوھانکي ٿو چوان تہ دُعا
۾ جيڪي اوھي گھُرو ٿا تنھِ جي مِلڻ جو شڪُ نہ آڻيو تہ اُھو اوھانکي مِلندو
(٢٥) ۽ جڏھِ اوھي دُعا گھُرڻ لاءِ ٿا بِيھو تہ ڪنھِ سأ اوھانجي اڙٻي ھُجي تہ اُنکي
معافُ ڪريو سو اِنھي ڪري تہ اوھانجو پيُ جو آسمان ۾ آھي سو اوھانجي
بِہ گُناھن کي مُعافُ ڪري (٢٦) پر جيڪڏھِ اوھي مُعافُ نہ ڪندؤ تہ
اوھانجو پيُ جو آسمان ۾ آھي سو بِہ اوھانجا ڏوھ معافُ نہ ڪندو ؛
(٢٧) پوءِ اُھي موٽي يرُوشلِيمر ۾ آيا ۽ جڏھِ پاڻ اُتي ھَيڪل ۾ پئي گھُميو
تہ سردار ڪاھِن ۽ شرع سيکارڻوارا ۽ وڏيرا وٽسِ آيا (٢٨) ۽ ڪاڻس پُڇياءُ تہ تُون
ڪِھڙيءَ ٻُجنديءَ ڪري ھي ڪمر ٿو ڪرين ۽ تو کي اِنھن ڪمن ڪرڻ جي

ٻُڇندڙ کنهِ ڏِني آهي (٢٩) تڏهِ يسُوعَ وَراڻي ڏِيئي چيُنِ تہ آءٌ بِہ اوهانکان هِکڙي ڳالهِ ٿو پُڇان اوهي تنهِ جي ورندي ڏِيو تہ پوءِ آءٌ بِہ جنهِ ٻُڇندئي سَّا هي ڪمَ ٿو ڪريان سو اوهانکي چوَندُسِ (٣٠) تہ يُوحن جي ٻپتِسما آسمان کان هُئي کِ ماڻهُن کان اِنهي جيَ مُنکي ورندي ڏِيو (٣١) تڏهِ اُهي پاڻ ۾ گِڙٻڙ لڳا تہ جيڪڏهِ اسي آسمان کان ٿا چئُون تہ هيُ چوَندوسي پوءِ اوهان اُنتي ويساهُ ڇو نہ آندو (٣٢) ۽ جيڪڏهِ ماڻهُن کان ٿا چئُون تہ ڇا ٿِيندو ڇوجو خلق کان ٿي ڊِنا سو اِنهي لاءِ تہ مِڙيئي يُوحن کي تحقِيق نبي ڪري ميڃيندا هُوا (٣٣) تڏهِ اُنهنِ يسُوعَ کي ورندي ۾ چيو تہ اَسانکي اِها سُڌِ ڪانهي تہ يسُوعَ وراڻي ڏِيئي چيُنِ آءٌ بِہ اوهانکي نٿو چوان جو ڪِهڙي ٻُڇندئي سَّا هي ڪمَ ٿو ڪريان ⁘

بابُ ١٢

وري اُهو تنِ کي مِثالنِ ۾ چوڻ لڳو تہ هِڪڙي ماڻهُوَ ڊاک جو باغُ پوکيو ۽ اُنجي چوُڌاري لوڙهو ڏِناءٌ ۽ تنهِ ۾ رَسُ ڪڍڻ جي جاءِ کوٽياءٌ ۽ منجهِس هِڪڙو ٿُلهُ اڏياءِ پوءِ اُهو باغاڻنِ جي هٿِ ڏِيئي پاڻ کنهِ ٻِئي مُلڪ ۾ هليو ويو (٢) پوءِ مُند جي ڏِينهنِ ۾ اُنهي هِڪڙو نوُڪرُ تنِ باغاڻنِ ڏي موڪليو تہ باغاڻنِ کان ڊاک جي باغ جو ڦَرُ وٺي اچي (٣) تہ اُنهنِ تنهِ کي جهلي مار ڏِيئي نلهنِ هٿن پُٺ تي موڪليو (٤) وري ٻِئي ڀيري اُنهي تنِ ڏي هِڪڙو

نؤڪرُ موڪليو تہ اُنهن پهڻُ هڻي تنهِ جو متو ڦاڙي ڇڏيو. پوءِ ٻيو ڪري تنهِ کي موٽائي موڪليو (۵) وري اُنهي هڪڙي ٻئي کي موڪليو تہ اُنهن تنهِ کي ماري وڌو پوءِ ٻئن گهڻن کي ڪن کي ڦٽياءِ ڪن کي اُڦتُ ماري وڌاءِ (۶) پوءِ اُنجو هڪڙوئي سڪيلڊو پٽُ هو نيٺ تنهِ کي بہ اُنهن وٽ هيٺِ جاڻي موڪلياءِ تہ هن مُهنجي پُٽ کي مڃيندا (۷) پر اُنهن باغاين پاڻ ۾ چيو اِجهو هيءُ وارثُ آهي اچو تہ ماري ڇڏيون تہ ورثو اسانجو ٿيندو (۸) تہ اُنهن تنهِ کي جهلي ڪُٺو ۽ باغ جي ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪيائُن (۹) هاڻي باغ جو ڌڻي اُنهن کي ڪيئن ڪندو تہ اُهو اُنهن باغاين کي چَٽُ ڪري ٻاڪ جو باغُ ٻئن کي ڏيندو (۱۰) تہ اوهان هي لِکت نہ پڙهي آهي ڇا تہ جنهِ پهڻ کي رازنِ ٻيڪمو ڄاتو سوئي ڪُنڊ جو سرو ٿيو (۱۱) تہ اُهو خُداوند کان ٿيو آهي ۽ اسانجي ڏسڻ ۾ عجب جهڙو ٿو لڳي ÷

(۱۲) تڏهِ اُنهن ٻانيو تہ هن کي جهليون پر ماڻهن کان ٿي ڊنا ڇوجو اُنهن ڄاتو تہ هن هيءُ مِثالُ اَسان تي ئي ڏِنو آهي پوءِ کيس ڇڏي هليا ويا ÷

(۱۳) موٽي اُنهن ڪن فريسن ۽ هيروديُن کي وٽس موڪليو تہ سنديَس ڳالهيُن مان ڪنهِ اَٽڪي ۾ جهلينس (۱۴) پوءِ اُنهن وٽس اچي چيو اي اُستاد اسين ڄاڻون ٿا تہ تون سچو آهين ۽ تو کي ڪنهِ جي ڪاڻِ نہ آهي ڇوجو تون ماڻهن جي وَٽِ نٿو ڪرين اُنلو خُداءِ جي واٽ سچائيءَ سان ٿو ڏيکارين ڇوُ

تہ قَيصر کي ڍل ڏِئڻُ روا آهي ڪِ نہ (١٥) ۽ اسين ڏِيُون ڪِ نہ ڏِيُون پر هُن تنِجو
بوہُ سَمُجهي اُنهن کي چيو تہ اوهين مُنکي چو ٿا آزمايو هاڻي هِڪڙو دِينارُ
مُونکي آڻيو تہ آءٌ ڏِسان (١٦) تہ اُهي کڻي آيا تڏهِ پاڻ اُنهنِ کان پُڇياءٌ تہ
هيءُ ڪنهِ جي مُورت ۽ ڪنهِ جو چِڪو آهي چيائُونِ قَيصر جو (١٧) تہ يسوعُ
وَرندي مِ اُنهنِ کي چيو تہ جيڪي شيُون قَيصر جيُون آهِنِ سي قَيصر کي ڏيو ۽
جيڪي خُداءِ جيُون سي خُداءِ کي ڏيو تڏهِ اُهي اُنکان عجب ۾ پِئا :

(١٨) وري صدُوقي جي چوَنِ ٿا تہ قِيامت ڪانهي تَنِ وِٽسِ اچي پُڇيو
(١٩) ڇي اي اُستاد مُوسيٰ اسان لاءِ لِکيو آهي تہ جيڪڏهِ ڪنهِ جو ڀاءُ بي
اَوُلاد ٿي جوءِ ڇڏي مري وڃي تہ اُنجو ڀاءُ تنهِ جي جوئِءُ کي پرڻي پهنجي
ڀاءُ لاءِ اَوُلاد پَيدا ڪري (٢٠) هاڻي ڪي ست ڀائُرَ هُوا تنِ ماً پهرِئي زال پرڻي ۽
بيِاَوُلاد ٿي مري ويو (٢١) پوءِ ٻِئي اُنکي پرڻيو ۽ اُهو بہ بيِاَوُلاد ٿي مري ويو ۽
اِنهيءَ طرح ٽِئي بہ ڪيو (٢٢) ۽ اِئيئي ستني اُنکي پرڻيو پر سڀئي بي اَوُلادا مري
ويا نيٺِ سڀني کان پوءِ اُها زال بہ مُئي (٢٣) هاڻي قِيامت جي ڏِينهِ جڏهِ
اُهي جيِاُٿندا تہ اُها اُنهنِ ماً ڪنهِ جي جوءِ ٿِيندي ڇوجو ستني اُنہَ کي
جوءِ ڪيو هو (٢۴) تہ يسُوعُ ورندي ۾ اُنهنِ کي چيو اوهين تہ اِنهيئي ڪري نہ
ڀُليا آهيو ڇا جو اوهين نہ ڪِتابنِ کي ۽ نہ خُداءِ جي قُدرت کي ٿا ڄاڻو
(٢٥) ڇوجو جڏهِ مُئنِ مان جيِاُٿندا تہ اُهي نڪي پرڻِيندا نَڪي پرڻائبا

پر جيئُ فِرشتا آسمان ۾ ٿا رهنِ تيئُ أهي بِ رهندا (٢٦) ۽ مُئنِ جي جيأُٿڻ بابت اوهان مُوسيٰ جي ڪِتاب ۾ نہ پڙهيو آهي ڇا تہ خُداءِ وٽ مًا سانُس ڪيئُ ڳالهايو تہ ابرهام جو خُداءِ ۽ اِسحاق جو خُداءِ ۽ يعقُوب جو خُداءِ آءٌ آهيان (٢٧) تہ أهو مُئنِ جو نہ پر جِئرنِ جو خُداءِ آهي پوءِ اوهين ڏاڍا ڀُليا آهيو ‪:‬

(٢٨) تڏهِ شرع‌سيکارڻ‌وارنِ مون هِڪڙي أنهنِ جي ڀيچڳالهِ ٻُڌي سَمُجهو جو هِن هِننِ کي چڱي وراڻي ڏِني پوءِ أنهي وِچهو اچي کانُس ڀُڇيو تہ سيني حُڪمنِ مون پهريون حُڪُم ڪِهڙو آهي (٢٩) تہ يسُوعَ أنکي ورندِئي ۾ چيو تہ سيني حُڪمنِ ۾ پهريون هيءُ آهي ڇي اي اِسرائيل ٻُڌُ أهو خُداوندُ جو اسانجو خُداءِ آهي سو هِڪڙوئِي خُداوندُ آهي (٣٠) ۽ تُون أنهي خُداوند پهنجي خُداءِ کي پهنجِي پُورِئِ دِل سًا ۽ پهنجي پُورِئِ جِيءُ سًا ۽ پهنجي پُورِئِ سَمُجه سًا ۽ پهنجِي پُورِئِ سگه سًا گهڻو پِيَاءِ اِهو پهريون حُڪُم آهي (٣١) ۽ ٻئو اِنهي جِهڙو هيءُ آهي تہ تُون پهنجي پاڙيسرِئِ کي پاڻ جِهڙو ڪري پِيَاءِ اِنهنِ کان وڏو ٻئو حُڪُم ڪونہ آهي (٣٢) تڏهِ أن شرع‌سيکارڻ‌واري چيُسِ واهُ اي أستاد تو نيڪ چيو ڇوجو خُداءِ هِڪڙوئِي آهي أن ڌارًا ٻئو ڪو نهي (٣٣) ۽ أنکي پهنجِي پُورِئِ دِل ۽ پُورِئِ سَمُجه ۽ پُورِئِ جِيءُ ۽ پورِئِ سگه سًا گهڻو پِيَارُ ۽ پهنجي پاڙيسرِئِ کي پاڻ جهڙو ڪري پِيَارُ اِهو سيني باهِ جي

قُربانِيُنِ ۽ ڪُنلِنِ قُربانِيُنِ کان چنگو آهِي (٣٤) ۽ جڏهِ يسُوعَ ڏِٺو تہ هِن سياڻپ ساً ورندِي ڏِني تڏهِ اُنکي چياءِ تہ تُون خُداءَ جي بادشاهِي کان پري نہ آهِي تنهِ کان پوءِ ڪاڻس پڇڻ جي ڪنهِ هِمت نہ ساري ⁘

(٣٥) وري يسُوع هَيڪل ۾ تعلِيم ڪندي ڪندي چوڻ لڳو تہ شرع سيکارڻ وارا ڪِيئن ٿا چوَنِ تہ مسِيحُ داوُد جو پُٽُ آهِي (٣٦) ڇوجو داوُد پاڻ رُوحِ قُدس ڪري چيو۔آهِي تہ خُداوَند مُهنجي خُداوَند کي چيو تہ تُون مُهنجي سڄي هٿ وِيهُ جيسِي توڙي آءٌ تُهنجي ويرِيُنِ کي تُهنجي پيرنِ رکڻ جي صندُلِي ڪريان (٣٧) سو داوُد تہ اُن کي خُداوند ڪري ٿو چوي پوءِ اُهو تنهِ جو پُٽُ ڪِيئن آهِي ⁘

۽ ماڻهن جي ميڙاڪي سنديَس ڳالهِ چاه ڪري ٻُڌي ٿي ٻُنڌِي (٣٨) ۽ اُن پهنجي تعلِيم ۾ اُنهنِ کي چيو تہ شرع سيکارڻ وارنِ کان خبردارُ رهو جي ڊِگها جاما پائي گهمڻُ ٿا چاهِينِ ۽ بازارِيُنِ ۾ سلامُ ٿا چاهِينِ (٣٩) ۽ عِبادتخانن ۾ وڏِيُنِ گادِيُنِ کي ۽ مِزمانِيُنِ ۾ مٿِيُن جايُنِ کي ٿا چاهِينِ (٤٠) ۽ اُهي رنڙن جي گهرنِ کي ڳِهنِ ٿا ۽ منهُ ڪري نِمازنِ کي ٿا وَڌائِينِ تنهِ ڪري هُنن کي وڌيڪ سيکت مِلندِي ⁘

(٤١) وري يسُوع خزاني جي سامهُون وِيٺي ڏِٺو تہ ماڻهُون خزاني ۾ ڪِيئن پَيسا ٿا وجهنِ ۽ اُتي گهڻنِ شاهُوڪارنِ گهڻُوئِي ٿي وِڌو (٤٢) تہ هِڪڙِي ڪنگال

رن‌زال اچي ۽ ڪسيرا يعني اڌيلو اُنم وِڌو (٤٣) تڏهِ اُن پهنجي شاگِردنِ کي چيو آءٌ اوهانکي سَچُ ٿو چوان تہ جِنِ جِنِ خزاني ۾ وِڌو تِنِ سڀني کان هِن ڪَنگال رن‌زال تمامُ گهڻو وِڌو آهي (٤٤) چوجو سڀني پهنجي مال جي گهڻائيءَ مان ڪي ڏِنو پر هِن پهنجي ڪنگالائيءَ مان جيڪاڪا سنديسِ سڀِي پُونجي هُئِي سا ڏِني آهي ∴

## بابُ ١٣

۽ جڏهِ اُهو هيڪل مان ٻاهرِ ٿِي نِڪتو تہ سندسِ شاگِردنِ مون هِڪڙي کِيسِ چيو اِي اُستاد ڏِسُ هِي ڪِهڙا پهڻ ۽ ڪهڙيُون اڏاوَتُون آهِنِ (٢) تڏهِ يسُوعَ وَرنديءَ ۾ اُنهي کي چيو تہ تُون هِننِ وَڏيُنِ اڏاوتُنِ کي جو ڏِسِي ٿو سو هِتي پهڻُ پهڻ تي نہ رهندو جو ڊاهي نہ ڇڏِبو ∴

(٣) پوءِ جڏهِ پاڻ زَيتُون جي ٽڪر تي هَيڪل جي سامهُون وِيٺو هو تہ پطرس ۽ يعقُوب ۽ يُوحن ۽ اندريِاس خُلاصو اچي کائُس پُڇيو (٤) تہ اسان کي چَؤُ اِهو ڪڏهِ ٿِيندو ۽ اِنهنِ سڀني ڳالهِيُنِ جي ٿِئڻ جو ڪِهڙو نِيشان ڏِسبو (٥) تہ يسُوع وَرنديءَ ۾ تِنِ کي چوڻ لڳو چي اوهِي خبردارُ رهو متان ڪو ڀُلائي وِجهيوَ (٦) جو گهڻا مُهنجي نانوَ ڪري اچي چوَندا تہ اُهو آءٌ آهيان ۽ گهڻنِ کي ڀُلائي وِجهندا (٧) ۽ جڏهِ جنگيُنِ جي ڳالهِ ۽ جنگيُنِ جا هاواڻا ٻُڌو تڏهِ

متاً مُنجهو چوجو اُنهن جو ٽِٽڻُ ضرورُ آهي پر تڏهِ آخر ڪِي نہ ٿِيندي (٨) چوجو ڪُڙمُ ڪُڙم تي ۽ بادشاهي بادشاهيءَ تي چڙهي ڪندي ۽ ڪيترن هنڌن ڌرتي ڌُٻڻ ۽ ڏُڪار ۽ رولا ٿِيندا اِهي سڀ ڏُکن جا مُنڍ آهِن (٩) پر اوهين پهنجي خبرداري ڪريو چوجو اُهي اوهاً کي جهلائي مجلِسن جي هٿ ڏِيندا ۽ اوهين عِبادتخانن ۾ چِڪجي مار کائِيندؤ ۽ اوهين مُهنجي نالي لاءِ حاڪمن ۽ بادشاهن جي اڳيان ڪوٺائبؤ سو اِنهي لاءِ تہ اِها تن لاءِ ساک هُجي (١٠) ۽ پهرياءُ مڙيني ڪُڙمن جي اڳون اِنجيل جو سڏُ وِجهڻُ گُهرجي :

(١١) پر جڏهِ اوهانکي وَٺي وَڃي جهلائيندا تہ اڳيئي ڳڻتي متاً ڪريو جو اسِين ڇا چوَنداسُون ۽ متاً ڪو گهاٽُ گهڙيو پر جيڪي اُن مهل اوهانکي ڏِسبو سوئي چئِجو چوجو چوَڻوارا اوهين نہ آهيو پر رُوح اُلقُدس آهي (١٢) تہ ڀاءُ ڀاءُ کي ۽ پيءُ پُٽ کي کُهڻ لاءِ جهلائيندو ۽ وِياوَ ماءُ پيءُ جي سامهُون ٿِي اُنهن کي مارائِيندا (١٣) ۽ مُهنجي نالي ڪري مڙيئي اوهانجا ويري ٿِيندا پر جيڪو اوڙڪ توڻي نِباهِيندو اُهوئي ڇوٽڪو لهندو :

(١٤) پوءِ جڏهِ اُن سُيڃڪرڻواريءَ اگليءَ شَيءِ کي جنهِ جي ڳالهِ دنئيل نبيءَ ڪئي آهي تنهِ جو جِتي ٻِهڻُ رَوَا نہ آهي تِتي اُنکي بِيٺو ڏِسو (تہ اِها جيڪو پڙهي سو سَمُجهي وٺي) تڏهِ جي يهُودِيہ ۾ هُجن سي ٽڪرن تي ڀڄي وَڃن (١٥) ۽ جيڪو ڪُڏ تي هُجي سو هيٺ گهر نہ لهي ۽ ڪا شَيءِ ڪڍڻ لاءِ اندر

نہ گهڙي (۱٦) ۽ جيڪو ٻنّي ۾ هُجي سو پهنجا ڪپڙا کڻڻ لاءِ پُٺِ تي نہ موٽي (۱۷) پر اُنهن ڏينهن ۾ جيڪي پيٽ سا ۽ ڌارائڻواريُون هُونديُون تن لاءِ هاءِ هاءِ (۱۸) تہ اوهين دُعا گهُرو جو اوهانجو ڀڄڻُ سياري ۾ نہ ٿِئي (۱۹) ڇوجو اُنهن ڏينهن ۾ اهڙي هلاڪي ٿيندي جو جنہ ڏينہ خُداءِ خلق پَيدا ڪئي تنہ ڏينہ کان وٺي اَڄُ تاءِ ڪڏهِ نڪي آهي نہ ٿيندي (۲۰) ۽ جيڪڏهِ خُداوَندُ اُنهن ڏينهن کي نہ گهٽائي ها تہ جيڪر هِڪڙو ماڻهُون بِہ نہ بچي پر جِن کي پاڻ چُونڊيو اَٿس اُنهن چُونڊيَلن لاءِ اُهي ڏينہ گهٽايا اَٿس (۲۱) ۽ اُنهن ڏينهن جيڪڏهِ ڪوئي اوهانکي چوي تہ اِجهو مسيحُ هِتي جا اُجهو هُتي آهي تہ نہ مڃجوس (۲۲) ڇوجو ڪُوڙا مسيحَ ۽ ڪُوڙا نبّي پڌرا ٿيندا سي پرتا ۽ ڪرامتُون اِهڙيُون ڏيکاريندا جو جي ٿي سگهي تہ چُونڊيَلن کي بِہ ڀُلائين (۲۳) پر اوهين خبردار رهو ڏِسو مُون اوهاں کي سڀُڪي جاڻائي ڇڏيو آهي ÷

(۲۴) ۽ اُنهن ڏينهن ۾ تنہ هلاڪي کان پوءِ سِجُ اُونداهو ٿيندو ۽ چنڊُ پهنجو سوجهرو نہ ڏيکاريندو (۲۵) ۽ آسمان کان تارا ڪِرندا ۽ آسمان جيُون ٻُجنديُون لُڏي وينديُون (۲٦) ۽ تڏهِ هِن آدمَ جي پُٽ کي ڪڪرن ۾ ڏاڍي وڏائيءَ ۽ جُلوي سا اِيندو ڏِسندا (۲۷) ۽ اُن مهل اُهو پهنجي فِرشتن کي موڪلي چئني ڪُنڊن ما ۽ زمين جي سِيءَ کان وٺي آسمان جي سِيءَ توڻي پهنجن چُونڊيَلن کي گڏُ ڪندو ÷

(۲۸) هاڻي انجير جي وڻ مان هيءُ مِثالُ سِکو ته جڏهِ اُنجي ڏانديءِ ڪُنوَرِي ٿي ٿِئي ۽ موريا ٿو ڪڍي ته اوهين ڄاڻو ٿا ته اُونهارو وِجهو آيو آهي (۲۹) اِئين اوهين بِه جڏهِ اِهي ڳالهيون ٿينديون ڏِسو ته ڄاڻجو ته اُهو وِجهو در تي ئي اچي بيٺو آهي (۳۰) آءٌ اوهانکي سچُ ٿو چوان ته هِن زماني جا ماڻهون تيسين نه وينداجيسين هي سڀ ڳالهيون پُوريون نه ٿينديون (۳۱) ته آسمان ۽ زمِين ٽري وينداپر مُهنجا ڪلام ڪڏهِ نه ٽرندا (۳۲) پر اُن ڏِينه ۽ اُن گهڙيءَ جو ڪنهي کي سماءُ نه آهي ته نه آسمان جي فِرشتن کي ۽ نه پُٽ کي پر رُڳو اُنهي ابي کي آهي ∵

(۳۳) اوهين خبردار ٿي جاڳندا رهو ۽ دُعا گهُرندا رهو ڇوجو اوهين نٿا ڄاڻو ته اُها مهل ڪڏهِ ٿيندي (۳۴) اِها هيءَ آهي ته جيئن هِڪڙو ماڻهون پهنجو گهرُ ڇڏي ٻئي مُلڪ ۾ ويو ۽ پهنجن نَوڪرن کي پهنجدي ڏيئي سيڪنهِ کي پهنجو ڪَمُ ڏِناءُ ۽ دروان کي اِهو حُڪمُ ڏِناءُ ته جاڳندو رهُ (۳۵) پوءِ اوهين بِه اِئين جاڳندا رهو ڇوجو اوهين نٿا ڄاڻو ته گهر جو ڌڻي ڪڏهِ ايندو سانجهيءَ جو جاَ ادرات جو جاَ ڪُڪڙ جي بانگ مهل جاَ صُبح جو ايندو (۳۶) سو اِئين نه ٿئي ته اُهو اوچتو اچي اوهانکي سُمهيَلُ ڏِسي (۳۷) ۽ هي جيڪي آءٌ اوهانکي ٿو چوان سو سڀني کي ٿو چوان ته جاڳندا رهو ∵

## بابُ ١۴

۽ ٻنِ ڏينهنِ کان پوءِ فَسَحَ (يعني ڇڏڻ لنگهي وڃڻ) نالي ۽ خميري ماني جي عِيد هُئي ۽ سردار ڪاهن ۽ شرع سيکارڻوارا اِنهي رِٿ ۾ هُوا تہ هِن کي ڪِيئَن ٺڳيءَ سان وَٺي اُڇتُ ماريُون (٢) پر اُنهنِ چيو تہ عِيد جي ڏِينهِ نہ جو متان ماڻهُنِ ۾ بکيڙو ٿِئي ؞

(٣) ۽ جڏهِن اُهو بيتعنيا ۾ شمعُون ڪوڙهي جي گهرِ کائڻ تي ويٺو تہ هڪڙي زال کِري ملهوارو نج عَطرُ سنگمرور جي بُتڻي ۾ کڻي اُتي آئي ۽ بُتڻي کي ڀڃي اُهو عطرُ سندس مٿي تي اوتي ڇڏيائين (۴) تڏهِن ڪي ڪي پنهنجي دل ۾ ڪاوڙجي چوڻ لڳا تہ هيُ عطرُ اجايو ڇا لاءِ ويو (٥) ڇوجو هيُ عطرُ ٽِنِ سون دينارن وِڪڻي جيڪر غريبنِ کي ڏيڻي سگهجي ها ۽ اُهي تنهِ تي ڏمرجڻ لڳا ؞

(٦) تڏهِن يسُوعَ چيو ڇڏيو ڏِيوسِ هِن کي ڇو ٿا ڏُکويو جو هِن تہ مُونسان چڱو ڪمُ ڪيو آهي (٧) جو غريب تہ اوهان وٽ هميشه آهِنِ ۽ جڏهِن وڻيو تڏهِن اُنهنِ سان چڱائي ڪري ٿا سگهو پر آءٌ اوهان وٽ هميشه ڪين هُوندُس (٨) تہ هِيءَ جيڪي ڪري ٿي سگهي سو ڪري رهي جو هِن اڳيئي مُنهنجي جُسي دفن ڪرڻ لاءِ عطرُ مکيو آهي (٩) آءٌ اوهان کي سَچُ ٿو چوان تہ

سڄي جهان ۾ جتي جتي هِن اِنجيل جو هوڪو ڏبو تتي هيُ جو هِن ڪيو آهي سو بہ هِن جي يادگيريءَ لاءِ ٻُڌائبو ⁘

(۱۰) تڏهِن يهُودا اِسڪريُوتي جو اُنهن ٻارهن مون هِڪڙو هو سو سردار ڪاهنن وٽ سندس جهلائڻ لاءِ ويو (۱۱) تہ اُهي اِها ٻُڌي سرها ٿيا ۽ تنهِ کي رُپيا ڏيڻا ڪياءِ پوءِ هُو اُنهي رِٿ ۾ هو تہ ڪو وجهہ ڏسي هنکي جهلايان ⁘

(۱۲) ۽ ريءِخميريءَ عِيد جي پهريي ڏينهہِ جڏهِن اُنهن فسح لاءِ ڇيلو ٿي ڪُٺو تہ سندس شاگردن کيس اچي چيو تہ تُون ڪِٿي ٿو ڀانئي جو اسين تو لاءِ فسح جو کائڻُ ٺاهيُون (۱۳) تہ اُن پهنجي شاگردن مون ٻن کي موڪليو ۽ اُنهن کي هيءُ چياءِ تہ ڳوٺ ۾ وَڃو اُتي هِڪڙو ماڻهُون پاڻيءَ سآ ڀريلُ دِلو کنيو اوهانکي گڏبو اُن جي پٺيآ لڳا وڃجو (۱۴) ۽ اُهو جنهِ گهر ۾ پهڇي وَڃي تہ اوهي اُن گهرجي ڌڻيءَ کي وَڃي چئجو تہ اُستاد هيءُ چيو آهي تہ جتي آءٌ پهنجن شاگردن سُوڌو ڇڏهي لنگهي وَڃڻ جو کائڻُ کان اُها جاءِ ڪِٿي آهي (۱۵) تہ اُهو اوهانکي هِڪڙي وڏي ماڙي وِڇاڻا وِڇايَل ۽ سِينگاريَلَ ڏيکاريندو اُتي مُهنجي لاءِ کائڻ وَڃي ٺاهيو (۱٦) تڏهِن سندس شاگرد ويا ۽ ڳوٺ ۾ جيءُ پاڻ چيو هُئاءِ تيءُ وَڃي ڏٺاءِ ۽ ڇڏهي لنگهي وَڃڻ جو کائڻُ اُتي ٺاهياءِ ⁘

(۱۷) پوءِ جڏهِن سانجهي ٿي تہ پاڻ اُنهن ٻارهن سُوڌو آيو (۱۸) ۽ اچا کائڻ وِٺا تہ يسُوعُ چيو آءٌ اوهآ کي سچُ ٿو چوان تہ اوهآ مون هِڪڙو جو مُون سآ

گڏُ ٿو ڪائي سو مُنکي جهلائيندو (۱۹) تڏهِ اُهي فڪر ۾ پيا ۽ اُنهن مون هِڪڙو هِڪڙو ٿي چوڻ لڳس ته اُهو آءٌ آهيان ڇا ٻِئي چيس سو آءٌ آهيان ڪيِ (۲۰) ته پاڻ اُنهن کي وَرنديءَ ۾ چياءِ اوهاً ٻارهن منجهون هِڪڙو جو مُنسّا گڏُ ٿالهِ ۾ هٿُ ٿو وِجهي سوئي اُهو آهي (۲۱) ۽ هيُ آدم جو پُٽُ ته جيئَ سندس باب لِکيو آهي تيئَ ٿو وَڃي پر هاءِ هاءِ اُنهي ماڻهوءَ تي جنهِ جي هٿاً هيُ ماڻهوُ جو پُٽُ جهلائِجي ٿو ته اِنهي کان اُن ماڻهوُ جو نه ڄمڻُ ئي اُن لاءِ چڱو هُجي ها ؛

(۲۲) ۽ اجاً کاڌاءِ وِيئي ته يسُوعُ ماني کڻي دُعا گهُرِي ڀڳي سا اُنهن کي ڏِيئي چياءِ وٺو کائو هيُ مُهنجو جُسو اٿو (۲۳) ۽ ورِي پيالو کڻي دُعا گهُري اُنهن کي ڏِناءِ سو اُنهن مڙني پيتو (۲۴) ۽ چيائين هيُ مهنجو نئي قَوُل جو رَتُ آهي جو گهڻن لاءِ ٿو هارِجي (۲۵) ۽ آءٌ اوهاً کي سَچُ ٿو چوان ته هيُ ڊاکُ جو رَسُ جنهِ ڏِينه توڻي خُداء جي بادشاهيءَ ۾ نَئون نه پيان تيسِي ورِي نه پيندُس ؛

(۲٦) تڏهِ اُهي زبُورُ ڳائي زَيتُون جي ٽڪر ڏي هليا ويا (۲۷) ۽ يسُوعُ چيُن ته اوهي مڙيئي اڄوڪي راتِ مُهنجيءَ ڳالهِ ۾ ڪاٻاڙِيا ڇوجو هيُ لِکيو آهي ته ڀيڏار کي مارِيندُس ۽ رِڍون رُلِي ڇِڙِي وينديون (۲۸) پر آءٌ پهنجي جي اُٿڻ کان پوءِ اوهاً کان اڳي گلِيل ڏي ويندُسِ (۲۹) تڏهِ پطرس چيُسِ جيڪڏهِ

مِڙيئي ڪاٻاڙِيا تہ بِہ آءٌ ڪين نہ ڪاٻاڙِبُس (۳۰) تڏهِ يِسُوعَ چيُس آءٌ تو کي سَچُ
ٿو چوان تہ اڄوڪيءَ راتِ ڪُڪڙ جي ٻِن ڀيرن ٻانگ ڏِئڻ کان اڳي تون
ٽي ڀيرا مُنهنجي ناڪار ڪندين (۳۱) تڏهِ اُن اڳي کان بِہ گهڻي پڪ ڪري
چيو تہ جيڪڏهِ تو ساڳُ مرڻو ٿيندمِ تہ بِہ تُنهنجي ناڪار ڪڏهِ نہ ڪندُسِ ۽
ٻِئَنِ سڀني بِہ اِئِيئي چيو ؛

(۳۲) وري اُهي گَتْسَمَنيءَ نالي هڪڙيءَ جاءِ ۾ آيا ۽ اُتي اُن پنهنجي شاگِردن
کي چيو تہ جيسين آءٌ دُعا وڃي گهُران تيسين اوهين اِتي وِهو (۳۳) پوءِ پطرس
۽ يعقُوب ۽ يُوحن کي ساڻُ وٺي مُنجهيَلُ ۽ گهڻو دِلِ لَٽَلُ ٿِئڻ لڳو (۳۴) ۽ اُنهن
کي چياءِ تہ مُنهنجو جيُّ مرڻ وانگيا ڏاڍو فِڪِرائتو آهي سو اوهين اِتي ترسو ۽
جاڳندا رهو (۳۵) ۽ ٿاڻ اڳيرو وڃي ڌرتيءَ تي ڪِري پئي هيُ دُعا گهُرڻ لڳو تہ
جيڪڏهِ ٿِي سگهي تہ هيءُ گهڙي مُون تاً ٽري وڃي (۳۶) ۽ چياءِ اي ابا اي
بابا سڀڪي تو کان ٿِي ٿو سگهي هاڻي هيُ پِيالو مُونکان ٽرائي ڇڏِ سو مُنهنجيءَ
مرضيءَ وانگيا نہ پر جيئَن تُنهنجي مرضي هُجي تِيئَن ٿئي (۳۷) پوءِ وري آيو ۽ اُنهن
کي سُمهيو ڏِٺاءِ تڏهِ پطرس کي چياءِ اي شمعُون تُون سُمهيو پئُو آهين چا هِڪ
گهڙي بِہ جاڳي نہ سگهِئين (۳۸) هاڻي جاڳندا رهو ۽ دُعا گهُرو جو متاً پرکا ۾
نہ پئُو جو رُوحُ تہ سُنْيرَيَلُ آهي پر جُسّو نِستو آهي ؛

(۳۹) ۽ وري بِہ دُعا ۾ اُهائي ڳالهِ وَڃي گهُرياءِ (۴۰) موٽي اچي وري بِہ اُنهن

کِي سُمهيو ڏِناءَ چوجو اُنهنِ جيُون اکيُون ننڊ ۾ پريُون پييُون هُيُون تنهِ کري نٿي سَمُجهاءَ ته کِهڙِي ورندي ڏِيُونِسِ (۴۱) وري ٽِئِي ڀيري اچِي چيائِينِ ته اجاً سُمهِيا پيا رهو ۽ آرامُ کريو بَس هاڻي مهل اچِي پهُتِي ڏِسو هيُ آدم جو پُٽُ گُنهگارنِ جي هٿِ ٿو جهلائجي (۴۲) اُٿو ته هلُون ڏِسو اُهو جيکو مُنکي ٿو جهلائي سو وٽجهو آيو آهي ؛

(۴۳) ۽ اُنهي اجاً اِئِيئي ٿي چيو ته اُنهِيئي مهل اُنهنِ ٻارهنِ مون جو هِڪڙو يهُودا هو سو پاڻ سأ سردار کاهِننِ ۽ شرح سيکارڻ وارنِ ۽ راڄ وَڏيرنِ وٽاً هِڪڙو وڏو ميڙاکو تراريُنِ ۽ لَٺيُنِ سُوڌو وٺِي آيو (۴۴) ۽ سندسِ جهلائڻ واري اُنهنِ کي هيُ ڏَسُّ ڏِنو ته جنهِ کي آءٌ چُمان سو اُهو آهي اُنکي اوهِي سوگهو جهلِي وٺِي هَلِجو (۴۵) ۽ اُنهي اِيندِيئي تهِه وٽسِ اچِي چيو اي ربي اي ربي ۽ کِيسِ چُمياءَ (۴۶) ته اُنهنِ هٿُ وِجهي انکي جهلِي وَرتو ؛

(۴۷) ۽ جيکي اُتي هکيا بِيٺا هُوا تنِ مون هِڪِڙي ترار کڍِي سردار کاهِن جي نَوُکر کي هڻِي تنهِ جو کَنُ وَڍِي ڇڏيو (۴۸) تڏهِ يسُوع اُنهنِ کي چيو اوهِي تراريُون ۽ لٺيُون کڻِي چور وانگُر مونتي چڙهِي آيا آهيو ڇا (۴۹) ته جڏهِ مُون ڏهاڙِي ڏِهاڙِي اوهاً وٽ هَيکل ۾ تعلِيم ٿي ڏِني تڏهِ اوهاً مُنکي ڇو نه جهليو پر ڪِتابنِ جو اِئِي پُورو ٿِئَڻُ ضرُور آهي (۵۰) تڏهِ اُهِي مِڙيئي کِيس ڇڏِي ڀڄِي وِيا (۵۱) پر هِڪِڙو جوانُ سُوٽِي چادر پهنجِي بُت

تي اوڇي سندسِ پُٺياً اُٿي هليو تہ ہُنِ جوانن انکي جهليو (٥٢) پر اُهو سُوڙي
چادر اُنهن جي هٿ ۾ ڇڏي اُگهاڙو اُٿي ڀڳو ÷

(٥٣) پوءِ اُهي يسُوعَ کي سردار ڪاهن وٽ وٺي وِيا ۽ تنهِ وٽ مڙيئي
سردار ڪاهن ۽ راڄوڏيرا ۽ شرعسيکارڻوارا اَچي گڏُ ٿيا هُوا (٥۴) ۽ پطرسُ
پري پري سندس پُٺياً سردار ڪاهن جي اندرِ چوُنڪَ تائين هليو وِيو ۽ نوُڪرن
ساً ويهي باهِ سيڪڻ لڳو (٥٥) تڏهِ سردارڪاهنن ۽ سڄيءَ مجلِس يسُوعَ جي
مارڻ لاءِ ساک ٿي ڳولي پر ڪا نہ لڌائون ÷

(٥٦) ڇوجو گهڻن مٿس ڪُوڙيُون ساکُون ڀريُون پر اُنهن جيُون ساکُون هِڪ
جهڙيُون نہ ٿيُون (٥٧) نيٺ ڪن اُٿي اُن تي هيءُ ڪُوڙي ساک ڀري چيو
(٥٨) تہ اساً هِن کي هيءُ چوَندو ٻُڌو تہ آءٌ هِن هٿراڌيءَ جُڙيَلَ هيڪل کي
ڊاهيندُسِ ۽ ٽِنِ ڏينهنِ ۾ ٻيءَ هِڪڙي جا بِناهٿن جُڙندي سا ٺاهيندُسِ
(٥٩) تڏهِ بہ اُنهن جي ساک هِڪجهڙي نہ ٿي (٦٠) تڏهِ سردار ڪاهن
وِچ ۾ بيهي يسُوعَ کان پُڇيو تہ تُون ڪا وَرندي ڇو نہ ٿو ڏيءُ جو هي
تو تي ڪهڙي ساک ٿا ڏِئنِ (٦١) پر هُو ماٺِ ۾ رهيو ۽ ڪا وَرندي نہ
ڏِنائين ÷

تڏهِ وري سردار ڪاهن کائنس پُڇيو ۽ چيائيس تہ تُون مَسيحُ اُن سڳوري جو
پُٽُ آهين ڇا (٦٢) تڏهِ يسُوعَ اُن کي چيو هائو آءٌ اُهو آهيان ۽ اوهين هِن

آدم جي پُٽَ کي اُن ڀُڄنديءَ جي سڄي هٿِ ويٺو ۽ آسمان جي ڪڪرن ۾ ايندو ڏسندؤ (۶۳) تڏهِ سردار ڪاهِن پهنجا ڪپڙا ڦاڙي چيو هاڻي اسان کي ٻئن شاهدن جي ڪهڙي گهُرج آهي (۶۴) توهان هيُ ڪُفرُ ٻڌو پوءِ اوهين ڇا ٿا ڀانيو ته اُنهن مڙيني فتوا ڏني ته هيُ ماري وِجهڻ لائق آهي ::

(۶۵) تڏهن ڪيترن اُنکي ٿُڪُون وڌيون ۽ ڪن مُنهُ ڍڪي لُڪُيون هڻي چيُس ته نبُوت ڪري چؤ ۽ نوڪرن بِه ڪيس لپاٽُون هنيُون ::

(۶۶) پوءِ جڏهِ پطرسُ هيٺ چونڪ ۾ ويٺو هو ته سردار ڪاهِن جي ٻانهين مون هڪڙي اُتي آئي (۶۷) سا پطرس کي باهه سيڪيندو ڏسي ڏانهس نهاري چوڻ لڳي تُون بِه يسُوع ناصريءَ ساڻ گڏ هُئين (۶۸) ته اُن ناڪار ڪئي ته آءٌ اُنکي نٿو سُڃاڻان ۽ نٿو سمُجهان ته تُون ڇا ٿي چئين پوءِ ٻاهر اڱڻ وٽ ويو ته ڪُڪڙ ٻانگ ڏني (۶۹) ۽ اُها ٻانهي اُنکي وري ڏسي جيڪي اُتي بيٺا هُوا تن کي چوڻ لڳي ته هيُ بِه تن مان هڪڙو آهي (۷۰) ته اُن وري ناڪار ڪئي ۽ ٿورڙيءَ ويرم کان پوءِ موٽي جيڪي اُتي بيٺا هُوا تن پطرس کي چيو ته نيڪ تُون بِه اُنهن مان آهي ڇوجو تُون گليلي آهين ۽ تُنهجي ٻولي بِه اوهڙيئي آهي (۷۱) پر اُهو پِٽڻ ۽ سوڳند کڻڻ لڳو ته آءٌ هُن ماڻهوُ کي جنهِ جي اوهين ڳالهه ٿا ڪريو تنهِ کي نٿو سُڃاڻان (۷۲) ته ٻئي لِڱا ڪُڪڙ ٻانگ ڏني تڏهِ جيڪا ڳالهه پطرس کي يسُوع چئي هُئي سا ڪيس ياد آئي ڇي ڪُڪر جي

ٻنِ پيرنِ ٻانگٽ ڏِئڻ کان اڳي تُون ٽي ڀيرا مُنهنجي ناڪار ڪندين تنهِ ڪري
ڏاڍو رُئڻ لڳو ؛

## بابُ ١٥

۽ اجاً پرهَ ڦٽي تہ سردار ڪاهِننِ ۽ راڄوَڏيرنِ ۽ شرع سيکارڻوارنِ رٿ ڪري
يسُوع کي ٻَڌو ۽ وٺي وَڃي پِيلاتُس کي ڏِنائُونس (٢) تہ پِيلاتُس پُڇيُس تُون
يهُودِنِ جو بادشاهُ آهِين ڇا تہ اُن وَرندئي ۾ چيُس هاءِ تُون سَچ ٿو چئين (٣) ۽
سردار ڪاهِننِ مٿس گهڻين ڳالهين جي ڏانهہ ڪئي (٤) تڏهِ پِيلاتُس ڪانُس
وري پُڇيو تہ تُون ڪا وَرندي ڇو نٿو ڏِئين ڏِسُ هي تو تي ڪيترِيُون ساکُون
ٿا پرين (٥) تڏهِ بِہ يسُوعُ ڪا وَرندي نہ ڏِني تنهِ ڪري پِيلاتُسُ عجب
۾ پئو ؛

(٦) ۽ اُهو تنهِ عِيد تي هِڪِڙو بانديُ جيڪو اُنهنِ کي وڻندو هو سو تنِ لاءِ
ڇڏي ڏِيندو هو (٧) ۽ هِڪِڙو بَراباس نالي اُنهنِ جهيڙاڪنِ ۾ جهليَلُ هو جنِ
جهيڙو ڪري خُونُ ڪيو هو (٨) تڏهِ اُهو ميڙاڪو رَڙِ ڪري مِنت ڪرڻ
لڳُس تہ جيئن تُنهنجي رِيتِ آهي تيئن اساً لاءِ ڪَرِ (٩) تڏهِ پِيلاتُس اُنهنِ
کي وَرندي ڏِني تہ اوهين ڪيئن ٿا ڀانيو تہ آئون اوهاً لاءِ يهُودِنِ جي بادشاهہ کي
ڇڏي ڏِيان ڇا (١٠) ڇوجو اُن ڄاتو هو تہ سردار ڪاهِننِ اَڪَس ڪري
هِنکي جهلايو آهي (١١) پر سردار ڪاهِننِ اُن ميڙاڪي کي چوريو تہ اساً لاءِ

براباس کي ڇڏي ڏئي (۱۲) تڏهن پيلاتُس وري اُنهن کي چيو ته پوءِ اوهين ڇا ٿا ڀانيو ته جنهن کي اوهين يهُودين جو بادشاهُ ٿا چئو تنهن لاءِ آءٌ ڇا ڪريان (۱۳) ته اُنهن وري رڙ ڪري چيو تنهن کي صليب تي چاڙهه (۱۴) ته پيلاتُس چين چو اُنهي ڪهڙي بُڇڙائي ڪئي آهي پر اُنهن اڳيئي کان ٻه ڏاڍي رڙ ڪري چيو ته اُن کي صليب تي چاڙهه (۱۵) تڏهن پيلاتُس ميڙاڪي جي دِل رکڻ لاءِ براباس کي ڇڏي ڏنو ۽ يسُوع کي چمڪيُون هڻائي صليب تي چاڙهڻ لاءِ ڪٽي ڏنو :

(۱۶) ۽ سپاهي تنهن کي اُنهي چوُنڪ ۾ وٺي ويا جو پرتورِئم (يعني ديوانخانو) ڪري ٿو چئجي ۽ اُتي سڄي ٽولڪي آڻي گڏ ڪيائون (۱۷) پوءِ اُنهن تنهن کي واڱڻائي وڳو ڍڪايو ۽ ڪنڊن جو تاجُ اُڻي سندس مٿي تي رکيائون (۱۸) ۽ اُنکي سلامُ ڪرڻ لڳا ته اي يهُوديُن جا بادشاهَ سلامُ (۱۹) ۽ اُنهن تنهن کي مٿي تي ڪانا هنيا ۽ مٿس ٿُڪُون وِڌائون ۽ مُونا ٽيڪي کيس سجدو ڪيائون (۲۰) ۽ جڏهن اُن سان اِهي کيا ڪري رهيا ته واڱڻائي وڳو لاهي سندس ڪپڙا ڪرايائُنس :

پوءِ صليب تي چاڙهڻ لاءِ وٺي هليَس (۲۱) ۽ هڪڙو شمعُون نالي ڪُوريني سڪندر ۽ رُوفا جو پيُ جو ٻهراڙيءَ کان اچي اُتاهين ٿي لنگهيو تنهن کي سندس صليبُ کڻڻ لاءِ بيگر ورتائون (۲۲) پوءِ اُهي تنهن کي هڪڙي گلگتا نالي هنڌ جو معنيٰ ڪري کيپرائي جي جاءِ ٿو چئجي اُتي وٺي آيا (۲۳) ۽ دارُوءِ ۾ مُر

گڏهِي کيسِ ۾ٹَ لاءِ ڏِناءَ پر پاڻ نہ پِيتاءَ (٢٤) ۽ اُنهنِ تنهِ کي صليب تي چاڙهي سندسِ ڪپڙا ڪا وِجهي وِراهيا تہ سيُڪو ڇا ڇا کڻي ⁘

(٢٥) ۽ جڏهِ صِليب تي چاڙهيائُس تڏهِ صُبح جو نَوَن وڳنِ جي مهل هُئي (٢٦) ۽ سندسِ ڏوهنامو هيُ مٿاَسِ لِکيو پيو هو تہ هيُ يهُودِنِ جو بادشاهُ آهي (٢٧) ۽ اُنهنِ ساڻُسِ گڏُ ٻِنِ چورنِ کي هِڪڙي کي سڄي هٿِ ۽ ٻئي کي کٻي هٿِ صِليب تي چاڙهيو (٢٨) تڏهِ اُها لِکتِ پُوري ٿي جي هُو گُناهيُنِ ۾ ڳڻيو وِيو (٢٩) ۽ جيڪي اُتانهِي ٿي لنگهيا سي ڪَنڌُ ڌُوڻي اُنجي گِلا ڪري هيُ چوَڻ لڳا تہ واهُ جو تُون هَيڪل کي ڊاهين ۽ ٽِنِ ڏِينهنِ ۾ اڏين ٿو (٣٠) سو تُون پاڻ کي بچاءِ ۽ صِليبَ تاَ لهي آءُ (٣١) اِنهيءَ طرح سردار ڪاهِننِ بِہ شرع سيکارڻ وارنِ ساَ گڏِجي پاڻ ۾ گهِها ڪري ٿي چيو تہ هِن ٻِئنِ کي بچايو پر پاڻ کي بچائي نہ ٿو سگهي (٣٢) هاڻي هيُ مسيحُ ۽ اِسرائيل جو بادشاهُ صِليب تاَ لهي اچي تہ اسِي ڏِسُون ۽ مٿسِ ويساهُ آڻيُون ۽ اُهي جيڪي ساڻُسِ گڏُ صِليب تي چاڙهيا هُوا تن بِہ سنديَسِ گِلا ٿي ڪئي ⁘

(٣٣) ۽ جڏهِ ڇه وڄي رهيا تہ اُن سڄِي زمين تي اُونڌهِ ٿِي وِيئي سا نائي وڄي توڻي رهي (٣٤) ۽ نائي وڄي يسُوعَ وڏي واڪي رَڙِ ڪري چيو ايلِي ايلِي لمّا سبڪتاني تَهنجي معنيٰ هيُ آهي تہ اي مُهنجا خُداءِ اي مُهنجا خُداءِ تو مُنکي ڇو ڇڏيو آهي (٣٥) تدهِ جيڪي اُتي بِيٺا هُوا تنِ ماَ ڪنِ

اِها بُڌيَ چيو تہ ڏِسو هُو اِيلِيا کي ٿو سڏِي (٣٦) تہ اُنهن ماً هِڪڙِي بوڪي اَسپنج سُرڪي ۾ پُسائي هِڪڙِي ڪاني تي رکِي اُنکي چُوپايو ۽ چياءَ ڀلا اسِين ڏِسُون تہ اِيلِيا هنکي اچِي لاهِيندو ڪِ نَہ ؛

(٣٧) تڏهِ يسُوعَ وڏو آوازُ ڪرِي پهنجو ساهُ ڏِنو (٣٨) تہ هَيڪل جو پڙدو مٿون وٺِي هيٺِ سُوڌو ڦاٽِي پئو (٣٩) تڏهِ اُهو صُوبيدارُ جو سندس سامُهون بيٺو هو تنهِ ڏِسي اِئِي آوازُ ڪندو ساهُ ڇڏِيندو ڏِسِي چيو تہ هيُ ماڻهُون سَچُ مچُ خداء جو پٽُ هو ؛

(٤٠) ۽ اُتي ڪيترِيُن زالُن بِہ پريون بيٺِي ڏٺو تنهِ مَريَم مگدلِينِي ۽ مريَم يعقُوب ۽ يوسي جي ماءُ ۽ سلومِي اِهي سڀ هُيُون (٤١) تہ جِنِ سندسِ پولڳُ ڪِي خِدمت ڪئي هُئِي جڏهِ پاڻ گلِيل ۾ هو ۽ ٻِئُون بِہ گهڻيُون زالُون هُيُون جي ساڻُسِ گڏُ يرُوشلِيم ڪان آيُون هُيُون ؛

(٤٢) ۽ اُهو وِيساهي جي ڏِينه ڪان پهرِيون سانپِاهي جو ڏِينهُ هو ۽ سانجهي ٿي وِئي هُئِي (٤٣) تنهِ ڪرِي يُوسِفُ ارمتِي جو مجلِس ماً ناليرو ماڻهُون هو جنهِ پاڻ خُداء جي بادشاهِي جي واٽ ٿي ڏِٺِي سو آيو ۽ ڏاڍِي دِل ڪرِي پِيلاتُس وَٽِ وَڃِي يسُوعَ جو مَڙهُ گهُرياءَ (٤٤) تڏهِ پِيلاتُسُ عجب ۾ پيو جو هُو اِيتِري ۾ مري وِيو ڇا ۽ اُنهي صُوبيدار کي گهُرائِي پُڇياءَ تہ گهڻِي دير ڪان هُو مرِي ويو (٤٥) ۽ صُوبيدار ڪان اِنهِيءَ ڳالهِ جِي پڪ ڪرِي يُوسِف کي مَڙهُ

ڏِياريائين (٤٦) پوءِ تنهِ سنهو ڪپڙو ڳِنئِي اُنجي مڙهِ کي لاهي ڪپڙي ساَ ويڙهي هِڪڙي قبر جا تڪر مون ٺِي کوٽيَل هُئي تنهِ ۾ نيئي رکيو ۽ اُن قبر جي مُنه تي هِڪڙو پهڻُ لِيٽائي ڇڏيائين (٤٧) تہ مريَم مگدلِينئي ۽ يُوسي جي ماءُ مريَم جِتي اُهو رکيو هو اُن هنڌ کي ڏِسي وَرتو ÷

## بابُ ١٦

پوءِ جڏهِ ويساهي جو ڏِينهُ نِبري وِيو تہ مريَم مگدلِينئي ۽ يعقُوب جي ماءُ مريَم ۽ سلومئي سُرهاڻِ جيُون شيُون ڳِڌيُون تہ اُتي وَڃي مٿِسِ مَکيُون (٢) تہ هفتي جي پهرِئي ڏِينهِ گهڻو سوير سِجَ اُڀِرڻ ساَ قبر وٽِ آيُون (٣) ۽ پاڻ ۾ چوَڻ لڳيُون تہ اساَ لاءِ قبر جي مُنه تاَ پهڻ کي ڪيرُ سيرِيندو (٤) پوءِ اُنهن چِتائي ڏِٺو تہ اُهو پهڻُ سِريو پِئو آهي ڇوجو اُهو ڏاڍو ڳرو هو ÷

(٥) ۽ قبر ۾ پيهي وَڃي اُنهن هِڪڙي جوان کي اڇو وڳو پهريو سڄي پاسي ويٺلُ ڏِٺو تڏهِ ڏاڍيُون وائڙيُون ٿِي وِييُون (٦) تڏهِ اُن تن کي چيو متاَ وائڙيُون ٿِيو تہ اوهي يسُوعَ ناصرئي کي جو صلِيب تي چاڙهيو هو تنهِ کي ٿيُون ڳوليو سو جي اُٿيو هِتِ ڪونهي ڏِسو هِيءُ اُهو هنڌُ آهي جِتي اُنهن تنهِ کي رکيو (٧) هاڻي اوهي وَڃي سندسِ شاگِردنِ ۽ پطرس کي چئو تہ اُهو اوهاَ کان اڳي گلِيل ڏي ٿو وَڃي ۽ جِئن اوهاَ کي چيو هُوائين تِئن ڪيسِ اُتي ڏِسندَوُ (٨) تڏهِ اُهي قبر کان

سُتُتُئِي نِڪرِي اُٿِي پَڳيُون چوجو ڏڪٽِي وائِرائِي ۾ پاڄِي وِيئُون هُيُون ۽ ٻِچ ڪرِي ڪنهِ سآ ڳالهِ نٿِي ڪياءُ ÷

(٩) ۽ هفتي جي پهرِئِي ڏِينهِ سوِيرو جڏهِ اُهو جِي اُٿيو تڏهِ پهرِياءِ مَرِيَم مگدلِينِي جنهِ کان ست ڀُوت ڪڍِيا هُواءُ تنهِ کي ڏيکارِي ڏناءِ (١٠) پوءِ اُن وَڃي سندس سنگتِن کي سُڌ ڏنِي جِنِ سندَسِ لاءِ فِڪرُ ۽ روڄ ٿِي ڪيو (١١) ۽ جڏهِ اُنهِن اِئِي ٻُڌو تہ اُهو جِئُوَ آهي ۽ هِنکِي ڏيکارِي ڏنِي اٿسِ پر تنهِ تي پَتِ نہ ڪياءُ ÷

(١٢) تِهاَ پوءِ ٻِي شِڪل ڪرِي اُنهِن ماَ ٻِن کي پهراڙِئِي ڏي وِينديِ واٽ تي ڏيکارِي ڏناءُ (١٣) پوءِ اُنهِن وَڃِي ٻِئِن رهيلَن کي سُڌ ڏنِي پر اُنهِن ٻِ تن جي ڳالهِ تي پَتِ نہ ڪئِي ÷

(١٤) نيٺِ اُنهي تن ٻارهِن کي جڏهِ اُهي کائِڻ وِيٺا تڏهِ ڏيکارِي ڏيئِي اُنهِن جي بيوِيساهِي ۽ دِل جي ڏاڍائِي تي اُنهِن کي جهِڙڪيو چوجو جِن کِيسِ جِي اُٿيَلُ ڏِٺو هو تِن تي وِيساهُ نہ ڪياءُ ÷

(١٥) ۽ پاڻ اُنهِن کي چياءُ تہ اوهِي وَڃِي سڄِي جهان ۾ سيڪنهِ جِيئِي کي هِن اِنجِيل جو هوڪو ڏِئُو (١٦) تہ جيڪو وِيساهُ آڻِيندو ۽ ٻپتِسما وَٺندو سو ڇوٽڪو لهندو پر جيڪو وِيساهُ نہ آڻِيندو تنهِ تي سزا جو حُڪُمُ ٿِيندو (١٧) ۽ جيڪي وِيساهُ آڻِيندا اُنهِن ساَ هِي نِيشان ٿِيندا تہ اُهي مُهنجِي نالي

ڪري پُوتنِ کي ڪڍندا ۽ نَيُون ٻوليُون ڪندا (١٨) تہ اُهي سپنِ کي هٿِ آڙِيندا ۽ جيڪڏهِن ڪائِي مارڻواري شَيِّ پِئَندا تہ ڇِيڻُو نہ ٿِيندُنِ ۽ جي ناچڳنِ تي هٿُ رکندا تہ اُهي چڱايلا ٿِي پوَندا ÷

(١٩) پوءِ خُداوَندُ اُنهنِ کي اِئِي چئِي آسمان ۾ کڻجي ويو ۽ خُداءَ جي ساڄي هٿِ وَيِي ويٺو (٢٠) پوءِ اُنهنِ نِڪري سيڪنهِ هنڌِ هوڪو ڏِنو ۽ خُداوند اُنهنِ سَاَّ واهِر پِئِي ڪئِي ۽ جيڪي ڪرامتُون ٿِينديُون هُيُون تنِ ڪري اُنهنِ جو ڪلامُ ڄمائِيندو رهيو آمِين ÷



# اِنجِيلُ

# خُداوَند يسُوع مسِيح جو

# ناهِيلُ لُوقا جو

## بابُ ١

اي نيڪ ماڻھُون ٿِئُفلَسَ جيڪي ڳالھيُون پَڪَ اسانجي اڳيون پُوريُون ٿِيُون تِنِ جي حقِيقت ناھڻ لاءِ جڌهِ گھڻِنِ هَٿُ وِڌو (٢) جيُئَ تہ اُھي جي شرُوع کان پاڻ ڏِسڻ وارا ۽ ڪلام جي خِدمت ڪرڻ وارا هُوا تِنِ اسانکي پرني ڏِنو (٣) تنھِ ڪري مُون جنھِ مُنڍ کان وٺي سڀني ڳالھيُنِ جي چڱي پَرِ جاچ ڪئي آھي تنھِ کي بِہ اِها ڳالھِ چڱي وڻي تہ تو لاءِ وِچُور ڪري لِکان (۴) سو اِنھي ڪري تہ جنِ ڳالھيُنِ جي تو تعلِيم ورتي تِنِ جي تو کي پَڪَ ٿِئي ⁘

(٥) تہ يھُودِيہ جي بادشاھ هيرود جي ڏِينھنِ ۾ آبِيا جي ٽولِي مون ذڪرياہ نالي هِڪِڙو ڪاهِنُ هو ۽ اُنھي جي زال هارُون جي ڌِئُرنِ مون اِيلِيسبات نالي هُئي (٦) اُھي ٻئي خُداءَ جي اڳيون سچا ۽ ڌڻي جي سڀني حُڪمنِ ۽

رِيتِنِ تي ٻِيڏوه هلندڙ هُوا (۷) پر تنِ کي وِياءُ کو نہ هو ڇوجو اِيلِيسبات سَنڍِ هُئِي ۽ اُهي ٻئِي ٻُڍا ٿِي وِيا هُوا ؞

(۸) پوءِ هِيئَن ٿِيو تہ جڏهِ اُهو خُداءِ جي اڳيون پهنجي ٽولِي جي واري تي ڪاهِنِ جو ڪمُ ڪندو هو (۹) ۽ بندگِي جي رِيت تي سَندُسِ پُڪو پِيو تہ ڌڻِي جي هَيڪل ۾ وڃي سُرهاڻِ دُکائي (۱۰) ۽ ماڻهُنِ جي سڄِي مَجلِس سُرهاڻِ دُکائِڻَ جي وِيلي ٻاهرِ دُعاءَ تي گهُرِيُون (۱۱) تہ خُداءِ جي فِرِشتي سُرهاڻِ دُکائِڻَ جي هِنڌ سڄي پاسي بِيِهِي تنهِ کي ڏيکارِي ڏِني (۱۲) تڏهِ ذکرياه اُنهي کي ڏِسي وِسو ٿِيو ۽ ڀَوُ ٿِئُسِ (۱۳) پر فِرِشتي تنهِ کي چيو تہ اي ذکرياهَ ڀَوُ نہ ڪَرِ ڇوجو تُهنجي دُعا ٻُڌِڻ ۾ آئِي ۽ تُهنجي زال اِيلِيسبات تُهنجي لاءِ پُٽُ ڄڻِيندِي تنهِ جو ناءُ يُوحَنُ رَکِجِ (۱۴) ۽ توکي خُوشِي ۽ سرهائِي ٿِيندِي تہ اُنهي جي جمڻ ڪري گهڻا خُوشِ ٿِيندا (۱۵) ڇوجو اُهو ڌڻِي جي اڳيون وَڏو ٿِيندو ۽ نہ ٻاڪ جو دارُون ۽ نہ ڪو ٻِئو نشو پِئندو ۽ پهنجي ماءُ جي پيٽ کان ئِي رُوحُ القُدُس سان ڀرپُورُ ٿِيندو (۱۶) ۽ اُهو اِسرائِيل جي قوم مون گهڻنِ کي اُنهنِ جي ڌڻِي خُداءِ جي پاسي ڦيرِيندو (۱۷) ۽ اُهو تنهِ جي اڳيون اِيلِياه جي رُوح ۽ زور ڪري هلندو تہ پِيُرنِ جي هِئَنِ کي پُٽنِ جي پاسي ۽ ڪافِرنِ کي سچنِ جي سِئاڻپ ڏي ڦيري تہ ڌڻِي جي لاءِ هِڪِڙو رساڪارُ ڪُڙمُ سَنيِرائي (۱۸) تڏهِ ذکرياهَ اُنهي فِرِشتي کي چيو تہ آءُ اِنهي کي

سَچُ ڪِيُ جاڻان ڇوجو آءٌ ٻُڍو آهيان ۽ مُهنجي زال ٻِ عُمر جي وڏي تي آهي (۱۹) تڏهِ فِرشتي وراڻي ڏِني ڇَيُسِ تہ آءٌ جبرِئيلُ آهيان جو خُداء جي اڳيون بيٺو رهندو آهيان سو اِنهي لاءِ موڪِليو آهيان تہ توکي هِيءَ چڱي سُڌِ ٻُڌايان (۲۰) ۽ ڏِسُ تُون گُنگو ٿِي پَوندين تہ جنهِ ڏِينهہ اِهي سڀ ڳالهيُون پُوريُون ٿينديُون تنهِ تونڻي ڳالهائي ڪِين نہ سگهندين ڇوجو جي مُهنجا ڪلام پهنجي مهل تي پُورا ٿِيندا تنِ تي تو وِيساهُ نہ ڪِيو (۲۱) پوءِ ماڻهُن ذڪرياہ جي واٽ پئي ڏِٺي ۽ هَيڪل ۾ تنهِ جي اِيڏِيءَ وِيرم لائِڻ ڪري عجبُ ٿي ڪياءٌ (۲۲) پوءِ جڏهِ اُهو ٻاهر نِڪِريو ۽ هُنن سا ڳالهائي نہ سگهيو تڏهِ اُنهن جاتو تہ هِنَ ڪي هَيڪل ۾ ڪِي ڏِسڻ ۾ آيو آهي جو اُنهي تنِ کي هَٿن جا اِشارا ٿي ڏِنا ۽ گُنگو ٿِي رهيو :

(۲۳) ۽ هيُ ٿِيو تہ جڏهِ سندِسِ خِدمت جا ڏِينهَ پُورا ٿِيا تہ اُهو پهنجي گهرِ هليو وِيو (۲۴) ۽ اُنهن ڏِينهن کان پوءِ تهنجي زال اِليِسبات پيٽ سا ٿِي اُنهي پنجن مهينن توڻي پاڻ کي هيُ چئي لِڪايو (۲۵) تہ جن ڏِينهن ۾ ڏٺي مُون تي نظر ڪئي سو مُون سا اِئين ڪيو اٿس تہ ماڻهن جي اڳيان هِن جي گِلا مِٽي :

(۲۶-۲۷) ۽ ڇهين مهيني خُداء وٽا جبرِئيلُ فِرشتو گلِيل جي هِڪڙي ناصرت نالي ڳوٺ ۾ هِڪڙيءَ ڪُنوارِءَ وَٽ موڪِليَلُ ٿِيو جنهِ جو مڱڻو يُوسف نالي

هِڪڙي دائُود جي ڪُڙم جي مُڙس سان ٺيو هو ۽ اُنهي ڪُنوارِ جو نالو مَريَم هو (٢٨) ۽ تنهِ فِرِشتي اُنهي وٽ اچي چيو اي اڳهاٽِل سلامُ ڏٺي تو ساڻُ آهي ۽ زالُن ۾ تُون سڀوڳِي آهي (٢٩) پر هِيءَ اُنهي کي ڏِسي اُنجي ڪلامِ ڪري وِسي ٿي ۽ سَمُجهه ڪرڻ لڳي تہ هِيءُ ڪِهڙو سلامُ آهي (٣٠) تڏهِ فِرِشتي اُنهي کي چيو اي مَريَم پوءُ نہ ڪرِ ڇوجو خُداءِ تو تي مِهر ڪئي آهي (٣١) ۽ ڏِسُ تُون پيٽ سان ٿِيندِءِ ۽ هِڪڙو پُٽُ ڄڻِيندِءِ تنهِ جو نالو يسوع رَکِجِ (٣٢) ۽ اُهو وَڏو ٿِيندو ۽ خُداءِ تعلىٰ جو پُٽُ چَئِبو ۽ ڏٺي خُداءِ تنهِ کي سندسِ پِيءُ دائُود جو تَخت ڏِيندو (٣٣) ۽ اُهو هميشه يعقُوب جي ڦُڙم تي بادشاهي ڪندو ۽ اُنهي جي بادشاهِي جي پُڄاڻي نہ ٿِيندِي (٣٤) تڏهِ مَريَم فِرِشتي کي چيو تہ اِها ڪِيئن ٿِيندِي ڇوجو آءُ اَڃا مڙد کي نہ ٿِي ڄاڻان (٣٥) تڏهِ فِرِشتي وراڻي ڏِيئِي چَيُس تہ روحُ القُدُسُ توتي لهندو ۽ خُداءِ تعلىٰ جي قُدرت توتي ڇانَو ڪندِي تنهِ ڪري اُهو پاڪُ جو ڄمندو سو خُداءِ جو پُٽُ چئِبو (٣٦) ۽ ڏِسُ تُهنجِي مائِٽياڻِي اِلِيسبات کي بِہ وَڏِپڻَ ۾ پُٽَ جي سنگها ٿِي آهي تہ جنهِ کي سڀ سَندِ ڇَوندا هُوا تنهِ کي ڇهون مهِينو ڏِنو آهي (٣٧) ڇوجو خُداءِ کان ڪائي ڳالهِ اَڻٿِئي نہ آهي (٣٨) تڏهِ مريَم چيو تہ آءُ ڏٺي جي ٻانهِي اِجها آهيان سو تُهنجِي ڪلام وانگيان مُون کي ٿِئي تڏهِ فِرِشتو وٽاس هليو ويو ::

(٣٩) ۽ اُنهنِ ڏينهنِ ۾ مَريَم اُٿِي سِگهوئِي ٽاڪِرُو مُلڪ ڏي يهُوديه جي هِڪِڙي ڳوٺ ۾ ويئِي (٤٠) ۽ زڪرياه جي گهر ۾ وَڃِي اِيلِيسبات کي سلامُ ڪياءُ (٤١) ۽ ائين ٿِيو تہ جَڏهِن اِيلِيسبات مَريَم جو سلامُ ٻُڌو تہ ٻارُ سَندسِ پيٽ ۾ ٽِپڻ لڳو ۽ اِيلِيسبات رُوحُ القُدُس ڪري ڀرپُورُ ٿِي ويئِي (٤٢) ۽ وڏي واڪي دانه ڪري چياءُ تہ تُون زالُنِ ۾ سڀاڳِي آهِين ۽ تُنهنجي پيٽ جي سنگها بِہ سڀاڳِي آهي (٤٣) تہ مُون لاءِ اِها ڳالهِ ڪٿان ٿِي جو مُنهنجي خُداوند جي ماءُ مُون وَٽِ هلِي آئِي (٤٤) تہ ڏِسُ تُنهنجي سلامَ جو آوازُ جڏهِن مُنهنجي ڪنِن تائِين پهُتو تہ ٻارُ مُنهنجي پيٽ ۾ خُوشِيءَ سان ٽِپڻ لڳو (٤٥) ۽ اُها سڀاڳِي آهي جنهِ ويساهُ آندو ڇوجو جيڪي ڳالهيُون ڌڻِيءَ هُن کي چوائِي موڪِليُون هُيُون سي پُوريُون ٿِينديُون ⁘

(٤٦) تڏهِن مريَم چيو تہ مُنهنجو جِيُ ڌڻِيءَ جي واکاڻِ ٿو ڪري (٤٧) ۽ مُنهنجو رُوحُ مُنهنجي ڇوٽڪاري ڏِيڻ واري خُداءَ کان خُوشِ ٿِيو (٤٨) ڇا کان جو اُنهي پنهنجي ٻانهِيءَ جي نِماڻائِيءَ تي نظر ڪئِي تہ ڏِسُ اَڄُ کان وٺِي سَيَڪنهِ زماني جا ماڻهُون مُون کي سڀاڳو چوندا (٤٩) ڇوجو جيڪو قادِرُ آهي تنهِ مُون تي وڏو ٿورو ڪيو ۽ اُنهي جو نالو پاڪُ آهي (٥٠) ۽ سندِسِ مِهر پِيڙهِيَن پٺي تِنِ تي آهي جيڪي کانئسِ ڊِڄنِ ٿا (٥١) ۽ اُنهي پنهنجي ٻانهَن جو زور ڏيکاريو ۽ جيڪي دِل جي ٻَہَ ڪري هَٺِي هُوا تِنِ کي رُلائِي ڇڏياءُ

(٥٢) تہ زوروارن کي تخت تون لاھي ڇڏايائين ۽ نماڻن کي مٿي ڪيائين (٥٣) ۽ بُکين کي چڱين شين سان ڍؤ ڪرايائين ۽ خزاني وارن کي سکڻي هٿ ڪڍيائين (٥٤ ⁘ ٥٥) ۽ سندس ٻاجهون جي ابرهام ۽ سندس ڪُٽنب تي هميشه هُيون تن کي ياد ڪري پنهنجي ٻانهي اِسرائيل جي واهر ڪيائين سو جيئن ڪِ اُنهي اسانجي پيُن ڏاڏن کي چيو هو ⁘

(٥٦) ۽ مريم ٽي مهينا ڪن اُنهي سان گڏ ٽڪي پوءِ پنهنجي گهر موٽي آئي ⁘

(٥٧) هاڻي اِليسبات جي ويمر جا ڏينه پُورا ٿيا ۽ اُنهي پُٽ ڄڻيو (٥٨) جڏهن اُنهي جي پاڙيوارن ۽ مائٽن ٻُڌو تہ ڌڻي هُن تي ڏاڍي ٻاجه ڪئي آهي تہ تنهن سان گڏجي خُوشي ڪيائين ⁘

(٥٩) پوءِ هيئن ٿيو تہ اُهي اٺين ڏينهہ اُنهي ٻار جو ٿُهر ڪرڻ آيا ۽ اُنهي جو نالو ذڪرياه جو سندس پيءُ جو هو سو رکڻ لڳا (٦٠) تڏهن ماڻس وراڻي ڏنئي چيو تہ اِئين نہ پر هِن جو نالو يُوحنُ رکبو (٦١) تڏهن اُنهن تنهن کي چيو جو تُنهنجي ڪُٽنب ۾ تہ ڪوئي اِهو نالو نہ ٿو ڪوٺائي (٦٢) پوءِ اُنهن تنهن جي پيءُ ڏي اِشارو ڪيو تہ تُون هِنجو نالو ڇا ٿو رکڻ ڀانئين (٦٣) تڏهن اُنهي پٽي گهرائي هيئن لِکيو تہ هِن جو نالو يُوحنُ آهي پوءِ اُنهن سڀني عجب ڪيو (٦٤) ۽ اُنهي ئي گهڙيءَ تنهن جو وات ۽ جيڀ کُلي پيا ۽ ڳالهائي ٻولهائي خُداءِ جي وڏائي ڪيائين (٦٥) تڏهن جيڪي اوسي پاسي رهندا هُوا تن سڀني کي ڀؤ ٿيو ۽ اِهي سڀ

ڳالهيُون اُنهي يهُوديه جي سڄي ٽاڪِرُو مُلڪ ۾ هُلِي وييُون (٦٦) ۽ جن اِها ڳالهِ ٻُڌِي تن سڀني دِل ۾ رکِي چيو تہ هيُ کهڙو ٻارُ ٿيندو ۽ ڌَڻي جو هٿُ اُنهي تي هو ⁘

(٦٧) ۽ اُنهي جو پِيُ ذڪرياهُ رُوحُ القُدُس سا ڀَرجي وِيو ۽ نُبُوَت جي رِيت وانگيا چوڻ لڳو (٦٨) تہ سڳورو آهي اُهو ڌَڻي اِسرائيل جو خُداء ڇوجو پاڻ پهنجي قوم تي نظر ڪري تن کي ڇوڙڪو ڏِناءُ (٦٩) ۽ پهنجي ٻانهي دائُود جي گهر ۾ اسا لاءِ ڇوڙِڪاري جو سِڱُ ڪڍياءُ (٧٠) جيئِ ڪِ اُنهي پهنجي پاڪ نبيُنِ جي واتون چوايو جي جَهان جي مُنڍ کان وٺي ٿيندا آيا (٧١) سو اسان کي ڇوڙڪو ڏِئي پهنجي وِيريُنِ کان ۽ تنِ سڀني جي هٿا جي اسا ساڻ عداوت ٿا ڪنِ (٧٢) اِنهي ڪري تہ اُها ٻاجه جا اَسا جي پِئُ ڏاڏنِ سا ٻولُ ڪياءُ تنهِ پاڪ عهد کي يادِ رکي (٧٣) ۽ اُنهي سَنهَ کي يادِ رکي جو اسا جي پِئُ اِبرهام سا کنياءُ (٧٤ ⁘ ٧٥) تہ هُو اسا کي هيُ ڏِئي جو اسي پهنجي وِيريُنِ جي هٿا ڇوڙڪو لهي سندسِ اڳيون پاڪائي ۽ سچائي سا پهنجي سَڄي عُمر بي پَروا ٿي سندِسِ خِدمت ڪريُون (٧٦) ۽ اي ٻار تُون خُداء تعلىٰ جو نَبي چوائِيندي ڇوجو تُون خُداوند جي اڳيون وڃي سنديُس واٽُنِ کي ٺاهِيندي (٧٧) ۽ سندسِ قوم کي اُنهي ڇوڙِڪاري جي واٽ ڏيکاريندي جنهِ ڪري تِنِ جي گُناهنِ جي مُعافي ٿِئي (٧٨) جا اسا جي خُداء جي اندرِئي ٻاجه سا

آهي جنهِ ڪري هِنَ صُبُحَ جو سوجهرو متانهون کان اسان تي ڪِرِيو (٧٩) تہ جيڪي أونداهہ ۾ موت جي ڇانوَ ۾ ويٺا آهِن تن تي سُهاءُ ڪري ۽ اسان جي پيرن کي آرام جي واٽ ڏي سُڌو ڪري ❖

(٨٠) ۽ أهو ٻارُ وَڌندو ويو ۽ رُوح ۾ زوروارو ٿيندو ويو ۽ اِسرائيل ۾ پڌري ٿيڻ جي ڏينهن تائين رڻ پَٽَ ۾ ويٺو رهندو هو ❖

## باب ٢

۽ أنهن ڏينهن ۾ هيئن ٿيو تہ قَيصر اَوُگسطُس اِهو پڌرنامو هلايو تہ سڀڪنهِ مُلڪ جي ماڻهن جو ليکو لکجي (٢) ۽ اِهوئي ليکو پهريائين ٿيو تہ جن ڏينهن ڪُرينِيُسُ سُوريا جو حاڪِمُ هو (٣) تڏهن سڀڪو پنهنجي پنهنجي ڳوٺ ڏي نالا لِکائڻ ويو (٤) ۽ يُوسِفُ بِہ گليل جي ناصرت نالي ڳوٺ کان دائُود جي بيت لحم نالي ڳوٺ ڏي ويو ڇوجو أهو دائُود جي آکهِ ۽ ڪُٽنب مان هو (٥) اِنهي لاءِ تہ پنهنجي مڱڻ مريم جا حامِل هُئي تنهِ سان ڪِڏُ نالو لِکجي ❖

(٦) ۽ هيئن ٿيو تہ تن جي اُتي هوندي ئي تنهِ جي وِيَمَ جا ڏينهہ پُورا ٿيا (٧) ۽ أنهي پنهنجو پهريئي پُٽُ ڄڻيو تنهِ کي ٻارونئي ۾ ويڙهي واڙي ۾ رکياءُ ڇوجو أنهن کي سراهِ ۾ اندر جاءِ ڪا نہ مِلي ❖

(٨) ۽ اُنهيءَ مُلڪ ۾ ڪي ڌنار هُوا جي ٻنَ ۾ رهي رات جو پنهنجي ڌڻ جي رک ڪندا هُوا (٩) ۽ ڏِسو اوچتوئي ڌڻي جو فِرشتو تنِ تي اچي پڌرو ٿيو ۽ ڌڻي جو سوجهرو اُنهنِ جي چوڌارِي چِمڪيو تہ اُهي ڏاڍو ڊِڄي ويا (١٠) تڏهن فِرِشتي اُنهنِ کي چيو تہ ڊپُ نہ ڪريو ڇوجو ڏِسو آءٌ اَوهان کي وڏِي خُوشِيءَ جي چڱي خبر ٿو ٻُڌايان جا سڀني ماڻهُنِ لاءِ آهي (١١) تہ اڄُ دائود جي ڳوٺ ۾ اَوهان لاءِ هِڪڙو ڇوٽڪي ڏِئڻ وارو ڄائو آهي اُهو مسِيح خُداوند آهي (١٢) ۽ اَوهان لاءِ هِيءُ اُهڃاڻُ آهي تہ اَوهِين اُنهي ٻچڙي کي ٻاروٽي ۾ ويڙهِيلُ ۽ واڙي ۾ پيلُ ڏِسندا (١٣) ۽ اوچتوئي اُنهي فِرشتي سان گڏُ آسمانِي لشڪر جو هِڪڙو ميڙ ڪو ڌڻي جي واکاڻ ڪندو ۽ هِيُّ چوندو پڌرو ٿيو (١٤) تہ خُداءِ کي آسمان ۾ واکاڻ ۽ زمِين تي سلامتي ۽ ماڻهُنِ سان وَٽِتِ هُجي ‎:‎

(١٥) ۽ هِيُّ ٿيو تہ جڏهِن فِرشتا اُنهنِ وَٽان آسمان ۾ ويندا رهيا تڏهن ڌنارن پاڻ ۾ چيو اچو تہ هاڻي بيتلحم ڏي هلُون ۽ جا ڳالهِ هِئرَ ٿي آهي تہ جنهِن جي ڌڻي اسان کي سُڌِ ڏِني آهي تنهِ کي ڏِسُون (١٦) تڏهن اُنهنِ سِگهوئي اچي مريَم ۽ يُوسِف کي ۽ اُنهي ٻار کي واڙي ۾ پيلُ ڏٺو (١٧) ۽ اِئين ڏِسي اُهي ڳالهيُون جي هُن ٻار جي بابتِ تنِ کي چيُون هيُون سي پڌريُون ڪرڻ لڳا (١٨) ۽ سڀني ٻُڌڻ وارنِ جيڪي ڳالهيُون ڌنارنِ تنِ سان ڪيُون تنِ ڪري عجبُ ڪيو

(١٩) پر مريَم اُنھن سڀني ڳالھين کي دِل ۾ رکيو (٢٠) ۽ ڌنار اُنھن سڀني ڳالھين کي ٻُڌي جي اُنھن کي ڳالھ چئي ھُئي تي ڏسي خُداء جي وڏائي ۽ واکاڻ ڪندا موٽيا ÷

(٢١) ۽ جڏھن ٻار جي طُھر ڪرڻ لاء اٺ ڏينھ پُورا ٿيا تڏھن اُنھي جو ناءُ يسُوع رکياءُ جو تنھن جي پيٽ ۾ پيدا ٿيڻ کان اڳ فرشتي چيو ھو ÷

(٢٢) ۽ جڏھن اُنھن جي پاڪائي جا ڏينھ مُوسىٰ جي شرع وانگيا پُورا ٿيا تڏھن اُنھي ڇوڪر کي ڌڻي اڳيا حاضر ڪرڻ لاء يرُوشلِيم ۾ وٺي آيا (٢٣) جو ڪِ ڌڻي جي شرع ۾ لکيل آھي تہ سڀڪو پھريتي پُٽ خُداء جي نظر ڪِيو ٿيو (٢٤) ٻِئو بِہ ڌڻي جي شرع جي ڪلام وانگيا جوڙو پاريلن جو توڙي ٻہ ٻچا ڪبُوترن جا قُربان ڏيڻ لاء آيا ÷

(٢٥) ۽ ڏِسو يرُوشلِيم ۾ شمعُون نالي ھِڪڙو ماڻھُون سچو ۽ بندگيءَ وارو اِسرائيل جي دِلجاء جي وات تَڪيو وِيٺو ھو ۽ رُوحُ القُدُس اُنھي ساڻُ ھو (٢٦) ۽ تنھن کي رُوحُ القُدُس ھِيءَ سُڌ ڏِني ھُئي تہ جيسين توڙي ڌڻي جي مسِيح کي نہ ڏِسندي تيسين توڙي نہ مرندي (٢٧) ۽ اُھو رُوحُ القُدُسُ جي ڏسڻ ڪري ھَيڪل ۾ آيو ۽ جڏھن اُنھي يسُوع ٻار کي پِي ماءُ اندر وٺي ٿي آيا تہ اُنھي لاء شرع جي رِيت وانگيا ڪريُون (٢٨) تڏھن ھُن تنھن کي پھنجي ٻانھن تي کڻي ورتو ۽ خُداء جي واکاڻ ڪري چياءُ (٢٩) تہ اي ڌڻي ھاڻي تُون

پهنجي ڪلام وانگُر پهنجي ٻانهي کي خَير سلامتيءَ سان موڪل ٿو ڏين (٣٠) ڇوجو مُهنجيُن اکيُن تُنهنجو ڇوٽڪارو ڏِٺو (٣١) جو تو سڀني ماڻهُن جي اڳيون سنباهيو آهي (٣٢) سو ماڻهُن جي ذاتيُن جي اُجاري ڪرڻ لاءِ هِڪڙو نُورُ ۽ پهنجي اِسرائيل جي قَوُم لاءِ وڏائي آهي ؛

(٣٣) تڏهِ يُوسِف ۽ يسُوع جي ماءُ جي ڳالهيُون تنهِ اُنهي لاءِ چيُون تنِ ڪري عجِبُ ڪِيو (٣٤) ۽ شمعُون اُنهن کي دُعا ڪئي ۽ اُنهي جي ماءُ مريَم کي چياءُ تہ ڏِسُ هِيءُ اِسرائيل ۾ گهڻن جي ڪِرڻ ۽ وَرِي اُٿڻ جي لاءِ اُٻتي ڇَوڻ جي نِشان لاءِ ٺهريو آهي (٣٥) ۽ تُنهنجي جِيءَ کي بہ ڪَنو ٻِيهي وينڌو تہ گهڻن جي دِل جيُون ڳُڻتيُون پڌريُون ٿيي پَوَنِ ؛

(٣٦) ۽ هِڪڙي حنا نالي نبياڻي فَنوئيل جي ڌِيءُ اسير جي ڪُڙم مون هُئي سا ڏِينهن ۾ ٻُڍِي ٿِيي وِيئي هُئي ۽ اُها پهنجي ڪُنوارائيءَ کان ستن ورهين توڻي مُڙس سان گڏُ رهِي هُئي (٣٧) سا رَنڙ چوُراسِي ڪنُ ورهن جي ٿِيي وِيئي هُئي ۽ هَيڪل مون نہ ٿِيي نِڪتي پر روزي ۽ دُعا سان راتِ ڏِينهِ بندگي ڪندِي رهندِي هُئي (٣٨) اُنهي بہ تنهِ مهل اُتي اچِي خُداءَ جو ٿورو مڃو ۽ جنِ ماڻهُن يرُوشلِيم ۾ ڇوٽڪي جي واٽ ٿي ڏِٺي تنِ سڀني سان اُنهي جي ڳالهِ ٿِيي ڪياءُ ؛

(٣٩) ۽ جڏهِ اُهي ڌڻي جي شرع وانگيا سڀيئي رِيتيُون پُوريُون ڪري رهيا

تہ گلِيل جي مُلڪ ۾ ناصرت نالي پهنجي ڳوٺ ڏي موٽي آيا (۴۰) پوءِ ٻارُ وَڌو ٿيو ۽ سياڻپ سان ڀرجي رُوح کان زورُ وٺندو رهيو ۽ خُداءِ جو فَضلُ مٿس هو ؛

(۴۱) ۽ اُنهي جا ماءُ پِيُ ورہ ورہ ۾ فسح نالي عِيد ۾ يَرُوشلِيم ڏي ويندا هُوا (۴۲) ۽ جڏهِ اُهو ٻارهي ورهي جو ٿيو تہ اُهي عِيد جي رِيت وانگيان يَرُوشلِيم ڏي وِيا (۴۳) ۽ اُهي ڏِينه نبيري جڏهِ موٽڻ لڳا تہ اُهو يسُوع ڇوڪرُ يَرُوشلِيم ۾ رهجي وِيو پر يُوسف ۽ ماڻس اِها نہ ٿي جاڻي (۴۴) پر اِئي ٿي ڀانياءُ تہ اُهو قافِلي ۾ آهي پوءِ هڪِڙي ڏِينه جو پنڌُ ڪري پهنجي مائِٽن ۽ سينڌن ۾ سنڌِئس ڳولا ڪياءُ (۴۵) ۽ جڏهِ نہ لڌاءُ تہ سنڌس ڳولا ۾ وَرِي يرُوشلِيم ڏي موٽيا ؛

(۴۶) ۽ هيُ ٿيو تہ ٽِن ڏِينهِن کان پوءِ اُنهِن تنهِ کي هَيڪل ۾ اُستادن جي وِچ ۾ ويٺلُ ۽ تن جيُون ڳالهيُون ٻُڌندو ۽ تِن کان پُڇندو ڏِٺو (۴۷) ۽ جِن جِن سنڌِيَس ٿي ٻُڌِي سي اُنجي سمُجهه ۽ وراڻيُن کان عجِب ۾ ٿي پيا (۴۸) تڏهِ اُهي تنهِ کي ڏِسي وِسا ٿيا ۽ ماڻس چيُس اي پُٽ اسان سان هيُ چو ڪيُئي ڏِسُ پِڻهِي ۽ مُون غمُ ڪري توکي پئي ڳوليو (۴۹) تہ اُنهي چيُن مُونکي چو ٿي ڳوليَو تهان ڪِ اِئي نہ ٿي جاڻو تہ مُونکي پهنجي پِيُ جي گهر ۾ لڳو رهڻُ واجِبُ آهي (۵۰) پر جيڪا ڳالهِ هُن چئي سا نہ سمُجهاءُ (۵۱) پوءِ اُهو تِن سان گڏجي

ناصرت ۾ لهي آيو ۽ سندن چئي ۾ رهيو پر ماٽس اِهي سڀ ڳالهيون پهنجي هِئي ۾ رکيون ⁘

(٥٢) ۽ يسُوع سمُجهه ۽ قد قامت ۽ خُداء ۽ ماڻهوُ جي پيار ۾ وڌندو وِيو ⁘

## بابُ ٣

هاڻي طِبيرِيس قَيصر جي بادشاهي جي پندرهين ورهه ۾ جڏهن پنطِيُس پِيلاتُس يهُودِيه جو حاڪِمُ هو ۽ هيرودُ گليل وارِئَ چوٿِئَ پتيَ جو حاڪِمُ هو ۽ اُنهي جو ڀاءُ فِلِپُسُ اِيطُورِئَ ۽ طرَخُونِيتِس مُلڪ وارِئَ چوٿِئَ پتيَ جو حاڪِمُ هو ۽ لِسانِيَسُ اَبِلِينِئَ وارِئَ چوٿِئَ پتيَ جو حاڪِمُ هو (٢) ۽ اَنّا ۽ قَيافا وڏا ڪاهِن هُوا تڏهن ڏينهي خُداء جو ڪلامُ ذڪرِياه جي پُٽ يُوحن کي رِڻ پَٽ ۾ آيو ⁘

(٣) ۽ اُهو يردن جي اوسي پاسي جي سڄي مُلڪ ۾ اچي گُناهن جي مُعافِئَ لاءِ توبه جي بپتِسما جو سڏُ وِجهڻ لڳو (٤) جِئَ ڪِ يَشعيا نبِئَ جي ڪلامن جي ڪِتاب ۾ لِکيو آهي تہ رِڻ پَٽ ۾ هِڪڙي سڏ وِجهڻواري جو آوازُ آهي ته اَوهِي خُداوند جي واٽ کي تاهيو ۽ اُنهي جي دَڳن کي سَڌون ڪريو (٥) ۽ سڀُڪو ڏهرُ ڀرِجي ويندو ۽ سڀيئي ڏُونگر ۽ ٽِڪون هيٺ ڪِبا ۽ ڏِنگيون جايون سَڌيُون ٿِي پَونديون (٦) ۽ سڀُڪو ماڻهُون خُداء جي ڇوٽِڪاري کي ڏِسندو ⁘

(٧) تڏهِ جيڪي ميڙاڪا تنهِ کان بپتسما وٺڻ آيا تِن کي چياءٌ اڙي سپ جا ٻچو اَوهان کي ڪنهِ جتايو ته اچڻواري غضب کان ڀڄو (٨) پوءِ توبه جهڙا ڦر آڻيو ۽ پهنجي دِل ۾ اِئي نه چئو ته ابرهامُ اسان جو پيءُ آهي سو چان کان ته آءٌ اَوهان کي ٿو چوان ڪِ خُداءِ هِنن پهڻن مون ابرهام لاءِ ٻار پَيدا ڪري ٿو سگهي (٩) ۽ هاڻي بِ وڻن جي پاڙ تي ڪُهاڙي رکي آهي پوءِ جيڪو وڻ چڱو ڦرُ نه ٿو ڏيندو سو وَڍي باهِ منجهِ وِجهبو ⁘

(١٠) ته ماڻهن کانئس پُڇيو تڏهِ اسين ڇا ڪريون (١١) اُنهي ورائي ڏِنئي چيُنِ ته جنهِ وٽ ٻه ڪُڙتا هُجنِ سو جنهِ وٽ ڪو نه هُجي تنهِ کي وِراهي ڏِئي ۽ جنهِ وٽ کاڻُ هُجي سو بِ اِئين ئي ڪري (١٢) تڏهِ موقاطيدار بِ بپتسما وٺڻ آيا ۽ چيائُنس ته اي اُستاد اسين ڇا ڪريون (١٣) ته اُنهن کي چياءُ اَوهان جي لاءِ جيڪي ٺهرايل آهي تنهِ کان واڌو متان وٺو (١٤) وري سپاهين بِ پُڇيُس ته اسين ڇا ڪريون تڏهِ تن کي چياءُ ته اَوهين ڪنهِ سان ڏاڍائي نه ڪريو ۽ نه ڪنهِ سان ڇِٻ ڪريو ۽ پهنجي مهيني تي خُوش رهو ⁘

(١٥) ۽ جڏهِ ماڻهون اُٻاڻڪا هُوا ۽ سڀئي پهنجي دِل ۾ يُوحن لاءِ اِهي ڳڻتيون ڪندا هُوا ته متان هيءُ مسيحُ نه هُجي (١٦) ته يُوحن سڀني کي ورائي ڏِنئي چيو آءٌ ته اَوهان کي پاڻيءَ سان بپتسما ٿو ڏِيان پر مُون کان بِ وڏيءَ پُڄاڻيءَ وارو هِڪڙو ٿو اچي جنهِ جي جُتيءَ جي ڏُوالي ڇوڙڻ جوڳو بِ آءٌ نه آهيان

أهو توهاں کي رُوحُ القُدُس ۽ باهِه سان بپتسما ڏيندو (١٧) تنهِن کي هٿ ۾ ڇڄُ آهي سو پهنجي ڳاهه کي چڱيءَ ريتِ سان واڃِريندو ۽ ڪڻڪ کي پهنجي پانڌي ۾ گڏ ڪري رکندو پر بُهه کي هميشه ٻرندڙ باهه ۾ ساڙيندو (١٧) ۽ أهو ٻِئون بہ گهڻيُون ڳالهيُون سمجهائي ماڻهن کي چڱي خبر ٻُڌائيندو هو ؛

(١٩) پر هيرودُ چوٿيءَ پتيءَ جو حاڪمُ پهنجي ڀاءُ فِلِپُس جي جوءِ هيروديِاس لاءِ ۽ ٻيا بہ جيڪي ٻچڙا ڪم ڪيا هُواءِ تن ڪري يُوحن کان جهڙِڪ پائي (٢٠) اِها ڏاڍي وڌيڪي ڪياءِ جو أنهي کي بند ۾ رکياءِ ؛

(٢١) پوءِ هيءَ ٿِئو جڏهِ سيپيئي ماڻهون بپتسما وٺي رهيا ۽ يسُوع بہ بپتسما وٺي دُعا ٿي گهُري تہ آسمان کُلي پِيا (٢٢) ۽ رُوحُ القُدُسُ شڪل وٺي ڪبُوتر وانگيان مٿس اچي لٿو ۽ آسمان کان اِهو آوازُ ٿيو تہ تُون مُهنجو پيارو پُٽُ آهي توتي آءٌ گهڻو خُوشِ آهيان ؛

(٢٣) ۽ يسُوع ٽِهاري ورهي ٽِئِڻ تي هو ۽ ماڻهُنِ جي لِيکي يُوسِف جو پُٽُ هو ۽ أهو يُوسفُ هيلِيءَ جو (٢٤) ۽ هيلِي مٿات جو ۽ مٿاتُ لِيوِيءَ جو ۽ لِيوي ملڪيءَ جو ۽ ملڪي يانا جو ۽ يانا يُوسِف جو (٢٥) ۽ يُوسِفُ مٿاتِياس جو ۽ مٿاتِياسُ عامُوس جو ۽ عامُوسُ نائُوم جو ۽ نائُومُ اِسلِيءَ جو ۽ اِسلِي نگائيءَ جو (٢٦) ۽ نگائي مائٿ جو ۽ مائٿُ مٿاتِياس جو ۽ مٿاتِياسُ سِمَئِيءَ جو ۽ سِمَئِي يُوسِف جو ۽ يُوسِفُ يهُودا جو (٢٧) ۽ يهُودا يُوحنا جو ۽ يُوحنا ريصا

جو ۽ ريصا زَرُبابل جو ۽ زَرُبابلُ سَلَتِئِيل جو ۽ سَلَتِئِيلُ نيرِيُ جو (٢٨) ۽ نيرِي
ملكِيُ جو ۽ ملكِي اَدِيُ جو ۽ اَدِي كوصام جو ۽ كوصامُ ايلمودام جو ۽
ايلمودامُ اير جو (٢٩) ۽ ايرُ يُوسا جو ۽ يُوسا اِيلِيعَزر جو ۽ اِيلِيعَزرُ يورِيم جو ۽
يورِيمُ متات جو ۽ متاتُ لِيوِيُ جو (٣٠) ۽ لِيوِي شمعُون جو ۽ شمعُونُ يهُودا
جو ۽ يهُودا يُوسِف جو ۽ يُوسِفُ يُونان جو ۽ يُونانُ اِيلِيَاقِيم جو (٣١) ۽
اِيلِياقِيمُ مِيلِيَا جو ۽ مِيلِيَا مَينان جو ۽ مَينانُ متاتا جو ۽ متاتا ناتان جو ۽
ناتانُ داوُد جو (٣٢) ۽ داوُدُ يسِيُ جو ۽ يسِي عوبيد جو ۽ عوبيد بوعاز جو
۽ بوعازُ سلمون جو ۽ سلمونُ نحشون جو (٣٣) ۽ نحشونُ عمِنداب جو ۽
عمِندابُ ارام جو ۽ ارامُ حصرُون جو ۽ حصرُونُ فارض جو ۽ فارضُ يهُودا جو
(٣٤) ۽ يهُودا يعقُوب جو ۽ يعقُوبُ اسحاق جو ۽ اسحاق اَبرِهام جو ۽ اَبرِهامُ
تارح جو ۽ تارح نحور جو (٣٥) ۽ نحورُ سرُوگ جو ۽ سرُوگُ رَعُوءَ جو ۽ رَعُو
فلگ جو ۽ فلگُ عِيبر جو ۽ عِيبرُ سالح جو (٣٦) ۽ سالحُ قِينان جو ۽ قِينانُ
ارفكسد جو ۽ ارفكسدُ سِيم جو ۽ سِيمُ نُوح جو ۽ نُوحُ لمڪ جو (٣٧) ۽
لمڪُ متُوسلَح جو ۽ متُوسلَحُ حنُوڪ جو ۽ حنُوڪُ يارِد جو ۽ يارِدُ مَلَلئِيل
جو ۽ مَلَلئِيلُ قينان جو (٣٨) ۽ قينانُ انُوس جو ۽ انُوسُ سيت جو ۽
سيتُ آدم جو ۽ آدمُ خُداءِ جو هو ÷

## بابُ ۴

۽ يسُوع رُوحُ القُدُس سان ڀرجي يردن کان موٽيو ۽ رُوح جي ڏَسڻ ڪري جهنگ ۾ ويو (۲) ۽ چاليهن ڏينهن تائين شَيطان اُنجي آزمُودو ورتُس ۽ تن ڏينهن ۾ ڪي بہ نہ کاڌائين ۽ اُنهن ڏينهن جي پُوري ٿيڻ کان پوء بُک لڳيس (۳) تڏهن شَيطان چيُس جي تُون خُداء جو پُٽُ آهين تہ هِن پهڻ کي چؤ تہ ماني ٿي پوي (۴) تہ يسُوعَ ورائي ڏنيئي چيُس لِکيو آهي تہ ماڻهُون رُڳي مانيءَ ڪري نہ پر خُداء جي سيڪنهن ڪلام ڪري جِئندو ÷

(۵) تہ شَيطان اُنهي کي هِڪڙي بِگهي ٽڪر تي وٺي وڃي جهان جيُون سيپيئي بادشاهيُون هِڪڙي پلڪ ۾ ڏيکاريُون (۶) ۽ شَيطان اُنهي کي چيو هِيءُ سڀي پُڄندي ۽ هِن جي وڏائي آءٌ توکي ڏيندُس ڇا کان جو هِيءُ سڀُ مُون کي هٿ وسيڪو مِلِئلُ آهي سو جنهِ ڪنهِ کي وڻيمِ تنهِ کي ٿو ڏِيان (۷) پوءِ جيڪڏهِ تُون مُون کي سِجدو ڪندين تہ هِيءُ سڀُڪي تُهنجو ٿيندو (۸) يسُوعَ ورائي ڏنيئي چيُس اي شَيطان مُهنجي اڳيون ٽرچوجو لِکيو آهي تہ تُون ڌڻيءَ پهنجي خُداء کي سِجدو ڪندين ۽ رُڳي اُنهي جي بندگي ڪندين ÷

(۹) تہ اُهو تنهِ کي يرُوشلِيم ۾ وٺي آيو ۽ هَيڪل جي هِڪڙيءَ چوٽيءَ تي بيهاري چيائيس جي تُون خُداء جو پُٽُ آهين تہ هِتون پاڻ کي هيٺ ڪيراءِ (۱۰) ڇا کان جو لِکيو آهي تہ اُهو تو ڪاڻ پهنجي فِرِشتن کي تُهنجيءَ رکَ ڪرڻ

جو حُڪمُ ڏيندو (۱۱) تہ اُهي پهنجن هٿن تي توکي کڻي وٺندا جو متان تُهنجو پيرُ پهڻ تي لڳي وڃي (۱۲) تڏهن يسُوعَ ورائي ڏيئي چيس تہ لکيو آهي جو تون ڌڻي پهنجي خُداءَ کي نہ پرکج (۱۳) پوءِ شيطان جڏهن سڀيئي آزمُودا ڪري رهيو تڏهن ڪجهہ ويرم تُوڻي وٽانس هليو ويو ⁘

(۱۴) ۽ يسُوعَ رُوحَ جي زور ڪري گليل ڏي موٽيو ۽ پاسي ڪنڌيءَ جي سڄي مُلڪ ۾ سنديس هاڪ پکڙجي ويئي (۱۵) ۽ اُهو تن جي عِبادتخانن ۾ تعليمَ ڪندو رهيو ۽ سڀيئي سنديس واکاڻ ڪندا هُوا ⁘

(۱۶) ۽ وري اُهو ناصرت ۾ جتي نپنو هو اُتي آيو ۽ پهنجي ريت وانگُر ويساهي جي ڏينهہ عِبادتخاني ۾ ويو ۽ پڙهڻ لاءِ اُٿي بيٺو (۱۷) ۽ يشعِيا نبيءَ جو ڪتابُ جو مليو هوس تنهن ڪتاب کي اُپٽي اُنهي هنڌ کي لڌاءَ جتي هِيءُ لکيلُ هو (۱۸) تہ ڌڻي جو رُوحُ مُون تي آهي سو اِنهي لاءِ مُون کي مسيحُ ڪيئاءَ تہ نماڻن کي چڱي خبر ٻُڌايان ۽ اُنهي مُون کي موڪليو تہ جن جي دل ڀڳل آهي تن کي سڄو ڪريان ۽ ٻانديُن کي ڇُٽڻ ۽ انڌن کي ڏسڻ جي سُڌ ڏيان ۽ جيڪي نِٺرن ڪري ڦٽيل آهن تن کي ڇڏايان (۱۹) ۽ ڌڻيءَ وٽ ساب پيل ورهيءَ جو سڌ وجهان (۲۰) پوءِ ڪتابُ ويڙهي خدمتگار کي ڏيئي ٻاڻ ويهي رهيو ۽ سڀيئي ماڻهُون جي عِبادتخاني ۾ هُوا تن جيُون اکيُون ڏانهس لڳيون هيُون ⁘

(۲۱) تڏهِ اُنهنِ کي چوڻ لڳو تہ جي اوهي ٻُڌو ٿا تِنِ لاءِ هيُ لِکيو اڄ پُورو ٿِيو آهي (۲۲) ۽ سڀني سندس کاڻِ ساک ڏِني ۽ جيڪي فضل جيُون ڳالهيُون سندسِ واتون نِڪتيُون تنِ ڪري عجب ۾ پيا ۽ چياءُ تہ هيُ ڪِ هُن يُوسِف جو پُٽُ نہ آهي ڇا (۲۳) تڏهِ اُنهنِ کي چياءُ تہ اَوهي ضرُورُ مُون تي هيُ مِثالُ چَوندؤ تہ اي طبِيب پاڻ کي چڱو ڀلو ڪرِ تہ جيڪي ڪفرناحُوم ۾ اسان تُنهجو ڪِيلُ ٻُڌو سو هِتِ پنهجي مُلڪ ۾ بہ ڪرِ (۲۴) تہ چياءُ آءٌ اَوهان کي سچ ٿو چَوان جو ڪوئي نبي پنهجي مُلڪ ۾ ميڄو نہ ٿو وڃي (۲۵) پر آءٌ اَوهان کي سچ ٿو چَوان تہ اِيلياہ جي ڏينهنِ ۾ جڏهِ ساڍا ٽي ورهيُ آسمانُ پُوريو پيو ۽ سڄي مُلڪ ۾ ڏاڍو ڏُڪرُ پيو هو تڏهِ گهڻيُون رنڙون اِسرائيل ۾ هُيُون (۲۶) پر تن مان اِيلياہُ ڪنهي وٽِ نہ موڪِلِئلُ هو رُڳو صَيدون جي صرفتا ۾ هِڪڙِيَ رَنجوءِ وٽِ موڪليو ويو (۲۷) ۽ اِليشع نبيُ جي ڏِينهنِ ۾ اِسرائيل ۾ گهڻا ڪوڙهيا هُوا تِنِ مان نعمان سُوريانيُ ڌاران ڪوئي ڪو نہ چُٽو ⁘

(۲۸) تڏهِ مِڙيئي جيڪي عِبادتخاني ۾ هُوا سي اِهي ڳالهيُون ٻُڌنديئي ڪاوڙ ۾ ڀرِجي وِيا (۲۹) ۽ اُٿي تنهِ کي ڳوٺ کان ٻاهرِ ڪڍِي جِتي سندُنِ ڳوٺُ نهيَلُ هو اُنهي ٽڪر جي جوٽيَ تي وٺي وِئسِ تہ هيٺ ڌِڪي ڇڏيُوسِ (۳۰) پر اُهو تنِ جي وِچون نِڪرِي هليو وِيو ⁘

(۳۱) ۽ ڪفرناحُوم نالي گلِيل جي هِڪڙي ڳوٺ ۾ لهي آيو ۽ سبت جي

ڏِينهن ۾ اُنهن کي تعلِيم ڪندو رهندو هو (۳۲) ۽ اُهي سندس تعلِيم ڪري وِسا ٿِيا ڇوجو سندس ڪلامُ ٻُجهاتِي سان هو (۳۳) ۽ عِبادتخاني ۾ هِڪڙي ماڻهوءَ کي ناپاڪ ڀُوتُ لڳل هو اُنهي وڏو واڪو ڪري چيو (۳۴) ته اي يسُوع ناصرِي ڇڏِ اسان ساڻ تُنهجو ڇا آهي تُون اسان کي ڇٽ ڪرڻ آيو آهي ڇا ۽ ڄيڪو تُون آهي سو آءٌ ڄاڻان ٿو ته خُداء جو پاڪ آهي (۳۵) پوءِ يسُوعَ اُنهي کي جِهڙڪي چيو ته ماٺِ ڪرِ ۽ اِنهي مان نِڪرِي وڃ ته ڀُوتُ تنهِ کي وِچ ۾ سٽي نِڪرِي وِيو ۽ کي بِه نه ڪيائِيس (۳٦) ته سِيئِي ڏاڍِي عجب ۾ پِيا ۽ پاڻ ۾ چَوڻ لڳا هِيءُ ڪِهڙو ڪلامُ آهي جو ٻُجهاتِي ۽ قُدرت سان ناپاڪ رُوحن کي حُڪمُ ٿو ڪري ته سي بِه ٻاهرِ نِڪرِي ٿا وڃن (۳۷) ۽ اوسِي پاسِي جي سڀِي مُلڪ ۾ سيڪنهِ هنڌ سندس هاڪ پُڄِي وِيئِي ؛

(۳۸) پوءِ اُهو عِبادتخاني مون اُٿِي شمعُون جي گهرِ وِيو ۽ اُتي شمعُون جي سَسُ کي ڏاڍو تپُ چڙهيو هو تنهِ جي لاءِ کيس مِنت ڪِياءُ (۳۹) تڏهِ پاڻ تنهِ وٽِ بِهي تپ کي جِهڙڪِياءِ ته تپُ لهي وِئس ۽ سا تُرتُ اُٿِي تِنِ جي خِدمت ڪرڻ لڳي ؛

(۴۰) ۽ جڏهِ سِجُ لهڻ ۾ هو ته اُهي مڙيئِي جِن جا ماڻهون ڀِتئي ڀِتئي مرضن سان ورِتل هُوا تِنِ کي وٺِي وِٽس آيا ته اُنهي سيڪنهِ تي هٿ رکِي تِن کي چڱو ڀلو ڪِيو (۴۱) ۽ گهڻن مون ڀُوت هِيءُ واڪا ڪندا نِڪرِي وِيا ته تُون

مسِيحُ خُداء جو پُٽُ آهي پر اُنهي تِنِ کي جهِڙڪي ڳالهائڻُ نہ ڏِنو ڇوجو اُنهنِ ڄاتو ٿي تہ هِيُ مسِيحُ آهي ؛

(٤٢) پوءِ جڏهِ ڏينهُ ٿيو تہ پاڻ اُتاهون نِڪرِي هِڪڙِي سُڃي هنڌِ وِيو ۽ ماڻهون سنديَس ڳولا ڪندا وٽس آيا ۽ کيس جهليائون تہ اسان وٽا نہ وڃُ (٤٣) پر اُنهي چيُن تہ ٻِين ڳوٺن ۾ بہ خُداء جي بادشاهِيءَ جي چڱِي خبر ٻُڌائڻُ مُون کي ضرُورُ آهي ڇوجو آءٌ اِنهي ئي ڪاڻِ موڪِلئُلُ آهيان (٤٤) ۽ اُهو گلِيل جي عِبادتخانن ۾ سڌُ وِجهندو رهيو ؛

## باب ٥

۽ هيئَن ٿيو تہ جڏهِ اُهو گنيسرت جي ڍنڍ جي پرِ تي بيٺو هو تہ خُداء جي ڪلام ٻُڌڻ لاءِ ماڻهون مٿس ڪرِي ٿي پيا (٢) ۽ اُتي ڍنڍ جي ڪپ تي ٻہ ٻيڙيُون بيٺيُون ڏٺائين پر مُهاڻن تن مون لهي پهنجا ڄار ٿي ڌوتا (٣) تہ اُنهنِ ٻيڙِين مون هِڪڙِي جا شمعُون جِي هُئي تنهِ تي چڙهِي هيئَن گُهريائيس تہ ڪنڌِيءَ کون پر پرو وٺي هلُ پوءِ پاڻ ٻيڙِيءَ ۾ ويهِي ماڻهُنِ کي تعلِيم ڏِيڻ لڳو ؛

(٤) ۽ جڏهِ تعلِيم ڏيئي رهيو تہ شمعُون کي چيائين جو هاڻي تارِ ۾ وٺي هلُ ۽ کيپ پرڻ لاءِ پهنجنِ ڄارنِ کي لاهي وِجهو (٥) تڏهِ شمعُون وراڻي ڏيئي چيُس تہ اي سائِين اسِي سڄِي راتِ ڳهيا آهيُون پر ڪُجهہ کي نہ هٿِ لڳو سي

تہ بہ تُہنجي جَوڙ ڪري ڇارُ وِجھندُسِ (٦) ۽ جڏهِ اُنھن اِئي ڪيو تہ مڇيُنِ جو اِهڙو وڏو وَلَرُ ڦاسايائون جو ڄارُ ڦاٽڻ لڳُنِ (٧) تہ اُنھن ٻِئي ٻيڙِيءَ وارنِ پهنجن سنگتيُنِ کي هٿڏس ڪئي تہ اچي اسان کي جهليو تہ اُهي آيا ۽ ٻئي ٻيڙيُون اِهڙيُون ڀرجي ڀيئُون جو ٻُڏڻ لڳيُون ÷

(٨) تڏهِ شمعُون پطرس اِئي ڏِسي يسُوعَ جي پيرنِ تي ڪِري چيو تہ اي خُداوند مُون وٽان وڃُ جو آءٌ گُناهي ماڻهُون آهيان (٩) ڇوجو اُنھنِ گهڻِنِ مڇيُنِ جي هٿِ اچڻ ڪري شمعُون پاڻ ۽ ٻيا سڀيئي جيڪي ساڻُسِ هُوا سي عجب ۾ پيا (١٠) ۽ سندسِ ڀائيوار ذبدِيءَ جا پُٽ يعقُوبُ ۽ يُوحنُ سي بہ عجب ۾ پيا تڏهِ يسُوعَ شمعُون کي چيو نہ ڊِڄُ ڇوجو اڄُ کان وٺي تُون ماڻھُنِ کي ڦاسائِيندين (١١) پوءِ اُهي پهنجيُون ٻيڙيُون ڪنڌِيءَ تي ڇِڪي آيا ۽ سڀڪجهہ ڇڏي سندسِ پُٺيُون اُٿي لڳا ÷

(١٢) ٻِئو هِيُ ٿيو جو اُهو ڪنهِ ڳوٺ ۾ هو تہ ڏِسو هِڪڙو ماڻھُون جو ڪوڙهہ سان ڀريو ٻِئو هو تنهِ يسُوعَ کي ڏِسي مُنھ ڀر ٿِي سندِسِ مِنٿ ڪري چيو تہ اي خُداوند جي توکي وڻي تہ مُون کي صاف ڪري ٿو سگهين (١٣) تہ اُنهي هٿُ ٻِگهاري هِيُ چئي تنهِ کي ڇُهتو ڇي آءٌ چاهيان ٿو تُون صاف ٿِيُ تہ اُئيئِي ڪوڙهُ لهي وِئُسِ (١٤) ۽ اُنهي کيس حُڪمُ ڪيائين تہ ڪنهِ کي متان ٻُڌائين پر پاڻُ وڃي ڪاهِن کي ڏيکارِ ۽ اُنھنِ جي پڪ لاءِ جِيُ ڪِ مُوسيٰ حُڪمُ

ڪيو آهي تيئَ پهنجي صافُ ٿِئڻ جو نظرُ ڏيِ (١٥) پر اِنهيِ ڪري سندِئس واڪاڻ گهڻو پسرِي وِيئي ۽ گهڻا ماڻهُون اچي گڏُ ٿِيا ت سنديَس ٻُڌُون ۽ سندس هٿاً پهنجيُنِ ناچڱايُنِ کان چڱايلا ٿِيُون (١٦) ۽ اُهو جهنگ ۾ هيڪلو وڃي دُعا گهُرندو هو ::

(١٧) ۽ هِڪڙي ڏِينهِ هيُ ٿِيو ت جڏهِ اُنهيِ تعلِيم پئي ڪئي ت ڪئي فرِيسي ۽ شرع ٻُڌائِڻ وارا جي گلِيل جي سيڪنهِ ڳوٺ کان ۽ يهُودِيه کان ۽ يرُوشلِيم کان آيا هُوا سي اُتي وِيٺا هُوا ۽ خُداوند جي ٻُجهاتي چڱو ڀلو ڪرڻ لاءِ هڪي هُئي ::

(١٨) ۽ ڏِسو ڪيترا ماڻهُون هِڪڙي اردانگي ماڻهُو کي کٽولي تي کڻي آيا ۽ پانياءَ ٿي ت هُن کي اندرِ کڻي وڃي سندس اڳيون رکُون (١٩) پر ماڻهُنِ جي گوڙ کان اندر وڃڻ جي ڪا واٽ ن ڏِسي گڏَ تي چڙهي ڇت جي وِچ ماَ اُنهي کي کٽولي سُودو يسُوعَ جي اڳيون لاٿائُ (٢٠) ت اُنهِ جو اِهو وِيساهُ ڏِسي تنهِ کي چياءُ اي ماڻهُون تُهنجا ڏوهُ مُعاف ٿِيا (٢١) تڏهِ شرع ٻُڌائِڻ وارا ۽ فرِيسي پُڇ ڳاڇ ڪرڻ لڳا ت هيُ ڪيرُ آهي جو ڪُفرُ ٿو بڪي ت خُداءِ ڌاراً ڏوهنِ جي مُعافي ڪيرُ ٿو ڪري سگهي ::

(٢٢) پوءِ يسُوعَ سندُنِ اِهو خِيالُ ڄاڻي جَوابُ ڏيئي چيُنِ ت اَوهِي پهنجي دِل ۾ ڇُٽيُون ڇا لاءِ ٿا ڪريو (٢٣) ت گهڻو سَوُکو ڪهڙو چوڻُ آهي تُهنجا گُناه

لتا اِئي جان چَوڻُ تہ اُٿُ ۽ هلُ (٢٤) پر اَوهي اِئي ڄاڻو تہ ڀِن آدمر جي پُٽ کي زمِين تي ڏوهنِ جي مُعافُ ڪرڻ جي ٻُڇندِي آهي پوءِ اُنهي ارڌانگِيءَ کي چياءُ تہ آءٌ توکي چَوان ٿو ڪِ اُٿُ پهنجو کٽولو کڻي پهنجي گهرِ هليو وڃُ (٢٥) تہ اُهو اُنهيءَئي گهڙِيءَ تنِ جي اڳيون اُٿي جنهِ تي لِيٽيو پِئو هو سو کڻي خُداءِ جي واکاڻ ڪندو پهنجي گهرِ هليو وِيو (٢٦) تہ اُهي سڀيئي وائِڙا ٿي رهيا ۽ خُداءِ جي تعرِيف ڪرڻ لڳا ۽ کهڻي ڀَوَ ڀراجي چياءُ تہ اڄُ اساَ ڏاڍِي عجب جِهڙِي ڳالهِ ڏِٺي ⁘

(٢٧) ۽ تنهِ کان پوءِ اُهو ٻاهرِ نِڪتو تہ لِيوِي نالي هِڪڙِي موقاطِيدار کي مڏِيءَ تي وِيٺو ڏِٺاءُ تنهِ کي چياءُ تہ مُهنجي پُٺياَ آءُ (٢٨) تہ اُهو سڀُڪي ڇڏِي سندسِ پُٺيون اُٿي هليو (٢٩) ۽ لِيوِيءَ سندسِ لاءِ پهنجي گهر ۾ وڏِي مِهماڻي ڪئي ۽ اُتي ساڻُسِ گڏُ موقاطِيدار ۽ ٻيا بِ جيڪي کاڻ وِيٺا هُوا تنِ جو ڏاڍو ميڙُ هو (٣٠) تڏهِ اُتي جا شرع پڙهائڻ وارا ۽ فرِيسِي سندسِ شاگِردنِ کي ڪُرڪُرائي چوڻ لڳا تہ توهي موقاطِيدارنِ ۽ گُناهيُنِ ساَ گڏُ ڇا لاءِ ٿا کائو پِئو (٣١) يسُوعَ وراڻي ڏِيئي تنِ کي چيو تہ جي چڱاڀلا آهنِ تنِ کي طبِيب جي گهُرج ڪانهي پر جي ناچڱا آهِنِ تنِ کي گهُرج آهي (٣٢) تہ آءٌ سچنِ کي توبہ لاءِ ڪوٺڻ ڪي نہ آيو آهيان پر گُناهيُنِ کي ⁘

(٣٣) تڏهِ اُنهنِ چيُسِ تہ يُوحنا جا شاگِرد گهڻا روزا ۽ دُعائُ ڇو ٿا

ڪنِ ۽ اِنهيءَ ريت فرِيسِنِ جا شاگِرد بِ ٿا ڪنِ پر تُنهجا شاگِرد کائِينِ ۽ پِئِنِ ٿا (٣٤) تڏهِ چيائِينِ ڇا جيسي توڙي گهوٽُ جاجيُنِ سَا گڏُ آهي تيسي ڪِ اَوهي اُنهنِ کي روزا رکائي ٿا سگهو ڇا (٣٥) پر اُهي ڏِينه اِيندا جو گهوٽُ کائُنِ ڌار ڪِبو اُنهنِ ڏِينهنِ ۾ نيٺِ روزا بِ رکندا ÷

(٣٦) ۽ اُنهي تنِ کي هِڪِڙو مِثالُ بِ چيو تہ ڪوئي ماڻهُون پُراڻي ڪپڙي کي نئي ڪپڙي جي اڱِڙي نہ ٿو وِجهي نہ تہ نئُون ڪپڙو اُنهي کي بِ ڦاڙي ٿو وِجهي ۽ نئي ڪپڙي جي اڱِڙي پُراڻي سَا مِلي بِ نہ ٿي سگهي (٣٧) ۽ ڪوئي ماڻهُون پُراڻنِ ساندارنِ منجهِ نئُون دارُون بِ نہ ٿو وِجهي نہ تہ نئُون دارُون ساندارنِ کي ڦاڙي وهي ٿو وجي ۽ ساندارا بِ ڇَٽُ ٿا ٿِئنِ (٣٨) پر نئُون دارُون نَوَنِ ساندارنِ ۾ رکڻُ گهُرجي تہ ٻنهي جو بچاءُ ٿِئي (٣٩) ۽ ڪوئي ماڻهُون پُراڻو دارُون پِي اُنهيءَ گهڙِئ نَوي جي چاهہ نہ ٿو ڪري ڇوجو چَوي ٿو تہ پُراڻو اُوچو آهي ÷

## باب ٦

۽ ٻئي وڏي سبت جي ڏِينهِ هيءُ ٿيو تہ جڏهِ اُهو ٻنيُنِ جي وِچ مون هليو ٿي وِيو تہ سندسِ شاگِرد سنگ ڇِنِي هٿنِ سَا مهٽِي کائڻُ لڳا (٢) تہ فرِيسِنِ مون ڪيترنِ اُنهنِ کي چيو تہ جو ڪمُ ويساهي جي ڏِينهِ ڪرڻُ روا نہ آهي

سو اَوهي چو تا ڪريو (٣) يسُوع وراڻي ڏِنئي اُنهنِ کي چيو اَوهان هيُ نہ پڙهيو آهي چا تہ جيڪي دائُود ڪيو جڏهن ہُو ۽ سندس سنگتيُن کي بُک لڳي هُئي (۴) جيُ تہ خُداءَ جي هَيڪل ۾ اچي نظر جيُون مانيُون وٺي کاڌاءَ ۽ ٻيا جيڪي ساڻس گڏ هُوا تن کي بہ ڏِناءَ تہ جن مانيُن جو کائڻُ ڪاهنن ڌاراً ٻِئِن کي روا نہ آهي (٥) ورِي تن کي چياءَ تہ هيُ آدم جو پُٽ ويساهي جي ڏِينه جو بہ ڌڻي آهي ÷

(٦) ۽ ٻِئي سبت جي ڏِينهہ هيُ ٿِئُو جو اُهو هَيڪل ۾ وڃي تعليم ڏِئڻ لڳو تہ اُتي هِڪڙو ماڻهُون هو جنهِ جو ساڄو هٿُ سُڪي ويُو هو (٧) تہ شرع ٻُڌائڻ وارن ۽ فريسن ڏاهُس ٻِئي نِهاريو تہ هيُ ويساهي جي ڏِينهہ بہ چڱو ڀلو ڪندو ڪِ نہ سو اِنهي لاءِ تہ مٿس ڪا اَڙتي لهُون (٨) پر اُنهي تن جو اِهو خِيالُ ڄاڻي جنهِ جو هٿُ سُڪلُ هو تنهِ ماڻهُوَ کي چيو تہ اُٿي وِچ ۾ بيهُہ تڏهن اُهو اُٿي بيٺو (٩) تہ يسُوعَ چيُن آءٌ اوهان کان هِڪڙي ڳالهہ ٿو پُڇان تہ سبت جي ڏِينهہ چا ڪرڻُ گهُرجي چڱائي ڪِ بُڇڙائي ۽ جيُ بچائڻُ جا چٽُ ڪرڻُ (١٠) ۽ اُنهن سڀني ڏي چوڌاري نِهاري اُنهي ماڻهُوَ کي چياءَ تہ پهنجو هٿُ ٻِگهيڙ تہ اُنهي اُئي ڪيو تڏهن سندس هٿُ ٻِئي هٿ وانگياً سڄو ٿي پِئو (١١) تہ اُهي سڀ بانورن وانگي ٿي پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ يسُوعَ ساً چا ڪريُون ÷

(١٢) ۽ اُنهن ڏينهن ۾ هيئن ٿيو تہ اُهو ٽڪر تي چڙهي دُعا گهُرڻ ويو ۽ سڄي رات خُداءَ جي دُعا ۾ رهائيائين (١٣) ۽ جڏهن ڏينهُن ٿيو تہ اُنهي پنهنجي شاگردن کي ڪوٺيو ۽ اُنهن مان ٻارهن چُونڊي تن جا رسُول نالا رکيائين (١٤) تہ هڪڙو شمعُون تنهن جو نالو پطرسُ بہ رکيائين ۽ اُنهي جو ڀاءُ اندرياسُ ۽ يعقُوبُ ۽ يوحنُ ۽ فِلپسُ ۽ برتُولما (١٥) ۽ متي ۽ تُوما ۽ حلفا جو پُٽُ يعقُوبُ ۽ شمعُونُ جو زيلوتيسُ ٿو سڏجي (١٦) ۽ يعقُوب جو ڀاءُ يهُودا ۽ يهُودا اِسڪريُوطي جو سندس جهلائڻ وارو ٿيو (١٧) اِنهن سان گڏ لهي هڪڙي پٽ ۾ اچي بيٺو اُتي سندس شاگردن جي ٽولي ۽ ٻيُو بہ ماڻهن جو ڏاڍو گوڙ هو جي سڄي يهُوديه کان ۽ يرُوشليم کان ۽ صُور ۽ صَيداواري سَمُنڊ جي ڪنڌيءَ کان وٽس آيا هُوا تہ سنديس ٻُڌون ۽ پنهنجي ناچڱائين کان چڱا ڀلا ٿيون (١٨) ۽ جن ناپاڪ رُوحن ڪري ڏُکُ ٿي سٺو سي بہ آيا ۽ چڱا ڀلا ٿيا (١٩) ۽ سڀني ماڻهن ڀانيو ٿي تہ کيس ڇُهون ڇا ڪان تہ ڇُٽائي منجهاس نڪري سڀني کي چڱو ڀلو ٿي ڪيو :

(٢٠) وري تنهن پنهنجي شاگردن ڏي نهاري چيو تہ سڀُورا آهيو اوهين جي غريب آهيو ڇا ڪان تہ خُداءَ جي بادشاهي اوهان جي آهي (٢١) ۽ سڀُورا آهيو اوهين جي هاڻي بُکيل آهيو ڇا ڪان تہ ڍائبؤ ۽ سڀُورا آهيو اوهين جي هاڻي رُئو ٿا ڇا ڪاٽہ ڪلندءُ (٢٢) ۽ سڀُورا آهيو اوهين جڏهن هن آدم جي پُٽَ

ڪاڻِ ماڻھُون تَوھاً ساً وِيرُ ڪندا ۽ ڪڍِي ڇڏِيندَوَ ۽ ڦِٽڪار ڏِيندَوَ ۽ اَوھاً
جو نالو ٻُڇڙو رکندا (٢٣) تہ اُنھِي ڏِينھِ اَوھِي خُوشِ ٿِيو ۽ خُوشِيءَ ڪرِي ٽپا
ڏِيو سو اِنھِي لاءِ تہ ڏِسو اَوھاً جو بدرُ آسمان ۾ وڏو آھِي ڇا ڪان تہ ھِنن جي
پِيُ ڏاڏن نبيُنِ ساڻُ اِئِيئِي ڪيو ھو (٢٤) پر ھاءِ ھاءِ اَوھاً دَولت‌وارن تي ڇا
ڪان تہ تَوھاً کِي پھنجو آرامُ مِلِي رھيو (٢٥) ۽ ھاءِ ھاءِ تَوھاً تِي جي ڍاوَلَ آھيو
ڇا ڪان تہ بُکائبَوُ ۽ ھاءِ ھاءِ اَوھاً تِي جي ھاڻِي کِلو ٿا ڇا ڪان تہ ماتمُ ڪندَءُ
۽ رُئندَءُ (٢٦) پر ھاءِ ھاءِ اوھاً لاءِ جڏھِ ماڻھُون اَوھاً جي بابِ چڱو چَوندا
ڇا ڪان تہ ھِنن جا پِيُ ڏاڏا ڪُوڙن نبيُنِ ساً اِئِيئِي ڪندا ھُوا ∴

(٢٧) پر اَوھِي جيڪِي ٻُڌو ٿا تِنِ کِي آءٌ چَوان ٿو تہ پھنجِي وِيرِيُنِ ساً
دوستِي ڪريو ۽ جيڪِي اَوھاً ساً ڪِوُنس ٿا ڪنِ اُنھنِ ساً ڀلائِي ڪريو (٢٨) ۽
جيڪِي اَوھاً کِي ڦِٽڪار ٿا ڏِئنِ تنِ جو خَيرُ گھُرو ۽ جيڪِي اَوھاً کِي ڏُکوئِينِ
ٿا تنِ لاءِ دُعا گھُرو (٢٩) ۽ جيڪو تُھنجِي ھِڪِڙِي ڳِٽِي تِي لپاٽِ ھڻِي اُن
کِي ٻيو بِ ڦيرائِي ڏِي ۽ جيڪو تُھنجو بوڇڻُ کسِي تنھِ کِي جامِي کسڻ ڪان
بِ نہ جھلِ (٣٠) ۽ جيڪو تو ڪان ڪِي گھُرِي تنھِ کِي ڏِي ۽ جيڪو تُھنجِي
شَئِ وٺِي تنھِ ڪان ورِي نہ گھُرُ (٣١) ۽ جئِي تَوھِي ٿا چاھيو تہ ماڻھُون اسا ساً
ڪنِ تِئِي اَوھِي بِ اُنھنِ ساڻُ ڪريو (٣٢) ۽ جيڪِي اَوھاً ساً دوستِي ٿا ڪنِ
تنِ ساً جيڪڏھِ دوستِي ڪريو تہ تَوھاً جو ڪِھڙو ٿورو آھِي ڇا ڪان تہ گُناھِي

بِہ پهنجي دوستن ساڻُ دوستي ٿا ڪن (٣٣) ۽ جيڪي اَوهان سان ڀلائي ٿا ڪن تن سان جيڪڏهن ڀلائي ڪريو تہ توهان جو ڪهڙو ٿورو آهي ڇوجو گُناهي بِہ اِئيئي ٿا ڪن (٣٤) ۽ جن کان وري وٺڻ جي آس اٿو تن کي جيڪڏهن اُڌارو ڏيو تہ اَوهان جو ڪهڙو ٿورو آهي ڇوجو بدرُ پاڙڻ لاءِ گُناهي بِہ گُناهين کي اُڌارو ٿا ڏين (٣٥) پر اَوهين پهنجي ويرين سان دوستي ڪريو ۽ وري وٺڻ جي آس ڇڏي ڀلائي ڪري اُڌارو ڏيو تہ اَوهان جو بدرُ وڏو ٿيندو ۽ اَوهين خُداءِ تعاليٰ جا پُٽ ٿيندءُ ڇا کان تہ اُهو بيايمانن ۽ بُڇڙن تي بِہ مِهربانُ آهي (٣٦) پوءِ جيئن اَوهان جو پيءُ ٻاجهائتو آهي تيئن اَوهين بِہ ٻاجهائتا ٿيو (٣٧) ۽ اَوهين ڪنهن مان وِيڪ نہ ڪڍو تہ اَوهان مان بِہ وِيڪ نہ ڪڍبي ۽ ڪنهن کي ڏُهاري نہ ٺهرايو تہ اَوهين بِہ ڏُهاري نہ ٺهربؤ ۽ مُعافي ڪريو تہ اَوهان تي بِہ مُعافي ٿيندي (٣٨) ۽ ڏيو تہ اَوهان کي بِہ مِلندو تہ چڱو ماڻُ دٻي دٻي لوڏي لوڏي ھاريو وِيريو اَوهان جي جهولِي ۾ ڏيندا ڇوجو جنهن ماڻ سان اَوهين ٿا مَيو اُنهيئي ماڻ سان اَوهان لاءِ بِہ مَئِبو ⁘

(٣٩) ۽ هِڪڙو مِثالُ ڏيئي چيائين تہ ڪِ انڌو انڌي جو اڳُوانُ ٿي ٿو سگهي ڇا تہ اُهي ٻئي کڏ منجهہ نہ ڪِرندا ڇا (٤٠) تہ شاگِردُ پهنجي اُستاد کان مٿي نہ آهي پر جي پڪو ٿيو تہ بِہ اُستاد جهڙو ٿيندو ⁘

(٤١) ۽ تُون پهنجي ڀاءُ جي اکِ جو ڪَکَرُ ڇو ٿو ڏِسين ۽ پهنجي اکِ جي

ڪاٺ تي ته نظر ڪريں نه ٿو (٤٢) سو ٿون پهنجي ڀاءُ کي ڪيئن چئي سگهندين ته اي ادا ڀهُ ته تُهنجي اکِ مون ڪکُر ڪڍان پر جيڪو ڪاٺُ تُهنجي اکِ ۾ آهي تنهِ کي ته ڏِسين نه ٿو اي ڪُوڙا ڀهريا اُنهي ڪاٺ کي پهنجي اکِ مون ڪڍُ پوءِ پهنجي ڀاءُ جي اکِ جو ڪکُر چڱيءَ ريتِ ڏِسي ڪڍينديں (٤٣) ڇوجو چڱو وڻُ ٻُڇڙو ڦرُ نه ٿو ڏِئي ۽ نه ٻُڇڙو وڻُ چڱو ڦرُ ٿو ڏِئي (٤٤) ته سڀڪو وڻُ پهنجي ڦر ڪري ٿو سُڃاڻجي ڇوجو ماڻهُون ڪنڊنِ مون انجير نه ٿا چُنن ۽ نه ڪي آڏيريُنِ مون ڊاک ٿا چُنن (٤٥) ۽ چڱو ماڻهُون پهنجي دِل جي چڱي خزاني مون چڱيُون شيُون ٿو ڪڍي ۽ ٻُڇڙو ماڻهُون پهنجي دِل جي ٻُڇڙي خزاني مون ٻُڇڙيُون شيُون ٿو ڪڍي ڇا ڪان ته جيڪي دِل ۾ ڀريلُ آهي سوئي ڳالهائڻ ۾ ٿو اچي ⁘

(٤٦) ۽ اوهين مُون کي ڏڻي ڏڻي ڇو ٿا چئو ۽ جيڪي آءٌ ٿو چوان سو نه ٿا ڪريو (٤٧) ته جيڪو ماڻهُون مُون وٽِ ٿو اچي ۽ مُهنجيُون ڳالهيُون ٻُڌي اُنهنِ تي ٿو هلي اُهو جنهِ جهڙو آهي سو اوهان کي ڏيکاريان ٿو (٤٨) ڇي اُهو تنهِ ماڻهُوءَ جهڙو آهي جنهِ گهر اڏائڻ وير کڏ کوٽي ٽڪر تي پيڙهِ وِڌي پر جڏهِ لڙهو آيو ۽ وَهُڪڙي تنهِ گهر تي ليٽ اچي ڪئي تڏهِ اُنهي کي لوڏي نه سگهيو ڇوجو تنهِ جي پيڙهِ ٽڪر تي هُئي (٤٩) پر جيڪو ٻُڌي ڪري اُنهي تي نه ٿو هلي سو تنهِ ماڻهُوءَ جهڙو آهي جنهِ پيڙهِ ڀوڻ ڌاراً زمين تي

گهرُ اڏايو ۽ جڏهِ وهُڪِڙي تنهِ تي لِيٽ ڪئي تہ اُهو ترُتُ ئي ڪِري پيو ۽ تنهِ گهر جو ٻهڙُ ڏايو ٻچڙو ٿيو ÷

## بابُ ٧

۽ جڏهِ اُهو ماڻهن کي پهنجيُون سڀ ڳالهيُون ٻڌائي رهيو تہ ڪفرناحُوم ۾ آيو (٢) ۽ هِڪِڙي صُوبيدار جو ٻانهون جنهِ کي اُهو گهڻو پيارو ڀانئيندو هو سو مرض ڪري مرڻينگڻ هو (٣) اُنهي يسُوع جي خبر ٻُڌي يهُوديُن جي ڪيترن وڏيرن کي موڪِليو ۽ کيس اِهو عرضُ چوائي مُڪائي تہ مُهنجي ٻانهي کي اچي چڱوڀلو ڪرِ (٤) ۽ اُنهن يسُوع وٽِ اچي گهڻي مِنٿ ڪري چيُس تہ هُو اِنهي جوڳو آهي جو اُنهي تي تُهنجو اِهو ٿورو ٿئي (٥) ڇوجو اِهو اساً جي راڄ کي گهڻو ٿو ڀانئي ۽ اساً لاءِ هِڪڙو عِبادتخانو اڏايو اٿس (٦) تہ يسُوع اُنهن ساً گڏِجي اُٿي هليو ۽ جڏهِ اُنهي گهر جي وِجهو آيو تہ صُوبيدار پهنجن دوستن کان ڏاهُس چوائي موڪِليو تہ اي ڌڻي تُون پاڻ کي دِقت نہ ڏي ڇا کان تہ آءٌ اِنهي جوڳو نہ آهيان جو تُون مُهنجي ڇپر هيٺ اچين (٧) ۽ اِنهيئي ڪري مُون پاڻ کي تو وٽِ اچڻ جوڳو نہ ڄاتو پر تُون رُڳو ڪلامُ چَوُ تہ مُهنجو ڇوڪرُ چڱو ڀَلو پَوندو (٨) ڇا کان تہ آءٌ بہ ٻئي جي هٿ هيٺ آهيان ۽ سِپاهِي مُهنجي چئي ۾ آهِن جي هِڪِڙي کي چوان وَڃُ تہ وڃي

تو ۽ ٻئي کي چوان تہ اچُ تہ أهو اچي ٿو ۽ پهنجي ٻانهي کي چوان تہ هيُ
ڪرِ تہ أهو أئي ڪري ٿو (۹) تہ يسُوعَ اِئي ٻُڌي أنهي تي عجبُ ڪيو ۽
جيڪي ماڻهُون سندس پُٺيون ٿي آيا تن کي ڦِري چياءُ آءٌ اَوهاً کي چوان ٿو
تہ اِسرائيل ۾ ٻِ اِهڙو وِساهُ مُون نہ ڏِٺو (۱۰) ۽ جيڪي وِنِسِ موڪِلَيَل هُوا
سي جڏهِ گهر ڏي موٽِي آيا تہ أنهي ناچڱي ٻانهي کي چڱو ڀلو ڏِٺاءُ ∴

(۱۱) ۽ ٻئي ڏِينهِ هيُ ٿِيو تہ أهو نائِينَ نالي ڳوٺ ڏي هليو وِيو ۽ گهڻا
سندسِ شاگِرد ۽ ڏاڍو گوڙُ ساڻُسِ گڏِجي هليو (۱۲) ۽ جڏهِ أهو تنهِ ڳوٺ
جي در کي وِيجهو آيو تہ ڏِسو هِڪِڙي مُڙدي کي ٻاهرِ ڪڍِي ٿي وِيا سو پهنجي
ماءُ جو هِڪِڙوئي پُٽُ هو ۽ سا رَنَجوءِ هُئي ۽ ڳوٺ جا ماڻهُون تنهِ سَا گهڻا
هُوا (۱۳) ۽ أنهي کي ڏِسِي خُداوند کي مِٺِسِ ٻاجهہ آئي ۽ تنهِ کي چياءُ
نہ رو (۱۴) ۽ اچِي تنهِ جي کٽولي کي هٿُ لاتاءُ تہ کڻڻوارا بِهِي رهيا تڏهِ
چيائِيسِ اِي جُوان آءٌ تو کي چوان ٿو تُون أٿُ (۱۵) تہ أهو مُڙدو أٿِي وِيٺو
۽ ڳالهائِڻ لڳو پوءِ هُن کي سندسِ ماءُ کي پرڻي ڏِناءُ (۱٦) تہ سڀيئي ڀَوَ ۾
پئجي وِيا ۽ خُداءِ جي وڏائي ڪري چوڻ لڳا تہ اساً ۾ وڏو نبي پِڌرو ٿِيو ۽
خُداءِ پهنجي راڄ تي نظر ڪئي (۱۷) ۽ سنديَسِ اِها ڳالهِ سڄي يهُودِيہ ۾ ۽
پاسي ڪنڌِيُ جي مُلڪنِ ۾ هُلِي وِيئي ∴

(۱۸) ۽ يُوحن جي شاگِردنِ أن کي اِنهنِ سڀِني ڳالهِيُنِ جي سُڌِ ڏِني (۱۹) تہ

يُوحن پهنجي شاگردنِ مون ٻن کي کوٺي يسُوعَ ڏي اِئي چوائي موڪليو تہ جو اچڻوارو هو سو تونئي آهي جاً اسي ڪنهِ ٻئي جي واٽ ڏسُون (٢٠) تہ اُنهن ماڻهُن وٽس اچي چيو تہ يُوحن بپتسما ڏيڻواري اساً جي هتاً هئي چوائي موڪليو آهي تہ جو اچڻوارو هو سو تونئي آهي جاً اسي ڪنهِ ٻئي جي واٽ ڏسُون (٢١) تہ اُنهي تنهِ گهڙِئَ گهڻن کي مرضن ۽ اٿرين ۽ ناپاڪ رُوحن کان چڱويلو ڪيو ۽ گهڻن انڌن کي سوجهرو ڏِناءِ (٢٢) ۽ يسُوعَ وراڻي ڏيئي چيُن تہ جيڪي اَوهاً ڏٺو ۽ ٻڌو آهي سو يُوحن کي وڃي چئُو تہ انڌا ڏسن ٿا ۽ منڍا هلن ٿا ۽ ڪوڙهيا صافُ ٿا ٿين ۽ ٻوڙا ٻُڌن ٿا ۽ مُڙدا جيارجن ۽ نماڻن کي چڱي خبر ٿي ٻُڌائجي (٢٣) ۽ اُهو سڀورو آهي جو مُون کان نہ ٿو ڪاپاڙجي ؛

(٢٤) ۽ جڏهِ اُهي جي يُوحن موڪليا هُوا سي وِيا تہ يسُوع يُوحن جي بابتِ ماڻهُن کي چوڻ لڳو تہ اَوهي جهنگ ۾ ڇا ڏِسڻ وِيا هو تہ ڪِ اُهو ناڙو جو واءَ ڪري ٿو لُڏي (٢٥) ۽ وري اَوهي ڇا ڏِسڻ ويا هو تہ ڪِ اُنهي ماڻهُو کي جنهِ سنها ڪپڙا ڪيا آهن ڏِسو اُهي جي اُوچا ڪپڙا ٿا پهرين ۽ عَيشن ۾ ٿا رهن سي بادشاهن جي محلاتن ۾ آهن (٢٦) ۽ وري اَوهي ڇا ڏِسڻ ويا هو تہ ڪِ هِڪڙي نبيءَ کي سو سچُ پر آءٌ اَوهاً کي ٿو چوان تہ هِئُ نبيءَ کان بہ وڌو آهي (٢٧) هِئُ اُهو آهي جنهِ جي بابتِ لِکيو آهي تہ ڏِسُ آءٌ پهنجي

پَيغمبر کي تُهنجي اڳيون تو مُنجان سو تُهنجي اڳيون تُهنجي واٽ تاهِيندو (٢٨) ڇا ڪان تہ آءٌ اوهاً کي ٿو چوان تہ زالُنِ کان ڄاولُنِ مون ڪوئي نبي يُوحن بپتِسما ڏِيڻ واري کان وڏو ڪونهي پر خُداء جي بادشاهِيءَ ۾ جيڪو ننڍِڙو آهي سو هُن کان وڏو آهي (٢٩) ۽ سڀِني ماڻهُنِ ۽ موقاطِيدارنِ بِہ اِها ٻُڌِي خُداء کي سچُ ڄاڻِي يُوحن کان بپتِسما ورتِي (٣٠) پر فريسِنِ ۽ شرع ٻُڌائڻ وارنِ پهنجي بابتِ خُداء جي مرضِيءَ کي ڪِي نہ ڄهڙو ڄاڻِي تنهِ کان بپتِسما نہ ورتِي ÷

(٣١) پوءِ هِن زماني جي ماڻهُنِ کي ڪنهِ سًا مِثالُ ڏِيان ۽ تِنِ کي ڪنهِ ڄهڙو چوان (٣٢) تہ اُهي تِنِ ٻارنِ ڄهڙا آهِنِ جي بازار ۾ ويهِي هِڪ ٻِئي کي سڏُ ڪري ٿا چَوِنِ تہ اساً تَوهاً لاء مُرلِي وڄائِي پر اَوهِي نہ نچِيا ۽ اساً تَوهاً لاء پِٽُرُ وِڌو پر اَوهاً رُنو ڪِي نہ (٣٣) ڇوجو يُوحن بپتِسما ڏِيڻ وارو آيو جو نہ ڪِي ماني کائِيندو هو ۽ نہ ڪِي دارُوَّ پِئندو هو سو اَوهِي چئو ٿا تہ اُهو شَيطان لڳُلُ آهي (٣٤) ۽ هِيُ آدم جو پُٽُ تہ کائِيندو پِئندو ٿو اچي پر اَوهِي چئو ٿا تہ ڏِسو هڪِڙو ڏايو کائُو ۽ پِياڪُ موقاطِيدارنِ ۽ گُناهِيِنِ جو سنگتِي آهي (٣٥) پر حِڪمت سندسِ سڀِني ٻارنِ ڪري سچِي ڄاڻڻ ۾ تِي اچي ÷

(٣٦) ورِي هِڪِڙي فريسِيءَ اچِي مِنت ڪَيسِ تہ مُون وٽِ هلِي کاءٌ تہ اُهو

تنهِ فريسيءَ جي گهرِ وڃي کائڻ ويٺو (٣٧) ۽ ڏِسو اُنهي ڳوٺ ۾ هِڪڙي زال گُناهڻِ هُئي تنهِ جڏهِ ڄاتو تہ يسُوع فرِيسيءَ جي گهر ۾ کائڻ تي ويٺو آهي تہ سنگمرمر جي عطُردانيءَ ۾ عطُر کڻي آئي (٣٨) ۽ پُٺيون سندس پيرن ڏي بِهي رُئڻ ڪري هنجُن ساڻُ پير ڌُئڻ لڳيس ۽ پهنجي متي جي وارن سان اُگهي سندس پير چُمي عطُر مکياءِ (٣٩) پوءِ جنهِ فرِيسيءَ سنديَس ماني موڪلائي هُئي سو اِئي ڏِسي پهنجي دِل ۾ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهِ هِيُ نبي هُجي ها تہ جيڪر ڄاڻي ها جو هِيُ زال جا کيسِ ٿي هٿُ لائي سا ڪير آهي ۽ ڪهڙي آهي ڇوجو هِيءَ گُناهڻِ آهي (٤٠) تہ يسُوع تنهِ کي ورندِي ڏِيئي چيو اي شمعُون آءٌ تو کي ڪي چوڻُ ٿو ڀانيان تنهِ چيو اي اُستاد چوُ (٤١) ڪي هِڪڙي ماڻهُو جا ٻہ ڏِيڻيدار هُوا هِڪڙي کي پنج سَوُ دينار ۽ ٻِئي کي پنجاه دِينار ڏِيڻا هُوا (٤٢) پر جڏهِ اُنهن وٽ ڏِيڻ لاءِ ڪي نہ هو تہ ٻِنهي کي ڇڏِي ڏِناءِ هاڻي چوُ تہ اُنهن ٻِنهي مون تنهِ کي گهڻو ڪهڙو ڀانئيندو (٤٣) تہ شمعُون ورندِءَ ۾ چيو مُهنجي سمُجهہ ۾ اُهو جنهِ کي گهڻو ڇڏِياءِ تہ چيائِيس تو ٺيڪ ڄاتو (٤٤) ۽ اُنهي زال ڏي نِهاري شمعُون کي چياءِ تہ تُون هِن زال کي ڪ ڏِسي ٿو جو آءٌ تُهنجي گهر ۾ آيُس تہ تو مُون کي پيرن ڌُئڻ لاءِ پاڻي بہ نہ ڏِنو پر هِن مُهنجا پير پهنجن هنجُن سان ڌوتا ۽ پهنجي متي جي وارن سان اُگهيا (٤٥) ۽ تو تہ مُون کي نہ چُميو پر جڏهانڪُر آءٌ هِتِ آيُس تڏهانڪُر هِيءَ

مُهنجي پيرنِ چُمڻ کان نہ رهي آهي (۴٦) ۽ تو تہ مُهنجي مٿي کي تيلُ بہ نہ مکيو پر هِن مُهنجي پيرنِ کي عطرُ مکيو (۴۷) اِنهي ڪري آءٌ تو کي ٿو چوان تہ هِن جا گُناهہ جي گهڻا هُوا سي معافُ ٿِيا ڇوجو هِن گهڻو پيارُ ڪيو پر جنهِ کي ٿورُو معافُ ٿِيو آهي سو ٿورو پيارُ ٿو ڪري (۴۸) ۽ وري اُنهي زال کي چياءٓ تہ تهنجا گُناهہ مُعافُ ٿِيا (۴۹) تڏهِ اُهي جي ساڻُس گڏُ کائِڻ ويٺا هُوا سي پهنجِيءَ دِل ۾ چَوڻ لڳا تہ هيُ ڪيرُ آهي جو گُناهہ بہ مُعافُ ٿو ڪري (۵۰) پر پاڻ اُنهي زال کي چياءٓ تہ تُهنجي ويساهہ تُهنجو بچاءُ ڪيو هاڻي دِلجاءِ ڪري هلي وڃُ ⁘

## بابُ ۸

۽ تنهِ کان پوءِ هيُ ٿيو تہ اُهو ڳوٺ ڳوٺ ۾ ۽ وهڻ وهڻ ۾ سڏُ وجهندو ۽ خُداءَ جي بادشاهِيءَ جي چڱِي خبر ٻُڌائيندو پئي گُهميو ۽ اُهي ٻارَهَہ ئي ساڻُس گڏُ هُوا (۲) ۽ ٻِيُون ڪيتريُون زالُون جي ناپاڪ رُوحنِ ۽ مرضنِ کان چڱيُون ڀليُون ٿيُون هُيُون تہ هِڪِڙِي مريَم جا مگدلِيني چَوائيندِي هُئِي جنهِ مان ست ڀُوت نِڪتا هُوا (۳) ۽ ٻِي يُوحنا هيرود جي ديوان خُزا جِي جوءِ ۽ سُوسنا ۽ ٻِيُون بہ گهڻيُون جي پهنجي مال ڪري سندِسِ خِدمت ڪنديُون هُيُون ⁘

(٤) پوءِ جڏهِ ڏاڍو گوڙُ اچي مڙيو ۽ ڳوٺ ڳوٺ جا ماڻهون وٽس پئي آيا ته اُنهي مِثال ڏيئي چيو (٥) ته هڪڙو ڪُڙمي ٻج ڇٽڻ ويو ۽ ڇٽڻ مهل ڪي ٻج واٽ جي پرتي پيا سي لتاڙجي ويا ۽ آسمان جي پکين اچي چُڳيا (٦) ۽ ڪي ڇپن تي ڪريا سي اُسري وري سُڪي ويا ڇوجو اُنهن کي رِبج نه هو (٧) ۽ ڪي ڪنڊن ۾ ڪريا تن کي ڪنڊن وڌي گهٽي وِڌو (٨) ۽ ڪي چڱي پٽ تي ڪريا سي اُسري سَئُوڻا ڦريا اِئين چئي وڏي واڪي چيائين ته جنهِ کي ٻُڌڻ لاءِ ڪن آهن سو ٻُڌي ؛

(٩) تڏهِ سندس شاگردن پڇيس ته هي اِهو مِثالُ ڪيئن آهي (١٠) تڏهِ اُنهي چيو ته خُداءِ جي بادشاهي جي ڳجهن جو ڄاڻڻُ اَوهان کي مِليلُ آهي پر ٻين کي مِثالن ۾ ٿو چَئجي ته اُهي ڏِسندائي نه ڏِسن ۽ ٻُڌندائي نه سمجهن (١١) ۽ اِهو مِثالُ هيءُ آهي ته اُهو ٻج خُداءِ جو ڪلامُ آهي (١٢) ۽ واٽ وارا اُهي آهن جي ٻُڌن ٿا پوءِ شيطانُ اچي اُنهي ڪلام کي سندن هِئن مان ڪڍيو ٿو وڃي جو متان ويساهُ آڻي ڇوٽڪو لهن (١٣) ۽ ڇپن وارا اُهي آهن جي ڪلام ٻُڌڻ جي وير ته خُوشي سان مڃي ٿا وٽن پر پاڙ نه ٿا رکن ڇوجو ڪي ڏينهه ويساهُ آڻين ٿا پر پرکا جي مهل ڦري ٿا وڃن (١٤) ۽ جيڪي ڪنڊن ۾ ڪريا سي اُهي آهن جي ٻُڌي فِڪرن ۽ دولت ۽ جڳ جي عيشن ۾ هلي هلي دٻجي ٿا وڃن ۽ ڦر پڪو نه ٿا جهلين (١٥) پر جيڪي چڱي پٽ تي

ڪِريا سي اُهي آهِنِ جي چڱي ۽ سچي هِئي سان ٻُڌي ڪلام کي ٿا رکن ۽ صَبُرُ ڪري ڦَرجن ٿا ⁘

(١٦) تہ ڪوئي ماڻھُون ڏِئو ٻاري ٿانوَ سان نہ ٿو ڍڪي ۽ کٽولي ھيٺ بہ نہ ٿو رکي پر ڏِئاٽِي تي ٿو رکيس تہ اندرِ اچڻوارا سوجھِرو ڏسن (١٧) ڇا ڪان تہ ڪجي بہ ڳُجھو نہ آھي جو پڌرو نہ ٿِيندو ۽ ڪجي بہ لِڪلُ نہ آھي جو ڄاتو نہ وِيندو ۽ ھُلي نہ وِيندو (١٨) پوءِ خبردارُ رھو جو اَوھِي ڪِھڙِئ رِيتِ سان ٿا ٻُڌو ڇوجو جنھِ وٽِ ڪِي آھي تنھِ کي ڏِبو ۽ جنھِ وٽِ ڪِي ڪِينھي تنھِ کان جيڪِي پھنجي ڄاڻڻ ۾ ٿو رکي سو بہ کسي وٺبس ⁘

(١٩) تڏھِ ماڻِس ۽ ڀائرس وِٽس تي آيا پر گوڙ ڪان اوسِتاءَ اچي نہ سگھيا (٢٠) تہ ڪِنِ اچي چيُس تہ تُھنجي ماءُ ۽ تُھنجا ڀائرُ ٻاھرِ بيٺا آھِن ۽ تو کي ڏسڻ ٿا ڀانئِين (٢١) تہ ورندِي ڏِيئي اُنھنِ کي چياءَ تہ مُھنجي ماءُ ۽ مُھنجا ڀائرُ اُھي آھِنِ جي خُداءَ جو ڪلامُ ٻُڌِي تنھِ تي ٿا ھلنِ ⁘

(٢٢) ۽ ھِڪڙي ڏِينھِ ھيُ ٿِيو تہ پاڻ ۽ سندس شاگرد ٻيڙِئ ۾ چڙھيا تہ پاڻ اُنھنِ کي چياءَ اچو تہ ڍِنڍ جي ٻِرِئ پر ھلُون تہ اُھي ٻيڙِي ڇوڙِي اُٿي ھليا (٢٣) ۽ جڏھِ ٻيڙِي ھلِي تي وِيئي تہ پاڻ سُمھيو پيو ھو ۽ ڍِنڍ ۾ ڏاڍِي واچ اچي لٿي ۽ ٻيڙِي پاڻِي سان ڀِرجڻ لڳي تہ اُھي جيُ جي جوکي ۾ ٿِيا (٢٤) تڏھِ اُنھنِ وِٽسِ اچي کيس جاڳائي چيو تہ اي سائنئي اي سائنئي اسي

مُئاسُون تہ پاڻ اُٿي واچ ۽ پاڻِيءَ جي چولِن کي جِھڻڪياءِ تہ اُهي بِهِي وِيا ۽ نِوائِي ٿِي پيئي (٢٥) ۽ اُنهن کي چياءِ تہ اَوهاً جو وِيساهُ ڪيڏي ويو تہ اُهي ڊِڄِي وِيا ۽ عجِب ڪري پاڻ ۾ چَوڻ لڳا تہ هيُ ڪيرُ آهي جو واءَ ۽ پاڻِيءَ تي حُڪمُ ٿو ڪري تہ اُهي بہ تَهنجي ٿا مڃِين ⁘

(٢٦) پوءِ اُهي گدرِينن جي مُلڪ ۾ وڃِي پهُتا جو پرِئِي ڪپ گلِيل جي سامُهون آهي (٢٧) ۽ جڏهِن اُهو ڪنڌِيءَ تي لٿو تہ اُنهي ڳوٺ جو هِڪڙو ماڻهون گڏِنس جنهِ کي گهڻِن ڏينهنِ کان ڀُوت لڳل هُوا سو نہ ڪو ڪپڙو ڪندو هو ۽ نہ ڪي گهر ۾ رُهو قبرنِ ۾ رِهندو هو (٢٨) تنهِ يسُوع کي ڏِسِي رَڙِ ڪري سندس پيرنِ تي ڪِرِي وڏي واڪي چيو تہ اي يسُوع خُداءِ تعلىٰ جا پُٽ مُون کي تو سا ڪهڙو ڪمُ آهي ۽ آءُ تُهنجي مِنت ٿو ڪريان تہ مُون کي ڏُکُ نہ ڏي (٢٩) سو اِنهي لاءِ تہ هُن تنهِ ناپاڪ رُوح کي اِهو حُڪمُ ڪيو هو تہ هِن ماڻهُوُ کان ٻاهرِ نِڪرِي وڃُ ڇوجو ڀيڙي ڀيڙي اُنهي کي اچِي جهلِيندو هو تہ ماڻهُون نِئُرنِ ۽ زَنجيرنِ سا اُن کي ٻَڌِي گهڻِي ٻڪائِي ڪندا هُوا پر اُهو تِنِ ٻَنڌڻِن کي ڀڃِي وِجهندو هو ۽ ڀُوتُ تنهِ کي جهنگ ۾ نيئِي ڀوڪائِيندو هو (٣٠) تہ يسُوع تنهِ کان پُڇيو تُهنجو نالو ڇا آهي تنهِ چيو لِگُون ڇوجو گهڻِن ڀُوتنِ جو تنهِ ۾ آچيڙو هو (٣١) تہ اُنهن ڪيس مِنت ڪئي جو اسا کي اوڙاهِ ۾ وڃڻ جو حُڪمُ نہ ڏي (٣٢) ۽ اُتي سُئُرنِ جو هِڪڙو وڏو ڌڻُ ٿِرِي

پِئي چريو پوءِ اُنهن کِٽِسِ مِنٿ ڪئي جو اساً کي هِنن ۾ وڃڻُ ڏي تہ موڪل ڏِنائِين (٣٣) پوءِ ڀُوت اُنهي ماڻهُوءَ کان ٻاهر نِڪري سُئرن ۾ وڃي پيا ۽ اُهو ڌڻُ ڪپر کان ٽپو ڏيئي ڍنڍ ۾ ٻُڏي پئو (٣٤) ۽ چارڻ وارا اِها ڳالهِ ڏِسي اُٿي ڀڳا ۽ وڃي ڳوٺ ۽ ٻهراڙِئَ ۾ اِها سُڌِ ڏِناءَ (٣٥) تہ اُهي ماڻهُون اِها ڳالهِ ڏِسڻ نِڪتا ۽ يسُوع وٽِ اچي اُنهي ماڻهُوءَ کي جنهِ ماً ڀُوت نِڪري ويا هُوا تنهِ کي ڪپڙا پهريو ۽ سڻون سُواٽو يسُوع جي پيرنِ وٽِ ويٺو ڏِناءَ تہ ڊِڄي ويا (٣٦) تڏهِ جِنِ ڏِٺو هو تِنِ اُنهن کي ٻُڌايو تہ ڀُوتاريَلُ هِن پرِ چُٽو (٣٧) ۽ گدرينن جي پاسي ڪنڌِئَ جي سڀني ماڻهُن تنهِ کي اِها مِنٿ ڪئي تہ اساً وٽاً هليو وڃُ ڇوجو اُنهن ۾ ڏاڍو ڊِڄُ پئجي ويو هو پوءِ اُهو ٻيڙِئَ تي چڙهي پُٺِ تي موٽيو (٣٨) ۽ جنهِ ماڻهُوءَ کان ڀُوت نِڪري ويا هُوا تنهِ کيس مِنٿ ڪئي تہ آءٌ تو ساً گڏُ رهان پر يسُوع تنهِ کي موڪل ڏيئي چيو (٣٩) تہ پنهنجي گهرِ موٽي وَڃُ ۽ جيڪي خُداء تو ساڻُ ڪيو آهي تنهِ جي وڃي ڳالهِ ڪر پوءِ اُهو هليو وِيو ۽ جيڪي يسُوع ساڻُسِ ڪيو هو سو سڀني ڳوٺ ۾ ٻُڌاياءَ ⁘

(٤٠) ۽ هيُ ٿِيو تہ جڏهِ يسُوع موٽي آيو تہ ماڻهُون اڳوار آيَسِ ڇوجو سڀني سنديَسِ واٽ پِئي ڏِٺي (٤١) ۽ ڏِسو جائِرُسُ نالي هِڪڙو ماڻهُون جو عِبادتخاني جو سردارُ هو تنهِ يسُوع جي پيرنِ تي ڪِري پنهنجي گهرِ اچڻ لاءِ مِنٿ ڪَيسِ

(۴۲) ڇوجو اُنهيءَ کي رڳي هِڪِڙِي ڌِيءُ ٻارَهن ورهين جي هُئي سا مرڻينگ
هُئي پوءِ جڏهن اوڏاهين وڃڻ لڳو تہ ماڻهون مِٿس ڳاهٽ ٿي ٿِيا (۴۳) ۽ اُتي
هِڪِڙي زال هُئي جنهِ کي ٻارَهن ورهن کان وَهي رتُ پئي وهيو ۽ اُنهي پنهنجو
سيوئي مالُ طبيبن ۾ وڃايو هو پر ڪنهِ کان چڱي نہ ٿي ٿي سگهي (۴۴) اُنهي
پُٺياس اچي سندس ڪپڙي جي داوڻ ڇُتي تہ تُرتُئي رتُ وهڻ بِهي وِيس
(۴۵) تڏهن يسُوعَ چيو تہ مُون کي ڪنهِ ڇُتو پوءِ جڏهن سڀيئي نہ ٻاسڻ لڳا تہ
پطرس ۽ ٻِئا جيڪي ساڻس هُوا تن چيو تہ اي سائين ماڻهون توکي چوڌارِي
ويڙهي ٿا وجن ۽ ڳاهٽ ٿا ٿِئن ۽ تُون ٿو چوين تہ مُون کي ڪنهِ ڇُتو (۴۶) پر
يسُوع چيو ڪنهِ بِہ مون کي ڇُتو آهي ڇوجو آءٌ ڄاڻان ٿو تہ ٻچندي مُون کان
نِڪتي (۴۷) ۽ جڏهن اُنهي زال ڏِٺو تہ لِڪي نہ ٿي سگهان تہ ڪنبندي
ڪنبندي سندس پيرن تي اچي ڪِري پيئي ۽ سڀني جي اڳيون ڪيس ٻُڌاياءِ
تہ هِن لاءِ مُون توکي هٿُ لاتو ۽ هيءَ چڱي ڀلي ٿِئس (۴۸) تہ پاڻ اُنهي کي
چياءِ اي ڌِيءُ تُنهنجي وِساهہ توکي چڱو ڀلو ڪيو دِلجاءِ ڪرِ هاڻي خَيرساً هلي
وڃُ (۴۹) اجا هُن اِئيئي ٿي چيو تہ عِبادتخاني جي سردار جي گهر مون ڪنهِ اُن
کي اچي چيو تہ تُنهنجي ڌِيءُ مري وئي اُستاد کي دِقت نہ ڏي (۵۰) يسُوع
اِئي ٻُڌي تنهِ کي وراڻي ڏِنئي چيو تہ نہ ڊِڄ رڳو وِساهُ رکُ تہ بچي پوندي
(۵۱) پوءِ جڏهن اُهو تنهِ جي گهرِ آيو تہ پطرس ۽ يُوحن ۽ يعقُوب ۽ اُنهي ڇوڪرِ

جي ماءُ پِيءُ ڏاڙا ڪنهِ کي بِہ اندرِ اچڻُ نہ ڏِناءُ (٥٢) ۽ سڀني اُنهي لاءِ پِٽي رُنو پِٽيو پر اُنهي چيُنِ اَوهي نہ رُئُو جو اِها مرِي ڪي نہ وِيئي آهي رُڳو سُمهي پيئي آهي (٥٣) تہ اُنهنِ مٿسِ کِليو ڇوجو ڄاتاءُ تي تہ مُئي پيئي آهي (٥٤) پوءِ اُنهي سڀني کي ٻاهرِ ڪڍِي تنهِ جو هٿُ وٺي واڪو ڪري چيو تہ اِي نينگرِ اُٿُ (٥٥) تہ اُنهي ۾ ساهُ وري اچي پِئو ۽ اُنهيءَ گهڙِئَ اُها اُٿي وِيٺي تہ حُڪمُ ڏِناءُ جو هِنِ کي ڪي کائڻُ آڻي ڏِئو (٥٦) تڏهِ اُنهي جا ماءُ پِيءُ وِسا ٿي وِيا پر پاڻ اُنهنِ کي پڪ ڪري چياءُ تہ هيءُ جيڪي ٿِئُر ٿيو سو ڪنهِ کي متا ڇئُو ⁘

## باب ٩

پوءِ اُنهي پهنجنِ ٻارهنِئي شاگِردنِ کي گڏُ ڪوٺي تِنِ کي سڀني ڀُوتنِ تي پُڄندي ۽ مرضِنِ کان ڇڳي ڀلي ڪرڻ جي ٻَهُچ ڏِني (٢) ۽ اُنهنِ کي خُداءِ جي بادشاهيءَ جو هوڪو وِجهڻ لاءِ ۽ ناچڱنِ کي ڇگويلو ڪرڻ لاءِ موڪلياءُ (٣) ۽ تنِ کي چياءُ واٽ لاءِ ڪي ڪي نہ کڻُو تہ نہ لٺِ نہ جهولي نہ ماني نہ روڪڙِ ۽ ماڻهُو پُٺيون بہ ڪُڙتا بہ نہ کڻِجو (٤) ۽ جنهِ ڪنهِ گهر ۾ گهڙِي وڃو تہ اُتيئِي ٽِڪي رهجو ۽ اُنهيئِي هنڌان وري اُٿي نِڪرِجو (٥) ۽ جيڪي ماڻهُون اَوهاَ کي نہ مڃينِ تہ اُنهي ڳوٺ کان ٻاهرِ نِڪرِي پهنجي پيرنِ جي

ڏوڙ اُنهن جي ساک لاءِ ڇنڊي ڇڏجو (٦) تڏهہ اُهي ٻاهر نڪري سڀني ڳوٺن ۾ چڱي خبر ٻُڌائيندا ۽ سيڪنهہ کي چڱو ڀلو ڪندا ٻئي گهميا ؀

(٧) ۽ هيرود چوٿين ڀڱي جو بادشاهُ جيڪي يسُوع ڪيو هو سو ٻُڌي ڪُٺُتي ۾ پِئو ڇوجو ڪن چيو ٿي تہ يُوحنُ مُئن مون جي اُٿيو آهي (٨) ۽ ڪن چيو تہ ايلياهُ پڌرو ٿيو آهي ۽ ٻِئن چيو تہ نبين مون ڪو هڪڙو اُٿيو آهي (٩) پر هيرود چيو تہ يُوحن جي مُون سِسي لاٿي هاڻي جنهہ جي بابت ههڙيون ڳالهيون ٿو ٻُڌان سو هِيُ ڪير آهي ۽ ڀانياءِ تہ اُنهي کي ڏسان ؀

(١٠) ۽ اُنهن رسُولن جيڪي ڪيو هُوا سو وري اچي کيس ٻُڌايو پوءِ اُهو تن کي پاڻ ساڻ وٺي ماٺ ماٺ ڪري بيتصائدا نالي ڳوٺ جي هڪڙي سُڃي هنڌ هليو ويو (١١) ۽ جڏهہ ميڙاڪن کي اِنهي ڳالهہ جي سُڌ پيئي تہ اُهي سندس پُٺيُون اُٺي هليا پوءِ اُنهن کي پاڻ ساً وٺي خُداءَ جي بادشاهيءَ جيُون ڳالهيُون ڪرڻ لڳو ۽ جن کي چڱي ڀلي ٿيڻ جو ڪمُ هو تن کي چڱو ڀلو ڪياءِ (١٢) ۽ جڏهہ ڏينهُ لهڻ لڳو تہ اُنهن ٻارهن کيس اچي چيو تہ ميڙاڪن کي موڪل ڏجي جو اُهي ڳوٺن ۾ ۽ اوسي پاسي جي وهڻن ۾ وڃي ٽڪن ۽ کاڻ پِئڻ جو ڪو سعيو ڪن ڇا کان تہ اسي هِت سُڃي هنڌ پيا آهيُون (١٣) تہ پاڻ اُنهن کي چياءِ اَوهِي هِنن کي کاڻ لاءِ ڏِئو اُنهن چيو تہ اساً وٽ پنجن مانيُن ۽ ٻِن مڇيُن ڌارا ٻِئو ڪي ڪِينهي هاءِ نہ تہ

اسي وچيءِ هِنن ماڻهُن لاءِ کاڌُ کِڻهي اچُون (١۴) ڇوجو اُهي پنج هزار کنُ ماڻهُون هُوا تڏهِ شاگِردنِ کي چياءِ تہ هِنن کي پنجاهي پنجاهي جي قطار کري وِهاريو (١٥) تہ اُنهنِ اُئيئي کري سڀني کي وِهاريو (١٦) تڏهِ پاڻ اُنهنِ پنجن مانيُنِ ۽ ٻِن مڇيُن کي وٺي آسمان ڏي نِهاري تن ۾ واڌ وِڌاءِ پوءِ اُهي ڀڃي پهنجي شاگِردنِ کي ڏِناءِ تہ ماڻهُنِ اڳيون رکنِ (١٧) پوءِ اُنهنِ سڀني کائي ڍَوُ ڪيو ۽ جيڪي ٽُڪرَ نيرا بچيا تنِ جيُون ٻارَهَ کاريُون ڀري کنياءِ

(١٨) ۽ هِيءُ ٿيو تہ جڏهِ پاڻ نِويڪلائيءِ ۾ دُعا ٿي گهُرياءِ تہ سندسِ شاگِرد ساڻُسِ گڏُ هُوا تہ تِنِ کان پُڇياءِ ڪِ ماڻهُون مُون نالي ڇا ٿا چَونِ تہ آءٌ ڪيرُ آهيان (١٩) تہ ورنديءَ ۾ اُنهنِ چيو ڇي يُوحنُ بپتِسما ڏِئڻ وارو ٿا چَوَني ۽ ڪي ايلياهُ ٿا چَوَني ۽ ٻِئا ٿا چَونِ تہ نبيُنِ ماَ ڪو هِڪرو وِري اُٿيو آهي (٢٠) تڏهِ اُنهنِ کي چياءِ پر آوهِي ڇا ٿا چئو تہ آءٌ ڪيرُ آهيان تہ پطرس ورنديءَ ۾ چيو تُون خُداءِ جو مسيحُ آهي (٢١) تڏهِ پڪ کري حُڪُمُ ڏِنائِين تہ اِها ڳالهِ ڪنهِ کي متاَ چئو (٢٢) ۽ چياءِ تہ اِهو ضرُورُ ٿِئڻو آهي جو هِيءُ آدم جو پُٽُ گهڻا ڏُکَ سهي ۽ وڏيرن ۽ سردار ڪاهِننِ ۽ شرع ٻُڌائڻ وارنِ کري ردِ ٿِئي ۽ ماريو وڃي ۽ ٽِئي ڏِينهِ وري جي اُٿي ⁘

(٢٣) ۽ سڀني کي چياءِ تہ جيڪو مُهنجي پُٺياَ اچڻُ ڀانئي سو پهنجو پاڻُ ڇڏي ۽ ڏِهاڙي ڏِهاڙي پهنجو صِليب (يعني مرڻ جو ٽنبُ) کڻي مُهنجي پُٺِ

وٺي (٢٤) سو اِنهي لاءِ تہ جيڪو پنهنجي جِنَّ کي بچائڻ تو ڀانئي سو تنهِ کي وِڃائيندو پر جيڪو مُنهنجي ڪاڻِ پنهنجو جِنُّ وِڃائيندو اُهوئي تنهِ کي بچائيندو (٢٥) ڇوجو ماڻهُوءَ کي ڪهڙو نفعو آهي جي سڄي جَهان کي هٿِ ڪري پر پنهنجو جِنُّ وِڃائي ڇاڏي يا ڇيهو پائي (٢٦) ڇا ڪان تہ جيڪو مُون ڪان ۽ مُنهنجي ڳالهيُنِ ڪان لڄ ڪندو سو جڏهِ هِيُ آدمر جوپُٽُ پنهنجي ۽ پيُّ جي ۽ پاڪ فِرِشتنِ جي جُلوي سان اُتي اِيندو تہ اُهو بِہ تنهِ ڪان لڄ ڪندو (٢٧) ۽ آءٌ اَوهان کي سچُ ٿو چوان تہ جيڪي هِتِ بِيٺا آهِنِ تنِ مان ڪي ڪي تيسين نہ مرندا جيسين خُداءَ جي بادشاهي نہ ڏِسندا ؛

(٢٨) ۽ اُنهنِ ڳالهيُنِ ڪان پوءِ هِڪڙا اٺ ڏِينهہ نِبريا تہ هُيُ ٽيو جو پطرس ۽ يُوحن ۽ يعقُوب کي پاڻ سان وٺي هِڪڙي ٽڪر تي دُعا گهُرڻ لاءِ چڙهي ويو (٢٩) ۽ دُعا گهُرنديئي هُيُ ٽيو جو سندسِ مُنہ جي صُورت مَٽجي ويئي ۽ سندسِ وڳو اڇو ورِچُ وانگي چمڪڻ لڳو (٣٠ ؛ ٣١) ۽ ڏِسو بہ ٻہ جڻا مُوسيٰ ۽ ايلياهُ وڏي جُلوي ۾ ڏيکاري ڏيئي سندسِ هلاڻي جي ڳالهہ جا يرُوشليم ۾ پُوري ٿِئڻي هُئي سا ساڻُسِ ڪرڻ لڳا (٣٢) پر پطرس ۽ اُنهي جا سنگتي جيڪي ننڊ ۾ گهيرا پيا هُوا سي جڏهِ جاڳيا تہ سندسِ جُلوي کي ۽ اُهي ٻئي جڻا جي ساڻُسِ گڏ بِيٺا هُوا تِنِ کي ڏِٺائون (٣٣) ۽ هُيُ ٿيو جڏهِ اُهي وٽانسِ هليا ويا تہ پطرس يسُوع کي چيو اي ڏڻي اسان جو هِتيئي ٽڪڻُ چڱو آهي تہ اسين هِتِ

ٿي لانديُون جوڙيُون ھِڪِڙِي تولاءِ ھِڪِڙِي مُوسيٰ لاءِ ۽ ھِڪِڙِي اِيلياہ لاءِ پر نہ
ٿي ڄاتاءِ ھِيُ ڇا ٿو چوان (۳۴) ۽ اجا ھُن اِئينءِ ٿي چيو تہ ھِڪُ ڪَر آيو
ھِڪِڙِي ڪڪر مٿن اچي ڇانوَ ڪئي تہ تِنِ جي ڪڪر ۾ پيھي وڃڻ
ڪري اُھي ٻِڄِي ويا (۳۵) ۽ تنہِ ڪڪر مون ھِڪِڙو آوازُ ٿيو ڇي ھِيُ
مُھنجو پيارو پُٽُ آھي اُن جي اَوھين ٻُڌو (۳٦) ۽ جڏھِ اُھو آوازُ ٿي رھيو تہ
يِسُوع ڪِي ھيڪِلو ڏِٺائِ پوءِ اُھي ماٺِ ڪري رھيا ۽ جيڪي ڳالھيُون ڏِٺيُون
ھُئائِ تِنِ مان اُنھنِ ڏينھنِ ۾ ڪنہِ کِي ڪِي نہ ٻُڌايائِ ÷

(۳۷) ۽ ھِيُ ٿيو تہ ٻِئِي ڏِينہِ جڏھِ اُھي ٽڪر تون لٿا تہ ھِڪِڙو وڏو ميڙاڪو
اچي ڳڏيُسِ (۳۸) ۽ ڏِسو ھِڪِڙي ماڻھُوءَ اُنھي ميڙاڪي مون واڪو ڪري
چيو تہ اي اُستاد آءٌ تُھنجي مِنٿ ٿو ڪريان مُھنجي پُٽ تي نظر ڪرِ جو
اُھو مُون کِي ھِڪِڙوئِي آھي (۳۹) ۽ ڏِسُ ھِڪِڙو ڀُوتُ اُن کِي اچِي ٿو وٺي
تہ سِگھوئِي رڙيُون ٿو ڪري ۽ اِھڙو ٿو نِپوڙيسِ جو گجي وات ۾ پرِجي ٿي
اچيسِ ۽ اُنھي کِي چُورُ چُورُ ڪري مسي مسي ٿو ڇڏيِسِ (۴۰) ۽ مُون
تُھنجي شاگِردنِ کِي اُنجي ڪڍڻ لاءِ مِنٿ ڪئي پر اُھي نہ ڪڍِي سگھيا
(۴۱) تڏھِ يِسُوعَ ورندئَ ۾ چيو اي بي‌وِيساھا ۽ ڏِنگي زاتِ آءٌ اَوھان سان
ڪيسي رھندُسِ ۽ اَوھان جي ڪيسي سھندُسِ ھاڻي پھنجي پُٽ کِي ھِتِ
وٺِي اچُ (۴۲) ۽ اجا اُھو آيو ٿي تہ ڀُوت تھنکي ڪيرائي نِپوڙي وِڌو پر يِسُوعَ

أُنهي ناپاڪ رُوح کي جهِٽڪي تنهِ ڇوڪر کي چڱو ڀلو ڪيو ۽ سندس پِيُ کي ورني ڏِناءِ (٤٣) ۽ سڀيئي خُداء جي وڏِئي وڏائِئي ڪري وِسا ٿِيا ⁘

۽ جي مِڙيئي ڪم يسُوع ڪيا هُوا تنِ ڪري جڏهِ سڀيئي عجب ۾ پيا تڏهِ پهنجي شاگردنِ کي چياءِ (٤٤) تہ آوهِي هِننِ ڳالهيُنِ کي ڪنُ لائي ٻُڌو جو هِيُ آدم جو پُٽُ ماڻهُنِ جي هٿِ ڏِنو ويندو (٤٥) پر هُننِ اِها ڳالهِ نہ سمُجهي ۽ اِها تِنِ کان اِهڙِي ڳُجهي رهي جو سمُجهيائِئي ڪِي نہ ۽ اُهي اِها ڳالهِ ڪائِنسِ پُڇڻُ کان ڊِنا ٿي ⁘

(٤٦) وري اُنهنِ ۾ اِها هوڏ پيئي تہ اسان ۾ وَڏو ڪيرُ آهي (٤٧) تڏهِ يسُوع تنِ جي دِل جو اِهو خيالُ ڄاڻي هِڪڙِي ڇوڪر کي وٺي پاڻ وٽ ٻهاريو (٤٨) ۽ چيائِينِ تہ جيڪو هِن ڇوڪر کي مُهنجي ناءُ ڪري مڃيندو سو جڻُ مُون کي ٿو مڃي ۽ جيڪو مُون کي مڃيندو سو جنهِ مُون کي موڪِليو آهي تنهِ کي ٿو مڃي ڇا کان تہ جيڪو اوهان ۾ ننڍڙو آهي سوئي وڏو ٿِيندو ⁘

(٤٩) تڏهِ يُوحن وراڻي ڏِنئي چيُسِ اي ڌڻي اسان هِڪڙِي کي تُهنجي نانءَ ڪري ڀُوتَ ڪڍندو ڏِٺو ۽ جهليوسُوسِ ڇوجو اُهو اسان سان گڏُ نہ ٿو هلي (٥٠) تہ يسُوع چيُسِ مہ جهليوسِ ڇاڪان تہ جيڪو اسان کان اُبتڙ نہ آهي سو اسان جيئي پاسي آهي ⁘

(٥١) ۽ هِيُ ٿيو جڏهِ سندسِ مٿي چڙهي وڃڻ جا ڏِينه وِيجها آيا تہ يرُوشلِيم

ڏي وڃڻ جي پڪ ڪري مُنهُ ڪيائين (۵۲) ۽ پاڻ کان اڳي ڪِنِ کي سُڌِ ڏيڻ لاءِ موڪِليائين سي سندس جوڙ جڪ ڪرڻ لاءِ سامريُنِ جي هِڪڙي ڳوٺ ۾ وڃي گھڙِيا (۵۳) پر اُنهنِ تنهِ کي نہ مڃيو ڇوجو پاڻ يرُوشليم ڏي وڃڻ لاءِ مُنهُ ڪيو هُوائين (۵۴) تڏهِ سندس شاگِردنِ يعقُوب ۽ يُوحن اِئي ڏِسي چيو اي خُداوند جي تُنهنجي مرضِي هُجي تہ جيئن ايلياهہ ڪِيو هو تيئن اسين بِہ هِننِ جي ساڙڻ لاءِ آسمان مان باهِ وسڻ جو حُڪمُ ڪريُون (۵۵) تڏهِ اُنهي ڦِري تِنِ کي جهِڻڪ ڏيئي چيو تہ اَوهِين نہ ٿا ڄاڻو جو اسين ڪهڙي رُوح وارا آهيُون (۵٦) ڇا کان تہ هِيءُ آدم جو پُٽُ ماڻهنِ جو جيءُ ڇٽُ ڪرڻ نہ آيو آهي پر بچائڻ آيو آهي تڏهِ اُهي ٻِئي ڳوٺ ڏي هليا ويا ÷

(۵۷) ۽ هيئن ٿيو جڏهِ اُهي واٽ ۾ هليا ٿي ويا تہ ڪنهِ هِڪڙي چيُس اي خُداوند جِتي تُون ٿو وڃي اُتي آءٌ بِہ تُنهنجي پُٺيا هلندُس (۵۸) تہ يسُوع چيُس لومڙِيُنِ لاءِ دريُون آهنِ ۽ اُپ جي پکيُنِ لاءِ آکيڙا آهنِ پر هِن آدم جي پُٽ کي مٿو رکڻ جي جاءِ بِہ ڪانهي (۵۹) وري ٻِئي کي چيائين تہ تُون مُهنجي پُٺيون اچُ اُنهي چيو اي خُداوند مُون کي موڪل ڏي تہ پهريائين آءٌ پهنجي پيءُ کي وڃي پُورِيان (٦٠) تہ يسُوع اُنهي کي چيو ڪٽي ڇڏِ تہ پاڻهِي مُڙدا پهنجنِ مُڙدنِ کي پُورِينِ پر تُون وڃي خُداءَ جي بادشاهِيءَ جو سماءُ ڏي (٦١) ۽ ٻِئي چيُس تہ اي خُداوند آءٌ تُنهنجي پُٺيون هلندُس پر پهريائين مُون کي موڪل ڏي

تہ پهنجي گهر جي ماڻهن کون موڪلائي اچان (٦٢) يسُوع تنهِ کي چيو جيڪو پهنجو هٿ هر تي رکي وري پُٺِ تي ٿو نهاري سو خُداء جي بادشاهيءِ جوڳو نہ آهي ࿰

## باب ١٠

اِنهي کان پوء خُداوند ٻيا ستر جڻا رِٿيا ۽ تِنِ کي پهنجي اڳيون سيڪنهِ ڳوٺ ۽ هنڌ ۾ جِتي پاڻ وڃڻو هو اُتي ٻہ ٻہ ڪري موڪِلياءِ (٢) ۽ تِنِ کي چياءِ تہ ڪيٽ گهڻا پڪا آهِنِ پر پورهيَت ٿورا آهِنِ اِنهي ڪري اُوهي ڪيٽ جي ڌڻيءِ کي عرضُ ڪريو تہ اُهو پهنجي پوک ۾ پورهيَت ڪڍي موڪِلي (٣) هاڻي اَوهي وڃو ڏِسو آءٌ اَوهاَ کي گهيٽنِ وانگيا بگهڙنِ ۾ ٿو مُڪان (٤) ۽ اَوهي پاڻ ساَ واسڻي جاَ جهولي جاَ جُتي نہ کڻجو ۽ ڪنهِ کي واٽ تي سلامُ نہ ڪجو (٥) ۽ جنهِ گهر ۾ وڃي گهڙو اُتي پهرياءِ چئجو تہ هِن گهر جي سلامتي هُجي (٦) جيڪڏهِ اُتي ڪو سلامتيءِ جو پُٽُ هُوندو تہ اَوهاَ جو سلامُ مٿسِ رهندو نہ تہ اَوهاَ ڏي وري ايندو (٧) پوء اُنهيئي گهر ۾ ٽڪي رهجو ۽ جيڪي ڪي وٽنِ هُجي سو کائيندا پيئندا رهجو ڇوجو پورهيَت کي پهنجو پورهيو وٺڻُ واجِبُ آهي ۽ گهرِ گهرِ متاَ گهُمو (٨) ۽ جنهِ ڪنهِ ڳوٺ ۾ وڃي گهڙو ۽ اُهي اَوهاَ کي مڃينِ پوء جيڪي ڪي اَوهاَ جي اڳيون آڻي رکنِ سو کائجو

(٩) ۽ اُتيجي ناچڱن کي چڱو ڀلو ڪجو ۽ اُنهن کي چئجو تہ خُداء جي بادشاهي اَوهاً جي ويجهو آئي آهي (١٠) ۽ جنهِ ڪنهِ ڳوٺ ۾ وڃي گهڙو ۽ اُتي اَوهاً کي نہ مڃين تہ اُنهي جي واٽن تي هيئَ چوندا نڪري وڃجو (١١) تہ اَوهاً جي ڳوٺ جي رڳي ڌُڌڙ جا اساً تي لڳي آهي سا بہ اَوهاً تي ڇنڊي ٿا ڇڏيون پر اِئِي ڄاڻو تہ خُداء جي بادشاهي اَوهاً جي ويجهو آئي آهي (١٢) ۽ آءٌ اَوهاً کي ٿو چوان تہ اُنهي ڏِينهِ سدُوم تي بہ تنهِ ڳوٺ کان وڌيڪ سَوُکائي ٿيندي (١٣) اِي ڪورازِين توتي هاء هاء اِي بيت‌صَيدا توتي هاء هاء چوجو جيڪي ڪرامتُون اوهاً ۾ ڏيکاريُون ويُون آهِن سي جيڪڏهِ صُور ۽ صَيدا ۾ ڏيکارِجن ها تہ جيڪر اُهي ٽاٽ اوڍي ۽ رک ۾ ويهي ڪڏهوڪو توبه ڪن ها (١٤) پر عدالت جي ڏِينهِ صُور ۽ صيدا لاء اَوهاً کان سَوُکي ٿيندي (١٥) ۽ اِي ڪفرناحُوم تُون جو آسمان توڻي وَڌيو آهي سو دوزخ ۾ ڪيرائبي (١٦) ۽ جيڪو اَوهاً جي ٿو ٻُڌي سو جڻُ مُهنجي ٿو ٻُڌي ۽ جو اَوهاً کي ڪي نہ جهڙو ٿو ڀانئي سو مُون کي ڪي نہ جهڙو ٿو ڀانئي ۽ جو مُون کي ڪي نہ جهڙو ٿو ڀانئي سو جنهِ مُون کي موڪِليو آهي تنهِ کي ڪي نہ جهڙو ٿو ڀانئي ÷

(١٧) پوء اُهي ستر ڄڻا خُوشيءَ ساڻُ موٽي آيا ۽ اچي چيائُون تہ اِي خُداوند تُهنجي نالي ڪري ڀُوت پڻُ اساً جو حُڪُم ٿا مڃين (١٨) تڏهِ پاڻ اُنهن کي چياءُ تہ مُون شَيطان کي وِڄُ وانگيا آسمان ماً ڪِرندو ڏِٺو (١٩) ۽

ڏِسو آءٌ اَوهاً کي سپنِ ۽ وِڇُنِ جي لتاڙڻ لاءِ ۽ ويريءَ جي سڄيءَ قُدرت تي ٻُجنديِ ٿو ڏِيان ۽ ڪائي شَيّ اَوهاً کي ڪنهِ ريتِ ڏُکُ نہ ڏيندي (٢٠) پر اَوهِي رُڳو اِنهي ڪري خُوشِ نہ ٿيو تہ رُوح اوهاً جي چئي ۾ آهِنِ پر تَوهاً جا نالا آسمان ۾ لِکيا آهِنِ تنهِ ڪري اَوهِي خُوشِ ٿيو (٢١) أنهيءَ ويرِ يسُوع رُوح ۾ سَرهو ٿي چيو اي بابا آسمان ۽ زمِين جا ڌڻي آءٌ تُهنجي تعريف ٿو ڪريان جو تو هِننِ ڳالهِيُنِ کي سِياڻنِ ۽ عقُلوارنِ کان لِڪايو پر ٻارنِ تي پڌرو ڪيو سو هاءِ اي بابا جو توکي اِهائي چڱي وڻي آهي (٢٢) تہ مُهنجي پِيءُ سڀُڪي مُون کي پرني ڏِنو آهي ۽ پِيءُ ڌاراً ڪوئي پُٽ کي نہ ٿو ڄاڻي تہ ڪيرُ آهي ۽ پُٽ ڌاراً ۽ پِيءُ کي ڪو نہ ٿو ڄاڻي ۽ ٻئو جنهِ کي أهو پُٽُ پڌرو ڪرڻ ٿو ڀانئي سو ٿو ڄاڻي (٢٣) ۽ شاگِردنِ ڏي ڦِري نِويڪلائيءَ ۾ چياءِ تہ سڳوريُون آهِنِ أهي اکيُون جي هِي شَيُون ٿيُون ڏِسنِ جي هِنُرَ اَوهِي ٿا ڏِسو (٢٤) ۽ آءٌ اَوهاً کي ٿو چوان تہ گهڻنِ نبيُنِ ۽ بادشاهنِ چاهيو تہ جيڪي اوهِي ٿا ڏِسو سو ڏِسُون پر نہ ڏِٺاءِ ۽ جيڪي اَوهِي ٿا ٻُڌو سو ٻُڌُون پر نہ ٻُڌاءِ ⁘

(٢٥) ۽ ڏِسو هِڪڙي شرع ٻُڌائڻواري أٿي سندسِ پرکڻ لاءِ پُڇيو تہ اي أستاد آءٌ ڇا ڪريان جنهِ ڪري نِيِنبَهُ جِئڻ جو وارِثُ ٿِئان (٢٦) تڏهِ ٻاڻ أنهي کي چياءِ تہ شرع ۾ ڇا لِکيو آهي ۽ تُون أنهي کي ڪيئن ٿو پڙهِين (٢٧) تہ أنهي

ورندِي ڏِنئِي چيو تہ تُون ڌڻِيءَ پنهنجي خُداءَ کي پنهنجيءَ پُوريءَ دِل سان ۽ پنهنجي پُوري جِيءَ سان ۽ پنهنجي پُوري زور سان ۽ پنهنجي پُوري عقُل سان پِيارُ ڪرِ ۽ پنهنجي پاڙيسِريءَ کي پاڻئي وانگُرُ پِيارُ ڪرِ (٢٨) تہ اُنهي کي چيائين تو ٺِيڪُ ورندِي ڏِني اِئِين ڪرِ تہ تُون جِئندين (٢٩) پر اُنهي پاڻ سچو ٺهرائڻ جي دِلِ ڪري يسُوع کي چيو تہ اُهو مُنهِنجو پاڙيسِري ڪيرُ آهي (٣٠) يسُوع وراڻِي ڏِنئِي چيُس تہ ڪو ماڻهُون يرُوشلِيم کان يرِيحا ڏي لهي ٿي وِيو ۽ ڌاڙيلنِ منجهِ وِچِي پِئو تہ اُهي تنهِ کي اُگهاڙو ڪري ڦٽي اڌمُئو ڇڏي هليا ويا (٣١) تہ اوچِتو هِڪڙو ڪاهِنُ اُنهي واٽ کان وِچِي نِڪتو سو اُنهي کي ڏِسِي پاسو ڪري هليو وِيو (٣٢) ۽ اُنهيئِي وانگيان هِڪڙو ليوِي بِہ اُنهي هنڌِ آيو سو بہ اُنهي کي ڏِسِي پاسو ڪري هليو وِيو (٣٣ ؛ ٣٤) پر هِڪڙو سامِرِي واٽهڙُو اُتي آيو تنهِ اُنهي کي ڏِسِي ٻاجهہ ڪري تنهِ وٽِ اچِي سندسِ ڦٽنِ تي تيلُ ۽ دارُون وِجهِي ٻڌو ۽ پنهنجي وهٽ تي چاڙهي مِهمان‌سراءِ ۾ وٺي آيُسِ ۽ اُنهي جي تات ڪِيائين (٣٥) ۽ ٻِئي ڏِينهِ وڃڻ مهل ٻہ دِينار ڪڍِي ڀٽاري کي ڏِنائين ۽ چيائِيسِ تہ هِن جي تاتِ ڪِجِ ۽ هِن کان وڌِيڪ پِئو بِہ جيڪي خرچُ ڪندين سو آءٌ موٽي اچِي توکي ڏِيندُسِ (٣٦) هاڻي اُهو جو ڌاڙيلنِ منجهِ پِئو هو تنهِ جو اُنهنِ ٽنهي مون ڪِهڙو پاڙيسِري ٿو ڄاڻين (٣٧) تہ اُن چيو اُهو جنهِ مٿسِ ٻاجهہ ڪئِي تہ يسُوع چيُسِ وڃُ تُون بِہ اِئِين وڃِي ڪرِ ؛

(٣٨) پوءِ هيءَ ٿيو جڏهن اُهي هليا ٿي وِيا تہ اُهو هِڪڙي ڳوٺ ۾ اچي پهتو ۽ اُتي مرٿا نالي هِڪڙيءَ زال پهنجي گهر ۾ نِسِ (٣٩) ۽ اُنهي جي مريَم نالي هِڪڙي ڀيڻ هُئي تنهن يسُوع جي پيرن وٽ ويهي سندس ڪلام ٿي ٻُڌا (٤٠) پر مرٿا گهڻيءَ هاج ڪان هلاڪ ٿي وَئس اچي چيو اي خُداوند تُون سماءُ ڪو نہ ٿو رکي جو مُهنجيءَ ڀيڻ رکِيو مُون کي هيڪلو هاج ڪم ۾ ڪٽي ڇڏيو آهي هاڻي اُنهي کي چَؤُ تہ مُون کي هٿوهٿ ڪرائي (٤١) تڏهن يسُوع وراڻي ڏيئي چيُس اي مرٿا اي مرٿا تُون گهڻيُن شَيُن لاءِ فِڪر ۽ هلاڪيءَ ۾ پيئي آهي (٤٢) پر هِڪڙيءَ شيءِ جي گهُرج ضرُورُ آهي سا پٽي مريَم چڱي چُوندي ڪئي آهي جا وري اُن کان نہ کسبي ⁘

## باب ١١

پوءِ هيءُ ٿيو اُنهي هِڪڙي هنڌ دُعا ٿي گهُري ۽ جڏهن گهُري رهيو تہ سندس شاگِردن مون هِڪڙي اچي چيُس اي خُداوند اسان کي بہ دُعا گهُرڻ سيکارِ جيئن ڪ يُوحن پهنجي شاگِردن کي سيکاريو (٢) تڏهن پاڻ تن کي چياءِ جڏهن اَوهين دُعا گهُرو تہ هيءُ چئُو اي اسان جا بابا جو تُون آسمان ۾ آهي تُهنجو نالو پاڪ ڄاڻجي ۽ تُهنجي بادشاهي اچي ۽ تُهنجي مرضي جهڙي آسمان ۾ آهي تهڙي زمين تي بہ ٿئي (٣) اسان جو روزِينو اسان کي ڏهاڙي ڏي (٤) اسان کي

پهنجي گُناهنِ کون ڇڏاءِ ڇوجو اسين بہ پهنجي سيڪنهہ ڏِنٽيواري کي ڇڏيون ٿا ڏِئُون ۽ اساً کي پرکا ۾ نہ آڻج پر اساً کي بُڇڙائي کون ڇڏاءِ ؛

(٥) ۽ تنِ کي چياءِ تہ اوهاً منجهاً اِهڙو ڪير آهي جنهِ جو ڪو دوستُ هُجي سو آڌِي راتِ وٽسِ اچي چوي تہ اي دوست مُون کي ٽي مانئُون اُڌاريُون ڏي (٦) ڇا کان تہ مُهنجو هِڪڙو دوستُ مُسافِرِيءَ ماً مُون وٽِ آيو آهي ۽ مُون وٽِ ڪي ڪِينهي جو اُن وٽِ رکان (٧) تہ هُو اندرون اِها وراڻي ڏيئي چوي تہ مُون کي دِقت نہ ڏي جو هِئُر در پُوريا پِئا آهنِ ۽ مهنجا ٻار مُون سا گڏُ هنڌ تي پيا آهنِ سو آءٌ اُٿي توکي ڏيئي نہ ٿو سگهان (٨) سو آءٌ اوهاً کي ٿو چوان تہ جيڪڏهِ اُهو تنهِ کي دوستيءَ ڪري اُٿي نہ ڏِيندو تہ بہ اُنجي بي لِڄائيءَ ڪري اُٿندو ۽ جيڪي گهُربُس سو اُن کيس ڏِيندو (٩) ۽ آءٌ بہ اوهاً کي ٿو چوان تہ اَوهِي گهُرو تہ توهاً کي ڏِبو ۽ ڳوليو تہ لهندَوُ ۽ کُڙڪايو تہ توهاً لاءِ اُپِنبو (١٠) ڇا کان تہ جيڪوڪو گهُري ٿو سو وٺي ٿو ۽ جيڪو ڳولي ٿو سو لهي ٿو ۽ جيڪو کُڙڪائي ٿو تنهِ لاءِ اُپِنجي ٿو ؛

(١١) تہ اَوهاً منجهاً پِيءُ اِهڙو ڪيرُ آهي جو جڏهِ سندُسِ پُٽُ ماني گهُري تہ اُن کي پهڻُ ڏِئي جاً مڇي گهُري تہ مڇيءَ بدِراً تنهِ کي سپُ ڏِئي (١٢) جاً آنو گهُري تہ اُن کي وِڇُون ڏِئي (١٣) پوءِ جي توهِي بُڇڙا ٿي پهنجن ٻارنِ کي چڱيُون شيُون ڏيئي ٿا ڄاڻو تہ اُهو ابو جو آسمان ۾

آهي سو جيڪي کائنس گهُرن تا تن کي ڪ اُهو رُوح القُدسُ بہ گهڻو نہ ڏيندو ڇا ⁘

(١٤) ۽ پاڻ هِڪڙي گُنگي ڀُوت کي ڪڍيائين پوءِ هيئن ٿيو جڏهن ڀُوتُ نڪري وِئُس تہ اُهو گُنگو ڳالهائڻ لڳو تہ ماڻهن عجبُ ٿي ڪيو (١٥) پر اُنهن مون ڪيترن چيو تہ هيءُ بعلزبُول نالي ڀُوتن جي سردار ڪري ڀُوت ٿو ڪڍي (١٦) ۽ ٻين آزمُودي لاءِ کائنس هِڪڙو آسماني نِشانُ گهُريو (١٧) پر اُنهي تن جي خيالن کي ڄاڻي ڪين چيو تہ جيڪا ڪا بادشاهي پاڻ ۾ ڀيڙو ٿي ڪري سا ڦٽجي ٿي وڃي ۽ اِئين جيڪو ڪو گهرُ گهر جو ڀيڙو ٿو ڪري سو ڊَٽُ ٿو ٿئي (١٨) پوءِ جيڪڏهن شيطانُ پاڻ ۾ ڀيڙو ڪري تہ اُن جي بادشاهي ڪيئن ٻيهي رهندي ڇوجو اَوهين چئو ٿا تہ آءٌ بعلزبُول جي زور ڪري ڀُوتن کي ٿو ڪڍان (١٩) ڀلا جيڪڏهن آءٌ بعلزبُول جي زور ڪري ڀُوتن کي ٿو ڪڍان تہ اَوهان جا پُٽ ڪنهن جي زور ڪري ٿا ڪڍن تنهن ڪري اُهيئي اَوهان جي عدالت ڪندا (٢٠) پر جيڪڏهن آءٌ خُداءِ جي هٿ ڪري ڀُوتن کي ٿو ڪڍان تہ بيشڪ خُداءِ جي بادشاهي اَوهان وٽ اچي پهُتي آهي (٢١) جڏهن ڪو زوراوَر ماڻهُو هٿيار ٻڌي پنهنجي گهر جي رک ٿو ڪري تہ اُنهي جو مالُ بچي ٿو رهي (٢٢) پر جيڪڏهن ڪوئي اُنهي کان زوراوَر مٿس چڙهي اچي تنهن کي جيتي تہ سڀ هٿيار جن تي ڀروسو هوس سي

کسي ٿو وٺي ۽ اُنهي جي ڦُرجو مالُ وراهي ٿو ڏِئي (٢٣) تہ جيڪو مُون سآ نہ آهي سو مُهنجي اُبتڙ آهي ۽ جيڪو مُون سآ نہ ٿو ميڙي سو کِنڊِيڙي ٿو ڇڏي (٢٤) ۽ جڏهِ ناپاڪ رُوح ماڻهُوءَ کان ٻاهر ٿو نِڪري تہ سُڪلن هنڌن ۾ آرام ڳولهيندو ٿو وتي ۽ جڏهِ نہ ٿو لهي تہ چَوي ٿو آءٌ پهنجي گهرِ جتون نِڪتو آهيان اُتي موٽي ويندُس (٢٥) ۽ اچي اُنهي کي ٻُهارِئلُ ۽ سينگارِئلُ ٿو ڏِسي (٢٦) پوءِ وڃي ٻِئا ست رُوح پاڻ کان بِہ بُڇڙا ساڻُ وٺي ٿو اچي ۽ پيهي اچي اُتي ٿا ٽِڪن ۽ اُنهي ماڻهُوءَ جو پويون حالُ ٻهرِئي کان بِہ بُڇڙو ٿو ٿئي ؛

(٢٧) پوءِ هيءَ ٿيو اچآ هُو اِئيئين ٿي چيو تہ اُنهي ميڙاڪي مون هِڪڙِيءَ زال واکو ڪري چيو تہ سڀورو آهي اُهو پيٽُ جنهِ ۾ تُون رهيو آهين ۽ سڀورا آهِن اُهي ٿڻ جن کي تو ڌاتو آهي (٢٨) تہ اُنهي چيو هاءٌ پر سڀورا اُهي آهِن جي خُداءَ جو ڪلامُ ٻُڌن ۽ مڃين ٿا ؛

(٢٩) ۽ جڏهِ ڏاڍي ڳهاڪِيهہ ٿِئڻ لڳي تہ چياءٌ ڇي هِن زماني جا ماڻهُون بُڇڙا آهِن جي نِيشانُ ٿا ڳولِين ۽ اُنهِن کي يُونس نبيءَ جي نِيشان ڌاراً ڪو نِيشانُ نہ ڏِبو (٣٠) ڇوجو جيئن نِينوِن لاءِ يُونسُ نِيشانُ ٿِيو هو تيئن هِن زماني جي ماڻهُن لاءِ هيءُ آدم جو پُٽُ بِہ نِيشانُ ٿِيندو (٣١) ۽ عدالت جي ڏِينهِ ڏکڻ جي بادشاهزادِي هِن زماني جي ماڻهُن سآ اُٿي تِن کي ڏُهارِي ٺهرائيندِي ڇوجو اُها زمِين جي سِينئن کان سُليمان جي سِياڻپ ٻُڌڻ آئي ۽ ڏِسو هِتي

هِڪِڙو سُليمان کان بِ وڏو آهي (٣٢) نِينوِئَ جا ماڻهُون عدالت جي ڏِينهِ هِن زماني جي ماڻهُنِ سان اُٿي هِننِ کي ڏوهاري ٺهرائيندا ڇوجو اُنهِن يُونس جي سڏ ڪري توبه ڪئي هُئي ۽ ڏِسو هِتي يُونس کان بِ هِڪِڙو وڏو آهي (٣٣) تہ ڪوئي ڏِئو ٻاري ڳُجهي هنڌِ جاءِ ٺوئي هيٺِ نہ ٿو رکي پر ڏِئاٽِئَ تي ٿو رکي تہ جيڪي اندرِ ٿا اچنِ سي سوجهِرو ڏِسنِ (٣٤) سو جُسي جو ڏِئو آهي اکِ پر جي تُهنجي اکِ صافُ آهي تہ تُهنجو سڄو جُسو بِ سوجهري‌وارو آهي ۽ جي ٻُڇڙِي آهي تہ تُهنجو جُسو بِ اُونداهو آهي (٣٥) پوءِ خبردارُ رهُ تہ اُهو سوجهِرو جو توهِ آهي سو متان اُونداهو نہ ٿِي پَوي (٣٦) سو جيڪڏهِن تُهنجو سڄو جُسو سوجهري‌وارو ٿِئي تہ ڪوئي عُضوو بِ اُونداهو نہ رهي تہ تُون سڄوئي اِهڙو سوجهري‌وارو ٿِيندين جو جيئن ڏِئو پهنجي سوجهِري ڪري توکي سوجهِرو ٿو ڪري ⁘

(٣٧) ۽ اجان اِها ڳالهِ ٿِي ڪياءِ تہ هِڪِڙي فرِيسِئَ اچي مِنٿ ڪَيَسِ تہ مُون وٽِ کائِڻُ هلي کاءُ تہ اُهو اندرِ وڃي کائِڻ وِيٺو (٣٨) ۽ جڏهِ فرِيسِئَ ڏِٺو تہ کائِڻ کان اڳِهِ هِن هٿ نہ ڌوتو تہ عجبُ لڳُسِ (٣٩) تڏهِ خُداوند اُنهي کي چيو اي فريسِئُو اَوهين ڪٽوري ۽ ٿالهِئَ کي ٻاهِرون ڌُئو ٿا پر اَوهان جو اندرُ ڦُرِ ۽ ٻُڇڙائِئَ سان ڀريو پِئو آهي (٤٠) اي بي‌وُقُوفُو جنهِ ٻاهرُ ٺاهيو آهي تنهِ ڪِ اندرُ بِ نہ ٺاهيو آهي ڇا (٤١) پوءِ جيڪي اَوهان وٽِ آهي تنهِ مان خَيريات ڪريو تہ ڏِسو سڀُڪي توهان لاءِ پاڪُ ٿِيندو (٤٢) پر اي فرِيسِئُو اَوهان تي هاءِ هاءِ

چا کان تہ ڦُودِني ۽ صُداب ۽ سيڪنهِ ساڳيٽ مٿا ڏهون ڀاڱو ڏِئو ٿا ۽ عدالت ۽ خُداء جي حُب کون پاسو ٿا ڪريو سو اَوهان کي اِنئي گهُربو هو تہ هِن کي ڪريو ۽ اُن کي بہِ نہ ڇڏيو (٤٣) اي فريسِئُو اَوهان تي هاء هاء چا کان تہ عِبادتخانن ۾ مٿي جايُون ۽ بازرِيُن ۾ سلام ٿا چاهيو (٤٤) اي شرع ڀُڌائڻهارو مِڪرِيلو ۽ فريسِئُو اوهان تي هاء هاء چوجو اَوهي لِڪلن قبرُن وانگيا آهيو تہ جيڪي ماڻهون اُنهن تي هليا ٿا وڃن سي تِن کي نہ ٿا سُڃاڻن :

(٤٥) تڏهِ شريعت نِبيرڻوارن مون هِڪڙي وراڻي ڏيئي چيو تہ اي اُستاد تُون اِنهن ڳالهيُن جي ڇَوَڻ ڪري اسان کي بہِ ٻُڏو ٿو وِجهين (٤٦) اُنهي چيو اي شريعت نِبيرڻوارو اَوهان تي بہِ هاء هاء جو توهي اُنهن بارن کي جِن جو کڻڻ اُوکو آهي تِن کي ماڻهن تي ٿا لَڏيو ۽ پاڻ اُنهي بار کي پهنجِي آڱر سان بہِ نہ ٿا ڇُهو (٤٧) ٻهر بہِ اَوهان تي هاء هاء چوجو اَوهي نبيُن جي قبرن کي ٿا ٺاهيو جِن کي اَوهان جي پِيُن ڏاڏن ماري ڇڏيو هو (٤٨) پوء اَوهي پهنجي پِيُن ڏاڏن جي ڪمن تي ساک ٿا ڏِئو ۽ خُوش ٿا ٿِئو چوجو اُنهن تِن کي ماري ڇڏيو ۽ اَوهي تِن جيُون قبرُون ٿا ٺاهيو (٤٩) اِنهي لاء خُداء جي سياڻپ بہِ فرمايو آهي تہ آءٔ نبيُن کي ۽ رسُولن کي اُنهن وٽ موڪلِيندُس تہ اُهي تِن مون ڪيترن کي ماري وِجهندا ۽ ڏُک ڏِيندا (٥٠) سو اِنهي لاء تہ سڀني نبيُن جو خُونُ جو جَهان جي مُندِ کان وٺي هاري ڇڏيو آهي سو هِن

زماني جي ماڻهُنِ کان ڇِڪيو ويندو (٥١) ته هابيل جي خُون کان وٺي ذڪرِياه جي خُون توڙي جو قُربانگاه جي جاءِ ۽ هَيڪل جي وِچ ۾ ماريو هو سو ٺيڪُ نِيڪُ آءٌ توهان کي ٿو چوان ته اُهو هِن زماني جي ماڻهُنِ کان ڇِڪِيو وِيندو (٥٢) ۽ اي شريعت نِبيرڻوارؤ توهان تي هاءِ هاءِ جو اوهان عِلم جي ڪُنجي کڻي ورتي سو تَوهين پاڻ ته اندرِ نه گهڙيا ۽ ٻِئنِ گهڙڻوارنِ کي ٻِ جهلي ڇڏِيُو :

(٥٣) ۽ جڏهِ اُنهي اِهي ڳالهيُون تِنِ کي ٻُڌايُون ته شريعت ٻُڌائڻوارا ۽ فريسي ڏاڍيُون چاڻڪُون ڏِيئي ڪانَّسِ گهڻيُون ڳالهيُون چَوائڻ لڳا (٥٤) ۽ اُن لاءِ چِپ ٿي ڳولا ڪياءٌ ته سندس واتون ڪا ڳالهِ وٺي متِسِ ڏوهُ لايُون :

## باب ١٢

اِيتري ۾ هزارين ماڻهُون اچي ڪَٺُ ٿِيا اِهڙا جو هِڪُ ٻِئي تي ڳاهٽ ٿي ٿِيا تڏهِ پهنجي شاگِردنِ کي چَوڻ لڳو ته اَوهين پهرياءٌ فرِيسيُنِ جو خمِيرُ جو مِڪُرُ آهي تنهِ کان خبردارُ رهو (٢) ڇوجو ڪائي شَيْ ڍڪِيَل نه آهي جا پڌِري نه ڪِبي ۽ نه ڪا اِهڙي لِڪل آهي جا ڄاتي نه وِيندي (٣) اِنهي ڪري جيڪي اَوهين اُونداهِ ۾ ٿا چئو سو سوجهري ۾ ٻُڌبو ۽ جيڪي اَوهين ڳُجهنِ ۾ ڪنسن ۾ چَوندؤ سو ڪُڏنِ تي هوڪو ڏِبو :

(٤) پر آءٌ اَوهاً پهنجي سجڻنِ کي ٿو چوان تہ اُنهنِ کان مر ڀِڄو جي جُسي کي مارِينِ ٿا ۽ تنهِ کان پوءِ ٻِئو ڪجي ڪجي نہ ٿا ڪري سگهنِ (٥) پر آءٌ توهاً کي ٿو ڏسيان تہ ڪنهِ کان ڀِڄجو تہ اُنهي کانئِي ڀِڄجو جنهِ کي مارڻ کان پوءِ دوزخ ۾ وِجهڻ جي ڀِڄندِي آهي هاءٌ آءٌ اوهاً کي ٿو چوان تہ اُنهيئِي کان ڀِڄجو (٦) تہ پنج جهِرڪيُون ڪِ ٽڪي نہ ٿيُون وِڪامنِ ڇا پر اُنهنِ مون هِڪِڙِي بِہ خُداءِ کي وِسرِي نہ وِيئِي آهي (٧) ٻِئو اَوهاً جي مٿي جا وار بِہ سڀ ڳڻيا پيا آهنِ پوءِ متاً ڀِڄو جو اَوهِي گهڻيُنِ جهِرڪيُنِ کان چڱا آهيو (٨) ۽ آءٌ اَوهاً کي ٿو چوان تہ جيڪو ماڻهُنِ جي اڳيون مُون کي مڃِيندو تہ هِيُ آدم جو پُٽُ بِہ خُداءِ جي فِرِشتنِ اڳيون اُن کي مڃِيندو (٩) پر جيڪو ماڻهُنِ اڳيون مُهنجي ناڪار ڪندو تہ خُداءِ جي فِرِشتنِ اڳيون اُنهي جي ناڪار ٿِيندِي (١٠) ۽ جيڪو هِن آدم جي پُٽ جي بابتِ بُرِي چَوندو اُنهي کي مُعافُ ڪِبو پر جيڪو رُوحُ‌القُدُس جي بابتِ ڪُفُر بڪندو تنهِ کي مُعافُ نہ ٿِيندو (١١) ۽ جڏهِ اُهي اَوهاً کي عِبادتخانَنِ ۾ حاڪِمنِ ۽ ٻُڇِاتِئِي‌وارنِ وٽِ ڇِڪِيندا تہ اَوهِي فِڪرُ متاً ڪريو تہ ڪِيُ وراڻي ڏِئُون جاً ڇا چئُون (١٢) ڇوجو رُوحُ‌القُدُسُ اُنهيئِي گهڙِئ اَوهاً کي سيکارِيندو تہ هِيُ چوڻُ گهُرجي ⁘

(١٣) ۽ اُنهي گوڙ منجهان هِڪِڙِي ڪيسِ چيو اي اُستاد مُهنجي ڀاءُ کي چَوُ

تہ مُون کي پڻ جو ورڻو وراھي ڏِئي (١۴) پر تنهہِ چيُس اي ماڻھُون مُون کي
ڪنهہِ عدالتي جاَ نياڪرُ اوھاَ تي ٺهرايو آھي (١٥) ۽ پاڻ اُنهن کي چياءٌ تہ
خبردارُ ٿيو لالچ کان پاسو ڪريو ڇوجو ڪنهہِ جو بہِ جياپو شَين جي گهڻائي
کان نہ آھي (١٦) ۽ اُنهن کي هڪڙو مِثالُ ڏيئي چياءٌ تہ هِڪڙي شاھُوڪار
جي ٻني ڏاڍِي لڳي هُئي (١٧) تہ اُھو پنهنجي دِل ۾ ڪٿي چوڻ لڳو جو آءٌ
ڇا ڪريان مُون کي جاءِ ڪانهي جِتي پنهنجي ٻني جي اُپتِ گڏُ ڪريان
(١٨) تڏهہِ اُنهي چيو هيُ ڪندُس جو پنهنجا پانڊا ڀاھي تِن کي وڏو اڏائيندُسِ
۽ اُتي پنهنجي سڀ اُپتِ ۽ مالُ گڏُ ڪندُسِ (١٩) ۽ پنهنجي جِيُ کي چوندُسِ
اي جيُ تو وٽِ گهڻوئي مالُ گهڻ ورهيُن لاءِ گڏُ آھي هاڻي صبرُ ڪري کاءُ پيءُ
خُوشِ رهُ (٢٠) پر خُداءِ اُنهي کي چيو اي بيوُقُوف هِنئي راتِ تُنهنجو ساهُ
تو کان وٺبو پوءِ جيڪي سانڍيو اٿيئِي سو ڪنهہِ جو ٿيندو (٢١) اِئين جيڪو
پنهنجي لاءِ خزانو ٿو ميڙي ۽ خُداءِ وٽِ مالُ نہ ٿو گڏُ ڪري سو اِهڙوئي آھي ؛

(٢٢) وري اُنهي پنهنجي شاگِردنِ کي چيو اِنهي لاءِ آءٌ اوھاَ کي ٿو چوان تہ
پنهنجي جِيُ لاءِ فِڪرُ متاَ ڪريو جو اسين ڇا کائينداسُون ۽ جُسي لاءِ بہِ فِڪرُ
متاَ ڪريو جو اسين ڇا پهرينداسُون (٢٣) تہ جيُ کاڌِ کان واڌُو آھي ۽ جُسو
پهراڻ کان واڌُو آھي (٢۴) ۽ ڪانوَنِ ڏي خِيالُ ڪريو تہ اُھي نہ پوکين ٿا نہ
لُڻن ٿا ۽ نہ ڪا اُنهن کي ڪوٺي ۽ نہ ڪي پانڊا آھِن تڏهہِ بہِ خُداءِ اُنهن جي

پرورش ٿو ڪري ۽ اَوهين ته پکين کان گهڻو چڱا آهيو (٢٥) ۽ اَوهان منجهه اهڙو ڪير آهي جو ڳڻتي ڪري پهنجي قد کي هڪڙو هٿ وڌائي سگهي (٢٦) پوءِ جڏهن اَوهين اِهڙي ننڍي ڳالهه بِه ڪري نه ٿا سگهو ته ٻين شين لاءِ ڇو ٿا ڳڻتي ڪريو (٢٧) ۽ سوسن گل ڏي خيال ڪريو ته ڪيئن ٿا وڌن ته اُهي نه ڪي پورهيو ٿا ڪن نه ڪي ڪتن ٿا پر آءٌ اَوهان کي ٿو چوان ته سُليمان پهنجي سڀ وڏائي ۾ اُنهن مان هڪڙي جهڙو بِه پهريل نه هو (٢٨) سو جيڪڏهن خُداءِ گاهه کي جو اڄ ٻنيءِ ۾ آهي ۽ سڀاڻي ڪوري ۾ ٿو وجهجي تنهن کي اِئين ٿو پهرائي ته اي ٿوري پروسي وارو اَوهان کي اِنهان بِه واڌو نه پهرائيندو ڇا (٢٩) ۽ اَوهين ڳڻتيون م ڪريو ته اسين ڇا کائينداسين ڇا پيئنداسين ۽ پتوڙجي نه وڃو (٣٠) ڇوجو اِنهن سڀني شين جو جهان جا ماڻهون فڪر ٿا ڪن پر اَوهان جو پيءُ جاڻي ٿو ته اَوهان کي اِنهن جو ڪم آهي (٣١) پر خُداءِ جي بادشاهي کي ڳوليو ته اَوهان کي اِهي مڙيئي شيون بِه ملنديون (٣٢) اي ننڍا ڌڻ اَوهين نه ڊڄو ڇا کان ته اَوهان جي پيءُ کي اِها وڻي آهي جو اَوهان کي بادشاهي ڏيندو (٣٣) ۽ جيڪي ڪي اَوَهان سو وڪڻي خيريات ڪريو ۽ پهنجي لاءِ اُهي ڳوٿريون جي پُراڻيون نه ٿيون ٿئن ۽ اُهو خزانو جو کپي نه ٿو سو آسمان ۾ گڏ ڪريو جتي چور ويجهو نه ٿو اچي ۽ ڪِنئا نه ٿا کائين (٣٤) ڇا کان ته جتي اَوهان جو مال هوندو اُتي ئي اَوهان جو هنئون بِه رهندو ؛

(٣٥) ۽ اَوهاً جيُون چيلهيُون ٻڌيُونئي رهن ۽ اَوهاً جا ڏِئا ٻرندائي رهنِ (٣٦) ۽ تَوهِي اُنهنِ ماڻهن وانگياً ٿِئو جي پهنجي ڌڻي جي وات ۾ ڏِسنِ ته ڪڏهِ وهانءَ مون اچي کُڙڪائي ته سِگهوئي سندس لاءِ دَرُ اُپنيُون (٣٧) ته سڀُورا اُهي نوُڪر جن کي ڌڻي اچي جاڳندو ڏِسي آءٌ اَوهاً کي سچُ ٿو چوان ته اُهو پاڻ چيلهِ ٻڌي اُنهنِ کي کائڻ تي وِهاريندو ۽ وَٽِنِ اچي سنديَنِ خِدمت ڪندو (٣٨) ۽ جيڪڏهِ اُهو ٻِئي پهرِ جاً ٽِئي پهرِ اُنهنِ کي اِئي اچي ڏِسي ته اُهي نوُڪر سڀُورا آهِنِ (٣٩) ۽ اِها سمُجهو ته جيڪڏهِ گهرجو ڌڻي ڄاڻي ها ته چورُ ڦُلاڻي مهل ايندو ته هُوند جاڳندو رهي ها ۽ پهنجي گهر ۾ ڪاٽُ هڻڻُ نه ڏِئي ها (٤٠) پوءِ اَوهِي بِه سنڀِريا رهو ته جنهِ گهڙِئِ اَوهِي خِيالُ نه ٿا ڪريو اُنهِيئِي گهڙِئِ هِئُ آدم جو پُٽُ اِيندو ॰

(٤١) تڏهِ پطرس چيُسِ اي خُداوند اِهو مِثالُ تُون اساً لاءِ ٿو چَوِي جاً سڀِنِي لاءِ (٤٢) ته خُداوند چيو اُهو وِيساهِي ۽ سِياڻو خِدمتگار ڪهڙو آهي جنهِ کي سندُسِ ڌڻي پهنجِنِ نوُڪرنِ تي ٻِهاريندو ته اُنهنِ جي ڀِتِئِ جي ماني وِيلِيِسرِ ڏِيندو وڃي (٤٣) ۽ سڀُورو آهي اُهو نوُڪرُ جنهِ کي سندُسِ ڌڻي اچي اِئي ڪندو ڏِسي (٤٤) آءٌ اَوهاً کي سچُ ٿو چوان ته اُهو تنهِ کي پهنجو سيُڪي هٿوسيڪو ڪري ڏِيندو (٤٥) پر جيڪڏهِ اُهو نوُڪرُ پهنجي دِلِ ۾ چَوي ته مُهنجو ڌڻي اچڻ ۾ ويرم ڪندو آهي تنهِ ڪري ٻانُهنِ ۽

ٻانُهيُنِ کي مارڻ ۽ کائِڻ پِئڻ ۽ نشَئي ٿِئڻ لڳي (٤٦) تہ اُنهي نوُکر جو ڌڻي اهڙي ڏِينهِ اِيندو جنهِ ڏِينهِ اُهو سندِس واٽ نہ ڏِسندو هُوندو ۽ جنهِ گهڙِئَ کي اُهو نہ ڄاڻندو هُوندو ۽ اُن کي ٻہ اڌ ڪري اُنجو ڀاڱو ٻي وِساهِن سان گڏُ ٺاهِيندو (٤٧) پر جنهِ نوُکر پهنجي ڌڻِئَ جي مرضِي ڄاڻِي پاڻ کي نہ سنياريو ۽ اُنهي جي مرضِئَ وانگُرُ نہ ڪيو سو گهڻي مار کائِيندو (٤٨) پر جنهِ اڻڄاڻِي مار کائِڻ جو ڪمُ ڪيو سو ٿورڙِي مار کائِيندو تہ جنهِ کي گهڻو ڏِنو آهي تنهِ کان گهڻو ليکو وٺبو ۽ جنهِ کي وڌِيڪ سَوُنپيو اٿنِ تنهِ کان واڌُو گهُرندا ؞

(٤٩) ۽ آءٌ جَهان ۾ باهِ لائڻ آيو آهيان ۽ اِئِي ئِي ڪِ نہ ٿو ڀانيان تہ هِئُرِئِي نہ لڳي چڪي (٥٠) پر مُون کي هِڪڙِي ٻپتِسما وٺڻِي آهي ۽ جيسِي اُها پُورِي نہ ٿِيندِي تيسِي آءٌ ڏاڍو سوڙهہ ۾ آهيان (٥١) تہ اَوهِي ڀانيو ٿا ڪِ آءٌ جَهان ۾ ميلاپُ ڪرائِڻ آيو آهيان چا سو نہ پر آءٌ اَوهان کي ٿو چوان تہ اُلٽو وِڇوڙو ڪرائِڻ آيو آهيان (٥٢) ڇوجو هِن کان پوءِ هِڪڙِي گهر جا پنج ماڻهُون ٽنِ مان ٻن ۽ ٻہ ٽنِ کان وِڇڙِئَل ٿِيندا (٥٣) تہ پِيُ پُٽ سان ۽ پُٽُ پِيُ سان ۽ ماءُ ڌِيُ سان ۽ ڌِيُ ماءُ سان ۽ سسُ نُنهہ سان ۽ نُنهہ سسُ سان وِڇڙِئَل ٿِيندِي ؞

(٥٤) ۽ اُنهي هيُ بِہ ماڻهُنِ کي چيو تہ جڏهِ اَوهِي بادلُ اولہ کان چڙهندو ڏِسو ٿا تہ تُرتُ ٿا چئو جو مِينہُ ٿو اچي ۽ پوءِ اُئِي ئِي ٿو ٿِئي (٥٥) ۽ جڏهِ ڏکڻُ ٿو لڳي تہ چئو ٿا اُونهارو اِيندو سو اُئِيئِي ٿو ٿِئي (٥٦) اي مِڪرِيلوُ اَوهِي

آسمان ۽ زمِين جي صُورت کي سُڃاڻِي ٿا ڄاڻو ۽ ڇا لاءِ هِن زماني کي نہ ٿا سُڃاڻو (٥٧) ۽ اَوهِين پاڻيهي ڇو صحيح نہ ٿا ڪريو تہ سچُ ڇا آهي ⁘
(٥٨) ۽ جڏهِ تُون پهنجي جهڳڙيندڙ سان گڏ حاڪِم وٽِ ٿو وڃين تہ واٽ ۾ سعيو ڪرِ جو اُنهي سان ميلاپُ ٿي پَوي ۽ اِئين نہ ٿِئي جو متان اُهو توکي حاڪِم وٽِ ڇِڪي وٺِي وڃي ۽ حاڪِمُ توکي چَوڪِيدار جي هٿِ ڏِئي ۽ چَوڪِيدارُ توکي بنديخاني ۾ وِجهي (٥٩) آءٌ توکي سچُ ٿو چوان تہ جيسين توڙي دمڙِيءَ دام سُوڌو ڀري نہ ڏِيندين تيسين توڙي اُتون ڪين نِڪرندين ⁘

## بابُ ١٣

اُنهيءَ ئي ٽاڻي ڪي هڪيا هُوا جِنِ اُنهنِ گليلِيُنِ جي ڳالهہ سُڌِ ڏِني جِنِ جو خُونُ پِيلاطُس اُنهنِ ئي جي قُربانِيُنِ سان گڏُ مِلايو هو (٢) ۽ يسُوع ورنديءَ ڏِيئي اُنهنِ کي چيو تہ اَوهِين اِئيئي ٿا سمُجهو تہ هي گليلِي سڀني گليلِيُنِ کان ڏاڍا گُناهي هُوا جو اِهڙِيُون ڳالهيُون سٺيُون هُوائُون (٣) سو آءٌ اَوهان کي ٿو چوان تہ اِئين نہ پر جيڪڏهِ اَوهِين توبه نہ ڪندؤ تہ مڙيئي اِئيئي ڇٽ ٿِيندؤ (٤) ڇا اُهي ارڙهن جنکي سِلُوئم ۾ ٿُلهه ڪِري ڇِپي ماريو هو سو اَوهِين ڀانيو ٿا تہ اُهي يرُوشلِيم جي مِڙنئِي رهندڙنِ کان ڏاڍا گُناهي هُوا ڇا (٥) آءٌ اَوهان کي ٿو چوان تہ اِئين نہ پر جيڪڏهِ اَوهِين توبه نہ ڪندؤ تہ مڙيئي اِئيئي ڇٽ ٿِيندؤ ⁘

(٦) ۽ اُنهي هيءَ مِثالُ چيو تہ ڪنهِ ماڻهوءَ کي پهنجي ٻاک جي باغ ۾ هِڪڙو انجير جو وڻُ لڳلُ هو ۽ سو اچي تنهِ ۾ ڦرُ ڳولڻ لڳو پر ڪو نہ لڌاءِ (٧) تڏهِ باغائيءَ کي چياءِ تہ ڏِسُ ٽِنِ ورهيُنِ کان آءٌ اچي هِن انجير مون ڦرُ ٿو ڳوليان پر ڪو نہ ٿو لهان سو هِن کي وڍي ڇڏِ ڇالاءِ ٻُنِّئِي ملي اڙسِ (٨) اُنهي وراڻِي ۾ چيُسِ اي ڌڻي هيءَ ورهيءَ بہ هِن کي ڇڏِ تہ سندُسِ ٻارو ڪوڻِي ڇمُرِ وِجهان (٩) جو متاً ڦرُ جهلي وِجهي نہ تہ تهاً پوءِ وڍي ڇڏِجانسِ ::

(١٠) ۽ اُنهي وِيساهي جي ڏِينهِ هِڪڙي عِبادتخاني ۾ تعلِيم ٿي ڏِناءِ (١١) تہ ڏِسو اُتي هِڪڙي زال هُئي جا ارڙنِ ورهيُنِ کان وٺِي ناپاڪُ رُوحَ ڪري ڏُٻِري ۽ اِهڙِي ڳڪِي ٿِي پيئي هُئي جو ٻِئِي سَڌِي ٿِي نہ ٿِي سگهي (١٢) تڏهِ يسُوع اُنهي کي پاڻ وٽِ ڪوٺِي چيو اي زال تُون پهنجِيءَ ڏُٻِرائِيءَ کان ڇُٽِينءَ (١٣) ۽ پهنجا هٿ تنهِ تي رکياءِ تہ اُنهيئي گهڙِيءَ اُها سَڌِي ٿِي پيئي ۽ خُداءِ جي تعرِيف ڪرڻ لڳِي (١٤) پوءِ عِبادتخاني جو سردارُ يسُوع جو وِيساهي جي ڏينهِ چڱو ڀلو ڪيو تنهِ ڪري ڪاوڙجي ميڙاڪي کي چوڻ لڳو تہ ڇهَّ ڏِينه آهِنِ جنِ ۾ ڪمُ ڪرڻُ روا آهي تِنِ ۾ اچي چڱايلا ٿِئو پر وِيساهي جي ڏِينهِ نہ (١٥) تڏهِ خُداوند وراڻِي ڏِيئي چيُسِ اي مِڪريلَ اَوهاً منجهاً سيڪو وِيساهي جي ڏِينهِ پهنجو ڏاندُ جاً ڳڏهُ واڙي مون ڇوڙي پاڻِي پِيارڻ نہ ٿو وِجي ڇا (١٦) پوءِ هيءَ اَبرهام جي ڌِيءَ آهي ڏِسو جنهِ کي

ارڙنِ ورهيُنِ کان شَيطان بنديِ ڇڏيو هو تنهِ کي ويساهيِ جي ڏِينهِ هِن بند
مون ڇڏائڻُ نہ گهُربو هو ڇا (١٧) ۽ جڏهِ اُنهي اِهي ڳالهيُون چيُون تہ سندسِ
ويري مِڙيئي لڄي ٿيا ۽ سڄو ميڙاکو جي مِڙيئي وڏائي جا ڪمر ٻاڻ
ڪيا هُواءِ تِن ڪري خُوشِ ٿيو ÷

(١٨) وري چياءِ تہ خُداءَ جي بادشاهي ڪنهِ جهڙي آهي ۽ ڪنهِ ساً مِثالُ
ڏِيانسِ (١٩) تہ اُها اهُرِ داڻي جهڙي آهي جنهِ کي ڪنهِ ماڻهُوءَ وٺي پهنجي
باغ ۾ پوکيو ۽ سو وڌي وڏو وڻُ ٿيو ۽ اُڀ جي پکيُنِ اچي سندسِ ٽاريُنِ ۾
واهيرو ڪيو (٢٠) وري چياءِ تہ آءٌ خُداءَ جي بادشاهي کي ڪنهِ ساً مِثالُ
ڏِيان (٢١) تہ اُها خميري جهڙي آهي جنهِ کي هِڪڙي زال وٺي اٽي جي
ٽِنِ ٽويُنِ ۾ گڏيو جيسي ڪِ اُهو سيوئي خميرِئُلُ ٿيو ÷

(٢٢) پوءِ اُهو يرُوشلِيم ڏي ويندي ڳوٺُ ڳوٺُ ۽ وهڻُ وهڻُ گهُمي تعلِيمُ
ڏِيندو ڪندو هو ÷

(٢٣) تہ هِڪڙي کيسِ اچي چيو اي خُداوند جيڪي ڇوٽڪو ٿا لهنِ
سي ٿورا آهنِ ڇا اُنهي چيُنِ تہ (٢٤) اَوهي سوڙهي در کان گهڙڻ لاءِ ملہ
ڪُستي ڪريو ڇوجو آءٌ اَوهاً کي ٿو چوان تہ گهڻا اُنهي اندرِ گهڙڻ جي
ڳولا ٿولها ڪندا پر گهڙِي ڪي نہ سگهندا (٢٥) ۽ جڏهِ گهر جي ڌڻي اُٿي درُ
ٻُوريو ۽ اَوهي ٻاهرِ بِهي در کي کُڙڪائي ڇوڻ لڳو تہ اي ڌڻي اي ڌڻي اساً لاءِ

أُپتِ تہ اُهو اندرون وراڻي ڏيئي جَوندو آءٌ اَوهاَ کي نہ ٿو سُڃاڻان تہ اَوهين ڪِٿي جا آهيو (٢٦) تڏهِ اَوهين چَوڻ لڳندؤ تہ اساَ تُهنجي اڳيون کاڌو پيتو ۽ تو اساَ جيُن گهٽيُن ۾ تعليمُ ڏِنو (٢٧) پر اُهو ورنديِ ڏِيندو تہ آءٌ اَوهاَ کي ٿو چوان ڪِ اَوهاَ کي نہ ٿو سُڃاڻان جو ڪِٿي جا آهيو اي بدڪارو اَوهين مِڙيئي مُون کان پري ٿِئو (٢٨) ۽ جڏهِ اَبرهامُ ۽ اِسحاق ۽ يعقُوب ۽ ٻِئن مِڙِني نبيُن کي خُداء جي بادشاهِيءَ ۾ گهِڙِيلُ ۽ پاڻ کي ٻاهرِ ڪڍيلُ ڏِسندؤ تہ اُتي رُئڻُ ۽ ڏند ڪرٽڻُ ٿِيندو (٢٩) ۽ ماڻهون اوڀرِ اولہ اُتر ڏکڻ کان اُتي اِيندا ۽ خُداء جي بادشاهِيءَ ۾ اچي وِهندا (٣٠) ۽ ڏِسو ڪي پويا آهِن سي پهريا ٿِيندا ۽ ڪي پهريا آهِن سي پويا ٿِيندا ⁘

(٣١) اُنهي ڏِينهِ ڪِن فرِيسيُن اچي چيُس تہ هِتون نِڪري هليو وڃُ چوجو هيرودُ توکي ماريو ٿو چاهي (٣٢) تڏهِ تِنِ کي چيائين تہ اُنهي لومڙِءَ کي وڃي چئو تہ ڏِسُ آءٌ ڀُوتنِ کي ٿو ڪڍان ۽ اڄُ ۽ سُڀاڻي چڱايلا ٿو ڪريان ۽ پرِينہ پُورو ٿِي رهندُس (٣٣) ٻِئو بِہ اڄُ ۽ سُڀاڻي ۽ پرِينہ مُون کي گهمڻُ ضرُورُ گهُرجي چوجو نبِيءَ جو مارِجڻُ يرُوشلِيمَ کان ٻاهرِ نہ ٿو ٿِي سگهي (٣٤) اي يرُوشلِيمَ اي يرُوشلِيمَ تُون جو نبيُن کي ٿو ڪُهين ۽ جيڪي تو وٽِ موڪلجن ٿا تنِ کي سنگسارُ ٿو ڪرين سو ڪيترا ڀيرا مُون ڀانيو تہ جِيئن ڪُڪڙِ پهنجن ٻچنِ کي ڪنڀنِ هيٺ گڏُ ٿِي ڪري تِيئن تُهنجي ٻارنِ کي گڏُ ڪريان پر اِها

اَهَا ڪِي نہ وٽِي (٣٥) ڏِسو تَوهاَ جو گهرُ تَوهاَ لاءِ سُڃو ٿو ڇڏِجي ۽ آءٌ اَوهاَ کي سچُ ٿو چوان تہ مُون کي اُنهي ٽاڻي سُودو نہ ڏِسندوُ جيسِي ڪِ اَوهِي چَوندوُ تہ سڳورو آهي اُهو جو خُداوند جي ناَوَ تي ٿو اچي ⁘

## باب ١۴

پوءِ هيُ ٿِيو جو اُهو سبت جي ڏِينهِ فرِيسِيُنِ مون هِڪِڙي جي گهرِ ماني کائِڻ وِيو تہ اُنهنِ کيسِ پٺي تڪيو (٢) ۽ ڏِسو هِڪِڙو ماڻهُون جلندروارو سندسِ اڳيون بِيٺو هو (٣) تڏهِ يسُوع شرعِ نبيرڻوارنِ کي ۽ فرِيسيُنِ کي وراڻي ڏِيئي چيو تہ وِيساهي جي ڏِينهِ چڱويلو ڪرڻُ واجِبُ آهي ڪِ نہ (۴) تہ اُهي ماٺِ ڪري رهيا تڏهِ پاڻ اُنهي کي وٺي چڱويلو ڪري ڇڏهي ڏِناءٌ (٥) ۽ ورندِڙ ۾ اُنهنِ کي چياءٌ تہ تُوهاَ ۾ اِهڙو ڪيرُ آهي جنهِ جو هِڪِڙو گڏهُ جاَ ڏانڊُ وِيساهي جي ڏِينهِ کڏ ۾ ڪِري پوي تہ اُهو تنهِ کي نہ ڪڍي ڇا (٦) تہ اُهي اِنهنِ ڳالهيُنِ جو جَوابُ ڏِيئي نہ سگهيا ⁘

(٧) ۽ جڏهِ مِهماڻنِ کي ڏِناءٌ تہ مٿاهيُون جايُون پيا ڳوليِنِ تڏهِ اُنهنِ کي هِڪِڙو مِثالُ چياءٌ (٨) تہ جڏهِ ڪو توکي وِهانوَ منجهِ سڏهي تہ سڀ کان مٿِئِي هنڌِ نہ وِيهِجِ جو متاَ تو کان بِہ وڏو ڪو سڏيو هُجيسِ (٩) پوءِ جنهِ توکي ۽ اُنهي کي سڏيو آهي سو اچي توکي چَوي تہ اِهو هنڌُ هِن کي ڏي تہ تُون لڄي ٿي

سڀ کان هيٺ وِهڻ لڳي (۱۰) پر جڏهن کو توکي سڏي ته هيٺئين هنڌ وڃي ويهج سو اِنهي لاءِ ته جنهن توکي سڏيو آهي سو جڏهن توکي چوي ته اي دوست تُون مٿي چڙهي ويهُه ته جيکي تو سَان گڏُ کائڻ ويٺا هُوندا تن جي اڳيون تُون آبرُو پائيندين (۱۱) ڇوجو جيکو پاڻ کي وڏو ٿو ڄاڻي سو ننڍو کيو ويندو ۽ جيکو پاڻ کي ننڍو ڪري ٿو ڄاڻي سو وڏو کيو ويندو ؞

(۱۲) ۽ جنهن ڪِٺس سڏيو هو تنهن کي بِ چياءِ ته جڏهن تُون ڏينهه جو جاً راتِ جو کائڻُ ڪري ته پهنجي دوستن کي ۽ پهنجي ڀائُرن کي ۽ مائٽن کي ۽ شاهُوڪار پاڙيسرِيُن کي نه ڪوٺج جو متاً اُهي ورِي توکي ڪوٺائين ۽ تُهنجو بدرُ ٿي پَوي (۱۳) پر جڏهن تُون مِهماڻي ڪري ته نماڻن ۽ ٽُنڊن ۽ منڊن ۽ آنڌن کي ڪوٺج (۱۴) ته تُون سڀُورو ٿِيندين ڇوجو اُنهن وٽ ڪي ڪِينهي جو توکي بدرُ ڏيئي سگهن پر توکي سچن جي جِي اُٿڻ جي ڏينهن اِهو بدرُ مِلندو ؞

(۱۵) ۽ جيکي کائڻ تي ويٺا هُوا تن مون هِڪڙي اِهي ڪلام ٻُڌي چيُس ته سڀُورو آهي اُهو جو خُداءِ جي بادشاهِيءَ ۾ کائڻُ کائيندو (۱۶) ته اُنهي کي چياءِ هِڪڙي ماڻهُوءَ وڏو کائڻُ ڪري گهڻن کي ڪوٺيو (۱۷) ۽ کائڻ مهل پهنجي ٻانهي هٿاً مِهماڻن کي چوائي موڪلياءِ ته اچو هاڻي سڀُڪي تيار پيو آهي (۱۸) ته سڀيئي اِيڪو ڪري ڳُسائڻ لڳا ۽ پهرئي اُنهي کي چيو ته مُون

ٻني ورتي آهي سو مُون کي ضرُورُ آهي تہ اُن کي وڃي ڏِسان هاڻي آءٌ توکي مِنٿ ٿو ڪريان تُون مُهنجي پارون ڳُسائي ڇڏِج (۱۹) ۽ ٻِئي چيو تہ مُون پنج جوڙا ڏاندنِ جا ناڻي ورتا آهِنِ سو آءٌ اُنهنِ جي پرکا ڪرڻ ٿو وڃان هاڻي آءٌ تُهنجي مِنٿ ٿو ڪريان تُون مُهنجي پارون ڳُسائي ڇڏِج (۲۰) ۽ ٽِئي چيو تہ مُون جوءِ پرڻي آهي تَهنڪري اچي نہ ٿو سگهان (۲۱) پوءِ اُنهي ٻانهي اچي پهنجي ڌڻي کي اِهي ڳالهيُون ٻُڌايُون تہ اُنهي گهر جي ڌڻي ڪاوڙِجي پهنجي ٻانهي کي چيو تہ سِگهو شهر جي بازاريُنِ ۽ گهٽيُنِ ۾ وڃي نِماڻنِ ۽ ٽُنڊنِ ۽ منڊنِ ۽ انڌنِ کي هِتِ وٺي آءُ (۲۲) وري اُنهي ٻانهي اچي چيو تہ اي ڌڻي تُهنجي چئي وانگيا ڪيمِر تہ بِ اجهاً جاءِ آهي (۲۳) تہ ڌڻي ٻانهي کي چيو چي واٽُنِ تي ۽ ٻنيُنِ جي ڏِگهنِ تي نِڪرِي وڃُ ۽ جيٌ تيٌ اُنهنِ کي وٺي اچُ تہ مُهنجو گهرُ ڀرِجي وڃي (۲۴) سو آءٌ اَوهاً کي ٿو چوان تہ جيڪي ماڻهُون ڪوٺيل هُوا تِنِ مون ڪوئي مُهنجو کاڌُو نہ چکندو ؛

(۲۵) پوءِ گهڻائي ماڻهُون سائُسِ گڏُ هليا ٿي وِيا تہ اُنهنِ ڏي ڦِرِي چياءٌ (۲۶) تہ جيڪو مُون وٽِ اچي سو جيسِين پهنجي پيءُ ماءُ سأ ۽ زال سأ ۽ ٻارنِ سأ ۽ ڀائُرنِ سأ ۽ ڀينرُنِ سأ اجهاً بِ پهنجي جِئي سأ وَير نہ ٿو رکي تيسِين مُهنجو شاگِردُ ٿي نہ ٿو سگهي (۲۷) ۽ جيڪو پهنجو صِليب کڻي مُهنجي پُٺُون نہ ٿو اچي سو مُهنجو شاگِردُ ٿي نہ ٿو سگهي (۲۸) ڇوجو اَوهاً ۾ اِهڙو ڪيرُ آهي

جو هِڪڙي نُله اڏائڻ جي مرضي رکي ته پهرياءَ ويهي تنهِ جي لڳت جو ليکو نه ڪري جو مُون وٽ هِن جي جوڙائڻ جيترو آهي ڪِ نه (۲۹) ته اِئِي نه ٿِئي جو متاً پيڙهِ وِجهي ۽ پُورو ڪري نه سگهي ته سڀِ ڏِسڻوارا هيَ چئي متاَسِ کِلڻ لڳن (۳۰) ته هِن ماڻهُوَ اڏائڻ شُروع ڪيو پر پُورو ڪري نه سگهيو (۳۱) جاً اُهو ڪِهڙو بادشاهُ آهي جو ٻِئي ساً جنگِ ڪرڻ وڃي ۽ پهرياءَ ويهي ڳڻتي نه ڪري ته آءٌ ڏهن هزارن ماڻهُن ساً آهيانِ سو جيڪو ويهن هزارن ساً چڙهي ٿو اچي تنهِ ساً ڪِيَ سامهُڻو ڪري سگهندُسِ (۳۲) نه ته اُهو اجاً پريِئي آهي ته هي نِياپو موڪلي پرچاوَ جيُون ڳالهيُون ڪندو (۳۳) سو اِنهيِئي رِيتِ جيڪو اَوهاً منجهاً پهنجو سڀُڪِي نه ٿو ڇڏي سو مُهنجو شاگِردُ ٿي نه ٿو سگهي :

(۳۴) ته لُوڻُ چڱو آهي پر جي لُوڻُ ڪري ته ڪنهِ ساً سنوَارِبو (۳۵) ته اُهو نه ٻنيءَ لاءِ ۽ نه ڇمر لاءِ ڪمِ ٿو اچي اُنلو ٻاهرِ ڦِٽو ٿو ڪِجي ته جنهِ کي ٻُڌڻ لاءِ ڪن آهِن سو ٻُڌي :

## باب ۱۵

تڏهِ سڀِ موقاطيدار ۽ گُناهي تنهِ جي ٻُڌڻ لاءِ سندسِ وِجهو آيا (۲) ته فريسي ۽ شرع ٻُڌائڻوارا ڪُرڪُري ڇوڻ لڳا ته هيُ ماڻهُون گُناهيُن کي پاڻ وٽ

اچڻُ تو ڏِنِي ۽ اُنهنِ ساً ڳڏُ تو کائِي (٣) تہ اُنهي هئَ مِثالُ تِنِ کي چيو (٤) تہ اوهاً منجهاً اِهڙو ڪيرُ آهي جنهِ وٽِ سؤ رِدِ هُجي ۽ اُنهنِ مون هِڪڙِي گُمُ ٿِي وڃي تہ اُهو نَوانوي کي جهنگ ۾ ڇڏِي جيسِي اُنهي گُمُ ٿِئَل کي نہ لهي تيسِي اُنهي جي پوئِوارِي نہ ڪري (٥) پوءِ اُنهي کي لهي خُوشِ ٿِي پهنجِي ڪَنڌ تي تو رکي (٦) ۽ گهرِ اچي پهنجنِ دوستنِ ۽ پاڙيسِرئِنِ کي سڏِي تو چَوي تہ مُون کي واڌائِي ڏِئو ڇوجو مُون پهنجِي گُمُ ٿِئَل رِدِ لڌِي آهي (٧) سو آءٌ اَوهاً کي تو چوان تہ اِنهيءَ طرح آسمان ۾ هِڪڙِي توبه ڪرڻوارِي گُناهِئِ کاڻِ نَوانَوِي سچا جي توبه ڪرڻ جي گُهرج نہ ٿا رکنِ تِنِ کان واڌُو خُوشي ٿِيندِي (٨) جاً اِهڙِي ڪهڙِي زال آهي جنهِ وٽِ ڏه رُپيا هُجنِ تِنِ ماً جيڪڏهِ هِڪڙو رُپيو وِڃائِي تہ ڏِئو ٻارِي گهر کي نہ ٻُهارِي ۽ جيسِي نہ ليهِيسِ تيسِي سعيي ساً اُنهي جي ڳولا نہ ڪري (٩) ۽ جڏهِ اُهو ليهِيسِ تو تہ پيارنِ ۽ پاڙيسِرئِنِ کي سڏِي ٿِي چَوي تہ مُون کي واڌائِي ڏِئو جو مُون پهنجو وِڃايلُ رُپيو لڌو آهي (١٠) سو آءٌ اَوهاً کي تو چوان تہ اِنهيئِي وانگُرُ خُداءِ جي فِرِشتنِ اڳيون هِڪڙِي توبه ڪرڻوارِي گُناهِئِ کاڻِ خُوشِي ٿِيندِي ::

(١١) وري چياءِ تہ هِڪڙِي ماڻهُوءَ کي ٻه پُٽ هُوا (١٢) تِنِ مون ننڍي پيءُ کي چيو اي بابا مال مون جيڪو ڀاڱو مُهنجو ٿِئي سو مُون کي ڏي تہ اُنهي مالُ تِنِ کي وِراهي ڏِنو (١٣) ۽ ٿورڙنِ ڏِينهنِ کان پوءِ اُهو ننڍو پُٽ سڀڪي

گڏ ڪري هِڪِڙي ڏُورِئِي ڏيه ڏي هليو وِيو ۽ اُتي پهنجو سڀ مالُ اجهلائِي ۾ روِڃاياءُ (١۴) ۽ جڏهِ سڀ کپائي رهيو تہ اُنهي ڏيه ۾ ڏايو ڏُڪراڃي پئو ۽ اُهو پروَسِ ٿِئڻ لڳو (١٥) تہ اُنهي ڏيه جي هِڪِڙي رهندڙ کي وڃي چنبُڙيو ۽ اُنهي پهنجِي ٻنِي ۾ سُئُر چارڻ لاءِ موڪِلِيُسِ (١٦) ۽ اِئِي ٿي ڀانياءُ تہ جيڪي ڇِلون سُئُرتا کائِينِ تِنِ ماً پهنجو پيٽُ ڀريان ۽ اُنهي کي ڪنهِ ٻِ نہ ٿي ڏِنو (١٧) تڏهِ سنيال ۾ اڃي چياءُ تہ مُهنجي پِيُ وٽِ ڪيترن پورهيَتن کي جهجهي ماني ٿي مِلي ۽ آءُ هِتِ بُکہ پئو مران (١٨) تہ آءُ اُٿي پهنجي پِيُ ڏي هلي وِيندسِ ۽ چوَندوسأسِ اي بابا مُون آسمان جو ۽ تُهنجو گُناهُ ڪيو آهي (١٩) ۽ هاڻي اِنهي لائِقُ نہ آهيان جو وري تُهنجو پُٽُ ڇَوايان سو مُون کي پهنجي پورهيَتن مون هِڪِڙي جِهڙو ڪري ڄاڻُ (٢٠) پوءِ اُٿي پهنجي پِيُ ڏي هليو ۽ اڃاً پريئِي هو تہ اُنهي کي ڏِسي پِڻُسِ کي ڏايِي ٻاجه آئي ۽ ٻوڙِي ڀاڪُرُ پائي تنهِ کي چُمياءُ (٢١) تہ پُٽسِ چيُسِ اي بابا مُون آسمان جو ۽ تُهنجو گُناهُ ڪيو آهي هاڻي اِنهي لائِقُ نہ آهيان جو وري تُهنجو پُٽُ ڇَوايان (٢٢) تہ پِڻُسِ پهنجي ٻانهنِ کي چيو ڪِ اُوڇي ڪان اُوڇو وڳو ڪڍي اڇي پهرايوسِ ۽ هٿ ۾ مُنڊي ۽ پيرنِ ۾ جُتي وِجهوسِ (٢٣) ۽ ٿُلهو وڇو اڇي ڪُهو تہ کائُون ۽ خُوشي ڪريُون (٢۴) ڇوجو هِيُ مُهنجو پُٽُ مُئو هوسو هاڻي جِئو آهي ۽ گُمُ ٿِي وِيو هو سو هاڻي لڌو آهي تڏهِ اُهي خُوشي

ڪرڻ لڳا (٢٥) ۽ اُنهي جو وڏو پُٽ ٻنيءَ ۾ هو سو جڏهن گهر کي ويجهو آيو تہ ڳائڻ ۽ ناچ جو پڙلاءُ ڪن تي پِيُسِ (٢٦) تڏهن هِڪڙي نوُڪر کي ڪوٺي پُڇياءُ تہ هِيءَ ڇا تو ٿئي (٢٧) اُنهي چيُسِ تہ تُهنجو ڀاءُ آيو آهي ۽ تُهنجي پِيءُ ٿُلهو وڇو ڪُٺو آهي ڇوجو اُنهي کي ڇڱو ڀلو لڌائين (٢٨) تہ اُنهي ڪاوڙِجي اندرِ وڃڻ ڇڱو نہ ڀانيو تڏهن پِڻُسِ ٻاهرِ اچي تنهن کي سمُجهايو (٢٩) تہ اُنهي ورندِيءَ ۾ پِيءُ کي چيو جو ڏِسُ آءٌ هيترِن ورهيُن کان تُهنجي خِدمت پِئو ڪريان ۽ ڪڏهن تُهنجي حُڪم کان اُبتو نہ هليو آهيان پر ڪڏهن بِہ تو مُون کي هِڪڙو ڇيلو نہ ڏِنو تہ آءٌ پهنجي دوستنِ سان گڏُ خُوشي ڪريان (٣٠) پر جڏهن هِيءُ تُهنجو پُٽُ آيو جنهن تُهنجو مالُ ڪِجرِيُنِ ۾ وِڃايو آهي تہ تو اُنهي لاءِ ٿُلهو وڇو ڪُٺو (٣١) تڏهن اُنهي چيُسِ اي پُٽ تُون هميشہ مُون وٽِ آهين ۽ جيڪي مُون وٽِ آهي سو تُهنجوئي آهي (٣٢) پر خُوشي ڪرڻُ ۽ سرهو ٿيڻُ اسان کي واجِبُ هو ڇوجو هِيءُ تُهنجو ڀاءُ مُئو هو سو هاڻي جِئو آهي ۽ گُمُ ٿي وِيو هو سو هاڻي لڌو آهي ÷

## باب ١٦

۽ وري بِہ پهنجي شاگِردنِ کي چياءِ تہ ڪنهن شاهُوڪار کي هِڪڙو گُماستو هو جنهن جي ماڻهُنِ اُنهي جي اڳيون گِلا ڪئي تہ هِيءُ تُهنجو مالُ وِڃائي ٿو

چڱي (٢) تڏهن اُنهي تنهن کي ڪوٺي پڇيو ته هي جو تنهجي باب تو بدان سو
چا هاڻي پهنجي گماستگيرئ جو ليکو ڏي ڇوجو هن کان پوء تون گماستو ٿي
نه ٿو سگهين (٣) ته اُنهي گماستي پهنجي دل ۾ چيو ته چا ڪريان جو مُهنجو
ڌڻي مُون کان گماستگيري ٿو وٺي ته آءٌ کوڏر هڻي نه ٿو سگهان ۽ پنڻ کان به
لڄ ٿي اچيم (٤) هاڻي جيڪي ڪرڻو آهي سو ڄاتم ته جڏهن آءٌ گماستگيرئ
کان ڪڍبس ته ماڻهون مون کي پهنجي گهر ۾ وهڻ ڏين (٥) تڏهن پهنجي ڌڻي
جي سيني ڏيڻيوارن کي ڪوٺي پهرئين کان پڇيائين ته توکي مُهنجي ڌڻي جو
ڪيترو ڏيڻو آهي (٦) ته اُنهي چيو سَوَ مڻ تيل جا تڏهن تنهن کي چيائين هي
پهنجا هٿاکر وٺ ۽ سگهو ويهي پنجاه مڻ لکي ڏي (٧) وري ٻئي کي چيائين
ته توکي ڪيترو ڏيڻو آهي اُنهي ورندي ڏني ته ڪڻڪ جا سَوَ مڻ ته اُنهي
کي چيائين تون پهنجا هٿاکر وٺ ۽ اسي مڻ لکي ڏي (٨) تڏهن سندس ڌڻي
اُنهي بي پتي گماستي کي واکاڻيو اِنهي لاء جو اُنهي ڀڪائي ڪئي ڇوجو
هن جهان جا ڄاول پهنجي زماني ۾ سوجهري جي ڄاولن کان سياڻا آهن
(٩) سو آءٌ اوهان کي ٿو چوان ته اِنهي حرام مال ڪري پاڻ ڪاڻ دوست ناهيو
ته جڏهن اوهين وڃي رهو ته توهان کي هميشهوارن هنڌن ۾ جاء ڏين (١٠) ته
جيڪو ٿوري ۾ سُپتيو آهي سو گهڻي ۾ به سُپتيو هُوندو ۽ جيڪو ٿوري ۾ بي
پتيو آهي سو گهڻي ۾ به بيپتيو هُوندو (١١) پوء جي اوهين حرام مال ۾

سُپتيا نہ رهيا تہ سچو مالُ اَوهاَ کي ڪير پرني ڏِيندو (١٢) ۽ جي اَوهِين پرائي مال ۾ سُپتيا نہ رهيا تہ جيڪي اوهاَ جو آهي سو اوهاَ کي ڪيرُ ڏِيندو (١٣) ڪوئي چاڪرُ ٻِنِ ڌڻيُنِ جي خِدمت ڪري نہ ٿو سگهي ڇوجو جاَ هِڪِڙي ساَ.وير رکندو ۽ ٻِئي ساَ پِيارُ ڪندو جاَ هِڪِڙي کي چنبڙيو رهندو ۽ ٻِئي کي ڪِي نہ جِهڙو پاڻِئيندو سو اوهِين بہ خُداء ۽ مال ٻِنهي جي خِدمت ڪري نہ ٿا سگهو ⁘

(١٤) ۽ فرِيسي جيڪي لالچِي هُوا سي اُنهنِ سڀني ڳالهين کي ٻُڌي مٿس چرچا ڪرڻ لڳا (١٥) تڏهِ اُنهنِ کي چياءُ تہ اَوهِين اُهي آهيو جي ماڻهُنِ اڳيون پاڻ کي سچو ٿا ڄاڻايو پر خُداء اوهاَ جي دِلِ جي ڄاڻي ٿو ڇوجو جنهِ جي ماڻهُنِ وٽِ وڏائي آهي تنهِ کي خُداء ٻِڇڙو ڪري ٿو ڄاڻي (١٦) تہ شرع ۽ نبِي يُوحنَ تائَ هُوا تنهِ کان پوء خُداء جي بادشاهِيءَ جي چڱي خبر ٿي ٻُڌائِجي ۽ سڀڪو زور لائي اُنهي منجهِ ٿو گهڙي (١٧) پر آسمان ۽ زمِين جو ٽَرِي وڃڻُ شرع جي هِڪِڙيءَ ٻُڙيءَ جي ٻدهڻ کان گهڻو سَولو آهي (١٨) تہ جيڪو ماڻهُون پهنجِيءَ جوءِ کي ڇڏي ٻِيءَ ساَ وِهاَءُ ڪندو سو حرامُ ٿو ڪري ۽ جيڪو اُنهي ڪڍِيَل زال کي پرڻِيندو سو بہ حرامُ ٿو ڪري ⁘

(١٩) تہ هِڪِڙو شاهُوڪارُ هو جو ڳاڙها ۽ سنهاَ ڪپڙا پهِري هميشہ وڏائي ڪري عَيش ماڻِيندو هو (٢٠) ۽ لعزار نالي هِڪِڙو نِماڻو جو ناسُور ڪري

ڦٽيو پئو هو تنهِ کي اُنهي جي ڏيڏئي تي چڏي ويندا هُوا (٢١) ۽ اُهو اِئي پانئيندو هو تہ جيڪي ٽُڪر ٽِيرا شاهُوڪار جي ميز کان ڪِرندا تِنِ ماً پهنجو پيٽُ پريان ۽ تنهِ جا ڦٽ بِہ ڪُتا اچي چٽيندا هُوا (٢٢) پوءِ هيً ٿيو جو اُهو نِماڻو مري وِيو ۽ فِرِستن تنهِ کي کڻِي ابِرهام جي هنج ۾ نيئي رکيو ۽ اُهو شاهُوڪارُ بِہ مري ويو تہ تنهِ کي پُوري چڏيائُ (٢٣) ۽ اُنهي دوزخ ۾ ڏُک سهي پهنجيُون اکيُون کڻي ابِرهام کي ۽ سندسِ هنج ۾ لعزار کي پريون ڏِٺو (٢٤) تہ اُنهي واڪو ڪري چيو اي بابا ابِرهام مُون تي ٻاجه ڪرِ ۽ لعزار کي هيڏي موڪلِ تہ پهنجي آڱُرِ جي مٿي کي پاڻِي ۾ ٻوڙي مُهنجي جِيڀ کي ٿڌو ڪري ڇوجو آءٌ هِن جر ۾ لُڇان ٿو (٢٥) تڏهِ ابِرهام چيو اي پُٽ سنيار ڪرِ جو تو پهنجي عُمر ۾ پهنجيُون چڱايُون ورتيُون ۽ تيً هِن لعزار بِہ بُڇڙايُون ورتيُون هاڻي هِن کي آرامُ مِليو آهي ۽ تُون لُڇي ٿو (٢٦) ۽ اِنهنِ ڳالهيُنِ ڌاراً اساً ۽ اَوهاً جي وِچ ۾ هِڪِڙو وڏو غارُ اِهڙو آهي جو جيڪي هِتاً اَوهاً وٽِ اچڻُ ٿا پانئِينِ سي اچي نہ ٿا سگهنِ ۽ جيڪي اُتي آهنِ سي بِہ هِن پرِ اساً وٽِ اچي نہ ٿا سگهنِ (٢٧) تڏهِ اُنهي چيو پوءِ اي بابا تُهنجي مِنت ٿو ڪريان تہ تُون اُن کي مُهنجي پيُ جي گهرِ موڪلِ (٢٨) ڇوجو مُهنجا ڀئا پنج پائُر آهنِ اُنهنِ کي پڪ ڪري جِتائي اچي جو متاً اُهي بِہ هِن ڏُک جي جاءِ ۾ اچنِ (٢٩) تہ اَبرِهام چيُسِ اُنهنِ وٽِ مُوسىٰ ۽ ٻئا نبي آهنِ گهُرجينِ

تہ تِنِ جي ٻُڌنِ (٣٠) تڏهِ اُنهي چيو اِي بابا ابرهام اِئي نہ پر جيڪڏهِ ڪوئي مُئنِ ماَ اُنهنِ وٽِ ويندو تہ اُهي توبه ڪندا (٣١) پر تنهِ چيُسِ تہ جڏهِ مُوسىٰ ۽ ٻِئنِ نبيُنِ جي نہ ٻُڌندا تہ جيڪڏهِ مُئنِ ماَ ڪوئي اُٿي وڃي تاَ بہ ڪي نہ مڃيندا ✤

## باب ١٧

۽ وري شاگِردنِ کي چياۓ تہ جيڪي ڪاٻاڙائِٺ واريُون ڳالهيُون آهِنِ سي نہ اچنِ اِئي ٿِي نہ ٿو سگهي پر هاۓ هاۓ اُنهي تي آهي جنهِ ڪري اُهي ٿيُون اچنِ (٢) تہ جيڪو هِننِ ننديِنِ مون هِڪِڙي کي ڪاٻاڙائي تنهِ کي اِنهي کان هِئُ چڱو آهي جو جنڊ جو پڙُ ڳِچِيءَ ۾ ٻائي سمُنڊ ۾ پوڙِجيسِ (٣) اَوهي خبردارُ رهو تہ جيڪڏهِ تُهنجو ڀاۓ تُهنجو ڏوهُ ڪري تہ ڇِهنب ڏيئي ڇڏيسِ ۽ جيڪڏهِ توبه ڪري تہ اُن کي مُعافُ ڪرِ (٤) ۽ جيڪڏهِ ڏِينه ۾ ستنِ لِڳاَ تُهنجو ڏوهُ ڪري ۽ ڏِينه ۾ ستنِ لِڳاَ تو وٽِ ڦيرا ڪري چَوي تہ آءٌ توبه ٿو ڪريان تہ اُن کي مُعافُ ڪرِ ✤

(٥) تڏهِ رسُولنِ خُداوند کي چيو اساَ کي ويساهُ وڌيڪ ڏي (٦) خُداوند چيو تہ جيڪڏهِ اَوهاَ کي اهُرِ جي داڻي جيترو ويساهُ هُجي ۽ اَوهي هِن انجيرجي وڻ کي چئو تہ پاڙکان پَٽجي سُمنڊ ۾ لڳي پوُ تہ اُهو بہ اَوهاَ جي

مچيندو (٧) ۽ اَوهاَ ۾ اِهڙو ڪيرُ آهي جنهِ جو نوُڪرُ هرُ ڪاهِيندڙُ جاَ ڌڻ چاڙِيندڙُ هُجي تنهِ کي ٻنئي مون اِيندئِي ساَ چَوندو ته اچي کائِڻ تي وِيهُ (٨) ۽ اُن کي اُٿلندو اِئِي نه چَوندو ته مُهنجي سانجهِيءَ جي کائِڻ لاءِ ڪجهه جوڙِ ۽ جيسي آءٌ کائي پِي رهان تيسي ڪمر ٻڌِي مُهنجي هاج ڪرِ تنهِ کان پوءِ تُون کاءِ پِيءُ (٩) ۽ اُهو ڪِ اُنهي نوُڪر جو ٿورو مڃي ٿو ڇا ته جيڪي ڪم هِن کي چيا هُئُس سي ڪياءِ پر آءٌ ڄاڻان ٿو ته نه ٿو مڃي (١٠) تئِي جيترا ڪم اَوهاَ کي چَيل هُوا سي جي اَوهاَ ڪيا ته اَوهي بِ چئُو ڪِ اسي اجايا نوُڪر آهيُون ڇوجو جيڪي اساَ کي ضرُورِئِي ڪرِڻُو هو سو ڪيو اٿُون ::

(١١) ۽ هئِي ٿِيو ته جڏهِ اُهو يرُوشلِيم ڏي ٿي وِيو ته سامِريا ۽ گلِيل جي وِچون اچي لنگهيو (١٢) ۽ هِڪڙي ڳوٺ ۾ ٿي پيٺو ته ڏه ڪوڙهيا اچي گڏيَس سي پري بِيٺا هُوا (١٣) ۽ اُنهِ واڪو ڪري چيو اي يسُوع اي خُداوند اساَ تي ٻاجه ڪرِ (١٤) ته اُنهي تِن کي ڏِسي چيو ڪِ ڪاهِنِ کي پاڻ کي وڃي ڏيکاريو ۽ هئِي ٿيو ته اُهي وِيندئِي چڱايلا ٿي پيا (١٥) ۽ تِنِ مون هِڪڙو پاڻ کي صافُ ڏِسي وڏي واڪي خُداءِ جي تعرِيف ڪندو پُٺتي موٽيو (١٦) ۽ مُنه ڀرِ ڀيئِي يسُوع جي پيرنِ تي ڪرِي تنهِ جو ٿورو مڃياءِ ۽ اُهو هِڪڙو سامِري هو (١٧) تڏهِ يسُوع وراڻي ڏيئِي چيو ته ڏهئِي صافُ نه ٿِيا ڇا پوءِ اُهي نَوَ ڪِٿي آهِنِ (١٨) ته هِن پرڏيهِيءَ ڌاراَ خُداءِ جي تعرِيف ڪرڻ لاءِ ڪوئِي

کو نہ لڌو (١٩) ۽ اُنهي کي چياءِ اُٿي هليو وڃُ تُهنجي وِساه توکي بچايو ⁘

(٢٠) ۽ جڏهِن فريسيُنِ پُڇيُسِ تہ خُداءِ جي بادشاهي ڪڏهِ اِيندي تہ وراڻي ڏيئي چيائين خُداءِ جي بادشاهي ڏِسڻ‌وائِسڻ سان نہ ٿي اچي (٢١) سا اِجها جان اُجها اِئي‌ڪي نہ چئي سگهندا ڇوجو ڏِسو تہ خُداءِ جي بادشاهي اَوهان ۾ئي آهي (٢٢) ۽ شاگِردنِ کي چياءِ تہ اُهي ڏِينه اِيندا جڏهِن توهي هِن آدم جي پُٽ جي ڏِينهنِ مون هِڪڙي ڏِينه کي ڏِسڻ پائِيندؤ پر نہ ڏِسندؤ (٢٣) ۽ اَوهان کي چَوندا تہ اِجهو هِتِ جان هُتِ ڏِسو تہ متان نِڪِرو ۽ پُٺيان متان وڃو (٢٤) ڇوجو جيئن وِڄُ آسمان ۾ هِڪِڙِئ ڏِسِ کان کِوِي بِئي ڏِسِ ڏي ٿي جِمڪي تيئن ئي هِيُ آدم جو پُٽُ بِہ پهنجي ڏِينهنِ ۾ ٿِيندو (٢٥) پر پهرياءِ اِهو ضُرُور آهي تہ اُهو گهڻا ڏُک سهي ۽ هِن زماني جي ماڻهُنِ کان رِڌيو وڃي (٢٦) ۽ جيئن نُوح جي ڏِينهنِ ۾ ٿيو هو تيئن هِن آدم جي پُٽ جي ڏِينهنِ ۾ بِہ ٿِيندو (٢٧) تہ جنهِ ڏِينه توڻي نُوح ٻيڙِئ ۾ چڙهيو ۽ ٻوڏِ اچي سڀني کي چٽ ڪيو اُنهي ڏِينه توڻي ماڻهُنِ کادو ۽ پيتو ٿي ۽ پرڻيا ۽ پرڻايا ٿي (٢٨) ۽ جيئن لُوط جي ڏِينهنِ ۾ ٿيو تہ ماڻهُنِ کادو پيتو ٿي ۽ ڳِڌو وِڪِڻيو ٿي ۽ پوکيو ۽ اَڏايو ٿي (٢٩) پر جنهِ ڏِينهِ لُوط سدُوم کون نِڪِريو تہ آسمان کان ٽانڊا ۽ گوگڙِينڊ وسيو ۽ سڀني کي چٽ ڪياءِ (٣٠) سو جنهِ ڏِينهِ هِيُ آدم جو پُٽُ

ڏيکارِي ڏِيندو تڏهِ بہ اُنهيءَ وانگيا ٿِيندو (٣١) ۽ اُنهي ڏِينهِ جيڪو ڪُڏ تي هُجي ۽ سندس اِسلِهُ گهر ۾ هُجي تہ اُن جي ڪڻڻ لاءِ هيٺ نہ لهي ۽ تِئِيئِي جيڪو ٻنيءَ ۾ هُجي سو بہ پُٺِ تي موٽِي نہ اچي ٠(٣٢) تہ لُوط جي جوءِ کي ياد ڪريو (٣٣) ۽ جيڪو پهنجو جِيُ بچائڻُ چاهِيندو سو اُن کي وِڃائِيندو ۽ جيڪو پهنجو جِيُ وِڃائِيندو سو اُن کي بچائِيندو (٣٤) ۽ آءٌ اَوهان کي ٿو چوان تہ اُنهي راتِ بہ ماڻهُون جي هِڪڙِي کٽ تي هُوندا تِنِ مون هِڪِڙو وٺبو ٻِئُو ڇڏِبو (٣٥) ۽ ٻہ زالُون جي گڏُ جنڊ پِهنديُون هُونديُون تِنِ مون هِڪِڙِي وٺبي ٻِي ڇڏِبي (٣٦) ۽ جي ٻہ ماڻهُون ٻنيءَ ۾ هُوندا تِنِ مون هِڪِڙو وٺبو ٻِئُو ڇڏِبو (٣٧) تڏهِ اُنهنِ کيسِ ورنديءَ ۾ چيو تہ اي خُداوند اِهي ڪِٿي ٿِينديُون تہ اُنهنِ کي چياءٌ جِتي ڏُونڊُ آهي اُتيئِي ڳِجهُون بہ گڏُ ٿِينديُون ٭

## باب ١٨

وري اُنهي هِڪِڙو مِثالُ اِنهي لاءِ چيو تہ ماڻهُون هميشه دُعا ۾ لڳا رهنِ ۽ نہ وِرچنِ اِهو ضرُورُ گهُرجي (٢) تہ ڪنهِ ڳوٺ ۾ هِڪِڙو قاضِي هو سو نہ خُداءِ کان ٻِڇندو هو ۽ نہ ڪي ماڻهُنِ جي ڪاڻِ رکندو هو (٣) ۽ اُنهيئِي ڳوٺ ۾ هِڪِڙِي رنِ زال هُئِي جا اُنهي وٽِ اچي چَونديِ هُئِي تہ مُهنجي وِيريءَ کان مُهنجو اِنصافُ چڪِ (٤) سو اُنهي ڪي ڏِينه اِئِي ڪرڻُ نہ ٿي ڀانيو پر پوءِ پهنجي

دِل ۾ رچياءَ تہ جي توڙي آءٌ خُداءُ کان نہ ٿو ڊِڄان ۽ نہ ڪي ماڻھُنِ جي ڪاڻِ ٿو رکان (٥) پر ھيءَ رن زال مُون کي ڪپائي ٿي اِنھي لاءِ ھِنجو اِنصافُ ڪندُسِ جو متاَ ھميشہ اچِڻ ڪري مُھنجو مٿو کائي وڃي (٦) خُداوند چيو تہ جيڪي اُنھي بي اِنصافِي قاضِيءَ چيو سو ٻُڌو (٧) پوءِ جيڪي سندسِ چُونڊِئَل آھِنِ ۽ سندسِ اڳيوڻ راتِ ڏينہِ داَھُون پيا ڪنِ تنِ جو خُداءُ اِنصافُ نہ ڪندو ڇا ڪِ ديرِ ڪندو ڪِيُ (٨) آءٌ اَوھاَ کي ٿو چوان تہ سِگھوئي اُنھنِ جو اِنصافُ ڪندو پر ھِيُ آدم جو پُٽُ ڪِ زمِين تي ويساھُ اچي ڏِسندو ڇا :

(٩) پوءِ جنِ پاڻَ تي ڀروسو ٿي رکيو جو اسِي سچا آھيُون ۽ ٻِئنِ کي ڪي نہ ڄھڙو ٿي ڀانياءَ تنِ کي ھِيُ مِثالُ چياءَ (١٠) تہ ڪي ٻہ ماڻھُون ھَيڪل ۾ دُعا گھُرڻ وِيا ھِڪڙو فرِيسي ٻِئو موقاطيدارُ (١١) ۽ فرِيسِيءَ ھيڪلو بِيھي ھِيُ دُعا ٿي گھُري تہ اي خُداءُ آءٌ تُھنجو ٿورو ٿو مڃان جو آءٌ ٻِئنِ وانگياَ ڦورُو ۽ بي اِنصافي ۽ حرامي ۽ ھِن موقاطيدار وانگياَ ٻِہ نہ آھيان (١٢) تہ آءٌ ستنِ ڏينھنِ ۾ ٻہِ لِڱاَ روزا ٿو رکان ۽ سڀڪنہِ مال منجھون ڏھون ڀاڱو ٿو ڏِيان (١٣) پر اُنھي موقاطيدار پريون بِيھي اِيترو بِہ نہ چاھيو تہ آسمان ڏي اکيُون کڻي نھاريان اُنلو پھنجي ڇاتي پِٽي چياءَ تہ اي خُداءُ مُون گُناھِيءَ تي ٻاجھہ ڪرِ (١٤) آءٌ اَوھاَ کي ٿو چوان تہ ھِيُ ماڻھُون ھُن ٻِئي کان سچو ٿي پھنجي گھرِ وِيو

چا کان تہ جيڪو ٻاڙ کي وڌو تہ جاڻي سو ننڍو ڪبو ۽ جيڪو ٻاڙ کي ننڍو تہ جاڻي سو وڌو ڪبو ÷

(۱۵) پوءِ اُهي ٻارڙا وٽس وٺي آيا تہ هنن تي هٿ ڦيري پر شاگردن اِئي ڏِسي تن کي چڙٻيو (۱٦) پر يسُوع اُنهن کي پاڻ وٽ ڪوٺي شاگردن کي چيو تہ ٻارڙن کي مُون وٽ اچڻ ڏِئو ۽ نہ جهليون ڇوجو خُداءَ جي بادشاهي اِهڙن جي ئي آهي (۱۷) آءُ اَوهان کي سچ ٿو چوان تہ جيڪو خُداءَ جي بادشاهي کي ٻار وانگُر نہ مڃيندو سو اُنهي ۾ ڪڏهين نہ گهڙندو ÷

(۱۸) ۽ هِڪڙي حاڪم پُڇيس اي سچا اُستاد آءُ ڇا ڪريان جنهِ ڪري هميشہ جِئڻ جو ڏاڻي ٿيان (۱۹) تہ يسُوع چيس تُون مُون کي سچو ڇو ٿو چوين هِڪڙي اُنهي خُداءَ ڌاران ڪو سچو نہ آهي (۲۰) ۽ تُون ڪِ حُڪمن کي جاڻين ٿو تہ حرامُ نہ ڪرِ ۽ خُونُ نہ ڪرِ ۽ چوري نہ ڪرِ ۽ ڪُساک نہ ڀرِ ۽ پنهنجي پِيُ ماءُ جو آبُ رکُ (۲۱) تڏهن اُنهي چيو تہ آءُ ننڍپڻ کان وٺي اِهي سڀ مڃيندو رهيو آهيان (۲۲) يسُوع اِئي ٻُڌِي تنهِ کي چيو تہ اڃا تو ۾ هِڪڙي ڳالهہ اُوڻي آهي تہ جيڪي تُهنجو آهي سو سڀ وِڪِڻي نماڻن کي وِراهي ڏي تہ توکي آسمان ۾ خزانا مِلندا ۽ اچي مُهنجي پُٺيون لڳُ (۲۳) پر هُو اِها ٻُڌِي گهڻو دِلگيرُ ٿِئو ڇوجو ڏاڍو شاهُوڪارُ هو (۲۴) تہ يسُوع اُنهي کي گهڻو دِلگيرُ ڏِسي چيو ڇي جن کي مالُ آهي تن جو خُداءَ جي بادشاهي ۾

ڳهڙڻ ڪِهڙو اُوکو آهي (٢٥) ڇوجو خُداء جي بادشاهِيءَ ۾ شاهُوڪار جي ڳهڙڻ کان اُٺ جو سُئِيءَ جي ناڪي کان لنگهڻ سُوکو آهي (٢٦) ۽ جن اِئي ٻُڌو تن چيو تہ پوءِ تڏهِ ڪير ڇُٽي ٿو سگهي (٢٧) تہ پاڻ چياءِ جيڪي ماڻهن کان نہ ٿو ٿي سگهي سو خُداء کان ٿي ٿو سگهي (٢٨) تڏهِ پطرس چيو ڏِسُ اسان سڀڪي ڇڏي تُنهجي پُٺِ اچِي ورتي آهي (٢٩) تہ تن کي چياءِ آءٌ اوهان کي سچُ ٿو چوان تہ جن جن گهر جا ماءُ پِيُ جا ڀائُر جا جوءِ جا پُٽ خُداء جي بادشاهِيءَ لاءِ ڇڏيا آهن (٣٠) تن ماٺ اِهڙو ڪوئي ڪونهي جنهِ کي هِن ئي جهان ۾ گهڻا ڀيرا بدرُ ۽ اڳِئي جهان ۾ هميشه جِئڻُ نہ مِلندو ‌‌:

(٣١) ۽ اُنهي ٻارهِن ئي کي پاڻ وٽ گڏُ ڪري چيو تہ ڏِسو اسِي يرُوشلِيم ڏي ٿا هلُون ۽ جيڪي ڳالهِيُون نبِيُن هِن آدم جي پُٽ جي باب لِکيُون آهن سي پُوريُون ٿِينديُون (٣٢) ڇوجو اُهو پرائِن قَوِمن جي هٿ ڏِبو ۽ اُهي تنهِ تي ٺِٺوليون ڪندا ۽ ڪِيس بي مانو ڪندا ۽ سندس مُنهِ ۾ ٿُڪُون وِجهندا (٣٣) ۽ اُن کي چهِڪيُون هڻي ماري وِجهندا ۽ ٽِئي ڏِينهِ اُهو وري جي اُٿندو (٣٤) پر تن اِنهن ڳالهِيُن مون ڪي نہ سمُجهيو ۽ اِهو ڪلامُ تن کان ڳُجهو رهيو تہ جيڪي ڳالهِيُون ساڻُن ڪياءِ تن جي معنيٰ سمُجهه ۾ نہ آين ‌‌:

(٣٥) پوءِ هيُ ٿِئُو جڏهِ اُهو يرِيحا جي وِجهو آيو تہ هِڪڙي انڌي دڳ تي وِيٺي ٻِنيو (٣٦) تنهِ لنگهڻوارن جو گوڙُ ٻُڌِي پُڇيو تہ هِيُ ڇا آهي (٣٧) تہ

أنهن چيُس هيءُ يسُوع ناصري لنگهي ٿو وڃي (٣٨) تڏهن أنهي واڪو ڪري چيو ته اي يسُوع دائُود جا پُٽ مُون تي ٻاجهه ڪر (٣٩) ۽ جيڪي اڳي ٿي ويا تن أنهي کي جهڙڪيو ته ماٺِ ڪر پر أنهي اڃا به ڏاڍيو واڪو ڪري چيو ته اي دائُود جا پُٽ مُون تي ٻاجهه ڪر (٤٠) تڏهن يسُوع أتي بيهي حُڪمُ ڏنو ته هنکي مُون وٽ وٺي اچو ۽ جڏهن ويجهو آيو ته أن کان پُڇيائين (٤١) تُون ڇا ٿو چاهين جو آءٌ تو لاءِ ڪريان أنهي چيو اي خُداوند مُون کي وري سوجهرو ٿئي (٤٢) يسُوع چيُس سوجهرو ٿئيئي تُنهنجي وِساه تو کي چڱو ڪيو (٤٣) ته أنهيءَ گهڙي أهو ڏسڻ لڳو ۽ خُداءِ جي وڏائي ڪندو سندس پُٺيان آيو ۽ سڀني ماڻهن اِها ڏسي خُداءِ جي تعريف ڪئي ॰

## بابُ ١٩

۽ أهو يريحا ۾ گهڙي لنگهيو ٿي ويو (٢) ته ڏسو زڪّي نالي هڪڙو ماڻهُون جو موقاطيدارن جو وڏو ۽ شاهُوڪارُ هو (٣) أنهي ڀانيو ته يسُوع کي ڏسان جو ڪيرُ آهي پر گوڙ کان نه ڏسي سگهيو ڇوجو مندرو هو (٤) تڏهن اڳي ڊوڪي هڪڙي انجير جي وڻ تي تنهن جي ڏسڻ لاءِ چڙهي ويو ڇوجو أنهي واٽ کان لنگهڻو هو (٥) پوءِ جڏهن يسُوع أنهي هنڌ آيو ته مٿي نهاري تنهن کي ڏٺائين ۽ چيائيس اي زڪي سگهو لهي آءٌ ڇوجو اڄ مُون کي ضرُورُ تُنهنجي گهر رهڻو

آهي (٦) تڏهِ اُهو سِگهوئي هيٺ لهي خُوشيءَ سان اُنهي کي پهنجي گهرِ وٺي ويو (٧) تہ مڙيئي اِئي ڏسي ڪُرڪُرِ ڪري چوڻ لڳا تہ هُو هِڪڙي گُناهي ماڻهُوءَ وٽِ وڃي لٿو آهي (٨) تہ زڪيءَ اُٿي بيهي خُداوند کي چيو اي خُداوند ڏِسُ آءٌ پهنجو اڌُ مالُ نماڻن کي ٿو ڏِيان ۽ جيڪڏهِن ڪنهِ کان ڪي ڄِڀ وِجهي ورتو اٿمِ تنهِ جو چئوڻو ٿو ڏيان (٩) تڏهِ يسُوع تنهِ کي چيو تہ اڄُ هن گهر ۾ ڇوٽِڪارو آيو سو اِنهي لاءِ تہ هِيُ بِہ ابِرهامَ جو پُٽُ آهي (١٠) ڇوجو هِيُ آدمَ جو پُٽُ وِڃايَلن کي ڳولڻ ۽ بچائڻ آيو آهي ؞

(١١) جڏهِ اُنهن اِهي ڳالهيُون ٻُڌيُون تہ مونِي اُنهي هِيُ مِثالُ چيو ڇوجو يرُوشلِيمَ جي وِجهو آيو هو ۽ اُنهن ڀانيو ٿي تہ خُداءَ جي بادشاهي هِڻر پڌرِي ٿِئڻ تي آهي (١٢) پوءِ چياءِ هِڪڙو وڏگهراڻو ماڻهُون پرڏيہ ۾ ٿي وِيو تہ پهنجي لاءِ بادشاهي وٺي موٽي اچان (١٣) ۽ اُنهي پهنجي ٻانهن مون ڏهن ڄڻن کي گهُرائي تِن کي ڏہ مُهرُون ڏنيُون ۽ چيائين تہ مُهنجي ورِي اچڻ توڻي واپارُ ڪِجو (١٤) پر سندسِ شهر جا ماڻهُون ساڻسِ وير رکندا هُوا تِنِ اُن جي پُٺيان ڇوائي موڪِليو تہ اسين نہ ٿا چاهيُون جو هِيُ اسان تي بادشاهي ڪري (١٥) ۽ هيُ ٿيو تہ جڏهِ اُهو بادشاهي وٺي ورِي آيو تہ جن ٻانهن کي ناڻو ڏِنو هُواءِ تِن کي ڪوٺاياءِ جو سُڌِ پَوي تہ سيڪنهِ ڪِهڙو ڪتيو ڪيو آهي (١٦) تڏهِ پهرِيي اچي چيو تہ اي ڌڻي تُهنجيءَ مُهر ٻِئُون ڏہ مُهرُون ڪمايُون

آهِنِ (١٧) تہ اُنهي چيُسِ جسُ اتِيئي اِي چگا ٻانهاَ اِنهي لاءِ جو تُون ٿورڙِي ڳِالهِه ۾ ڀروسي جوڳو ٺهيو آهين تنهِنڪري تون ڏهن شهرن جو ڏيرو ٿيءُ (١٨) ۽ ٻِئي اچي چيو اي ڌڻي تُهنجِي مُهر ٻِئون پنج مُهرون ڪمايُون آهِنِ (١٩) تہ اُنهي کِي ٻِ چياءُ تُون ٻِ پنجن ڳوٺن جو وڏيرو ٿيءُ (٢٠) ۽ ٽِئي اچي چيو اي ڌڻي اِجها تُهنجِي مُهر مُون ڪپڙي ۾ ٻڌي رکِي آهي (٢١) ڇا ڪان تہ آءٌ توکان ڊِنُسِ ٿي جو تُون ڪرڙو ماڻهُون آهي تہ جيڪي نہ رکيو اٿيئي سو وٺي ٿو ۽ جيڪي نہ پوکيو اٿيئي سو لُٽي ٿو (٢٢) تڏهِ اُنهي تنهِ کِي چيو اي ٻُڇڙا ٻانهاَ تُهنجِي ئِي واتون آءٌ تُهنجو اِنصافُ ڪندُسِ تہ جڏهِ تو ڄاتو ٿي تہ آءٌ ڪرڙو ماڻهُون آهيان ۽ جيڪي نہ رکيو اٿمِ سو وٺان ٿو ۽ جيڪي نہ پوکيو اٿمِ سو لُٽان ٿو (٢٣) تڏهِ مُهنجو ناڻو صراف جي ڪوٺِي تي ڇو نہ ٿي رکيُئي تہ جيڪر مُون اچي پهنجو وِياج سُوڌو ورتو (٢٤) ۽ جيڪي اُتي بيٺا هُوا تن کِي چياءُ تہ هِن کان مُهر وٺي اُنهي ڏهن مُهرنِ واري کِي ڏِئو (٢٥) تڏهِ اُنهن چيُسِ اي ڌڻي اُنهي وٽِ ڏهہ مهرون اڳيئي آهِنِ (٢٦) اِنهي لاءِ آءٌ اَوهاَ کِي ٿو چوان تہ جنهِ وٽِ آهي اُنهي کِي ڏِبو ۽ جنهِ وٽِ ڪِي نہ آهي تنهِ کان جيڪي آهيس سو ٻِ کسِي وِٺبو (٢٧) پر اُهي مُهنجا وِيري جِنِ اِئِي نہ ٿي چاهيو تہ هِيُ ڪو اساَ تي بادشاهِي ڪري اُنهنِ کِي هِتِ مُهنجِي سامهُون آڻي ڪُهو (٢٨) ۽ جڏهِ اِئِي ٻُڌائي رهيو تہ ماڻهُنِ کان اڳي وڌِي يرُوشلِيم ڏي ٿي چڙهيو ؞

(٢٩) پوءِ هيءَ ٿيو جڏهن بيتفاگا ۽ بيتعنيا جي ويجهو اُنهي ڏونگر وٽ جو زيتُونَ ٿو چئجي اُتي پهُتو تہ پنهنجي شاگردن مون ٻن کي هيءَ چئي اوڏانهي موڪلياءِ (٣٠) تہ سامُهين ڳوٺ ۾ وڃو اُنهي ۾ پهنديئي اوهين هڪڙو گوڏڙو ٻڌل ڏسندؤ جنهن تي ڪڏهن ڪوئي ڪو نہ چڙهيو آهي اُنهي کي ڇوڙي وٺي اچو (٣١) ۽ جيڪڏهن ڪو اوهان کان پُڇي تہ هيءُ ڇو ٿا ڇوڙيو تہ اُن کي هيءُ چئجو تہ خُداوند کي هن جو ڪمُ آهي (٣٢) ۽ جيءَ اُن جيئو تيءَ اُنهن موڪليلن وڃي ڏٺو (٣٣) ۽ جڏهن اُنهن گوڏڙي کي ٿي ڇوڙيو تہ تنهن جي ڌڻين تن کي چيو اوهين هن گوڏڙي کي ڇو ٿا ڇوڙيو (٣٤) تہ اُنهن چيو خُداوند کي هن جو ڪمُ آهي (٣٥) ۽ اُهي تنهن کي يسُوع وٽ وٺي آيا ۽ پنهنجا ڪپڙا اُنهي گوڏڙي تي وڇائي يسُوع کي مٿس چاڙهي وهاريائون (٣٦) ۽ جڏهن هليو ٿي ويو تہ ماڻهن پنهنجا ڪپڙا واٽ تي وڇانيا (٣٧) ۽ جڏهن اُهو زيتُون جي لاهيءَ وٽ ڳوٺ جي ويجهو پهُتو تہ سندس شاگردن جي سڄيءَ جمعت جيڪي ڪرامتُون ڏٺيُون هُيون تن ڪري خُوش ٿي وڏي واڪي سا هيءُ چئي خُداءِ جي تعريف ڪئي (٣٨) ته سڀاڳو آهي اُهو بادشاهُ جو ڌڻيءَ جي نانءَ تي ٿو اچي تنهن ڪري آسمان ۾ ميلاپُ ۽ مٿين هنڌن ۾ جُلوو هُوندو (٣٩) ۽ اُنهي گوڙ ما ڪن فريسن ڪيس چيو تہ اي اُستاد پنهنجي شاگردن کي جهل (٤٠) تہ وراڻي

ڏيئي ڇياپِين آءٌ اوَهاً کي سچ ٿو چوان تہ جيڪڏهِ هي ماٺِ ڪندا تہ پهڻ واڪا ڪندا ؛

(٤١) ۽ جڏهِ وِيجهو اچي شهر کي ڏِٺاءٌ تہ هيُ ڇنڻي مٿس رُناءٌ (٤٢) تہ ٿون بہ اِنهي پهنجي ڏِينهِ نيٺ پهنجي سلامتي جيُون ڳالهيُون شال ڄاڻي ها تہ ڇگو پر هاڻي اُهي ٿهنجي اکيُنِ کان ڳجهيُون ٿِيُون (٤٣) ڇوجو توتي اُهي ڏِينه ايندا جو ٿهنجا ويري ٿهنجي چوڌارِي مورِچو ٻڌندا ۽ توکي اوسي پاسي گهيري سوڙهو ڪندا (٤٤) ۽ اُهي توکي ۽ تو منجهِ جيڪي ٿهنجا ٻار آهِنِ تن کي ڌُوڙِڌاڻي ڪندا ۽ اُهي تو ۾ پهڻ تي پهڻُ ڪي نہ ڇڏِيندا ڇا کان تہ جنهِ ڏينهِ توتي نظر ٿي هُئي تنهِ ڏِينه کي تو نہ سُڃاتو ؛

(٤٥) پوءِ هَيڪل ۾ وڃي جنِ اُتي وِڪِڻيو ۽ ڳِڌو تي تِنِ کي هيُ ڇنڻي لوڌڻ لڳو (٤٦) چي لِکيو آهي تہ مُهنجو گهرُ بندگي جو گهرُ آهي پر اوَهاً تنهِ کي چورنِ جي چُرڪيو آهي ؛

(٤٧) ۽ ڏِهاڙي هَيڪل ۾ تعليم ڪندو هو پوءِ سردار ڪاهِننِ ۽ شرع ٻُڌائِڻ وارنِ ۽ راڄ جي وڏيرنِ سندسِ مارڻُ پٺي ڳوليو (٤٨) پر اِنهي جو حِيلو ڪو نہ ٿي لڌاءٌ ڇوجو سيڀئي ماڻهُون اُن جي ٻُڌڻ ۾ لڳا پيا هُوا ؛

## بابُ ٢٠

۽ تنِ ڏِينهنِ ۾ هِڪڙي ڏِينهِ جڏهِ هَيڪل ۾ ماڻهُنِ کي تعلِيم ۽ چڱي خبر

ٿي ٻُڌاياءِ تڏهن هيءُ ٿيو جو سردار ڪاهن ۽ شرع ٻُڌائڻوارا راڄ جي وڏيرن ساڻ گڏجي مٿس چڙهي آيا (٢) ۽ کيس چوڻ لڳا ته اسان کي چوءُ ته تون ڪهڙي ٻُجهنديءَ سان اِئي ٿو ڪري جان اُهو ڪيرُ آهي جنهِ توکي اِها ٻُجهندي ڏني (٣) اُنهي ورنديءَ ۾ تنِ کي چيو ته آءٌ بِ اوهان کان هِڪڙي ڳالهِ ٿو پُڇان سا مُون کي چئو (٤) يُوحنا جي بپتسما آسمان کان هُئي ڪِ ماڻهُنِ کان (٥) تڏهِ اُنهنِ پاڻ ۾ ڳِٺتي ڪئي ته جي چئُون ته آسمان کان ته هيءُ چوندو پوءِ اوهان اُن کي چو نه ٿي مڃيو (٦) ۽ جي چئُون ته ماڻهُنِ کان ته سڀ ماڻهُون اسان کي سنگسارُ ڪندا ڇوجو اُنهنِ کي پڪ آهي ته يُوحنُ نبي هو (٧) تڏهِ اُنهنِ ورنديءَ ۾ چيو ته اسين نه ٿا ڄاڻُون جو ڪِٿان هُئي (٨) ته يسُوع اُنهنِ کي چيو آءٌ بِ اوهان کي نه ٿو چوان ته ڪهڙي ٻُجهنديءَ سان هيءُ ڪمُ ٿو ڪريان ÷

(٩) پوءِ پاڻ ماڻهُنِ کي هيءُ مِثالُ چوڻ لڳو ته ڪنهِ ماڻهُوءَ هِڪڙو ڊاک جو باغ پوکيو هو ۽ اُهو باغاينِ کي ونڊيءَ تي ڏيئي پاڻ ڪجهُ ڏينهنِ توڻي پرڏيهه ۾ وڃي رهيو (١٠) ۽ مُند تي هِڪڙو ٻانهون تنِ باغاينِ وٽ موڪلياءِ ته ڊاک جي باغ جو ٿرُ وٺي اچي پر باغاينِ اُن کي مار ڏيئي ٺلهي هٿي موٽائي ڪڍيو (١١) وري اُنهي ٻِئو ٻيلي موڪِليو ته اُنهنِ تنهِ کي بِ مار ڏيئي بي مانو ڪري ٺلهي هٿي موٽائي ڪڍيو (١٢) موٽي اُنهي ٽِئي کي موڪِليو ته اُنهنِ تنهِ کي بِ ڌڪ هڻي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو (١٣) تڏهِ اُنهي باغ جي ڌڻي

چيو تہ آءٌ چا ڪريان هاڻي پهنجي پياري پُٽ کي موڪِليان تہ متان اُن کي ڏسي مانُ ڏين (١٤) پوءِ جڏهِن باغائِن اُن کي ڏٺو تہ پاڻ ۾ هيءُ رِٿ لڳا تہ هيءُ وارِثُ آهي اچو تہ هِن کي ماريو وِجهُون پوءِ هِيءُ ورثو اسان جو ٿيندو (١٥) تڏهِ اُنهي کي باغ کان ٻاهرِ ڪڍِي ماري وِڌاءِ هاڻي باغ جو ڌڻي اُنهِن کي چا ڪندو (١٦) تہ اُهو اچِي اُنهِن باغائِن کي چٽ ڪندو ۽ باغُ ٻِئَن کي ڏِيندو تہ اُنهِن ٻُڌِي چيو شال اِئِي نہ ٿِئي (١٧) تڏهِ پاڻ اُنهِن ڏي نِهاري چياءِ تہ پوءِ هِيءُ جو لِکيَلُ آهي سو چا آهي تہ جنهِ پهڻ کي رازِن ٻي ڪمو ڏِٺو اُهوئي ڪُنڊ جو سِرو ٿيو (١٨) ۽ جيڪوڪو اُنهي پهڻ تي ڪِرندو سو ڀُڃي پوندو ۽ جنهِ تي اُهو ڪِرندو تنهِ کي پِيهي ڇڏِيندو (١٩) تڏهِ سردار ڪاهِنن ۽ شرع ٻُڌائِڻ وارِن اُنهيئي گهڙِيءَ چاهيو تہ هِن کي هٿ وِجهُون چوجو ڄاتائِ تي تہ هِن هِيءُ مِثالُ اسان جي بابتِ ڏِنو آهي پر ماڻهن کان ڊِنا ؞

(٢٠) ۽ اُنهِن وَجهُ ڏِسي سندسِ لاءِ ڪيترائي جاري ڳولي موڪِليا تہ پاڻ کي سچو ڄڻائي اُنجي ڪا اِهڙي ڳالهِ جهلي وٺو جو تنهِ کي حاڪِمَ جي زور ۽ ٻُڇندِيءَ ۾ سونپيُون (٢١) تڏهِ اُنهِن ڪائُسِ هِيءُ اچِي پُڇيو تہ اي اُستاد اسين ڄاڻُون ٿا تہ تُون نيڪ ٿو چوين ۽ نيڪ ٿو سيکارين ۽ ڪنهِ جي مُهانڊي ڏي نہ ٿو ڏِسي اُلٽو خُداءِ جي وات سچائيءَ سان ٿو ڏيکارين (٢٢) ڄڃُو تہ اسان کي قَيصر جي ڍل ڏيڻُ جُڳائي ڪِ نہ (٢٣) پر پاڻ اُنهِن جي ڇهل کي ڄاڻي

تِنِ کي چيائ تہ آوهي ڇو ٿا مُون کي پرکيو (٢٤) هِڪِڙو دِينارُ مُون کي آڻي ڏيکاريو تہ هِن تي ڪنهِ جي مُورتِ ۽ ڇِڪو آهي تہ اُنهن وراڻي ڏِنئي چيو قَيصر جو (٢٥) تڏهِ اُنهنِ کي چيائ تہ پوءِ جيڪي قَيصر جو آهي سو قَيصر کي ڏِئو ۽ جيڪي خُداء جو آهي سو خُداء کي ڏِئو (٢٦) تہ اُهي ماڻهُنِ جي اڳيون سندسِ ڪائي ڳالهِ جهلي نہ سگهيا ۽ سندسِ ورندڻ کان وِسا ٿي ماٺِ ڪري رهيا ※

(٢٧) تڏهِ صدُوقِي جِنِ ناڪار ڪري چيو ٿي تہ جي اُٿڻُ نہ آهي تنِ مان ڪِنِ وِٽس اچي پُڇيُس (٢٨) تہ اي اُستاد مُوسيٰ اسان لاءِ لِکيو آهي تہ جيڪڏهِ ڪنهِ جو ڀاءُ جوءِ ڇڏي ري اَوُلادو ٿي مري وڃي تہ اُن جو ڀاءُ اُنجي جوءِ سان وِهانءُ ڪري پهنجي ڀاءُ لاءِ اَوُلادُ هلائي (٢٩) هاڻي ڪي ست ڀاءُر هُوا تِنِ مان پهريون جوءِ پرڻي بي اَوُلادو مري ويو (٣٠) پوءِ اُنهي ٻِئي زال کي پرڻيو سو بہ ري اَوُلادو مري وِيو (٣١) وري ٽِئي اُن کي پرڻيو اِنهي طرح ستني ڪيو پر سڀيئي بي اَوُلادا مري وِيا (٣٢) ۽ سڀني کان پوءِ اُها زال بہ مري ويئي (٣٣) پوءِ جي اُٿڻ ۾ تنِ منجهان اُها زال ڪنهِ جي جوءِ ٿِيندي ڇوجو اُها ستنِئي جي جوءِ ٿي هُئي (٣٤) يسُوع ورندڻ ۾ تنِ کي چيو تہ هِن جَهان جا ماڻهُون پرڻجن ۽ پرڻائجنِ ٿا (٣٥) پر جيڪي ماڻهُون هُن ٻِئي جَهان ۽ جي اُٿڻ جي ڀاڱي وِٽڻ لائق ٺهرندا سي نہ ڪي پرڻجنِ ٿا ۽ نہ ڪي

پرڻائجن ٿا (٣٦) ۽ اُهي وري مرڻ جا نہ آهن ڇا ڪان تہ اُهي فرشتن جهڙا آهن ۽ جي اُٿڻ جي پٽ ٿيڻ ڪري خُداء جا ٻہ پٽ آهن (٣٧) پر مُئن جي جي اُٿڻ جو مُوسیٰ ٻہ اُنهي ٻوٽي وٽ تڏهن ڏسئو آهي جڏهن خُداوند کي ابرهام جو خُداء ۽ اِسحاقؔ جو خُداء ۽ يعقُوب جو خُداء چياءِ (٣٨) تہ خُداء مُئن جو خُداء نہ آهي پر جِئرن جو آهي ڇوجو اُن جي اڳيا سڀ جئرا آهن (٣٩) تڏهن شرع ٻُڌائڻوارن ماً ڪن ورنديءَ ۾ چيو اي اُستاد تو چڱو چيو آهي (٤٠) تنهن ڪان پوء ڪنهن جو وس نہ هليو جو اُن ڪان ڪي پُڇي ؛

(٤١) ۽ اُنهي تن کي چيو تڏهن ڪيئن ٿا چون تہ مسيحُ داؤُد جو پُٽُ آهي (٤٢) ۽ داؤُد پاڻ زبُور جي ڪتاب ۾ چيو آهي تہ ڏڻيءَ مُهنجي خُداوند کي چيو تہ تُون مُهنجي سڄي هٿ ڏي ويهُ (٤٣) جيسي آءٌ تُهنجي ويرين کي تُهنجي پيرن جي صندلي ڪريان (٤٤) پوء داؤُد تہ اُن کي خُداوند ڪري ٿو چوي وري اُهو سندس پُٽُ ڪيئن ٿيو ؛

(٤٥) ۽ سڀني ماڻهن جي ٻُڌندي اُنهي پهنجي شاگردن کي چيو (٤٦) تہ شرع ٻُڌائڻوارن کان سنڀالجو جي وڏا جاما پائي گهمڻُ ٿا چاهين ۽ بازارين ۾ سلام ۽ عبادتخانن ۾ مٿي ڪُرسيُون ۽ مهماڻين ۾ مٿاهيُن جايُن کي ٿا چاهين (٤٧) ۽ اُهي رنڙن جي گهرن کي ڳهي ٿا وڃن ۽ منهُ ڪري ڊگهيُون ڊگهيُون نمازُون ٿا ڪن سو اِنهن کي ٿي گهڻي ڄٽ ٿيندي ؛

## بابُ ٢١

تہ اُنھي اکيُون مٿي ڪٽي شاھُوڪارن کي ھَيڪل جي خزاني ۾ نذرُ وِجھندو ڏِٺو (٢) ۽ اُتي ھِڪِڙِي ڪنگال رن کي ٻہ دمڙيُون تنھِ ۾ وِجھندو ڏِٺائين (٣) تڏھِ چيائين تہ آءٌ اَوھاً کي سچ ٿو چوان تہ ھِن ڪنگال رن سڀني کان گھڻو وِڌو (٤) ڇا ڪان تہ ھِنن سڀني پنھنجي مال جي وڌيڪائي کان خُداءِ جي خزاني ۾ وِڌو پر ھِن پنھنجي ڪنگالائي سارُو پنھنجي سڄي پُونجي وِڌي :

(٥) ۽ جڏھِ ڪِن ماڻھُن ھَيڪل جي بابِ تي چيو تہ چڱن پھڻن ۽ نذرن جي شَيُن سآ سِينگاريَلُ آھي (٦) تڏھِ پاڻ چيائين اُھي ڏِينھ ٻِ ايندا جو جيڪي شيُون اَوھِي ٿا ڏِسو تِن مآ اُھو پھڻُ پھڻ تي نہ ڇڏِبو جو نہ ڪيرائِبو (٧) تڏھِ اُنھن کائُس پُڇيو تہ اي اُستاد اِھي ڳالھيُون ڪڏھِ ٿينديُون ۽ اِنھن جي ٿِيڻ جو ڪِھڙو نِيشانُ ٿِيندو (٨) تہ اُنھي چيو سنڀالِجو ڏِسو متآ اَوھِي ڀُلجي نہ پئو ڇوجو گھڻا مُھنجي نآوَ ڪري اچِي چَوندا تہ اُھو آءٌ آھيان ۽ ڏِينھُ ٻِ وِجھو آيو آھي پر اَوھِي تِن جي پُٺيآ نہ وڃِجو (٩) ۽ جڏھِ اَوھِي جنگيُن ۽ جھيڙن ٿِيڻ جيُون ڳالھيُون ٻُڌو تہ متآ ٻِجو ڇوجو پھريائين اُھي ضرُورُ ٿِئڻيُون آھِن پر ھِئُر اجآ آخِر نہ آھي (١٠) موڙي اُنھي تِن کي چيو تہ قَوُم قَوُم تي ۽ راڄُ راڄ تي چڙھِي ڪندو (١١) ۽ ھنڌِ ھنڌِ ڏايا ڌرتِي جا ڏُڪڻَ

ٿيندا ۽ مري ۽ ڏُڪر پَوندا ۽ ڀَوَاريُون شَيُون ۽ وڏا وڏا نِيشان آسمان کان پڌرا ٿِيندا (١٢) پر اِنهن مِڙني ڳالهِين کان اڳُم مُهنجي نالي ڪري اَوهاَ کي هٿ وِجهي ڏُڪوئِيندا ۽ عِبادتخانن ۽ بنديخانن ۾ اَوهاَ کي سوُنپِيندا ۽ بادشاهن ۽ حاڪمن وٽ اَوهاَ کي ڇِڪيندا (١٣) ۽ اِها ڳالهِ اوهاَ جي ساک لاءِ هلندي (١٤) پوءِ اَوهِين پهنجي هِئي ۾ اِئي پڪ ڪري ڇڏيو ته اڳا کي پيراَهِين اِهو فِڪرُ ڪرڻُ نه کپي جو اسِين ڪهڙي ورندي ڏِينداسِين (١٥) ڇوجو آءٌ اَوهاَ کي اِهڙو ڳالهائڻُ ۽ سياڻپ ڏِيندُس جو لَوهاَ جا سڀ ويري اُنتو ڇئي ۽ سامهُون ٿي نه سگهندا (١٦) ته ماءِ پِيُ ۽ ڀائر ۽ مائٽ ۽ دوست اَوهاَ کي جهلائِيندا ۽ اَوهاَ مون ڪيترن کي مارِيندا (١٧) ۽ مُهنجي ناَوَ ڪري سڀئي ماڻهُون اَوهاَ سا وير رکندا (١٨) پر اَوهاَ جي مٿي جو هِڪڙو وارُ بِه ڪين نه ڪُسندو (١٩) اَوهِين صبرُ ڪري پهنجي جِئَ کي بچائِيندا رهو ÷

(٢٠) ۽ جڏهِن اَوهِين يرُوشلِيم کي ڪٽڪن سا وِيڙهيَلُ ڏِسو ته ڄاڻجو جو هِنجو سُڃُ ٿِئڻُ وِجهو آيو آهي (٢١) تڏهِ جيڪي يهُوديه ۾ هُجن سي نڪر تي ڀڄي وڃن ۽ جيڪي شهر منجهِ هُجن سي ٻاهر نڪري وڃن ۽ جيڪي ٻهراڙِئَ ۾ هُجن سي منجهس نه اچن (٢٢) ڇوجو اُهي ڏِينه بدر ڀانڙڻ جا آهن ته سڀ جيڪي لکيَلُ آهي سو پُورو ٿِئي (٢٣) پر اُنهن ڏِينهن ۾ پيٽ وارِيُن ۽ ٿڃ وارِيُن لاءِ هاءِ هاءِ ٿي کجي ڇوجو هِن ڏيهه تي ڏاڍي سوڙهِ پئِي

تِينديِ ۽ هِن قَومَ تي غَضبُ ٿِيندو (٢٤) ۽ اُهي ترار ساً ڪِيرائي ڇڏِبا ۽ سڀني مُلڪنِ ۾ ماڻهُون تنِ کي ٻڌي وٺي وِيندا ۽ جيسي تاءِ ڌاريِن قَومَنِ جا ڏِينهه پُورا نه ٿِيندا تيسي يرُوشليمَ ڌاريِن قَومَنِ کان لتاڙِجي ويندو (٢٥) ٻِئو سِجَ ۽ چنڊ ۽ تارنِ ۾ نِيشان ٿِيندا ۽ زمِين تي قَومَنِ جو ڏُک مانداڻي ساڻُ ٿِيندو ته سمُنڊ ۽ لهرُنِ جو گوڙُ ٿِيندو (٢٦) ۽ ماڻهنِ جو جِيُ جيڪي ڳالهيُون زمِين تي ٿِئڻيُون آهِنِ تنِ جي ڀَوَ ۽ واٽ ڏِسڻ ڪري نِڪرِي وِيندو ڇوجو آسمان جيُون ڀڄيُون لُڏِي وِينديُون (٢٧) ۽ تڏهِ هِن آدمَ جي پُٽ کي ڪڪرنِ ۾ وڏِئَ وڏائِي ساً اِيندو ڏِسندا (٢٨) ۽ جڏهِ اِهي ڳالهيُون ٿِئڻ لڳنِ ته سوا ٿِي ڪنڌُ مٿي ڪڍِجو ڇوجو اوهاً جو ڇوٽڪو اوڏو آيو آهي ؛

(٢٩) ۽ اُنهي تنِ کي هِڪِڙو مِثالُ ٻُڌايو ته اَوهِي انجِير کان وٺي سڀني وڻنِ کي ڏِسو (٣٠) ته جڏهِ اُهي مورڙا ٿا ڪڍنِ تڏهِ اوهي پاڻِيهِي ٻسي ٿا ڄاڻو ته هاڻي اُونهارو ويجهو آيو آهي (٣١) تِئَ اَوهِي بِه جڏهِ اِهي ڳالهيُون ٿِينديُون ڏِسو ته ڄاڻِجو جو خُداء جي بادشاهي اوڏِي آئي آهي (٣٢) آءٌ اَوهاً کي سچُ ٿو چوان ته جيسي اِهي مِڙِيئي ڳالهيُون پُوريُون نه ٿِينديُون تيسي هِن زماني جا ماڻهُون ڪڏهِ ڪي نه نبِرندا (٣٣) ته آسمانُ ۽ زمِين ٽري وِيندا پر مُهنجائِي ڪلامَ ڪڏهِ ڪي نه ٽرندا ؛

(٣٤) ۽ اَوهِي پهنجي خبرداري ڪريو جو متاً اَوهاً جي دِلِ گهڻي کائڻ ۽

نشي ۽ جَهان جي فڪرِ کان ڳري ٿِئي ۽ اُهو ڏِينهُ اوچتو اَوهان تي اچي ڪِرڪي (٣٥) ڇوجو اُهو چار وانگيا زمِين جي سِڀني رهندڙنِ تي اچي پوندو (٣٦) پوءِ اَوهين همِيشه دُعا گهُرندا ۽ جاڳندا رهو تہ اَوهين جي مڙِيئي ڳالهيُون ٿِئڻيُون آهِنِ تنِ کان بچڻ جوڳا ۽ هِن آدم جي پُٽ سامُهون بِيهڻ جوڳا ٿيو ⁘

(٣٧) ۽ اُهو ڏِينه جو هَيڪل ۾ تعلِيم ڏِيندو هو ۽ راتِ جو ٻاهرِ نِڪرِي زَيتُون نالي جبل تي وڃِي رهندو هو (٣٨) ۽ صُبحُ جو مڙِيئي ماڻهُون سندس ڳالهيُنِ ٻُڌڻ لاءِ هَيڪل ۾ اِيندا هُوا ⁘

## باب ٢٢

۽ بِنا خمِيرِ ماني جي عِيد جنهِ کي فسحُ ٿا چَوَنِ سا وِيجهي آئي (٢) تہ سردار ڪاهِن ۽ شرع ٻُڌائِڻ وارا اِنهي رِٿ ۾ هُوا تہ هِن کي ڪِيئن ماري وِجهُون ڇوجو ماڻهُنِ کان ڊِنا ٿي (٣) تڏهِ جنهِ يهُودا اسڪريُوتِي ٿي چوايو ۽ ٻارهنِ جي ڳاڻيٽي ۾ هو تنهِ ۾ شَيطانُ اچي پيٺو ⁘

(٤) ۽ اُنهي وڃي سردار ڪاهِننِ ۽ صُوبنِ ساڻُ رِٿ ڪئي تہ آءٌ هِن کي ڪنهي پر اَوهان جي هٿ ڏِيندُسِ (٥) تہ اُهي خُوشِ ٿِيا ۽ ساڻُسِ رُپيا ڏِيڻ جي ٻول ڪِياءٌ (٦) تہ اُنهي اُئي باسيو ۽ سجهُ پئي ڳولياءٌ تہ جڏهِ ماڻهُون نہ هُجنِ تڏهِ هُن کي تنِ جي هٿ سونپي ڏِيان ⁘

(۷) پوءِ اُهو بيِ خمِيرِئِ مانِئِ جو ڏِينهُ جنهِ ۾ فسح جو کُهڻُ ضرُورُ هو سو
اچِي پهُتو (۸) تہ اُن پطرس ۽ يُوحن کي هيُ حُڪمُ ڏيئي موڪِليو تہ اساً
لاءِ وڃِي فسح جي کائِڻ جي جوڙجڪ ڪريو (۹) تڏهِ اُنهنِ چيُسِ تُنهنجِي
مرضِي ڪِٿي آهي تہ اسِي اُتي جوڙجڪ ڪريُون (۱۰) تہ اُن چيُنِ ڏِسو جڏهِ
اَوهِي ڳوٺ ۾ پهندوُ تہ هِڪِڙو ماڻهُون پاڻِئِ سان دِلو پرِئِلُ ڪَيو اَوهان کي گڏِبو ۽
جنهِ گهر ۾ اُهو پِهي تہ اُنجي پُٺيون اَوهِي بہ هليا وِڃجو (۱۱) ۽ تنهِ گهر جي
ڌڻِئِ کي چئِجو تہ اُستادُ تو کَهِي جو اُها ڪوٺي ڪِٿي آهي جنهِ ۾ پهنجنِ
شاگِردنِ سان گڏُ فسح جو کائِڻُ کان (۱۲) تہ اُهو اَوهان کي هِڪِڙِي وڏِي ماڙهِي
وِڇاڻا پِئل ڏيکارِيندو اُتي وڃِي سانباهو ڪريو (۱۳) ۽ جيئِ چيو هُوائين تِئِ
اُنهنِ وڃِي ڏِٺو ۽ فسح جي کائِڻ جو سانباهو ڪياءُ ÷

(۱۴) پوءِ جڏهِ اُهو ٽاڻو آيو تہ پاڻ پهنجنِ ٻارهنِ رسُولنِ سُوڌو اُتي کائِڻ ويٺو
(۱۵) ۽ اُنهنِ کي چياءُ مُون کي گهڻي مرضِي هُئي تہ پهنجي ڏُک سهڻ کان اڳي
هِن فسح جي کائِڻ کي اَوهان سان گڏِجي کان (۱۶) ڇوجو آءٌ اَوهان کي ٿو چوان
تہ هِن کان پوءِ ڪڏهِي هِن کي نہ کائِندُسِ جيسي ڪِ خُداءُ جي بادشاهِئِ
۾ هيُ پُورو نہ ٿِئي (۱۷) ۽ پيالي کي وٺِي شُڪُرُ ڪري چياءُ هِن کي پاڻ ۾
وِراهِي وٺو (۱۸) ڇوجو آءٌ اَوهان کي ٿو چوان تہ ڊاک جو رسُ تيسي ورِي ڪي
نہ پِئندُسِ جيسي ڪِ خُداءُ جي بادشاهِي نہ اچي (۱۹) پوءِ ماني وٺِي

شُڪُرُ ڪري ڀڳا ۽ تنِ کي ڏيئي چيا ۽ هيُ مُهنجو جُسو آهي جو اَوهاً جي
لاءِ ٿو ڏجي ۽ اِئيئي مُهنجي يادگيريءَ لاءِ ڪندا رهجو (٢٠) ۽ اِنهيئي طرح
کائڻ کان پوءِ پيالي کي وٺي چيا ۽ تہ هيُ پيالو مُهنجي اُنهي رت جو نئون
قَوُلُ آهي جو اَوهاً لاءِ ٿو هارِجي (٢١) پر ڏِسو جيڪو مُون کي ٿو جهلائي
اُنجو هٿُ هِئِرِ مُون ساً گڏُ ميز تي آهي (٢٢) سو هِن آدمِ جي پُٽ لاءِ
جيُ اڳيئي رِٿِئلُ آهي تِئَ هيُ ٿو وڃي پر اُنهي ماڻهُوءَ لاءِ هاءِ هاءِ جو
جهلائيسِ ٿو ⁘

(٢٣) تڏهِ اُهي پاڻ ۾ پُڇڻ لڳا تہ اُهو اساً ماً ڪيرُ آهي جو اِهو ڪمُ ڪندو
(٢٤) ۽ تنِ ۾ اِها هوڙ بِ اچي پيئي تہ اساً ماً ڪنهِ کي وڏو ڪري ڄاڻجي
(٢٥) پر اُنهي چيُنِ تہ قوُمنِ جا بادشاهہ تنِ تي ڏِڪو ٿا هلائينِ ۽ تنِ ۾ جيڪي
ٻُڇڻاٽيءَ وارا آهنِ سي ڀلائيءَ ڪندڙ ٿا ڄاڻجنِ (٢٦) سو اَوهِي اِئي نہ ٿِيندوُ پر
جيڪو اَوهاً ۾ وڏو آهي سو ننڍڙي وانگياً ٿِئي ۽ جيڪو حاڪِمُ آهي سو نوُڪر
وانگياً ٿِئي (٢٧) ڇوجو ڪِهڙو وڏو تہ جيڪو کائڻ تي وِيٺلُ آهي سو جاً
جيڪو خِدمت ٿو ڪري تہ اُهو ڪِ وڏو نہ آهي ڇا جو کائڻ تي وِيٺو آهي
پر آءِ اَوهاً جي وِچ ۾ خِدمت ڪرڻ واري وانگياً آهيان (٢٨) ۽ اَوهِي اُهيئي
آهيو جي مُهنجنِ آزمُودنِ ۾ مُون ساً گڏُ لڳي رهيا آهيو (٢٩) ۽ جيَ مُهنجي
پِيُ مُون لاءِ بادشاهي ٺهرائي تِيُ آءِ بِ اَوهاً لاءِ ٿو ٺهرايان (٣٠) سو اِنهي لاءِ تہ

اَوهيِ مُهنجيِ بادشاهيءِ ۾ مُهنجيءَ ميز تي ويهي کائو پِئو ۽ تِيلن تي ويهي اِسرائيل جي ٻارهن گهراڻن جي عدالت ڪريو :

(٣١) وري خُداوند چيو تہ اي شمعُون اي شمعُون شيطان اَوهاَ کي ڪڻڪ وانگُرُ چندڻُ تي ٻانيو (٣٢) پر مُون تو لاءِ دُعا گهُري تہ تُهنجو ويساهُ نہ وڃي ۽ جڏهن تُون ڦري پوين تہ پهنجي ڀائُرن کي پڪو ڪج (٣٣) تڏهن اُن چيس اي خُداوند آءٌ تو سان بندِيوڻ پر مرڻ لاءِ بِہ سنِيرِئلُ آهيان (٣٤) پر اُنهي چيو اي پطرس آءٌ توکي ٿو چوان تہ اڄ ڪُڪڙ جي ٻانگ کان اڳي تُون مُون کي ٽي ڀِڳا الي چوندين تہ آءٌ اُنهي کي نہ ٿو سُڃاڻان :

(٣٥) ۽ اُنهن کي چياءِ تہ جڏهن مُون اَوهاَ کي واسڻي ۽ جهولي ۽ جُتيءَ ڌارا موڪليو هو تہ ڪنهن جو ڪُڇُ پيوَ ڇا اُنهن چيو ڪنهن جو بِہ نہ (٣٦) تہ اُنهي چيُن پر هاڻي جنهن وٽ واسِڻي آهي سو اُنهي کي ٻاڻ ساڻُ کڻي ۽ اِئيئي جهولي بِہ کڻي ۽ جنهن کي ترارِ نہ هُجي سو پهنجا ڪپڙا وِڪڻي هِڪڙِي وَٺهي (٣٧) چو تہ آءٌ اَوهاَ کي ٿو چوان جو لِکيو آهي تہ اُهو گُناهگارن ۾ ڳڻِيَلُ ٿيو اِنهي کي مُهنجي باب پُورو ٿئڻُ ضرُورُ گهُرجي سو ڇا کان تہ هي جيڪي مُهنجي باب لِکيَلُون آهن تن جي ڇِيڙُ ڇاڻي آهي (٣٨) تن چيو اي خُداوند اِجهي هي ٻہ تراريُون آهن چيائين بس :

(٣٩) ۽ اُهو اُٿاهُون نِڪري جيءَ رِيت هُيَس تيءَ زَيتُون جي ٽڪر ڏي

هليو وِيو ۽ سندسِ شاگرد بہ پُنياسِ اُتي هليا (۴۰) ۽ اُنهي هنڌِ اچي تنِ کي چياءِ تہ دُعا گهُرو جو متاَ پرکا ۾ نہ پئو (۴۱) وري پاڻ اُنهنِ کان پهڻ جي اُڇل جيترو پري مُونا ٽيکي دُعا گهُرِي چياءِ (۴۲) تہ اي بابا جي تُهنجي مرضِي هُجي تہ هيُ پيالو مُون کان ٽرِي وڃي پر سو مُهنجِي مرضِي وانگياَ نہ پر تُهنجِي مرضِي وانگياَ ٿئي (۴۳) تہ آسمان ماَ هِڪڙِي فِرِشتي ڪٽِسِ ڪُوَت ڏيئِي ڏيکارِي ڏِني (۴۴) ۽ اُنهي جانِ جي سوڙه ۾ پئِي ڏاڍِي ڪوسِي دِل ساَ دُعا ٿي گهُرِي ۽ سندُسِ پگهرُ رت جي ڦُڙنِ وانگياَ پٽ تي ٿي ڪِرِيو (۴۵) پوءِ دُعا گهُرڻ کان اُٿي شاگِردنِ وٽِ اچي تِنِ کي سوچ ڪرِي سُمهِئلُ ڏِٺاءِ (۴۶) ۽ تنِ کي چياءِ تہ اَوهي ڇو ٿا سُمهو اُٿي دُعا گهُرو جو متاَ پرکا ۾ نہ پئو ÷

(۴۷) ۽ هُن اجاَ اِهيئِي ٿي چيو تہ ڏِسو هِڪڙو گوڙُ آيو ۽ تِنِ ٻارهنِ مون هِڪڙو جو يهُودا ٿو چئِجي سو تنِ جي اڳوار ٿِي يسُوع وٽِ سندسِ چُمڻ لاءِ وِيجهو آيو (۴۸) تڏهِن يسُوع تنهِ کي چيو اي يهُودا تُون هِنِ آدمر جي پُٽ کي چُمي ٿي تو جهلائي چا (۴۹) پوءِ اُهي جيڪي ساڻُسِ هُوا تنِ اُها جا ٿِئڻِي هُئي سا جاڻي کيسِ چيو اي خُداوند اسِي ترارِ ڦيرائِيون چا (۵۰) ۽ اُنهنِ مون هِڪڙي سردار ڪاهِن جي ٻانهي کي هڻي اُن جو ساڄو ڪنُ اُڏائي ڇڏيو (۵۱) پر يسُوع وراڻي ڏيئِي چيو تہ ايتري ۾ رئِي ڇڏي ڏِئو ۽ اُن جي ڪن کي هٿُ لائي تنهِ کي چڱويلو ڪياءِ (۵۲) پوءِ سردار ڪاهِن ۽ هَيڪل جا سردار

۽ وڏيرا جيڪي مٿس چڙهي آيا هُوا تن کي يسُوع چيو تہ اَوهين جيئن چور کي وٺجي تيئن ترارين ۽ سوٽا کڻي نڪري آيا آهيو (٥٣) آءٌ جڏهن ڏهاڙي هيڪل ۾ اَوهان سان هوس تڏهن مُون تي هٿ نہ کنيَو پر هيءُ اَوهان جي گهڙي ۽ انڌاري جي ٻجندي آئي آهي (٥٤) تڏهن اُهي تنهن کي وٺي اُٿي هليا ۽ سردار ڪاهن جي گهر ۾ وٺي ويٺس ؛

۽ پطرسُ پري پري سندس پُٺيان هليو ٿي ويو (٥٥) ۽ اُهي اڱڻ جي وچ ۾ باهہ ٻاري گڏ ٿيا ويٺا هُوا تہ پطرسُ بہ تن ۾ وڃي ويٺو (٥٦) تڏهن هڪڙي ٻانهي اُن کي باهہ تي ويٺو ڏسي تنهن ڏي چڱي طرح نهاري چيو تہ هيءُ بہ اُنهي سان گڏ هو (٥٧) پر اُنهي تنهن جي ناڪار ڪري چيو اي عورت آءٌ تنهن کي نہ ٿو سُڃاڻان (٥٨) ۽ ٿورڙي ويرم ڪان پوءِ ڪنهن ٻئي بہ کيس ڏسي چيو تہ تُون بہ اُنهن مون آهين تہ پطرس چيُس اي ماڻهُون آءٌ اُهو نہ آهيان (٥٩) ۽ هڪڙي گهڙي کن ڪان پوءِ ڪنهن ٻئي پڪ ڪري چيو تہ سچ ٻچ هيءُ بہ تنهن ساڻ هو ڇوجو گليلي آهي (٦٠) تہ پطرس چيو اي ماڻهُون آءٌ نہ ٿو سمُجهان تہ تُون ڇا ٿو چوين اجا اِئين ٿي چيائين تہ نيهہ ڪُڪڙ ٻانگ ڏني (٦١) تہ خُداوند ڦري پطرس ڏي نهاريو ۽ پطرس کي خُداوند جو ڪلامُ يادِ آيو جيئن چيو هُوائيس تہ ڪُڪڙ جي ٻانگ کان اڳيئن تُون ٽي ڀيرا مُون کي انڪاري (٦٢) تہ پطرس ٻاهر نڪري ڏُک پرجي ڏاڍو رُنو ؛

(٦٣) ۽ يسُوع جنِ جي هٿ ۾ هو تنِ اُن کي ڇمڪيُون هڻي مٿس ٺٺوليُون ڪرڻ لڳا (٦٤) ۽ اکيُون ٻڌي سندس مُنهه تي لپاٽُون هڻي ٻُڇيائُنسِ ته نُبُوَت ڪري چؤُ توکي ڪنهِ هُيو (٦٥) ۽ سندس بابتِ ٻيا ٻه گهڻا ڪُفر بکيائُ ⁘

(٦٦) پوءِ جڏهِ ڏينهُ ٿيو ته ماڻهنِ جا وڏيرا ۽ سردار ڪاهِن ۽ شرع ٻُڌائڻوارا گڏُ ٿي اُن کي پهنجي مجلِس ۾ وٺي آيا (٦٧) ۽ چيائُنسِ ته جي تُون مسيِحُ آهين ته اساً کي چؤُ ته اُنهي چيُنِ جي آءٌ اوهاً کي چوندُس ته اوهين ويساهُ ڪين نه آڻيندؤُ (٦٨) ۽ جي ٻُڇندوساَوَ ته ٻهِ اوهين ورندي ڪين نه ڏيندؤُ ۽ نه ڪين مُون کي ڇڏيندؤُ (٦٩) هِن کان پوءِ هِيُ آدم جو پُٽُ خُداءِ جي قُدرت جي ساڄي هٿِ ويٺو رهندو (٧٠) تڏهِ سڀني چيو پوءِ تُون خُداءِ جو پُٽُ آهين ڇا ته اُنهي چيُنِ جو اوهين ٿا چئو سوئي آءٌ آهيان (٧١) تڏهِ اُنهنِ چيو هاڻي اساً کي ٻيءَ شاهديءَ جي ڪهڙي گهُرج آهي ڇوجو اساً پاڻ سندسِ واتون ٻُڌو ⁘

## باب ٢٣

پوءِ تنِ جو سڄو ميڙُ اُٿي اُن کي پيلاطُس وٽِ وٺي ويو (٢) ۽ مٿس هِيُ ڏوهُ لائي چوڻ لڳا ته هِن کي راڄُ ڦتائيندو ۽ قيصر جي ڍل ڏيڻ کان جهليندو ۽ پاڻ مسيِحُ بادشاهُ چوائيندو ڏٺوسُون (٣) تڏهِ پيلاطُس تنهِ کان ٻُڇيو ته تُون

يهُوديُن جو بادشاهُ آهين چا تہ اُن وراڻي ڏينئي چيو جيڪو تُون ٿو چوين
اُهوئي آهيان (٤) تڏهِ پيلاطُس سردار ڪاهنن ۽ ميڙاڪن کي چيو تہ آءٌ هِن ماڻهوءَ
جو ڪوئي ڏوهُ نہ ٿو لهان (٥) پر اُنهن هيڪاري گهڻو ڪري چيو تہ هيُ گليل
کان وٺي هيستائين سڄي يهُوديہ ۾ تعليمُ ڏيئي ڏيئي ماڻهُن کي ٿو ڦِتائي
(٦) تہ پيلاطُس گليل جو نالو ٻُڌي پُڇيو تہ هيُ ماڻهُون گليلي آهي چا ∴
(٧) پوءِ جڏهِ ڄاتائين تہ هيرود جي ڄاڪمي جو آهي تڏهِ اُن کي هيرود وٽ ڏياري
موڪلياءِ سو بہ تن ڏينهن ۾ يرُوشليم ۾ هو (٨) تہ هيرود يسُوع کي ڏِسي گهڻو
خُوش ٿيو ڇوجو اُنهي گهڻن ڏينهن کان سندس ڏسڻُ ٿي چاهيو سو اِنهي لاءِ
تہ اُن سندس بابت گهڻيُون ڳالهيُون ٻُڌيُون هُيُون ۽ تنهِ جي ڪا ڪرامت
ڏسڻ جي آس هُيَس (٩) ۽ اُن ڪائُس گهڻيُون ڳالهيُون پُڇيُون پر اُنهي ڪا
وراڻي نہ ڏِنئس (١٠) تہ سردار ڪاهنن ۽ شرعُ ٻُڌائڻوارن اُٿي مٿس ڏاڍُ ڪري
ڏوهُ لاتا (١١) تڏهِ هيرود پهنجي سِپاهن سُوڌو کيس بي مانو ڪيو ۽ گهڻو ڪري
ٺِڪڙو ڇمڪندڙُ وڳو پهرائي وري پيلاطُس وٽ موڪليائيس (١٢) ۽ اُنهيئي
ڏينهِ پيلاطُس ۽ هيرود پاڻ ۾ پرچاءُ ڪيو ڇوجو اڳيِ هڪ ٻئي ساڻ وير هُوندو هون ∴
(١٣) ۽ پيلاطُس سردار ڪاهنن ۽ ماڻهُن جي وڏيرن کي پاڻ وٽ ڪوٺي
تن کي چيو (١٤) تہ اوهين هِن ماڻهوءَ لاءِ هيُ چوندا مُون وٽ وٺي آيا جو هيُ
ماڻهُن کي ٿو ڦِتائي سو ڏِسو مُون اوهان جي اڳيون تنهِ جي پرکا ڪئي پر جن

ڳالهين جي اَوهي مَتِس دانهُ ٿا ڪريو اُنهن ڏوهن مان مُون هِن ماڻهوءَ ۾ ڪا اڙتي نه لڌي (١٥) ۽ هيرود بہ ڪا نه لڌي ڇوجو مُون اَوهان کي هُن وٽ موڪليو پوءِ ڏسو هِن تي ڪو اهڙو مارڻ جِهڙو ڪمُ نه ڇميو آهي (١٦) اِنهي ڪري سيڪت ڏيئي ڇڏي ڏِيندوسانس (١٧) ڇوجو تنهِ کي اُنهي عِيد تي تِن لاءِ ڪنهِ هڪڙي جو ڇڏي ڏيڻ ضرُورُ هو ⁘

(١٨) تہ اُنهن مِڙني هيڪاندو واڪو ڪري چيو تہ هِن کي وٺي وڃُ ۽ بَراباس کي اسان لاءِ ڇڏي ڏي (١٩) تہ اُهو ڪنهِ بکيڙي شهر ۾ ٿِئل ۽ خُون ڪري بندِيخاني ۾ جهليَلُ هو (٢٠) پوءِ پيلاطُس يسُوع جو ڇڏڻ پائيٖ اُنهن سان وري ڳالهايو (٢١) پر اُنهن رڙِ ڪري چيو تہ صلِيب تي چاڙهيس صلِيب تي چاڙهيس (٢٢) ۽ وري اُنهي ٽِئي ڀيري چيُن ڇو هِن ڪهڙي بُڇڙائي ڪئي آهي مُون تہ مارڻ جهڙو ڏوهُ منجهس ڪو نہ لڌو اِنهي لاءِ آءٌ هِن کي سيڪت ڏيئي ڇڏي ڏِيندُس (٢٣) پوءِ اُنهن واڪا ڪري تنهِ کي ڏاڍو سوڙهو وٺي تنهِ جو صلِيب تي مارڻُ چاهيو تہ نيٺ اُنهن جا ۽ سردار ڪاهنن جا ڏاڍا واڪا ٿِيا (٢٤) تہ پيلاطُس حُڪمُ ڏِنو جو هِنن جي مرضِي وانگيان ٿِئي (٢٥) ۽ جنهِ بکيڙي ۽ خُون ڪري بنديخاني ۾ جهليَل کي اُنهن ٿي چاهيو تنهِ کي اُنهن لاءِ ڇڏي ڏِنائين پر يسُوع کي تِن جي مرضِيءِ سارُو سندن هٿِ ڏِنائين ⁘

(٢٦) ۽ جنهِ وير اُن کي وٺي ٿي وِيا تہ شمعُونُ نالي هِڪڙو ڪُرينِي جو ٻهراڙِء مون ٿي آيو تنهِ کي وٺي مٿس صلِيبُ رکيائون تہ يسُوع جي پُٺيون کنيو هلي (٢٧) ۽ ماڻهُن جو وڏو ميڙاڪو ۽ زالُون جن سندس لاءِ ڇاتِي پِٽِي پار ٿي ڪڍيا سي سندسِ پُٺيون هليُون ٿي وييُون (٢٨) تہ يسُوع اُنهن ڏي مُنهُ ڪري چيو اي يرُوشلِيمر جيُون ڌيُرون مُنهنجي لاءِ متاَ رُئو پر پاڻ لاءِ ۽ پنهنجي ٻارن لاءِ رُئو (٢٩) ڇوجو ڏِسو اُهي ڏِينه اچِن ٿا جن ۾ ماڻهُون چَوَندا تہ سڀُوريُون آهِن سنديُون ۽ سڀُورا آهِن اُهي پيٽ جن نہ ڄڻيو ۽ سڀُورا آهِن اُهي ٿڻ جن نہ ڌارايو (٣٠) تڏهِ اُهي ٽڪرن کي چَوڻ لڳندا تہ اساَ تي ڪِري پئو ۽ ٽڪريُن کي چَوندا تہ اساَ کي لِڪايو (٣١) ڇوجو جڏهِ هرئي وڻ ساَ اِئيئي ٿا ڪن تہ سُڪي ساڻُ ڇا نہ ڪندا ⁘

(٣٢) ۽ ٻِئا ٻہ ڄڻا ڏُهارِي بِہ اُن ساَ گڏُ مارڻ لاءِ وٺي هليا (٣٣) ۽ جڏهِ اُنهي کپراٽِءِ نالي جاءِ وٽِ پهُتا تہ اُنهي کي صلِيب تي چاڙهياؤن ۽ اُنهن ڏُهاريُنِ کي بِہ هِڪڙي کي ساڄي پاسي ٻِئي کي کٻي پاسي چاڙهياؤن (٣٤) تڏهِ يسُوع چيو اي بابا هِنن تي مُعافُ ڪرِ ڇوجو جيڪي ڪن ٿا سو نہ ٿا ڄاڻن ۽ اُنهن سندس ڪپڙا ورڇي پُکا وِجهي وِراهيا (٣٥) ۽ ماڻهُن اُتي بيٺي ڏِٺو ۽ وڏيرن بِہ مونڙو مُچڪو ڏيئي چيو ٻِئن کي ڇڏاياؤن پر جي هِيُ مسِيحُ خُداءِ جو چُونڊِئلُ آهي تہ پاڻ کي ڇڏائي (٣٦) ۽ سِپاهيُن بِہ مٿس گهِٺا ڪيا ۽ وٽس اچي

سِرکو ڏيئي چياءٌ (٣٧) تہ جي تُون يھُوديُن جو بادشاھُ آھين تہ پاڻ کي ڇڏاءِ (٣٨) ۽ سندس مٿاھين اکر يُونانِي ۽ رُومِي ۽ عِبرانِي ٻولِي ۾ لِکِيل ھُوا تہ ھِيُ يھُوديُن جو بادشاھُ آھي ⁘

(٣٩) ۽ جيڪي ڏھارِي صلِيب تي ٽنگِيل ھُوا تِن مون ھِڪڙي سندس گِلا ڪري چيو تہ جي تُون مسِيحُ آھين تہ پاڻ کي ۽ اسان کي بچاءِ (٤٠) پر ٻئي اُن کي ڇڙٻي ورائي ڏيئي چيو تہ تُون خُداءِ کان نہ ٿو ڊِڄين جو تُون پاڻ اِنھيئي ڇِٽ ۾ ورتلُ آھين (٤١) ۽ اسين تہ جُڳائيندا ورتل آھيُون جو پھنجو ڪِيتو ٿا لوڙيُون پر ھِن تہ ڪي بِہ اجايو نہ ڪيو آھي (٤٢) ۽ اُنھي يسُوع کي چيو اي خُداوند جڏھِ تُون پھَنجي بادشاھِي ۾ وڃي پھُچين تہ مُھنجي سار ڪِجِ (٤٣) يسُوع اُنھي کي چيو آءٌ توکي سچُ ٿو چوان تہ اڄُ تُون مُون ساڻ بِھِشت ۾ گڏُ ھُوندين ⁘

(٤٤) ۽ ٻِپھرِ جو ٽاڻو ٽِئڻ ۾ ھو تہ سڄِي زمين تي اُونڌہ ڇانئجي ويئي سا ٽِپھرِ توڙي رھي (٤٥) ۽ سِجُ ڪارو ٿي ويو ۽ ھَيڪل جو پڙدو وِچان ڦاٽي پيو (٤٦) ۽ يسُوع وڏو واڪو ڪري چيو تہ اي بابا آءٌ پھنجو رُوحُ تُھنجي ھٿِ ٿو سؤنپيان اِئين چئي ساھُ ڇڏياءٌ ⁘

(٤٧) پوءِ جيڪي ٿيو سو صُوبيدار ڏٺو ۽ خُداءِ جي وڏائي ڪري چياءٌ تہ نيڪُ ھِيُ ماڻھُون سچو ھو (٤٨) ۽ مِڙيئي ماڻھُون جيڪي اِھو عجِبُ ڏِسڻ

لاءِ اچي گڏ ٿيا هُوا سي اِهو جيڪي ٿيو هو سو ڏِسي ڇاتيُون ڪُٽيندا پُٺِ ٿي موٽيا (۴۹) ۽ مِڙيئي سندسِ سڃاڻا ساڃارا ۽ زالُون جي سندسِ پُٺيون گلِيل کان آيُون هُيُون تنِ پريَا اِهو حالُ ڏِٺو ⁘

(۵۰) ۽ ڏِسو اُنهنِ منجهِ هِڪڙو يُوسِفُ نالي يهُودِيَنِ جي ارِمٿيا شهر جو وِيٺلُ صلاحڪارُ چڱو ماڻهُون ۽ سچو هو (۵۱) ۽ اُهو تنِ جي رِٿ ۽ ڪم ۾ آئيڪارُ نه هو ۽ اُهو پاڻ بِ خُداءِ جي بادشاهِيءَ جي واٽ ڏِسندو رهندو هو (۵۲) تنهِ پيلاطُس وٽِ اچي مِنٿ ڪري يسُوع جو مڙهُ گهُريو (۵۳) پوءِ تنهِ اُنهي کي لاهي ململ جي ڪپڙي ۾ ويڙهي جيڪا قبر جبل ۾ کوٽيل هُئي جنهِ ۾ ڪو اڳي رکيلُ نه هو اُتي ٻيٺي رکيو (۵۴) ۽ اُهو سَاباهي جو ڏِينهُ هو ۽ وِساهي جو ڏِينهُ بِ لڳڻ ۾ هو (۵۵) ۽ جيڪي زالُون ساڻُس گڏ گلِيل کان آيُون هُيُون تنِ پُٺيون هلي اُنهي قبر کي ۽ مڙهُ کي جِئَن رکياءِ ٿي تِئَن ڏِٺو (۵۶) ۽ اُنهنِ ورِي سُرهاڻيُون ۽ مُر سنباهيُون پوءِ حُڪم وانگيَا وِساهي جي ڏِينهِ واندِيُون ٿي رهيُون ⁘

## باب ۲۴

۽ اٺنِ ڏِينهنِ ماً پهريُي ڏِينهِ ٻرهِ ڦُٽيءَ جو جيڪي سُرهاڻيُون سنباهيُون هُوا سي کڻي اُهي قبر تي آيُون ۽ ٻِئُون بِ ڪيتريُون زالُون ساڻُن هيُون (۲) ۽ اُنهنِ

پهڻ کي قبر تاً لِيٽِلُ ڏِٺو (۳) ۽ اندرِ وڃي خُداوند يسُوع جي مڙهه کي نہ ڏِٺائِ (۴) پوءِ ھِيئَ ٿيو جڏهِ اُهي اِنهي ڳالهِ جي ڪُٽڻِ ۾ ھُيُون تہ ڏِسو ہ ماڻهُون چِمڪڻِ وڳنِ ساً وٽنِ اچي بِيٺا (۵) پوءِ جڏهِ اُهي ڊِنيُون ۽ پهنجا مُنهہ زمِين ۾ ٽي جهُڪاياءِ تڏهِ اُنهنِ چيُنِ اَوهِي جِئري کي مُئنِ ۾ ڇو ٿيُون ڳوليو (۶) تہ اُهو هِتِ نہ آهي پر جِي اُٿيو آهي اَوهِي يادِ ڪريو تہ جڏهِ اچاً گلِيل ۾ هو تہ اَوهَا کي ڇا چيو هُواءِ (۷) ڇي ضرُورُ ھِيئُ آدم جو پُٽُ گُناھيُنِ جي هتِ سوُپيو وِيندو ۽ صلِيب تي چاڙهيو وِيندو ۽ ٽِئي ڏِينهِ وري جِي اُٿندو (۸) تڏهِ اُنهنِ کي سندِئسِ ڳالهيُون يادِ آيُون (۹) ۽ قبر وٽاً موٽي اِهي مِڙيئِي ڳالهيُون اُنهنِ يارهنِ ۽ ٻِئنِ سڀِني کي ٻُڌاياءِ (۱۰) تہ مريَمِ مگدلِيني ۽ يُوحنا ۽ مريَمِ يعقُوب جِي ماءُ ۽ ٻِئُون ہ جيڪي اِنهنِ ساً هُيُون تنِ اِهي ڳالهيُون رسُولنِ کي ٻُڌايُون (۱۱) پر اُنهنِ کي تنِ جيُون ڳالهيُون آکاڻِنِ وانگياً سمُجهہ ۾ آيُون ۽ تنِ تي وِيساهُ نہ ڪياءِ (۱۲) تڏهِ پطرس اُٿي قبر ڏي ڊوڪيو ۽ اُتي هيٺِ جاً نِنڙِي ڏِسي تہ رُڳو ڪفنُ پئو آهي ۽ هِئُ جيڪي ٿِئو تنهِ جو دِل ۾ عجِبُ ڪندو هليو وِيو ⁘

(۱۳) ۽ ڏِسو اُنهِيئِي ڏِينهِ تنِ مون ہ ڄڻا اِماُئوس نالي هِڪِڙي ڳوٺ ڏي جو يرُوشلِيمِ کان پوُڻا چار ڪوهہ پري هو اُتي وِيا (۱۴) ۽ اِهي جيڪي ٿِيُون تنِ جي پاڻ ۾ ڳالهِ ٻولهِ ٿي ڪياءِ (۱۵) پوءِ هيئَ ٿِئو جڏهِ اُنهنِ پاڻ ۾

ڳالهيُون ٻولهيُون ۽ ٻُڇاڳاڇا پِئي ڪئي تہ يسُوع پاڻ وِجھو اچِي ساڻُن گڏجي هليو (١٦) پر اُنهن جيُون اکيُون اِهڙيُون جهلجي ويئيُون جو اُن کي نہ سُڃاتائُون (١٧) تڏهِ تن کي چياءِ تہ اِهي ڪهڙيُون ڳالهيُون آهن جي اَوهين واٽ تي پاڻ ۾ ڪندا ٿا وڃو ۽ فڪرائتا ٿا ڏِسجو (١٨) تڏهِ تن مان ڪليوپاس نالي هڪڙي ورندي ڏيئي چيس تہ تُون ئي يرُوشلِيم ۾ رَهو پرڏيهي آهين ڇا تہ جيڪي ڳالهيُون اِنهن ڏينهن ۾ منجهس ٿيُون آهن سي نہ ٿو ڄاڻين (١٩) تنهِ چيُن اُهي ڪهڙيُون تڏهِ اُنهن چيس يسُوع ناصرِيءَ جيُون جو نبي خُداءِ ۽ مڙني ماڻهُن اڳيون ڪمن ۽ ڪلامن ۾ ٻُجهنديءَ وارو هو (٢٠) تہ ڪيئن سردار ڪاهنن ۽ اسان جي حاڪمن اُنهي کي مارڻ لاءِ سوُنپي ڏِنو ۽ صليب تي چاڙهيو (٢١) پر اسين آساوند هُواسُون تہ هيُ اُهوئي آهي جو اِسرائيل کي ڇوٽڪو ڏِيندو ۽ اِنهن سڀني ڳالهين ڌاران اڄوڪو ٽِئون ڏينهُ آهي جو اِهي ڳالهيُون ٿيُون آهن (٢٢) ٻِئو اسانئي مون ڪيترين زالن اسان کي وِسو ڪري ڇڏيو آهي جو اُهي صُبح جو سندِئس قبر تي ويئيُون هُيُون (٢٣) ۽ جڏهِ اُن جي مڙهُ کي اُتي نہ لڌائُون تڏهِ اچِي چيائُون تہ اسان کي فرِشتن ڏيکاري ڏيئي چيو ته اُهو جِئرو آهي (٢٤) ۽ اسان جي سنگتن مان ڪن قبر تي وڃي جيئن ڪِ اُنهن زالن چيو هو تِئن ڏِٺو پر اُن کي نہ لڌائُون (٢٥ : ٢٦) تڏهِ پاڻ اُنهن کي چياءِ اي بي سمُجهو ۽ اي نبين جي سڀني ڳالهين جي وِسهڻ ۾ دل جا ڍرُو اِنئي ڪي نہ

گھُربو هو ڇا تہ مسِيحُ اِهي ڏُک سهي پهنجي وڏائِي ۾ پهُچي (٢٧) تہ مُوسیٰ کان وٺي سڀني نبيِنِ جيُون اُهي ڳالهيُون جي سڀني ڪِتابنِ ۾ سندسِ بابَ لِکيُون هُيُون سي معنیٰ ڪري سمُجهايائِينِ (٢٨) ۽ جنهِ ڳوٺ ۾ ٿي ويا اُن کي جڏهِ وِيجهو پهُتا تہ اِئِي معلُوم ٿيو جو هُو اڳتي وڃڻ پائِٺي ٿو (٢٩) تڏهِ اُنهنِ ڪٺِسِ جهل وِجهي چيو تہ اساً سا گڏُ هِتي ٽِڪُ ڇوجو سانجهي ٿِئڻ تي آهي ۽ ڏِينهُ اچي لٿو آهي تڏهِ اُهو اندرِ اچي ساڻُنِ گڏُ ٽِڪيو (٣٠) ۽ هِئُ ٿيو جڏهِ اُهو تنِ سا گڏُ کائڻ تي وِيٺو تڏهِ ماني کڻي تنهِ ۾ برڪت وِجهي اُنهنِ کي ڀڃي ڏِناءِ (٣١) تڏهِ اُنهنِ جيُون اکيُون اُپڃي پييُون ۽ سُڃاتائُسِ تہ پاڻ تنِ وٽاً غائِبُ ٿي وِيو (٣٢) تڏهِ اُنهنِ پاڻ ۾ چيو تہ جڏهِ اساً سا واٽ ۾ ڳالهيُون ٿي ڪياءِ ۽ اساً لاءِ ڪِتابنِ جي معنیٰ ٿي کولياءِ تہ اساً جي دِلِ نہ ٿي رِڌِي ڇا (٣٣) ۽ اُهي اُنهيئِي گهڙِئِ اُٿي يرُوشلِيم ڏي موٽيا ۽ اُتي اُنهنِ ٻارهنِ کي ۽ ٻِئا جيڪي تِنِ جا سنگتِي هُوا اُنهنِ کي گڏُ پاڻ ۾ هِئُ چوَندو ڏِٺاءِ (٣۴) تہ سچ پچ خُداوندُ جي اُٿيو آهي ۽ شمعُون کي ڏيکارِي ڏِني اٿسِ (٣٥) تڏهِ اُنهنِ واٽ جيُون ڳالهيُون ۽ جيُ مانئِي ڀڃندي سُڃاتو هُوائُسِ سو تنِ کي ٻُڌايو ⁘

(٣٦) ۽ اجاً اُنهنِ اِهي ڳالهيُون ٿي ڪيُون تہ يسُوع پاڻ اُنهنِ جي وِچ ۾ اچي بِيٺو ۽ تنِ کي چياءِ تہ سلامتي هُجيوَ (٣٧) پر تڏهِ اُنهنِ وِسو ۽ ڀَوائِتو ٿي پائِيو تہ اسي ڪنهِ رُوح کي ٿا ڏِسُون (٣٨) پر اُنهنِ کي چياءِ تہ اُوهي ڇو ماندا

ٿيا آهيو ۽ ڇا کان اَوهان جي دِل ۾ ڳڻتيُون ٿيُون اچنِ (۳۹) تہ مُهنجا هٿ
پير ڏِسو جو آءٌ اُهوئي آهيان ۽ مُون کي مناڙي ڏِسو ڇوجو جِهڙا هڏ ماسُ
مُون ۾ ڏِسو تِهڙا رُوح ۾ نہ آهِنِ (۴۰) ۽ اِئين چئي اُنهنِ کي پهنجا هٿ پير
ڏيکاريائين (۴۱) ۽ جڏهِ اُهي خُوشِيءَ کري بي ويساهِيءَ ۽ عجب ۾ پيا تہ تنِ
کي چيائين هِتِ اَوهان وٽ هِتِ کي کائڻُ آهي (۴۲) تہ اُنهنِ ڀُڳل مڇيءَ جو
ٽُڪرُ ۽ ماکِيءَ جي ڇٽي ماَ ڏِنس (۴۳) تہ اُنهي اُهو وٺي تنِ جي
اڳيون کاڌو ⁘

(۴۴) ۽ اُنهنِ کي چيائين تہ هي اُهي ڳالهيُون آهِنِ جي مُون اَوهان سان گڏُ رهنديِ
اَوهان کي چيُون هُيُون تہ جيڪي ڪي مُوسىٰ جي شرع ۾ ۽ نبيُنِ جي ڪِتابنِ
۾ ۽ زبُورنِ ۾ مُهنجي بابِ لکيو آهي سو ضرُورُ پُورو ٿِيندو (۴۵) تڏهِ اُنهنِ جي
عقل کي کولي ڇڏيائين تہ ڪِتابنِ جي معنىٰ کي سمُجهنِ (۴۶) ۽ اُنهنِ کي
چيائين تہ اِئيئي لِکيَلُ آهي ۽ اِئيئي ضرُورُ ٿِئڻو هو تہ مسيحُ ڏُکُ سهي ۽ ٽِئي ڏِينهِ
مُئنِ منجهان جي اُٿي (۴۷) ۽ يرُوشلِيم کان وٺي سڀني قوُمنِ ۾ توبه ۽ گُناهنِ
جي مُعافيءَ جو هوڪو سندسِ نالي تي کُهمي وڃي (۴۸) ۽ اَوهي اُنهنِ
ڳالهيُنِ جا شاهِد آهيو (۴۹) ۽ ڏِسو آءٌ پهنجي پِيُ جي ٻول کي اَوهان ڏي ٿو
موڪِليان پر جيسي تائين اَوهي مٿِئي هنڌ کان قُوَت نہ پايو تيسي تائين يرُوشلِيم
جي شهر ۾ ٽِڪو ⁘

(۵۰) تڏهِ اُهو تن کي ٻيٿعنيا توڙي ٻاهرِ وٺي ويو ۽ پنهنجا هٿ کڻي تن کي دُعا ڪيائين (۵۱) ۽ ائين ٿيو ته اجا اُنهي تن کي دُعا ٿي ڪئي ته تن کان ڌار ٿي آسمان ڏي چاڙهيو ويو (۵۲) ۽ اُهي کيس سِجدو ڪري وڏي خُوشيءَ سان يرُوشليم ڏي موٽيا (۵۳) ۽ هميشه هَيڪل ۾ خُداء جي تعريف ڪندا ۽ ٿورا مڃيندا رهندا هُوا آمين ؛

# اِنجِيلُ

## خُداوَند يسُوع مسِيح جو

## ناهِيلُ يوحن جو

### بابُ ١

مُندِ ۾ ڪلامُ هو ۽ ڪلامُ خُداء ساڻُ هو ۽ ڪلامُ پاڻ خُداء هو (٢) سو اُهو مُندِئِي ۾ خُداء ساڻُ هو (٣) ۽ سڀيئِي شيُون تنهِ کان پَيدا ٿيُون ۽ پَيدائِش ۾ تنهِ ڌاران ڪا هِڪڙِي شئُ بِ نہ پَيدا ٿِي (٤) تنهِ ۾ جِياپو هو سو جِياپو ماڻهُنِ جو سوجهِرو هو (٥) ۽ اُهو سوجهِرو اُوندَهِ ۾ پِئي چمڪيو پر اُوندَهِ تنهِ کي نہ سمجهيو ⁘

(٦) تہ هِڪڙو ڄڻو خُداء موڪليو تنهِ جو نالو يوحنُ هو (٧) اُهو شاهِدُ ٿِي سوجهِري جي ساک ڀرڻ آيو سو اِنهِي لاء تہ سڀيئِي تنهِ ڪري وِيساهُ آڻِينِ (٨) تہ اُهو پاڻ سوجهِرو نہ هو پر تنهِ سوجهِري جي ساک ڀرڻ آيو ⁘

(٩) تہ سچو سوجهِرو اُهوئِي هو جو جهان ۾ اچي سڀڪنهِ ماڻهُوءَ کي ٿو اُجاري (١٠) اُهو جهان ۾ هو ۽ جهانُ تنهِ کان پَيدا ٿيو پر جهان تنهِ کي نہ سُڃاتو

(١١) ۽ اُهو پهنجنِ وٽِ آيو تہ پهنجنِ تنهِ کي نہ مڃيو (١٢) پر جنِ تنهِ کي مڃيو سندسِ نالي تي ويساهُ آندو تنِ کي ٻُچنديِ ڏِناءُ تہ خُداءَ جا ٻُٽ ٿِئنِ (١٣) تہ اُهي نہ رت کان ۽ نہ جُٺي جي مرضِيءَ کان ۽ نہ ماڻهوءَ جي مرضِيءَ کان پر خُداءَ کان ڄاوا (١٤) ۽ ڪلامُ جُٺيِوارو ٿيو فضُل ۽ سچائيءَ سان ڀريلُ اسانمنجهہ ٽِڪيو تہ اسان تنهِ جو جُلوه پيءُ جي هِڪڙي ڄڻيل جي جُلوي جهڙو ڏِٺو ::

(١٥) ۽ يوحن تنهِ جي لاءِ هوڪو ڏيئي ساک ڀري چيو تہ هيءُ اُهو آهي جنهِ جي ڳالهِ تي ڪيمِ تہ جو مُهنجي پٺيا اچڻوارو هو سو مُهنجو مهنديارُ ٿيو ڇوجو اُهو مُون کان ڀهريون هو (١٦) ۽ تنهِ جي ڀرپُوريءَ کان اسان سڀني کي فضل تي فضُلُ مِليو (١٧) ڇوجو شريعت مُوسىٰ جي هٿا ڏِنل هُئي پر فَضُلُ ۽ سچائي يسُوع مسِيح کان ٿِي (١٨) خُداءَ کي ڪنهِ ڪڏهِ نہ ڏِٺو آهي تہ سندُسِ هِڪڙو ڄڻيَلُ ٻُٽُ جو پهنجي پيءُ جي هنج ۾ آهي تنهِ اُهو ڏيکاري ڏِنو ::

(١٩) ۽ يوحن جي ساک هيءَ آهي تہ جڏهِ يهُودِنِ يرُوشلِيم کان ڪاهِنن ۽ ليوِئن ٻنهي کي سندسِ پُڇڻ لاءِ موڪليو تہ تُون ڪيرُ آهين (٢٠) تہ باسياءَ اَلياءَ ڪي نہ پر باسي اِئي چياءَ تہ آءٌ مسيحُ نہ آهيان (٢١) تڏهِ پُڇيائُنسِ تہ ٻِئو ڪيرُ آهين ايليا آهين ڇا چياءَ اُهو بِہ نہ آهيان تڏهِ تُون اُهو نبي آهين ڇا ورنديِ ڏِناءُ تہ نہ (٢٢) تڏهِ پُڇيائُنسِ پوءِ توُ آهين ڪيرُ ڇوجو جنِ اسانکي

موڪليو آهي تن کي ورنديِ ڏيُون تُون پهنجي بابت ڇا ٿو چوين (٢٣) تہ
چياءُ جيئن يشعيا نبيءَ چيو آهي تيئن آءٌ رڻ ۾ هڪڙي هوڪوڏيڻواري جو
هيُ آوازُ آهيان ته خداوند جي واٽ سنْواريو (٢٤) ۽ جيڪي موڪليل
هُوا سي فريسنِ مان هُوا (٢٥) تنِ پُڇيُسِ تہ جي تُون نہ مسيحُ ۽ نہ ايليا ۽ نہ
اُهو نبي آهين تہ بپتِسما ڇو ٿو ڏين (٢٦) تہ يوحن ورائي ڏنئين چيُنِ
آءٌ تہ پاڻيءَ سان بپتِسما ٿو ڏِيان پر اوهانجي وِچ ۾ هِڪڙو بيٺو آهي جنهِ کي
اوهين نٿا سُڃاڻو (٢٧) تہ هيُ اُهو آهي جو مُنهنجي پُٺيان اچي مُنهنجو مهنديارُ
ٿيو جنهِ جي جُتيءَ جي ڪنْهي ڇوڙڻ جوڳو بہ آءٌ نہ آهيان (٢٨) اِهي
ڳالهيُون بيتعبرا ۾ يردن جي پارِ جِتي يوحن بپتِسما ٿي ڏِني اُتي ٿِيُون ؞
(٢٩) ٻِئي ڏِينهِ يوحن يسُوعُ کي پاڻ وٽ اِيندو ڏِسي چيو تہ اِجهو خُداءِ
جو اُهو گهيٽو جو پاڻ تي جهان جوئي ڏوهُ کڻي ٿو وڃي (٣٠) هيُ اُهو آهي
جنهِ جو مُون چيو تہ هِڪڙو جڻو مُهنجي پُٺيان ٿو اچي جو مُهنجو مهنديارُ
ٿيو ڇوجو مُنکان پهريُون هو (٣١) ۽ مُون اُن کي نٿي سُڃاتو پر هيُ اِسرائيل
تي پڌِرو ٿئي هِن لاءِ آءٌ پاڻيءَ سان بپتِسما ڏِيندو آيُسِ (٣٢) پوءِ يوحن ساک
ڀري چيو تہ رُوح کي پارِيلي وانگيان آسمان کان لهندو ڏِٺمِ ۽ اُهو مٿسِ اچي
بِهي رهيو (٣٣) ۽ مُون تنهِ کي نٿي سُڃاتو پر جنهِ مُنکي پاڻيءَ سان بپتِسما
ڏِيڻ لاءِ موڪليو تنهِ چيُمِ تہ جنهِ تي رُوحُ لهندو ۽ بِهندو ڏِسين سو اُهو آهي

جو رُوح پاڪ سان ٻپتِسما ٿو ڏئي (٣۴) سو مون ڏٺو ۽ ساک ڀري ته هِيُ خُداء جو پُٽُ آهي ⁘

(٣٥) وري ٻئي ڏينهِ يوحنُ ۽ سندس شاگردن منجهان ٻنا بيٺا هُوا (٣٦) تڏهِ يسُوع کي هلندو ڏسي نهاري چياءُ ته اِجهو خُداء جو گهيٽو (٣٧) ۽ اُهي ٻئي شاگِرد تنهِ جو اِهو چوڻُ ٻُڌي يسُوعَ جي پُٺيان لڳا (٣٨) تڏهِ يسُوعُ ڦري اُنهن کي پُٺيان اِيندو ڏسي چيو ته اَوهين ڇا ٿا ڳوليو (٣٩) چياءُنِس ته اي رَبي (جو معنيٰ ڪري اُستادُ ٿو چئجي) تون ڪٿي ٽڪندو آهين (۴٠) چيائينِ اچي ڏِسو تڏهِ اُهي آيا ۽ جتي ٽِڪندو هو سو اچي ڏِٺاءُ پوءِ اُهو ڏينهُ ساڻُس گڏ ٽِڪيا سا ڏِينه جي ڏهين گهڙي هُئي (۴١) ۽ اُهي ٻئي جي يوحن جي ڳالهِ ٻُڌي سندس پُٺيان لڳا هُوا تن مان هِڪڙو اندرياسُ شمعُون پطرس جو ڀاءُ هو (۴٢) تنهِ پهرياءُ پهنجي ڀاءُ شمعُون کي ڳولي چيو ته اسان مسِيح کي لڌو (جو معنيٰ ڪري ڪرِسٽُس يعني مَکِئلُ ٿو چئجي) (۴٣) ۽ تنهِ کي يسُوعَ وٽِ وٺي آيو تڏهِ يسُوعُ اُنهي ڏي نهاري چيو ته تُون شمعُونُ يُونا جو پُٽُ آهين سو تُون ڪِيفا سڏبين جنهِ جي معنيٰ پهڻُ آهي ⁘

(۴۴) ٻئي ڏِينهِ يسُوع ڀانيو ته گلِيل ڏي وڃان تڏهِ فِلِپُس کي ڳولي چيائينس ته مُهنجي پُٺيان هليو اچُ (۴٥) ۽ فِلِپُسُ اندرياس ۽ پطرس جي شهر بيٽصَيدا جو رهندڙُ هو (۴٦) ۽ فِلِپُس ناٿانائيل کي لڌو ۽ اُن کي چياءُ ته جنهِ لاءِ مُوسيٰ

توريت ۾ لکيو ۽ ٻئن نبين ۾ بہ لکيو سو يُوسف جو پُٽ يسُوع ناصري لڌو اٿون (۴۷) ناٿانائيل چيُس تہ ڪا چڱي شيِءِ ناصرت کان نِڪري ٿي سگهي ڇا فلِپُس چيُس اَچي ڏِسُ (۴۸) يسُوع ناٿانائيل کي پاڻ ڏي اِيندو ڏِسي تنہ لاءِ چيو تہ اِجهو سچو اسرائيلي جنہ ۾ کوٽ نہ آهي (۴۹) ناٿانائيل اُنکي چيو تہ تُون مُون کي ڪيئن ٿو سُڃاڻين تہ يسُوعَ ورندِي ۾ چيُس ته فلِپُس جي سڏڻ کان اڳي جڏهن تُون انجير جي وڻ هيٺ هُئين تڏهن مُون تو کي ڏٺو هو (۵۰) ناٿانائيل ورندي ڏيئي چيُس تہ اي ربِي تُون خُداءِ جو پُٽ آهين ۽ تُون اِسرائيل جو بادشاهُ آهين (۵۱) تہ يسُوعُ ورندِي ۾ چيُس تہ تُون اِنهي ڪري ويساهُ ٿو رکين ڇا جو چيومانءِ تہ مُون تو کي انجير جي وڻ هيٺ ڏٺو هاڻي اِنهي کان بہ وڏيون ڳالهيُون ڏِسندين (۵۲) وري تنہ کي چيائين تہ آءٌ اوهان کي سچُ سچُ ٿو چوان تہ هِن کان پوءِ اوهين آسمان کي اُپٽيلُ ۽ خُداءِ جي فرِشتن کي مٿي چڙهندو ۽ هِن آدم جي پُٽ تي هيٺ لهندو ڏِسندوءُ ⁘

## بابُ ۲

پوءِ ٽئين ڏِينہ قاناءِ گلِيل ۾ ڪنہ جو وِهانءُ ٿيو ۽ يسُوع جي ماءُ اُتي هُئي (۲) ۽ يسُوع ۽ سندس شاگرد بہ اُتي وِهانءَ ۾ سڏيل هُوا (۳) پوءِ جڏهن شرابُ کُٽن تہ يسُوعَ جي ماءُ يسُوعَ کي چيو تہ هُنن وٽ شرابُ ڪو نهي (۴) تہ

يسُوع چيُسِ اِي مائي مُهنجو تو سان ڪهڙو ڪمُ آهي اَجا مُهنجي وِيل نہ آئي آهي (٥) تہ ماڻِسِ نوُڪرنِ کي چيو جيڪي اوهانکي چوِي سو ڪريو (٦) ۽ اُتي ڇهَ مٽ پهڻ جا يهُودِنِ جي رِيت سارُو پاڪائيءَ لاءِ پاڻيءَ جا رکيا هُوا جنهِ هڪڙي هڪڙي ۾ ٻہ ٽي ٽي مڻ ٽي ماٽا (٧) تہ يسُوع اُنهنِ کي چيو مٽنِ ۾ پاڻي پڙيو تہ اُنهنِ تنکي پرِي ٽمٽارُ ڪيو (٨) پوءِ چيائينِ منجهانِ اوتي ڄڃ جي وڏيري وٽ کڻي نيو تڏهِ اُهي کڻي وِيا (٩) ۽ جڏهِ وڏيري اُهو پاڻي جو شرابُ ٿي پيو هو سو چکيو ۽ نہ ڄاتائين تہ هي ڪِٿي جو آهي پر نوُڪرنِ جنِ پاڻي اوتيو هو تنِ ڄاتو ٿي تڏهِ وڏيري گهوٽ کي سڏي چيو (١٠) تہ سڀڪو ماڻهُو پهرياءُ اُوچو شرابُ ٿو ڪڍِي ۽ جڏهِ ماڻهُو پِي ڍَوُ ڪندا آهِنِ تڏهِ سادو ڪڍندو آهي پر تو اُوچو شرابُ هيسيِ تاءِ رکي ڇڏيو آهي (١١) اِها پهري ڪرامت يسُوع قاناءِگلِيل ۾ ڏيکارِي ۽ پهنجي وڏائي پڌرِي ڪياءِ ۽ سندسِ شاگردنِ منِسِ وِيساهُ آندو ⁘

(١٢) تنهِ کان پوءِ اُهو ۽ ماڻِسِ ۽ ڀائُرسِ ۽ سندسِ شاگرد ڪَفرنا حُومَ ۾ لهي وِيا ۽ ڪي ٿورا ڏينهہ اُتي رهيا ⁘

(١٣) پوءِ يهُودنِ جي ڇڏي لنگهي وڃڻ جي عِيد اوڏي هُئي تڏهِ يسُوع يرُوشلِيم ڏي چڙهي وِيو (١٤) ۽ هَيڪل ۾ جنِ ڍڳا ۽ رِڍُ ۽ پارِيلا ٿي وِڪيا تنکي ۽ صرافنِ کي وِيٺل ڏٺائين (١٥) تڏهِ نوڙنِ مان سونٽا جوڙي تنِ مِڙني کي

کهيڻن ۽ ڍڳن سُودو هيڪل منجهان لوڌي ڪڍياءِ ۽ صرافن جي روڪڙ هاري ڇڏياءِ ۽ تن جا ڪاٺوڙا اُونڌا ڪياءِ (١٦) ۽ پاريلاوڪٽڻوارنکي چياءِ هنن کي هتان ڪڍو ۽ مُهنجي پيُ جي گهر کي واپار جو هٽُ نہ ٺاهيو (١٧) ۽ سندس شاگردن کي ياد آئي جو هيُ لکيو آهي تہ تُهنجي گهر جي ڪام مُنکي کائي ڇڏيو ⁘

(١٨) تڏهہ يهُودن ورنديِ ڏيئي چيُس تہ تُون جو هيُ ڪمُ ٿو ڪرين سو اسانکي ڪهڙو اُهڃاڻ ٿو ڏيکارين (١٩) تہ يسُوعَ ورندي ڏيئي چين اُوهين هنَ هيڪل کي ڍاهيو تہ ٽن ڏينهن ۾ ڪڙي ڪندوسانس (٢٠) تہ يهُودن چيُس هيءَ هيڪل جا ڇائيتاليهن ورهن ۾ اڏي آهي سا تُون ٽن ڏينهن ۾ ڪيئن ڪڙي ڪندين (٢١) پر تنهہ اها ڳالهہ پهنجي جُثي جي هيڪل لاءِ چئي (٢٢) پوءِ جڏهن مُئن منجهان جيُ اُٿيو تڏهہ سندس شاگردنکي ياد آئي تہ هُن اسانکي هيءَ ڳالهہ چئي هُئي تہ هنن ڪتابن تي ۽ يسُوعَ جي چوڻ تي ويساهُ آندو ⁘

(٢٣) ۽ جڏهن اُهو ڇڏي لنگهي وڃڻ جي مهل عيد جي ڏينهہ يرُوشليم ۾ هو تہ گهڻن ماڻهن اُهي ڪرامتُ جي پاڙ ٿي ڏيکارياءِ سي ڏسي سندس نالي تي ويساهُ آندو (٢٤) پر يسُوعَ پاڻ کي تنجي مرضيءَ پُٺيان نہ ڪيو ڇوجو مڙني کي ڄاڻاءِ ٿي (٢٥) ۽ اِهو ڪپُ نہ هوس تہ ڪو پيو ڪنهہ ماڻهُوءَ بابت سُڌ ڏئيس ڇاڪاڻ تہ جيڪي ماڻهُوءَ ۾ هو سو پاڻ ڄاڻندو هو ⁘

## بابُ ٣

۽ فريسن منجهان هڪڙو ڄڻو نيڪديمس ناليِ يهُودن جو پريو مڙس هو (٢) تنهِ راتِ جو يسُوع وٽِ اچي چيو تہ اي ربي اسين ڄاڻُون ٿا تہ خُداء جي پاران تُون اُستادُ ٿي آيو آهين ڇوجو جيڪي ڪرامتُون تُون ٿو ڏيکارين سي جيسين خُداء اُن سان نہ هُجي تيسين ڪو نہ ٿو ڏيکاري سگهي (٣) تہ يسُوع ورنديِ ڏيئي چيس آءٌ توکي سچُ سچُ ٿو چوان تہ جيسين ڪو نئين مان نہ ٿو ڄاپي تيسين خُداء جي بادشاهي ڏسي نٿو سگهي (٤) تہ نيڪديمس چيس جو ماڻهُون پوڙهو ٿئو آهي سو وري ڪيئن ڄاپي سگهندو تہ ڪي ٻيهر ماءُ جي پيٽ ۾ وڃي ڄاپي سگهندو ڇا (٥) يسُوع ورندي ڏني تہ آءٌ توکي سچُ سچُ ٿو چوان ڪِ جيڪڏهن ڪو ماڻهُون پاڻي ۽ رُوح ڪري نہ ڄاپي تہ خُداء جي بادشاهت ۾ گهڙي نہ سگهندو (٦) تہ جيڪي جُثي ڪان ڄائو آهي سو جُثوئي آهي ۽ جيڪي رُوح ڪان ڄائو آهي سو رُوحُ ئي آهي (٧) تُون عجب نہ ڪر جو چيومانئي تہ اوهانکي نئين مان ڄاپڻُ گهُرجي (٨) تہ واءُ کي جيڏهن ٿو وڻي تيڏهن ٿو لڳي ۽ تُون گهُوگهاٽُ سندس ٻُڌي ٿو پر نٿو ڄاڻي تہ اِهو ڪِتان ٿو اچي ۽ ڪيڏي ٿو وڃي ۽ سيڪو جو رُوح ڪان ڄائو آهي سو اِئي آهي (٩) نيڪديمس ورندي ڏيئي چيس تہ هي ڳالهيون ڪيئن

تي ڙي سگهن (١٠) يسُوع ورنديِ ڏيئي چيُس ته تون اِسرائيل جو اُستاذ آنهين سو اِهي ڳالهيُون نٿو ڄاڻين ڇا (١١) آءٌ توکي سچُ سچُ ٿو چوان ته جيڪي اسين ڄاڻُون ٿا سو چئُون ٿا ۽ جيڪي ڏٺو اٿون ته هنجي ساک ٿا ڀريُون ۽ سا اسانجي ساک اوهين نٿا مڃيو (١٢) ته جي مُون اوهانکي زمين جيُ ڳالهيُون چيُون اوهين اُنهن تي ويساهُ نٿا آڻيو پوءِ جي اهانکي آسمان جيُ ڳالهيُ چوندُس ته ڪِئن ويساهُ آڻيندؤ (١٣) ته ڪوئي آسمان تي نه چڙهيو آهي هِن آدم جي پُٽ ڌاران جو هيُ اسمان ڪان هيٺ لٿو ۽ آسمانَ ۾ آهي (١٤) ۽ جِئن مُوسيٰ رڻ پٽ ۾ نانگ کي مٿي چاڙهيو هو تِئن ئي گهرجي ته هيُ آدم جو پُٽ بِ مٿي چاڙهيو وَڃي (١٥) سو اِنهي لاءِ ته جيڪو مٿس ويساهُ ٿو آڻي سو ڇٽ نه ٿئي پر هميشه جِئڻُ لهي (١٦) ڇا کان ته خُداءِ جهان کي اِهڙو پيارو رکيو جو پهنجو هڪڙوئي ڄڻيل پُٽ ڏِناءِ ته جيڪو تنهِ تي ويساهُ آڻي سو ڇٽ نه ٿئي ويتر هميشه جِئڻُ لهي (١٧) ڇوجو خُداءِ پهنجي پُٽ کي جهان ۾ اِنهي لاءِ نه موڪليو آهي ته جهانکي ڏهارِي ٺاهي پر جهانُ تنهِ ڪري ڇوٽڪو لهي (١٨) ته جيڪو مٿس ويساهُ ٿو آڻي سو ڏهارِي نٿو ٿئي پر جيڪو مٿس ويساهُ نٿو آڻي سو هاڻيئي ڏهاري ٿيو آهي ڇوجو خُداءِ جي هڪڙي ڄڻيل پُٽ تي ويساهُ نه آندو اٿس (١٩) ۽ ڏهارِي ٿئڻ جي اڙتي هيُ آهي ته سوجهرو جهان ۾ آيو پر ماڻهن اُونده

کي سوجھِري کان واڌو چاتو ڇوجو اُنهن جا ڪرت ٻڇڙا هُوا (٢٠) تہ جيڪو ٻڇڙائي ٿو ڪري سو سوجھِري سان وير ٿو رکي ۽ سوجھري وٽِ نٿو اچي جو متان مُنهجا ڪرت پڌرا ٿي پون (٢١) پر جيڪو سچائي ٿو ڪري سو سوجھِري وٽِ اچي ٿو تہ ڪرت سندس پڌرا ٿِئن جو اُهي خُداء ۾ ڪِئل آهِنِ ؛

(٢٢) تنهِ کان پوءِ يسوع ۽ سندس شاگرد يَهُودِيه جي مُلڪ ۾ آيا ۽ اُتي تن سان گڏ ٽِڪيو پيو ۽ بپتسما ٿي ڏِناءِ (٢٣) ۽ يُوحنُ بہ سالِم جي ويجھو عينُون ۾ بپتِسما ٿي ڏِني ڇوجو اُتي پاڻي گھڻا هُوا ۽ ماڻھُن وٽس اچي بپتِسما ٿي ورتي (٢٤) ڇوجو يُوحنُ اجان بنديخاني ۾ نہ پيو هو ؛

(٢٥) پوءِ يُوحن جي شاگِردن مون ڪن يهُودن سان پاڪائي جو بحث ڪِيو (٢٦) اُنهن يُوحن وٽِ اچي چيو تہ اي ربّي جو تو ساڻ يردن جي پراڙِ هو جنهنجي تو ساک پري ڏِسُ اُهو ساڳيو بپتسما ٿو ڏِئي ۽ مڙيئي تنهِ وٽِ ٿا اچن (٢٧) تہ يُوحن ورندي ڏيئي چيو ڪِ ڪو ماڻھُون تيسين ڪي بہ نٿو لھي سگھي جيسين ڪِ آسمان کان مِلِئُلُ نہ هُجيس (٢٨) ۽ اوهين پاڻ مُهنجا ساکي آهيو جو چيو هوم تہ آءٌ مسِيحُ نہ آنهيان پر تنهِ جي اڳيم موڪليلُ آهيان (٢٩) تہ جنهِ جي ڪُنوارِ آهي سوئي گھوٽ آهي پر جو تنهِ گھوٽ جو سجڻُ ٿو بِهي ۽ تنهنجي ٿو ٻُڌي سو گھوٽ جي آواز ڪري هيڪاري

سرهو تو ٿِئي سا مُنهنجي سرهائي پُوري ٿي (۳۰) تہ هنِ جو وڌڻُ‌ئي گُهرجي
۽ مُنهنجو گهٽجڻُ گُهرجي (۳۱) تہ جيڪو مٿاهينُ کان ٿو اچي سو مڙيني کان
مٿي آهي ۽ جيڪو زمِين کان ٿو ٿِئي سو زمِين جوئي آهي ۽ زمِين جيئِي
ڳالهيِ ٿو ڪري ۽ جيڪو آسمان کان ٿو اچي سو مِڙيني کان مٿي آهي
(۳۲) ۽ جيڪي ڏِٺو ۽ ٻُڌو اٿسِ تنهنجي ساک ٿو ڀري پر اُنهين جي ساک ڪو
نہ ٿو مڃي (۳۳) ۽ جيڪو انهين جي ساک ٿو مڃي تنهِ تہ مُهر هنئِي آهي
جي خُداء سچو آهي (۳۴) ڇوجو جنهِ کي خُداء موڪليو آهي سو خُداء
جيِ ڳالهيِ ٿو چوي ڇا کان تہ خُداء رُوحُ هُن کي مئُيِ‌ئِي نٿو ڏِئي (۳۵) تہ
پيُ پُٽ کي پيائيندو آهي ۽ سڀڪي تنهنجي هٿ ڏِنو آهيسِ (۳۶) ۽
جيڪو پُٽ تي ويساهُ ٿو آڻي تنهِ کي هميشه جِئڻُ آهي پر جو پُٽ تي
ويساهُ نٿو آڻي سو جِئڻ کي نہ ڏِسندو هٿائي خُداء جو قَهَرُ تنهِ تي ٿو رهي ؞

## بابُ ۴

پوء جڏهِ خُداوند ڄاتو تہ فريسن ٻُڌو آهي جو يسُوعُ يُوحن کان ٻہ گهڻا
شاگِرد ڪري ٻپتسما ٿو ڏِئي (۲) توڙي يسُوعُ پاڻ ٻپتسما نٿي ڏِني پر سندسِ
شاگِردن ڏِني ٿي (۳) تڏهِين يهُوديہ کي ڇڏي وري گلِيل ڏي هليو (۴) پر
سامرِيہ کان ٿِيندو وڃڻُ گُهربو هوسِ (۵) پوء سامرِيہ جي سِڪار نالي هِڪڙي

ڳوٺ وٽِ تنهِ ٻنِيءِ جي وِجهو آيو جا يعقُوب پنهنجي پُٽ يُوسِف کي ڏِني هُئي (٦) ۽ اُتي يعقُوب جو کُوهُ هو تہ يسُوع اُئي پنڌ کان ٿڪِجي اُنهي کُوهَ وٽِ اچي ويٺو ۽ اُها ڏِينهه جي ٻپهرِي هُئي (٧) تڏهِ سامرِيہ کان هِڪڙِي زال پاڻِي ڀرڻ آئي يسُوعَ تنهِ کي چيو تہ پاڻِي پِيارِيم (٨) ڇوجو سندسِ شاگِرد شهر ۾ کي کاڄ وٺڻ لاءِ وِيا هُوا (٩) تڏهِ اُنهين سامرِيہ جي زال چيُسِ تہ تُون جو يهُودِي آنهين سو مُون سامرِيہ جي زال کان پاڻِي ڪِئن ٿو گهُرين ڇا کان تہ يهُودِي سامرِين سان ڏِيتي لِيتي نٿا رکن (١٠) يسُوعَ وراڻِي ڏِيئي چيُسِ تہ جي تُون خُداءَ جي ڏاتِ کي ڄاڻِين ها ۽ هِيُ ڪير آهي جو چوِيئِي ٿو تہ پاڻِي پِيارِيم پوءِ تُون اُن کان گهُرين ها تہ اُهو توکي جِئرو پاڻِي ڏِئي ها (١١) تڏهِ زال چيُسِ سائين توکي ڪو سنجُ ناهي ۽ کُوهُ اُونهون آهي پوءِ توکي جِئرو پاڻِي ڪِٿان مِليو آهي (١٢) تُون ڪِ اسانجي پِيُ يعقُوب کان بِہ وڏو آنهين ڇا جنهِ اسانکي هِيُ کُوهُ ڏِنو جنهِ مان پاڻَ ۽ سندسِ ٻار ۽ تنهِجا ڍور پِئندا هُوا (١٣) يسُوعَ ورندِڻ ۾ چيُسِ تہ جيڪو هِنَ پاڻِيءَ مان ٿو پِئي سو ورِي اُڃائِبو (١٤) پر هِيُ جو پاڻِي آءٌ ڏِيندُسِ تنهِ مان جيڪو ٿو پِئي سو ڪڏهِ نہ اُڃائِبو وِيتر پاڻِي جو ڏِيندوسانسِ تنهِ مين جهرڻو ٿِيندو سو هميشه جِئڻَ توڻِي اُڇلُون پِيو ڏِيندو (١٥) تہ زال چيُسِ اِي سائين اُهو پاڻِي مُنکي ڏِي تہ آءٌ نہ اُڃائِجان ۽ نہ هِتي پاڻِي ڀرڻ اچان (١٦) يسُوعَ چيُسِ تہ وڃُ پنهنجي مُڙس

کي کوٺي اچُ (۱۷) زال ورنديِ ڏنيئي چيُسِ تہ مُڙسِ کو نہ آهي (۱۸) يسُوعَ چيُسِ چڱو چيُئي جو مُڙسُ نہ اٿمِ چوجو تو پنج مُڙس ڪيا آنهِن پر جو هِنئر اٿيئي سو تُنهنجو مُڙسُ نہ آهي اِهو تو سچُ چيو آهي (۱۹) تڏهِ زال چيُسِ اي سائيَ آءٌ ڏِسان ٿي تہ تُون نبي آنهِين (۲۰) تہ اسانجي پِيُ ڏاڏنِ هِن ٽڪر ۾ بندگي ڪئي پر آوهِين چئو ٿا تہ جنهِ هَنڌِ بندگي ڪرڻ گهُرجي اُهو يرُوشلِيم ۾ آهي (۲۱) تہ يسُوعَ چيُسِ اي زال مُونتي وِسهُ تہ اُها گهڙِي اچي ٿي جو اوهِين پِيُ جي بندگي نہ هِن ٽڪر ۾ ۽ نہ يرُوشلِيم ۾ ڪندؤ (۲۲) تہ اوهِين تنهِنجي بَندگي ٿا ڪريو جنهِ کي نٿا ڄاڻو پر اسِين تنهِنجي بندگي ٿا ڪريُون جنهِ کي ڄاڻُون ٿا چوجو ڇوٽڪو يهُودِنِ منجهان ئي آهي (۲۳) پر هاڻي اُها گهڙِي اچي ٿي وِيترِ هاڻي ئي آئي آهي جو سچا بندگي وارا رُوحَ ۽ سچائيَ ساڻُ پِيُ جي بندگي ڪندا چوجو پِيُ پنهنجيُ بندگيُ ڪاڻِ اهڙائي ٿو ڳولي (۲۴) تہ خُداءِ رُوحُ آهي ۽ جيڪي سندسِ بندگي ٿا ڪنِ تنِکي رُوحَ ۽ سچائيَ سَان بندگي ڪَرڻُ گهُرجي (۲۵) تڏهِ زال چيُسِ ڄاڻان ٿي تہ مسِيحُ اچڻو آهي جنهِ کي ڪرِسٽُسُ ٿو چئجي اُهو جڏهِ ايندو تَڏهِ اسانکي سڀُڪي ڄاڻائِيندو (۲۶) تہ يسُوعَ تنهنکي چيو اُهوئي آءٌ آهيان جو تو سان ٻيِٺو ڳالهايان (۲۷) پوءِ اِيتري ۾ سندسِ شاگِرد آيا ۽ عجب ۾ پيا جو زال سان ٿو ڳالهائي پر ڪنهِ نہ چيُسِ تہ تُون ڇا ٿو گهُرين جان اِن سان ڇو ٿو ڳالهائين ⁘

(۲۸) پوءِ اُها زال دِلو پنهنجو ڇڏي شهر ۾ ويئي ۽ وڃي ماڻهن کي چيائين (۲۹) ته هيڏنه اچي هِڪڙي ماڻهوءَ کي ڏِسو ته جيڪي ڪِيو هوم سو مُونکي ڄاڻايائين ته اُهو متان مسِيحُ نه آهي (۳۰) پوءِ اُهي شهر مان نِڪري وِٽس هلي آيا ÷

(۳۱) تنهِ وِچ ۾ سندس شاگِردن مِنٿ ڪيس ته اي رَبي کي کاءُ (۳۲) تڏهن اُنهن کي چيائين ته مُونکي کائڻ لاءِ اِهڙي ماني آهي جنهنکي اوهين نه ٿا ڄاڻو (۳۳) ته شاگِرد پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته ڪنهِ کائڻ لاءِ کي آندو آهيس ڇا (۳۴) ته يسُوع چيُن مُنهنجو کائڻُ هي آهي ته جنهِ مُونکي موڪِليو تنهنجي مَرضِي وانگُر هلان ۽ تنهِنجو ڪم پُورو ڪريان (۳۵) ته اوهين اِئي نٿا چئو ڇا ڪِ چوٿين مهيني لابارو ٿيندو ڏِسو آءٌ اوهانکي ٿو چوان ته اکيُون پنهنجيُون مٿي کڻي پوکن ڏي نِهاريو جو اُهي لاباري لاءِ پَڪيُون بيٺيُون آنهِن (۳٦) ۽ جيڪو لُڻي ٿو سو پورهيو ٿو وٺي ته هميشه جِئڻ لاءِ ڦر ٿو ميڙي سو اِنهي لاءِ ته جيڪو پوکي ٿو ۽ جيڪو لُڻي ٿو سي ٻئي گڏجي سرها ٿِين (۳۷) تَنهِتي هيءَ چوڻي سچي آهي ته هِڪڙو پوکي ٿو ٻِئو لُڻي ٿو (۳۸) مُون اوهانکي موڪِليو ته جنهِ ۾ پورهيو نه ڪِيو اَٿو سو لُڻو ته پورهيو ٻِئن ڪيو آهي پر اَوهين اُنهن جي پورهي ۾ ڀائي وارَ ٿيا آهيو ÷

(۳۹) ۽ اُنهين شهر جي سامرن مان گهڻن مٿس اُنهي زال جي چوڻ ڪري

وِيساهُ آندو جنهِ ساکـ پرِي تہ سيُڪي جو مُون ڪِيو هو سو مُونکي ڇاڻاياءَ
(۴۰) تنهِ ڪري سامِرِنِ وِٽس اچِي مِنٿ ڪئي تہ اسان وَٽ ٽِڪُ پوءِ اُتي ٻہ
ڏِينہَ ٽِڪيو (۴۱) ۽ ٻِئنِ گهڻنِ سندسِ چوڻ ڪري وِيساهُ آندو (۴۲) ۽ اُنهنِ
تنهِ زال کي چيو تہ هِيُرَ اَسِين تُنهنجي چوڻ ڪري متِسِ وِيساهُ نٿا آڻيُون پر
پاڻَ ٻُڌو اَٿُون ۽ ڄاڻُون ٿا تہ سچُ هِيُ جهانَ کي ڇوڙِڪو ڏِيندڙُ مسِيحُ آهي ﴿
(۴۳) ۽ ٻِنِ ڏِينهنِ کان پوءِ اُتانهون نِڪرِي گلِيل ۾ وِيو (۴۴) ڇوجو يسُوعَ
پاڻ ساکـ پرِي تہ نبِي پنهنجي ڏيہ ۾ مانُ نٿو لهي (۴۵) پوءِ جڏهِ گلِيل ۾ آيو
تہ گلِيلِن ميجيُسِ ڇا کان تہ جيڪِي يَرُوشلِيمر ميں عِيد جي ڏِينهِ ڪيو هُواءَ
سو اُنهنِ ڏِٺو هو ڇوجو اُهي عِيدَ ۾ وِيندا هُوا ﴿
(۴۶) پوءِ يسُوعَ وِرِي قاناءَ گلِيل ۾ آيو جِتي پاڻِي کي شرابُ ڪِيو هُواءَ ۽
اُنهِين مهل اُتي هِڪڙو امِيرُ هو جنهِ جو پُٽُ ڪفرنا حُوم ۾ ناچاڪُ پيو هو
(۴۷) اُنهِين جڏهِ ٻُڌو تہ يسُوع يهُودِيہ کان گلِيل ۾ آيو آهي تہ وِٽسِ وَڃِي مِنٿ
ڪِياءَ ڪِ سانئِي لهي هلي مُنهنجي پُٽ کي ڇڱوڀلو ڪرِ ڇوجو اِهو مرڻِينگ
آهي (۴۸) تڏهِ يسُوعَ چيُسِ جيسِين اوهِين اُهڃاڻَ ۽ ڪرامتُون نہ ڏِسندَؤ
تيسِين وِيساهُ نہ آڻِيندَؤ (۴۹) تڏهِ امِير چيو اي خُداوند لهي اَچُ تنهِ کان اڳي
ڪِ مَتان مُنهنجو پُٽُ مرِي نہ وَڃي (۵۰) تہ يسُوع چيُسِ وڃُ پُٽُ تُنهنجو
جِيو آهي پوءِ اُهو ماڻهُون يسُوع جي چوڻ تي وِيساهُ آڻي هليو وِيو (۵۱) اجان

وات تي ئي هو تہ سندس نوڪر اڳوات آيا ۽ اَچي چاٽايائنس تہ پٽ جيو آهي (۵۲) تڏهن اُنهن کان پُڇيائين تہ ڪهڙيءَ گهڙيءَ کان وٽس چڱو ٿيو تہ اُنهن چيس ڪالهہ ستين گهڙيءَ مهل تپ ڇڏيس (۵۳) تڏهن پيءُ ڄاتو تہ گهڙي اُهائي هئي جنهن ۾ يسُوعَ چيو تہ پُٽ تُنهنجو جيو آهي تنهن ڪري پاڻ ۽ سندس سڄي آکهہ ويساهُ آندو (۵۴) اِهَا ٻي ڪرامات هُئي جا يسُوعَ يهُوديه کان گليل ۾ اچي ڏيکاري ؛

## باب ۵

تنهن کان پوءِ يهُودن جي هڪڙي عيد هُئي تڏهن يسُوعَ يرُوشليم ڏي چڙهي ويو (۲) ۽ يرُوشليم ۾ رڍواري نالي دروازي وٽ هڪڙو تلاءُ هو جنهن کي عبرانيءَ ۾ بيت حسدا ٿا چون تنهن وٽ پنج بيٺڪون هيُون (۳) تن ۾ اڳهن ۽ انڌن ۽ منڊن ۽ واٽلن جو گهڻو ميڙ ڪو پيو پاڻيءَ جي ڏُڏڻ جي وات ڏسندو هو (۴) ڇا کان تہ ڪنهن ويلي فرشتہ تلاوَ ۾ لهي پاڻي ڏوڏيندو هو ۽ جيڪو ماڻهُون پاڻيءَ ڏُڏڻ کان پوءِ پهرياءُ گهڙندو هو سو جنهن ڪنهن مرض سان ورتل بہ چڱو ڀلو ٿي ٿيو (۵) ۽ اُتي هڪڙو ماڻهُون هو جو اٺٽيهن ورهين کان مرضيل پيو هو (۶) اُن کي يسُوعَ پئل ڏسي ۽ ڄاڻي تہ گهڻن ڏينهن کان اِنهي حال ۾ آهي اُئي چاٽي چيس تہ تون چڱو ڀلو ٿيڻ ٿو چاهين ڪِنہ (۷) تڏهن اُنهين مرضيلَ ورنديءَ

ڏِني تہ اِي سانئِي مُون وٽ ڪو ٻيو ماڻھُون نہ آھي جو پاڻِي ڏُڏڻ جي وير مُونکي تلاوَ ۾ وِجھي پر جيسِين آءٌ ٿو وڃان تيسِين ڪو ٻِيو ٻھراءُ مُونکا اڳي اچي ٿو ڳھڙِي (٨) تہ يسُوع تنہِ کي چيو اُٿُ پنھنجو کٽولو کڻِي ھليو وڃُ (٩) ۽ اُنهيئِي وير اُھو ماڻھُون چڱوڀلو ٿِيو ۽ پنھنجو کٽولو کڻِي ھليو وِيو ۽ اُھو ڏِينہُ سبت جو ھو (١٠) تڏِہ يھُودِنِ اُنھين چُنل کي چيو تہ اڄُ سبت جو ڏِينہُ آھي تنہِ ڪري توکي پنھنجو کٽولو کڻڻُ نٿو رِھائِي (١١) تنہِ ورندِي ڏِنيِن تہ جنہِ مُونکي چڱوڀلو ڪيو تنہِ مُونکي چيو تہ پنھنجو کٽولو کڻِي ھِليو وڃُ (١٢) تڏِہ پُڇيائُنس تہ اُھو ماڻھُون ڪِھڙو آھي جنہِ توکي چيو تہ پنھنجو کٽولو کڻِي ھليو وڃُ (١٣) پر اُنھين چُنل نہ ڄاتو تہ اُھو ڪيرُ ھو ڇوجو يسُوع اُتانھون ھِليو وِيو ھو سو اِنهي لاءِ تہ اُنھين ھندِ ڳوڙُ ھو (١٤) تنہِ کان پوءِ يسُوعَ اُن کي ھَيڪل ۾ ڏِسي چيو تہ اِجھو ھاڻي چڱوڀلو ٿيو آنھين وري ڏوہُ نہ ڪِج متان توکي ڪا اڳِئين کان بِہ ڏاڍِي بُڇڙائِي رسِي (١٥) تڏِہَ اُنھين ماڻھُوَ وَڃي يَھُودِنِ کي ڄاڻايو تہ جنہِ مُونکي چڱوڀلو ڪِيو سو يسُوع آھي ؛

(١٦) تنہِ ڪري يھُودِنِ يسُوع کي ڏُکہ ڏِنا ۽ سندُسِ مارڻُ ڳولڻ لڳا سو اِني لاءِ تہ اِھو ڪمُ سبت جي ڏِينہِ ڪياءُ (١٧) پر يسُوع ورندِي ڏِيئِي چيُنِ ھِيسيِتاءُ مُنھنجو ابو ڪَمُ ٿو ڪري ۽ آءٌ بِہ ڪَمُ ٿو ڪريان (١٨) اِنھي ڪري يھُودِنِ ھِيڪارِين سندُسِ مارڻُ ڳوليو ڇا ڪان تہ رُڳو سبت کي نہ رِيٽياءُ پر خُداءَ

کي ابو چئي پاڻ کي خُداءُ سَئُون کياءِ (١٩) وري يسُوعَ ورندي ڏيئي چيُنِ
تہ آءٌ اوهانکي سچُسچ ٿو چوان تہ پُٽُ پاڻهين کي نٿو کري سگهي پر
جيکي پِيُ کي کندو ٿو ڏسي سوئي پاڻ ٿو کري سو اِنهي لاءِ تہ
جيکي اُهو ٿو کري پُٽُ بِہ اُئِيئِي ٿو کري (٢٠) ڇا کان تہ پِيُ
پُٽ کي پيارو ٿو رکي ۽ سڀُکي جيکي پاڻ ٿو کري سو تنہِ کي ڏيکاري
ٿو ڇڏي ۽ اِنهين کان وڏا ڪم بِہ تنہِ کي ڏيکاريندو جنہِ ڪري اوهين
عجبُ کندؤ (٢١) ڇوجو جِنئي پِيُ مُوئنِ کي اُٿاري ۽ جِياري ٿو تِنئي پُٽُ
بِہ جِنِ کي جِيارڻُ ٿو پائني تنِکي ٿو جِياري (٢٢) ڇوجو پِيُ کنهنجي
عدالت نٿو کري پر مڙيئي عدالت پُٽ کي پرڻي ڏِنو اٿسِ (٢٣) سو اِنهي
لاءِ تہ مڙيئي جِنئي پِيُ کي مانُ ٿا ڏِئنِ تِنئي پُٽ کي بِہ ڏِئنِ ۽ جيکو پُٽ
کي مانُ نٿو ڏِئي سَو جنہِ پِڻسِ تنہِ کي موکليو آهي تنہِ کي بِہ مانُ نٿو ڏِئي
(٢٤) آءٌ اوهان کي سچُسچ ٿو چوان تہ جيکو مُنهنجو چوڻُ ٿو ٻُڌي ۽ جنہِ
مُونکي موکليو آهي تنہِ تي ويساهُ ٿو آڻي تنہِ کي هميشہ جِئڻُ آهي ۽
اُهو عدالت ۾ نٿو اچي پر اُهو مَوُت کان لنگهي جِئڻ ۾ پهچي رهيو
(٢٥) ۽ آءٌ اوهانکي سچُسچ ٿو چوان تہ اُها مهل اچي ٿي ۽ هِنئڙئي آئي آهي
تہ مُوا هِنَ خُداءُ جي پُٽ جو سڏُ ٻُڌندا ۽ جِنِ ٻُڌو هُوندو سي جِئندا
(٢٦) ڇا کان تہ جِنئَ پِيُ پاڻ ۾ جِئڻُ ٿو رکي تِنئَ پُٽ کي بِہ ڏِنو اٿسِ تہ اُهو

بِہ پاڻئِي ۾ جِئڻُ رکي (٢٧) ۽ اِها ٻُڇندي بِہ تنهِ کي ڏني اٿسِ تہ عدالت
ڪري سو اِنهي لاءِ تہ هُو آدم جو پُٽ آهي (٢٨) اِهين اِنهي جو عجبُ نہ
ڪريو ڇوجو اُها گهڙي اچي ٿي اُنهي ۾ جيڪي قبرُنِ ۾ آنهِن سي سيئي
سندُسِ سڏُ ٻُڌندا (٢٩) ۽ ٻاهر نِڪرندا تہ جنِ چڱايُون ڪيُون هونديُون سي
جِئڻ لاءِ اُٿندا ۽ جَنِ منڌايُون ڪيُون هُونديُون سي گُناه جي لوڙڻ لاءِ اُٿندا
(٣٠) تہ آءٌ پَاڻَا ڪي ڪينَ ٿو ڪري سگهان پر جِنئي ٻُڌان ٿو تِنئي عدالت
ٿو ڪريان ۽ مُنهنجي عدالت سچي آهي ڇا ڪان تہ پنهنجي مرضي نٿو
چاهيان پر ابي جي مرضي ٿو چاهِيان جنهِ مُونکي موڪلِيو آهي (٣١) ۽
جيڪڏهِ آءٌ پاڻ لاءِ ساک ڀريان ها تہ مُهنجي ساک سچي نہ هُجي ها (٣٢) اُهو تہ
ٻِيو آهي جو مُون لاءِ ساک ٿو ڀري ۽ ڄاڻان ٿو تہ اُهو مُون لاءِ جيڪا ساک ٿو
ڀري سا سچي آهي ÷

(٣٣) اوهان يُوحن ڏي ٻُڇڻ لاءِ ماڻهُون موڪليا تنهِ سچائِي جي ساک ڀرِي (٣٤) تہ
بِہ آءٌ ڪنهِ ماڻهُوءَ جي ساک نٿو وٺان پر هي ڳالهيُون اوهانجي ڇوڙڪي لاءِ ٿو
چوان (٣٥) اُهو تہ ٻرندڙ ۽ چمڪندڙ هڪڙو ڏئو هو ۽ اوهان ٿوري توڻي
تنهنجي سوجهري ۾ پاڻ کي خُوشِ ڪرڻ ٿي ڀانيو (٣٦) پر يُوحن جي ساک
کان بِہ مُونکي ٻي وڏي ساک آهي تہ جيڪي ڪم ابي پُوري ڪرڻ لاءِ مُونکي
ڀرنيا آنهِن تہ جيڪي ڪم آءٌ ڪريان تہ سيئي مُون لاءِ ساک ٿا ڀرِينِ تہ ٻيءُ

مُون کي موکليو آهي (٣٧) ۽ جنهِ ابي مُونکي موکِليو تنهِ پاڻ مُون لاءِ ساکُ
ڀري پر اَوهان نہ ڪڏهِ اُنهين جو آوازُ ٻُڌو آهي ۽ نہ ڪڏهِ اُنهي جي شِڪل
ڏِٺِي آهي (٣٨) ۽ اُنهين جو ڪلامُ اَوهِين پنهنجي اندر ۾ رکي نٿا ڇڏيو سو
اِنهي لاءِ تہ جنهِ کي اُن موڪليو آهي تنهِ تي وِيساهُ نٿا آڻيو (٣٩) اوهِين
لِکِئُتنِ کي جاچِيو سو انهي لاءِ تہ اَوهِين ٿا ڀانيو جو تنِ ۾ اساں لاءِ هَميشه
جِئڻُ آهي ۽ سي اُهِيئِي آنهِنِ جي مُون لاءِ ساکُ ڏيُون ڀرِينِ (٤٠) ۽ اوهِين
مُون وٽِ اچڻُ نٿا چاهيو جنهِ ڪري جِئڻُ لهو (٤١) تہ آءٌ ماڻهُنِ کان مانُ
نٿو وٺان (٤٢) پر اوهانکي ڄاتو اٿمِ تہ اَهِين خُداءِ جي سِڪ پنهنجي هِئين
۾ نٿا رکو (٤٣) ۽ آءٌ جو ابي جي نالي تي آيو آنهيان تنه کي نٿا مڃيو پر
جيڪو ٻيو پنهنجي نالي تي اچي تنهِ کي مڃيندؤ (٤٤) سي اوهِين ڪِئي
وِيساهُ آڻي سگهندو جي هِڪ ٻِئي کان مانُ ٿا گهُرو ۽ جيڪو مانُ رُڳو خُداءِ
کان آهي سو نٿا ڳوليو (٤٥) اوهِين اِئين ميانيو تہ پيُّ وٽ آءٌ اوهان کان ڏوه
چِڪِيندُسِ پر اوهان کان چِڪِيندڙُ آهِيئِي آهي اُهو مُوسىٰ جنهِ تي وِيساهُ
رکيو اٿوَ (٤٦) ڇا کان تہ جي مُوسىٰ تي وِيساهُ آندوَ تہ جڙ مُون تي وِيساهُ
آندوَ ڇوجو اُنهين مُنهنجِيئِي بابت لِکيو آهي (٤٧) پر جيڪڏهِ اُنهين جي
لِکِئي تي وِيساهُ نٿا آڻيو تہ ڀلا مُهنجي ڳالهِيُن تي ڪِئن وِيساهُ آڻِيدؤ ❖

## بابُ ٦

اِنهي ڳالهِ کان پوءِ يسُوع گلِيل جي درياهَ جي پارِ وِيو جو طِبرِياس جو درياهُ بِ تو چئِجي (٢) ۽ وَڏو ميڙاکو پُٺيانسِ اچي لڳو ڇوجو جيکي ڪرامتُون ناچگنِ تي ٿي هلاياءِ سي اُنهنِ ڏِٺيُون ٿي (٣) ۽ يسُوع ٽڪر تي چڙهي پنهنجنِ شاگِردنِ سانُ گڏجي اُتي اچي وِيٺو (٤) ۽ يهُودِين جي عيد لنگهي وجڻُ نالي عِيد يهُودِنِ جي اوڏِي آئي هُئِي (٥) پوءِ جڏهِ يسُوع اکيُون مٿي کڻي وڏو ميڙاکو پاڻ وٽ اِيندو ڏِٺو تہ فِلِپُس کي چياءِ اسِين هِننِ جي کائڻ لاءِ مانِيُون ڪِٿان وِٺهُون (٦) پر اِها ڳالهِ سندسِ آزمُودي لاءِ چياءِ ڇوجو پاڻ جاتاءِ ٿي تہ آءٌ ڇا ڪندُسِ (٧) تڏهِ فِلِپُس وراڻي ڏِنيسِ تہ هِننِ مان سيڪنهِ کي ٽُڪر ٽُڪر مِلي اِنهي لاءِ بِنِ سَوَنِ دِينارنِ جيُون مانيُون بِ پُوريُون نہ ٿِينديُون (٨) تڏهِ شاگِردنِ مان هِڪڙي شمعُون پطرس جي ڀاءُ اندرياس نالي چيو (٩) تہ هِتي هِڪڙي ڇوڪر وٽ پنج مانيُون جواليُون ۽ ٻہ ننڍيُون مڇيُون آهِنِ پر هيترنِ ماڻهُنِ کي اُنهنِ ماً ڇا ٿِيندو (١٠) تڏهِ يسُوع چيو ماڻهُنِ کي وِهاريو ۽ اُنهِين هنڌِ ساوَڪ گهڻي هُئِي پوءِ ماڻهُون وِيهي وِيا سي ڳاڻيٽي ۾ پنج هزار کنُ جڻا هُوا (١١) تہ يسُوع مانيُون وٺي شُڪرانو ڪري شاگِردنِ کي وِرِچي ڏِنيُون ۽ شاگِردنِ اُهي جيڪي وِيٺا هُوا تنِ کي وِراهي ڏِنيُون ۽ اِئِيئِي مڇيُنِ مان بِ جيترو ڪِ اُنهنِ ٿي گهُريو تيترو تي ڏِناءِ (١٢) پوءِ جڏهِ اُهي ڍاپي رهيا تڏهِ

پنهنجنِ شاگِردنِ کي چياءِ تہ جيڪي ٽُڪر بچيا آنهنِ تنِ کي گڏُ ڪريو جو متان ڪو اجايو وڃي (١٣) پوءِ اُنهنِ پنجنِ جوالِنِ مانيُنِ مان جيڪي ڪاٺي بچايو هُواءِ سو اُنهنِ گڏُ ڪري ٻارهَ ڪاريُون ڀريُون (١٤) تڏهِ اُهي ماڻهُون اِها ڪرامات جا يسُوعَ هلائي سا ڏِسي چوَڻ لڳا تہ سچُ هِيُّ اُهو نبي آهي جو جهان ۾ اچڻو هو (١٥) پوءِ يسُوع ڄاتو تہ هي مُونکي بادشاهُ ٺَهرائڻ ڪاڻ هِنئر اچي جهلِيندا تنهِ ڪري اُتاهون ورِي هيڪلوئي ٽڪر تي چڙهي وِيو ::

(١٦) پوءِ جڏهِ سانجهي ٿي تہ سندسِ شاگِرد درياهَ تي آيا (١٧) ۽ ٻيڙِيءَ ۾ چڙهي درياهَ جي پراڙ ڪفرناحُوم ڏي ٿي وِيا اُنهين مهل اُونداهِ ٿي وِئي هُئي ۽ يسُوع اُنهنِ وٽ اجا نہ آيو هو (١٨) ۽ ڇوهي واوَ لڳڻ ڪري درياهُ ڏاڍو مٿو هو (١٩) ۽ جڏهِ اُهي ڏيڍ جان ٻہ ڪوهَ ڪاهي ويا هُوا تہ يسُوع کي درياهَ تي پيادو ٻيڙِيءَ ڏي اِيندو ڏِٺائِ تہ ڊِڄي وِيا (٢٠) تڏهِ يسُوع تنِ کي چيو آءٌ آنهيان نہ ڊِڄو (٢١) پوءِ اُنهنِ سرهو ٿِي ٻيڙِيءَ تي چاڙهيُسِ ۽ ترُتُ ٿِي ٻيڙِي اُنهين مُلڪ ۾ وڃي رسي جِتي اُنهنِ کي وڃڻو هو ::

(٢٢) ۽ ورندي ڏِينهِ اُهو ميڙاڪو جو درياهَ جي پراڙِ بيٺو هو تنهِ ڏِٺو تہ جنهِ ٻيڙِيءَ تي سندسِ شاگِرد چڙهيا هُوا اُنهي ڌاران ڪا ٻِي ٻيڙِي اُتي نہ هُئي ۽ اِهو بہ ڏِٺو هُوائِ تہ يسُوع پنهنجنِ شاگِردنِ سانُ ٻيڙِيءَ ۾ نہ چڙهيو هو رُڳا سندسِ شاگِرد هيڪلائي وِيا هُوا (٢٣) پر ٻِيُون ٻيڙيُون طِبرياس کان اُنهين هنڌِ جي

وِيجهِو آيُون جِتي خُداوند جي شُڪراني ڪرڻ ڪان پوءِ مانيُون کاڌيُون هُوائ (٢٤) پوءِ ميڙاڪي اِئي ڏِٺو تہ اُتي نڪو يسُوع آهي نڪي سندسِ شاگِرد تہ اُهي بہ ٻيڙِنِ تي چڙهي يسُوع جي ڳولا ۾ ڪفرناحُوم ڏي آيا (٢٥) ۽ تنهِ کي درياه جي پراڙ لهي چياءِ تہ ربي تُون هِتي ڪڏهِ آئين (٢٦) تہ يسُوع تنِکي ورندِڻ ۾ چيو آءٌ اوهان کي سچُسچُ ٿو چوان تہ جو ڪرامتُون ڏِٺيُوَ تنهِ ڪري نٿا ڳوليوم پر اوهان جي مانيُون کاڌيُون ۽ ڍوُ ڪِيُوَ تنهِ ڪري ٿا ڳوليو (٢٧) تہ اوهِين اُنهين مانِئِ ڪاڻ پورهيو م ڪريو جا ڇَٽُ ٿي تِئي پر اُنهي مانِئِ ڪاڻ پورهيو ڪريو جا هميشه جِئڻ توڻي جٽاءِ ٿي ڪري تہ جا تهانکي هِئِ آدم جو پُٽُ ڏِيندو ڇوجو اُن تي پِئِسِ خُداءِ مُهر هَڻِي آهي (٢٨) پوءِ اُنهن چيُسِ تہ اسين ڇا ڪريُون جنهِ ڪري خُداءِ جا ڪم اسان ڪان ٿِئِنِ (٢٩) تہ يسُوع ورندي ڏيئي چيُنِ خُداءِ جو ڪمُ هِئُ آهي تہ جنهِ کي موڪليو اٿسِ تنهِ تي ويساهُ آڻيو (٣٠) تڏهِ اُنهنِ چيُسِ پوءِ تُون ڪهڙو اُهڃاڻُ ٿو ڏِين جنهِ کي ڏِسي اسين توتي ويساهُ آڻيُون سو تُون ڇا ٿو ڪرِين (٣١) اسانجي پِئُ ڏاڏنِ تہ رِڻ ميں مَنَ کاڌي جِئَن لِکيو آهي تہ تِنجي کائڻ لاءِ آسمان ڪان ماني ڏِناءِ (٣٢) تڏهِ يسُوع چيِنِ تہ آءٌ اوهانکي سچُسچُ ٿو چوان تہ مُوسىٰ اوهانکي آسماني ماني نہ ڏِني پر مُنهنجو ابو اوهانکي سچي آسماني ماني ٿو ڏِئي (٣٣) ڇوجو خُداءِ جي ماني اُها آهي جا آسمان مان لهي

جهان کي جِئڻُ ٿي ڎِئي (٣٤) پوءِ چيائُونسِ تہ اي ڏڻي اُها ماني هميشه اسانکي ڎي (٣٥) تڎِهِ يسُوع چيُنِ تہ جِئڻ جي ماني آءٌ آنهيان جو مُون وٽِ ٿو اچي سو ڪڎِهِ نہ بُکائبو ۽ جو مُون تي وِساهُ ٿو آڻي سو ڪڎِهِ نہ اُڃائِبو (٣٦) پر چيومانَو تہ مُونکي ڎِٺو بِہ اٿوَ تبِ وِساهُ نٿا آڻيو (٣٧) تہ سڀُڪي جيڪي ابو مُونکي ٿو ڎِئي سو مُون وٽِ اِيندو ۽ جيڪو مُون وٽِ ٿو اچي سو ٻاهرِ ڪين ڪڍندُسِ (٣٨) ڇوجو آءٌ آسمان کان اِنهيَ لاءِ نہ لٿو آنهيان تہ پنهنجي مرضي ڪريان پر تنهِ جي مرضي ڪريان جنهِ مُونکي موڪليو آهي (٣٩) ۽ جنهِ ابي مُونکي موڪليو تنهنجي مرضي هيءَ آهي تہ جيڪي مُونکي ڎِنو آهيسِ تنهِ مان ڪي بِہ نہ وِڃايان وِيتر پوئين ڎِينهِ تنهِ کي اُٿاريان (٤٠) ڇوجو جنهِ مُونکي موڪليو تنهنجي مرضي هيءَ آهي تہ سڀڪو جو پُٽ کي ڎِسي مٿسِ وِساهُ ٿو آڻي سو هميشه جِئڻُ لهندو ۽ پوئين ڎِينهِ آءٌ تنهِ کي اُٿارِيندُسِ (٤١) پوءِ يهُودِي اِنهي ڪاڻِ ڪُرڪُرائڻ لڳا جو چياءِ تہ ماني جا آسمان مان لٿي سا آءٌ آنهيان (٤٢) ۽ چياءِ تہ هيُ يسُوع هُن يُوسِف جو پُٽُ نہ آهي ڇا جنهِ جو پِيُ ماءُ اسين ڄاڻُون ٿا پوءِ هيُ ڪِئن ٿو چوي تہ آءٌ آسمان کان لٿو آنهيان (٤٣) تڎِهِ يسُوع ورندي ڎِيئي چيُنِ تہ پاڻ منجهِ ڪُرڪُر مڪريو (٤٤) تہ ڪو ماڻهُون تيسين مُون وٽِ اچي نٿو سگهي جيسين ڪِ ابي جنهِ مُونکي موڪليو آهي سو تنهِ کي ڇڪي نہ وٺي ۽ آءٌ اُنهيکي پوئين ڎِينهِ اُٿارِيندُسِ

(٤٥) ۽ نبيُن جي ڪتابن ۾ لکيو آهي تہ اُهي سڀيئي خُداء کان سيکاريل ٿيندا پوءِ جنهِ ڪنهِ ابي جي ٻُڌي ۽ سکي آهي سو مُون وٽ ٿو اچي (٤٦) اِئي نہ جاڻو تہ ڪنهِ ابي کي ڏِٺو آهي هِن ڌاران جو هِيُ خُداء جي پاران آيو آهي تہ اُنهي ابي کي ڏِٺو آهي (٤٧) آءٌ اوهانکي سچُسچ ٿو چوان تہ جيڪو مُون تي وِيساهُ ٿو آڻي تنهِ کي هميشه جِئڻُ آهي (٤٨) اُها جِئڻ جي ماني آءٌ آنهيان (٤٩) تہ جن اوهان جي پِيُ ڏاڏن رِڻ ۾ مَن کاڌي هُئي سي مرِي ويا (٥٠) ۽ جا ماني آسمان کان ٿي لهي سا هِيَ آهي تہ جيڪو هِن مان کائي سو نہ مري (٥١) تہ جِئڙي ماني جا آسمان کان لٿي سا آءٌ آنهيان ۽ جيڪڏهِ ڪو اِن مانيءَ مان کائيندو سو هميشه جِئندو ۽ جيڪا ماني آءٌ ڏيندُس سا مُنهنجو ماهُ آهي سو آءٌ جهان کي جِئڻ ڪاڻ ڏيندُس (٥٢) پوءِ يهُودي اِئين چئي پاڻ ۾ وڙهيا تہ هِيُ پنهنجو ماهُ اسانکي کائڻ لاءِ ڪِئن ڏيئي ٿو سگهي (٥٣) پوءِ يسُوع چيُن تہ آءٌ اوهانکي سچُسچ ٿو چوان تہ جيڪڏهِ اوهِين هِن آدم جي پُٽ جو ماهُ نکائيندو ۽ تنهنجو رتُ نہ پِئندو تہ اوهان ۾ جِئڻُ نآهي (٥٤) تہ جيڪو مُنهنجو ماهُ ٿو کائي ۽ مُنهنجو رتُ ٿو پِئي تنهنکي هميشه جِئڻُ آهي ۽ پوئي ڏينهِ آءٌ تنهِکي اُٿارِيندُس (٥٥) ڇوجو نيڪُ مُنهنجوئي ماهُ کاڄُ آهي ۽ نيڪُ مُنهنجوئي رتُ پيئڻ آهي (٥٦) تہ جيڪو مُنهنجو ماهُ ٿو کائي ۽ مُنهنجو رتُ ٿو پِئي سو مُون ۾ رئي ٿو رهي ۽

آءٌ تنهن مرتو رهان (٥٧) تہ جيئن جيئري ابي مونکي موکليو ۽ آءٌ ابي
ڪري جيئان ٿو جيان تيئن جيڪو مونکي ٿو کائي سو مون ڪري جيئندو (٥٨) هيءَ
ماني اُها آهي جا آسمان مان لٿي تہ اُنهي وانگيان نہ آهي جيئن اوهان
جي پيءُ ڏاڏن مَن کاڌي هُئي تب مري ويا ۽ جيڪو هن مانيءَ کي ٿو کائي
سو هميشه جيئرو رهندو (٥٩) اِهي ڳالهيون جڏهن ڪفرناحوم جي عبادتخاني
م ٿي سيکاريائين تڏهن چيائين ÷

(٦٠) پوءِ سندس شاگردن منجهان گهڻن اِها ٻُڌي چيو تہ هي چوڻ ڳورو آهي
اِني کي ڪير ٿو ٻُڌي سگهي (٦١) تہ يسوعَ پاڻيهي جاتو جو مُنهنجا شاگرد اِنهي
ڪري ڪرڪن ٿا پوءِ چيائين تہ هيءُ ڪلامُ اوهانکي ڪاٻاڙي ٿو ڇا (٦٢) پوءِ
جيڪڏهن اوهين هن آدم جي پُٽ کي جتي اڳي هو اُتي چڙهندو ڏسو تڏهن
ڇا سمجهندؤ (٦٣) تہ رُوح اُهو آهي جو جياري ٿو ۽ جُثي کا ڪي ٻہ نہ ٿو ٿئي
سو آءٌ جيڪي ڳالهيون اوهان کي چوان ٿو سي رُوحُ آنهن ۽ جياپو آنهن
(٦٤) پر ڪي اوهان منجهان آنهن جي ويساهُ نٿا آڻين ڇوجو يسوع اصُلي ٿي
جاتو تہ هي اُهي آنهن جي ويساهُ نٿا آڻين ۽ جيڪو مُونکي پرائي هٿ ڏيندو
سو هيءُ آهي (٦٥) ۽ چيائين تہ اِني ڪري چيومانوَ جو ڪو مُون وٽ تيستين
نٿو اچي سگهي جيستين ڪ ابي جي پاران مِليَلُ نہ هُجيس (٦٦) اُني مهل
کان وٺي سندس شاگردن منجهان گهڻا پُٺتي موٽي ويا ۽ اڳتي ساڻس گڏ نہ هليا

(٦٧) پوء يسُوع اُنهنِ ٻارهنِ کي چيو تہ اوهين بہ ٻُڌي وڃڻ ٿا ڀانيو ڪِنہٗ (٦٨) تڏهِ شمعُون پطرس ورنديِ ڏِنس تہ اي خُداوند اسين ڪنہ وٽ وَڃُون تہ هميشہ جِئڻ جيُون ڳالهيون تو وٽ آنهنِ (٦٩) ۽ اسان وِيساهُ آندو آهي ۽ ڄاتو اَٿُون تہ تُون اُهو مسِيحُ خُداء جِئري جو پُٽُ آنهِي (٧٠) تہ يسُوع ورنديِ ۾ چيُنِ مُون ڪِ اوهان ٻارهنِ کي چُونڊيِ نہ ڪڍيو آهي ڇا پر اوهان منجهان ٿِيِ بہ هِڪڙو شَيطانُ آهي (٧١) اُنهين اِها ڳالهِ يهُودا اِسڪريُوطِيِ شمعُون جي پُٽ لاء چئي ڇوجو اُهو ڪِٽُسِ جهلائڻوارو هو ۽ اُهو بہ اُنهنِ ٻارهنِ منجهان هِڪڙو هو ⁘

## باب ٧

تنهِ کان پوء يسُوع گليل ۾ پئي گهُميو ڇوجو يهُودِيہ ۾ گهُمڻُ نٿي وڻيُسِ سو اِنهِي لاء تہ يهُودي سندس مارڻ ۾ هُوا (٢) ۽ مَنَہَ اڏڻ نالي يهُودِنِ جي عِيد وِجهي هُئِي (٣) پوء سندس ڀائرنِ چيُس تہ هِتان نِڪرِي يهُودِيہ مين وَڃُ تہ جيڪِي ڪمُ تُون ٿو ڪرين سي تُنهنجا شاگرد بہ ڏِسنِ (٤) ڇا کان تہ اهڙو ڪوئِي ڪو نهين جو ڳُجهہ ۾ ڪمُ ڪري پاڻ کي پڌرو ڪرڻُ ڀانئِي سو جي تُون اِهي ڪم ٿو ڪرين تہ پاڻ جهان کي ڏيکار (٥) ڇوجو ڀائُرنِسِ بہ مٿسِ وِيساهُ نہ ٿي آندو (٦) يسُوع تنِکي چيو تہ مُنهنجو اُهو ٽاڻو اڃان نہ

آيو آهي پر تهانجو ٽائو هميشه ٻيٺو آهي (۷) ته جهان اوهان ساڻ وير نٿو ڪري سگهي پر مون ساڻ وير ٿو ڪري ڇوجو آءٌ تنِ جي لاءِ ساک ٿو ڀريان ته تنِ جا ڪم بُڇڙا آنهِنِ (۸) سو اوهين هِنِ عيد ڪرڻ لاءِ چڙهي وڃو آءٌ هِنُر اِنهي عِيد لاءِ نٿو چڙهان ڇوجو اڃا مُنهنجو ٽائو پُورو نه ٿيو آهي (۹) اِهي ڳالهيُون اُنهنِ کي چئي پاڻ گليل ۾ رهيو ❖

(۱۰) پوءِ جڏهِ ڀائرسِ چڙهي وِيا هُوا تڏهِ پاڻ ٻِ پڌرو نه پر ڳجهوڳجهو عِيد لاءِ چڙهي وِيو (۱۱) تڏهِ يهُودِنِ عِيد ۾ سنديس ڳولا ڪئي ۽ چياءُ ته اُهو ڪِٿي آهي (۱۲) ۽ تنهِ لاءِ ميڙاڪنِ ۾ گهڻي ڪُرڪُر هُئي جو ڪنِ ٿي چيو ته چڱو ماڻهُون آهي ۽ ٻِئنِ ٿي چيو ته نه اُلٽو ميڙاڪنِ کي ٿو ڀُلائي (۱۳) پر يهُودِنِ جي ڌپ کان ڪنهِ ٻِ تنهِ جي ڳالهِ پڌري نٿي ڪئي ❖

(۱۴) پوءِ اڃان عِيد جو وِچُ هو ته يسُوع هَيڪل ۾ چڙهي وڃي ماڻهُنِ کي سيکاريو (۱۵) تڏهِ يهُودِنِ عجب ۾ پئي چيو ته هِن کي عِلم ڪِٿان ٿو اچي جو هِيُ اڻ پڙهيلُ آهي (۱۶) يسُوع ورندي ڏيئي چيُنِ ته اِها مُنهنجي تعلِيم مُنهنجي ئي نه آهي پر اُنهين جي آهي جنهِ مُونکي موڪليو (۱۷) ۽ جيڪڏهِ ڪو ڀانئي ته آءٌ خُداءِ جي مرضِيءَ تي هلان سو هِنِ مُنهنجي سيکارڻ بابت ڄاڻندو ته هِيُ خُداءِ کان آهي جان آءٌ پاڻا ٿو چوان (۱۸) ته جيڪو پاڻا ٿو چوي سو پنهنجو مانُ ٿو ڳولي پر جيڪو اُنهين جو مانُ ٿو ڳولي جنهِ کيسِ

موڪليو آهي سو سچو آهي ۽ تنهِ ۾ ڪوٽ ڪو نهين (١٩) ته مُوسيٰ اوهانکي شريعت نه ڏِني آهي ڇا ۽ اوهان منجهان ڪوئي شريعت کي نٿو مڃي نه ته اوهِين مُنهنجو خُونُ ڇو ٿا ڳوليو (٢٠) تڏهن ميڙاڪي ورندِي ڏِيئي چيُس ته تُون ڀُوتارِئل آنهين تُنهنجو خُونُ ڪيرُ ٿو ڳولي (٢١) يسُوعَ ورندِي ڏِيئي چيُنِ ته مُون هِڪڙو ڪمُ ڪيو آهي جنهِ ڪري اوهين مڙيئي عجب ۾ پيا آهيو (٢٢) مُوسيٰ اوهانکي ٿُهرڻ جي رِيت ڏِني آهي (اِئي ته نه ته ٿو چوان جو اِها ڪا مُوسيٰ کان آهي پر اوهان جي پِيُنُ ڏاڏِنِ کان آهي) سو اوهِين سبت جي ڏِينهِ ماڻهُوُ کي ٿا ٿُهريو (٢٣) ۽ جيڪڏهِن ڪو ماڻهُون سبت جي ڏِينهِ اِني لاءِ ٿُهر ڪرائي ته متان مُوسيٰ جي شرع رِيٽجي وڃي پوءِ مُون تي اِن باب لاءِ ڇو ٿا ڪاوڙجو جو مُون سبت جي ڏِينهِ ماڻهُوُ کي پِٽيءَ چڱو ڀلو ڪيو (٢٤) سو ڏِٺي سارُو عدالت مڪريو پر حقائِتي عدالت ڪريو (٢٥) پوءِ اُتي يرُوشلِيمِن مان ڪنِ چيو ته هِيُ اُهو نه آهي ڇا جنهِنجو مارڻُ ٿا ڳولِين (٢٦) ۽ ڏِسو هِيُ البيلائيءَ سان بِينو ڳالهائي ۽ هِن کي ڪي بِه نٿا چوَنِ سو حاڪِمنِ سچُ ڄاتو آهي ڇا ته هِيُ مسيحُ ئِي آهي (٢٧) بِيو بِه هِيُ ڄتان آهي تنهنجي اسانکي سُڌِ آهي پر مسيحُ جڏهِ اِيندو تڏهِ ڪو نه ڄاڻندو ته اُهو ڪِٿان آهي (٢٨) پوءِ يسُوع هَيڪل ۾ سيکاريندي وڏي واڪي چيو ته اوهِين مُونکي بِه سُڃاڻو ٿا ۽ هِيُ بِه ڄاڻو ٿا ته آءٌ ڪِٿي جو آنهيان سو آءٌ

پاڻيهين نہ آيو آنهيان پر جنهِ مُونکي موڪليو سو سچو آهي تنهِ کي اوهين نٿا سُڃاڻو (٢٩) پر آءٌ سُڃاڻانسِ ٿو ڇوجو تنهنجيئِي پاران آيو آنهيان ۽ اُنهِن ئِي مُونکي موڪليو آهي (٣٠) پوءِ اُنهن پانيو تہ جهليُونسِ پر ڪنهِ هٿ نہ وِڌسِ ڇوجو اجان سندِسُ گهڙي نہ آئي هُئي (٣١) ۽ ميڙاڪي مان گهڻن مٿسِ ويساهُ آڻي چيو تہ جڏهِ مسيحُ اِيندو تڏهِ جيڪي ڪرامتُون هِيُ ٿو ڏيکاري تنهکا بہ ڪِ اُهو واڌُو ڏيکاريندو ڇا (٣٢) ۽ جڏهِ فرِيسِن ٻُڌو تہ ميڙاڪا هِن لاءِ پاڻ ۾ هِنئُ ٿا کُرپِرِن تہ فرِيسِن ۽ ڪاهنن جي وڏيرن سندسِ جهلڻ لاءِ پيادا ڏياري موڪليا (٣٣) تڏهِ يسُوع چيو ٿورِڙي ويرم تاءِ آءٌ اوهان ساڻ آنهيان پوءِ جنهِ مُونکي موڪليو آهي تنهِ ڏانهُ وينڌُسِ (٣٤) ۽ اوهين مُونکي ڳوليندؤُ پر نہ لهندؤُ ۽ جِتي آءٌ آنهيان اُتي اوهين نہ ٿا اچي سگهو (٣٥) پوءِ يهُودِن پاڻ ۾ چيو تہ هِيُ ڪِٿي ويڃڻو آهي جو اسين هُن کي نہ لهنداسُون ڪِ اُنهن ڪِنڌِيڙيلن وٽ جي يُونانن منجهہ آنهن تن وٽ ويندو ۽ وڃي يُونانِنِکي سيکاريندو ڇا (٣٦) هِيُ ڪِهڙي ڳالهِ آهي جو چياءِ تہ اوهين مُونکي ڳوليندؤُ پر نہ لهندؤُ ۽ جِتي آءٌ آهيان اُتي اوهين نہ ٿا اچي سگهو (٣٧) ۽ يسُوع عِيد جي اُنهي پوئي وڏي ڏينهہ ٻهي واڪو ڪري چيو تہ جيڪو اُڃايلُ آهي سو مُون وٽ اچي پِئي (٣٧) جيڪو مُون تي ويساهُ ٿو آڻي تہ جنهِ لِکت چيو آهي تنهِ اُنجي اندر مان جِنُڻ جي پاڻيءَ جُون نيُون وهنديُون (٣٩) پر هِيءَ ڳالهِ رُوح جي چياءِ سو رُوحُ

تِنکِي مِلڻو هو جِنِ مٿسِ وِيساهُ آندو تہ رُوح پاڪُ اجان هڪيو نہ هو ڇو جو يسُوع اجا پهنجي وڏائيءَ کي نہ رسيو هو (٤٠) پوءِ ميڙاڪي منجهان گهڻنِ اِها ڳالهہ ٻُڌِي چيو تہ سچ هِيُ اُهوئي نبي آهي (٤١) ۽ ڪيترِن چيو تہ هِيُ مسيحُ آهي پر ٻِئنِ چيو تہ مسيحُ ڪِ گلِيل کان ايندو ڇا (٤٢) تہ ڪِتابنِ نہ چيو آهي ڇا تہ مسيحُ دائُود جي اَوُلاد مان جنهِ بيتلحم جي ڳوٺ جو دائُودُ هو تنهِ کان ئي ايندو (٤٣) پوءِ ميڙاڪي کي تنهنجي سبب ڪري پاڻ ۾ ستڌو پيو (٤٤) ۽ تَنِ مان ڪيترِن ڀانئيو تہ هِنکي جهليُون پر ڪنهِ تنهِ کي هٿُ نہ وِڌو (٤٥) پوءِ اُهي پيادا ڪاهِننِ جي وڏيرن ۽ فرِيسِن وٽِ آيا تنِ چيُنِ تہ ڇا کان هُنکي نہ آندَوَ (٤٦) پيادنِ ورندِي ڏِني تہ ڪڏهِ ڪنهِ ماڻهُوَ اِهڙو نہ ڳالهايو جهڙو ڪِ هِيُ ٿو ڳالهائي (٤٧) تڏهِ فرِيسنِ تِنکي ورندِي ڏِني تہ اوهين بِہ ڀانيُولڻا آهيو ڇا (٤٨) تہ ڪنهِ وڏيرنِ منجهان يا فرِيسِنِ منجهان مٿسِ وِيساهُ ڪيو آهي ڪِئي (٤٩) پر هِيُ ميڙاڪو جو شريعت کي نہ ٿو سمُجهي سو ٺٽڪاريلُ آهي (٥٠) ۽ تِنِ منجهان هِڪڙو نِيڪُدِيمُسُ نالي جو رات جو وٽسِ آيو هو تنهِ چيُنِ (٥١) تہ شريعت اسانجي ڪنهِ ماڻهُوَ کي هُن جي ٻُڌڻ ۽ ڪم پرُوڙڻ کان اڳي ڪِ ڏُهاري ٿي ڪري ڇا (٥٢) تہ اُنهنِ ورندِي ڏِيئي چيُسِ تہ تُون بِہ گلِيلِي آهين ڇا جاچ ڪري ڏِسُ تہ گلِيل منجهان ڪو نبي ڪڏهِ نہ نڪتو آهي (٥٣) پوءِ سيڪو پهنجي پهنجي گهرِ وِيو ⁘

## بابُ ۸

پر يسُوع زَيتُون جي ڏُونگر ڏي هليو وِيو (۲) ۽ صُبُح جو وري هَيڪل مين آيو ۽ مڙيئي ماڻهُون وٽسِ اچي گڏُ ٿِيا پوءِ پاڻ أتي وِيهي تِنکي سيکارياءُ (۳) تہ شرع ٻُڌائِڻ وارنِ ۽ فرِيسنِ هِڪڙي زال جا زِناہ مين ورتل هُئي سا وٽسِ آڻي وِچ ۾ بيهارِي ۽ چياٺُنسِ (۴) تہ اي اُستاد هيءَ زال زِناہ ڪرڻ مهل ٺِي ورتل آهي (۵) تہ مُوسىٰ شريعت مين اسان کي ڏسيو آهي تہ اهڙنِ کي سنگسارُ ڪرڻ گُهرجي پر تُون ڇا ٿو چوين (٦) اِها ڳالهِ هُننِ سندس پرکا لاءِ اِني ڪارڻ چئي تہ متِسِ ڪا اڙتي لهُون پر يسُوع نِوڙِي ڌرتِيءَ تي آڱُرسان پِئي لِکيو (۷) جڏهِ هُو سندسِ پُڇڻ ۾ لڳا بِيٺا هُوا تہ پاڻ سنئُون ٿِي تِنکي چياءُ تہ اوهان منجهِ جيڪو بي ڏوهُ آهي سو پهرياءُ پهڻُ هڻيسِ (۸) ۽ وري نِوڙِي ڌرتِيءَ تي پِئي لِکياءُ (۹) پوءِ تنِ جڏهِ اِئي ٻُڌو تہ پهنجي پهنجي دِل مين پاڻ کي ڏُهارِي ڄاڻِي وڏا توڙي ننڍا هِڪڙو هِڪڙو ٿي ٻَهر نِڪرِي وِيا رُڳو يسُوع هيڪلو رهيو ۽ اُها زال وِچ ۾ بِيٺِي رهي (۱۰) پوءِ يسُوع سنئُون ٿِي زال ڏاران ڪنهِ بِئي کي نہ ڏِسي تنهِ کي چيو تہ اي زال اُهي تُنهنجا ڇِڪِيندڙ ڪِٿي آهِنِ ۽ توتي ڪنهِ بِہ سزا جو حُڪمُ نہ ڪئُو ڇا (۱۱) تنهِ جيو اي خُداوند ڪنهِ بِہ نہ پوءِ يسُوع چيُسِ تہ آءٌ بِہ توتي سزا جو حُڪمُ نٿو ڪريان وڃُ هِنا پوءِ وري ڏوهُ نہ ڪِجِ ⁘

(١٢) پوءِ يسُوعَ وري اُنهن کي چيو تہ آءٌ جهان جو سوجهرو آنهيان جيڪو مُهنجي پُٺيان ٿو لڳي سو اُونده ۾ ڪين هلندو وِيتر جِئڻ جو سوجهرو ڏيندُس (١٣) پوءِ فريسن ڪِٺس چيو تہ ٿون پاڻ لاءِ ساک ٿو ڀرين سا تُهنجي ساک سچي نہ آهي (١٤) يسُوع ورندي ڏيئي چيُن تہ توڻي آءٌ پاڻ لاءِ ساک ٿو ڀريان تہ بہ مُهنجي ساک سچي آهي ڇا ڪان تہ آءٌ ڄاڻان آيو آنهيان ۽ ڄتي وڃان ٿو تهنکي ڄاڻان ٿو پر اوهين نہ ٿا ڄاڻو تہ آءٌ ڪِٿان آيو آنهيان ۽ ڪِٿي وڃان ٿو (١٥) توهين تہ پهنجي نفس سارُو عدالت ٿا ڪريو پر آءٌ ڪنه تي عدالت نہ ٿو ڪريان (١٦) ۽ جيڪڏه آءٌ عدالت ڪريان تہ بہ مُهنجي عدالت سچي آهي ڇا ڪان تہ آءٌ هيڪلو نہ آهيان پر آءٌ ۽ جنه ابي مُون کي موڪليو ٻئي آهيُون (١٧) ۽ اوهان جيءَ شريعت ۾ لکيلُ آهي تہ ٻن ڄڻن جي ساک سچي آهي (١٨) سو هِڪڙو آءٌ پاڻ لاءِ ساک ٿو ڀريان ٻيو ابو جنه مُون کي موڪليو آهي سو بہ مُون لاءِ ساک ٿو ڀري (١٩) تڏه چيائُس تہ اُهو پڻهين ڪِٿي آهي يسُوعَ ورندي ڏني تہ اوهين نہ مُون کي ٿا سُڃاڻو ۽ نہ ابي کي سو جيڪڏه مُون کي سُڃاڻو ها تہ جيڪر ابي کي سُڃاڻو ها (٢٠) اِهي ڳالهيُون يسُوع هَيڪل ۾ سيکارِيندي خزانت جي هنڌ چيُون ۽ ڪنه بہ نہ جهلِيُس ڇوجو اڃان سنديسِ گهڙي نہ آئي هُئي ⁘

(٢١) پوءِ ورِي يسُوع تنکي چيو تہ آءٌ وڃان ٿو ۽ اِهين مُون کي ڳولِيندوَ

۽ پهنجنِ ئي ڏوهنِ ۾ مرندؤ ۽ جِتي آءٌ ٿو وڃان اُتي اوهين نہ ٿا اچي سگهو (٢٢) تڏهِ يهُودِنِ چيو تہ هِيُ پاڻَ کي ماريِ وِجهندو ڇا جو چوي ٿو تہ جِتي آءٌ ٿو وڃان اُتي اهِين نٿا اچي سگهو (٢٣) تہ تنِکي چياءٌ اوهين هيٺئين منجهان آهيو ۽ آءٌ مٿيُنِ منجهاً آهيان ۽ اهِين هِن جهان مان آهيو پر آءٌ هِن جهان کان نہ آهيان (٢٤) تِهنکري چيومانوَ تہ اوهِين پهنجنِ ئي ڏوهنِ ۾ين مرندءٌ ڇا کان تہ آءٌ اُهوئي آهيان جيکڏهِ اوهِين اِئين نہ ٿا منيو تہ ڏوهنِ ۾ مرندءٌ (٢٥) تڏهِ چيائنسِ تہ تُون ڪيرُ آهِين يسُوع چيُنِ تہ آءٌ اُهو آهيان جو اوهان کي پهراءٌ چوَندو آيو آهيان (٢٦) مُون کي اهان ڪاڻَ گهڻيُون ڳالهيُون چوڻيُون آهِنِ ۽ عدالتُون ڪرڻيُون آهِنِ پر جنهِ مُونکي موڪليو سو سچو آهي ۽ مُون جيڪي تنهِ وٽان ٻُڌو آهي سوئي جهان ۾ ٿو چوان (٢٧) پر تنِ نہ ٿي ڄاتو تہ هِيُ ڪا پِئُ جي ڳالهِ اسان کي ٿو چوي (٢٨) پوءِ يسُوع چَيُنِ تہ اوهِين جڏهِ هِن آدمِ جي پُٽَ کي چاڙهِيندءٌ تڏهِ ڄاڻندءٌ تہ آءٌ اُهو آهيان سو آءٌ پاڻهِين ڪِي بِ نہ ٿو ڪريان پر جِئن مُون کي ابي سيکاريو آهي تِئئي ٿو چوان (٢٩) ۽ جنهِ مُون کي موڪليو سو مُون ساڻُ آهي تہ پِئُ مُون کي هيڪلو نہ ڇڏيو آهي ڇوجو جيڪي ڪمِ تنهِ کي ٿا وڻنِ سي ئي آءٌ سداءٌ ٿو ڪريان (٣٠) جڏهِ اُني اِهي ڳالهيُون ٿي چيُون تہ گهڻنِ مٿسِ وِيساهُ آندو ⁘

(٣١) پوءِ جنِ يهُودِنِ مٿس وِيساهُ آندو تنِکي يسُوع چيو تہ جي اوهين مُنهنجي ٻول تي پڪا رهو تہ رَءِ مُنهنجا شاگِرد آهيو (٣٢) ۽ ٻيو اهين سچائِي کي ڄاڻندو تہ سچائِي اوهانکي آجو ڪندِي (٣٣) تنِ ورندِي ڏِنيسِ تہ اسِين ابرهام جو اُولادُ آهيُون ۽ ڪڏهِ ڪنهِ جي ڳولپ نہ ڪِي اٿُون پوءِ تُون ڪِئي ٿو چوِين تہ آجا ٿِيندءُ (٣٤) تڏهِ يسُوع اُنهنِکي ورندِي ڏِني تہ آءٌ اوهانکي سچُ سچُ ٿو چوان تہ جيڪو ڏوهُ ٿو ڪري سو ڏوهہ جو گولو آهي (٣٥) تہ گولو سداءِ گهر مين نہ ٿو رهي پر پُٽُ سداءِ ٿو رهي (٣٦) پوءِ جيڪڏهِ پُٽُ اوهانکي آجو ڪندو تہ رَءِ آجا ٿِيندءُ (٣٧) ڄاڻان ٿو تہ اوهين ابرهام جو اُولادُ آهيو پر مُهنجو مارڻُ پِيا ٿا ڳوليو ڇا کان تہ مُهنجو ڪلامُ اهانکي نٿو لڳي (٣٨) تہ مُون جيڪِي پنهنجي پِيُ وٽِ ڏِٺو آهي سو ٿو چوان ۽ اهان بِہ جيڪِي پنهنجي پِيُ وٽِ ڏِٺو آهي سو ٿا ڪريو (٣٩) اُنهنِ ورندِي ڏيئِي چيُسِ تہ اسان جو پِيُ ابرهامُ آهي يسُوع چيُنِ تہ جي ابرهام جا پُٽَ هُئو ها تہ ابرهام جا ڪم ڪريو ها (٤٠) پر هِنئر جنهِ مُون اوهان کي اُها سچائِي چئِي جا خُداءِ کان ٻُڌيم سو توهِي اِهڙِي ماڻهُوُ کي مارڻ ٿا ڳوليو سو اِئِي ابرهام نہ ڪيو (٤١) اوهين پهنجي پِيُ جا ڪم ٿا ڪريو پوءِ چيائُنسِ تہ اسِين زِناہ کان نہ ڄاوا آهيُون اسان جو پِيُ هِڪڙو خُدائِي آهي (٤٢) يسُوع چيُنِ تہ جي اوهان جو پِيُ خُداءِ هُجي ها تہ جيڪر مُون کي پِيارو رکيو ها ڇا کان تہ آءٌ خُداءِ وٽان

نِڪرِي آيو آهيان ۽ پاڻهِين نه آيو آهيان پر اُنهِين‌ئِي مُون کي موڪليو (۴۳) اهين مُهنجِي ڳالهِ ڇا لاءِ نه ٿا پرُوڙيو سو اِنهِي ڪري ته مُهنجو چوڻُ نٿا ٻُندِي سگهو (۴۴) اوهين شَيطان پيُءُ کان‌ئِي آهيو سو پهنجِي پيُءُ جيُون سڌُون پُوريُون ڪرڻُ ٿا ڀانيو ته اُهو مُنڍِ کان خُونِي هو ۽ سچائِي مين بيٺلُ نه هو ڇا کان ته سچائِي منجهسِ آهِي‌ئِي ڪانَ ۽ جڏهِ اُهو ڪُوڙ ٿو ڳالهائِي ته پاڻ‌ئِي وانگُر ٿو ڳالهائِي ڇوجو ڪُوڙو آهِي ۽ ڪُوڙنِ جو پيُءُ آهِي (۴۵) پر آءٌ جو سچائِي ٿو چوان تهِنڪري وِيساهُ نه ٿا آڻيو (۴۶) اوهان منجهان ڪهڙو آهِي جو ڏوهُ مُون تي ٿو ثاهِي پوءِ جيڪڏهِ سچائِي ٿو چوان ته مُون تي ڇا لاءِ وِيساهُ نه ٿا آڻيو (۴۷) ۽ جيڪو خُداءِ کان آهِي سو خُداءِ جيُون ڳالهيُون ٿو ٻُندِي پر اوهين اِنهيلاءِ نه ٿا ٻُندو جو خُداءِ کان نه آهيو (۴۸) تڏهِ يهُودِنِ ورندِي ڏيئِي چيُسِ ته اسِين چڱو نه ٿا چئُون ڇا ته تُون سامرِي ڀُوتاريلُ آهِين (۴۹) يسُوع ورندِي ڏِنِي ته آءٌ ڀُوتاريلُ نه آهيان پر پهنجِي پيُءُ کي وڏائِي ٿو ڏِئان ۽ اوهِين مُون کي بي مانو ٿا ڪريو (۵۰) آءٌ ته پهنجو مانُ نٿو ڳوليان پر اُهو هِڪڙو آهِي جو تنهِ کي ٿو ڳولِي ۽ آچارُ ٿو ڪرِي (۵۱) آءٌ اهان کي سچُ سچُ ٿو چوان ته جيڪڏهِ ڪو مُهنجِي ڪلام تي هلِي ته اُهو مَوت کي ڪڏهِ ڪينَ ڏِسندو (۵۲) تڏهِ يهُودِنِ چيُسِ ته هِنئر ڄاتوسُون ته تو مين ڀُوتُ آهِي جو ابِرهامُ مُئو ۽ نبِي بِهِ مُوا پر تُون ٿو چوين ته جيڪڏهِ ڪو

مُهنجي ڪلامر تي هلندو تہ موُت جو سوادُ ڪڏهِ ڪين چکندو (٥٣) تہ تُون ڪو اسانجي پيُ ابرهامر ڪان بِ وڏو آهين ڇا سو مُئو ۽ نبي بِ مُوا تُون پاڻ کي ڪير ٿو چوائين (٥٤) يسُوع ورندي ڏني تہ جي آءٌ پهنجي وڏائي ٿو ڪريان تہ اُها ڪجهہ ڪينهين پر جو مُون کي وڏائي ٿو ڏئي سو مُهنجو اُهو ابو آهي جهنکي اوهين پهنجو خُداء ٿا چئو (٥٥) تڏهِ بِ اوهان تهنکي نہ سُڃاتو پر آءٌ سُڃاڻانس ٿو جي اِئين چوَندُس ڪِ نٿو سُڃاڻانس تہ اوهان وانگي ڪُوڙو ٿيندسُ وِيتر سُڃاڻانسُ ٿو ۽ سندُس ڪلامُ بِ مڃيان ٿو (٥٦) تہ اوهان جي پيُ ابرهامر کي مُنهنجو ڏينهُ ڏسڻ لاءِ اُڪندِ هُئي پوءِ ڏٺي سرهو ٿيو (٥٧) تڏهِ يهُودِن چيُس تہ تُون اجان پنجاهہ ورهہ جو بِ نآهين ڪنئ ۽ ابرهامر کي ڏٺو اٿيءِ (٥٨) يسُوع چيُنِ تہ آءٌ اوهان کي سچُ سچُ ٿو چوان تہ ابرهامر ڪان بِ اڳي آءٌ آهيان (٥٩) تڏهِ سندس هڻڻ لاءِ پهڻ کنياءُ پر يسُوع گُجهو ٿي هَيڪل ڪان نِڪتو ۽ اِئين سندنِ وِچان لنگهي هليو وِيو ÷

## باب ٩

۽ لنگهڻ مهل هِڪڙي ماءُ جي پيٽان انڌيکي ڏٺاءُ (٢) تہ سندسِ شاگردنِ پُڇيُسِ تہ اي ربي هِنَ ڪِ هِن جي ماءُ پيُ ڪنهِ ڏوهُ ڪيو جو هِيُ انڌو ڄائو (٣) يسُوع ورندي ڏنئي چيو تہ نہ هِن ڏوهُ ڪيو نہ هُنَجي ماءُ پيُ پر

اِنهين لاءِ تہ خُداءِ جا ڪمر اِنِي ۾ پڌرا ٿئن (۴) مُون کي گهُرجي تہ ڏينہ هُوندي جنهِ مُون کي موڪليو آهي تنهِ جا ڪمر پُورا ڪريان پوءِ راتِ ٿي اچي جنهِ مين ڪمُر ڪو نٿو ڪري سگهي (۵) ۽ جيسين ڪِ آءٌ جهان ۾ آهيان تيسين جهان جو سوجهِرو آهيان (٦) اِئِي چئِي پَٽ تي ٿُڪ وِجهي تنهِ سان مِٽي ڳوهياءِ سا مِٽي انڌي جي اکِيُن تي مهٽياءِ (٧) ۽ چياءِنس تہ وڃي سِيلوحا جي تلاءَ ۾ وهنج جو معنىٰ ڪري موڪليلُ ٿو چئجي پوءِ اُهو اُتي وڃي وهتو ۽ ڏِسندڙ واڻِسندڙ ٿي ورِي آيو ❊

(٨) تڏهِ پاڙيچن ۽ ٻِئن جن اڳِي انڌو ڏِٺو هوس تن چيو تہ هِيُ اُهو نہ آهي جو وِيٺو پِنندو هو (٩) تڏهِ ڪن چيو تہ هِيُ اُهو آهي ۽ ٻِئن چيو تہ اُنهي جهڙو آهي پر پاڻ چياءِ تہ آءٌ اُهو ساڳيو آهيان (١٠) پوءِ پُڇياءِنس تہ تُهنجيُون اکيُون ڪِئيءَ اُپٽيُون (١١) تنهِ ورندي ڏِيئِي چيو تہ يسُوع نالي هِڪڙي ماڻهُوءَ مِٽي ڳوهي مُهنجِن اکِيُن تي مهٽي ۽ چيائِيم تہ سِيلوحا جي تلاءَ ۾ وڃي وهنج پوءِ آءٌ اُتي وڃي وهتُس ۽ ڏِسندڙ واڻِسندڙ ٿِيُس (١٢) تڏهِ پُڇيائُنس اُهو ڪِٿي آهي تہ چياءِ مُونکي سڌِ ڪانهين ❊

(١٣) پوءِ اُهو جو اڳِي انڌو هو تهِنکي فرِيسن وٽ آندائُ (١۴) ۽ اُهو ڏينہُ سبت جو هو جڏهِ يسُوع مِٽي ڳوهي هُن جيُون اکيُون اُپٽيُون (١۵) ورِي فرِيسن پُڇِسُ تہ ڏِسڻ ڪِئيءَ لڳِي تہ چيائِين تہ چِيڪي مِٽي مُهنجِن اکِيُن تي

لاتاءِ پوءِ وڃي وهنُسِ هاڻي ڏِسان وائِسان ٿو (١٦) تڏهِ فِرِيسِن منجهان ڪنِ
چيو هِيُ ماڻهُون خُداءَ جي پاران تہ نہ آهي ڇوجو سبت کي نٿو مڃي ٻِئن
چيو تہ گُناهي ماڻهُون اِهڙيُون ڪرامتُون ڪِئين ڏيکاري سگهندو پوءِ اُنهنِ جي
وچ ۾ ڦِرسندو پيو (١٧) ورِي اُني انڌيکي چياءُ تہ تُون تِنهنجي لاءِ ڇا ٿو چوِين
جنهِ تُهنجنِ اکيُنکي اُپٽيو تہ تنهِ چيو نبي آهي (١٨) تڏهِ يهُودِنِ اُنهي
سوجهري‌واري جي ماءُ پيُ کوٺائِي ڏاران اُني لاءِ اِهو وِيساهُ نہ آندو جو
هِيُ انڌو هو سو سوجهري‌وارو ٿيو (١٩) ۽ تنِکان پُڇياءُ تہ هِيُ توهان جو پُٽُ
آهي ڇا جهنِکي چئو ٿا تہ انڌو ڄائو هو پوءِ اِهو هِنئر ڪِئين ٿو ڏِسي (٢٠) تڏهِ
سندسِ ماءُ پيُ ورندي ڏيئي چيُنِ تہ اسِين ڄاڻُون ٿا جو هِي اسانجو پُٽُ
آهي ۽ انڌوئي ڄايو هو (٢١) پر هِنئر ڪِئين ٿو ڏِسي سو اسِين نہ ٿا ڄاڻُون ۽
سنديُسِ اکيُون ڪنهِ اُپٽيُون اِها بہ نہ ٿا ڄاڻُون هِيُ پاڻ جوانُ جماڻُ آهي
پُڇوسِ تہ پاڻهِين پنهنجي ڳالهِ ڪندو (٢٢) ۽ تهنجي ماءُ پيُ اِهي ڳالهيُون
اِنهيئي لاءِ چيون تہ يهُودِنِ کان ڊِنا ٿي ڇا کان تہ انهي کان اڳي يهُودِنِ پاڻ ۾
اِها پڪ ڪئي هُئي تہ جيڪو تِهنکي مسِيحُ ڪري مڃيندو تهنکي عِبادتخاني
مان ڪڍي ڇڏِبو (٢٣) اِنهي لاءِ تِهنجي ماءُ پيُ چيو تہ هِي پاڻ جوانُ
جماڻُ آهي هِنکان پُڇو (٢٤) پوءِ ٻِهر اُهو جو انڌو ماڻهُون هو تِهنکي سڏي
چياءُ تہ تُون خُداءَ جوئي شُڪرانو ڪرِ ۽ اسِين ڄاڻُون ٿا تہ هِيُ ماڻهُون

گُناهي آهي (٢٥) تنهِ ورندي ڏِني جيُنِ تہ هِئُ گُناهي آهي ڪِ نہ اِها مُونکي
سُڌِ نہ آهي پر هِڪڙي اِها ٿو ڄاڻان تہ اڳي اندو هوسِ هاڻي ڏِسان ٿو
(٢٦) تڏهِ مونکي چيائُنسِ تہ هُن تو کي ڇا ڪيو اکيُون تُهنجيُون ڪِئن اُپٽياءِ
(٢٧) تہ اُنهي تنِکي ورندي ڏِني تہ هاڻي چيومانوَ سو نہ ٻُڌو ورِي ٻُڌڻ ٿا
ڀائيو ڇا ۽ اوهين بِہ سندسِ شاگِرد ٿيڻ ٿا ڀائيو (٢٨) تڏهِ ڦِٽڪار ڏِيئي
چيائُنسِ تہ تُون ئي سندُسِ شاگِردُ آهين اسين تہ مُوسيٰ جا شاگِرد آهيُون
(٢٩) اسين ڄاڻُون ٿا ڪِ مُوسيٰ ساڻ تہ خُداء ڳالهايو بولهايو آهي پر نٿا ڄاڻُون
تہ هِئُ ڪِٿان آيو آهي (٣٠) تہ اُنهي ماڻهُوءَ ورندي ڏِني جيُنِ تہ اِنهي ۾ ڏاڍو
عجبُ آهي جو اوهين نٿا ڄاڻو تہ هِئُ ڪِٿان آيو آهي پر اُنهي ئي اکيُون
مُهنجيُون اُپٽيُون (٣١) هاڻي ڄاڻُون ٿا تہ خُداء گُناهِنِ جي نٿو ٻُندي پر جيڪو
سنديسِ بندگي ٿو ڪري ۽ سندِئسِ مرضِئي تي ٿو هلي تهنجي ئي ٻُندي ٿو
(٣٢) ۽ جهان جي مُنڍِ کان وٺي ڪڏهِ بِہ ٻُڌڻ ۾ نہ آيو تہ ڪنهِ ماءُ ڄڻيان
ڄاول اندي جيُون اکيون اُپٽيُون (٣٣) سو جيڪڏهِ هِئُ خُداء جي پاران
نہ هُجي ها تہ جيڪرڪي نہ ڪري سگهي ها (٣٤) تڏهِ تهنکي ورندي ڏِيئي
چياءُ تہ تُون جو پٽئُ ڏوهنِ ۾ ئي ڄائي سو اسان کي سيکارين ٿو ڇا پوءِ اُنهين
کي ڪڍي ڇڏياءُ (٣٥) ۽ يسُوع ٻُڌو تہ هُن کي ڪڍي ڇڏياءُ تہ پاڻ تنهِ کي
ڳولي اچي چياءُ تہ تُون خُداء جي ٻُٽ تي وِيساه آڻين ٿو (٣٦) تنهِ وراڻي

ڏيئي چيو تہ اي خُداوَند اُهو ڪير آهي جو آءٌ مٿس وِيساھُ آڻيان (٣٧) تہ يسُوع چيُس تو تنهنکي ڏٺو بہ آهي ۽ جيڪو تو ساڻ ٿو ڳالهائي سو اُهوئي آهي (٣٨) تنهِ چيو اي خُداوند مُون وِيساھُ آندو ۽ سِجدو ڪيائِنس (٣٩) يسُوع چيو آءٌ هِن جهان ۾ عدالت ڪرڻ آيو آهيان تہ جيڪي نٿا ڏِسن سي ڏِسن ۽ جيڪي ڏِسن ٿا سي اندا ٿِئن (٤٠) پوءِ فرِيسِن مان جيڪي ساڻُس هُوا تن اِئي ٻُڌِي چيُس تہ اسِين پڻ اندا آهيُون ڇا (٤١) يسُوع چيُن تہ جيڪڏهِ اندا هُجو ها تہ جيڪر اوهان تي ڏوھُ نہ لڳي ها پر هِنئر چئو ٿا تہ اسِين ڏِسُون ٿا اِنهي ڪري ڏوھُ اوهان تي جمي ٿو ∴

## باب ١٠

آءٌ اوهانکي سچُ سچُ ٿو چوان تہ جيڪو رِڍُن جي وٿاڻ ۾ين در ڪان نٿو گهڙي پر ٻِئي پاسي کان ٿو چڙهي سو چورُ ۽ ڦورُو آهي (٢) پر جيڪو در ڪان گهڙي ٿو سو رِڍُن جو رِيڍارُ آهي (٣) ۽ اُنهين لاءِ درواڻُ در اُپٽي ٿو ۽ رِڍُون تهنجي تنوار ٻُڌن ٿيُون ۽ اُهو پهنجن رِڍُن کي نالو وٺي سڏُ ڪري ٻاهر ٿو آڻي (٤) ۽ جڏهِ پهنجن رِڍُن کي ٻاهر ٿو ڪڍي تن جي اڳيان ٿِي ٿو هلي ۽ رِڍُون پُٺيانس لڳن ٿيُون ڇوجو سنديس تنوار سُڃاڻن ٿيُون (٥) پر ڌارِيُن جي پُٺيان ڪِينَ لڳنديُون اُنلو تن کان ڀڄنديُون ڇوجو ڌارِيُن جي تنوار نہ ٿيُون سُڃاڻن

(٦) يسُوع اِهو مِثالُ تنِهنکي چيو پر تنِ نہ ڄاتو تہ هي ڪهڙيُ ڳالهيُون آنهِنِ جي اسان کي ٿو چوي ⁘

(٧) پوءِ يسُوع ورِي تنِهنکي چيو تہ آءٌ اوهان کي سچُ سچُ ٿو چوان تہ رِڍُنِ جو درُ آءٌ آنهيان (٨) ۽ جيڪي مُنهنجي سامُهون لنگهي آيا سي چور ۽ ڦورُو آنهِنِ پر رِڍُنِ تنجي نہ ٻُڌِي (٩) ۽ آءٌ درُ آنهيان جيڪڏهِن ڪو مُون کان گهڙِي تہ ڇوٽڪو لهندو ۽ اندر ٻَهر اِيندو وِيندو ۽ چرهو لهندو (١٠) ۽ جيڪو چورُ آهي سو چورائڻ ۽ کُهڻ ۽ چٽ ڪرڻ ڌاران ٻِئي لاءِ نٿو اچي پر آءٌ اِنهي ڪاڻ آيُسِ تہ جِئڻُ لهنِ هاءَ تنهِنکي جالرو لهنِ (١١) ۽ آءٌ اُهو چڱو رِڍوارُ آنهيان تہ جو چڱو رِڍوارُ آهي سو رِڍُنِ تي پنهنجو ساهُ ٿو ڏِئي (١٢) پر جيڪو پورهيتُ آهي ۽ رِڍوارُ نہ آهي تہ جنهِنکي رِڍُون پنهنجيُون نہ آنهِنِ سو بگهڙ کي اِيندو ڏِسي رِڍُنِ کي ڇڏي ڀڄي ٿو وڃي پوءِ بگهڙ تنِ رِڍُنِ کي اچي جهلي ٿو ۽ تنِ کي کِنڌِڙي ٿو ڇڏي (١٣) ۽ جو پورهيتُ آهي سو اِنهي لاءِ ٿو ڀڄي تہ پورهيتُئي آهي ۽ تنهِنکي رِڍُنِ جو سانگو ڪو نهين (١٤) آءٌ تہ چڱو رِڍوارُ آنهيان جو پهنجِنکي سُڃاڻان ٿو ۽ پنهنجنِ کان ٿِي سُڃاڻڻ ۾ ٿو اچان (١٥) تہ جِنئِ ابو مُون کي ٿو سُڃاڻي تِنئِ آءٌ بِ ابي کي ٿو سُڃاڻان سو آءٌ پهنجو ساهُ رِڍُنِ ڪاڻ ٿو ڏِيان (١٦) ۽ مُون کي ٻِئُون بِ رِڍُون آنهِنِ جي هِن وٿاڻ جيُون نآهِنِ سي بِ مُون کي آڻڻ گهُرجنِ ۽ اُهي مُنهنجي تنوار ٻَڌنديُون تہ

هِڪڙوئي ذرڻ ٿيندو ۽ هِڪڙوئي رِيڍارُ (١٧) اِنهي ڪاڻ ابو مُونکي پيارو ٿو رکي جو آءٌ ساهُ پهنجو اِنهي لاءِ ٿو ڏِيان تہ ورِي وٺان (١٨) سو مُونکان ڪسي ڪونَ ٿو وٺي پر آءٌ پاڻهِين ٿو ڏِيان تہ تهِنجي ڏِئڻ جي ٻُجندِي مُونکي آهي ۽ ورِي وٺڻ جي ٻُجندِي بِہ اِتِم سو اِهو حُڪمُ مُون پهنجي پيءُ کان ورتو آهي (١٩) پوءِ يهُودِنِ جو اِنهنِ ڳالهِنِ ڪري ورِي سنڌو پيو (٢٠) ۽ گهڻِنِ تنِ منجهان چيو تہ هِيُ ڀُوتاريلُ آهي اجايو پيو بڪي تهِنجي چو ٿا ٻُندو (٢١) ٻِئِنِ چيو اِهي ڳالهيون تہ ڀُوتاريلُ جيُون نہ آنهِنِ جو ڀُوتاريلُ ڪ انڌنِ جيُون اکيُون اُپٽي ٿو سگهي چا ⁘

(٢٢) تن ڏِيهِنِ يرُوشلِيمر مهين نِياز ڪرڻ جي عِيد هُئي ۽ سِيارو هو (٢٣) ۽ يسُوع هَيڪل منجهِ سُليمان جي سُفيهِ پٽي گهُميو (٢٤) پوءِ يهُودِنِ چوڌارِي وِيڙهي چيُسِ تہ ڪيسِين توڙي اساُجنِ هِندُنِ کي ٽنگي ٿو ڏِي جيڪڏهِ تُون مسِيحُ آهِين تہ اسانکي چِٽو چوُ (٢٥) يسُوع ورندِي ڏِنيِن تہ مُون اوهانکي چيو پر اوهان وِيساهُ نہ آندو تہ آءٌ جيڪي ڪمر ابي جي نالي تي ٿو ڪريان سيئي مُون لاءِ ساکہ ٿا ڀرِينِ (٢٦) پر اوهِين وِيساهُ نٿا آڻيو چا ڪان تہ اوهِين مُنهنجِنِ رِڍُنِ منجهان نہ آهيو جِنئي هِنئر مُون اوهان کي چيو (٢٧) تہ مُنهنجُون رِڍُون مُنهنجي تنوار ٻُندِنِ ٿيُون ۽ آءٌ تنِکي سُڃاڻان ٿو ۽ سي مُنهنجي پُٺيءَ لڳن ٿيُون (٢٨) ۽ آءٌ تنِکي سدا جِئڻُ ٿو ڏِيان تہ سي ڪڏهِ بِہ چٽُ ڪِينَ ٿِينديُ

۽ تنِکي مُنهنجي هٿ مان ڪو نہ ڪسِيندو (٢٩) تہ جنھِ ابي مُون کي ڏِنيُون آنھِن سو مِڙنِي کان وڏو آھي ۽ تنھِ ابي جي ھٿان ڪو نہ ٿو ڪسي سگھي (٣٠) تہ آءٌ ۽ ابو ھِڪِڙي ھِڪُ آھيُون (٣١) تڏھِ وِري يھُودِنِ پٿر کنيا تہ سنگسار ڪريُونسِ (٣٢) يسُوع ورندِي ڏِيئي چيُنِ تہ گھڻا چڱا ڪم ابي جي پاران ڏيکاريا اٿمانوَ تنِ مان ڪھڙي لاءِ مُون کي سنگسارُ ٿا ڪريو (٣٣) تہ يھُودِنِ وراڻي ڏِيئي چيُسِ تہ توکي چڱي ڪم ڪرڻ کان سنگسارُ نٿا ڪريُون پر ڪُفر بَڪڻ کان ٿا ڪريُون ڇوجو تُون ماڻھُون ٿِي پاڻکي خُدا ٿو چوِين (٣٤) يسُوع وراڻي ڏِنيَنِ تہ اوھان جي شريعتِ ۾ ھيُ لکيلُ نہ آھي ڇا جو مُون چيو تہ اوھِين خُداءُ آھيو (٣٥) پوءِ جنِ وٽ خُداءَ جو ڪلامُ آيو تنِکي جي خُداءَ چياءُ (۽ لکيت تہ نہ ٿِي ڇِڄي) (٣٦) تہ جھِنکي ابي پاڪُ ٿاھي جھان ۾ موڪليو تنھِنکي چو ٿا چئو تہ تُون ڪُفر ٿو ڳالھائِين جو چيومانوَ تہ خُداءَ جو پُٽُ آنھيان (٣٧) سو جيڪڏھِ ابي جا ڪم نہ ڪريان تہ مُون تي وِيساھُ نہ آڻيو (٣٨) پر جيڪڏھِ ابي جا ڪم ٿو ڪريان تہ توڻي مُون تي وِيساھُ نٿا آڻيو تہ بہ ڪمنِ تي وِيساھُ آڻيو سو اِنِي لاءِ تہ اوھِين ڄاڻو ۽ وِيساھُ ڪريو تہ ابو مُون ۾ ۽ آءٌ ابي مِنِ (٣٩) پوءِ اُنھِنِ وري ڪپِسِ جھلڻُ پئي پر تنِ جي ھٿان نڪرِي وِيو :

(٤٠) ۽ يردن جي پراڙ ڄِتي پھرِءُ يُوحن بپتِسما ٿي ڏني اُتي موٽِي وڃِي

ڏِٺکيو (٤١) پوءِ گھڻا وٽِس آيا ۽ چيائون تہ يُوحن ڪرامت ڪا نہ ڏيکارِي پر سڀيئِي ڳالهيُون جيڪي يُوحن هِن لاءِ چيُون سي سچيُون هُيُون (٤٢) ۽ اُتي گھڻن مٿِس وِيساهُ آندو ؛

## بابُ ١١

۽ لعازرُ نالي هِڪڙو ماڻھُون مَريَم ۽ تنھنجي ڀيڻ مرٿا جي ٻيٿعنيا نالي ڳوٺ جو وِيٺلُ ناچڱو هو (٢) تہ جنھِ مَريَم خُداوند کي عطرُ مکي سندس پيرنِ کي پنھنجِن وارنِ ساڻُ اُگھيو هو تنھِجو ڀاءُ لعازرُ ناچڱو هو (٣) تنھِ ڪري اُنجي ڀيڻُن چوائي موڪليو تہ اي خُداوند ڏِسُ جنھِ کي تُون گھڻو ٿو ڀانئين سو ناچڱو ٿِيو آهي (٤) يسُوع ٻُڌي چيو تہ هيءُ ناچڱائي مرڻ جي تہ نہ آهي پر خُداءَ جي وڏائِي ڪاڻِ آهي تان تہ اِني ڪري خُداءَ جي پُٽ جي وڏائي ٿِئي (٥) تہ يسُوع مرٿا کي ۽ ڀيڻس کي ۽ لعازر کي گھڻو ڀانئيندو هو (٦) پوءِ اُن کي ناچڱو ٻُڌِي جِتي پاڻ رهندو هو اُتي ٻيا ٻہ ڏِينہ ٻِ ٽِڪيو (٧) تنھِ کان پوءِ شاگِردنِ کي چيائين تہ اسين ورِي يهُودِيہ ۾ هلُون (٨) تڏھِ شاگِردنِ چيُس اي ربّي يهُودِن هِنئر اڄا توکي سنگسارُ ڪرڻ ٿي ڀانئيو سو ورِي تُون اُتي ٿو هلين (٩) يسُوع ورندِي ڏِني تہ ڏِينہ جيُون ڪِ ٻارهَئِي گھڙِيُون نہ آهِن ڇا پوءِ جيڪو ڏِينہ جو ٿو هلي سو نٿو اَٿڙِي ڇا ڪان تہ اُهو هِن جھان جي سوجھِري کي ڏِسي ٿو (١٠) پر جيڪو رات جو ٿو هلي سو اَٿڙِي

ٿو ڇا ڪان تہ تنهِ ۾ين سوجهرو ڪو نهين (١١) اِئين چئي ورِي تنِ کي چياءُ تہ لعازرُ اسان جو سڄڻُ سُمهي پيو آهي تنهنکي جاڳائڻ ٿو وڃان (١٢) تڏهِ سندسِ شاگِردنِ چيو تہ اي خُداوند جي سُمهي پيو آهي تہ ڇُٽندو (١٣) يسُوع تہ هُن جي مرڻ جي ڳالهِ چئي پر اُنهنِ ڀانئيو تہ سُمهڻ جي ڳالهِ ٿو ڪري (١٤) تڏهِ يسُوع چٽو چيُنِ تہ لعازرُ مري ويو (١٥) ۽ يو آءٌ اهان لاءِ اِنهي ۾ سرهو آنهيان جو آءٌ اُتي نہ هوسِ سو اِني لاءِ تہ آهين وِيساهُ آڻيو پر هاڻي اچو تہ وٽسِ هلون (١٦) تڏهِ ٿوما جو دِدُمسُ ٿو چئِجي تنهِ پهنجنِ سنگتينِ کي چيو اچو تہ اسين بہِ تنهِ سانُ گڏُ هلي مرُون ÷

(١٧) جڏهِ يسُوع اُتي آيو تہ ٻُڌائين جو اُهُ چوٿون ڏينهُ قبر ۾ پئي ٿِئسِ (١٨) ۽ بيتُعنيا يرُوشلِيم کان ڪوهُ کنُ وِڇهو هو (١٩) ۽ يهُودِنِ منجهان گهڻا ماڻهُون اُتي مرٿا ۽ مَريَم وٽ سندنِ ڀاءُ جي ماتمرپُرسي ڪرڻ لاءِ آيا هُوا (٢٠) پوءِ جڏهِ مرٿا ٻُڌو تہ يسُوع ٿو اچي تہ ڪٽِسِ اڳواٽ آئي پر مريم گهرئي ۾ين وِيٺي رهي (٢١) پوءِ مرٿا يسُوع کي چيو تہ اي خُداوند جيڪڏهِ تُون هِتي هُجين ها تہ جيڪر ادو نہ مري ها (٢٢) پر هاڻي ٻي بہِ ڄاڻان ٿي تہ جيڪي تُون خُداءِ کان گهُرندين سو توکي خُداءِ ڏيندو (٢٣) يسُوع چيُسِ تہ ڀاڻي ورِي جي اُٿندو (٢٤) مرٿا چيُسِ ڄاڻان ٿي تہ قِيامت ۾ پوئي ڏينهِ ورِي جي اُٿندو (٢٥) يسُوع چيُسِ تہ قِيامت ۽ جِئڻُ آءٌ آنهيان جو مُون تي

وِيساهُ تو آٽِي سو جي مرِي وڃي تہ بہ جِئندو (٢٦) ۽ سڀڪو جيڪو جِئرو
هُجي ۽ مُون تي وِيساهُ تو آٽِي سو ڪڏهِ ڪِينَ مرندو ۽ تُون ڪِ انِي ڳي وِسهي
ٿي (٢٧) چيائِيس هاءُ خُداوند مُون وِيساهُ آندو تہ تُون اُهو مسِيحُ خُداءِ جو
پُٽُ آهين جو جهان ۾ اچڻو هُئي (٢٨) اِئين چئي هلي ويئي ۽ پنهنجي
ڀيڻ مريم کي ڳُجهو ڪوٺي چياءِ تہ اُستادُ آيو آهي ۽ توکي ٿو ڪوٺي (٢٩) اُها
ٻُڌَنديئي ٿُرتُ اُٿي وٽس آئي (٣٠) اڃان يسُوع ڳوٺ ۾ نہ پهُتو هو پر اُنهي
هنڌِ هو جِتي مرٿا اڳوات وٽس آئي هُئي (٣١) پوءِ يهُودِي جيڪي وٽس گهر
۾ هُوا جن ڏي ٿي ڏِنيس تن ڏِٺو تہ مريم سگهي اُٿي ٻهر ويئي تہ پُٺيانس لڳا
جو چياءُ تہ قبر تي رُوُڻ لاءِ ٿي وڃي (٣٢) پوءِ مريم اُتي هلي آئي جِتي
يسُوع هو ۽ تنهِ کي ڏِسي سندس پيرن تي ڪِري چيائِيس اي خُداوند جي
هِتي هُجين ها تہ جيڪر ادو نہ مري ها (٣٣) پوءِ يسُوع تنهِ کي ۽ يهُودِي
جي ساٿس هُوا تنکي بہ رُوُندو ڏِسي هِئين ۾ ڪنجهيو ۽ ڏاڍو ڏُکُ ٿيس (٣٤) ۽
چياءُ تہ هُنکي ڪِٿي رکيو اٿوَ تہ چيائُس اي خُداوند اچي ڏِسُ (٣٥) تڏهِ
يسُوع رُنو (٣٦) پوءِ يهُودِن چيو تہ ڏِسو هُنکي ڪيترو پيارو رکندو هو (٣٧) پر
اُنهن منجهان ڪن چيو تہ اِهو جنهِ انڌي جيُون اکيُون اُپٽيُون سو هُوندَ اِئين
نہ ڪري سگهيو ڇا تہ هِنکي مرڻ کان بچائي (٣٨) تڏهِ يسُوع ورِي هِئين ۾
ڪنجهي قبر وٽِ آيو ۽ اُها ڇُر هُئي ۽ تنهِ تي هِڪڙو پهڻُ رکيو هو (٣٩) يسُوع

چيو تہ پهڻُ ڪٽو تڏهِ اُنهي مُئي جي ڀيڻُ مرٿا چيُس تہ اي خُداوند هِنئر باس ٿي هُوندي ڇوجو چوٿون ڏينهُ ٿيو آهيس (٤٠) تڏهِ يسُوع چيُس هِنئر نہ چيوماءِ چا تہ جي وِيساهُ آڻيندِئَ تہ خُداوند جي وڏائي کي ڏِسندِئَ (٤١) پوءِ جتي مُڙدو رکيو هو اُتا پهڻُ ڪنياءِ تہ يسُوع اکيُون متي کڻي چيو تہ اي بابا آءٌ تُهنجو شُڪرانو ٿو ڪريان جو تو مُهنجي اِها ڳالهِ ٻُڌي (٤٢) ۽ اِئين ڄاتو اَٿم تہ تُون مُنهنجي سداءِ ٿو ٻُنڌي پر هاڻي اِها ڳالهِ هِن ميڙاڪي لاءِ چيم جي هِتي بيٺا آنهِن تہ اُهي وِيساهُ آڻينِ جو تو مُون کي موڪليو (٤٣) اِئين چئي وڏي واڪي ساڻ سڏُ ڪياءِ تہ اي لعازر ٻَهر نِڪري اچُ (٤٤) پوءِ جيڪو مُئو هو سو ڪفن سان هٿ پير ٻَڌلُ ٻَهر آيو ۽ اُني جو مُنهُ رُومال ساڻ وِيڙهيلُ هو تڏهِ يسُوع هُنِن کي چيو هِنکي ڇوڙي ڇڏيو تہ هلي چلي ÷

(٤٥) پوءِ يهُودِن منجهان گهڻِن جنِ مَريَم وٽِ اچي جي ڪم يسُوع ٿي ڪيا سي ڏِٺا هُوا تنِ مِٿس وِيساهُ آندو (٤٦) پر تنِمان ڪنِ فريسن وٽِ اچي جيڪي يسُوع ڪيو سو تنِکي ڄاڻايو (٤٧) پوءِ سردار ڪاهِنن ۽ فريسِن وڏي مجلِس کي گڏُ ڪري چيو تہ اسِين ڇا ٿا ڪريُون ڇوجو هيُ ماڻهُون گهڻي ڪرامتُون ٿو ڏيکاري (٤٨) هاڻي جي اِئين ڇڏي ڏيُونس تہ مِڙيئي مِٿس وِيساهُ آڻيندا ۽ رُومي اچي اسانجو مُلڪ ۽ راڄُ وٺي ويندا (٤٩) ۽ تنِمان هِڪڙي ڪيافا نالي جو انهي ورهيہ وڏيرو ڪاهِنُ هو تنهِ اُنهِن کي چيو

اوهين نڪي ڄاڻو ٿا (٥٠) ۽ نڪي ٻُجهو ٿا تہ اِني ۾ اسانجي چڱائي آهي جو هِڪڙو ڄڻو راڄ ڪاڻ مري پر سڄو راڄُ ڇٽ نہ ٿئي (٥١) اِها ڳالهِ اُني پاڻان نہ چئي پر جو اُنهي ورهِ جو وڏيرو ڪاهِنُ هو تنهِ سبب اُنهي اِها پيشنخبري ڪئي تہ يسُوع ڪي راڄ جي لاۂ مرڻو هو (٥٢) ۽ سو رُڳو اُنهي راڄ لاۂ نہ مرڻو هوسِ پر اِنهي لاۂ تہ خُداۂ جي وِڇڙيلنِ ٻارنڪي هِڪڙئي ۾ گڏُ ڪري (٥٣) ۽ اُنهي ڏِينه ڪان وٺي پاڻ ۾ سندسِ مارڻ جي رِٿ ٿي ڪياۂ (٥٤) اِنهي ڪري تنهِ ڪان پوۂ يسُوع يهُودِنِ ۾ پڌرو ٿي نہ ٿي گهُميو پر اُتانهي هِڪڙي هندِ جو رِڻ ڪي وِيجهو هو تنهِ افرائيم نالي ڳوٺ ۾ هليو ويو ۽ پنهنجنِ شاگِردنِ سُودو اُتي وڃي ٽِڪيو (٥٥) ۽ يهُودِنِ جي ڇڏي لنگهي وڃڻ جي عِيد وِيجهي هُئي ۽ گهڻا ماڻهُون ٻهارِئ ڪان پاڻڪي پاڪُ ڪرڻ لاۂ يرُوشلِيم ۾ عِيد ڪان اڳي ٿي چڙهيا (٥٦) ۽ اُنهنِ يسُوع جي ڳولا ڪري هَيڪل ۾ بيهي هِڪ ٻِئي ۾ چيو اوهين ڇا ٿا ڀانيو تہ اُهو عِيد ۾ ڪِ نہ اِيندو ڇا (٥٧) ۽ وڏيرنِ ڪاهِننِ ۽ فرِيسنِ اِهو حُڪُمُ ڏِنو هو تہ جيڪو ڄاڻي ٿو تہ اُهو ڪِٿي آهي سو ڏَسُ ڏِئي تہ جهليُونسِ ⁘

## بابُ ١٢

پوۂ يسُوع اُنهي ڇڏي لنگهي وڃڻ جي عِيد ڪان اڳي ڇهہ ڏِينه بَيت عينا

۾ آيو جِتي لعازرُ هو جو مُئو هو ۽ جهنکي مُئنِ منجهان جِياريو هُواءً (٢) اُتي سندس لاءِ مهماڻي کياءً ۽ مَرٿا هاجکمر تي کئي ۽ لعازرُ تنهِن هِکڙو هو جيکي ساڻُس گڏُ کاڌو کائڻ ويٺا هُوا (٣) پوءِ مَريَمر اڌ سيرُ اوچي گهري مُلھ واري مُرّ جو عطرُ کڻي يسُوع جي پيرنِ کي مکيو ۽ سندهنس پيرنِ کي پنهنجنِ وارنِ سانُ اُگهياءً ۽ اُهو سڄو گهرُ مُرّ جي هُڳاءَ کان ڀرجي ويو (٤) تڏهِ سندهنس شاگِردنِ مان هِکڙي يهُودا اِسکريُوطِي شمعُون جي پُٽ جو جهلائڻوارو هوسِ تنهِ چيو (٥) تہ هيُ عطرُ ٽِنِ سَونِ دِينارنِ جو نہ وِڪاڻو ۽ کنگالنِکي چو نہ ڏِنو ويو (٦) اِها ڳالهِ هُن کنگالنِ جي سانگي نہ چئي پر پاڻ چورُ هو ۽ ساڻُس ڳوٿرو هو تنهِ ۾ جيڪِ وجهندا هُوا سو کڻي هلندو هو (٧) تڏهِ يسُوع چيو تہ ڇڏي ڏيوسِ چوجو مُنهنجي نِهرڻ جي ڏِينه کاڻ سانڍي رکيو هُواءً (٨) چوجو کنگال تہ اوهان وٽِ هميشه آنهِنِ پر آءٌ هميشه اوهان ساڻُ نہ آنهيان ÷

(٩) ۽ يهُودِينِ منجهان گهڻنِ کي سُڌِ پيئي تہ هُتي آهي پوءِ اُتي آيا سو رُڳو يسُوع کاڻِ نہ پر لعازر جو مُئنِ منجهان جِياريو هُواءً تنهِنکي پڻ ڏِسڻ آيا (١٠) تڏهِ سردار کاهِننِ رِٿ کئي تہ لعازرکي پڻُ ماري وِجهُون (١١) چوجو اُنهي کري يهُودِنِ منجهان گهڻا موٽي وِيا ۽ يسُوع تي ويساهُ آنداءً ÷

(١٢) پوءِ ورندي ڏِينهِ وڏومهيڙاکو جو عِيد ۾ ٿي آيو تنِ ٻُڌو تہ يسُوع يرُوشلِيمر

ٻرتو اچي (١٣) تہ کَجِنِ جيُون چڙيون کڻي سندهِنسِ اڳوات ٻاهرِ نڪري واڪا ڪياءِ تہ هوشعنا سڳورو اُهو آهي جو خُداءَ جي نالي تي ٿو اچي اِسرائيل جو بادشاهُ (١۴) ۽ يسُوع هِڪڙي ڪودِڙي کي آڻي تهِنتي چڙهي ويٺو جِئن تہ لکيلُ آهي (١٥) تہ اي صَيُهون جي ڌِيُ مڊِڄُ ڌِسُ تُهنجو بادشاهُ گڏہ جي ڦر تي چڙهي ٿو وٽِ ٿو اچي (١٦) تہ اِهي ڳالهيُون سندهِنسِ شاگِردنِ ٻهراءِ نڪي پُروڙيو پر جڏهِ يسُوع وڏائيءَ ۾ ٿيو تڏهِ يادِ آيُنِ تہ اِهي سندهِنسِ ٻي ڪاڻ لِکيُون آنهِنِ ۽ اُهيئي مڻسِ ڪيُون اٿنِ (١٧) ۽ جيڪي ماڻهُون اُن مهل ساڻُسِ گڏُ هُوا جڏهِ پاڻ لعازر کي قبر منجهان ڪوٺي مُئنِ مان جياريو هُواءِ تنِ اِها ساک ڀرِي (١٨) اِنهِنئي ڪاڻ ماڻهُون اڳوات آيسِ سو ڇا ڪان تہ هُننِ ٻُڌو جو هُن اِها ڪرامت ڏيکارِي آهي (١٩) پوءِ فرِيسي پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ اوهِين ڪِ ڇاڻو نٿا تہ اسِين نٿا پُڄُون ڌِسو تہ ڀُنيانسِ جهانُ لڳو آهي ؞

(٢٠) ۽ جيڪي عِيد ۾ بندگِي ڪرڻ لاءِ چڙهي آيا تنهِ ڪي يُوناني ٻِ هُوا (٢١) سي فِلِپُس وٽِ آيا جو گلِيل جي بيت صَيدا جو هو ۽ مِنت ڪري چيائُنسِ تہ اي سائِين اسِين يسُوع کي ڌِسڻُ ٿا ڀائيُون (٢٢) پوءِ فِلِپُس اچِي اندرياس کي ٻُڌايو ۽ ورِي اندرياس ۽ فِلِپُس ٻنهِين يسُوع کي وِچِي ٻُڌايو (٢٣) تہ يسوع ورندي ڏيئي اُنهِنکي چيو تہ اُها گهڙِي آئي آهي جو هِيُ آدمُ جو پُٽُ مانُ لهي (٢۴) آءٌ اوهانکي سچُ سچُ ٿو چوان تہ جيسِي ڪڻڪ جو ڪڻو زمِين ۾

ڪرِي مرِي نہ وڃي تہِسِي هِيڪلو ٿو رهي پر جي مرِي وڃي تہ گهڻا ڦر ٿو ڪري (۲۵) ۽ جو پنهنجي ساهہ کي گهڻو ٿو ڀائي سو تنهنکي وِڃائيندو ۽ جيڪو پنهنجو ساهُ هِن جهان ۾ ڪِينَ جهڙو ٿو ڀائي سو هميشه جِئڻ توڻي تنهِ کي سانڍِيندو (۲٦) جيڪو مُنهنجي خِدمت ڪري سو مُنهنجي پُٺيان لڳي تہ جِتي آءٌ هُوندُسِ اُتي پڻ مُنهنجو خِدمتگارُ ٿِيندو جيڪو مُنهنجي خِدمت ڪندو تنهِ کي ابو مانُ ڎِيندو ؛

(۲۷) هِنئُر ساهُ مُنهنجو ڎُکيو ٿِيو آهي ۽ آءٌ ڇا چوان تہ بابا هِن گهڙِئ کان مُونکي ڇُڏاءِ پر اِنهِيءَ لاءِ هِن گهڙِئ توڻي آيو آنهيان (۲۸) اي بابا پنهنجي نالي کي وڎائي ڎي تڎهِ آسمان مان سَڎُ ٿِيو تہ وڎائي ڎِني اٿمانسِ ۽ وري بِہ وڎائي ڎِيندوسانسِ (۲۹) پوءِ جيڪي ماڻهُون اُتي بِيٺا هُوا تنِ ٻُڌي چيو تہ گوڙ ٿِي ۽ ٻِئن چيو تہ سانئسِ فِرِشتي ڳالهايو (۳۰) يسُوع وراڻي ڎِيئي چيو تہ هيءُ سڎُ مُنهنجي لاءِ نہ ٿِيو آهي پر اوهان لاءِ ٿِيو آهي (۳۱) هاڻي هِن جهان جي عدالت ٿِي آهي تہ هِنئُرِي هِن جهان جو حاڪمُ ٻاهِر ڪڍِبو (۳۲) ۽ جيڪڎهِ آءٌ زمِين کان مٿي چاڙهيو ويندسُ تہ مڙني کي پاڻ ڎي ڇِڪي وٺندُسِ (۳۳) اِئي چئي ڎَسُ ڎِناءُ تہ آءٌ ڪِهڙي مَوت ڪري مرڻو آنهيان (۳۴) تڎهِ ميڙاڪي وراڻي ڎِنيسِ تہ اسان شريعت مان ٻُڌو آهي تہ مسِيحُ هميشه ٿو رهي پوءِ ٿُون ڪِئن ٿو چوين تہ هِن آدم جي پُٽ جو مٿي

چاڙهڻ گهرجي ۽ هيءُ آدم جو پُٽُ ڪير آهي (۳۵) يسُوع چيُن هاڻي ٿورڙي وير تاءِ اوهان ساڻ سوجهرو آهي ۽ جيسين ڪِ اوهان ساڻ سوجهرو آهي تيسين اوهين هلو متان پوءِ اُونده اهان کي جهلي ۽ جيڪو اُونده ميں ٿو هلي سو نٿو ڄاڻي ته ڪيڏهن ٿو وڃي (۳۶) جيسين ڪِ سوجهرو اوهان ساڻ آهي تيسين سوجهري تي وِيساهُ آڻيو ته سوجهري جا ٻار ٿيو اِئين چئي يسُوع هليو ويو ۽ اُنهن کان پاڻ لِڪائي ڇڏيائين ⁘

(۳۷) پر توڻي اُنهين اِيترِيُون ڪرامتُون اُنهي ڏيکاريُون هيُون ته بِ منِس وِيساهُ نه ٿي آندائون (۳۸) سو اِئين لاءِ ته جا ڳالهِ يشعيا نبيءَ چئي سا پُوري ٿئي ته اي خُداوَند اسان جي ڄوڻ تي ڪنهن وِيساهُ آندو ۽ خُداوند جي ٻانهه ڪنهن کي پڌري ٿي (۳۹) پوءِ اِنهي ڪري بِ وِيساهُ نه ٿي آڻي سگهيا ته يشعيا نبيءَ وري چيو (۴۰) ته تن جيُون اکيُون انڌيُون ۽ سندن هِيانءَ ڏاڍا ڪيا اٿس جو متان اکين سان ڏِسي ۽ هِينئن سان پرُوڙي موٽن ۽ آءٌ تن کي ڇُٽايان (۴۱) اِهي ڳالهيُون يشعيا تڏهِ چيُون جڏهِ سندس جُلوَه ڏِٺائين ۽ سندس باب ڳالهيُون ڪيائين (۴۲) تڏهِ وڏيرن مان گهڻن منِس وِيساهُ آندو پر فرُوسِن جي سبب ڪري نه ٿي باسيائون جو متان عِبادتخاني منجهان ڪڍجُون (۴۳) ڇوجو ماڻهن جي وڏائي خُداءِ جي وڏائيءَ کان واڌُو پيارِيندا هُوا ⁘

(۴۴) ۽ يسُوع واڪو ڪري چيو ته جيڪو مُون تي وِيساهُ ٿو آڻي سو مُون

تيئي نَہ پر جنہِ مُون کي موڪليو آهي تنہِ تي وِيساہُ ٿو آڻي (۴۵) ۽ جو مُونکي ٿو ڏِسي سو جنہِ مُونکي موڪليو آهي تنہِ کي ٿو ڏِسي (۴۶) آءٌ جهان ۾ سوجهِرو ٿِي آيو آنهيان تہ جيڪو مُون تي وِيساہُ آڻي سو اُوندہِ مين نہ رهي (۴۷) ۽ جيڪڏہِ ڪو مُنهنجيُون ڳالهيُون ٻُنڌِي وِيساہُ نہ ٿو آڻي تہ آءٌ اُني جي عدالت نٿو ڪريان سو ڇا ڪان تہ آءٌ جهان جي عدالت ڪرڻ نہ آيو آنهيان پر جهان کي ڇوڙِڪو ڏِئڻ لاءِ آيو آنهيان (۴۸) ۽ جيڪو مُون کي رڍي ۽ مُنهنجُون ڳالهيُون نہ ٿو ميڃي تنہِ لاءِ جيڪو اُن جي عدالت ٿو ڪري سو هِڪڙو آهي تہ جيڪو ڪلامُ چيو اٿمِ سو سنديسِ پوئين ڏينہِ عدالت ڪندو (۴۹) ڇوجو پاڻان نہ چيو اٿمِ پر جيڪي مُونکي چوڻُو ۽ ڳالهائِڻو آهي تنهنجو جنہِ ابي مُونکي موڪليو اُنهيئي حُڪُمُ ڏِنو (۵۰) ۽ ڄاڻان ٿو تہ تَنهِجو حُڪُمُ ئي هميشه جِئڻُ آهي پوءِ جيڪي چوان ٿو سو جِئن ابي مُون کي چيو آهي تيئين ٿو چوان ÷

## باب ۱۳

۽ ڇڏِي لنگهي وڃڻ جي عِيد کان اڳي جڏہِ يسُوع ڄاتو تہ مُنهنجي گهڙِي آئِي آهي تہ هِن جهان کي ڇڏِي پِيُ وٽِ وڃان سو جِئن هي پنهنجا جي جڳهہِ آنهِنِ تنِکي پيارو رکيو هُواءِ تنئَ توڙ توڻي پِيارو ڪندو رهيو (۲) پوءِ

سانجهيءَ جو کاڌو کائي رهيا ۽ اِني کان اڳي شَيطان يهُودا اِسڪريُوطِي شمعُون
جي پُٽ جي دِل ۾ اِيئين وِڌو هو تہ هِنکي جهلايان (٣) ۽ يسُوع اِئي ڄاتو
تہ ابي سڀڪي مُنهنجي هٿ ڏِنو آهي ۽ آءٌ خُداءِ وٽان آيو آنهيان ۽
خُداءِ ڏيٺي ٿو وڃان (٤) تڏهِ کاڌو تان اُٿي گنديُون رکي رُومالُ کڻي
پنهنجي چيلهِ تي ٻڌاءِ (٥) پوءِ ٿال ميں پاڻي وِجهي شاگِردن جي پيرنِ
کي ڌُئڻُ لڳو ۽ جو رُومالُ چيلهِ تي ويڙهيلُ هوسِ تنهِ سان اُگهڻ لڳو (٦) ۽
جڏهِ شمعُون پطرس وٽ آيو تڏهِ تنهِ چيُسِ اي خُداوند تُون ئي مُنهنجي
پيرنِ کي ڇو ٿو ڌُئين (٧) يسُوع ورندي ڏيئي چيُسِ تہ جيڪي آءٌ ٿو
ڪريان سو تُون هِنئر نٿو ڄاڻي پر هِن کان پوءِ ڄاڻندين (٨) تڏهِ پطرس
چيُسِ تہ تُون مُنهنجا پير ڪڏهِ نہ ڌُئنديي يسُوع وراڻي ڏِنيسِ تہ جي توکي نہ
ڌُوان تہ مُون ساڻُ ڀاڱو ڪِينَ اٿيئي (٩) شمعُون پطرس چيُسِ تہ اي خُداوَند
رڳا مُنهنجا پير نہ پر هٿنِ ۽ مٿي کي بِہ ڌو (١٠) يسُوع چيُسِ تہ وَهتل کي
پيرنِ ئي ڌُئڻ ڌاران ڪا ٻي گهُرج نہ آهي پر اُهو سڄوئي سُٺو آهي ۽ اوهِين بہ
سُٺا آهيو پر سڀيئي نہ (١١) ڇوجو جيڪو جهلائڻوارو هوسِ تنهِنکي ڄاتاءِ
تہ اِنهي ڪري چياءِ تہ اوهِين سڀيئي سُٺا ناهيو :

(١٢) پوءِ جڏهِ اُنهنِ جا پير ڌوئي رهيو ۽ پنهنجيُون گنديُون ڪري ورِي ويٺو
تڏهِ چياءِ تہ مُون جيڪي اوهان ساڻُ ڪيو آهي تنهِ کي ڪِ ڄاڻو ٿا (١٣) تہ

اوهِين مُون کي اُستادُ ۽ خُداوندُ ٿا ڪوٺيو ۽ چڱو ٿا چئو سو ڇا ڪان ته آءٌ
اهڙوئي آنهيان (۱۴) پوءِ جي خُداوندُ ۽ اُستادُ ٿي مُون اوهان جا پير ڌوتا
آنهِن ته اوهان کي بہ کپي ته هِڪ ٻِئَہِ جا پير ڌو (۱۵) سو ڇا ڪان ته اِهو
هِڪڙو نَمُونو ڏيکاريوماتَو ته جِئن مُون اوهان ساڻُ ڪيو تِئين اوهِين پڻ ڪريو
(۱۶) آءٌ اوهان کي سچُ سچُ ٿو چوان ته ٻانهون پنهنجي ڌڻِيءَ کان وڏو ناهي ۽ نه
رَسُولُ پنهنجي موڪلڻهاريکان وڏو آهي (۱۷) جي اهي اِهي ڳالهيُون سمُجهي
اُنهِن تي هلندا ته سياڳا آهيو (۱۸) سو اوهان مڙني ڪاڻ نه ٿو چوان پر جن
جن کي چُونڊيو اٿمِ تِنکي ڄاڻان ٿو پر هي اِنهيين لاءِ آنهِن ته هِيءُ لِکيَتِ پُورِي
ٿِئي ته جيڪو مُون ساڻُ ماني ٿو کائي اُنهيئي مُون تي لت ڪنئي
(۱۹) هِنئر اُنهيِن جي ٿِئڻ کان اڳي آءٌ اوهان کي ٿو چوان ته جڏهِ اِهو ٿِئي
رهي تڏهِ اوهِين وِيساهُ آڻيو جو اُهو آءٌ آنهيان (۲۰) آءٌ اوهان کي سچُ سچُ
ٿو چوان ته جنهِنکي آءٌ موڪِليندُسِ تنهِنکي جيڪو مڃِيندو سو جڻُ مُونکي
ٿو مڃي ۽ جيڪو مُونکي ٿو مڃي سو تنهنکي ٿو مڃي جنهِ مُونکي موڪليو
آهي ÷

(۲۱) اِئين چئِي يسُوعِ هِئين ميين ڏُک پريو ۽ پڪ ڪري چيائين ته آءٌ اوهان
کي سچُ سچُ ٿو چوان ته اوهان منجهان هِڪڙو مُون کي جهلائِيندو (۲۲) پوءِ
شاگردن هِڪ ٻِئَہِ ڏي نِهاريو ڇوجو اِنِيءَ ڳالهِ ۾ مِين هُوا ته هن ڪنهِ جي

نائِيُ چيو (٢٣) ۽ اُني مهل يسُوع جي هنجهِ سندسِ شاگِردنِ منجهان هِڪڙو
اهليو پِيو هو جنهِ کي يسُوع گهڻو پائِيندو هو (٢٤) تڏهِ شمعُون پطرس تهِنکي
اِشارو ڏِنو تہ جنهِنجو چياءُ سو پُڇينسِ تہ ڪيرُ آهي (٢٥) پوءِ يسُوع جي چاتِيءَ
تي جيڪو اهليو پِيو هو تنهِ چيُسِ تہ اي خُداوند اُهو ڪيرُ آهي (٢٦) يسُوع
ورندِي ڏِني تہ جهِنکي آءٌ ٹُکرُ ٻوڙي ڏِيندُسِ سو اُهوئِي آهي پوءِ ٹُکرُ ٻوڙي
يهُودا اِسڪريُوطِيءَ شمعُون جي پُٽ کي ڏِناءُ (٢٧) تڏهِ ٹُکر کان پوءِ منجهِسِ
شَيطانُ اچي پيٹو تہ يسُوع چيُسِ جيڪي ڪرين ٿو سو سِگهو ڪرِ (٢٨) پر
جيڪي ساڻُسِ وِيٹا هُوا تنِ مان ڪنهِ نہ ڄاتو تہ هِنکي اِئِي ڇا ڪاڻ چياءُ
(٢٩) ۽ ڪِنِ ڀائيو تہ يهُودا کي ڳوٿِري آهي تنهِ ڪري يسُوع ٿو چويسِ تہ عِيد
لاءِ جنِجي گهُرج اٿُون سي ڳِنهُ يا ڪنگالِنکي ڪِ ڏِي (٣٠) پوءِ اُهو ٹُکرُ وٺِي
اِئين‌ئِي ٻهرِ هليو وِيو تڏهِ راتِ هُئِي ⁘

(٣١) ۽ جڏهِ ٻاهرِ نِڪتو تڏهِ يسُوع چيو تہ هِنئُر هِن آدمر جي پُٽ مانُ لڌو
۽ خُداءِ بِہ هِنڪري مانُ لڌو (٣٢) سو جي خُداءِ هِنڪري مانُ لڌو آهي تہ
خُداءِ بِہ هِنکي پاڻ وٽِ مانُ ڏِيندو ۽ سِگهوئِي هِنکي مانائِتو ڪندو (٣٣) اي
ٻارڙؤ هِناَ پوءِ ٿورِي ويرم آءٌ اوهان ساڻ آنهيان ۽ اهِين مُونکي ڳولِيندؤ ۽ جِنئِ
يهُودِنِ کي چيُمِ تہ جِتي آءٌ ٿو وڃان تِتي اوهِين نٿا اچي سگهو تِئِي هِنئُر
اوهان کي بِہ ٿو چوان (٣٤) هِي نئُون حُڪُمُ اوهان کي ٿو ڏِيان تہ هِڪ ٻِئُنِ

سان پيارُ رکو ۽ جنئي مُون اوهان ساڻُ پيارُ ٿي رکيو تنئي اوهين بِہ هڪ ٻئي سان پيارُ رکو (۳۵) ۽ جي هِڪ ٻئي سانُ پيارُ رکندءَ تہ مڙيئي اهان کي مُنهنجو شاگِردُ ڄاڻندا (۳۶) تڏهِ شمعُون پطرس چيُس تہ اي خُداوند تُون ڪيڏي ٿو وڃين يسُوع ورندِي ڏنيسِ تہ جِتي آءٌ ٿو وڃان اُتي هِنئر تُون مُنهنجي پُٺيان نہ ٿو اچي سگهين پر پوءِ مُنهنجي پُٺيان اِيندين (۳۷) تہ پطرس چيُسِ اي خُداوَند ڇا لاءِ هِنئر تُنهنجي پُٺيان نٿو اچي سگهان جو آءٌ پنهنجو ساهُ تُنهنجي ڪاڻ ڏيندُسِ (۳۸) يسُوع ورندِي ڏنيسِ تہ تُون پنهنجو ساهُ ڪِ مُنهنجي ڪاڻ ڏيندين ڇا پر آءٌ توکي سچُ سچُ ٿو چوان تہ ڪُڪڙ جي ٻانگ ڏيڻ کان اڳي تُون ٽي ڀيرا مُون کي اُلندين ؛

## باب ۱۴

تہ اوهان جو هِنئُون نہ ڏُکوئجي جو تهين خُداءِ تي تہ وِيساهُ آڻيو تہ پر مُون تي بِہ وِيساهُ آڻيو (۲) ۽ ابي جي گهر مِهين جايُون گهڻيُون آنهِن جي نہ تہ آءٌ اوهان کي چوان ها پر آءٌ اوهان جي جاءِ سنياڻ لاءِ ٿو وڃان (۳) ۽ جيڪڏهِ اوهان لاءِ وڃي جاءِ سنيائيندُسِ تہ وري اوهان وٽ اچي اوهان کي پاڻَ ساڻُ وٺي ويندُسِ سو اِنهي لاءِ تہ جِتي آءٌ آنهيان اُتي اوهين پڻ هُجو (۴) ۽ جِتي آءٌ ٿو وڃان سو اوهين ڄاڻو ٿا ۽ اُها واٽ بِہ ٿا ڄاڻو (۵) تڏهِ ٿوما چيُسِ اي

خُداوند اسِين نٿا ڄاڻُون ته تُون ڪيڏي ٿو وڃين پوء واٽ ڪِئن ڄاڻنداسِين (٦) يسُوع چيُس ته واٽ ۽ سچائي ۽ جِئڻُ آءٌ آنهيان ۽ مُنهنجي وسِيلي ڌاران ڪو ابي وٽ نه ٿو اچي سگهي (٧) ۽ جيڪڏهِ مُون کي سُڃاڻُو ته ابي کي بِ سُڃاڻُو ۽ اَڄُ کان وٺِي تنهِ کي سُڃاڻُو ٿا ۽ ڪِٿِس ڏِٺو بِ اٿو (٨) فِلِپُس چيُسِ اي خُداوند ابو اسان کي ڏيکارِ ته اسان لاء سيُڪي آهي (٩) يسُوع چيُسِ اي فِلِپُس آءٌ هيترِن ڏينهنِ کان اوهان ساڻُ رهندو آنهيان تڏهِ تو مُون کي نه ڄاتو ڇا ته جنهِ مُون کي ڏِٺو آهي تنهِ ابي کي ئي ڏِٺو آهي پوء تُون ڪِئن ٿو چوين ته ابو اسانکي ڏيکارِ (١٠) ۽ تُون نٿو وِسهين ڇا ته آءٌ ابي ۾ ۽ ابو مُون ۾ آهي ۽ آءٌ اوهان کي جيڪي ڳالهيُون ٿو چوان سي پاڻان نَٿو چوان پر جو ابو مُون ۾ ٿو رهي سو پاڻ اِهي ڪم ٿو ڪري (١١) ۽ مُون تي وِيساهُ ڪريو ته آءٌ ابي ۾ ۽ ابو مُون ۾ پر جي نه ته ڪمنِ ڪريئي مُون تي وِيساهُ ڪريو (١٢) آءٌ اوهان کي سچُ سچُ ٿو چوان ته جيڪو مُون تي وِيساهُ ٿو آڻي ته جيڪي ڪم آءٌ ٿو ڪريان سي بِ اُهو ڪندو پر اُنهنِ کان وڏا ڪم بِ ڪندو سو ڇا کان ته آءٌ ابي وٽِ ٿو وڃان (١٣) ۽ جيڪي اهِين مُنهنجي نالي تي گهُرندءُ اُهو آءٌ ڪندُسِ سو اِنِي لاء ته پيُءُ کي پُٽَ ڪري مانُ مِلي (١٤) ۽ جيڪڏهِ ڪي بِ مُنهنجي نالي تي گهُرندءُ سو آءٌ ڪندُسِ ؞

(١٥) ۽ جي مُون کي پِيارو ٿا رکو ته مُنهنجنِ حُڪمنِ کي مڃيو (١٦) ۽ آءٌ

ابي کان گھُرندُسِ تہ اُھو اوھان کي ٻيو تسلائي ڏئڻوارو ڏيندو تان تہ اُھو
ھميشہ اوھان ساڻ رھي (۱۷) اُھو سچائيءَ جو رُوحُ آھي جنھِنکي جھانُ پائي
نٿو سگھي ڇا کان تہ تنھِ کي نٿو ڏِسي ۽ نٿو سُڃاڻي پر اوھين تہ سُڃاڻوسِ ڇا
ڇا کان تہ اُھو اوھان ساڻ رھي ٿو ۽ اوھان منجھِ ھُوندو (۱۸) ۽ آءٌ اوھان
کي ڇورو ڪري نہ ڇڏِيندُسِ پر اوھان وٽِ وري اِيندُسِ (۱۹) ھِنئر ٿورڙيءَ
وِيرمِ کان پوءِ جھانُ مُونکي نہ ڏِسندو پر اوھِين ڏِسندوِمِ جو آءٌ جِيان ٿو اِنِي
ڪري اوھِين بہ جِئندءُ (۲۰) ۽ اُنھيءَ ڏِينہ اھِينِ ڄاڻندءُ جو آءٌ ابي
ھِرِ ۽ اوھِين مُون ھِرِ ۽ آءٌ اوھانِ آنھيان (۲۱) تہ جنھِ وٽِ مُنھنجا حُڪُمِ آنھِنِ
۽ اُنھنِ تي جو ھلي ٿو سو اُھو آھي جو مُون کي پِيارو ٿو رکي ۽ جيڪو مُونکي
پِيارو ٿو رکي تنھِ کي ابو پِيارو رکندو ۽ آءٌ بہ تنھِ کي پيارو رکندُسِ ۽ تنھِ لاءِ پاڻُ
پڌرو ڪندُسِ (۲۲) تڏھِ يھُودا اُنھين اسڪريُوطي نہ پر ٻِئي يھُودا چيُسِ تہ اي
خُداوند ھي ڇا جو تُون اسان لاءِ پاڻ پڌرو ڪندين ۽ جھان لاءِ نہ ڪندين
(۲۳) يسُوع ورنديِ ڏِيئي چيُسِ تہ جيڪڏھِ ڪو مُونکي پِيارو ڄاڻندو آھي تہ
مُنھنجنِ ڪلامنِ تي ھلندو ۽ ابو بہِ تنھنکي پيارو ڄاڻندو ۽ اسِين اُنھين وٽِ
اِينداسُون ۽ ساڻُسِ گڏُ اچي ٽِڪنداسُون (۲۴) ۽ جيڪو مُون کي پِيارو نہ
ٿو ڄاڻي سو مُنھنجنِ ڪلامنِ تي بہِ نہ ٿو ھلي ۽ جيڪو ڪلامُ اوھين ٿا ٻُڌو
سو مُنھنجو نہ پر اُنھي ابي جو آھي جنھِ مُونکي موڪليو آھي ؛

(٢٥) اِهي ڳالهيُون اوهان سانُ گڏُ هُوندَئي مُون اوهان کي چيُون آنهِن (٢٦) پر اُهو تسلائي ڏِيندڙ يعني رُوحُ پاڪ جو ابو مُنهنجي نالي تي اهانڏي موڪليندو اُهو سڀُڪِ اوهان کي سيکارِيندو ۽ سڀيئي جيڪي مُون اوهان کي چيو تنِهنجي اوهان کي يادِ ڏيارِيندو (٢٧) تہ آءٌ سلامُ اوهان سانُ ٿو ڇڏيان تہ پهنجي سلامتي اوهان کي ٿو ڏِيان تہ جِنئي جهانُ ٿو ڏِئي تِنئي نٿو ڏيان اِني لاءِ اوهان جي دِل نہ ڏُکوُجي ۽ ڊپُ بِہ نہ ٿِئيوَ (٢٨) ۽ اوهان ٻُڌو جو چيومانوَ تہ وَڃان ٿو ۽ وري اوهان وٽِ اچڻو آنهيان جي مُون کي پيارو ڄاڻُو ها تہ اِني ڪري سرها ٿِيو ها جو چيومانوَ تہ ابي وٽِ ٿو وڃان ڇوجو ابو مُونکان وڏو آهي (٢٩) هِنئر تنِهنجي ٿِئڻ کان اڳي مُون چيو اٿوَ اِني لاءِ تہ جڏهِ ٿِي رهي تڏهِ وِيساهُ آڻيو ⁘

(٣٠) ۽ هِنان پوءِ اوهان سانُ گهڻيُون ڳالهيُون ڪين ڳالهائيندُسِ ڇوجو هِن جهان جو حاڪِمُ اچي ٿو تنهِنجو مُون ۾ ڪِ ڪينهين (٣١) پر سو اني ڪري تہ جهانُ ڄاڻي جو آءٌ ابي کي پيارو ٿو ڄاڻان تہ جِنئي ابي مُون کي حُڪُمُ ڏِنو آهي تِنئي ٿو ڪريان هاڻي اُٿو تہ هِتان هلُون ⁘

## باب ١٥

سچي ٻاڪ آءٌ آهيان ۽ ابو آرائي آهي (٢) ۽ جيڪا ٽاريِ مُون ۾ مين ڦرُ نہ

ٽِي ڏِٺِي سا ڪِڍِي ٿو ڇڏِي ۽ جيڪا ڦرُ ڏِٺِي ٿِي تهِنکي ڇانگهي ٿو ته
واڌُو ڦرُ ڏِٺِي (٣) هِنئر اوهِين تنهِ ڳالهِ ڪري پاڪُ ٿِئل آهيو جا مُون اوهان کي
چئِي آهي (٤) ته اوهِين رهو مُون مين ۽ آءٌ رهان اوهان مين جِئن ڪِ ٽارِي
جا ٻاڪ مين نه ٿِي رهي سا پاڻهِين ڦرُ ڪِڍِي نٿِي سگهي تِئن اوهِين ٻِ جي
مُون مين نٿا رهو ته ڦرُ ڪِڍِي ڪِينَ سگهندوُ (٥) ته آءٌ ٻاڪ آهيان ۽ اوهِين
ٽاريُون آهيو جيڪو مُون مين ٿو رهي ۽ آءٌ تهِنمِ ٿو رهان سو گهڻو ڦرُ ٿو ڏِئِي
ڇوجو مُون کان ڌار ٿِي ڪِي ٻِ نه ٿا ڪري سگهو (٦) ۽ جيڪو مُون مين نٿو
رهي سو ٽارِئِ وانگُر ٿو ڪِڍِجي ۽ سُڪِي ٿو وڃي ۽ تنِکي گڏُ ڪري باهمِ ٿا
وِجهنِ ته اُهي ڪامِي ٿيُون وڃنِ (٧) جي اِهين مُون مين رهو ۽ مُنهنجيُون
ڳالهيُون اوهان مين رهنِ ته جيڪي وڻندُوَ سو گهُرندوُ ۽ اوهان لاءِ اُهوئِي ٿِيندو
(٨) اِنهِين مين ابي کي مانُ آهي جو ڦَرُ گهڻو ڪڍو ته سچُ مُنهنجا شاگرد
ٿِيندءُ (٩) جِئن ابي مُون کي پِيارو ڄاتو تِئن مُون ٻِ اوهانکي پيارو ڄاتو ۽
اوهِين مُنهنجيِ ئِي پيار مين رهو (١٠) جيڪڏهِ مُنهنجنِ حُڪمنِکي مڃِيندَءُ
ته مُنهنجي پيار ۾ رهندءُ جِئن مُون ابي جي حُڪُمنِکي مڃيو آهي ۽ اُنهين
جيِئِي پيار مين ٿو رهان (١١) اِهي ڳالهيُون مُون اوهان کي چيُون آهنِ اِنهيلاءِ
ته مُنهنجي سرهائِي اوهان منجهِ رهي ۽ اوهان جي سرهائِي پُورِي ٿِئِي (١٢) اُهو
مُنهنجو هِي حُڪُمُ آهي ته هِڪ ٻِئنِ کي پيارو ڄاڻو جِئن ڪِ مُون اوهان

کي پيارو ٿي جاتو (١٣) ۽ اِني کان مٿي ہيو پيارُ کو نہين ت کو پنہنجو ساہُ سڄڻنِ کاڻ ڏِئي (١٤) اوهِين مُنہنجا سڄڻ تڏهِ آهيو جڏهِ جيکي چيو اٿمانوَ سو کريو (١٥) اِنہان پوءِ اهان کي ٻانهون ن ٿو چوان ڇا کان ت جيکي سائين سندُسِ ٿو کري سو ٻانهون ن ٿو ڄاڻي پر مُون اوهانکي سڄڻ چيو آهي ڇوجو جيکي ڳالهيُون ابي کان ٻُڌئِمِ سي مڙيئي اوهان کي سمُجهايُون اٿمِ (١٦) اوهان مُون کي ن چُونڊيو پر مُون اوهان کي چُونڊيو آهي ۽ اِنہيلاءِ اوهان کي رکيو اٿمِ ت اوهِين وڃي ڦرُ ڪڍيو ۽ اوهان جو ڦرُ جٽاءُ کري سو اِني لاءِ ت جيکِ مُنہنجي نالي تي ابي کان گهُرو سو اوهان کي ڏِئي (١٧) ۽ آءٌ اوهان کي اِهي پارتُ ٿو کريان ت هڪ ٻِئنِ کي پيارو ڄاڻجو ᐧ:ᐧ

(١٨) ۽ جيکڏهِ جهانُ اوهان ساڻ وِيرُ رکي ت اهِين اِئي ڄاڻوئي ٿا جو مُون ساڻ اوهان کان اڳي وِيرُ رکيو هُواءُ (١٩) جي اهِين جهان جا هُجو ها ت جيکر جهانُ پنہنجنِ کي پيارو رکي ها سو اوهِين جهان جا ن آهيو پر مُون اوهان کي جهان کان چُونڊيو آهي تہنکري جهانُ اوهان ساڻ وِيرُ ٿو رکي (٢٠) ۽ جا ڳالهِ مُون اوهان کي چئي سا يادِ رکجو ت ٻانهون پنہنجي ڌڻي کان وڏو ن آهي سو جي مُون کي ڏُکويو اٿنِ ت اوهان کي پڻ ڏکوئيندا ۽ جي مُنہنجي کلام کي مڃياءُ ت اوهان جي کلام کي پُڻ مڃيندا (٢١) پر اِهي مڙيئي ڳالهيُون مُنہنجي نالي کري اوهان ساڻ کندا سو ڇا کان ت جنهِ مُون کي

موڪليو آهي تهنڪي نٿا ڄاڻنِ (٢٢) ۽ جيڪڏهِ نہ اچان ها ۽ ساڻن نہ ڳالهايان ها تہ جيڪر تنجو ڏوهُ نہ هُجي ها پر هاڻي تنڪي پهنجي ڏوہ جو مِنهُ ڪو نهين (٢٣) ۽ جيڪو مُون ساڻُ وير رکي سو ابي سان بِ وير رکي (٢٤) ۽ جيڪڏهِ منجهن اِهي ڪم نہ ڪريان ها جي ڪنهِ ٻئي ڪڏهِ نہ ڪيا تہ جيڪر تن جو ڏوهُ نہ هُجي ها پر هِنئر مُون ۽ ابي ٻنهي کي ڏٺو بہ اٿنِ ۽ وير رکيو اٿن (٢٥) پر اِهو اِنهيلاء تہ جا ڳالهِ سندئن شريعت مين لکيلُ آهي سا پُوري ٿئي تہ مُون ساڻُ ناحق وير رکياءِ (٢٦) پر اُهو تسلائي ڏيندڙ جنهِنکي آءٌ ابي وٽان اوهان ڏي موڪليندُسِ جو سچائي جو رُوح ابي وٽان ٿو نِڪري سو جڏهِ ايندو تہ مون لاء ساک ڀريندو (٢٧) ۽ اوهين بِ ساک ڀريندءُ ڇوجو اهين منڍ کان مُون ساڻُ گڏُ رهيا آهيو :

## باٻُ ١٦

هي ڳالهيُون مُون اوهان کي اِني لاء چيُون آهِنِ تہ اوهين ڪاٻاڙجي نہ وڃو (٢) ۽ اوهان کي عِبادتخانن مان ڪڍِي ڇڏِيندا پر اُها گهڙِي بِ اچي ٿي تہ جيڪو اوهان کي ماري وِجهندو سو ڀائيندو تہ مُون چڱُ خُداء جي ٻانهپ ڪئي (٣) ۽ اِهي ڳالهيُون اوهان ساڻُ ڪندا ڇا کان تہ نہ ابي کي ۽ نہ مُون کي ڄاتو اٿنِ (٤) پر اِهي اوهان کي اِني لاء چيُون اٿم تہ جڏهِ اُها مهل ٿِئي

تڏھِ اوهان کي ھيءَ يادِ اچي جو اِنهن جو اسان کي چيو ھُواءُ ۽ اِهي اوهان کي مُنڍِ ۾ نہ چيمِ ڇوجو اوهان ساڻُ گڏُ هوسِ (٥) پر هاڻي اُنهين وٽِ ٿو وڃان جنھِ مُون کي موڪليو ۽ اوهان منجهان ڪوئي مُون کي نٿو پُڇي تہ ڪاڏي ٿو وڃين (٦) پر اِهي جي مُون اوهان کي چيُون آهِنِ اِنهي ڪري اوهانجو هِنئُون ڏُک پريو آهي (٧) تڏهِين بہ هِي اوهانکي سچي ٿو چوان تہ جي آءٌ وڃان تہ اوهان جي ڀلائي آهي ڇا ڪان تہ جي آءٌ نہ وڃان تہ اُهو تسلائي ڏِيندڙُ اوهان وٽِ نہ ايندو پر جي وينڊُسِ تہ اوهان وٽِ موڪلِيندوسانسِ (٨) ۽ اُهو اچي ڏوھ جي ۽ سچائيءَ جي ۽ عدالت جي ڳالهِ جهان تي ڄمائيندو (٩) ۽ ڏوھ جي ڳالهِ اِني ڪري ڄمائيندو تہ مُون تي ويساهُ نٿا آڻينِ (١٠) ۽ سچائيءَ جي ڳالهِ اِني ڪري تہ آءٌ ابي وٽِ ٿو وڃان ۽ هِن ڪان پوءِ اهِين مُون کي نہ ڏِسندءُ (١١) ۽ عدالت جي ڳالهِ اِني ڪري تہ هِن جهان جي حاڪمر تي عدالت ٿي رهي آهي ؞

(١٢) اڃان گهڻيُون ڳالهيُون اوهانکي چوڻيُون اٿمِ پر هِنئر نٿا ڪٽِي سگهو (١٣) پر اُهو سچائيءَ جو رُوحُ جڏھِ ايندو تہ اوهان کي سڀ سچائيءَ ۾ واٽ لائيندو ڇا ڪان تہ اُهو پاڻان نہ چوَندو پر جيڪي ٻُڌندو سو چوَندو ۽ جيڪي ڳالهيُون ٿِئڻيُون آهِنِ سي اوهان کي ڄاڻائيندو (١٤) اُهو مُون کي مانُ ڏِيندو سو ڇا ڪان تہ مُنهنجيئي منجهان وٺي اوهان کي ڄاڻائيندو (١٥) مڙيئي

جيڪي ابي جا آهِنِ سي ئي مُنهنجا آهِنِ اِنهي ڪري چيمِ تہ مُنهنجيئي
منجهان وٺي اوهان کي ڄاڻائيندو (١٦) تہ ٿورڙ وِيرم کان پوءِ مُون کي
نہ ڏِسندء وري ٿورِڙ وِيرم کان پوءِ مُون کي ڏِسندء ڇوجو آءٌ ابي وٽِ
ٿو وڃان (١٧) پوءِ سندسِ شاگِردنِ منجهان ڪنِ پاڻ ۾ چيو تہ هيءُ
ڇا آهي جا اسان کي ٿو چوي تہ ٿورڙ وِيرم کان پوءِ مُونکي نہ ڏِسندء
وري ٿورِڙ وِيرم کان پوءِ مُون کي ڏِسندء ۽ اِها تہ ڇوجو آءٌ ابي وٽِ
ٿو وڃان (١٨) تنهِ ڪري چيائُ تہ هيءُ جا ٿورِي وِيرم ٿو چوي سا ڇا آهي
اسِين نٿا ڄاڻُون تہ ڇا ٿو چوي (١٩) پوءِ يسُوع ڄاتو تہ مُون کان پُڇڻُو
ٿا پائِئين تڏهِ چيائينِ مُون جا ڳالهِ چئي تہ ٿورڙ وِيرم کان پوءِ اوهِين مُون
کي نہ ڏِسندء وري ٿورڙ وِيرم کان پوءِ اوهِين مُون کي ڏِسندء تهنجي پاڻ ۾
پُڇ ڳاڇ ٿا ڪريو ڇا (٢٠) آءٌ اوهان کي سچُ سچ ٿو چوان تہ اوهِين رُوُندء ۽
ڳوڙها ڳاڙِيندء پر جهانُ سرهو ٿِيندو ۽ اوهِين ارمانِبو پر سو اهان جو ارمان
سرهائِيءَ ساڻُ مٽبو (٢١) تہ زال ويامڻ وِير ارمانُ ٿي ڪري ڇوجو سنديسِ
مهل آئي آهي پر وِياوُ ڄڻڻ کان پوءِ سُور کي نٿي ساري سو اِنهِيءَ سرهائِيءَ
ڪري تہ ماڻهُون جهان ۾ ڄائو (٢٢) اوهِين پڻ هِنئر ارمانيا آهيو پر آءٌ وري
اوهان کي ڏِسندُسِ تہ تهانجو هِنئُون سرهو ٿِيندو ۽ اُها سرهائِي اُوهانجي ڪو
اوهان کان ڪسِي نٿو وٺي (٢٣) ۽ اُنهِين ڏِينهِ اهِين مُون کان ڪي نہ گهُرندء

آءٌ اوهان کي سچُ سچُ ٿو چوان تہ اوهين جيڪي مُنهنجي نالي تي ابي کان گھُرندءٌ سوھُو اهان کي ڏِيندو (٢٤) هيسيتاءٌ مُنهنجي نالي تي ڪي بِہ نہ گھُريو اٿوَ ءِ گھُرو تہ اهانکي مِلندو سو اِني لاءِ تہ اوهان جي سرهائي پُوري ٿِئي (٢٥) اِهي ڳالهيُون اوهان کي مِثالنِ ۾ چيُون اٿمِ پر اُها مهل بِہ اچي ٿي جو تهان پوءِ اوهان کي مِثالنِ ۾ نہ چوَندُسِ پر ابي جي باب اوهان کي چِٽو ڄاڻائِيندُسِ (٢٦) ءِ اُنهي ڏِينهِ اوهين مُنهنجي نالي تي گھُرندءٌ ءِ اِهانئو چوان تہ آءٌ اوهان لاءِ ابي کي مِنٿ ڪندُسِ (٢٧) سو اِني ڪري تہ ابو پاڻ اوهان کي پيارو ٿو ڄاڻي ڇا کان تہ اوهان مُون ساڻ پيارُ ڪيو آهي ءِ اِهو وِيساهُ آندو اٿوَ تہ آءٌ خُداءِ جي پاران نِڪتو آهيان (٢٨) تہ آءٌ ابيءَ کان نِڪتُسِ ءِ جهان ۾ آيو آهيان هاڻي وري جهان کي ڇڏِي پيءُ وٽِ ٿو وڃان ÷

(٢٩) تڏهِ سندسِ شاگردنِ چيُسِ ڏِسُ هِنئر چِٽو ٿو چوِين ءِ ڪو مِثالُ ڪري نٿو چوِين (٣٠) هاڻي اسان ڄاتو تہ تُون سڀُڪ ٿو ڄاڻين ءِ ڪنهِ کان پُڇڻ جي گھُرج نہ اٿيئي تهنڪري اسين وِيساهُ ٿا آڻيُون تہ تُون خُداءِ وٽانئي نِڪتو آهين (٣١) تڏهِ يسُوع چيُنِ هاڻي وِيساهُ آڻيو ٿا ڇا (٣٢) ڏِسو اُها گھڙِي اچي ٿي هاءِ هِنئرئي آئي آهي تہ اوهين سڀيئي پهنجنِ وٽِ ڪِندرجي وِيندءٌ ءِ مُون کي هيڪلو ڪٽي ڇڏِيندءٌ پر آءٌ تہ هيڪلو نہ آهيان ڇا کان تہ ابو مُون ساڻ آهي (٣٣) ءِ اِهي ڳالهيُون اِني لاءِ اوهان کي چيُون اٿمِ تہ مُون

مين آرام پائي رهو ۽ جهان ۾ ته اهان کي سُوڙهَئي ٿي ٿِئي پر هاڻي سُورِهَ ٿيو
ته مُون جهان کي کٽيو آهي ÷

## بابُ ١٧

يسُوع اِهي ڳالهيُون کري آسمان ڏي اکيُون کڻي چيو ته اي بابا اُها گهڙِي
آئي آهي هاڻي پهنجي پٽکي مانُ ڏي ته پٽُ پڻ توکي مانُ ڏِئي (٢) جِئنَ
ته تو تنهِ کي سيني جُثي وارن تي ڀُڄندي اِني کري ڏِني آهي ته جيکي
تو ڏِنا اٿس تنکي هميشه جِئڻُ ڏِئي (٣) ۽ اُهو هميشه جِئڻُ هِيُ آهي ته تو
هِکڙي سچي خُداء کي ڄاڻنِ ۽ ٻيو جنهِ يسُوع مسِيح کي تو موکليو آهي
تنهِ کي بِ ڄاڻنِ (٤) ۽ مُون تُهنجي وڏائي زمين تي ٻَدِري کئي ته جيکو
ڪمُ تو مُونکي کرڻ لاء ڏِنو هو سو پُورو ڪيُم (٥) هِنئر اي بابا تُون مُونکي
تنهِ وڏائِيءَ کري وڏائي ڏي جا جهان جي پيدا ٿِئڻ کان اڳي تو ساڻُ گڏُ
مُونکي هُئي (٦) ۽ جي ماڻهُون تو جهان مان مُونکي ڏِنا آهِن تِنِتي مُون
تُهنجو نالو ٻدِرو ڪيو ته اُهي تُهنجائي هُوا ۽ توئي مُون کي ڏِنا آهِن ۽ اُنهن
تُهنجي ئِي ڪلام کي سانڍيو آهي (٧) ۽ هِنئر ڄاتو اٿنِ ته جيکي ڪي تو
مُون کي ڏِنو سو تو کان ئِي آهي (٨) ڇا کان ته جي ڳالهيُون تو مُون کي ڏِنيُون
هُيُون سي مُون هُننِ کي ڏِنيُون آهِنِ ۽ هُننِ ميڙيُون آهِنِ ۽ سچُ ڄاتو اٿنِ ته آءٌ
تو وٽان نڪرِي آيُس ۽ اِهو وِساهُ آندو اٿنِ ته تو مُون کي موڪليو (٩) سو

آءٌ هِننلاءِ ٿو گهُران ۽ جهان لاءِ نٿو گهُران پر جي تو مُون کي ڏِنا آهِنِ اُنهنِ ٿي لاءِ ٿو گهُران ڇوجو تُهنجائي آهِنِ (١٠) ۽ مُهنجا مڙيئي تُهنجا آهِنِ ۽ جيکي تُهنجا سي مُهنجا آهِنِ ۽ مُون اُنهنِ ۾ وڏائي لڌي آهي (١١) هِن کان پوءِ آءٌ جهان ۾ نہ آهيان پر اُهي جهان ۾ آهِنِ ۽ آءٌ تو وٽِ ٿو اچان اي پاڪ بابا جي تو مُون کي ڏِنا آهِنِ تنِکي پهنجي نالي ڪري سانڍِ تہ جِنئن اسين هِڪُ آهيُونِ تِنئن اُهي بِہ هِڪ هُجنِ (١٢) ۽ جيسي آءٌ ساڻُنِ جهان ۾ هوسِ تيسي مُون اُنهنِکي تُهنجي نالي ڪري ٿي سانڍيو ۽ جيکي تو مُون کي ڏِنا هُوا سي مُون سنڀاليا ۽ اُنهنِ منجهان تنهِ هلاڪت جي اوُلاد ڌارَان ڪو هلاڪُ نہ ٿيو سو انهي لاءِ تہ لکيتِ پُوري ٿِئي (١٣) پر هِننر آءٌ تو وَٽِ ٿو اچان ۽ اهي ڳالهيُون جهان ۾ اِنهي لاءِ ٿو چوان تہ مُهنجي سرهائي ساڻُنِ پُوري ڏِسنِ (١٤) ۽ مُون تنِکي تُهنجو ڪلامُ ڏِنو آهي ۽ جهان ساڻُنِ وير رکيو آهي ڇا کان تہ جِنئن آءٌ جهانجو نہ آهيان تِنئن اُهي بِہ جهان جا نہ آهِنِ (١٥) ۽ آءٌ اِئين نہ ٿو گهُران تہ اِنهنِکي جهان کان ڪڍِ پر اِنهي ٿو گهُران تہ تنِکي مَندائيءَ کنَا رکُ (١٦) تہ جِنئن آءٌ جهان جو نہ آهيان تِنئن اُهي بِہ جهان جا نہ آهِنِ (١٧) ۽ اُنهنِکي پهنجي سچائيءَ سانُ پاڪُ ڪَرِ تُهنجو ڪلامُ ئي سچائي آهي (١٨) ۽ جِنئن تو مُون کي جهان ۾ موڪليو تِنئن مُون بُڻ اُنهنِکي جهان ۾ موڪليو (١٩) ۽ تنِ لاءِ آءٌ پاڻکي اِنهي لاءِ پاڪُ ٿو ڪريان تہ اُهي بِہ سچائيءَ ڪري پاڪُ ٿِئنِ (٢٠) ۽

رکو هِنن لاءِ نٿو گهُران پر تِنلاءِ بِ ٿو گهُران جي اِنهن جي ڪلام ڪري مُون تي
وِيساهُ آڻيندا (٢١) تہ اُهي مڙيئي هِڪُ هُجن جِئن اي بابا تُون مُون مهِين ۽
آءٌ تو مهِين هِڪُ آهِيُون تِئن اُهي پڻ اسان مهِين هِڪُ هُجن سو اِنهي لاءِ تہ
جهانُ وِيساهُ آڻي جو تو مُون کي موڪليو (٢٢) ۽ جيڪو مانُ تو مُون کي ڏِنو
سو مُون اُنهِنکي ڏِنو آهي سو اِنهي لاءِ تہ جِئن اسِين هِڪُ آهيُون تِئن اُهي بِ
هِڪُ هُجن (٢٣) تہ آءٌ اُنهن مهِين هُجان ۽ تُون مُون مهِين سو اِنهي لاءِ تہ اُهي
هِڪُ ٿِي پڪا هُجن ۽ هيو اِها بِ جهانُ ڄاڻي تہ مُونکي تو موڪليو آهي ۽ جِئن
تو مُون کي پيارو ڄاتو تِئن اُنهن کي بِ پيارو ڄاتئي (٢٤) اي بابا ڀانيان ٿو تہ
جيڪي تو مُون کي ڏِنا آهِن سي جِتي آءٌ آهيان اُتي مُون ساڻ گڏُ هُجن
سو اِنهي لاءِ تہ جو مُهنجو مانُ تو مُون کي ڏِنو سو ڏِسن ڇوجو جهان جي خلقڻ
کان اڳي تو مُونکي پيارو ڄاتو آهي (٢٥) اي سچا بابا جهان توکي نہ ڄاتو
پر مُون توکي ڄاتو ۽ هِنن پڻ اِهو ڄاتو تہ تو مُون کي موڪليو (٢٦) ۽ مُون
تُهنجو نالو هِننکي پڌرو ڪيو آهي ۽ اڃان بِ پڌرو ڪندُس سو اِنهي لاءِ تہ جو
پيارُ تو مُون ساڻ ڪيو سو هِنن منجهِ هُجي ۽ آءٌ پڻ هُنن مَنجهِ هُجان ⁘

## بابُ ١٨

پوءِ يسُوع اِهي ڳالهيُون چئي پهنجن شاگردن سُوتو قِدرُون نالي نئِيءَ جي

پراڙِ ويو ۽ اُتي هِڪڙو باغُ هو تِهنِ پاڻ ۽ سندسِ شاگرد گهِري ويا (٢) ۽ يهُودا جنهِ پرائي هٿ ڏِنُس تنهِ بِ اُنهيِن هند کي ڄاتو ٿي ڇوجو اُتي يسُوع شاگِردنِ سُوڌو گهڻو ويندو هو (٣) تڏهِ يهُودا سِپاهِنِ جي ڄُلکي ۽ وَڏيرنِ ۽ ڪاهِننِ ۽ فريسِنِ کان پيادا وٺي فانُوسنِ ۽ مشالنِ ۽ هٿيارنِ سُوڌو اُتي آيو (٤) پوءِ جيڪي مٿس ٿيڻو هو سو سڀُ ڄاڻي يسُوع ٻهر اَچي چيُنِ ته ڪهِنکي ٿا ڳوليو (٥) اُنهنِ ورندي ڏِنيسِ ته يسُوع ناصرِيءَ کي تڏهِ يسُوع چيُنِ ته اُهو آءٌ آهيان ۽ جنهِ يهُودا پرائي هٿ ڏِنُس هُو بِ تنِ سانُ بيٺو هو (٦) ۽ جڏهِ چيائِينِ ته اُهو آءٌ آهيان تڏهِ اُهي پُٺتي هٽي مُنه ڀر زمِين تي ڪرِي پيا (٧) پوءِ ورِي پُڇيائِينِ ته ڪهِنکي ٿا ڳوليو چياءُ ته يسُوع ناصرِيءَ کي (٨) يسُوعَ ورندي ڏيئي چيُنِ اوهان کي چيُمر ته اُهو آءٌ آهيان پوءِ جي مُونکي ٿا ڳوليو ته هِننِ کي ڇڏي ڏيو (٩) سو اِني لاءِ ته جا ڳالهِ پاڻ چئي هُواءِ سا پُورِي ٿئي ته جي تو مون کي ڏِنا اُنهنِ مان ڪو نه وِڃايُمر (١٠) پوءِ شمعُون پطرس سانُ جا ترار هُئي سا اُني ڪڍِي وڏيرِي ڪاهِن جي ٻيلِڪي هٽي تهنجو ساڄو ڪَنُ وڍِي وِڌو تنهِ ٻيلِيءَ جو نالو مَلخُسُ هو (١١) پوءِ يسُوع پطرس کي چيو ته پهنجي ترار ورائي ڪِيهر وِجهُ ۽ پيالو جو ابي مُون کي ڏِنو سو نه پيان ڇا :

(١٢) تڏهِ سِپاهِنِ جي ڄُلڪي ۽ صُوبيدار ۽ يهُودِنِ جي پِيادنِ يسُوع کي وٺي ٻَڌو (١٣) ۽ پهرياءُ تنهِ کي اَنّاس وٽ آنداءُ جو قِيافا نالي اُنهي ورهِ جو

وڏيرو ڪاهنُ تنهِ جو نائبي هو (١٤) ۽ قيافا أهو هو جنهِ يهُودِن کي صلاح ڏِني
هُئي تہ قوُم بدِران هِڪڙي ماڻهُوَ جو مرڻُ چڱو آهي (١٥) تڏهِ شمعُونُ پطرسُ
۽ ٻيو بہ هِڪڙو شاگِردُ ٻئي يسُوع جي پُٺيان اُٿي لڳا ۽ أهو شاگِردُ وڏيري ڪاهن
جو سُڃاتلُ هو سو يسُوع ساڻُ وڏيري ڪاهِن جي اڱڻ وچي ۾ ويو (١٦) پر
پطرسُ در تي ٻهر بيٺو رهيو ۽ أنهين ٻئي شاگِرد جنهِجي وڏيري ڪاهِن سان
ڪا سُڃاڻپ هُئي تنهِ ٻهر اچي درواِن کي چئي پطرس کي اندر نيو (١٧) تہ
ٻانهي جا درواِن هُئي تنهِ پطرس کي چيو تہ تُون ٻُڻ هِن ماڻهُوَ جي شاگِردن
منجهان نہ آهين جا چياءِ آءٌ نہ آهيان (١٨) أتي ٻيلي ۽ پيادا باه ٻاري بيٺا
هُوا ڇوجو سِيءُ ٿي پيو ۽ أنهِ پاڻکي ٻيٺي تَپيو ۽ پطرس بہ تن سانُ بيهي پاڻکي
ٿي تَپيو (١٩) پوءِ وڏيري ڪاهِن يسُوع کان سندسِ شاگِردن ۽ سندسِ سيکارڻ
جو پُڇيو (٢٠) تڏهِ يسُوع ورندي ڏِنيس تہ مُون جهان کي پڌرو ڪري چيو ۽
مُون هميشه عِبادت خانئي ۽ هيڪل ۾ جِتي يهُودي هيڏانهُ هوڏانه گڏ
ٿيندا آهِن أتي ٿي سيکاريو ۽ ڪي بہ ڳُجهو نہ چيو اٿم (٢١) تُون مُون کان
ڇو ٿو پُڇين تِنکان پُڇ جن مُهنجو ٻُڌو تہ أنهِن کي ڇا چيو اٿم ڏِسُ جيڪي
مُون چيو آهي سو أهي ڄاڻن ٿا (٢٢) جڏهِ اِئي چياءِ تہ پيادن منجهان
هِڪڙو جو ڀاسي ۾ بيٺو هوسِ تنهِ يسُوع کي لپاٽ هڻي چيو تہ تُون وڏيري
ڪاهنکي اِئي وراڻي ڇو ٿو ڏِين (٢٣) تڏهِ يسُوع ورندي ڏِنيسِ تہ جي

مَندائي چئي هُجيمِر تہ مندائي جي ساک ڀرِ پر جي چڱائي چئي اٿمِر تہ مُون کي ڇو ٿو مارِين (٢۴) پوءِ اَنّاس تهنکي ٻَڌلُئي قيافا وڏيري کاهِن ڏي ڏِياري موڪليو ⁘

(٢٥) ۽ شمعُن پطرس اُتي بِيٺي ٻاڦ کي تَيو تڏهِ اُنهن چيُسِ تُون ٻُڻ تنهِ جي شاگِردنِ منجهان آهِين نہ تہ اُنهِين الِي چيو آءٌ نہ آهيان (٢٦) ۽ وڏيري کاهِن جي ٻيلِنِ منجهان هِڪڙي جو اُنهين جو مائِٽُ هو جهِنجو ڪنُ پطرس وڍيو هو تنهِ چيُسِ تہ مُون توکي ساڻُسِ گڏُ باغ۾ نہ ڏِٺو هو ڇا (٢٧) تڏهِ پطرسُ ورِي اِليو ۽ اُنهِين ئِي وير ڪُکڙ ٻانگ ڏِني ⁘

(٢٨) پوءِ قِيافا وٽان وٺِي يسُوع کي عدالت خاني ۾ين آنداءٌ تڏهِ پرِهً ڦُٽي هُئي ۽ اُهي پاڻ عدالت خاني ۾ين نہ آيا سو اِني لاءِ تہ متان پلِيت نہ ٿِيُون پر ڇڏِي لنگهي وڃڻ جو قُربانُ کاءٌ (٢٩) پوءِ پيلاطُسُ تنِ وٽِ نِڪرِي آيو ۽ چياءٌ تہ اوهِين هِن ماڻهُوَ تي ڪِهڙِي اُرٽي ٿا لايو (٣٠) تنِ ورندِي ڏيئِي چيو تہ جي هِيُ ماڻهُون بدڪارُ نہ هُجي ها تہ تُهنجي هٿِ جيڪر نہ ڏِنوسُونسِ ها (٣١) تہ پيلاطُس چيُنِ اوهِين هِنکي وٺِي پهنجي شريعت پٽاندر هُن جي عدالت ڪريو تڏهِ يهودِنِ چَيُسِ تہ ڪهِنکي مارِي وِجهڻ جي اسان کي ٻُجندِي نہ آهي (٣٢) سو اِني لاءِ تہ جيڪا ڳالهِ يسُوع پهنجي مرڻ جي رِيتِ تي اِشارو ڪري چئي هُئي سا پُورِي ٿِئي (٣٣) تڏهِ پيلاطُسُ ورِي عدالت خاني

مپين وِيو ۽ يسُوع کِي ڪوٺي چياءَ تہ تُون يهُودِنِ جو بادشاهُ آهِين چا (۳۴) تہ يسُوع ورنديِ ڏِنيسِ اِها تُون پاڻان ٿو چوِين يا ٻِئن توکي مُهنجي باب چئي (۳۵) پيلاطُس ورنديِ ڏِني تہ آءٌ يهُودِي آهيان ڪِنئي ڏِسُ تُهنجيِئي قومِر ۽ وڏيرنِ ڪاهِننِ توکي مُهنجي هٿِ ڏِنو سو تو چا ڪيو آهي (۳۶) يسُوع ورنديِ ڏِني تہ اُها مُهنجي بادشاهي هِن جهان جي تہ نہ آهي جيڪڏهِ مُهنجي بادشاهي هِن جهان جي هُجي ها تہ جيڪر مُهنجا ٻيلي وِڙهنِ ها تان تہ آءٌ يهُودِنِ جي هٿِ نہ ڏِجان پر هِنئر مُهنجي بادشاهي هِتِجي نہ آهي (۳۷) تڏهِ پيلاطُس چيُسِ پوءِ تُون ڪِ بادشاهُ آهِين يسُوع ورنديِ ڏِني تہ جِنئي تُون پاڻ ٿو چوِين تِنئي بادشاهُ آهيان ۽ اِنهيئي لاءِ ڄائُس ۽ اِنهيِئي لاءِ جهان مپين آيو آهيان تہ سچائِيءَ جي ساک پريان ۽ جيڪوڪو سچائِيءَ جو آهي سو مُهنجو آوازُ ٿو ٻُڌي (۳۸) تہ پيلاطُس چيُسِ تہ اُها سچائي ڪِهڙِي آهي ۽ اِئِين چئي وري يهُودِنِ وٽِ نِڪرِي آيو ۽ تِنکي چياءَ تہ آءٌ هِنِيرِ ڪا اڙتي نٿو ڏِسان (۳۹) پر اوهان جو اِهو دستُورُ آهي تہ چِڏهي لنگهي وچڻ جي عِيد تي هِڪڙو اوهانلاءِ ڇڏي ڏِيندو آهيان پوءِ اوهانکي اِهو وڻي ٿو چا تہ آءٌ هِئُ يهُودِنِ جو بادشاهُ اهانلاءِ ڇڏي ڏِيان (۴۰) تڏهِ اُنهنِ سيني وري واڪو ڪري چيو تہ هِنکي نہ پر بَرَباس کي ڇڏِ ۽ اُهو بَرَباسُ هِڪڙو ڌاڙيلو هو ÷

## باب ١٩

تڏهِ پِيلاطُس يسُوع کي وٺي چابُڪ هڻايا (٢) ۽ سِپاهِن ڪنڊن جي تاج اُڻي مٿي تي رکِي ۽ واڱڻائي وِيسُ پَڪائي چيُسِ (٣) اي يهُودِن جا بادشاه سلامُ ۽ تنهِ کي لپاٽُون هنيائُ (٤) پوءِ پِيلاطُس وري ٻاهرِ اچي اُنهن کي چيو ته ڏِسو اوهان وٽِ ٻاهرِ اِني لاءِ ٿو آڻيانسِ ته اوهين ڄاڻو جو منجهسِ آءٌ ڪا اَڙتي نه ٿو ڏِسان (٥) تڏهِ يسُوع ڪنڊن جي تاج ۽ واڱڻائي وِيس سان پَڪيلُ ٻاهرِ آيو ته پِيلاطُس چيُنِ اِجهو هِن ماڻهُوءَ کي ڏِسو (٦) پوءِ وڏيرن ڪاهِنن ۽ ڪامورن اُن کي ڏِسي واڪو ڪري چيو ته صليب تي چاڙهِينَس صليب تي چاڙهِينَسِ تڏهِ پِيلاطُس چيُنِ اوهين وٺي وڃي صليب تي چاڙهيوسِ آءٌ ته منجهسِ اڙتي ڪانَ ٿو ڏِسان (٧) ته يهُودِن وراڻي ڏِنيسِ اسان وٽِ شريعت آهي ۽ اسان جي شريعت آهر هِيُ مارڻ جوڳو آهي ڇوجو هن پاڻکي خُداءِ جو پُٽ چيو آهي ؛

(٨) پوءِ پِيلاطُسُ اِها ڳالهِ ٻُڌِي هيڪارِي ڊِنو (٩) وري عدالتخاني مين اچي يسُوع کي چياءِ ته تُون ڪِٿي جو آهين پر يسُوع تنهِ کي ورندي ڪا نه ڏِني (١٠) تڏهِ پيلاطُس چيُسِ ته تُون مُون ساڻُ نٿو ڳالهِين ڇا ۽ ڄاڻي نٿو ته توکي صليب تي چاڙهڻُ ۽ ڇڏِي ڏيڻُ ٻِنهي جي پُڄندي اٿمِ (١١) يسُوع ورندي ڏِني ته جي توکي اُها پُڄندِي مٿي کان ڏِنل نه هُجي ها ته جيڪر

مُونتي تُهنجي كا پُڇندِي نـ هلي ها تنهِ ڪري جنهِ مُون کي تُنهنجي هٿ
ڏِنو وڏو ڏوهُ تنهنجوئي آهي (١٢) تنهِ کان پوءِ پيلاطُس اجا اِئي رِٿ ٿي ڪئي
تـ ڇڏي ڏِيانسِ پر يهُودِنِ رڙيون ڪري چيو تـ جي تُون هِن کي ڇڏِيندين تـ
قَيصر جي پلي پر نـ آهين ڇوجو جيڪو پاڻ کي بادشاهُ ٿو ڪوٺائي سو
قَيصر جي اُبتو ٿو چوي (١٣) پوءِ پيلاطُس اِها ٻُڌِي يسُوع کي ٻاهر آندو ۽
جنهِ هنڌ کي چبُوترو ۽ عِبْرانِئَ مين غَباٿا ٿو چئجي اُتي تخت تي اچي
وِيٺو (١٤) ۽ تڏهِ ڇڏي لنگهي وڃڻ جي عِيد جو سانباهو هو ۽ اُها ڏِينه جي
ڇهين گهڙي کنُ هُئي پوءِ يهُودِنِ کي چياءِ اِجهو پهنجو بادشاهُ ڏِسو (١٥) پر
اُنهنِ هوڪو ڪري چيو تـ نِينْسِ نِينْسِ صليب تي وڃي چاڙهِينسِ تـ
پيلاطُس چيُنِ اوهان جي بادشاه کي صليب تي چاڙهيان ڪِنئَ ۽ وڏيرنِ
ڪاهِننِ ورندي ڏِني تـ اسان جو قَيصر ڌاران ڪو بادشاهُ نـ آهي (١٦) تڏهِ
اُن کي صليب تي چاڙهڻ لاءِ تِنجي هٿ ڏِنائين :

۽ اُهي يسُوع کي وٺي اُٿي هليا (١٧) پوءِ اُهو پنهنجي صليب کي کڻي
کيپراٽي نالي هنڌ جو عبرانِئَ پر گَلْگَته ٿو چئجي اُتي وِيو (١٨) اُتي اُنهين
کي ۽ ساڻسِ ٻِئِنِ ٻنِ ڄڻنِ کي يسُوع جي هيڏانه هوڏانه صليب تي چاڙهيائين
(١٩) ۽ پيلاطُس سندسِ نالي ڪاڳُر لکي سليب تي هڻي ڇڏيو تنهِ پر لِکيلُ
هو تـ هِيُ يسُوع ناصِري يهُودِنِ جو بادشاهُ آهي (٢٠) تڏهِ اُنهين نالي جي

ڪاڳر کي گهڻن يھُودِن پڙھيو ڇوجو جتي يسُوع صليب تي چاڙھيو هُوا۽ اُها جاءِ شھر جي اوڏي هُئي ۽ اُهو ڪاڳرُ عبرانيءَ ۾ ۽ يُونانيءَ ۾ ۽ لاطِينَ ۾ لِکيلُ هو (٢١) پوءِ يھُودِن جي وڏن ڪاهِنن پيلاطُس کي چيو تہ يھُودِن جو بادشاھ ڪري مَلڪُ پر هِنئَ لِکُ تہ هِن پاڻکي يھُودِن جو بادشاھُ ٿي چوايو (٢٢) پيلاطُس وراڻي ڏِني تہ جيڪي لِکيو اٿمِ سو لِکيو اٿمِ (٢٣) پوءِ سِپاهِن يسُوع کي صليب تي چاڙھي سندس ڪپڙا هِڪڙي هِڪڙي سِپاهيءَ لاءِ پُورو پاڱو ڪري چار پاڱا ڪيا ۽ سندس ڪُرتو بہ ڪنيا۽ اُهو ڪُرتو اڻسِبيلُ مٿان وٺي سڄوئي اُڃِئلُ هو (٢٤) تنهہ ڪري پاڻ ۾ چيا۽ تہ ڦاڙيُونسِ نہ پر تنهہ تي پُڪا وِجهُون تہ ڪِهنجو ٿِيندو سو اِني لاءِ تہ اُها لکيتِ پُوري ٿِئي جهنِ ۾ چيو آهي تہ مُهنجا ڪپڙا پاڻ ميں وِراهيا۽ ۽ مُهنجي پهِران تي پُڪا وِڌا۽ تہ سوئي سِپاهِن ڪيو :

(٢٥) ۽ يسُوع جي صليب وٽ ماڻس ۽ ماسِيس ۽ مَريَم ڪِليوپاسجي ۽ مَريَم مگدلِيني اِهي بِيٺيُون هُيُون (٢٦) پوءِ يسُوع ماءُ کي ۽ جنهِ شاگِرد ساڻُ گهڻي دِل هُيس تنهہ کي بِيٺلُ ڏِسي پهنجي ماءُ کي چيا۽ اي آما هُن پنهنجي پُٽ کي ڏِسُ (٢٧) پوءِ هُن شاگرد کي چيا۽ تہ تُون هِئَ پنهنجي ماءُ ڏِسُ اُنهِين گهڙيءَ کان وٺي اُهو شاگِردُ تنهہ کي پنهنجي گهر وٺي وِيو (٢٨) تِهان پوءِ يسُوع ڄاتو تہ هِنئُر سڀُڪ پُورو ٿيو ۽ سا لِکيتِ پُوري ٿِئي تنهہ لاءِ چيا۽ آ۽

أُجايلُ آهيان (٢٩) ۽ أُتي هِڪِڙو ٿانوُ سُرڪي جو ڀريلُ رکيو هو أُنهنِ تنهِ سُرڪي مان اِسْپنجُ ٻوڙي زُوفا جي ڪاني تي رکي وِاتِ ۾ ڏِنُس (٣٠) ته يسُوع سُرڪو وٺي چيو ته هاڻي سڀُڪ پُڄي رهيو پوءِ مٿو نِوڙائي ساهُ ڏِناءِ ÷

(٣١) ۽ أهو سانباهي جو ڏِينهُ هو اِني لاءِ مڙه سبت جي ڏِينهِ صليب تي نه رهنِ ڇوجو أهو سبت جو ڏِينهُ سڳورو هو تنهِ ڪري يهُودِنِ پِيلاطُس کي عرض ڪيو ته هِننِ جُون جنگهُون ڀڃي ڪٽي وجنِ (٣٢) تڏهِ سِپاهِنِ اچي أنهين پهرين ۽ ٻئي جُون جي ساڻُس صليب تي چاڙهيل هُوا تنِ جُون جنگهُون ڀڳيُون (٣٣) پر يسُوع وٽِ اچي هُنکي اڳيئي مُئلُ ڏِسي تنهِجيُ جنگهُون نه ڀڳاءِ (٣٤) پر أنهنِ سِپاهِنِ منجهان هِڪِڙي سندسِ پاسرِئ ميں ڀالو ٽُنبيو ته أنئيئي رتُ ۽ پاڻي نِڪتو (٣٥) ۽ جنهِ أهو ڏِٺو تنهِ هِيُ ساک ڀري ۽ تَهنجي ساک سچي آهي ۽ أهو ڄاڻي ٿو ته سچُ ٿو چوان سو اِني لاءِ ته اوهين وِيساهُ آڻيو (٣٦) اِها ڳالهِ اِني لاءِ ٿي ته هِيُ لِکيتِ پُوري ٿئي جي ڪا هڏي تنهنجي نه ڀڄندي (٣٧) ۽ وري ٻي لِکيتِ ٿي چوي ته جنهِ کي أنهنِ ٽُنبيو تنهِ ڏي نهارِيندا ÷

(٣٨) تنهِ کان پوءِ يُوسِفُ ارمتي جو يسُوع جو شاگِردُ هو پر يهُودِنِ جي ڀَوَ کان گُجهو رهندو هو تنهِ أُتي اچي مڙهُ کڻڻ لاءِ پِيلاطُس کي عرضُ ڪيو ته پيلاطُس موڪل ڏِنيسِ پوءِ أُني اچي يسُوع جي مڙه کي کڻيو (٣٩) ۽

نِيكُديمُسُ جو پهراءُ راتجو يسُوعَ وٽِ آيو هو سو بِہ پنجاہ سير مُرَّ ۽ عُود جا گڏيِ وٺي آيو (٤٠) پوءِ اُنهنِ يسُوع جو مڙهُ ورتو ۽ ڪتان جي ڪپڙي ۾ين سُرهاڻنِ ساڻُ يهُودنِ جي نِهرڻُ جي ريت وانگيان تنهِ کي ويڙهياءُ (٤١) ۽ جنهِ هنڌِ صليب تي چاڙهيو هُئائُنسِ اُتي باغُ هو ۽ تنهِ باغہِ ھڪڙو نَئُون قُبو هو جنهِ ۾ين اجان ڪو پُوريلُ ڪو نہ هو (٤٢) اُتي يهُودنِ جي سانباهي جي ڏِينهَ جي سبب ڪري يسُوع کي رکياءُ ڇوجو اُهو قُبو ويجهو هو ÷

## باب ٢٠

پوءِ هفتي جي پهرئين ڏِينهِ پرهَ ڦُٽي جو اجاً اُوندہِ پيئي هُئي تہ مَريَم مگدلِيني قُبي وٽِ آئي ۽ پهڻُ قُبي وٽان کنيَل ڏِٺاءُ (٢) تہ شمعُون پطرس ۽ جنهِ ٻئي شاگرد کي يسُوع گهڻو پيانئيندو هو تنِ ٻنهي وٽِ ڊوڙي آئي ۽ چيائين تہ خُداوند کي قُبي منجهان ڪڍيو اٿنِ ۽ اسانکي خبر ڪانهي تہ ڪِٿي رکيو اٿنسِ (٣) پوءِ پطرسُ ۽ اُهو ٻيو شاگِردُ ٻَئي باهرِ نِڪري قُبي وٽ آيا (٤) ۽ اُهي ٻَئي گڏجي ڊوڪيا ۽ اُهو ٻيو شاگِردُ پطرس کان اڳي وڌي پهراءُ قُبي وٽِ پهُتو (٥) ۽ نِوِڙي ڏِٺاءُ تہ ڪتان پيا آهِنِ پر اندر ڪينَ پيٺو (٦) پوءِ شمعُون پطرسُ پُٺيانسِ اچي پهُتو ۽ قُبي مَنجهہِ پيهي ڪتان پِئَل ڏِٺاءُ (٧) ۽ رُومالُ جو مٿي تي ٻَدلُ هوسِ سو ڪفننِ ساڻُ گڏُ پِيلُ نہ ڏِٺاءُ پر

ذار هِڪڙي هندِ وِيرهيلُ ڏِنا٤ (٨) تڏهِ اُهو ٻيو شاگِردُ جو پهرا٤ قُبي وٽِ آيو هو سو ٻِ اندرِ وِيو ۽ ڏِسي وِيساهُ آندا٤ (٩) ڇوجو اجان لِکيتِ کي نہ سَمُجهيو هُوا٤ تہ سندسِ مُئنِ منجهان جي اُٿڻُ ضَرُور کُهرجي (١٠) پوءِ اُهي شاگِرد موٽي گهرِ هليا وِيا (١١) پر مَريَمر قُبي کان ٻاهرِ بيٺي رُنو ۽ رُوئندئي جان قُبي ڏي نِوڙي ڏِسي (١٢) تہ ٻہ ملائڪ اڇنِ وِيسنِ ساڻُ هِڪڙو سِرانديءَ ٻيو پيرانديءَ جِتي يسُوع جو مڙهُ رکيل هو اُتي وِيٺا آهِنِ (١٣) ۽ تنِ اُني کي چيو اِي مائي ڇو ٿي رُئين تڏهِ اُنهنِ کي چيا٤ تہ مُهنجي خُداوند کي نِيو اٿنِ ۽ نہ ٿي ڄاڻان تہ ڪِٿي رکيو اٿنسِ (١٤) پوءِ اِئين چئي پُٺ ڦيرايا٤ تہ يسُوع کي بيٺو ڏِنا٤ پر نَتي سُڃاتا٤ تہ هِيُ ڪو يسُوعُ آهي (١٥) تڏهِ يسُوع تنهِ کي چيو اِي مائي ڇو ٿي رُئين ۽ ڪنهِ کي ٿي ڳولين تہ اُنهي تنهِ کي باغائي ڄاڻي چيو تہ اِي سائيں جي تو هِتان نِيو اٿسِ تہ ڏسُ ڏِينمِ جو تنهِ کي ڪِٿي رکيو اٿيئِي تہ آءٌ کڻي نِيائنسِ (١٦) تڏهِ يسُوع چيُسِ اِي مَريَمر تہ اُنهي ڦِري چيُسِ رِبُوني يعني اِي اُستاد (١٧) تہ يسُوع چيُسِ مُون کي مَجهلِ ڇا کان تہ اجاً آءٌ پِيُ وٽِ مٿي نہ چڙهيو آهيان پر مُهنجي ڀائرنِ وٽِ وڃي چَوُ تہ پهنجي پِيُ ۽ اوهان جي پِيُ وٽِ ۽ پهنجي خُدا٤ ۽ اوهان جي خُدا٤ وٽِ ٿو چڙهان (١٨) پوءِ مَريَمر مگدلِيني شاگِردنِ وٽِ اِئين چَوَندي آئي تہ خُداوند کي ڏِٺو اٿمِ ۽ مُون کي هي ڳالهيُون چيا٤ ⁘

(۱۹) وري هفتي جي پهرين اُنهيءَ ڏينهِ سانجهيءَ جو جتي يهُودن جي ٻَپ کان دَر ٻُوري شاگرد گڏ ٿيا هُوا اُتي يسُوع اچي وچ ۾ بيٺو ۽ تنکي چياءِ ته دلجاءِ هُجيوَ (۲۰) اِئين چئي پهنجا هٿ ۽ پاسرِي تنکي ڏيکارياءِ تڏهِ شاگرد خُداوند کي ڏسي سرها ٿيا (۲۱) پوءِ يسُوع وري تنکي چيو ته دلجاءِ هُجيوَ ۽ جيئن ابي مُون کي موڪليو آهي تيئن آءٌ بِ توهان کي ٿو موڪليان (۲۲) يسُوع اِئين چئي تنتي ڦوڪ ڏني ۽ چيائين ته اوهين رُوح پاڪ کي لهو (۲۳) ۽ اوهين جنکن جا ڏوه ڇڏيندوُ تنکي ڇڏبا ۽ جنکن تي اهي ڏوه ٻَنڌندوُ تن تي ٻَڌبا (۲۴) پر اُنهن ٻارهَن منجهان هِکڙو ٿوما نالي جهِنکي دِدُمسُ چوندا هُوا سو يسُوع جي اچڻ مهل تن سان گڏُ کو نه هو (۲۵) پوءِ ٻِئن شاگردن تنهِ کي چيو ته اسان خُداوند کي ڏٺو آهي پر تنهِ چيو ته جيسيں آءٌ سندهِنس هٿن منجهِ ڪيرن جا سنڌا نه ڏسان ۽ ڪيرن جي سنڌن ۾ين پهنجي آڱر نه وجهان ۽ سندهِنس پاسرِئکي پهنجو هٿُ نه لايان تيسيں وِيساهُ ڪينَ آڻيندُس (۲۶) وري اٺن ڏيهن کان پوءِ سندس شاگرد اندر هُوا ۽ ٿوما بِ ساڻن هو ته درن ٻُوريَلن هُوندي يسُوع تنجي وِچ ۾ اچي بيٺو ۽ چياءِ ته دلجاءِ هُجيوَ (۲۷) ۽ تڏهِ ٿوما کي چياءِ ته پهنجي آڱر هيڏانه ڪري مُهنجي هٿن کي ڏسُ ۽ پهنجو هٿُ هيڏانه ڪري مُهنجي پاسرِئي تي لاءِ ۽ بي وِيساهو مَتي وِيساهوارو ٿِيُ (۲۸) ته ٿوما وراڻي ڏنئي چيُس اي خُداوند مُنهنجا

اي خُداءِ مُنهنجا (٢٩) تڏهِ يسُوع چيُس اي ٿوما اِهو ويساهُ اِنهي ڪري آندو
اٿيئي جو تو مُون کي ڏِٺو پر سڳورا اُهي آهِن جن اڻ ڏِٺيئي ويساهُ آندو ÷
(٣٠) ۽ ٻيُون بِہ گهڻيُون ڪرامتُون يسُوع پهنجن شاگِردن وٽ ڏيکاريُون جي
هِن ڪِتاب مين نہ لِکيُون آهِن (٣١) پر هي اِني لاءِ لِکِئلُون آنهِن تہ اَهِين ويساهُ
آڻيو جو هيُ يسُوع اُهو مسيحُ خُداءِ جو پُٽُ آهي ۽ ٻيو اني لاءِ تہ اوهِين
ويساهُ آڻي تهنجي نالي ڪري جِئڻُ لهو ÷

## باب ٢١

اِنهين ڳالهين کان پوءِ يسُوع ورِي پهنجن شاگِردن کي طبرياس نالي دريا
جي ڪنڌِيءَ تي پاڻ ڏيکاريو ۽ هِينئَ تِنکي پاڻُ ڏيکارياءِ (٢) تہ شمعُونُ پطرسُ
۽ ٿوما جهِنکي دِدُمسُ چوندا هُوا ۽ ناٿانائيلُ جو قاناءِ گليل جو هو ۽ زبدِيءَ
جا پُٽ ۽ ٻيا بِہ ٻہ جڻا سندهِنس شاگِردن منجهان اُتي گڏُ هُوا (٣) تڏهِ شمعُون
پطرس تِنکي چيو تہ آءٌ مڇِي مارڻ ٿو وڃان اُنهن چيُس تہ اسِين بِہ تو ساڻُ
ٿا هلُون پوءِ ٻاهر نِڪرِي سِگهوئِي ٻيڙِيءَ تي چڙهيا پر اُنهين راتِ مڇِي ڪا نہ
ڦاٿين (٤) ۽ پرهِ ڦُٽي جو يسُوع ڪپتي بِيٺو هو پر شاگِردن تنهِ کي نہ سُڃاتو تہ
هِيُ کو يسُوعُ آهي (٥) تڏهِ يسُوع تِنکي چيو اي ٻارڙو اوهان وٽِ ڪِ کائڻُ آهي تہ
ورندِي ڏِنائُسِ تہ نہ (٦) تڏهِ چيائين تہ ٻيڙِيءَ جي ساڄي پاسي جارُ وِجهو تہ مڇِي

لهندءِ پوءِ هُننِ اوڏاهين وِڌو تہ مڇڻ جي گهڻائيءَ کان ڇِڪي نہ سگهيا (٧) تڏهِن جنهِن شاگِرد کي يسُوع پيارو رکندو هو تنهِن پطرس کي چيو تہ هِيءُ خُداوندُ آهي ۽ شمعُون پطرس جڏهِن ٻُڌو تہ هِيءُ خُداوندُ آهي تہ ڪپڙو چيلهِ سان ويڙهياءِ چوجو اُگهاڙو هو ۽ ٽپو ڏيئي درياهہ مين وجي پيو (٨) پر ٻيا شاگِرد ٻيڙيءَ جو جارُ ڏِيونديءَ تي ڇِڪيندا آيا چوجو ڪنڌي ۾ سؤ ڪن وِکن کان گهڻو پري نہ هُئي (٩) پوءِ جڏهِن ڪنڌيءَ تي لٿا تہ اگر ٻچريل ۽ تِنتي مڇي رکِئل ۽ ماني ڏِٺاءِ (١٠) تڏهِن يسُوع چيُن اِهي مڇيُون جي هِنئر جهليُون اٿو تِنماً آڻيو (١١) تہ شمعُون پطرس چڙهي وجي هِڪسؤ ٽي ونجاهہ وڏيُن مڇن ساڻ ڀريِلُ جارُ ڪنڌيءَ تي ڪڍيو ۽ جي توڻي اِيتريُون مڇيُون منجهِس هُيُون تہ ٻہ جارُ نہ ڇِنو ÷

(١٢) تڏهِن يسُوع اُنهن کي چيو اچو تہ نيرِنِ کائُون پر شاگِردن منجهان ڪو ڪانئِس ٻُڇِي نہ سگهيو تہ تُون ڪيرُ آهِين چوجو ڄاتاءِ ٿي تہ خُداوندُ آهي (١٣) تڏهِن يسُوع اچي ماني ڪڻي اُنهن کي ڏِني ۽ اُئيئي مڇي ٻِ تن کي ڏِناءِ (١٤) هِيءُ هاڻي ٽيو ڀيرو ٿيو جو يسُوع مُئن مآ جي اُٿڻ کان پوءِ پهنجن شاگِردن کي پاڻ ڏيکاريو ÷

(١٥) پوءِ جڏهِن نيرِنِ کائي رهيا يسُوعَ شمعُون پطرس کي چيو اي شمعون يونا جا پُٽ تُون مُون کي اِنهن کان گهڻو پيائِي ٿو ڇا اُنهين چيو هاءِ اي

خُداوند تُون ڄاڻِي ٿو ته آءٌ توکي پيارو ٿو ڄاڻان ته چيائِنس تُون مُهنجِن گهيٽن
کي چارِ (١٦) وري ٻِهر چيائِينسِ اي شمعون يونا جا پُٽ تُون مُون کي گهڻو
ٿو ڀانئِي چا اُنهين چيو هاءٌ اي خُداوند تُون ڄاڻِي ٿو ته آءٌ توکي پيارو ٿو
ڄاڻان ته چيائِينسِ تُون مُهنجِن رِڍُن جي چارپ ڪر (١٧) ءُ ٽِئين ڀيري
چيائِينسِ اي شمعون يونا جا پُٽ تُون مُون کي پيارو ڪري ٿو ڄاڻِي چا اُن کي
ٽِئين ڀيري جو اِئِي چياءٌ ته تُون مُون کي پيارو ٿو ڄاڻِي چا اِنهي ڪري پطرسُ
گُوندريلُ ٿيو ءُ ڪِڇِس چياءٌ اي خُداوند توکي سڀڪا سُڌِ آهي ءُ تُون ڄاڻِي
ٿو ته آءٌ تو سانُ پيار ٿو ڪريان يسُوع تنهِ کي چيو ته مُهنجِن رِڍُن کي چارِ
(١٨) آءٌ توکي سچُ سچُ ٿو چوان ته جڏهِ ننڍو هُئين تڏهِ پاڻهِين پهنجو سندرو
ٻَڌندو هُئِين ءُ جِتي ٿي ڀانئِين تِتي ٿي وِئين پر جڏهِ ٻُڍو ٿِيندين تڏهِ پهنجِن
هٿنِ کي ڊِگهيريندين ءُ ٻيو تُهنجو سندرو ٻَڌندو ءُ جِتي توکي نه وڻندو اُتي وٺِي
وِيندُئِ (١٩) هي اِئِي چئِي ڏَسُ ڏِناءٌ ته اُهو ڪِهڙِي موُت ڪري خُداءِ
جي وڏائي ڀڏرِي ڪندو ءُ اِئين چئِي پوءِ تنهِ کي چياءٌ ته مُهنجو پولڳُ ٿِي
(٢٠) تڏهِ پطرس ڦرِي اُنهي شاگِرد کي ڀُنيان اِيندو ڏِٺو جهِنکي يسُوع پيارو ٿي
ڄاتو ءُ جنهِ سانجهِيءَ جي کائڻ جي وير يسُوع جي هنجهِ ليٽِي پڇيو هوسِ
ته اي خُداوند جو توکي پرائي هٿِ ڏِيندو سو ڪيرُ آهي (٢١) پطرس اُن
کي ڏِسي يسُوع کي چيو ته اي خُداوند هِنلاءِ چا ٿِيندو (٢٢) يسُوع چيُسِ

جي وڻيمر تہ جيسين آءٌ اچان تيسين اِهو رهي سو تِهنجر تُنهنجو ڇا ٿُون مُهنجي پُٺيان هليو اچُ (٢٣) پوءِ اِها ڳالهِ ڀائرنِ ۾ هُلي ويئي تہ اُهو شاگردُ نہ مرندو سو يسُوع اِنهين نہ چيو تہ اُهو نہ مرندو پر چياءُ جي وڻيمر تہ اُهو مُهنجي اچڻ توڻي رهي تِهنجر تُنهنجو ڇا ⁘

(٢٤) هِيُ اُهو شاگردُ آهي جو هِننِ ڳالهِنِ جي ساک ٿو ڀري ۽ جنهِ هي لِکيُون آهِنِ ۽ ڄاڻُون ٿا تہ تَهنجي ساک سچي آهي (٢٥) ۽ ٻيُون بہ گهڻيُون ڳالهيُون آهِنِ جي يسُوع ڪيُون سي جي هِڪ هِڪ ڪري لِکجنِ تہ ڀائنيان ٿو جو لِکيل ڪِتاب جهان ۾ نہ ماُجنِ ⁘ آمين ⁘

# رسُولنِ جا ڪم

## بابُ ١

اي ٿِئُفِلس جيڪِي يسُوع ڪرڻ ۽ سيکارڻ شُرُوع ڪيو هو (٢) اُنهي ڏينه تائين ڪِ پاڪ رُوح ڪري جِنِ پهنجنِ رسُولنِ کي چُونڊيو هُئائين تِنِ کي حُڪمُ ڏيئي پاڻ مٿي چاڙهيو وِيو تِنِ سڀني جي مُون پهري ڳالهِ ڪئي (٣) ۽ پهنجي مرڻ کاَ پوء هُن پاڻ کي گهڻنِ پڪنِ دليلنِ ڪري تِنِ ۾ جِئرو ٺهرايو جيُ چاليهنِ ڏينهنِ تائين تِنِ کي ديدارُ ڏيندو ۽ خُداء جي بادشاهيءَ جيُونِ ڳالهيُون ڪندو هو (۴) ۽ اُنهنِ ساَ گڏُ ٿِي تِنِ کي اِهو حُڪمُ ڏنائين ته يرُوشلِيم کاَ ٻاهرِ متاَ وڃو پر پيءُ جو جيڪو وعِدو توهاً مُون کاَ ٻُڌو تنهِ جي واٽ ڏِسو (٥) جو يوحن ته پاڻيءَ ساَ ٻپتِسما ڏِني پر توهي ٿورنِ ڏينهنِ کاَ پوء پاڪ رُوح ڪريئي ٻپتِسما لهندوُ ⁘

(٦) پوء اُنهنِ گڏِجي کائنس پُڇيو ته اي خُداوند اِسرائيل جي بادشاهي تُون هِنئي بحال ڪندين ڇا (٧) ته چيائينِ جي جِنِ ويلنِ ۽ مُدَّنِ کي ابي

پهنجيءَ هٿ رکيو آهي تن جو ڄاڻڻ توهان لاءِ نہ آهي (۸) پر توهين پاڪ رُوح جي تنهان تي لهڻ ڪري قُوت پائيندؤ ۽ توهين يرُوشليم ۽ سڄي يهُوديہ ۽ سامرِيَ ۾ ۽ ڌرتيءَ جي ڇيڙي تائين مُنهنجا ساکي ٿيندؤ ܀

(۹) ۽ اِئين چئي اُنهن جي ڏسنديئي پاڻ مٿي چاڙهيو ويو ۽ بادل تنهہ کي اُنهن جي اکين کان پاسي ڪيو (۱۰) ۽ اُن جي وينديئي اُنهن اچان اُڀ ڏي پئي نهاريو تہ ڏسو بہ ڄڻا اڇن وڳن سان ونن اچي بيٺا (۱۱) تن چيو اي گليلي مُڙسؤ توهين ڇو اُڀ ڏي بيٺا نهاريو ٿا هِي يسُوع جو توهان وٽان آسمان ۾ چاڙهيو ويو آهي سو جيئن توهان هُن کي آسمان ڏي ويندو ڏٺو تيئن وري ايندو ܀

(۱۲) تڏهن اُهي زيتُوني نالي ٽڪر تان جو يرُوشليم کان ويجهو سبت جيترو پنڌ آهي اُتان يرُوشليم ڏي موٽيا (۱۳) ۽ جڏهن پهتا تڏهن هڪڙيءَ ماڙهيءَ تي چڙهي ويا جتي پطرسُ ۽ يعقُوبُ ۽ يوحنُ ۽ اندرياسُ ۽ فِلِپسُ ۽ توما ۽ برتُلمي ۽ متي ۽ الفائيءَ جو پٽُ يعقُوبُ ۽ شمعُونُ زيلوتيسُ ۽ يعقُوب جو يهُودا اِهي تي ٽِڪيا (۱۴) اِهي سڀيئي هڪدل ٿي زالن ۽ يسُوع جي ماءُ مريم ۽ تنهہ جي ڀائرن سُوڌو دُعا ۽ نيزاريءَ ۾ لڳا رهندا هُئا ܀

(۱۵) ۽ تن ڏينهن شاگرد جيڪي هڪ سؤ ويہ ڪنُ ڳاڻيٽي ۾ هُئا تن جي وچ ۾ پطرس بيهي چيو (۱٦) اي ڀائرو اِئين گهربو هو تہ اُهو لِکيو پُورو ٿئي جو پاڪ رُوح دائُود جي واتون تنهہ يهُودا ڪاڻ اڳيئي چيو جو يسُوع جي

جهلڻوارن جو سُوهو ٿيو (١٧) ڇوجو اُهو اسآ ۾ ڳڻيل هو ۽ اِنهيءَ خدمت جي
پتي ڏني هيس (١٨) پوءِ اُنهي حرام جي پورهئي مآ هڪڙي ڌرتي مُلهه
ڳڌي ۽ اونڌي مُنهن ڪري پيٽ ڦاٽي پئس ۽ سندس آنڊا سڀ نڪري پئا
(١٩) ۽ اِها ڳالهه يرُوشلِيم جي سڀني رهندڙن کي پڌري ٿي جو اُنهي ڌرتيءَ
جو نالو سندن ٻوليءَ ۾ اَڪَلدَما يعني خُون جي ڌرتي پئو (٢٠) سو اِنهي لاءِ
جو زبُورن جي ڪتاب ۾ لکيو آهي ڇي تنهن جي جاءِ اُجڙ ٿئي ۽ اُن ۾
ٽڪڻوارو ڪو نه رهي ۽ اُن جي خدمت ٻئو وٺي (٢١) پوءِ هيءُ گهرجي ته
جيڪي مڙس سدائي اسآ سآ گڏ هئا جڏهن ته خُداوند يسُوع اسآ ۾ اچڻ
وڃڻ ڪندو هو (٢٢) يوحن جي ٻپتِسما کآ وٺي اُنهي ڏينهه تاءِ ته اُهو اسآ
وٽآ مٿي چاڙهيو ويو تن مآ هڪڙو اسآ ساڻ اُن جي جي اُٿڻ جو ساکي هُجي
(٢٣) تڏهن اُنهن ٻن کي کڙو ڪيو هڪڙو يُوسف جو برسبا ٿو چئجي جنهن جو
لقب يُستُس هو ۽ ٻئو متيا (٢٤) ۽ دُعا گهُري چياءِ ته اي ڌڻي سڀ دلن جا
ڄاڻيندڙ ڏَس ته هنن ٻنهي مآ تو ڪنهن کي چُونڊيو آهي (٢٥) ته اُهو اُنهي
خدمت ۽ رسُوليءَ جي پتي وٺي جنهن کآ يهُودا نڪتل ٿي پهنجيءَ جاءِ ڏي
ويو (٢٦) پوءِ اُنهن چِٺيُون وِڌيُون ۽ چِٺي متيا جي نڪتي تڏهن اُهو اُنهن
يارهن رسُولن ساڻ گڏ ليکيل ٿئو ⁘

## بابُ ٢

پوءِ جڏهِ پنتڪوست يعني پنجاهون ڏينهُ پُورو ٿئڻ ۾ هو ته أهي سڀيئي هِڪدِليا ٿي هيڪاندا ٿيا (٢) ته اوچتو أپ مأ هِڪڙي گوڙ ٿي جڻُ ته ڏاڍي واچ اچي جُنڪي ۽ جِتي هُو ويٺا هُئا أهو گهرُ سڄوئي ڀري ڇڏياءِ (٣) ۽ أنهن کي ڏار ڏار باهِ جِهڙيُون جِڀُون ڏِسڻ ۾ آيُون سي أنهن مأ هيڪڙهِ تي اچي ويٺيُون (٤) تڏهِ أهي سڀيئي پاڪ رُوح کري ڀرجي وِيا ۽ ٻِئِنِ ٻولِئُن کري جِئِن رُوح أنهن کي ٻولڻ جي ڳچندِي ڏني تِئِن ٻولڻ لڳا ÷

(٥) ۽ جيڪي ڏينه أپ هيٺ آهِن تِن سڀني جا دِيندار يهُودِي ماڻهُو يرُوشلِيم ۾ اچي رهيا هُئا (٦) سو جڏهِ اِهو گهُوگهٽُ ٿِئو ته ميڙاڪو اچي گڏُ ٿِئو ۽ سڀيئي ڳُٿِي ۾ پِيا ڇا ڪا ته سيڪنهِ پهنجي پهنجي ٻولي ڳالهائيندو ٻُڌِنِ (٧) ۽ سڀيئي وِسا ٿي عجب ۾ پئِي جَوَڻ لڳا ته ڏِسُ هي سڀيئي جي ڳالهائِين ٿا سي ڪِگليلِي نه آهِن ڇا (٨) پوءِ ڪِيئَ اسأ مأ سڀُڪو پهنجي پهنجي وطن جي ٻولي ٿو ٻُڌي (٩) اسي فارسِي ۽ ميدِي ۽ ايلمِي ۽ رهندڙ مسپتاميِئ جا ۽ يهُوديه ۽ ڪپدوڪِئ جا ۽ پنتس ۽ اسيا جا (١٠) ۽ فِرگيا ۽ پمفُوليا جا ۽ مِصر ۽ لِبوا جي أنهي پتِئ جا جو ڦرينئِ جي پاسي ۾ آهي ۽ رُوم جا واٽهڙُو يهُودِي ۽ جي يهُودِي دِين ۾ آيا هُئا (١١) ۽ ڪرِيتِي ۽ عربِي سي اسي پهنجيِنِئِي ٻولِئِنِ ۾ اِنهن کي خُداءِ جيُون وڏائِيُون چَوَندو ٻُڌُون ٿا (١٢) ۽

سيئي وِسا تِي مُنجهي پيا ۽ هِڪ ٻِئي کي چوڻ لڳا تہ هِيءُ ڇا ٿو ٿِئڻ ڀانئي (١٣) ٻِين گهڻو ڪري چيو تہ هي نَئين داروءَ ۾ نشئي ٿيا آهِن ❖

(١٤) تڏهِن پطرس اُنهن يارهن سان بِيهي اُنهن کي وڏي سڏ هوڪاري چَوڻ لڳو تہ اي يهُوديو ۽ مڙيئي يرُوشليم جا رهڻ‌وارو هي ڄاڻو ۽ ڪن ڏيئي مُهنجيُون ڳالهيُون ٻُڌو (١٥) جيئن توهِين ٿا ڀانيو تيئن هي نشي ۾ نہ آهِن ڇا ڪاڻ تہ هاڻي پَهَرُ ڏِينهُ چڙهيو آهي (١٦) پر هي اُهو آهي جو يوئيل نبيءَ کان چَيَلُ هو (١٧) تہ خُداءِ ٿو چَوي تہ پوئين ڏِينهن ۾ اِئين ٿِيندو جو آءٌ پهنجي رُوح منجهان سڀڪنهِ جُثي تي وجهندُس ۽ توهان جا پُٽ ۽ ڌِيُون نُبُوت ڪندا ۽ توهان جا جوان رويا ڏِسندا ۽ توهان جا ٻُڍا سُهڻا لهندا (١٨) ۽ اُنهن ڏِينهن ۾ پهنجي ٻانهن ۽ پهنجيُن ٻانهيُن تي پهنجي رُوح مان اوتي وجهندُس ۽ اُهي نبُوت ڪندا (١٩) ۽ مٿي اُڀ ۾ حَيرانيُون ۽ هيٺ ڌرتيءَ تي رتُ ۽ باهِ ۽ دُونهي جا بادل اُهڃاڻ ڏيکاريندُس (٢٠) خُداوند جي اُنهي وڏي ۽ جُلوِيواري ڏِينهہ جي اچڻ کان اڳي سِجُ اُوندهِ ۽ چنڊُ رت جهڙو منجهي پَوندو (٢١) ۽ هيئن ٿِيندو تہ جيڪوڪو خُداوند جو ناءُ وٺندو سو ڇوٽڪو لهندو ❖

(٢٢) اي اسرائيلي مُڙسو هي ڳالهيُون ٻُڌو تہ يسُوع ناصري هِڪڙو مُڙس هو جو خُداءِ قُدرتُن ۽ ڪرامتُن ۽ اُهڃاڻن ڪري توهان وٽ پڌرو ڪيو تہ جيڪي خُداءِ تنهِ جي هٿان توهان جي وِچ ۾ ڏيکاريا جيئن توهِين پاڻ ٿا ڄاڻو

(٢٣) أهو جو خُداء جي پڪي مرضيءَ ۽ اڳڪٿيءَ ڪري توهان جي هٿ سِيڪو ٿيو
سو توهان جهليو ۽ بي دينن هٿان ڪِيرِيُون هٿائي ماريو (٢٤) أنهي کي خُداء مؤت
جا بند ڇوڙي أٿاريو ڇوجو اِها ٿيڻي نہ هُئي تہ أهو أن جي وس ۾ رهي (٢٥) ڇو
تہ دائود أن بابِ چيو آهي تہ مون خُداوند ڏي نظر ڪئي جو سدائي
مُهنجي سامُهون آهي ڇا ڪون تہ أهو مُهنجي سڄي پاسي آهي تہ متان آءٌ مُڙي
وڃان (٢٦) اِنهي ڪري مُهنجي دِلِ سرهي آهي ۽ مُهنجي ڄِڀ خُوشِ ٿي
مُهنجو جُثو بہ اِنهي آسري ۾ ٿي ٽِڪي رهندو (٢٧) تہ تُون مُهنجي جِئَ کي
مُئلنِ جي رهاشت ۾ نہ ڇڏِيندي ۽ پهنجي پاڪ کي ڪِنائي ڏِسڻُ نہ ڏِيندي
(٢٨) تہ تو مُون کي جِئڻ جيُون واٽُون ڏَسيُون ۽ تُون مُون کي پهنجي دِيدار ساَ
نِهالُ ڪندي ÷

(٢٩) اي ڀائرو توهي ڏاڍي ذائود بابِ مُون کي البيلائيءَ ساَ چَوَڻ ڏيو تہ أهو
مُئو ۽ پُورجي وِيو ۽ اڄُ سُودو تنهِ جي قبر بہ اساَ وٽِ آهي (٣٠) سو نبي هو ۽
ڄاتاءِ ٿي تہ خُداء ساڻُس سَنهُ ڪنيو آهي ڇي آءٌ تُهنجي ران جي أولاد ماَ
مسيح کي جِسم جي حق ۾ کڙو ڪندُس تہ أهو تُهنجي تِيلي تي وِهي
(٣١) أنهي اِها پيرهاءُ ڄاڻي مسِيح جي جي أٿڻ جي هيءَ ڳالهِ ڪئي تہ أن
جو ساهُ مُئلنِ جي رهاشت ۾ ڇڏِئلُ نہ هو ۽ أن جي جُثي ڪِنائي نہ ڏِٺي
(٣٢) اِنهي يسُوع کي خُداء أٿاريو تنه جا اسي سڀئي ساکي آهيُون (٣٣) پوءِ

خُداء جي سڄي هٿ ڪري اُوچو ٿِي ۽ پيءُ کاٗ پاڪ رُوح جي اُها ٻول وٺِي جيڪِيڪي توهِي هِڻُر ڏِسو ۽ ٻُڌو ٿا سو اوتي وِڌاءِ (۳۴) ڇا ڪاٗ ته دائُودُ آسمانِ ۾ نه چڙهيو پر پاڻ چَوِي ٿو ته ڌڻِي مُهنجي ڌڻِي کي چيو ڇي تُون مُهنجي سڄي هٿ ڏي وِيهُ (۳۵) جيسِتاءِ ڪِ آءٌ تُهنجي وِيريُنِ کي تُهنجي پيرنِ جي صندُلِي ڪريان (۳۶) پوءِ اِسرائيل جو سارو ڪُٽُمُ اِئِي پڪ ڪري ڄاڻي ته جنهِ يسُوع کي توهاٗ صليب تي چاڙهيو خُداء تنهِ کي خُداوندُ ۽ مسِيحُ ڪيو ؛

(۳۷) جڏهِ اُنهِنِ اِئِي ٻُڌو ته دِلِ چوڪِجي ٻِئُنِ تڏهِ پطرس ۽ ٻِئُنِ رسُولنِ کي چياءِ ته اِي ڀائُرُو اسِي ڇا ڪريُون (۳۸) پطرس چيُنِ ته توبه ڪريو ۽ توهاٗ ماٗ سيُڪو ڏوهنِ ڇُٽڻ لاءِ يسُوع مسيح جي نالي ڪري ٻپتِسما وٺِي ته پاڪ رُوح جو اِنعامُ لهندوُ (۳۹) ڇوجو اِهو ٻولُ توهاٗ ۽ توهاٗ جي ٻارنِ ۽ اُنهِنِ سڀني لاءِ آهي جي پري آهِنِ ته جِنِ ڪِنِ کي اساٗ جو خُداوندُ خُداء سڏِيندو (۴۰) ۽ اُنهي ٻِئُنِ گهڻيُنِ ڳالهيُنِ ڪري ساک ڀري ۽ سمُجهايائِينِ ته پاڻ کي هِنِ ڦرِئِل قوُم کاٗ بچايو ؛

(۴۱) سو جِنِ اُن جي ڳالهِ سرهائِي ساڻُ مڃِي تِنِ ٻپتِسما ورتي ۽ اُنهي ڏِينهِ ٽي هزار ڪنُ جِٽا ساڻُنِ گڏيا (۴۲) ۽ سڀ رسُولنِ جي تعليم ۾ ۽ ميلاپ ۾ ۽ ماني ڀڄڻ ۾ ۽ دُعا گهُرڻ ۾ لڳا رهيا ؛

(٤٣) پوءِ سڀڪنهِ نفس کي ڊپُ ٿيو ۽ گهڻيُون حَيرانيُون ۽ اُهڃاڻ رسُولن جي هٿان ٿيا (٤٤) ۽ جن ويساهُ آندو هو سي سڀيئي هيڪاندا رهيا ۽ سڀني شيُن ۾ ڀتيار هُئا (٤٥) ۽ پنهنجي ملڪيت ۽ اسباب وڪڻي سڀڪنهِ کي ڪپ سارُو وراهي ڏيندا هُئا (٤٦) ۽ ڏهاڙي ڏهاڙي هڪدلِ ٿي هَيڪل ۾ رهي گهرگهر ۾ ماني ڀڃي دلِ جي سرهائي ۽ ٻودلائي سان کائڻُ ڪيندا هُئا (٤٧) ۽ خُداءِ جي تعريف ڪندا سڀني ماڻهن وٽ سُهائبا هُئا ۽ ٻئي ڇوٽڪاري لهندڙن کي خُداوندُ ڏهاڙي ڪلَيسيا ۾ آڻيندو هو ؛

## بابُ ٣

پوءِ پطرسُ ۽ يوحنُ گڏجي ٽين پهَر نماز جي مهل هَيڪل ۾ چڙهي ويا (٢) ۽ اُتي ماڻهون هڪڙي مُڙس ماءُ جي پيٽان منڊي کي ڏهاڙي هَيڪل جي موچاري نالي در وٽ کڻي آڻي رکندا هُئا ته هَيڪل ۾ ويندڙن کان بيک پني (٣) تنهِ پطرس ۽ يوحن کي هَيڪل ۾ ايندو ڏسي تن کان بيک پني (٤) ته پطرس يوحن سُوڌو هُن ڏي نهاري چيو ته اسان ڏي ڏسُ (٥) اُهو اُنهي آس ڪري تن ڏي نهارڻ لڳو ته هنن کان ڪي ملِيم (٦) تڏهِ پطرس چيُس ته سونُ ۽ رُپو مُون وٽ ڪونهي پر جيڪي اٿم سو توکي ڏيان ٿو ته يسُوع مسيح ناصري جي ناءُ اُٿ ۽ هلُ (٧) ۽ ساڄو هٿُ وٺي اُٿاريائيس ته اُنهيئي

مهل اُن جا پير ۽ مُرا ڏاڍا ٿيا (۸) ۽ اُهو ٽپو ڏيئي اُٿي بيٺو ۽ هلڻ لڳو ۽
هلندو ڪُڏندو خُداء جي وڏائي ڪندو اُنهن سان هيڪل ۾ ويو (۹) ۽ سيني
ماڻهن هُن کي هلندو چلندو ۽ خُداء جي وڏائي ڪندو ڏٺو (۱۰) ۽ هُن کي
سُڃاتائون ته هيُ اُهوئي آهي جو هيڪل جي موچاري نالي در تي ڀيک
ويٺو پنندو هو ۽ جيڪي هُن سان ٿيو تنهِ ڪري عجب ۽ حيرت سان
ڀرجي ويا ؞

(۱۱) ۽ اُهو منڊو جو چڱو ڀلو ٿيو سو پطرس ۽ يوحن کي چنبڙيو پئو هو ته
مڙيئي ماڻهو ڏاڍا وِسا ٿي اُنهي سُليمانئي نالي صُفي ڏي ساڻن ڊوڙي آيا
(۱۲) پطرس اِئي ڏِسي ماڻهن کي وراڻي ڏيئي چيو ته اي اِسرائيلي مڙسو اِنهي
ڪري توهي عجبُ ڇو ٿا ڪريو ۽ ڇو اسانِي ڏي اِئي ٿا نِهاريو ته ڄڻُ اسان
پهنجيئي قوت جان دِيندارِئ ڪري هِن کي هلڻ جي سگهه ڏِني (۱۳) اِبرهام
۽ اسحاق ۽ يعقوب جي خُداء هاڻ اسان جي ڀِيُ ڏاڏن جي خُداء پهنجي پُٽ
يسُوع کي وڏائي وارو ڪيو جنهِ کي توهان پرائي هٿ ڏِنو ۽ جڏهِ پيلاطُس ڇڏي
ڏيڻُ نيک ڄاتو ته اُن جي اڳيان سندئس ناڪار ڪيَو (۱۴) پر توهان اُن پاڪ
۽ سچي جي ناڪار ڪري پاڻ لاء هِڪڙي خُوني مڙس جو ڇڏائڻُ گهُريو
(۱۵) پر جِئڻ جي ڏاڻي کي ماريُو سو خُداء مُڙدن مان اُٿاريو تنهِ جا اسي
ساکي آهيُون (۱٦) ۽ اُن جي نالي سندسئي ناوَ جي ڀروسي ڪري جو هيُ

توهي ڏِسو ۽ ڇاڻو ٿا تنهِ کي سگهو ڪيو هائو جو ويساهُ هُن ڪريٺي آهي تنهِ هِن کي توهاً سڀني جي اڳيا هِيءَ ڏاڍي چڱيلائي ڏِني ❊

(١٧) هاڻي اي ڀائُرؤ آءٌ ڄاڻان ٿو تہ توهاً اِهو اڻڄاڻائيءَ ڪري ڪيو تيئَ توهاً جي وڏيرنِ بہ ڪيو (١٨) پر جِنِ ڳالهيُنِ جي خُداءِ پهنجي سڀني نبيُنِ جي واتون اڳيئي سُڌِ ڏِني هُئي تہ مسِيح ڏُک سهندو سي اِئي پُوريُون ڪياءٌ (١٩) هاڻي توهي توبه ڪريو ۽ مڙو تہ توهاً جا گُناه ميٽجنِ سو اِنهي لاءِ جو ڏڻيءَ جي حُضُور ماً ساه جي سامتِ جا ڏِينه اچنِ (٢٠) ۽ اُهو تنهِ يسُوع مسِيح کي موڪلي جنهِ جو هوڪو توهاً لاءِ اڳيئي ٿيو آهي (٢١) جنهِ کي تيستاءٌ آسمان ۾ رهڻو آهي جيستاءٌ ڪِ جِنِ شيُنِ جي ڳالهِ خُداءِ پهنجي سڀني پاڪ نبيُنِ جي واتون مُنڍ کاً وٺي ڪئي تِنِ سڀني جو تازو ٿيڻُ پُورو نہ ٿِئي (٢٢) ڇا ڪاً تہ مُوسىٰ اساً جي پِئُ ڏاڏنِ کي چيو تہ ڌڻي جو توهاً جو خُداءِ آهي سو توهاً جي ڀائُرنِ ماً توهاً لاءِ هڪڙو مُون جهڙو نبي پڌرو ڪندو اُهو جيڪي توهاً کي چوي سو ٻُڌِجو (٢٣) ۽ اِئي ٿِيندو تہ جيڪو نفسُ اُن نبيءَ جي نہ ٻُڌندو سو راڄ ماً ڇِٽُ ٿي ويندو (٢٤) ۽ سڀني نبيُنِ بہ سمُوئيل کاً وٺي پونينِ تاءٌ جِنِ ڪِنِ ٻوليو آهي تِنِ هِنِ ڏِيهنِ جي سُڌِ ڏِني آهي (٢٥) توهي نبيُنِ جا ۽ اُنهيءَ عهد جا ڇاول آهيو جو خُداءِ اساجِنِ پِئُ ڏاڏنِ ساً رِٿي ابرهام کي چيو تہ تُهنجي ٻِڄ ڪري زمين جا سڀيئي پٽر

برڪت لهندا (۲۶) سو خُداء پهنجي پُٽ يسُوع کي أٿاري پهرياءُ توهان ڏي موڪليو ته توهان ما سڀڪنهِ کي پهنجي پهنجي مندائُن کا ڦيرائي برڪت ڏئي ÷

## بابُ ۴

(۱ ÷ ۲) اِئي أنهن ماڻهن سا ڳالهايو ته ڪاهنُ ۽ هيڪل جو صُوبيدارُ ۽ صدُوقي ماڻهن کي جو سيکارياءُ تي ۽ يسُوع جي سببا مُردن جي جي أٿڻ جي سُڌ تي ڏناءُ تنهِ ڪري ارها تي مٿن چڙهي آيا (۳) ۽ أنهن کي جهلي ورندي ڏينه تاءُ بنديخاني ۾ وڌاءُ چا کا ته سانجهي تي ويئي هُئي (۴) پر جن أنهي ڪلام کي ٻُڌو تن ما گهڻن ويساهُ ڪيو ۽ أهي ڳاڻيٽي ۾ پنج هزار ڪنُ جڻا هُئا ÷

(۵) ۽ ٻئي ڏينهِ هيُ ٿئو ته أنهن جا حاڪم ۽ وڏيرا ۽ شرع ٻُڌائڻ وارا (۶) ۽ وڏيرو ڪاهنُ حنا ۽ قيافا ۽ يوحنُ ۽ سِڪندرُ ۽ ٻئا جيڪي وڏيري ڪاهن جي گهر جا هُئا سي يرُوشليم ۾ گڏُ ٿيا (۷) ۽ أنهن کي وچ ۾ بيهاري ٻُڇياءُ ته توهان ڪنهِ جي ٻُجنڌڻ ۽ ڪنهِ جي ناوَ تي هيُ ڪيو (۸) تڏهِ پطرس پاڪ رُوح سا ڀرجي هُنن کي چيو ته اي قوم جا حاڪمؤ ۽ اي اِسرائيل جا وڏيرؤ (۹) جيڪڏهِ اڄُ اسا کا أنهي ڀلائي لاءِ تو ٻُڇجي جا ناچڱي ماڻهُو تي ٿي ته أهو ڪيئن ڇُٽو آهي (۱۰) سو توهان سڀني کي ۽ اِسرائيل جي سڄي قوم

ڪي پڌرو هُجي تہ يسُوع مسِيحُ ناصرِي جنهِ کي توهان صليب تي چاڙهيو ۽ جنهِ کي خُداء مُئَلنِ مان وري أٿاريو أنهيءَ جي نانوَ ڪري هيءُ توهان اڳيان چڱو ڀلو بيٺو آهي (۱۱) هيءُ أهو پهڻُ آهي جنهِ کي توهان اڏيندڙنِ ڪي نہ ڄهڙو ڄاتو هو سو ڪُنڊ جو سِرو ٿيو (۱۲) ۽ ڪنهِ ٻِئي کان ڇوٽڪارو ڪونهي ڇا ڪان تہ أڀ هيٺِ ماڻهُنِ ۾ ڪو ٻِئو نانءُ نہ ڏِنو آهي جنهِ ڪري ڪِ اسين ڇوٽڪو لهُون ∴

(۱۳) جڏهِ أنهنِ پطرس ۽ يوحن جي البيلائي ڏِٺي ۽ سمُجهيائُ تہ هي اڻپڙهِئل ۽ عام لوڪ جا آهنِ تڏهِ عجِبُ ڪيائُ پوءِ سُڃاتائُ تہ هي يسُوع ساڻُ هُئا (۱۴) ۽ أهو ماڻهُو جو ڇُٽو هو تنهِ کي أنهنِ ساڻُ بيٺو ڏِسي ڪا وراڻي نہ ڏيئي سگهيا (۱۵) ۽ أنهنِ کي مجلِس کان ٻاهرِ وڃڻ جو حُڪُم ڏيئي پاڻُ ۾ صلاحُ ڪري چَوڻ لڳا (۱۶) تہ اسين هِننِ ماڻهُنِ سان ڇا ڪريُون ڇا ڪان تہ هِڪڙي وڏي ڪرامت هُننِ کان ٿي سا يرُوشلِيم جي سڀني رهندڙنِ کي پڌرِي آهي ۽ اسين ناڪار ڪري نا ٿا سگهُون (۱۷) پر هيءَ ماڻهُنِ ۾ واڌُو پکڙجي نہ وڃي تنهِ ڪري اِنهنِ کي پڪ ڪري دڙڪو ڏيُون تہ اڳتي أنهي نالي جي ڪهي سان ڳچار نہ ڪنِ (۱۸) تڏهِ أنهنِ کي سڏي حُڪُمُ ڏنائُ تہ يسُوع جي نالي تي پِٽي نہ ڪُڇجو ۽ نہ سيکارِجو ∴

(۱۹) پر پطرس ۽ يوحن وراڻي ڏيئي چيُنِ تہ توهي ڪِٿي ڏِسو تہ خُداء جي سامُهون توهان جي خُداء کان ٻِہ واڌُو ٻُڌڻُ نيڪُ آهي ڪِي (۲۰) ڇا ڪان تہ اِهو نہ

ٿو ٿي سگهي تہ جيڪي اسان ڏِٺو ۽ ٻُڌو سو نہ چئُون (۲۱) تڏهِ اُنهنِ وري تِنِ کي دڙڪو ڏيئي ڇڏيو ڇِڏنو ڇا ڪان تہ ماڻهنِ جي سببان اُنهنِ جي سيکت ڏيڻ جي ڪائي واٽ نہ لڌائون سو اِنهي لاءِ تہ سڀ ماڻهو اُنهي ڳالهِ ڪري خُداءِ جي وڏائي ڪندا هُئا (۲۲) ڇو تہ جنهِ ماڻهوءَ تي هِيءَ ڇاڪ ڪرڻ جي ڪرامت پئِدري ٿي هُئي سو چاليهنِ ورهنِ کان بِہ مٿي هو ÷

(۲۳) تڏهِ اُهي ڇُٽي پنهنجنِ وٽ وِيا ۽ جيڪي سردار ڪاهِنن ۽ وڏيرنِ کين چيو هو سو تِنِ کي ٻُڌايائون (۲۴) اُنهنِ اِئي ٻُڌي هڪدِلِ ٿي خُداءِ ڏي واڪو ڪري چيو تہ اي ڌڻي تعليٰ تُون اُهو خُداءِ آهين جنهِ اُڀُ ۽ ڌرتي ۽ سمُنڊُ ۽ ٻِئو جيڪي هُننِ ۾ آهي سو سڀُ خلقيو (۲۵) ۽ تو پنهنجي ٻانهي دائُود جي واتون چيو تہ پرڏيهنِ ڇا لاءِ دمرهيا ۽ لوڪ اجايو سمُجهيو (۲٦) تہ خُداءِ ۽ سندسِ مسيح جي اُبتڙِ ٿي ڌرتيءَ جا بادشاهہ اُٿيا ۽ حاڪم بِہ اچي هيڪاندا ٿيا (۲۷) تہ سچُ تُنهنجو پاڪُ پُٽُ يسُوع جنهِ کي تو مسيحُ ڪيو تنهِ جي اُبتڙِ ٿي هيرودُ ۽ پنطيسُ پيلاطُسُ پرڏيهنِ ۽ اِسرائيل جي راڄ سُودو هيڪاندا ٿيا (۲۸) تان تہ جيڪِيڪي تُنهنجي هٿ ۽ مرضيءَ ڪري اڳيئي ٺاهِئلُ هو سو ڪنِ (۲۹) هاڻي بِہ اي ڌڻي تِنِ جي دڙڪي ڏي ڏِسُ ۽ پنهنجنِ ٻانهنِ کي اِهو ڏي تہ ڏاڍيءَ البيلائيءَ ساڻ تُنهنجو ڪلامُ ٻُڌائينِ (۳۰) هئُ تہ چڱي ڀلي ڪرڻ لاءِ تُون پنهنجو هٿُ ٻِگهيڙي ۽ تُنهنجي پاڪ پُٽ يسُوع جي

نانوَ ڪري اُهيجاڻ ۽ عجائب پڌرا ٿئنِ (۳۱) پوءِ جڏهِ اُهي دُعا گهُري رهيا تہ جتي هُو گڏ ٿيا هُئا سا جاءِ ڏُڏي ويئي ۽ سيپئي پاڪ رُوح ڪري پرجي ويا ۽ خُداءِ جو ڪلامُ البيلائي سآ ٻُڌائڻ لڳا ÷

(۳۲) ۽ جنِ ويساهُ آندو هو تنِ جي جماعت هِڪدلِ ۽ هِڪجيُ هُئي ۽ ڪهي پهنجي مال مآ ڪي بِہ پهنجو نہ چاتو اُتلندو سڀني شيُنو ۾ ڀتيار هُئا (۳۳) ۽ رسُولنِ خُداوند يسُوع جي جي اُٿڻ جي ڏاڍِئ قُوَت ساڻُ ساک ڀري ۽ اُنهنِ سڀني تي ڏاڍي ٻاجه هُئي (۳۴ ÷ ۳۵) ۽ اُنهنِ مآ ڪنهِ کي اُوکپ نہ هُئي چا ڪاڪ تہ جيترا ڪِ ڌرتيُ ۽ گهرنِ جا ڌڻي هُئا تنِ وِڪڻي اِنهي وِڪرئ جو ناڻو رسُولنِ جي پيرنِ تي آڻي ٿي رکيو پوءِ سڀڪنهِ کي پهنجي کپ سارُو وراهي ڏِبو هو ÷

(۳۶) ۽ يوسيسُ جنهِ جو لقبُ رسُولنِ برنبا رکيو جو معنيٰ ڪري تسلائيُ جو پُٽُ ۽ ليوِئ جي آکهِ جو ۽ قُپرس وطن جو هو (۳۷) اُن کي هِڪڙي ٻني هُئي سا وِڪڻي تنهِ جو ناڻو رسُولنِ جي پيرنِ تي آڻي رکياءِ ÷

## باب ۵

۽ حننيا نالي هِڪڙي مُڙس پهنجي جوءِ سفيرا سُوڌو هِڪڙي مِلڪ وِڪڻي (۲) ۽ ناڻي مآ ڪي ٻاسي رکي ڇڏياءِ اِها سندئسِ جوءِ کي بِہ سُڌ هُئي ۽

ڪا پتي آڻي رسُولنِ جي پيرنِ تي رکياءِ (٣) تڏهِ پطرس چيو تہ اي حننيا تُهنجي دِلِ شَيطان ڇو پري ڇڏِي آهي تہ پاڪ رُوح سآ ڪُوڙُ ڳالهايان ۽ ٻنِي جي ناڻي مآ ڪي پاسي رکان (٤) تہ اُها تو وٽِ هُونديئي ڪِ تُهنجي نہ هُئي ۽ سا جڏهِ وِڪاڻي تڏهِ تُهنجي وسِ نہ هُئي ڇا تو پهنجي اندرِ ۾ ڇو اِها ڳالهِ رِٿِي سو ماڻهُنِ سآ نہ پر خُداءَ ساڻُ ڪُوڙُ ڳالهايُئِي (٥) اِها ڳالهِ ٻُڌنديي حننيا ڪِرِي پئو ۽ ساهُ نِڪرِي وِئُسِ ۽ جيترنِ ماڻهُنِ اِهي ڳالهيُون ٻُڌيُون تِنِ سڀِني کي ڏاڍو ڊپُ ٿِيو (٦) ۽ جوَانِ اُٿِي هُن کي ڪفنُ ۾ ويڙهي نيئِي پُوريو (٧) ۽ ٽِنِ گهڙيُون کنُ نِبريُون تہ اُن جي جوءِ اُن ڳالهِ کآ بي سُڌِ ٿِي اُتي اندرِ آئِي (٨) پطرس اُن کي چيو تہ مُون کي ڇڏُ جو ڌرتِي اِيترِيئِي وِڪِئُوَ ڇا اُن چيو هاءِ اِيترِي (٩) تڏهِ پطرس اُن کي چيو توهآ ڇو هيڪاندي ٿِي ڪري خُداوند جي رُوح جِي پرکا ورتِي تہ تُهنجي مُڙس جي پُورڻوارنِ جا پير اِجهي در تي آهِنِ سو اُهي توکي بِہ ٻاهرِ ڪڍِي ويندا (١٠) تڏهِ اُيئِي اُنهي جي پيرنِ وٽِ ڪِرِي تنهِ ساهُ ڇڏيو ۽ جوَانِ اندرِ اچِي اُن کي مُئلُ ڏِٺو ۽ ٻاهرِ ڪڍِي وڃِي کيسِ مُڙسسِ وٽِ پُورياءُ (١١) پوءِ سڄِي جماعت کي ۽ جِنِ سڀِني اِهي ڳالهيُون ٻُڌيُون تِنِ کي ڏاڍو ڊپُ ٿِيو ∴

(١٢) ۽ رسُولنِ جي هٿآ ماڻهُنِ ۾ اُهڃاڻ ۽ ڪرامتُون گهڻيُون پڌريُون ٿيُون ۽ اُهي مڙيئي سُليمان جي صُفي ۾ هِڪدِليا گڏُ هُئا (١٣) ۽ ٻِئنِ مآ ڪنهِ

کي اُنهنِ ۾ گڏجڻ جي هِمّت نہ ٿي پر ماڻهُو اُنهنِ جي وڏائي ڪندا هُئا (١۴) تہ اڳِئي کا بہِ واڌُو زالُنِ ۽ مڙسنِ جيُون جُلڪيُون خُداوند تي ويساہ آڻي اُنهنِ ۾ گڏِبيُون هُيون (١٥) جيُّ تہ ناچگنِ کي واٽُنِ ۾ آڻي کٽولنِ ۽ منجنِ تي وِهارِيندا هُئا اِنهي لاءِ تہ پطرس جي اِيندِيئي سندُسِ پاچو بہِ ڪنهِ تي پئي وڃي (١٦) ۽ چئني پاسنِ جي ڳوٺنِ جو ميڙاڪو اُچگنِ کي ۽ جنِ کي ناپاڪ رُوحنِ جي لڳت هُئي تنِ کي کڻي يرُوشلِيم ۾ اچي گڏُ ٿيو سي سڀ چڱاڀلا ٿيا ÷

(١٧) تڏهِ وڏيرو ڪاهنُ ۽ اُن جا سڀ سنگتي جي صدُوقنِ جي مذهب جا هُئا سي ڪاوِڙ کا پرِجي اُٿيا (١٨) ۽ رسُولنِ تي هٿُ وِجهي عام بنديخاني ۾ وِڌائُنِ (١٩) پر راتِ جو ڌڻي جي فِرشتي بنديخاني جا در اُپٽيا ۽ اُنهنِ کي ٻاهرِ آڻي چياءُ (٢٠) تہ وڃو ۽ هيڪل ۾ بيهي اِنهي جِياپي جيُون سڀ ڳالهيُون ماڻهُنِ کي ٻُڌايو (٢١) اِئي ٻُڌنديئي پرهِ جو هيڪل ۾ وِيا ۽ سيکارڻ لڳا جڏهِ وڏيرو ڪاهنُ ۽ اُن جا سنگتي آيا تہ مجلِس کي ۽ بني اِسرائيل جي وڏيرنِ جي سڀجي جماعت گڏُ ڪياءُ ۽ بنديخاني ۾ چوائي موڪلياءُ تہ اُنهنِ کي آڻيو (٢٢) پر پيادنِ اچي اُنهنِ کي بنديخاني ۾ نہ لڌو ۽ وري وڃي هئي سُڌِ ڏِناءُ (٢٣) اساً تہ بنديخاني کي ڏاڍِي پڪائي سا پُورِئلُ ۽ چوڪيدارنِ کي درنِ تي ٻاهرِ بيٺو ڏِٺو پر جڏهِ اُپٽيوسي تہ ڪنهِ کي اندرِ نہ ڏِٺوسي

(۲۴) جڏهِ وڏي ڪاهنَ ۽ هَيڪل جي صُوبيدار ۽ ڪاهِنن جي وڏيرنِ اِهي ڳالهيُون ٻُڌيُون تہ تنِ ڪري مُنجهي پيئا تہ هي ڇا ٿيندو (۲۵) تڏهِ هِڪڙي ماڻهُوَ اچي اُنهنِ کي سُڌ ڏِني تہ ڏِسو جنِ ماڻهُنِ کي توهان بنديخاني ۾ وڌو هو سي هَيڪل ۾ بيٺا ماڻهُنِ کي سيکارِينِ (۲۶) تڏهِ هَيڪل جي صُوبيدار پيادنِ ساڻُ وڃي اُنهنِ کي آندو پر ڏاڍ سان نہ ڇا ڪاڻ جو ماڻهُنِ کان ڊِنا ٿي جو متان اسان کي سنگسارُ ڪنِ (۲۷) ۽ اُنهنِ کي آڻي مجلس جي وچ ۾ بيهاريائون ۽ وڏيري ڪاهنِ تنِ کان پُڇيو (۲۸) ڇا اسان توهان کي پڪ ڪري حُڪُم نہ ڏِنو هو ڇا تہ اِنهي نالي تي نہ سيکارجو پر ڏِسو يرُوشلِيم کي پهنجي تعليم سان ڀريو اٿوَ ۽ اُن ماڻهُوَ جو خُونُ اسان تي چڙهڻ ٿا پانيو :

(۲۹) پطرس ۽ ٻِئنِ رسُولنِ ورندِڻ ۾ چيو تہ اسان کي ماڻهُنِ کون خُداءِ واڌُو مڃڻ گهُرجي (۳۰) تہ اسان جي پيءُ ڏاڏنِ جي خُداءِ تنهِ يسُوع کي اُٿاريو جنهِ کي توهان صِليب تي ٽنگي ماري ڇڏيو (۳۱) تنهِ کي خُداءِ ڏِٺي ۽ ڇوٽڪاري ڏِئڻوارو ڪري پهنجي سڄي هٿ مٿي ڪيو اِنهي لاءِ تہ اِسرائيل کي دِلِ جي توبه ۽ گُناهنِ جي مُعافِي ڏِئي (۳۲) سو اسي سندسِ اِنهن ڳالهيُنِ جا شاهِد آهيُون ۽ جِنِ خُداءِ کي مڃيو تِنِ کي جو پاڪُ رُوحُ ڏِناءِ سو بہ شاهِدُ آهي :

(۳۳) اُهي اِها ٻُڌي سڙي وِيا ۽ سندنِ مارڻ جو پهُ ڪِياءِ (۳۴) تڏهِ گملئيلُ

نالي هِڪڙو فريسي جو شريعت سيکاريندڙ ۽ سڀني ماڻهن ۾ مانوارو هو تنهِ مجلس ۾ اُٿي حُڪمُ ڪيو تہ رسُولنِ کي ٿورو ٻاهر وٺي وڃجي (٣٥) ۽ اُنهنِ کي چياءِ تہ اي اِسرائيلي مڙسو اوهين پهنجي خبرداري ڪريو تہ هِننِ ماڻهنِ سان ڇا ڪرڻ ٿا ڀانيون (٣٦) تہ هِننِ ڏينهنِ کان اڳي ٿيدا نالي اُٿي پاڻ کي ڪجهہ ڄاڻايو هو تہ چارِ سوٌ ڪنُ مڙس اُن سان گڏيا ۽ اُهو ماريو ۽ جِننِ مڙيئي رُلي ويا ۽ ڪجهہ ڪجهہ نہ ٿيا (٣٧) تنهِ کان پوءِ يهُودا گليلي نانوَ ڳڻڻ جي ڏينهنِ ۾ اُٿيو ۽ گهڻنِ کي پهنجي پاسي ڇڪياءِ اُهو بہ ڇٽو ٿيو ۽ جِننِ ڪِننِ اُن کي ٿي مڃيو سي سيپيئي رُلي ڇُلي ويا (٣٨) ۽ هاڻي آءٌ توهان کي چوان ٿو تہ هِننِ ماڻهنِ کان پاسو ڪريو ۽ ڇڏي ڏيونِ جي اِها تجويز جا اِهو ڪمُ ماڻهنِ کون آهي تہ ڇٽئي ٿي ويندو (٣٩) پر جيڪڏهِ خُداءُ کان آهي تہ توهين ڇٽ ڪري نہ ٿا سگهوسِ سو اِئين نہ ٿئي تہ توهين خُداءُ ساڻ وڙهڻوارا ٿيو (٤٠) اُنهنِ سندسِ مڃي ۽ رسُولنِ کي گهُرائي ڦٽڪا هڻي حُڪمُ ڏنائون تہ يسُوع جي نالي تي ڳالهِ نہ ڪجو ۽ کين ڇڏي ڏنائون (٤١) پوءِ اُهي مجلِس جي وِچون خُوشيُون ڪندا هليا ويا جو اسين سندسِ نالي ڪاڻِ بي مانائي جوڳا ٿياسُون (٤٢) ۽ اُهي ڏهاڙي هَيڪل ۾ ۽ گهرگهرِ سيکارڻ ۽ يسُوع مسيح جي چڱي سُڌِ ڏيڻ کان نہ رهيا ؛

## بابُ ٦

۽ أنهنِ ڏِيهنِ ۾ شاگِرد گهاٽيئي ۾ گهڻا وڌيا تہ يُونان‌وارنِ جي عِبرانِنِ سآ
اِها ڪُربرِ ٿي جو اسآ جيُون رنڙون ڏِهاڙِئ توڻِ جي خِدمت ۾ ٻُلجي ٿِيُون
وچنِ (٢) تڏهِ شاگِردنِ جي جماعت کي سڏي أنهنِ ٻارهنِ چيو تہ اِئي نہ
ٿو جُڳائي جو اسين خُداء جي ڪلام کي ڇڏي کاڌِ جي خِدمت ڪريُون
(٣) پوءِ اِي ڀائرُوُ پاڻ مآ ست ڄڻا ساکائِتا جي پاڪ رُوح ۽ سياڻپ سآ ڀرِئل
هُجنِ سي چُونڊيو تہ اسين أنهنِ کي اِنهي هاج تي رکُون (۴) پر اسين دُعا ۽
ڪلام جي خِدمت ۾ لڳا رهنداسين (٥) اِها ڳالهِ سڄِي سنگتِ کي چڱي
وڻي ۽ اِستيفنُ نالي مُڙسُ وِيساه ۽ پاڪ رُوح سآ ڀرِئلُ ۽ فِلِپُسُ ۽ پرَخرسُ ۽
نِيڪانورُ ۽ تِيمونُ ۽ پَرميناسُ ۽ نِيڪُلاسُ جو انتڪِئي کون يهُودِي دِين ۾ آيو
هو اِهي چُونڊياءِ (٦) تنِ کي رسُولنِ جي اڳيا آڻي بيهارياءِ أنهنِ دُعا گهُري
تِنِ تي هٿ رکيا (٧) ۽ خُداء جو ڪلامُ پکِڙيو ۽ شاگِردنِ جو ڳاٽيئو يرُوشلِيم
۾ گهڻو وڌي وِيو ۽ ڪاهِننِ جو بہ وڏو ميڙُ وِيساه جو تابع ٿِيو ⁘

(٨) ۽ اِستيفن وِيساه ۽ قُوَت سآ ڀرِجي وڏيُون ڪرامتُون ۽ أهُڃاڻ
ماڻهُنِ ۾ پڌِرا ٿي ڪِيا (٩) پوءِ جيڪا لِيبرتِيننِ جي جماعت ٿي چوائي
تنهِ مآ ۽ قُريننِ ۽ سِڪندريُنِ مآ ۽ جي ڪِلڪيا ۽ اسيا جا هُئا تِنِ مآ ڪيترا

اُتي اِستيفن سان بحث ڪرڻ لڳا (١٠) تہ جنهِ سياڻپ ۽ جنهِ رُوح ڪري هُو ڳالهائيندو هو تنهِ جو سامهُون اُهي نہ ڪري سگهيا (١١) تڏهِ اُنهن ڪيترن سان ٻڌي ڪري تن کان چوايو تہ اسان هِن کي مُوسيٰ ۽ خُداءِ جي ڪفر جيُون ڳالهيُون بڪندو ٻُڌو آهي ÷

(١٢) ۽ ماڻهُن ۽ وڏيرن ۽ شرع ٻُڌائڻوارن کي چورياءِ ۽ مٿس چڙهي اچي جهلياؤسِ ۽ مجلِس ۾ وٺي وِئسِ (١٣) ۽ ڪُوڙن شاهدن کي بِهارياءِ تن چيو تہ هِيُ ماڻهُو هِن پاڪ هنڌ ۽ شريعت جي اُبتڙ ڪفرواريُون ڳالهيُون بڪڻ کان نہ ٿو رهي (١٤) ڇا کان تہ هُن کي هيُ چوَندو ٻُڌو اٿُون تہ اُهو يسُوع ناصري هِن جاءِ کي ڊاهيندو ۽ جي رِيتيُون اسان کي مُوسيٰ ڏِنيُون سي مٽائيندو (١٥) تڏهِ جيڪي مجلِس ۾ ويٺا هُئا تن سڀني اُن ڏي نِهاري سندُس مُهانڊو فرِشتي جهڙو مُهانڊو ڏٺو ÷

## باب ٧

تڏهِ وڏيري ڪاهن پُڇيو تہ ڇوءِ اِهي ڳالهيُون اِئينئي آهِن ڪيئن (٢) هُن چيو تہ اي ڀائرو ۽ اي ابو ٻُڌو تہ اسان جي پيءُ اِبرهام تي مسپتاميءَ ۾ هُونديئي خُداوندُ ذوالجلال پڌرو ٿيو تنهِ کان اڳي ڪِ هُو حاران ۾ وڃي رهيو هو (٣) ۽ اُن کي چياءِ تہ پهنجي ڏيهہ ۽ مِٽِي مائِٽي مان نڪرُ ۽ اِنهي ڏيهہ ۾ هليو اچُ جو

توکي ڏيکاريندُسِ (۴) تڏهِ ڪلديُنِ جي ڏيهه کاَ نِڪرِي حاران ۾ اچِي
ٽِڪيو ۽ اُتاَهِي پِئِسِ جي مرڻ کاَ پوءِ تنهِ کي اِنهِي ڏيهه ۾ پهُچاياءِ جِتِي هاڻي
توهِي ٿا رهو (۵) ۽ اُنهِي ۾ ڪا مِلڪ پير کوڙڻ جيتري بِه نه ڏِنائيسِ ۽ پُٽ
اڃاَ نه هوسِ ته بِه تنهِ ساَ اِهو وعِدو ڪياءِ ته هِي ڌرتِي توکي ۽ تو کاَ پوءِ تُنهجي
ٻڄ کي مِلڪ ڪري ڏِيندُسِ (۶) ۽ اُن کي اِئِين چيو ته تُهنجو ٻڄُ پرائي ڏيهه
۾ وڃِي ٽِڪندو اُهِي تنهِ کي چارِ سوَ ورهِنِ تاءِ ٻانهپ ۾ رکندا ۽ ساڻُنِ ٻچڙائِي
ڪندا (۷) ۽ خُداءِ چيو ته جنهِ قوم جي ٻانهپ ۾ اُهِي رهندا تنهِ کي آءٌ
سِيکتِ ڏِيندُسِ تنهِ کاَ پوءِ اُهِي ٻاهرِ اِيندا ۽ اِنهِيئِي هنڌِ مُهنجِي بندگِي
ڪندا (۸) ۽ ساڻُسِ توهر جو قوُلُ ڪياءِ سو اِئِينئِي اِسحاقُ ڄڻياءِ ۽ اٺِين ڏِينهِ
توهر ڪيائيسِ ۽ اِسحاق کاَ يعقوبُ ۽ يعقوب کاَ ٻارهِنِ گهرنِ جا پِيُ ڏاڏا
ڄاوا (۹) ۽ تِنِ پِيُ ڏاڏنِ ڪاڙ کاَ يوسِف کي مِصر ۾ وِڪيو پر خُداءِ اُن ساَ
هو (۱۰) ۽ اُن کي سندسِ سيِني ڏُکنِ کاَ ڪڍياءِ ۽ مِصر جي بادشاه فرعون
اڳياَ سُهائِيندو ڪري سِياڻپ ڏِناءِ تنهِ اُن کي مِصر ۽ پهنجِي سڀِي گهر جو
مُختيارُ ڪِيو (۱۱) پر مِصر جي سڀِي ڏيهه ۾ ۽ ڪنعان ۾ ڏُڪرُ اچِي پيو ۽
ڏاڍو ڏُکُ ٿِيو ۽ اساَجي پِيُ ڏاڏنِ کي کاڌُ نه ٿِي مِليو (۱۲) ۽ يعقوب ٻُڌو ته
مِصر ۾ اَنُّ آهِي ته پهرياءِ اساَجي پِيُ ڏاڏنِ کي مُڪاءِ (۱۳) ۽ ٻِئِي پيري
يوسِف پهنجنِ ڀائُرن کي پاڻُ سُڃاڻايو ۽ يوسِف جي ڪُٽمر جي فرعون کي

سُڏِ پيٺي (١٤) تہ يوسف اُنهن کي موڪلائي پهنجو پيءُ ۽ سڄو ڪُٽمُ جي پنج هتر ڄڻا هُئا سي پاڻ وٽ گهرايا (١٥) سو يعقوبُ مِصر ۾ لهي آيو ۽ تِتي اُهو ۽ اسان جا پيءُ ڏاڏا مري ويا (١٦) ۽ تنهِ کي شڪيم ۾ کڻي نيئي اُنهي مقام ۾ پوريائون جو ابرهام بني حمور شڪيم جي پيءُ کان رُپيا ڏيئي ورتو هو (١٧) پر ۽ جڏهِ اُنهي وعدي جي ويراوڏي آئي جنهِ جو خُداء ابرهام سان سنهُ کيو هو تڏهِ ماڻهو مِصر ۾ وڌندا ۽ گهڻا ٿيندا ويا (١٨) جيستاءِ ڪِ ٻئو بادشاهُ کڙو ٿيو جنهِ کي يوسف جي سُڌِ نہ هُئي (١٩) تنهِ اسان جي ذات سان دغا ڪري اسان جي پيءُ ڏاڏن تي ڏکئي ٽڪري ڪئي جيئن تہ اُنهن جي ٻارڙن کي ٻاهر ڪرايائون تہ جِئرا نہ رهن (٢٠) اُنهي وير مُوسيٰ ڄائو جو خُداء جي نظر ۾ سُهڻو هو سو ٽن مهينن تاءِ پهنجي پيءُ جي گهر ۾ نِپنو (٢١) تنهِ پڇي ٽڪُل کي فرعون جي ڌيءُ کڻي ورتو ۽ اُن کي پهنجو پُٽُ ڪري نِپايائين (٢٢) ۽ مُوسيٰ مصرين جي سيڪنهِ عِلم جي تعليم ورتي تہ ڳالهائڻ ۽ ڪمن ۾ ڀڄڻائي وارو هو ÷

(٢٣) ۽ جڏهِ اُهو پورن چاليهن ورهن جو ٿيو تڏهِ دِلِ ۾ آيس تہ پهنجي ڀائرن اسرائيلن جي وڃي سُڌِ لهان (٢٤) ۽ هڪڙي سان ڏاڍائي ٿيندي ڏِسي اُن جي واهر ڪيائين ۽ مِصري کي ماري جنهِ سان ظُلم ٿيو هو اُن جو وير ورتائين (٢٥) ڇو جو ڀانيائين ٿي تہ مُهنجا ڀائر اِئي سمُجهندا ڪِ خُداء تنهِ جي هٿان اسان کي ڇوٽڪارو ڏِيندو پر اُنهن ڪي نہ سمُجهيو (٢٦) وري ٻئي ڏينهِ اُنهن جي

وڙهنديئي تنِ کي پهنجي ڏيڪاري ڏيئي تنِ جي پرچائڻ جو سعيو ڪري
چياءِ ته اي مڙسؤ توهي ڀائر آهيو ڇو هِڪٻِئي ساً ظُلمُ ٿا ڪريو (۲۷) پر جنهِ
پهنجي ڀاڙيسرِ ساً ظُلمُ ٿي ڪيو تنهِ اُن کي پري ڌِڪي چيو ته توکي اساً تي
حاڪِمُ ۽ عدالتي ڪنهِ ڪيو آهي (۲۸) ته جِئً ڪالهِ هُن مِصرِيءَ کي ڪُٺءِ
تئً مُون کي بِ ڪُهڻ ٿو ڀانئي چا (۲۹) مُوسىٰ اِنهيءَ ڳالهِ ڪري ڀڄُو ۽ مِديان
جي ڏيهه ۾ پرڏيهي ٿي وڃي ٽِڪيو اُتي ٻه پُٽ ڄاوَسِ (۳۰) ۽ چاليه ورهِ
نِبريا ته خُداءِ جي فرِشتي سِينا جي جبل جي جهنگ ۾ ڪنڊي جي وِڄ باهِ جي
مچ منجهِ ڏيڪاري ڏِنئَسِ (۳۱) ته مُوسىٰ اِها ڏيڪاري ڏِسي عجِبُ ڪيو ۽
پڪ ڪرڻ لاءِ اجاً اوڏو آيو ته ڌڻي جو ڪلامُ آيَسِ (۳۲) ته آءٌ تُهنجي پِئً
ڏاڏنِ جو خُداءِ سو ابرهامر جو خُداءِ ۽ اِسحاق جو خُداءِ ۽ يعقُوب جو خُداءِ
آهيان تڏهِ مُوسىٰ ڌڪي ويو ۽ نِهارڻ جي هِمت نه ٿِئَسِ (۳۳) تڏهِ ڌڻي
چيُسِ ته پهنجي پيرنِ ماً جُتي لاهِ چا ڪاً ته جنهِ جاءِ تي تُون بيٺو آهي سا
پاڪ ڌرتي آهي (۳۴) ته مُهنجيَ قوُمر جا مِصر ۾ آهي تنهِ جو ڏُکُ مُون نظر
ڪري ڏِٺو ۽ تنِ جي ڪنجهڪار ٻُڌِيمِ ۽ کينِ ڇڏائڻ لٿو آهيان هاڻي تُون
اچُ آءٌ توکي مِصر ۾ موڪِليندسِ (۳۵) اُهوئي مُوسىٰ جنهِ جي هُننِ ناڪار
ڪري چيو هو ته توکي حاڪِمُ ۽ عدالتي ڪنهِ ڪيو تنهِ کي خُداءِ جنهِ
فرِشتي هُن کي ڪنڊي ۾ ڏيڪاري ڏِني هُئي تنهِ جي هٿاً حاڪِمُ ۽ ڇوٽڪاري

ڊِئڻ‌وارو ڪري موڪِليو (٣٦) اُنهيئَي مِصر جي ڏيه ۾ ۽ ڳاڙهي (يعني قلزم) سمُنڊ ۾ ۽ چاليهن ورهن تائ جهنگ ۾ ڪرامتُون ۽ اُهڃاڻ ڏيکاري تن کي ڪڍي نِئو (٣٧) هِيُ اُهو مُوسىٰ آهي جنهِ بني اسرائيلن کي چيو ته ڏٺي جو توهاَ جو خُداء آهي سو توهاَ لاء توهاَ جي ڀائرن مَاَ مُون جهڙو هِڪڙو نبي پِڊرو ڪندو توهي اُنهي جي ٻُڌجو (٣٨) هِيُ اُهو آهي جو جنهِ فِرِشتي سِينا جي جبل تي ساڻُس ڳالهايو تنهِ سَاَ ۽ اسَاَجي پِيُ ڏاڏنِ سَاَ جهنگ ۾ جماعت جي وِچ هو تنهِ اسَاَجي ڊِئڻ لاء حياتِي جا ڪلام ورتا (٣٩ ؞ ٤٠) اسَاَجي پِيُ ڏاڏنِ تنهِ جو تلهپرُو ٿِئڻ نه ڀانيو اُٽلو تنهِ کي ڇڊِي ڊِناءُ ۽ اُنهن مِصر ڏي موٽڻ جي دِلِ ڪري هارُون کي چيو ته اسَاَ لاء اِهڙا الاه جوڙِ جي اسَاَجي اڳيَاَ هلنِ چا ڳا ته جو هِيُ مُوسىٰ اسَاَ کي مِصر جي ڏيه مَاَ وٺي آيو تنهِ کي ڇاڻَاَ چا ٿيو (٤١) ۽ اُنهن ڏينهن ۾ تنِ هِڪڙو ڳابو جوڙيو ۽ اُنهي بُت کي قُرباني چاڙهيائ ۽ پهنجي هٿراڌُو ڪمن تي سرها ٿي ٿيا (٤٢) تڏهِ خُداء تنِ کاَ ڦِري تارنِ جي دل پُوڃڻ لاء ڇڊِي ڊِنِنِ جيُ نبيُن جي ڪِتاب ۾ لِکيو آهي ته اي اِسرائيل جا گهر توهاَ ڪِ مُون کي جهنگ ۾ چاليه ورِه ڪنا ۽ قُربانيُون چاڙهيُون آهنِ چا (٤٣) توهاَ ته مولڪ جي راٺِي ۽ پهنجي خُداء رمفان جو تارو يعني جي صُورتُون توهاَ سِجدي ڪرڻ لاء جوڙيُون سيئي پاڻ سَاَ کڻي هليا سو آءُ توهاَ کي بابل کاَ پري ڪڍِي نيندُسِ (٤٤) شاهِدِيءَ جي

رائڻي جڏهن مُوسيٰ سان ڳالهائڻهاري ڏسي هُئي جيڪي اُنهي نمُوني وانگيان ٺاهيس جو تو ڏٺو هو سا جهنگ ۾ اسانجي پيُ ڏاڏن وٽ هُئي (٤٥) تنهِ کي بِ اڳئن ڪا وٺي اسانجي پيُ ڏاڏن يوشُوع سميت ذاتن جي ملڪ ۾ اندر آندو جن کي خُداءِ اسانجي پيُ ڏاڏن سامُهون ڪڍيو اِئي دائُود جي ڏينهن سُودو ٿي رکيائُس (٤٦) تنهِ خُداءِ جي اڳيان ٻاجهه لڌي ۽ ٻانياءِ ٿي ته يعقُوب جي خُداءِ ڪاڻ رهڻ جي ڪا جاءِ لهان (٤٧) پر سُليمان اُن لاءِ گهرُ اڏيو ⁘

(٤٨) تڏهِ بِ خُداءِ تعاليٰ هٿراڏُو هَيڪلُن ۾ ن ٿو رهي جڏهن نبي ٿو چُوي (٤٩) ته ڌڻي فرمائي ٿو جي آسمانُ مُهنجو تختُ ۽ ڌرتي مُهنجي پيرن رکڻ جي صندلي آهي توهي مُون لاءِ ڪهڙو گهرُ جوڙيندؤ جا ڪهڙي مُهنجي آرام جي جاءِ آهي (٥٠) ته هي سڀ شيُون مُهنجي هٿ نه جوڙيُون آهن ڇا ⁘

(٥١) اي ڪند جا ڏاڍؤ ۽ دِل ۽ ڪنن ڪري اڻتوهرِئلؤ توهي سدا پاڪ رُوح جي سامُهون ٿا پئو سو جهڙا توهان جا وڏا توهي بِ اُهڙا (٥٢) نبيُن مان توهان جي وڏن ڪنهِ کي نه ڏُکويو ۽ هن سچي جي اچڻ جي سُڌ ڏيڻوارن کي ماريو اٿن جنهِ جا هاڻي توهي جهلڻوارا ۽ مارينڌڙ ٿيا آهيو (٥٣) جن توهان فرِشتن جي هٿان شريعت ورتي پر تنهِ کي نه مڃيو ⁘

(٥٤) تڏهِ اِهي ڳالهيُون ٻُڌنديئي تن جي دِل چيرجي پيئي ۽ تنهِ تي ڏند پيهڻ لڳا (٥٥) پر هُن پاڪ رُوح سان پرجي آسمان ڏي نهاريو ته خُداءِ جو

جُلُوءِ يسُوع کي خُداءَ جي سڄي هٿ ڀِيٺو ڏِٺائين (٥٦) ۽ چيائين تہ آءٌ آسمان کي اُپٺَلُ ۽ هُن ماڻھُوءَ جي پُٽ کي خُداءَ جي سڄي هٿ ڀِيٺو ٿو ڏِسان (٥٧) تڏهِ اُنهن ڏاڍِي رڙ ڪري پنهنجا ڪن پُوريا ۽ هِڪدِل ٿِي اُن تي اُلريا (٥٨) ۽ شهر کاں ٻاهر ڪڍِي تنهِ کي سنگسارُ ڪيائون ۽ شاهِدن پنهنجا ڪپڙا سؤُل نالي هِڪڙي جوان جي پيرن وٽ رکي ڇڏيا (٥٩) ۽ اُنهن اِستيفن کي سنگسارُ ٿِي ڪيو تہ اُنهي وڏي سڏ دُعا گھُرِي چيو تہ اي خُداوند يسُوع مُنهنجو رُوحُ رکي وٺُ (٦٠) وري تنهِ گوڏا کوڙِي وڏي واڪي سان دانهن ڪئِي تہ اي خُداوند هِيُ ڏوهُ اِنهن کان نہ ڇِڪِ تہ اِئين چئِي سُمهِي پيو [بابُ ٨] ۽ سؤُل کي تنهِ جو مارِجڻُ چڱو لڳو ÷

۽ اُنهي وِيلي يرُوشلِيم ۾ جماعت تي گھڻو ڏاڍُ ٿِيو ۽ رسُولن ڌارا مڙيئِي يهُودِيه ۽ سامِرِيہ ۾ ڇڙوڇڙ ٿِي ڪنڊڙِجي وِيا (٢) ۽ وِيساهوارن اِستيفن کي پُوري ڇڏِيو ۽ تنهِ لاءِ ڏاڍو پِٽڻُ ڪيائون (٣) پر سؤُل جماعت کي ڦِٽائِيندو هو تہ گھر گھر ۾ گھِڙِي مُڙسن ۽ زالُن کي گھِلِي بندِ ۾ وِجھائِي ڇڏِيندو هو (٤) پوءِ اُهي جي ڪِنڊڙِجي وِيا هُئا سي سيڪنهِ هنڌِ وڃي ڪلام جي چڱي سُڌِ ڏِيندا هُئا ÷

(٥) ۽ فِلِپُس سامِرِيہ جي هِڪڙي شهر ۾ وڃي اُنهن کي مسِيح جو هوڪو ڏِيندو هو (٦) ۽ جيڪي ڪرامتُون فِلِپُس تي ڪيُون تن کي ماڻھن ٻُڌِي ۽

ڏسي هِڪَمَتِ تي سندِنُس ڳالهيُنِ تي دِلِ لاتي (٧) ڇا ڪاً ته گهڻيترا جي ناپاڪ رُوحنِ ڪري جهلِئل هُئا تِنِ ماً وڏي واڪي ساً ڪِيڪ ڪري اُهي نِڪرِي وِيا ۽ گهڻا ارڌانگي ۽ منڊيا چڱاڀلا ٿيا (٨) ته اُنهي شهر ۾ ڏاڍِي سرهائي ٿِي (٩) اڳيئي اُنهي شهر ۾ شمعُونُ نالي هِڪڙو مُڙسُ جادُوگرِي ڪندو ۽ سامرِئِ جي ماڻهُنِ کي حَيرانِئِ ۾ وِجهندو هو سو اِئِي چوائيندو هو ته آءٌ ڪي وڏو آهيان (١٠) ۽ سڀيئي ننڍيا وڏا اُن کي مڃِي چوَندا هُئا جو هِيُ ته خُداء جي ڏاڍِي قُدرت آهي (١١) سي اِنهي ڪري ننهِ کي مڃِيندا هُئا ته گهڻ ڏِينهنِ کاً پهنجي جادُوگرِئِ ڪري تِنِ کي حَيرانِئِ ۾ وِڌو هُئاءُ (١٢) پر جڏهِ اُنهنِ فِلپُس تي خُداء جي بادشاهِئِ ۽ يسُوع مسِيح جي نالي جيُون ڳالهيُون ڪندي وِيساهُ آندو ته اُهي مڙس ۽ زالوُن بپتِسما وٺڻ لڳا (١٣) تڏهِ شمعُونُ پاڻُ بِ وِيساهُ آڻي بپتِسما وٺي فِلپس ساً گڏُ رهندو هو ۽ جي وڏا وڏا اُهڃاڻ ۽ ڪرامتُون پڌريُون ٿينديُون هُيُون سي ڏِسِي حَيرانُ ٿِيو (١٤) پوءِ جيڪي رسُول يرُوشلِيم ۾ هُئا تِنِ جڏهِ ٻُڌو ته سامِريُنِ خُداء جي ڪلام کي مڃيو آهي تڏهِ پطرس ۽ يوحن کي تِنِ ڏي موڪِلياءُ (١٥) اِنهنِ لهِي وڃِي تِنِ لاءِ دُعا گهُرِي ته پاڪُ رُوحُ مِلِينِ (١٦) ڇا ڪاً ته هيسِتاءُ اُهو تِنِ ماً ڪنهِ تي بِ نه لٿو هو اُنهنِ خُداوند يسُوع جي نالي تي رُڳِي بپتِسما ورتِي هُئِي (١٧) تڏهِ اُنهنِ تي هٿ رکياءُ ۽ تِنِ پاڪُ رُوحُ پاتو (١٨) جڏهِ شمعُون ڏِٺو ته رسُولنِ جي

هٿ رکڻ ڪري پاڪ رُوح ڏنو تو وڃي ته اُنهن وٽ رُپيا آڻي چيائين (۱۹) سا اِها ٻچندي مُون کي بِه ڏِئو ته جنهِن ڪنهِن تي آءٌ هٿ رکان اُهو پاڪُ رُوحُ لهي (۲۰) پر پطرس چيس ته تُهنجا رُپيا تو سُودا چٽ ٿِئن جو تو اِهَا دِل ۾ آندي ته خُداء جو اِنعامُ رُپيا ڏيڻ ڪري تو مِلي (۲۱) اِنهيءَ ڳالهِ ۾ نه تُهنجي پتي آهي نه ڀاڱو ڇا ڪاً جو تُهنجي دِلِ خُداء جي اڳيَا سنئي نه آهي (۲۲) پوءِ پهنجي اِنهي ٻچڙائيءَ کاً توبه ڪرِ ۽ خُداء کاً گهُرُ ته مَن تُهنجي اندر جي اِها رِٿ مُعاف ٿِئي (۲۳) ڇا ڪاً ته توکي پِت جي ڪڙائيءَ ۽ ٻچڙائيءَ جي ٻنڌڻ ۾ جهلِئلُ ٿو ڏِسان (۲۴) شمعُون ورندِئ ۾ چيو ته توهي مُون لاءِ خُداوند کاً دُعا گهُرو ته جي ڳالهيُون توهاً چيُون تِن ماً ڪائي مُون تي نه اچي (۲۵) پوءِ اُهي شاهدِي ڀري ۽ خُداوند جو ڪلامُ ٻُڌائي يرُوشلِيم ڏي موٽيا ۽ سامريُن جي گهڻيُن وسيُن ۾ ڄڱي سُدِ ٿِي ٻُدايائون ⁘

(۲۶) ۽ خُداء جي فِرِشتي فِلِپُس کي چيو ته اُٿ ۽ ڏکڻ جي پاسي اُنهي واٽ تي وڃُ جا يرُوشلِيم کاً غذا ڏي ٿِي وڃي سا سُڃي آهي (۲۷) هُو اُٿِي هليو ۽ ڏِسو هِڪڙو حبشي خوجو ڪندڪيءَ جبشن جي راڻيءَ جو وزِيرُ هو جو سندسِ سڄي خزاني تي رهندو هو ۽ يرُوشلِيم ۾ سجدو ڪرڻ آيو هو (۲۸) سو موٽيو ٿِي وِيو ۽ پهنجي گاڏِءَ تي يشعيا نبي وِيٺي پڙهيائين (۲۹) ته رُوح فِلِپُس کي چيو ڇي وِڃبو وڃُ ۽ اُن گاڏِءَ ساً گڏُ ٿِيُ (۳۰) تڏهِ فِلِپُس اُن پاسي

بوڙي اُن کي يشعيا نبيءَ جي ڪِتاب کي پڙهندو ٻُڌو ۽ چياءِ تہ جيڪي تُون پڙهين ٿو سو ڪِ سمُجهين ٿو نہ (٣١) هُن چيو جيستاءِ ڪو مُون کي وات نہ لائي ٻيسِتاءِ آءُ سمُجهي ڪيئن سگهان ۽ فِلِپُس جي مِنت ڪياءِ تہ مُون ساں گڏُ چڙهي وِيهُ (٣٢) جو ڪِتاب جو سنڌو پڙهياءِ تنهن ۾ سو هيءُ آهي تہ اُهو رِڍ وانگيان ڪُهڻ لاءِ آندو وِيو ۽ جيئن گهيٽو پهنجي ڪترڻواري جي اڳيان گُنگو آهي تيئن هُو پهنجو واتُ نہ ٿو اُپٽي (٣٣) اُن جي نِماڻائيءَ ۾ سندس عدالت کجي ويئي پر سندس پيڙهيءَ جي ڳالهہ ڪير چئي سگهندو جو ڌرتيءَ تان اُن جو جيءُ کجيو ٿو وڃي (٣٤) خوجي فِلِپُس کي وراڻي ڏِنئي چيو تہ آءُ تُنهنجي مِنت ٿو ڪريان جو نبي اِها ڳالهہ ڪنهن جي ٿو چوي پهنجي جاں ڪنهن ٻئي جي (٣٥) تڏهن فِلِپُس پهنجو واتُ اُپٽي اُنهي سنڌي کاں شُرُوع ڪري يسُوع جي چڱي سُڌِ اُن کي ٻُڌائي (٣٦) ۽ هلندي هلندي وات ۾ هڪڙي پاڻيءَ تي پهتا تڏهن خوجي چيو تہ اِجهو پاڻي هاڻي بپتِسما وٺڻ ۾ ڪِهڙي اٽڪ اٿم (٣٧) تڏهن فِلِپُس چيُس جيڪڏهن تُون پهنجيءَ پُوريءَ دِل ساں وِيساهُ ٿو ڪرين تہ اِها رَوا اٿيئي هُن چيو آءُ وِيساهُ ٿو ڪريان تہ يسُوع مسِيحُ خُداءِ جو پُٽُ آهي (٣٨) ۽ اُنهي گاڏِيءَ بيهارڻ جو حُڪُمُ ڪيو پوءِ فِلِپُسُ ۽ خوجو ٻئي پاڻيءَ ۾ گهڙيا ۽ هُن کي بپتِسما ڏِناءِ (٣٩) جڏهن اُهي پاڻيءَ ماں نِڪريا تہ خُداءِ جو رُوحُ فِلِپُس کي کڻي ويو ۽ خوجي تنهن کي وري ڪين ڏِٺو تہ سرهو ٿي پهنجي

وات ورتاءُ (٤٠) ۽ فِلِپُسُ آزوتس مان وچي نِڪتو ۽ قيصرِيَ ۾ اچڻ توڻي مِڙنِي شهرن ۾ لنگهي چڱي سُڌ ٻُڌاياءُ ؛

## باب ٩

پر سؤل اجان بِ خُداوند جي شاگردن جي دڙڪي ڏيڻ ۽ مارڻ ۾ دمُ هڻي وڏيري ڪاهِن وٽ وِيو (٢) ۽ دمشق جي جماعتن ڏي ڪناسِ اِنهي لاءِ چِٺيُون گهُرياءُ تہ جيڪڏهِ زال جا مُڙس ڪنهِ کي اِنهي مذهب ۾ لهي تہ تنهِ کي ٻڌِي يرُوشلنيم ۾ آڻي (٣) ۽ وينڍي وينڍي هيُ ٿِيو تہ جڏهِ دمشق جي وِجهو رسيو تہ اوچتو اُپ مان هِڪڙو سوجهرو هُن جي چوُڌاري چِمڪيو (٤) تڏهِ اُنهي ڌرتِيَ تي ڪِرِي هِڪڙو ڳالهو پاڻ سان ڳالهائيندو ٻُڌو تہ اي سؤل اي سؤل تُون مُون کي ڇو ٿو ڏُکوئي تہ ڪنڊن تي لت هڻڻُ تو لاءِ اوُکو آهي (٦) تنهِ ڏڪي ۽ وِسو ٿِي چيو تہ اي خُداوند تُون ڇا ٿو چاهِين جو آءُ ڪريان خُداوند چيُسِ تہ اُٿي شهر ۾ وڃُ ۽ جيڪي ڪرڻُ گهُرجيئِي سو اُتي توکي چِئبو (٧) ماڻهو جي ساڻُسِ واٽهڙو هُئا سي وِسا ٿِي بيهي رهيا جو آوازُ تہ ٻُڌاءُ ٿِي پر ڪنهِ کي نہ ٿي ڏِٺاءُ (٨) ۽ سؤلُ ڌرتِيَ تان اُٿيو پوءِ اکيُون اُپٽي ڪنهِ کي نہ ڏِٺاءُ تہ اُنهي کي هٿ کان وٺي دمشق ۾ آنداءُ (٩) ۽ اُهو ٽي ڏِينہ انڌو ٿِي رهيو ۽ نڪي کائِندو نڪي پِئندو هو ؛

(١٠) ۽ دمشق ۾ حننيا نالي هِڪڙو شاگرد هو تنهِ کي خُداوند رويا ۾ چيو ته اي حننيا تنهِ چيُس اي خُداوند اِجهو آءٌ آهيان (١١) تڏهِ خُداوند چيُسِ ته اُٿي اُنهي سَئِي نالي واٽ ڏي وڃُ ۽ يهُودا جي گهر ۾ سؤل نالي ترسِيَ جي ڳولا ڪِر جو ڏِسُ ته اُهو دُعا ٿو گهُري (١٢) ۽ اُنهي رويا ۾ حننيا نالي هِڪڙي جڻي کي اندرِ اِيندو ۽ پهنجي ورِي ڏِسڻ وائِسڻ لاءِ هٿ رکندو ڏِٺو (١٣) حننيا ورندي ڏِني ته اي خُداوند مُون گهڻنِ کا هِن ماڻهوُ جي بُڇي آهي ته اُنهي يرُوشلِيم ۾ تُهنجي پاڪنِ سا کهڙيُون بُڇڙايُون ڪيُون (١٤) ۽ هِتي بِه جيترا تُهنجو نالو ٿا وٺنِ تنِ جي ٻنڌڻ جي وڏيري ڪاهِن کا بُجندي ورتي اٿسِ (١٥) خُداوند چيُسِ تُون وڃُ ڇا کا ته اُهو مُون لاءِ پرڏيهيُنِ قوُمُنِ ۽ بادشاهنِ ۽ بني اِسرائيل جي اڳيا مُهنجي نَاو کڻڻ جو هِڪڙو چُوندِئلُ ٿانءُ آهي (١٦) ڇو ته تنهِ کي آءٌ ڏيکارِيندُسِ جو مُهنجي نَاو ڪاڻِ ڪيترا ڏُک سهڻ گهُرجنِسِ (١٧) تڏهِ حننيا اُنهي گهر ۾ وڃِي پيٺو ۽ پهنجو هٿ اُن تي رکي چياءٌ ته اي ادا سؤل خُداوند يعني يسُوع جنهِ توکي اُن واٽ ۾ جِتا تُون آئي ٿي اُتي ڏيکارِي ڏِني هُئِي تنهِ مُون کي موڪِليو آهي ته تُون ورِي ڏِسِي ۽ پاڪ رُوح سا ڀرجي (١٨) ۽ اُتيئِي کي ڇلُرنِ جهڙا تنهِ جي اکيُنِ تا ڪِري پيا ۽ اُهو اُنهيئِي مهل ڏِسڻ وائِسڻ لڳو ۽ اُٿي ٻپتِسما ورتاءٌ (١٩) ۽ کي کاڄ کائي بودِ آيو پوءِ سؤل ڪيترا ڏِينه دمشق ۾ شاگِردنِ سا گڏُ رهيو (٢٠) ۽ اُتيئِي

عبادتخانن ۾ مسيح جو هوڪو ڏِناءَ تہ اِهو خُداءِ جو پُٽُ آهي (٢١) ۽ جن
ٻُڌو سي مڙيئي حَيرانُ ٿي چَوڻ لڳا تہ هيءُ اُهو نہ آهي ڇا جو يرُوشلِيم ۾
اِنهي نانوَ وٺڻوارن کي ڦِٽائي هِتي بہ اِنهي لاءِ آيو هو تہ تِن کي ٻنڌي وڏيري
ڪاهِن وٽ نيان (٢٢) پر سؤلُ اجا بہ قُدرتوارو ٿِيو تہ هيءُ اُهو مسيحُ آهي اِنهي
دليلن سان پڪ ڪري يهُودِي جي دمشق ۾ رهندا هُئا تِن کي مُنجهاياءَ (٢٣) ۽
جڏهن گهڻو ڏينہ نبريا تہ يهُوديُن اُن جي مارڻ جي رِٿ ڪئي (٢٤) سا تِن
جي رِٿ سؤُل کي ڄاڻڻ ۾ آئي ۽ اُنهن راتِ ڏينہ شهر جي درن تي سندس
مارڻ لاءِ اِئي تڪ تي ڪئي (٢٥) تڏهن شاگردن راتِ جو هُن کي وٺي
هِڪڙي ڪاري ۾ ڀِت کان هيٺ گهرڪائي ڇڏيو (٢٦) ۽ سؤُل يرُوشلِيم
۾ پهُتو تہ شاگردن ۾ گڏجڻ جو سعيو ڪياءَ پر سڀيئي تنهن کان ڊِنا ڇا
کان جو وِيساهُ نہ ڪياءَ تہ هيءُ ڪو شاگردُ آهي (٢٧) پر برنابا اُن کي وٺي
رسُولن وٽ آندو ۽ جيءُ هِن واٽ تي خُداوند کي ڏِٺو ۽ تنهن اُن سان
ڳالهايو ۽ هِن دمشق ۾ البيلائي سان يسُوع جي نانءَ تعلِيم ڏني تيءُ اُنهن
کي ٻُڌاياءَ (٢٨) تہ اُهو يرُوشلِيم ۾ اُنهن سان اِيندو وِيندو هو ۽ خُداوند
يسُوع جي نانءَ البيلائي سان ڳالهيُون ڪندو هو (٢٩) ۽ يُونانوارن سان پڻ ڳالهہ
ٻولهہ ۽ بحث ڪندو هو پر اُهي هُن جي ماري وِجهڻ جي رِٿ ۾ هُئا (٣٠) تڏهن
ڀائُر اِئي سمجهي تنهن کي قيصرِيہ ۾ وٺي وِيا ۽ اُتاهي ترسُس ڏي موڪلياءُوسِ

(٣١) پوءِ سڄي يهُودِيه ۽ گليل ۽ سامِرِئَ جي چوڌارِي جماعتُنِ آرامُ پاتو تہ اُهي خُداوند جي ڀَو ۾ هلڻ ڪري ۽ پاڪ رُوح جي تسلائِي سان نهي وڌنديُون هُيون ÷

(٣٢) ۽ هيئَن ٿيو تہ پطرس سڀ هنڌِ گهُمندو اُنهنِ پاڪنِ وٽ بہ پهُتو جي لُدا ۾ رهندا هُئا (٣٣) ۽ اُتي اِينيا نالي هِڪڙو ماڻهُو لڌائين جو ارڙنهن جو مارِئَلُ اٺن ورهنِ کان کٽولي تي پيو هو (٣٤) پطرس اُن کي چيو تہ اي اِينيا يسُوع مسيحُ توکي چڱو ڀلو ٿو ڪري اُٿُ ۽ پنهنجو هنڌُ ناهِ تہ هُو اُٿيئي اُٿيو (٣٥) ۽ لُدا ۽ سارون جي سڀني رهندڙنِ تنهِ کي ڏِٺو ۽ خُداوند جي پاسي ڦِريا ÷

(٣٦) ۽ يافا ۾ هِڪڙي طبيتا نالي شاگِردِڻِ هُئي جنهِ جي معنيٰ هرڻي آهي اُها چڱنِ ڪمنِ ۽ خيراتُنِ ڪرڻ ۾ لڳي رهندي هُئي (٣٧) ۽ اِئين ٿيو جو اُنهنِ ڏِيهنِ ۾ اُها ناچڱي ٿي مرِي وئي تہ تنهِ کي وهنجاري ماڙهيءَ ۾ رکيائون (٣٨) تہ لُدا يافا کان ويجهو هو ۽ شاگِردنِ ٻُڌو جو پطرسُ اُتي آهي تنهِ ڪري اُنهي وٽِ ٻہ مُڙس موڪلي مِنٿ ڪيائون تہ اسان وٽِ اچڻ ۾ دير نہ ڪرِ (٣٩) تڏهِ پطرسُ اُٿي تنِ سان هليو جڏهِ اُتي پهُتو تہ تنهِ کي ماڙهيءَ تي وٺي ويا ۽ سڀ رنڙون رُئنديُون وٽس آيُون ۽ جيڪي چولا ۽ ڪپڙا هرڻيءَ ساڻُنِ جِئري جوڙيا هُئا سي ٻِيئي ڏيکارياءُنسِ (٤٠) پوءِ پطرس سڀني کي ٻاهرِ ڪڍِي گوڏا کوڙِي دُعا گهُري ورِي مُڙدي ڏي مُنهُ ڪري چيائين تہ اي طبيتا اُٿُ تڏهِ اُنهيءَ اکيُون اُپٽيُون ۽ پطرس کي ڏِسي اُٿي ويٺي (٤١) تنهِ هٿُ ڏيئي هُن کي

أُتاريو پوءِ پاڪن ۽ رنڙن کي سڏي اُها جِئري جاڳندي تن کي پرني ڏنائين (٤٢) اِها ڳالهِ ساري يافا ۾ پڌري ٿي ۽ گھڻن خُداوند تي ويساهُ آندو (٤٣) پوءِ اِئين ٿيو تہ اُهو گھڻا ڏينه يافا ۾ شمعُون نالي موچيءَ وٽ ٽِڪيو ؛

## باب ١٠

۽ هِڪڙو ڪرنيلِيُس نالي مُڙسُ اِتاليانيءَ نالي پلٽڻ جو صُوبيدارُ قيصريءَ ۾ هو (٢) سو پهنجي سڄي گهر سُوڌو دِيندارُ ۽ خُداءَ کاً ڀِ ڊِڄندڙ هو ۽ ماڻهن کي خَيراتُون بِ گهڻيُون ڏيندو ۽ هردم خُداءَ جي دُعا گهُرندو هو (٣) تنهِ ڇٽو ڏينه جي ٽيهري مهل رويا ۾ خُداءَ جي هِڪڙي فِرشتي کي پاڻ وٽ اِيندو ۽ پاڻ ساً اِئين ڳالهائيندو ڏٺو تہ اي ڪرنيلِيُسُ (٤) تنهِ ڏاهُس نظر ڪري ڊِڄي چيو تہ اي خُداوَند ڇاهي تنهِ کيس چيو تہ تُهنجيُون دُعائُون ۽ خَيراتُون خُداءَ وٽ يادگيريءَ لاءِ پهُتيُون (٥) هاڻي يافا ۾ مُڙس موڪلِ تہ شمعُونُ جو پطرسُ ٿو چَوائي تنهِ کي ڪوٺي اچنِ (٦) اُهو هِڪڙي شمعُون موچيءَ وٽ مِهمانُ آهي جنهِ جو گهرُ سمُنڊ جي ڪپ تي آهي اُهو جيڪي توکي ڪرڻ گهُرجي سو چَوندءِ (٧) جڏهِ فِرشتو جنهِ ساڻُس ڳالهيُون ٿي ڪيُون سو وِيو تڏهِ اُن پهنجي ٻيلن ماً ٻن جڻن کي ۽ جيڪي اُن جي خِدمت ۾ هُئا تن ماً هِڪڙي دِيندار سِپاهيءَ کي سڏيو (٨) ۽ سڀ ڳالهيُون ٻُڌائي تن کي

يافا ڏي موڪِلياءِ (۹) ٻِئي ڏِينهِ جڏهِ اُهي پنڌ ۾ هُئا ۽ ڳوٺ کي وِيجها پهُتا تڏهِ ٻِنِ پهرنِ مهل پطرس ڪُڌ تي دُعا ڪرڻ چڙهيو (۱۰) ته تنهِ کي بُک لڳي ۽ ڀانياءِ ته ڪجهه کائي پر اجا اُنهنِ رڌو ٿي ته هُو غش ۾ وِيو (۱۱) ۽ اُڀ کي اُپٽيل ۽ هِڪِڙو ٿانءَ وڏي چادر وانگيا چئنِ ڪُنڊنِ کان ٻڌل ڌرتِيءَ تي لٽڪيل ڏٺاءِ (۱۲) تنهِ ۾ ڌرتِيءَ جيُون مِڙيئِي چوُپايُون ۽ جهنگ جا مِرُوَ ۽ رِڙهندڙ جِيءَ ۽ اُڀ جا پکِي پِيا هُئا (۱۳) پوءِ تنهِ کي هِڪِڙو آوازُ آيو ته اي پطرس اُٿي ڪُهي کاءَ (۱۴) پطرس چيو ته اي خُداوند اِئِي ڪِڏِهِن نه ٿِيندو ڇا ڪاڻ ته مُون ڪڏهِ ڪائِي حرامُ ۽ ناپاڪُ شَيِءِ نه کاڌِي (۱۵) وري ٻِئي ڀيري تنهِ کي آوازُ آيو ته جيڪِي خُداءِ پاڪُ ڪِيو آهِي سو تُون حرامُ نه چوُ (۱۶) اِئِي ٽي ڀيرا ٿِئو پوءِ وري اُهو ٿانءَ اُڀ ۾ کڻجي وِيو ÷

(۱۷) ۽ جڏهِ پطرس اندر ۾ اجا اِها ڳالهه ٿي ڪئِي ته رويا جا مُون ڏِٺِي سا ڇا هُئِي ته ڏِسو اُهي مُڙس جي ڪرنيلِيُس موڪِليا هُئا سي شمعُون جو گهرُ پڇائي ڏيڍِيءَ تي آيا (۱۸) اُنهنِ سڏُ ڪري پڇيو ته شمعُونُ جو پطرسُ ٿو چوائي سو اِتِي مِهمانُ آهِي ڪِيُ (۱۹) اجا پطرس اُنهِي رويا جي خِيال ۾ هو ته رُوح تنهِ کي چيو ڇِي ڏِسُ ٽي مُڙس توکي ٿا ڳولِينِ (۲۰) سو تُون اُٿِي هيٺِ وڃُ ۽ بِنا شڪ تنِ ساڻ هليو وڃُ چوجو مُون ئِي تنِ کي موڪِليو آهِي (۲۱) تڏهِ پطرس لهي تنِ مُڙسنِ ڪرنيلِيُس جي موڪِلئِلنِ کي چيو ته جنهِ

کي توهي ڳوليو ٿا سو اِجهو آءٌ آهيان توهي ڇا ڪاڻ آيا آهيو (٢٢) اُنهن
چيو تہ ڪرنيلِيُس صُوبيدارُ جو سچو ۽ خُداء کا ڊِڄندڙ ۽ يهُودِئن جي سڄِي
قَوم ۾ ساکائتو مُڙسُ آهي تنهِ کي پاڪ فِرِشتي ٻُڌايو آهي تہ توکي پهنجي گهرِ
کوٺائي ۽ تو کا ڳالهيُون ٻُڌي (٢٣) تڏهِ تنهِ اُنهن کي اندرِ سڏي تِن جي
مِهماني ڪئي ۽ ٻِئي ڏِينهِ پطرس تِن سا اُٿي هليو ۽ يافائِن ما ٻِ ڪيترا ڀائُر
ساڻُس گڏجي هليا (٢٤) ۽ ٻِئي ڏِينهِ اُهي قَيصرِيہ ۾ وڃي پهُتا ۽ ڪرنيلِيُس
ٻِ پهنجي مائٽن ۽ سڄڻن کي گڏُ ڪري تِن جي واٽ پِئي ڏِٺي ::

(٢٥) ۽ هيءَ ٿِيو تہ جڏهِ پطرس ٿي گهڙيو تہ ڪرنيلِيُس وڃي گڏُنس ۽ سندس
پيرن تي ڪرِي سِجدو ڪيائِيس (٢٦) پر پطرس تنهِ کي اُٿاري چيو تہ اُٿي
بيهُ آءٌ پاڻ ٻِ تہ ماڻهُو آهيان (٢٧) ۽ تنهِ ساڻُ ڳالهيُون ڪندو اندرِ وِيو ۽ گهڻن
کي گڏُ ٿِئَلُ ڏِٺاءِ (٢٨) تڏهِ اُنهي چيُنِ تہ توهي ڄاڻو ٿا جو يهُودِي ماڻهُوءَ کي
ڪنهِ ٻِئي ذاتِواري سا سنگتِ ڪرڻُ جا وٽِسِ وڃڻُ رَوا نہ آهي پر خُداء
مُون کي ڏسيو آهي تہ آءٌ ڪنهِ ماڻهُوءَ کي اوچو ۽ ناپاڪُ نہ چوان (٢٩) اِنهي
لاءِ آءٌ توهان جو سڏُ ٻُڌي بِنا ٻُڇا هليو آيُس هاڻي آءٌ ٻُڇان ٿو تہ مُون کي
ڪِهڙِي ڳالهِ لاءِ سڏِيُوَ (٣٠) ڪرنيلِيُس چيو تہ چارِ ڏِينهہ ٿِيا جو مُون اِنهيئِي
مهل تاءِ روزو رکي ٿِئي پهرِ پهنجي گهر ۾ دُعا ٿي گهُري ۽ ڏِسو هِڪڙو مُڙسُ
چِمڪندڙ وڳي سا مُهنجي اڳيون بِيٺو هو (٣١) تنهِ چيو تہ اي ڪرنيلِيُس

ٿهنجي دُعا ٻُڌڻ ۾ آئي ۽ ٿهنجيُون خيراتُون خُداء وٽ ياد پيئيُون (٣٢) هاڻي ڪنهِ کي يافا ۾ مُنجُ ۽ شمعُونُ جو پطرس ٿو چوائي تنهِ کي هِتِ ڪوٺاء اُهو شمعُون موچِيءَ جي گهرِ سمُنڊ جي پرِ تي مِهمانُ آهي اُهو اچي تو سآ ڳالهِ ڪندو (٣٣) تہ ترت ئي مُون توڏي ماڻهُو مُڪا ۽ تو چڱو ڪِيو جو آئي هاڻي اسي سڀيئي خُداء جي اڳيا هڪيا آهيُون تآ تہ جيڪي خُداء توکي ڏسيو آهي سو ٻُڌُون :

(٣٤) تڏهِ پطرس پهنجو واتُ اُپٽي چيو تہ هاڻي مُون پڪ ڪري جاتو آهي تہ خُداء ڪنهِ جي مُهانڊي ڏي نہ ٿو ڏِسي (٣٥) پر سڀڪنهِ قوم ۾ جيڪو ڪانئُس ڊِڄي ٿو ۽ سچائيءَ جو ڪمُ ٿو ڪري سو کيس وڻندو آهي (٣٦) هي اُهو ڪلامُ جنهِ کي خُداء يسُوع مسِيحُ جو سڀني جو خُداوندُ آهي تنهِ ڪري پرچاوَ جي ڳالهِ ٻُڌائي بني اِسرائيلن وٽِ موڪِليو (٣٧) سو اوهِين جاڻو ٿا تہ جو ڪلامُ گلِيل کآ وٺي سڄِيءَ يهُوديه ۾ پڌُري ٿِيو اُنهي بپتِسما کآ پوءِ جنهِ جو هوڪو يوحن ڏِنو هو (٣٨) يعني يسُوع ناصِريءَ جو تہ جيءَ تنهِ کي خُداء پاڪ رُوح ۽ قُدرت جو مسُح ڪِيو ۽ هُو ڀاڄهہ ڪندو ۽ جي شَيطان جي وس ۾ هُئا تِنِ سڀني کي چڱائيندو ٿِي گهُميو ڇا ڪآ تہ خُداء تنهِ ساڻُ هو (٣٩) ۽ جيترا ڪم يهُوديه جي ڏيهہ ۽ يرُوشليم ۾ ڪياءِ تِنِ سڀني جا اسِي شاهِد آهيُون تنهِ کي ٻِہ وڻ تي ٽنگي ماري ڇڏياءِ (٤٠) اُنهي کي خُداء ٽِئي

ڏينهہ اُٿاري پڌرو ڪري ڏيکاريو (۴۱) سڀني قوم تي نہ پر تن شاهدن تي جي اڳيئي خُداء جا چونڊيل هُئا يعني اسان تي تہ جن سندس مُئن مان جي اُٿڻ کان پوء ساڻس کاڌو پيتو (۴۲) ۽ تنهہ اسان کي حُڪم ڏنو تہ ماڻهن ۾ هوڪو ڏيو ۽ شاهدي ڏيو تہ هيءُ اُهوئي آهي جو خُداء وٽان جيئرن ۽ مُئن جي عدالت ڪرڻوارو مُقرر آهي (۴۳) تنهہ جي مڙيئي نبي شاهدي ٿا ڏين تہ جيڪو تنهہ تي ويساهہ ٿو آڻي سو سندس نالي ڪري ڏوهن جي مُعافي لهندو ❊

(۴۴) پطرس اڃا اهي ڳالهيون ٿي ڪيون تہ پاڪ رُوح جن اهي ڪلام ٿي ٻڌا تن مڙني تي لٿو (۴۵) ۽ توهروارا ويساهي جيترا پطرس ساڻ آيا هُئا سي حيران ٿيا تہ پرڏيهن تي بہ پاڪ رُوح جي بخشيش جي اوت ٿي آهي (۴۶) ڇا ڪون تہ اُنهن کي پرايون ٻوليون ڳالهائيندو ۽ خُداء جي وڏائي ڪندو ٻڌائون تڏهہ پطرس وراڻي ڏني (۴۷) ڇي ڪوئي پاڻي کان جهلي ٿو سگهي ڇا تہ جن اسان وانگيان پاڪ رُوح لڌو سي ٻپتسما نہ وٺن (۴۸) ۽ تنهہ حُڪم ڏنو تہ اُهي خُداوند جي ناو ڪري ٻپتسما وٺن پوء اُنهن منت ڪيس تہ ڪي ڏينهہ هتي ٽِڪ ❊

## باب ۱۱

رسُول ۽ ڀائر جي يهُودا ۾ هُئا تن ٻڌو تہ ٻين ذاتين بہ خُداء جو ڪلام مڃيو (۲) ۽ جڏهہ پطرس يرُوشليم ڏي چڙهيو تہ توهروارا تنهہ سان بحث ڪرڻ

لڳا (٣) تہ تو اڻتوهرِئلنِ ماڻهنِ وٽ گهڙِي وِٽي ۽ تنِ سا گڏِجي کاڌو (٤) تڏهِ پطرس مٿا وٽي سُدارسا تنِ کي سمجهائي چيو (٥) جو مون يافا جي شهر ۾ دُعا ٿي گهرِي تہ غش ٿي هِڪڙِي رويا ڏِٺم تہ هڪڙو ٿانءُ وڏِي چادر وانگيا چئِني ڪُندنِ کا لڙڪِئل اُڀ ما لٿو سو مون ڏي ئي آيو (٦) ۽ تنهِ ڏي نظر ڪري صحيح ڪيم ۽ درتي جيون چوپايون ۽ جهنگ جا مِرون ۽ رِڙهندڙ جڻ ۽ اُڀ جا پکي ڏِٺم (٧) ۽ هِڪڙو آواز ٻڌم جنهِ مون کي چيو تہ اي پطرس اُٿي ڪُهي کاءُ (٨) پر مون چيو اي خُداوند اِئي مورا نہ ٿيندو ڇا کا تہ ڪڏهِ ڪا حرام جا ناپاڪ شي مُهنجي وات ۾ نہ وِئي (٩) تڏهِ ورندِ ۾ ٻِئي ڀيري اُڀ کا آواز آيو تہ جنهِ کي خُداءِ پاڪ ڪيو تنهِ کي تون حرامُ نہ چوُ (١٠) اِئي ٽي ڀيرا ٿِيو پوءِ سڀُ ڪي اُڀ ڏي ورِي ڇِڪِجي وِيو (١١) ۽ ڏِسو اُنهيئِي مهل ٽي ماڻهو جي قيصرِئ ما مون ڏي موڪِليا هُئا سي جنهِ گهر ۾ آءٌ هوسِ تنهِ وٽ بِيٺا هُئا (١٢) ۽ رُوح مون کي چيو تہ تون بِلاشڪ هنن سا گڏِجي وڃُ تڏهِ هي ڇہ ڀائُر بِہ مون سا هليا ۽ اسي اُنهي ماڻهوءَ جي گهرِ گهڙِي وياسي (١٣) تڏهِ اُنهي اسا کي هِي سُڌ ڏِني تہ جِئَ پاڻ هِڪڙِي فرِشتي کي پهنجي گهر ۾ بِيٺو ڏِٺاءِ جنهِ کيسِ چيو تہ يافا ۾ ماڻهو موڪِل ۽ شمعُونُ جو پطرسُ ٿو چوائي تنهِ کي ڪوٺاءِ (١٤) سو توکي اُهي ڳالهيُون چوَندو جِنِ ڪري تون ۽ تُهنجو سڄوئي گهرُ ڇوٽِڪارو پائيندو (١٥) اجا آءٌ

تِنِ سان ڳالهِ ڪرڻ لڳُس، تہ پاڪ رُوحُ تِنِ تي لٿو جيئن مُنڍ ۾ اسان تي لٿو هو (١٦) تڏهِ مُون کي خُداوند جي ڳالهِ يادِ آئي جو تنهِ چيو هو ڪِ يوحن تہ پاڻيءَ سان بپتِسما ڏِني پر توهي پاڪ رُوح سان بپتِسما لهندوُ (١٧) پوءِ خُداءِ تِنِ کي اِهوئي اِنعامُ ڏِنو جو اسان جِنِ يسُوع مسيح تي وِيساهُ آندو تِنِ کي ڏِناءِ تہ آءٌ ڪيرُ هوسِ جو خُداءِ کي جهل وِجهي سگهان (١٨) اُهي اِئي ٻُڌِي ماٺِ ڪري رهيا ۽ خُداءِ جي تعرِيف ڪري چياءِ تہ پوءِ خُداءِ ٻِئَن ذاتِئَنِ کي بہِ جِئڻ ڪاڻِ توبه ڏِني ÷

(١٩) پوءِ جيڪا اُوکي اِستيفن تي ٿي هُئي تنهِ ڪري جيڪي ڪنڌِ ڙجي وِيا هُئا سي گهُمندي گهُمندي فينيڪيءَ ۽ قُپرس ۽ انتِئُڪيءَ توڻي پهُتا پر يهُوديُنِ ڌارَا ڪنهِ کي بہِ ڪلامُ نہ ٻُڌائيندا هُئا (٢٠) تِنِ مان ڪيترا قُپرسي ۽ قَرِيني هُئا جِنِ انتِئُڪيءَ ۾ اچِي يُونانِنِ سان ڳالهيُون ڪري خُداوند يسُوع جي چڱِي سُڌِ ٻُڌائي (٢١) ۽ تِنِ تي خُداوند جو هٿُ هو ۽ گهڻائي ماڻهُو وِيساهُ آڻي خُداوند جي پاسي ڦِريا (٢٢) ۽ هِنِ ڳالهيُنِ جي سُڌِ يرُوشلِيموارِيءَ جماعت جي ڪنِ پيئي تڏهِ اُنهِن برنابا کي موڪِليو تہ انتِئُڪيءَ تاءِ وڃي (٢٣) اُهو پهُچِي ۽ خُداءِ جي ٻاجهه ڏِسي سرهو ٿيو ۽ تِنِ سڀنِي کي سمُجهاياءِ تہ دِلِ جي ڏايائي ڪري خُداوند سان لڳا رهو (٢٤) ڇا ڪان تہ اُهو چڱو مُڙسُ پاڪ رُوح ۽ وِيساهہ سان پرِئلُ هو ۽ گهڻيِترا ماڻهُو خُداوند جي پاسي وڌيا (٢٥) تڏهِ

برنابا سؤل جي ڳولا ۾ ترسُس ڏي هليو ويو (٢٦) ۽ تنهِ کي لهي انتڪيہ ۾ آنداءِ ۽ اِئي ٿيو جو اُهي پُوري ورهِ تاءِ جماعت سآ گڏ رهندا ۽ گهڻنِ ماڻهُنِ کي سيکارِيندا هُئا ۽ پهرياءِ انتِڪيہ ۾ ئي شاگِردنِ ڪرِستان ڄوايو (٢٧) اُنهنِ ڏِينهنِ ۾ ڪي نبي يرُوشلِيم کآ انتِڪيہ منجهِ آيا (٢٨) تنِ مآ هِڪڙي اَگَبُس نالي اُٿي رُوح جي ڏسڻ ڪري پڌرو ڪيو تہ سڄيہ پڙيہ ۾ ڏايو ڏُڪر پوڻو آهي سو ڪلوُدِئس قيصر جي ڏِينهنِ ۾ پيو (٢٩) تڏهِ شاگِردنِ مآ سڀڪنهِ پهنجيہ پڄتاتيہ سارُو هِيہ رِٿ ڪئي تہ باٺُر جي يهُودِيه ۾ آهِنِ تنِ جي واهرِ لاءِ ڪي موڪلِيُون (٣٠) سو اُنهنِ اِئي ڪري برنابا ۽ سؤل جي هٿآ تِنِ جي وڏيرنِ ڏي موڪليو ⁘

## باب ١٢

۽ تنهِ وِيلي هيرود بادشاه جماعت مآ ڪيترنِ جي ڏُکوئڻ لاءِ هٿ ڪيو (٢) ۽ يوحن جي ڀاءُ يعقُوب کي ترارِ سآ ماري وِڌاءِ (٣) ۽ جڏهِ ڏِٺاءِ تہ يهُودِيُنِ کي اِها ڳالهِ وڻي تہ هِيہ ٻي وِڌيڪي ڪياءِ جو پطرس کي جهلياءِ ۽ سي اڻخمِيرِيہ مانِيہ جا ڏِينه هُئا (٤) پوءِ تنهِ کي جهلي بند ۾ وِڌاءِ ۽ چئِنِ چئِنِ چوُنڪِنِ کي سندسِ سوگهي رکڻ لاءِ پرني ڏِناءِ ۽ اِئي ٿي ڀانياءِ تہ فصح کآ پوءِ تنهِ کي ماڻهُنِ اڳيآ ٻاهرِ آڻِيندُسِ (٥) اِئي پطرس بنديخاني ۾ جهليو پيو هو پر جماعت سندسِ لاءِ هِڪسرِ خُداءِ کآ دُعا گهُرندِي ٿي رهي ⁘

(٦) ۽ جڏهن هيرود هُن جي ٻاهر ڪڍڻ ۾ هو اُنهي رات پطرس ٻن نفرن
سان ٻڌل ٻن سپاهين جي وچ ۾ سُتو پيو هو ۽ چوڪيدارن پڻ در تي چوڪي
ڏني (٧) تہ ڏسو خُداوند جو فرشتو اُتي اچي بيٺو ۽ اُنهي گهر ۾ سوجهرو
چمڪيو تنهن پطرس جي پاسري ۾ هٿي جاڳائي چيس چي سگهو اُٿ تہ
هٿوڙيون سندس هٿن مان ڪري پيئون (٨) وري فرشتي چيس تہ ڪمر ٻڌ ۽
پهنجا ڪرڪڻ پاءِ تنهن اُئيئي ڪيو پوءِ چيائيس تہ پهنجي چادر ڪريءِ مُهنجي
پُٺيان هلي آءُ (٩) اُهو نڪري تنهن جي پُٺيون هليو پر نہ ٿي ڄاتائين تہ هيءُ جو
فرشتي کان ٿيو سو سچ آهي اُنلو ڀانيائين تہ سُنهڻو ٿو ڏسان (١٠) تڏهن اُهي پهرين
۽ ٻي چوڪيءَ کان لنگهي لوهہ جو دَرُ جو شهر ڏي ٿو وڃي اُنهي تائين پُهتا تہ اُهو
پاڻهي تن لاءِ اُپنجي پيو ۽ اُهي نڪري هڪڙي گهٽيءَ کي لنگهي ويا تہ اُنهيئي
مهل فرشتو وٽانس هليو ويو (١١) تڏهن پطرس سُڌ ۾ اچي چيو تہ هاڻي سچ مچ
ڄاتم تہ خُداوند پهنجو فرشتو موڪليو هو ۽ مون کي هيرود جي هٿان ۽ يهودين
جي سڀني قَوم جي تڪ کان ڪڍي ورتائين (١٢) وري خيال ڪري يوحنّ
جو مرقُس ٿو سڏائي تنهن جي ماءُ مريم جي گهر آيو جتي گهڻيئرن گڏ ٿي
دُعا ٿي گهري (١٣) جڏهن پطرس ڏيڍيءَ جو دَرُ ٿي کڙڪايو تہ روداءِ نالي نينگر
پُڇڻ لاءِ آئي (١٤) ۽ پطرس جو آلهو سُڃاڻي سرهائيءَ ڪري ڏيڍيءَ جو دَرُ نہ
اُپٽيائين پر ڀوڙي وڃي اندر سُڌ ڏنائين تہ پطرس ڏيڍيءَ تي بيٺو آهي (١٥) تڏهن

أنهنِ چيُسِ تہ تُون چريِ ٿِي آهيِ پر هُوُ پڪ ڪري چوَنديِ رهيِ تہ نہ اِئيئِي آهيِ تڏهن چيو تہ سندُسِ فِرشتو هُوندو (۱٦) پر پطرس ڪڙڪائيندو رهيو تڏهِ أنهنِ درُ پٽِي تنهِ کي ڏِٺو ۽ حَيرانُ ٿِيا (۱۷) ۽ تنهِ أنهنِ کي هٿ سأَ ماٺِ ڪرڻ جو اِشارو ڏِيئِي جيِئَ خُداوند کيسِ بنديخاني مأَ آندو سا ڳالهِ ٻُڌائِي ۽ چياءُ تہ يعقُوب ۽ ڀائُنِ ڀائُرنِ کي اِنهنِ ڳالهُنِ جي سُدِ ڏيو ۽ أهو ٻاهر ٻاهرِ نِڪرِي ٻِئِي هنڌِ وِيو هليو (۱۸) جڏهِ صُبحُ ٿيو تہ سِپاهيُنِ ۾ ڏاڍِي ڦڙڦوت پيئِي تہ پطرس ڪيڏهِ ويو (۱۹) جڏهِ هيرود تنهِ جي ڳولا ڪري بِہ تنهِ کي نہ لڌو تڏهِ چوُنڪِيدارنِ کأَ پُڇا ڪري سندنِ مارڻ لاءِ وٺي وڃڻ جو حُڪمُ ڏِناءُ ۽ پاڻ يهُودِيه کأَ لهي وِڃي قَيصرِيَہ ۾ رهِيو ÷

(۲۰) ۽ هيرود صُور ۽ صَيدون جي ماڻهُنِ تي ڏاڍو ڪاوڙيَلُ هو تڏهِ أهي هِڪدِلِ ٿِي تنهِ وٽِ آيا ۽ بلاستُسُ جو خوابگاه تي هو تنهِ کي سمجهائِي ميلاپُ تي چاهياءُ ڇا کأَ تہ أنهنِ جي ڏيه جي پرورش بادشاه جي مُلڪ مأَ ٿِينديِ هُئِي (۲۱) پوءِ هيرودُ هِڪڙو ڏِينهُ رکِي بادشاهي وڳو پهري ڪي تخت تي وِهِي ويٺو ۽ تنِ کي ڇڳي ڳالهِ ٻُڌائڻ لڳو (۲۲) تڏهِ ماڻهُو واڪا ڪرڻ لڳا تہ هيِ خُداء جو ڳالهوُ آهيِ ماڻهُوَ جو تہ نہ آهيِ (۲۳) ۽ أُنِئِي خُداء جي فِرشتي تنهِ کي هَڻيو ڇا کأَ تہ أنهي خُداء کي وڏائي نہ ڏِني ۽ ڪِئُنِ کأَ کاڄي ساهُ ڏِناءُ ÷

(۲۴) پر خُداء جو ڪلامُ وڌيو ۽ جهجهو ٿيو (۲۵) پوء برنابا ۽ سؤُل پهنجي خِدمت پُوري ڪري ۽ يوحنُ جو مرقُسُ تو چَوائي تنهِ کي پاڻ سًا وٺي يرُوشلِيم کًا موٽيا ÷

## بابُ ۱۳

۽ اِنتِئڪِيءِ وارِي جماعت ۾ ڪيترِا نبي ۽ تعلِيم ڏِيندڙ هُئا برنابا ۽ شمعُونُ جو نِيگرُ تو چَوائي ۽ لُوڪِئُسُ ڪُرِيني شهر جو ۽ منائِينُ جو چوٿِي پتِي جي حاڪِم هيرود سًا گڏُ نِپنو هو ۽ سؤُل (۲) جڏهِ اِهي خُداوند جي خِدمت ڪندا ۽ روزا رکندا هُئا تڏهِ پاڪ رُوح چيو ته مُون ڪاڻِ برنابا ۽ سؤُل کي اُنهي ڪم لاءِ ڌار ڪريو جنهِ ڪارڻِ مُون تِنِ کي سڏيو آهي (۳) تڏهِ اُنهنِ روزا ڪري دُعا گهُرِي تِنِ تي هٿ رکي موڪل ڏِنئُنِ ÷

(۴) پوء اُهي پاڪ رُوح جا موڪِلِئَل سِلَيڪِيءِ ۾ لهي آيا ۽ اُتانهي جهاز ۾ چڙهي ڪُپرس ڏي وِيا (۵) ۽ تِنِ سلمِس ۾ پهُچي يهُودِنِ جي عِبادتخاني ۾ خُداء جو ڪلامُ ٻُڌايو ۽ يوحنُ تِنِ جي خِدمت ۾ هو (٦) ۽ اُنهنِ تنهِ سڄي ٻيٽ ۾ پافس تاءِ گهُمي هِڪِڙي جادُوگر ڪُوڙي نبِيءِ يهُودِيءِ کي لڌو جنهِ جو نالو برِيَسُوسُ هو (۷) اُهو سرگِئس پؤُلس حاڪم سياڻي ماڻهُوءَ سًا گڏُ هو تنهِ برنابا ۽ سؤُل کي سڏي خُداء جو ڪلامُ ٻُڌڻ پانيو (۸) پر اِليماس جادُوگر (ته اِهائي سندسِ نالو جي معنيٰ آهي) تِنِ جي اُبتائي ڪري پانيو

ٿي ته حاڪم ڪي ويساهه کان ڦيريان (٩) تڏهن سئول جنهن کي پولس به چوندا هُئا
تنهن پاڪ رُوح سان ڀرجي ڏانهس نهاري چيو (١٠) ته اي سڀني ٺڳن ۽ لچاين
سان ڀريل شيطان جا پٽ ۽ سڀڪنهن سچائي جا ويري تون خُداء جي سڌين
واٽن کي ڦيرائڻ کان نه رهندين ڇا (١١) هاڻي ڏس خُداوند جو هٿ تو تي پيو
آهي ۽ تون انڌو ٿي پوندين ۽ ڪي ڏينهن سج نه ڏسندين اُنهي تنهن تي ڌنڌ ۽
اُونداهي چڙهي ويئي ۽ ڳوليندو گهميو ته ڪو هٿ وٺي هلائي (١٢) تڏهن
حاڪم اِها ڳالهه ڏسي خُداوند جي تعليم ڪري وسمو وائڙو ٿي ويساهه آندو ؞

(١٣) پوءِ پولس ۽ سندس سنگت پافس کان جهاز چوڙي پمفوليه جي پرگا ۾
آيا ۽ يوحنا تن کي ڇڏي يروشليم ڏي موٽيو (١٤) ۽ اُهي پرگا کان هلي پسيديه
جي انطاڪيه ۾ پهتا ۽ سبت جي ڏينهن عبادتخاني جي جاءِ ۾ اچي ويٺا
(١٥) توريت ۽ نبين جي ڪتابن پڙهڻ کان پوءِ عبادتخاني جي وڏيرن ڏانهن
چوائي موڪليو ته اي ڀائرو جيڪڏهن ڪا نصيحت جي ڳالهه ماڻهن لاءِ چوڻي
هُجيوَ ته چئو (١٦) تڏهن پولس اُٿي هٿ سان اِشارو ڏيئي چيو ته اي اِسرائيليو ۽
اي خُداء کان ڊڄڻوارو ٻڌو (١٧) هن اِسرائيل قوم جي خُداء اسان جي پيُن
ڏاڏن کي چونڊيو ۽ جڏهن مصر جي ڏيهه ۾ پرڏيهي هُئي تڏهن هن قوم کي
متاهون ڪري ڏاڍي ٻانهه سان تنهن مان ڪڍي آيو (١٨) ۽ چاليهن ورهن تائين اُنهي
جهنگ ۾ تن جي پرورش ڪياءِ (١٩) ۽ ڪنعان جي ڏيهه ۾ ستن قومن کي

ڦِٽائي سندنِ ڌيه تي ورهايا. (٢٠) ۽ تنهِ کان پوءِ سا ڀا چارسوُ ڪن وره سمُوئيل نبيءَ تائين تِنِ کي قاضِي ڏِناءِ (٢١) اُن وير ڪا وٺي اُنهنِ هِڪِڙو بادشاهُ گهُريو تڏهِ خُداءِ بنيامِين جي ڪُٽرم ماَ قِيس جي پُٽ سوُل کي چالِيهنِ ورهنِ تائين اُنهنِ تي بادشاهُ ڪيو (٢٢) ورِي تنهِ کي ڪڍِي اُنهنِ تي دائُودُ بادشاهُ ڪرِو ڪياءِ ۽ تنهِ لاءِ هي شاهِدي ڀري چياءِ ته مُون هِڪِڙو ماڻهُو پهنجي دِلِ گهُرندو يساءِ جو پُٽ دائُودُ لڌو اُهوئي مُهنجيُون سڀ مرضيُون پُوريُون ڪندو (٢٣) اِنهي جي ٻِڄ ماَ خُداءِ پهنجي ڪلامر سارُو اِسرائيل ڪاڻِ ڇوٽڪي ڏِئڻ‌واري يسُوع کي پڌِرو ڪيو (٢٤) ته تنهِ جي اچڻ کاَ اڳي يوحن اِسرائيل جي سڄِي قوُم ۾ توبه جي بپتِسما جو هوڪو ڏِنو هو (٢٥) ۽ جِهر يوحنُ پهنجو ڀيرو پُورو ٿي ڪيو ته چياءِ جو توهي مُون کي ڪيرُ ٿا ڄاڻو آءٌ اُهو نه آهيان پر ڏِسو اُهو مُهنجي پُٺياَ ٿو اچي جنهِ جي جُتيءَ ڇوڙڻ جوڳو بِه آءٌ نه آهيان (٢٦) اي ڀائُرو اِبرهام جي ڪُٽرم جا ڄاولوُ ۽ اوهاَ ۾ جيڪِرا خُداءِ کاَ ٻِڄنِ ٿا تِنِ توهاَئي لاءِ هِن ڇوٽڪاري جو ڪلامُ موڪِليو آهي (٢٧) ڇا کاَ ته يرُوشلِيم جي رهندڙنِ ۽ تِنِ جي وڏيرنِ تنهِ کي ۽ نبيِنِ جيُون ڳالهيُون جي سڀڪنهِ سبت جي ڏِينهِ ٿيُون پڙهجِنِ تِنِ کي بِه نه ڄاڻي اُن تي فتوا ڪري تِنِ کي پُورو ڪياءِ (٢٨) توڻي اُن جي مارڻ جي ڪائي اڙتي نه لڌائين تڏهِ بِه پيلاطُس کاَ تنهِ جو مارِجڻُ ٿي گهُرياءِ (٢٩) ۽ جڏهِ سڀيئي

جي اُن جي بابِ لِکيُون هُيُون سي پُوريُون ڪري رهيا تڏهِ تنهِ کي وڻ کاَ
هيٺ لاهي قبر ۾ رکياءٌ (۳۰) پر خُداء تنهِ کي مُئَنِ مَاَ اُٿاريو (۳۱) ۽ تنهِ گهڻا
ڏينه تنِ کي ڏيکاري ڏني جي ساڻُس گليل مَاَ يرُوشلِيم ڏي چڙهي آيا هُئا
سي هاڻي قوُم اڳيَا سندسِ شاهِد آهِنِ (۳۲) ۽ اسِين توهاَ کي اُنهي ڪلام جي
چڱي سُڌِ ٿا ڏيُون جو اساَجي پيُءُ ڏاڏنِ سَاَ ٿيو هو (۳۳) تنهِ ڪلام کي خُداء
تنِ جي اوُلاد اساَ لاءِ يسُوع کي جِياري پُورو ڪيو جيئَن ٻئي زبُور ۾ بہِ لِکيو آهي
تہ تُون مُهنجو پُٽُ آهي ۽ اڄُ مُون توکي ڄڻيو آهي (۳۴) ۽ اِنهاَ پوءِ اُهو سڙي
نہ وڃي اِنهي لاءِ جو مُئَنِ مَاَ اُٿاريائِيس تنهِ ڳالهِ بابتِ اِئِين چياءٌ تہ آءٌ توهاَ
کي دائُود جيُون پاڇهُون پڪيُون ڏيندُسِ (۳۵) اِنهي لاءِ اُهو ٻئي لِکتِ منجهہِ
بہِ چوي ٿو تہ تُون پهنجي پاڪ کي ڪِنو ٿِئڻُ نہ ڏينديِ (۳۶) دائُودُ تہ پهنجي
ڏينهنِ ۾ خُداء جي مرضي پُوري ڪري سُمهي پيو ۽ پهنجي پيُءُ ڏاڏنِ ساَ
گڏجي ڪِنو ٿِيو (۳۷) پر هيُءُ جنهِ کي خُداء اُٿاريو سو ڪِنو نہ ٿِيو (۳۸) پوءِ
اي ڀائُرو اوهي اِئِين ڄاڻو تہ اِنهي ڪارڻِ توهاَ کي گُناهنِ جي لهڻ جي چڱي
سُڌِ ٿي ڏجي (۳۹) هاءٌ جنِ ڳالهيُنِ ۾ اوهي مُوسىٰ جي شريعت ڪري ٻي
ڏوهہ نہ ٿِي ٿِي سگهيا تنِ سڀني کاَ جيڪوڪو ويساهُ ٿو آڻي سو اِنهيءَ ڪري
ٻي ڏوهُ ٿِئي ٿو (۴۰) پوءِ اوهي نِگاهہ ڪريو جو اِئِين نہ ٿِئي تہ جيڪي نبِئنِ
جي ڪتابنِ ۾ چَيَلُ آهي سو توهاَ تي اچي (۴۱) تہ اي ڳلاخورو ڏسي عجبُ

ڪريو ۽ چٽ ٿي وڃو ڇا ڪاڻ ته آءٌ توهان جي ڏينهن ۾ هڪڙو ڪمُ ٿو ڪريان سو هڙو ڪمُ ته جيڪو توهان کي ٻڌائيندو تنهن تي توهين ڪڏهين به نه وسهندؤ ÷

(۴۲) جڏهن يهُودِين جي عِبادتخاني کان ٻاهر نڪتا تڏهن ٻين ذاتيُن منٿ ڪئي ته اِهي ڳالهيُون ورندي سبت تي اسان کي چئجن (۴۳) جڏهن جماعت اُٿي ويئي ته گهڻا يهُودِي ۽ ٻئا ڏيندار جي مذهب ۾ آيا هُئا سي پوُلَ ۽ برنابا جي پُٺيون هليا تڏهن اُنهن تن سان ڳالهيُون ڪري هنيُ سمُجهايُن ته خُداء جي فضل ۾ پڪا ٿي رهو ÷

(۴۴) ٻئي سبت جي ڏينهن سڀي شهر جيترا ماڻهو خُداء جي ڪلام ٻُڌڻ لاء اچي مڙيا (۴۵) پر ميڙاڪن کي ڏسي يهُودِي ريس ۾ پريا ۽ اُبتو چَوَندا ۽ ڪُفر بڪندا پوُلَ جي ڳالهيُن جي اُبتڙ ٿيا (۴۶) تڏهن پوُلَ ۽ برنابا بي پرواه ٿي چيو ته خُداء جو ڪلامُ پهريائين توهان کي ٻُڌائڻ گهُربو هو پر هِن لاء ته توهين اُن کي رِڻيو ٿا ۽ پاڻ کي هميشه جِئڻ جوڳو نه ٿا سمُجهيو سو ڏِسو ٻِين ذاتِن ڏي ٿا ڦِرون (۴۷) ڇا ڪاڻ ته خُداوند اسان کي هيُ حُڪمُ ڏِنو آهي ته مون توکي ٻِين ذاتِن جو سوجهرو ڪيو ته تون جهان جي ڇيڙي تائين ڇوٽڪاري جو وسِيلو ٿِئين (۴۸) تڏهن ٻيُون ذاتيُون هي ڳالهيُون ٻُڌي سرهيُون ٿِيُون ۽ خُداوند جي ڪلام جي وڏائي ڪرڻ لڳيُون ۽ جيترا هميشه جِئڻ لاء سنباهيا هُئا تن ويساهُ آندو (۴۹) ۽ اُنهي سڄي ڏيه ۾ خُداوند جو ڪلامُ پکڙرو ٿيو (۵۰) پر

يهُودِنِ دِينداريُنِ ۽ مانواريُنِ زالُنِ کي ۽ شهر جي وڏيرنِ کي چوري پوُل ۽ برنابا تي بکيرو ڪڙو ڪيو ۽ تِنِ کي پهنجيُن سِنُنِ مَا ڪڍِي ڇڏيائون (۵۱) تڏهِ أهي پهنجي پيرنِ جي ڌوڙ تِنِ تي ڇنڊِي ايڪونئمر ۾ آيا (۵۲) پوءِ شاگِرد سرهائِي ۽ پاڪ رُوح سا ڀرجي وِيا ⁘

## باب ۱۴

۽ ايڪونئمر ۾ اِئين ٿيو تہ أهي گڏجي يهُودِنِ جي عِبادتخاني ۾ ويا ۽ اِنهي ريت تعليم ڪيائون ڪِ يهُودِنِ ۽ يُونانِنِ جي بِہ وڏِي ٽولِي وِيساهُ آندو (۲) پر جِنِ يهُودِنِ وِيساهُ نہ آندو هو تِنِ ٻِنِ ذاتِنِ جي دِلِنِ کي چوري ڀائرنِ کاَ ڦِٽايو (۳) پوءِ أهي گهڻا ڏِينه أتي ٽِڪيا ۽ بي پرواهِي سَا خُداوند جي نالي ڳالهيُون ڪندا رهيا تہ پاڻ تِنِ جي هٿاَ أهڃاڻ ۽ ڪرامتُون ڏيکاري پهنجي فضل جي ڪلام تي شاهِدِي ٿي ڏِناءِ (۴) ۽ شهر جي ميڙاڪي ۾ ٻيڏو پيو تہ ڪي يهُودِنِ جي پاسي ۽ ڪي رسُولنِ جي پاسي ٿِيا (۵) پر جڏهِ ٻِنِ ذاتيُنِ ۽ يهُودِنِ پهنجنِ وڏيرنِ سُوڌو ڪاه ڪئي تہ اِنهنِ کي بي مانو ۽ سنگسارُ ڪريُون (٦) تڏهِ أهي اِئين جاڻي لُڪائونِي جي لِسترا ۽ دربا نالي شهرنِ ۾ ۽ تِنِ جي پسگرائِي ۾ ڀڳا (۷) ۽ أتي اِنجِيل جي سُڌِ ٻڌائيندا رهيا ⁘

(۸) ۽ لِسترا ۾ هِڪڙو جِڻو پيرنِ کاَ بي ستو وِيٺو رهندو هو جو ماءُ جي

پيئاً منڊو هو ۽ ڪڏهِن نہ هليو هو (۹) تنھِن پوُلَ کي ڳالھيُون ڪندو ٻُڌو ۽ اُنهي تنھِن ڏي نظر ڪري ڏِٺو جو هِن ۾ چُڱو ٿيڻ جو ويساهُ آهي (۱۰) تہ وڏي رڙ ڪري چياءِ تہ پنھنجي پيرنِ پرِ سِڌو اُٿي بيھُہ تہ هُو ٽپا ڏيئي هلڻ لڳو (۱۱) اِهو جيڪي پوُلَ ڪِيو سو ميڙاڪنِ ڏِسي وڏي سڏِ لُڪائونيءَ جي ٻوليءِ ۾ چيو تہ ديوَ ماڻهن جي صُورت ۾ ٿي اسان وٽ لٿا آهِنِ (۱۲) ۽ اُنهن برنابا کي ذيُوسُ چيو ۽ پوُلَ کي هرميسُ اِنهي لاءِ تہ اُهو ڳالھائڻ ۾ وڏيرو هو (۱۳) ۽ ذيُوسُ جو سندن شهر جو راکو هو تنھِن جي ڪاهِن ڍڳا ۽ گُلنِ جا هار درن تي آڻي ماڻهُن سان گڏجي قُرباني ڏِيڻ تي پانيو (۱۴) جڏهِن برنابا ۽ پوُلَ رسُولنِ اِهي ٻُڌو تہ پنھنجا ڪپڙا ڦاڙي واڪا ڪندا هِنئَ جَوندا ميڙاڪي ۾ ڪاهي آيا (۱۵) تہ اي مڙسوُ توهِي هِي ڇا ٿا ڪريو اسي بِہ تہ توهان جھڙا ڏُکيا سُکيا ماڻهُو آهيُون ۽ توهان کي چڱي سُڌِ ٿا ٻُڌايُون تہ تِنِ ڪُوڙنِ ڪان پاسو ڪري اُنهي جِيئري خُداءَ جي پاسي ڦِرو جنھِن اُڀُ ۽ ڌرتي ۽ سمُنڊُ ۽ ٻيو بِہ جيڪي منجهِنِ آهي سو پَيدا ڪيو (۱۶) تنھِ اڳِيُنِ زماننِ ۾ سڀني قومنِ کي ڇڏي ڏِنو تہ پنھنجي پنھنجي واٽ تي هلنِ (۱۷) تڏهِ بِہ تنھِ مِهرُ ڪري اسان لاءِ اُڀ مان پاڻي ۽ ڦرنِ جيُون مُندُون ڏيئي اسان جي هِئنِ کي کاڄ ۽ سرهائيءَ سان پري پاڻ کي ري شاهِديءَ نہ ڇڏيو (۱۸) ۽ اِهي ڳاليُون چئي ميڙاڪنِ کي جِئَ تِئَ پاڻ لاءِ قُربانيءَ ڏيڻ کان جهلياءِ ‪:‬

(١٩) پوءِ يھُودِنِ انتِئڪِيءَ ۽ ايڪونِئُمر مان اچِي ميڙاڪنِ کي پھنجي ميجائي ۽ پوُل تي پھڻنِ جو وسڪارُ ڪري تنھِ کي مُئو جاڻي شهر کان ٻاھرِ گھلي وِيا (٢٠) پر جڏھِ شاگِرد سندسِ چوڌاري اچِي بِيٺا تہ اُھو شهر ۾ اُٿِي آيو ۽ ٻِئي ڏينھِ برنابا سان گڏجي دربا ڏي ھليو وِيو (٢١) ۽ تنھِ ڳوٺ ۾ اِنجِيل جي سُڌِ ٻُڌائي گھڻا شاگِرد ڪري لِسترا ۽ ايڪونِئُمر ۽ انتِئڪِيءَ ڏي موٽِيا (٢٢) ۽ شاگِردنِ جي دِلين کي پڪ ڏيئي سمُجھائيندا ھُئا تہ وِيساھ تي ٻِھڪ ڪريو ۽ اِئي گھُرجي تہ اسِين گھڻا ڏُک سھي خُداءِ جي بادشاھِيءَ ۾ گھِڙي وڃون (٢٣) ۽ جماعت جماعت ۾ تِنِ لاءِ وڏيرنِ کي ڪڙو ڪري روزي سان دُعا گھُري تِنِ کي اُنھي خُداوند جي ھٿِ پرنيائون جنھِ تي وِيساھُ آندو ھُئائون (٢٤) ۽ پِسيدِيءَ کان لنگھي پمفُوليءَ ۾ پھُتا (٢٥) ۽ پرگا ۾ ڪلامُ ٻُڌائي آتاليءَ ڏي لھي وِيا (٢٦) ۽ اُتان ھي جھازُ چوڙي انتِئڪِيءَ ۾ آيا جِتان خُداءِ جي فضل کي اِنھي ڪمر لاءِ پرنئل ھُئا جو ھاڻي پُورو ڪيائون (٢٧) ۽ اُتي پھُچي جماعت کي گڏُ ڪري جيڪِيڪي خُداءِ ساڻنِ ڪيو ۽ جيءَ ٻِئنِ ذاتنِ لاءِ وِيساھ جو درُ اُپٽيو سو ٻُڌايائون (٢٨) ۽ اُھي شاگِردنِ سان تِتي گھڻو ڏينھ ٽِڪِيا :

## باب ١٥

۽ ڪيترا يھُودِيھ مان اچِي ڀائرنِ کي ھيءَ سيکارڻ لڳا تہ جيڪڏھِ مُوسيٰ جي

ريت پٽاندر توهان جو توهرُ نه ٿيندو ته توهين ڇوٽڪارو نه لهي سگهندؤ (٢) پوءِ
جڏهن پولُس ۽ برنابا جي ساڻن ڏاڍي ڇنابيٽي ۽ بحث ٿيو تڏهن اُنهن رٿ
ڪئي ته پولُس ۽ برنابا ۽ پاڻ مان ڪيترا ٻيا بِه اِنهي تڪرار جي ڳالهه لاءِ رسُولن
۽ وڏيرن وٽ يرُوشلِيم ۾ وڃن (٣) پوءِ اُهي جماعت کان موڪل وٺي ٻِنِن
ذاتِين جي ڦيرائڻ جو بيانُ ڪندا فينيڪي ۽ سامريءَ کان لنگهيا ۽ سيني ڀائرن
کي گهڻو سرهو ڪياءِ (٤) ۽ جڏهن يروشلِيم ۾ پهتا تڏهن جماعت ۽ رسُولن ۽
وڏيرن تِن کي آڌرڀاءُ ڪيو پوءِ جيڪي خُداءِ ساڻن ڪيو هو سو ٻُڌاياءِ (٥) ٻيو
فريسن جي مذهب مان ڪيترن جن ويساهُ آندو هو تِن اُٿي چيو ته هِنن کي
توهرُ ڪرڻُ ۽ مُوسىٰ جي شريعت مڃڻ جو حُڪمُ ڏيڻُ گهرجي ❖
(٦) تڏهن رسُول ۽ وڏيرا اِنهي ڳالهه جي ڏسڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا (٧) ۽ جڏهن
ڏاڍو بحث ٿيو ته پطرس اُٿي تِن کي چيو ته اي ڀائرو توهين ڄاڻو ٿا ته اڳين
ڏينهن ۾ خُداءِ اسان مان مون کي چُونڊيو ته ٻِيون ذاتيون مُنهنجي وات هِيءَ چڱي
سُڌ ٻُڌي ويساهُ آڻين (٨) ۽ دِلِن جي مالڪ خُداءِ تِن کي بِه اسان وانگيان پاڪ
رُوح ڏيئي اُنهن لاءِ شاهدي ڏني (٩) ۽ تِن جيُون دِليُون ايمان جي وسيلي
پاڪ ڪري اسان ۾ ۽ تِن ۾ ڪو ڦيرُ نه رکياءِ (١٠) پوءِ هاڻي توهين خُداءِ کي ڇا
ڪاڻ ٿا پرکيو جو شاگردن جي ڪنڌ تي پاڃاري ٿا رکو ته جنهِ کي نه اسان
جا پيءُ ڏاڏا ۽ نه اسين کڻي سگياسين (١١) پر اسان کي پڪ آهي ته اسين خُداوند

يسُوع مسيح جي فضل ڪري تنِ وانگيا ڇوٽڪارو لهنداسين (١٢) تڏهن سڄي
جماعت چُپُ ڪري رهي ۽ برنابا ۽ پوُلَ جو اِهو بيانُ ٻڌڻ لڳي ته خُداءِ
سندنِ هٿان ٻين ذاتيُنِ ۾ ڪيترا اُهڃاڻ ۽ ڪرامتُون پڌريُون ڪيُون (١٣) جڏهن
أهي ماٺ ڪري رهيا ته يعقُوبُ وراڻي ڏيئي چوڻ لڳو جو اي ڀائرُو مُهنجي ٻڌو
(١٤) شمعُون بيانُ ڪيو آهي ته خُداءِ ڪِهڙيءَ پرِ پهرياءُ ٻين ذاتيُنِ تي هن لاءِ
نظر ڪئي ته تنِ مان هِڪڙي قوُم پهنجي نانءَ لاءِ ڪڍي (١٥) ۽ تنهن سان نبيُنِ
جيُون ڳالهيُون ٻِ مِلنِ ٿيُون جيئن لِکيو آهي (١٦) ته خُداوندُ جو هي سڀُ ڪجهه
ٿو ڪري سو هيئن ٿو چوي ته پوءِ آءٌ ورِي ايندُسِ ۽ داؤُد جي ڪِريل
راڻٽيءَ کي اڏِيندُسِ ۽ تنهن جي ڀڳي ٽٽي کي اڏي ورِي کڙو ڪندُسِ (١٧) ته
رهيل ماڻهُو ۽ ٻيون سڀ ذاتيُون جي مُهنجي نانءَ جيُون ٿيُون ڇوائينِ سي
ڌڻيءَ کي ڳولينِ (١٨) خُداءِ کي مُنڍ کان وٺي پهنجي سڀني ڪمنِ جي سُڌِ
آهي (١٩) سو مُهنجي اِها رِٿ آهي ته ٻين ذاتيُنِ مان جي خُداءِ جي پاسي
آيا آهِنِ تنِ کي دِقت نه ڏيُون (٢٠) پر لِکي مُنجُونِ ته بُتنِ جي ناپاڪائيءَ
۽ حرام ۽ گهوگهي ڏِنلِنِ ۽ رت کان پاسي رهنِ (٢١) ڇا ڪان ته اڳئين زماني کان
وٺي سيڪنهِ شهر ۾ مُوسىٰ جي ٻُڌائڻوارا آهِنِ ته سيڪنهِ سبت جي ڏِينهِ
عبادتخانِنِ ۾ تنهن جو ڪِتابُ ٿو پڙهجي ٭
(٢٢) تڏهن رسُولنِ ۽ وڏيرنِ سڄيءَ جماعت سُودو اِها چڱي ڄاتي ته پاڻ مان

ڪي چُونڊِئل مُڙس پوُلَ ۽ برنابا سان انطاڪيہ ۾ موڪليُون سي يهُودا جو برساباسُ ٿو چوائي ۽ سِيلاسُ ڀائرن ۾ ناليرا اِهي هُئا (٢٣) ۽ هٿ لِکي تِنِ جي هٿان موڪليائون تہ ڀائرن ذاتين مان جي انطاڪيہ ۽ شام ۽ ڪِلِڪيا ۾ ڀائر آهِنِ تِنِ ڏي رسُولنِ ۽ وڏيرنِ ۽ ڀائرن جا سلام (٢٤) جڏهن اسان ٻُڌو تہ ڪيترن اسان مان نِڪري توهان کي ڪِنِ ڳالهين ڪري روليءَ ۾ وِڌو ۽ اوهان جي هِئن کي ڦيرائي چيائون تہ توهرجڻ ۽ مُوسىٰ جي شريعت کي مڃڻ گهُرجي سو تِنِ کي اسان اِئين نہ ڏسيو هو (٢٥ : ٢٦) تڏهن اسان هِڪدِلِ ٿي چاتو تہ اسان جا پيارا پوُلَ ۽ برنابا جن اسانجي خُداوند يسُوع مسيح جي ناليءَ پهنجو ساهُ ڏيڻي ڇڏيو تِنِ سان ڪيترا ماڻهُو چُونڊي توهان ڏي موڪليُون (٢٧) پوءِ يهُودا ۽ سِيلاس کي موڪليو اٿون تہ سي اِهي ڳالهيُون وات وِيٺي بِہ ٻُڌائيندا (٢٨) ڇا کان تہ پاڪ رُوح ۽ اسان اِها چڱي چاتي تہ تِنِ ضرُوري ڳالهينِ ڌارا توهان تي ڪو ٻيو بارُ نہ وِجهُون (٢٩) تہ بُتنِ جي چاڙهيَلنِ جانورن کان ۽ رت ۽ گهوگهي ڪري مارِئلنِ ۽ حرام کان ڪِري ڪريو جيڪڏهن اِنهن کان پاڻ کي بچائيندؤ تہ چڱو ڪندؤ شال سرها هُجو :

(٣٠) تڏهن اُهي موڪلائي انطاڪيہ ۾ آيا ۽ جماعت کي گڏ ڪري ڪاڳر ڏِنائون (٣١) اُهي تنهن کي پڙهي اِنهي تسلائيءَ جي ڳالهہ ڪري سرها ٿيا (٣٢) پوءِ يهُودا ۽ سِيلاسُ جي پاڻ نبي هُئا تِنِ ڀائرن کي گهڻين ڳالهين ۾ سيکتِ ڪري

پڪو ڪيو (٣٣) ۽ اُهي ڪي ڏينهه اُتي رهي خَير سلامتيءَ سا ڀائُرن کاً موڪلائي رسُولن وٽ ويا (٣٤) پر سيلاس اُتي ٽڪڻ چڱو ڄاتو (٣٥) پوءِ پوُلُ ۽ برنابا ۽ ٻِيا بہ گهڻا خُداوند جي ڪلام جي تعليم ڪندا ۽ چڱي سُڌ ٻُڌائيندا انتئڪيءَ ۾ ٽڪي رهيا ؛

(٣٦) ۽ ڪيترن ڏينهن پُڄاڻاً پوُل برنابا کي چيو اچُ تہ سيڪنهِ گوٺ ۾ جتي خُداوند جو ڪلامُ ٻُڌايو اٿون اُتي وري هلي پنهنجي ڀائُرن جي سُڌِ وٺون تہ ڪيئَ آهن (٣٧) ۽ برنابا اِها رٿ ڪئي تہ يوحنُ جو مرقُسُ ٿو سڏائي تنهِ کي پاڻ ساڻ وٺي وڃون (٣٨) پر پوُل تنهِ کي پاڻ ساڻ نئڻ واجبُ نہ ڄاتو جو پمفوليا ۾ تن کاً ڌارُ ٿيو هو ۽ تنهِ ڪم تي ساڻن نہ ويو هو (٣٩) تڏهِ تن ۾ اِهڙي چڻاپيڻي ٿي جو هڪ ٻئي کاً ڌارُ ٿيا ۽ برنابا مرقُس کي وٺي جهاز تي چڙهي قُپرس ڏي ويو (٤٠) ۽ پوُل سيلاس کي چُونڊي ڀائُرن کاً خُداءِ جي فضل جي پرن وٺي هليو ويو (٤١) پوءِ شام ۽ ڪِلِڪيا جي جماعتُن کي پڪو ڪندو گهُميو ؛

## بابُ ١٦

اُهو دربا ۽ لِسترا ۾ پهُتو ۽ ڏسو اُتي تيمُتِئُس نالي هڪڙو شاگردُ هو جنهِ جي ماءُ ويساهڻ يهُودڻِ هُئي پر پيُ سندُس يُوناني هو (٢) اُهو لِسترا ۽

ايڪونئم جي پاڙرن وٽ ساکائتو هو (٣) پوُلُ تنهِ کي پاڻ سان نڪرڻ ٿي ڀانيو
پوءِ اُنهن هنڌن جي يهُودِين هُئا تن ڪاڻ تنهِ کي وٺي وڃي توهِريائين ڇا کان
ته اُهي سڀ ڄاڻندا هُئا جو تنهِ جو پيُ يُوناني هو (٤) ۽ شهرن ۾ گهمندي
گهمندي اُهي حُڪم جي يرُوشلِيم مان رسُولن ۽ وڏيرن ڪري رِٿِيل هُئا سي
تن جي مڃڻ لاءِ ٿي پرنيائين (٥) پوءِ جماعتُون ويساهه ۾ پڪيُون ٿيُون ۽ ڏِهاڙِي
ڏِهاڙِي ڳاڻيٽي ۾ وڌنديُون وييُون ⁘

(٦) جڏهِ اُهي فرُگيا ۽ گلتيا جي مُلڪ مان لنگهيا ۽ اسيا ۾ ڪلامُ ٻُڌائڻ کان
پاڪ رُوح تن کي جهليو (٧) تڏهِ اُهي مُوسيا ۾ لهي بِٿُونيا ڏي وڃڻ جو پهُ
ڪرڻ لڳا پر رُوح تن کي وڃڻُ نه ڏِنو (٨) سو اُهي مُوسيا کان لنگهي تروئاس ۾
لهي آيا (٩) ۽ راتِ جو پوُلُ رويا ڏِٺي ته ڪو هِڪڙو مڪدُوني ماڻهُون مُون
کي بيٺو منٿ ڪري ٿو ته مڪدونيا ۾ لنگهي اسان جي واهر ڪر (١٠) جڏهِ
اِها رويا ڏِٺائين ته اُنهيئِي مهل مڪدُونيا ڏي وڃڻ جي رٿ ڪئيسُون اِها پڪ
ڪري ته خُداوند اسان کي سڏيو آهي جو تن کي چڱي سُڌ ٻُڌايُون (١١) پوءِ
تروئاس کان جهاز ڇوڙي سِڌِي واٽ ڏيئِي سمُتراڪي ڏي ۽ ٻِئي ڏِينهِ نياپُلس
۾ آياسين (١٢) ۽ اُتان فِلپِي ۾ آياسين جو مڪدُونيا جي هِڪڙي پاسي
جو وڏو شهرُ پرڏيهن جو وسايلُ هو ⁘

پوءِ اسين ڪي ڏِينه اُنهِي شهر ۾ ٽِڪياسين (١٣) ۽ سبت جي ڏِينهِ شهر

ڪاً ٻاهرِ نندئِ جي ڪپ تي وياسين جتي دُعا گهُرندا هُئا ۽ اُتي جيُون زالُون گڏجي ٿي آيُون تِن سآ ويهي ڳالهيُون ڪرڻ لڳاسين (١٤) ۽ ٿُئتيرا شهر جي هِڪڙِي خُداءپرست لُوديا نالي زال واڱڻائي رڱ وِڪڻڻوارِي اساَجي ڳالهِ ٻُڌي تنهِ جي دِلِ خُداوند اُپٽي ته جيڪي ڳالهيُون پوُلُ چيُون تِن تي دِلِ لاتاءِ (١٥) ۽ جڏهِ اُنهي آڪهِ سُوڌو بپتِسما ورتي تڏهِ مِنٿ ڪري چياءِ ته جيڪڏهِ توهآ مُون کي خُداوند جي وِيساهِ جاتو آهي ته هلي مُهنجي گهرِ ٽِڪو ۽ اساً کي زورُ ڪري وٺي وِيئي ÷

(١٦) ۽ اِئي ٿِيو ته جڏهِ اسين دُعا گهُرڻ تي وياسين ته هِڪڙِي ٻانهي اساً کي گڏِي جنهِ ۾ اڳِڪٿندڙُ رُوحُ پيو هو سا اڳِڪٿيُون ڪري پهنجي ڌڻِيِن لاءِ گهڻو ڪي ڪمائيندي هُئي (١٧) تنهِ پوُلَ ۽ اساَجي پُٺيون اچي واڪو ڪري چيو ته هي ماڻهُو خُداءِ تعلىٰ جا ٻانها آهِن جي اساً کي ڇوٽڪاري جي واٽ ٿا ڏيکارِين (١٨) پوءِ تنهِ اِئي گهڻن ڏِينهن تاءِ ڪيو نيٺ پوُلُ ڏُکي پيو ۽ ڦِرِي تنهِ رُوح کي چياءِ ته آءُ توکي يسُوع مسِيح جي نالي حُڪمُ ٿو ڏيان ته هِن مآ نِڪرِي وڃُ ته اُهو اُنهيئي مهل نِڪرِي وِيو (١٩) جڏهِ اُن جي ڌڻِيِن ڏِٺو ته اساَجي ڪمائِي جي آس وِيئي هلي تڏهِ پوُلَ ۽ سِيلاس کي جهلي بازار ۾ حاڪمن وٽ گِهلي وٺي ويا (٢٠) ۽ تِن کي وڏيرن وٽ آڻي چياءِ ته هي ماڻهُو يهُودي ٿي اساَجي شهر ۾ ڏايو وِڳوڙُ ٿا وِجهن (٢١) ۽ اساً کي اِهڙيُون

رِيتيُون ٿا ڏسِين جِنِ جو اسان رُومِنِ کي مڃڻُ ۽ اُنهنِ تي هلڻُ روا نہ آهي (٢٢) تڏهن سڀوئي ميڙ اڪو مٿنِ اُٿيو ۽ وڏيرنِ تنِ جا ڪپڙا ڦاڙي تنِ کي ڇهڪِ هڻڻ جو حُڪمُ ڏنو (٢٣) پوءِ تنِ کي ڏاڍي مار ڏيئي بنديخاني ۾ وڌائون ۽ بنديخاني جي راکي کي پارت ڪيائون تہ گهڻي پڪائي سان هنن جي سنڀال رکج (٢٤) تنهن اِهڙو حُڪمُ وٺي تنِ کي اندريي بنديخاني ۾ وڌو ۽ سندنِ پير ڪاٺ ۾ سوگها ڪيائين (٢٥) ۽ اڌراتِ جو پولُس ۽ سيلاسُ دُعا گهُري خُدا جيُون وڏايُون ڳالهائيندا هُئا ۽ ٻيِنِ بانديُنِ تنِ جيُون ڳالهيُون ٻُڌيُون (٢٦) تہ اوچتوئي اِهڙي ڏاڍي ڌرتي ڌٻي جو بنديخاني جيُون پيڙهيُون لُڏي وييُون ۽ سگهوئي سيئي در اُگهڙي پيا ۽ سڀني جا ٻنڌڻ ڇڙي پيا (٢٧) ۽ بنديخاني جو راکو جاڳي ۽ بنديخاني جا در کُليل ڏسي ترارِ ڪڍي پاڻ کي مارڻ لڳو جو ڀانيائين تہ باندي ڀڄي ويا (٢٨) تڏهن پولُس ڏاڍي واکي دانهن ڪري چيو تہ پاڻ کي نہ وڃاءِ ڇا ڪاڻ تہ اسين سڀيئي هِتِ هڪيا آهيُون (٢٩) تڏهن اُهو ڏيو گهُرائي ٽپو ڏيئي اندر ويو ۽ ڏڪندو ڏڪندو پولُس ۽ سيلاس جي پيرنِ تي ڪري پيو (٣٠) ۽ تنِ کي ٻاهرِ آڻي چيائين تہ اي ڌڻيُو آئون ڇا ڪريان جو ڇوٽڪارو لهان (٣١) اُنهنِ چيو تہ خُداوند يسُوع مسيح تي ويساهُ آڻ تہ تون ۽ تُنهنجو گهرُ ڇوٽڪارو لهندو (٣٢) پوءِ اُنهنِ تنهن کي ۽ جي هُن جي گهر ۾ هُئا تنِ سڀني کي خُداوند جو ڪلامُ ٻُڌايو (٣٣) ۽ راتِ جو اُنهيئي گهڙيءَ

تِنِ کي وٺي سندنِ ڦٽ ڌوتا۽ پوءِ پاڻ ۽ جيڪي سندسِ ھُئا تِنِ سڀني
اُنھيءَ مھل بپتسما ورتي (٣٤) ۽ اُنھنِ کي پنھنجي گھرِ وٺي تِنِ اڳيان ماني آڻي
رکيائين ۽ تنھن پنھنجي سڄي گھر سُوڌو خُداءِ تي ويساھُ آڻي خُوشي ڪئي
(٣٥) جڏھن ڏينھُن ٿيو تہ وڏيرنِ سپاھنِ کي چوائي موڪليو تہ اُنھنِ ماڻھُنِ
کي ڇڏي ڏيو (٣٦) تڏھن بنديخاني جي راکي پوُلُ کي اِھا ڳالھ جي سُڌ
ڏني تہ وڏيرنِ اوھان جي ڇُٽڻ جو چوائي موڪليو آھي پوءِ ھاڻي خير سان
نڪري ھليا وڃو (٣٧) پوُلُ تِنِ کي چيو تہ اسي جي رُومي آھيون تِنِ کي
ميڙني جي اڳيان ماري بنا پُڇي بنديخاني ۾ وِڌو اٿنِ ۽ ھاڻي اسان کي ماٺِ
ڪري ٿا ڪڍنِ ڇا سو اِئين نہ پر اُھي پاڻ اچي اسان کي ڪڍنِ (٣٨) تڏھن
سپاھنِ اِھي ڳالھيون وڃي وڏيرنِ کي ٻُڌايون جڏھن اُنھنِ ٻُڌو جو رُومي آھنِ
تہ ڀِڄي ويا (٣٩) پوءِ اچي اُنھنِ کي پرچايائون ۽ ٻاھرِ آڻي مِنٿ ڪيائونِ تہ
شھر مان نڪري وڃو (٤٠) تڏھن اُھي بند مان نڪري لُوديا جي گھرِ ويا ۽ اُتي
ڀائرنِ کي ڏسي تِنِ کي دِلاسو ڏيئي اُتانھون ھليا ويا ∴

## بابُ ١٧

تڏھن اُھي امفپلس ۽ اپلونيا مان لنگھي ٿسلُنيڪيءَ ۾ آيا جتي يھُودِنِ جو
ھِڪڙو عِبادتخانو ھو (٢) ۽ پوُلُ پنھنجي چال وانگُرُ تِنِ وٽ اندرِ ويو ۽ ٽي سبتون

تِنِ کي لِکيَتُنِ مَا ٻُڌاياءِ (۳) ۽ کولي پڪ ڪياءِ جو مسيح کي ڏک سهڻُ ۽ مُئنِ
مَا جيِ اُٿڻُ گهربو هو ۽ جنهِ يسُوع جي اوهاً کي سُڌِ ٿو ڏيان سوئي مسيحُ آهي
(۴) تڏهِ اُنهنِ مَا ڪِنِ مڃيو سي پوُل ۽ سِيلاس جا سنگتي ٿيا ۽ دِيندارنِ
يُونانِنِ جو وڏو ميڙاڪو ۽ ڏاتيريُون زالُون بِ هُيُون (۵) پر جِنِ يهُودِنِ وِيساهُ نه
آندو تِنِ رِيس ڪري ڪيترا بازارِي لُچ پاڙ سَا وٺِي پِيهاٽ ڪري شهر ۾ هُلُ
ڪِيو ۽ ياسُون جي گهر تي ڪاه ڪري ٻانياءِ ته تِنِ کي ٻاهرِ ماڻهنِ وٽِ وٺِي
اچُون (۶) پر جڏهِ تِنِ کي نه لڌاءِ ته ياسون ۽ ڪيترنِ ڀائُرنِ کي شهر جي
وڏيرنِ وٽِ هِيُ رڙيُون ڪندا گهِلي وٺِي آيا ته هي ماڻهُو جِنِ جهان کي اُوندو
ڪيو سي هِتي بِ آيا آهِنِ (۷) تِنِ کي ياسون پاڙ وٽِ ٽِڪايو آهي ۽ اُهي
سڀيئي قَيصر جي حُڪمنِ جي اُبتائي ڪري چوَنِ ٿا ته هِڪڙو ٻيو بادشاهُ
يسُوع آهي (۸) سو اُنهنِ ميڙاڪي کي ۽ شهر جي وڏيرنِ کي اِئي ٻُڌائي
مُنجهائي ڇڏيو (۹) تڏهِ اُنهنِ ياسون ۽ ٻِئنِ کاً امانت وٺي ڇڏي ڏِنو ÷

(۱۰) پر ڀائُرنِ اُئيئي راتون‌راتِ پوُل ۽ سِيلاس کي بِريَا شهر ۾ موڪِليو ۽
اُهي تِتي پهُچي يهُودِنِ جي عِبادتخاني ۾ وِيا (۱۱) ته هي ٿسلُنيڪنِ کاً
موچارا ماڻهُو هُئا تِنِ ڏاڍِيءَ خُوشِيءَ ساً ڪلامُ ٻُڌو ۽ ڏِهاڙِي ڏِهاڙِي لِکيتُنِ کي
ڳوليندا هُئا ته اِهي ڳالهيُون اِئيئي آهِنِ ڪِ نه (۱۲) اِنهي لاءِ تِنِ مَا گهڻنِ ماڻهُنِ
وِيساهُ آندو ۽ يُونانِنِ مَا بِ زاتيريُون زالون ۽ گهڻيترا مُڙس هُئا (۱۳) جڏهِ

ٿسلُنيڪيءَ جي يهُودنِ جاتو تہ پوُلَ خُداء جو ڪلامُ برِيا ۾ بہ ٿو ٻُڌائي تڏهِ
اُتي بہ اچي ميڙاڪنِ کي چوريائُ (١٤) تہ ڀائُرنِ اِنهيئي وير پوُلَ کي سمُنڊ
جي پاسي وڃڻ لاءِ موڪل ڏِني پر سِيلاس ۽ تِيمُٿِيُس اُتي ئي ٽِڪيا
(١٥) جِنِ پوُلَ کي واٽ ٿي لاتو سي اٿينيءَ تاءِ وٺي آيسِ ۽ تِنِ سِيلاس ۽
تِيمُٿِيُس ڏي هِيءُ حُڪمُ ورتو جو جِيءَ تِيءَ سگهوئِي مُون وٽِ اچو تہ اُهي
اُتانهي موٽيا ⁘

(١٦) ۽ جنهِ مهل پوُلَ اٿينيءَ ۾ اُنهنِ لاءِ ترسيو پيو هو تہ شهر کي بُتنِ سان
پرِئلُ ڏِسي سندُسِ رُوحُ سڙِي وِيو (١٧) اِنهي لاءِ اُهو عِبادتخاني ۾ يهُودنِ ۽
ڏِيندارنِ ساڻهُنِ سان ۽ جيڪي بازار ۾ ڏهاڙِي هُن کي گڏِبا هُئا تِنِ سان ٻُچا
ڳاچا ڪندو هو (١٨) تڏهِ ڪيترنِ اِپڪورنِ ۽ اِستوئِڪنِ عِلموارنِ تنهِ جو
سامهُون ڪيو ۽ ڪِنِ چيو تہ هِي بازارِي بُربُلو ڇا ٿو چوَڻ ڀانئي ٻِئنِ چيو تہ
هِي نَونِ ڏيونِ جي سُڌِ ڏيڻوارو ٿو ڀانئجي اِنهي ڪري تہ هُن يسُوع جي ۽
مُئنِ جي جِي اُٿڻ جي تِنِ کي سُڌِ ٿي ڏِني (١٩) تڏهِ اُنهنِ اَرِيئُپگس (يعني
مِريخ جي جبل) تي تنهِ کي وٺي وڃي چيو تہ اسين ڪيئن ڄاڻُون جو هِيءَ
نَئي تعلِيم جا تُون ٿو ڏِئين سا ڇا آهي (٢٠) ڇا ڪاڻ تہ اسان جي ڪننِ ۾
جي اُٺونيُون ڳالهيُون ٿو وِجهي سي اسين ڄاڻيُون ٿا چاهيُون تہ ڇا آهنِ
(٢١) ڇوجو سڀيئي اٿينيءَ جا ماڻهُو ۽ پرڏيهِي جي اُتي وڃي ٽِڪيا هُئا سي

ڀهنجي واندڪائي نئين ڳالهه جي چوڻ ۽ ٻُڌڻ دارا نہ وِچائيندا هُئا (٢٢) تڏهن
پولُ آريئپگس جي وچ ۾ بيهي چيو تہ اي اٿينيئو آءٌ توهان کي سڀني طرحين
ديوتائن جا وڏا پُوڄيندڙ ٿو ڏسان (٢٣) ڇا ڪاڻ تہ مون گهمندي گهمندي توهان
جي پُوڄا جي شين ڏي نظر ڪري هڪڙي قُربانگاهہ لڌي جنهن تي هي لکيو
پيو هو تہ اڻڄاتل خُداءَ ڪاڻ پوءِ جنهن جي توهين اڻڄاڻائي عِبادت ٿا ڪريو
سو آءٌ توهان کي ٿو ٻُڌايان (٢٤) تہ جنهن خُداءَ جهانُ ۽ جيڪي تنهن ۾ آهي
سو سڀ پَيدا ڪيو اُهو آپ ۽ ڌرتيءَ جو ڌڻي ٿي هٿراڌن هيڪلن ۾ نہ ٿو
رهي (٢٥) ۽ نہ ڪنهن شيءِ جو مُحتاج ٿي ماڻهن جي هٿان بندگي ٿو وٺي جو
پاڻ سڀني کي جِئڻُ ۽ ساهُ ۽ سڀ ڪجهہ ٿو ڏئي (٢٦) ۽ هِڪڙي ئي رت مان
ماڻهن جيُون سڀ ذاتيُون جوڙي سڄي ڌرتيءَ تي وساياءِ ۽ تِن لاءِ پڪيُون
مهلُون ۽ تِن جي نِڪرڻ جيُون سِئُون ٺهرايائين (٢٧) سو اِنهي لاءِ تہ خُداءَ کي
ڳولين جو من هٿوراڙيُون ڏيئي لهنس جيتوڻيڪ اُهو اسان مان ڪنهن کان بہ پري نہ
آهي (٢٨) ڇا ڪاڻ جو اسين تنهن ۾ رهئون جِئون ۽ هلُون ۽ ٿيُون ٿا جيءَ توهان جي
شاعرن مان بہ ڪِن چيو آهي تہ اسين تنهن جو اولاد آهيُون (٢٩) پوءِ خُداءَ
جو اولادُ ٿي اسان کي اِئين نہ ڄاڻائي تہ خُداءَ ماڻهن جي حِڪمت ۽ تجويز کان
گهڙيل سون ۽ رُپي ۽ پهڻ وانگيان پانيُون (٣٠) نيٺ خُداءَ جنهن هِنن اڻڄاڻائيءَ
جي مهلن کان ماٺ ڪئي سو هِئر سڀڪنهن هنڌ مڙني ماڻهن کي توبه جو

حُڪمُ تو ڏِئي (٣١) جا ڳا تہ اُنهي هِڪڙو ڏِينهُ ٺهرايو جنهِ ۾ سچائي سآ اُنهيئي ماڻهُو ڪري جهان جي عدالت ڪندو جنهِ کي پاڻ مُقررُ ڪياءُ ۽ تنهِ کي مُئنِ مآ اُٿاري اِها ڳالهِ سڀني تي پڌي ڪياءُ (٣٢) پوءِ جڏهِ اُنهن مُئنِ جي جيُاٿڻ جي ڳالهِ ٻُڌِي تہ ڪيترن ٺٺوليُون ڪيُون پر ڪِن چيو تہ اِها ڳالهِ اسين تو کآ وري ٻُڌنداسين (٣٣) تڏهِ پوُلُ اُنهي وٽانِ هليو ويو (٣٤) پر ڪِن ماڻهُن ساڻُس گڏجي وِيساهُ ڪيو تِن ۾ هِڪڙو دِئُنيسِئُس نالي اَريئپگي ۽ دمرِس نالي هِڪڙي زال ۽ ٻيا بِ تِن ساڻُ ڪيترا هُئا ÷

## باب ١٨

تنهِ کآ پوءِ پوُل اٿينئي مآ نِڪري ڪُرنٿ ۾ آيو (٢) ۽ اُتي اَڪوِلا نالي هِڪڙي يهُودِي کي ڏِٺاءُ جنهِ جو وطنُ پُنتُس هو سو اُنهن ڏِينهن ۾ پهنجي جوءِ پرسڪلا سوڌو اِتاليا مآ آيو هو ڇا ڳا تہ ڪلوُدِئُس حُڪمُ ڏِنو هو تہ سڀ يهُودِي رُوم مآ نِڪري وڃن پوءِ اُهو تِن وٽ آيو (٣) ۽ اِنهي لاءِ تہ پاڻ بِ اِنهي ڪرتِ ڪرڻوارو هو سو تِن سآ گڏُ نِڪي ڪمائڻ لڳو جو تِن جو ڪمُ بِ تنبُو جوڙڻ جو هو (٤) ۽ اُهو سڀڪنهِ سبت جي ڏِينهِ عِبادتخاني ۾ ڳالهيُون ڪري يهُودِن ۽ يونانِن کي بِ سمجهائيندو هو (٥) پر جڏهِ سِيلاس ۽ تِيمُتِئُس مڪدُونيا مآ آيا تہ پوُل دِلِ تپائي يهُودِن اڳيآ پڌي ڪري اِها ڳالهِ ٻُڌائي تہ يسُوع اُهوئي

مسِيحُ آهي (٦) پر جڏهِ اُهي سامُهون ٿِئڻ ۽ ڪُفر بڪڻ لڳا تہ تنهِ پهنجا ڪپڙا ڇنڊي تِنِ کي چيو جو توهان جو خُونُ توهان جي مٿي تي آ۽ پاڪُ آهيان هاڻي ہِنِ ذاتيُنِ ڏي ويندُسِ (٧) پوء اُتانهي نِڪري هِڪڙي يُسٽُس نالي خُداء پرست جي گهرِ ويو تنهِ جو گهرُ عِبادتخاني کا وِيجهو هو (٨) ۽ عِبادتخاني جي وڏيري ڪرِسپُس نالي پهنجي سڀي گهر سُودو خُداوند تي وِيساهُ آندو ۽ گهڻنِ ڪُرِنٿِنِ ٻُڌِي وِيساهُ آندو ۽ ٻپتِسما ورتاءُ (٩) تڏهِ خُداوند راتِ جو رويا ۾ پوُلُ کي چيو تہ ٻِڄُ نہ ڇَوَندو وڃُ ماٺِ نہ ڪرِ (١٠) اِنهي لاء تہ آ۽ تو ساڻُ آهيان ۽ ڪوئي تو تي ٻُڇڙائي ڪرڻ لاء ڪاهہ نہ ڪندو ڇا ڪاڻ تہ هِن شهر ۾ مُهنجي وڏي قوُمر آهي (١١) سو اُهو ڏيڍُ ورهُ اُتي ٽِڪي تِنِ منجهہ خُداء جو ڪلامُ سيکاريندو رهيو ؞

(١٢) پوء جڏهِ گليون اَخيا جو مُختِيارُ هو تہ يهُودِي اِيڪو ڪري پوُلُ تي چڙهِي آيا ۽ تنهِ کي دربارِ ۾ وٺي وِيا (١٣) ۽ چياءُ تہ هِي ماڻهُنِ کي شريعت جي اُبترِ خُداء جي بندگي ڪرڻُ تُو ميڄائي (١٤) ۽ جڏهِ پوُلُ ڳالهائڻ تي هو تڏهِ گليون يهُودِنِ کي چيو تہ اي يهُوديُو جيڪڏهِ ڪو انڌيرُ جا ليڙپيائي هُجي ها تہ واجِبُ هوم ها جو آ۽ ماٺ ڪري توهان جي ٻڌان (١٥) پر جيڪڏهِ اِها ٻُڇا ڪلامر ۽ ناوَنِ ۽ اوهان جيئي شريعت جي آهي تہ توهِي ڏِسو ڇا ڪاڻ تہ آ۽ نہ تو ڇاهيان جو اِهڙيُنِ ڳالهيُنِ جو عدالتي ٿِئان (١٦) ۽ اُنهي

تِنِ کي دربار مؤن لوڌي ڪڍيو (١٧) پوءِ سڀني يُونانِن عِبادتخاني جي وڏيري سوسٿِنيس کي جهلي دربار جي سامُهون مار ڏِني پر گلين اِنهن ڳالهين جو سانگو ڪِي نہ ڪيو ÷

(١٨) ۽ پوُلُ اِنهان پوءِ بيا بہ گهڻا ڏِينہ اُتي ٽِڪيو پوءِ ڀائُرن کان موڪلائي ڪنخريا ۾ جِتيٰ سُکا هُيسِ تنهن تيٰ مٿو ڪُوڙائي جهاز تي چڙهي سوريا ڏي ويو ۽ پرِسڪِلا ۽ اڪوِلا ساڻُس گڏ هُئا (١٩) پوءِ اِفِسُس ۾ پهچي تِنِ کي اُتي ڇڏيائِ ۽ پاڻ عِبادتخاني ۾ وڃي يهُودِن سان ڳالهيُون ڪيائِ (٢٠) تڏهن اُنهن مِنٿ ڪئي تہ بِئا بہ ڪي ڏِينہ اسان وٽ ٽِڪُ پر تنهن نہ مڃيو (٢١) ۽ تِنِ کان هيئن چئي موڪِلايائِ تہ مُون کي ڪپُ آهي جو جيٰ تيٰ اچڻواري عِيد يرُوشلِيم ۾ ڪريان پر جيڪڏهن خُداءِ گهُريو آهي تہ توهان وٽ وري ايندُس پوءِ اِفِسُس کان جهاز چڙهيو (٢٢) ۽ قيصريا ۾ اچي اُتاهِين جماعت جي گڏجڻ لاءِ چڙهيو پوءِ وري انطاڪيہ ڏي لهي ويو (٢٣) ۽ ڪي ڏِينہ ٽِڪيو اُتاهِين نِڪتو پوءِ گلتيا جي ڏيہ ۽ فرگيا ۾ برابر گهُمندو سڀني شاگِردن کي پڪو ڪندو ويو ÷

(٢٤) ۽ اَپلوُسُ نالي هِڪڙو يهُودِي جنهن جو وطنُ اِسڪندريا هو جو تعلِيم ۾ پڙهيو ۽ لکيتن ۾ پڪو هو سو اِفِسُس ۾ آيو (٢٥) اُنهي خُداوند جي واٽ جي تعلِيم ورتي هُئي ۽ دِلِ ۾ جوش کائي خُداوند جيُون ڳالهيُون چڱيءَ پرِ ٻُڌائيندو ۽ سيکاريندو هو پر رُڳي يُوحن جي بپتِسما ڄاڻندو هو (٢٦) اُهو

عِبادتخاني ۾ بيپرواهيءَ سان ڳالهائڻ لڳو پوءِ اڪولا ۽ پرسڪلا تنهن جي ڳالهه ٻڌي تنهن کي پاڻ سان ورتو ۽ خُداءَ جي وات اڳئين کان بہ چڱيءَ طرح کيس ٻڌايائون (٢٧) جڏهن اُنهي اَخيا ڏي پار وڃڻ جي مرضي ڪئي تڏهن ڀائرن شاگِردن ڏي سندس آڌرڀاءَ ڪرڻ جي پارت لِکي مُڪلي ۽ تنهن اُتي پهچي جن خُداءَ جي فضل ڪري ويساهہ ڪيو هو تن جي گهڻي واهر ڪئي (٢٨) ڇالاءِ جو تنهن ڏاڍيءَ قُوت سان ماڻهن اڳيان يهُودين تي ڇمائي لِکيتن ڪري پڌرو ڪيو تہ هيءُ يسُوع اُهو مسيحُ آهي ::

## باب ١٩

پوءِ اِئين ٿيو جڏهن اپلوس ڪُرنٿ ۾ هو تہ پوُلس مٿين ڏيهن مان گهمي اِفسُس ۾ آيو ڪيترن شاگِردن کي اُتي ڏٺو (٢) تن کي چيائين تہ توهان ويساهہ ڪري پاڪ رُوحُ لڌو آهي تن چيُس تہ اسان ٻُڌو بہ ڪونهي تہ پاڪ رُوحُ آهي ڪِ نہ (٣) تڏهن چيائين تہ توهان ڇا ڪري ٻپتِسما ورتي هُنن چيو تہ يوحنا جي ٻپتِسما ڪري (٤) تڏهن پوُلس چيو يوحنا تہ توبه جي ٻپتِسما ڏيئي ماڻهن کي اِئين چوندو هو تہ جو مُنهنجي پُٺيان ٿو اچي يعني مسيحُ يسُوع تنهن تي ويساهہ ڪجو (٥) تہ اُنهن اِئين ٻُڌي خُداوند يسُوع مسيح جي نالي تي ٻپتِسما ورتي (٦) ۽ جڏهن پوُلس تن تي هٿ رکيا تہ مٿن پاڪ رُوحُ آيو ۽ اُهي ٻوليون ٻولڻ ۽ نَبوَت ڪرڻ لڳا (٧) ۽ اُهي سڀيئي ٻارهن ڄڻا ڪن هُئا (٨) ۽ اُهو اُن عِبادتخاني

ڀروچي ٻي پرواهي سان ڳالهائي ٿي مهينا خُداء جي بادشاهي جيُون ڳالهيُون ٻُڌائيندو ۽ تن کي سمجهائيندو رهيو (٩) پر جڏهن ڪن دل ڏاڍو ڪري ٻي ويساهي ٿي ماڻهن اڳيان تنهن واٽ کي ٻچڙو ٿي چيو تڏهن تنهن اُنهن کان پاسو ڪري شاگردن کي ڌار ڪيو ۽ ڏهاڙي تِرَنُس نالي هڪڙي جڻي جي تعليم جي جاء ۾ ڳالهيُون ڪندو هو (١٠) اِئين ٻن ورهن تاء پئي ٿيو اِهڙو جو سڀني اسيا جي رهڻوارن يهُودن توڙي يُونانين خُداوند يسُوع جو ڪلامُ ٻُڌو (١١) ۽ خُداء پولس هٿان وڏيُون ڪرامتُون ڏيکاريندو هو (١٢) جيئن ته رُومال ۽ پٽڪا هُن جي ٻُت کي ڇُهائي ناچڱن تي رکندا هُئا ته تن جي ڪسُ لهي ويندي هُئي ۽ تن مان ٻچڙا رُوح نڪري ويندا هُئا (١٣) تڏهن ڪن گهمندڙن جهاڙ ڦوڪ ڪرڻوارن يهُودن پانيو ته جن ۾ ٻچڙا رُوح پيا آهن تن کي خُداوند يسُوع جو نالو هڻي چئي ٻُڌايُون ته اسين توهان کي تنهن يسُوع جو سنهُ ٿا ڏيُون جنهن جي سُڌ پولُس ٿو وجهي (١٤) ۽ اِسڪيا نالي يهُودي وڏي ڪاهن جا ست پٽ به اِهو ڪمُ ڪندا هُئا (١٥) تڏهن ٻچڙي رُوح ورندي ۾ چيو ته يسُوع کي آءٌ ڄاڻان ٿو ۽ پولُس کي به سُڃاڻان ٿو پر توهين ڪير آهيو (١٦) ۽ جنهن ۾ ٻچڙو رُوحُ هو اُهو ماڻهُو تن تي اُلريو ۽ مٿن ڏاڍو ٿي تن کي هارايائين ته اُهي اُگهاڙا ۽ ڦٽيل ٿي تنهن گهر کان ڀڳا (١٧) پوء اِها ڳالهه سڀني يهُودن ۽ يُونانين اِفسُس جي رهندڙن کي پڌري ٿي ته اُهي سڀيئي ڊڄي ويا ۽ خُداوند يسُوع جي ناءَ جي وڏائي ٿي

(١٨) ۽ گهڻنِ جنِ ويساهُ ڪيو هو تنِ اچي پهنجا ڪم باسيا ۽ پڌرا ڪيا (١٩) ۽ گهڻنِ جادُوگرنِ پهنجا ڪِتاب گڏُ ڪري ماڻهنِ اڳيان ساڙي ڇڏيا پوءِ جڏهِ تنِ جي ناڻي جو ليکو ڪياءِ تہ پنجاهہ هزار رُپيا ٿيا (٢٠) اِنهيءَ پرِ خُداوند جو ڪلامُ گهڻو وڌيو ۽ ڏاڍو ٿيو ؞

(٢١) جڏهِ اِهو ٿي رهيو تہ پوُلَ رُوح ڪري رِٿيو جو مڪدُونيا ۽ اَخيا مان لنگهي يرُوشلِيم ۾ وڃان ۽ چياءِ تہ اُتي پهچڻ کان پوءِ مُون کي رُومُ بِہ ڏسڻُ گهرجي (٢٢) پوءِ جيڪي سندِئسِ خِدمت ڪندا هُئا تنِ مان تيمُتِئُس ۽ اِراستُس بنِ ماڻهنِ کي مڪدُونيا ڏي موڪِلي پاڻ ڪي ڏِينهہ اسيا ۾ رِهِيو ؞

(٢٣) تنِ ڏِينهنِ ۾ اُنهي مذهب ڪري ڏاڍو وِڳوڙُ پيو (٢٤) ڇا ڪان تہ ديميترِئُسُ نالي هڪڙو سونارو ارتمِس جي هَيڪل وانگيان چانديءَ جيُون تصوِيرُون جوڙِيندو هو ۽ اِنهي ڪِرتِ ڪندڙنِ کي گهڻو ڪارائِيندو هو (٢٥) تنهِ اُنهنِ کي ۽ ٻيا بِہ جيڪي اُها ڪِرتِ ڪندا هُئا تنِ کي گڏُ ڪري چيو تہ اي مڙدوُ توهي ڄاڻو ٿا تہ اساَجي وادِ اِنهيءَ ڪم ڪري آهي (٢٦) توهي ڏِسو ۽ ٻڌو ٿا تہ رُڳو اِفِسُس ۾ نہ پر اڪثِر سڄي اسيا ۾ بِہ اِنهي پوُلَ گهڻن ماڻهن کي اِئين چئي ڦيريو آهي تہ هي جي هٿ جا جُڙِئل آهنِ سي خُداءُ نہ آهنِ (٢٧) سو رُڳو اِهو پوُ نہ اٿون تہ اساَجي ڪِرتِ ٻي ماني ٿِيندي پر وڏيءَ ديويءَ ارتمِس جي هَيڪل بِہ ڪي نہ ڄهڙي پانئِبي ۽ جنهِ

ڪي سڄي اسيا ۽ سارو جهانُ ٿو پُوڄي تنهِ جي وڏائي بِہ جٽ ٿي وينديِ (٢٨) اُهي اِئي ٻُڌي ڪاوڙِ ۾ ڀرجي ويا ۽ رڙِ ڪري چياءُ تہ اِفسيُن جي ارتمِس وڏي آهي (٢٩) ۽ سڄي شهر ۾ لُڙ پيو پوءِ سيپئِي هڪدِلِ ٿي گائيُس ۽ اِرسترخُسُ مڪدُوني جي پوُل سآ پانڌيڙو هُئا تِنِ کي جهلي تماشيگاه ڏي ڊوڙيا (٣٠) جڏهِ پوُل پانيو تہ ميڙاڪي ۾ وڃان تہ شاگِردن تنهِ کي وڃڻُ نہ ڏِنو (٣١) ۽ ڪِنِ اسيا جي وڏِن ماڻ جي سندسِ سڄڻ هُئا تِنِ وٽِس ماڻهُو موڪلي مِنت ڪئي تہ تماشيگاه ۾ نہ وڃُ (٣٢) پوءِ اُتي رڙيُون ڪري ڪِنِ ڪي چيو ڪِنِ ڪي ڇا ڪاڻ تہ مجلِس مُنجهي ويئي هُئي ۽ تِنِ ماڻ گهڻِن نہ ڄاتو تہ ڇا ڪاڻ گڏُ ٿِيا آهِنِ (٣٣) تڏهِ جنهِ سِڪندر کي يهُودِنِ اڳي ڪيو تنهِ کي ماڻهُنِ ماڻ ٻاهرِ ڪڍي مهندِ ڪياءُ ۽ سِڪندر هٿ سآ اِشارو ڏيئي پانيو تہ ماڻهُنِ اڳيآ ورندي ڏيان (٣٤) جڏهِ اُنهنِ ڄاتو تہ هي يهُودِي آهي تڏهِ ٻِنِ ڪلاڪن تائين مِڙني هڪِڙي واڪي رڙيُون ڪيُون تہ اِفسيُن جي ارتمِس وڏي آهي (٣٥) پر شهر جي وڏيري ماڻهُنِ کي ٺاري چيو تہ اي اِفسِي مڙدو ڪهڙو ماڻهُو آهي جو نہ ٿو ڄاڻي تہ اِفسيُن جو شهرُ وڏِي ديوِيءَ ارتمِس ۽ مُشترِيءَ کآ ڪِرئل تصوِير جي هَيڪل جو راکو آهي (٣٦) پوءِ اِنهنِ ڳالهيُن کي ڪوئي رِيٽي نہ ٿو سگهي تنهِ ڪري واجِبُ آهي تہ توهي ٺرو ۽ تڪڙ سآ ڪي بِہ نہ ڪريو (٣٧) ڇا ڪاڻ تہ هِننِ جِنِ کي توهآ آندو آهي سي نہ هَيڪل جا ڦورو

آهن ۽ نہ توهان جي ديهن کي ٻيهر ڏسڻ وارا (٣٨) پر جيڪڏهن ديميترُس ۽ تنهن سان گڏ ڪرت ڪندڙ ڪنهن تي اڙي ڪندا هجن تہ دربار پئي پيئي آهي ۽ حاڪم ويٺا آهن هڪٻئي تي دانه ڪن (٣٩) ۽ جي ڪن ٻين ڳالهين جي ٻچا ڪندا هجو تہ راڄ ۾ ريت وانگيان نبرندي (٤٠) ڇا ڪا تہ اڄوڪي هُل ڪري اسي ٻچا ۾ اچڻ جهڙا آهيون تہ هن گوڙ جو ڪو سبب ڏيئي نہ ٿا سگهون (٤١) ۽ اِئي چئي مجلس اُٿاري ڇڏيائين :

## باب ٢٠

جڏهن هُل بس ٿيو تہ پوُل شاگردن کي سڏي پاڪر پائي مڪدُونيا ڏي وڃڻ لاءِ روانو ٿيو (٢) پوءِ اُنهن پاسن مان گهمي ۽ تن کي گهڻين ڳالهين ۾ نصيحت ڏيئي يُونان ۾ آيو (٣) ۽ ٽي مهينا اُتي ٽڪي جڏهن جهاز ۾ شام ڏي وڃڻ تي هو ۽ يهُوديہ سندس وجهہ ۾ لڳا هُئا تہ پاڻ اِها رٿ ڪيائين جو مڪدُونيا جي وات ڪان موٽان (٤) ۽ صوپترسُ برّيئي ۽ ارسترخُسُ ۽ سِڪندُسُ تسلنيڪي جا ۽ ڳايُسُ دربائي ۽ تيمُٿيُسُ ۽ اسيا جا تُخڪُسُ ۽ ترُفمسُ اِهي ساٿُس گڏ اسيا تائين ويا (٥) اِهي اڳي وڃي اسان لاءِ تروئاس ۾ ترسيا (٦) ۽ ٻي خميرڻ مانئي جي ڏينهن کان پوءِ اسي فلپي مان جهاز تي چڙهي پنجي ڏينهن تروئاس ۾ اُنهن وٽ پهتاسي ۽ ست ڏينهہ اُتي ٽڪياسي (٧) ۽ هفتي جي

پهرئي ڏينه جڏه ماني ڀڃڻ لاءِ شاگرد گڏ ٿيا تڏه پولس تن کي ڳالهيون ٻڌايون
ڇوجو ٻئي ڏينه وڃڻ تي هو پوءِ آڌي رات تاءِ ڳالهيون ڪندو رهيو (٨) ۽
جنه ماڙهي ۾ اسين گڏ هئاسين تنهن کي گهڻا ڏيا ٿي ٻريا (٩) ۽ يوتخس نالي
هڪڙو جوان دري تي ويٺو هو سو ڏاڍي ننڊ ۾ گهيرو هو جڏه گهڻي تاءِ پولس
ڳالهيون ڪندو رهيو تڏه هو ننڊ ۾ جهوٽو کائي ٽمار ڪان هيٺ ڪري پيو ۽ مئل
اچي ڪنيائونس (١٠) پر پولس لهي مٿاس پئجي رهيو ۽ ڀاڪر پائي چياءِ ته
الڪو نه ڪريو ڇاڪاڻ ته هن جو ساهه هن ۾ ئي آهي (١١) پوءِ مٿي وڃي ماني
ڀڃي کاڌاءِ ۽ گهڻي تاءِ تن سان ڳالهيون ڪندو رهيو جيسين ڪ صبح ٿيو ائين هو
هليو ويو (١٢) پوءِ انهي ڇوڪر کي جيئرو وٺي آيا ۽ ڏاڍي دلجاءِ ٿين ÷

(١٣) ۽ اسين پرڀرو جهاز تي چڙهي اسس ڏي وياسين اِها رٿ ڪري ته اتي
پولس کي چاڙهيون ڇاڪاڻ ته اهو تنهي پيرڙئي وڃڻ جي مرضي ڪري ائين ئي
چئي ويو هو (١٤) جڏه اهو اسس ۾ اسان کي گڏيو ته تنه کي چاڙهي متليني
۾ آياسين (١٥) ۽ اتانهي جهاز ڇوڙي ٻئي ڏينه خيس جي سامهون آياسين
۽ ورندي ڏينه سامس ۾ پهتاسين ۽ تروگليون ۾ ٽڪي ٻئي ڏينه مليتس ۾
آياسين (١٦) ڇاڪاڻ جو پولس اِها رٿ ڪئي ته افسس مان لنگهي وڃان ائين نه
ٿئي جو اسيا ۾ دير لڳيم انهي لاءِ تڪڙ ٿي ڪياءِ ته جي ٿي سگهي ته
پنتڪوست جي ڏينه يروشليم ۾ هجان ÷

(۱۷) ۽ تنهِ مِليتُس مان اِفِسُس ڏي ماڻهو موڪلي جماعت جي وڏيرن کي گهرايو (۱۸) ۽ جڏهِ اُهي وٽس آيا تہ چيائين توهين ڄاڻو ٿا جو پهرئين ڏينهِ کان وٺي جڏهانڪر آءٌ اسيا ۾ آيُس تڏهانڪر سڄي پيري ڪهڙيءَ ريت توهان ساڻ رهيُس (۱۹) تہ ڏاڍي نمرت ۽ گوڙها ڳاڙي ۽ آزمودا جي يهودن جي وجھ لڳڻ ڪري مون تي پيندا هُئا تن ۾ خداوند جي بندگي ڪندو رهيُس (۲۰) جيئن تہ ڪائي ڳالھ جا توهان جي ڀلائيءَ جي هُئي تنهِ کي نہ ڇڏيم اُٿلو توهان کي مجلس ۾ ۽ گهرگهر پڌرائيندو ۽ سيکاريندو هوس (۲۱) تہ يهودين ۽ يونانين جي سامهون اِها شاهدي ٿي پريم جو خداء جي اڳيان توبہ ڪريو ۽ اسان جي خداوند يسوع مسيح تي ويساهہ آڻيو (۲۲) هاڻي ڏسو آءٌ روح جو ٻڌل يروشليم ڏي ٿو وڃان ۽ نہ ٿو ڄاڻان تہ اُتي مون تي ڇا نبرندو (۲۳) پر ايترو آهي جو پاڪ روح سيڪنهِ شهر ۾ اِئين چئي شاهدي ٿو ڏئي تہ بند ۽ ڏقتون مون لاءِ هڪيون آهن (۲۴) پر آءٌ تنهِ کي ڪي نہ ٿو ليکيان ۽ پهنجي ساهہ کي بہ پيارو نہ ٿو رکان جو پهنجي ڊوڙ سرهائيءَ سان پوري ڪريان ۽ اُها خدمت بہ پوري ڪريان جا مون خداوند يسوع کان ورتي تہ خداء جي فضل جي چڱيءَ سُڌِ جي شاهدي پريان (۲۵) هاڻي ڏسو آءٌ ڄاڻان ٿو تہ توهين سڀ جن ۾ آءٌ خداء جي بادشاهيءَ جو هوڪو ڏيندو گهميُس سي وري مُهنجو مُنهُ ڪڏهين نہ ڏسندؤ (۲٦) تنهِ ڪري اڄوڪي ڏينهِ آءٌ توهان کي شاهد ٿو ڪريان تہ آءٌ

سڀ جي خُون کاَ پاڪُ آهيان (۲۷) ڇا ڪاَ تہ مُون خُداءَ جي سارِيءَ مرضِيءَ
ٻُڌائِڻ کاَ پاسو نہ ڪيو (۲۸) پوءِ پهنجوءِ هِن ساري ڌڻ جو ڌيانُ ڪِجو تہ جنهِ
تي پاڪ رُوح توهاَ کي راکو ڪيو تہ خُداءَ جي جماعت جنهِ کي اُنهي
پهنجيءَ خُون ڪري مُلهِ ڳِڌو تنهِ کي سانڍِجو (۲۹) ڇا ڪاَ جو آءٌ ڄاڻان
ٿو تہ مُهنجي وڃڻ کاَ پوءِ ڏايا بگهڙ توهاَ ۾ اِيندا جي ڌڻ تي ڪا ٻاجهہ نہ
ڪندا (۳۰) ۽ توهاَئي ماَ ماڻهُو اُٿندا جي شاگِردنِ کي پهنجي پاسي ڇِڪڻ
لاءِ اُونڌيُون ڳالهيُون ڇوَندا (۳۱) سو اوهي ڄاڳندا رهو اِها يادِ ڪري تہ آءٌ ٽِنِ
ورهِنِ تاءِ راتِ ڏِينهِ ڳوڙها ڳاڙي سيڪنهِ کي سمُجهائِڻ کاَ نہ رهيُسِ (۳۲) اڃ
ڀائرو هاڻي آءٌ توهاَ کي خُداءَ ۽ تنهِ جي فضل جي ڪلامر کي ٿو پرنيان جو
توهاَ کي اڏي ۽ پاڪن ۾ ڀاڱو ڏيئي ٿو سگهي (۳۳) مُون ڪنهِ جي سون جاَ
رُپي جاَ ڪپِڙي جو حِرصُ نہ ڪيو (۳۴) توهي پاڻ ٿا ڄاڻو تہ هِننِ مُهنجنِ
هٿنِ مُهنجيُون ۽ مُهنجنِ سنگتِنِ جيُون گهُرجُون لاٿيُون (۳۵) مُون سڀِني ڳِالهِي
اوهاَ کي ڏسيو تہ اِئي پورهيو ڪري ڏُبرنِ جي واهِر ڪريو ۽ خُداوند يسُوع جا
ڪلامر يادِ رکو جو پاڻ چياءَ تہ وٺڻُ کاَ ڏِئڻُ سڳورو آهي (۳٦) تنهِ اِهي ڳالهيُون
چئِي گوڏا کوڙي تِنِ سڀِني سُودو دُعا گهُرِي (۳۷) اُهي سڀيئي گهڻو رُنا ۽ پوُل
کي ڀاڪُر پائي چُمياءُ (۳۸) ۽ گهڻو ڪري اِنهيءَ ڳالهِ لاءِ ڏُکي ٿِيا جو اُنهي چيو
هو تہ توهي مُهنجو مُنهُ وري نہ ڏِسندؤ اِئي جهاز تاءِ تنهِ کي اُماڻياءُ ⁘

## بابُ ٢١

پوءِ ھيُ ٿيو جڏھِ اسين اُنھنِ کاَ ڌارُ ٿي ھلياسين تہ سَنئين واٽ ڏيئي ڪوس
۾ آياسين ۽ ٻئي ڏِينھِ روڊس ۾ پوءِ اُتانھين پاترا ۾ پھُتاسين (٢) ۽ ھِڪِڙو جھازُ
فَينِيڪِيءَ ڏي لنگھِيندو ڏِسي اُنھي تي چڙھِي ھليا وِياسين (٣) پوءِ جڏھِ قُبرس
ڏِسڻ ۾ آيو تہ تنھِ کي ڏائي ھٿِ ڇڏي شام ڏي ھلياسين پوءِ صُور ۾ لٿاسين
ڇا کاَ تہ اُتي جھاز تاَ بارُ لھِڻو ھو (۴) ۽ شاگِردنِ ساَ گڏِجي ست ڏِينھ اُتي
ٽِڪياسين تِنِ رُوح جي ڏَسڻ ڪري پوُل کي چيو تہ يرُوشلِيم ڏي نہ چڙھُ (٥) ۽
جڏھِ اسين تِنِ ڏِينھنِ کي نِبيري رھياسين تڏھِ نِڪِري ھلياسين پوءِ اُنھنِ سڀني
زالُنِ ۽ ٻارنِ سُودو شھر جي ٻاھر تائين اساَ کي پُڄايو ۽ اساَ سمُنڊ جي ڪنڌِيءَ
تي گوڏا کوڙي دُعا گھُري (٦) ۽ ھِڪِٻئي کاَ موڪِلائي اسين جھاز تي چڙھياسين
۽ اُھي پھنجي پھنجي گھر ڏي موٽيا (٧) پوءِ اسين جھاز جي مُسافِري نِبيري
صُور کاَ تُلمَيس ۾ پھُتاسين ۽ ڀائُرنِ کي سلام ڪري ھِڪِڙو ڏِينھُ ساڻُنِ رھياسين
(٨) ٻئي ڏِينھِ پوُل ۽ سندسِ سنگتي جيڪي ھُئاسين سي قَيصرِيءَ ۾ آياسين
۽ ڇڱي سُڌِ ٻُڌائِيندڙ فِلِپُس جي گھر ۾ وڃي ٽِڪياسين جو تِنِ ستنِ ماَ ھِڪِڙو
ھو (٩) تنھِ جيُون چارِ ڪُنئاريُون ڌِيُون نُبوَت ڪنديُون ھُيُون (١٠) پوءِ جڏھِ
گھڻا جيترا ڏِينھ اُتي ٽِڪياسين تہ اگبُسُ نالي ھِڪِڙو نبي يھُودِيہ ماَ لھي آيو

(١١) تنهِ اساً وٽِ اچي پوُل جو چپلهِ بندُ ڪٺي پهنجا هٿ پير ٻڌي چيو جو پاڪ رُوحُ اِئين ٿو چوي ته جنهِ جو هيُ چپلهِ بندُ آهي تنهِ مڙد کي يرُوشلِيم ۾ يهُودي اِئيئي ٻڌندا ۽ ٻئن ذاتيُن جي هٿِ ڏِيندا (١٢) جڏهِ اِئي ٻُدوسون ته اساً ۽ اُتي جي ماڻهُن تنهِ کي مِنٿ ڪئي ته يرُوشلِيم ڏي نه چڙهُه (١٣) تڏهِ پوُل ورندي ڏِني ته توهي ڇا ٿا ڪريو جو روئي مُهنجي دِلِ ٿا ڀڃيو ڇا ڪاً ته ماً رُڳو ٻڌِجڻ لاءِ نه پر خُداوند يسُوع مسِيح جي نانوَ تي يرُوشلِيم ۾ مرڻ لاءِ بِه سنبهيو آهيان (١٤) پوءِ جڏهِ تنهِ نه مڃيو ته اسي اِئي چئي ماٺِ ڪري رهياسي ته جيڪا خُداوند جي مرضي سا ٿِئي ❖

(١٥) ۽ تنِ ڏِينهنِ کاً پوءِ اسي پهنجا وسُلا کٺي يرُوشلِيم ڏي چڙهياسي (١٦) ۽ قَيصرِيءَ ماً ڪيترائي شاگرد اساً ساً هليا تنِ مناسون قپرسِيءَ هِڪڙي پُراڻي شاگِرد کي پاڻ ساڻُ نِئو جو تنهِ وٽِ اساً کي ٽِڪڻو هو (١٧) جڏهِ اسي يرُوشلِيم ۾ پهُتاسي ته ڀائُرنِ اساً کي سرهائِيءَ ساً آڌرڀاءُ ڪيو (١٨) ۽ ٻِئي ڏِينهِ پوُل اساً ساڻُ يعقُوب وٽِ هليو ۽ سڀيئي وڏيرا اُتي گڏُ هئُا (١٩) پوءِ تنِ کي سلامُ ڪري جيڪي ڪي خُداءِ تنهِ جي خِدمت ڪري ٻئنِ ذاتيُنِ ۾ ڪيو هو سو نِرواڙ ڪري ٻُڌاياءِ (٢٠) تنِ اِئي ٻُڌي خُداوند جي ساراهه ڪئي ۽ چيائُونس ته ادا ٿُون ڏِسي ٿو ته ڪيترائي هزار يهُودي آهِنِ جي وِيساهي ٿيا پر سڀيئي شريعت تي سعيي‌ڪار آهِنِ (٢١) ۽ اُنهنِ کي تو ناءُ ٻُڌايو اٿنِ

تہ جي هيڏا هوڏا ڏيهن ۾ آهِن تِن مڙني يهُودِن کي سيکاريِ ٿو تہ مُوسيٰ کاَ ڦِرِي وڃن ۽ چئي ٿو تہ پهنجن ٻارڙنِ کي نہ توهرجو ۽ شريعت جي ريتِ تي نہ هلجو (٢٢) هاڻي ڇا ڪرڻو آهي نيٺِ ماڻهُو گڏ ٿيندا ڇا ڪاَ جو ٻُڌندا تہ تُون آيو آهين (٢٣) پوءِ اِهو جو اسين توکي ٿا چئُون سو ڪرِ تہ اساَ ساَ چارِ ڄڻا آهِن جِن پاڻ ۾ سُکا سُکِي آهي (٢٤) تِنِ کي گڏ وٺي پاڻ کي تِنِ ساَ پاڪُ ڪرِ ۽ اُنهن لاءِ کي خرچ ڪرِ تہ اُهي پهنجو متو ڪُوڙائِين تڏهِ سيپئي ڄاڻندا تہ جيڪي تو ناءِ ٻُڌايو اٿِن سو ڪي ڪينهي پر تُون پاڻ ريتِ وانگياَ ٿو هلين ۽ شريعت کي ٻِ مڃين ٿو (٢٥) پر جي ٻِين ذاتيِن ماَ ويساهي ٿيا تِنِ لاءِ اساَ رِٿي لِکيو آهي تہ اُهي اِهڙيُون اِهڙيُون ڳالهيُون نہ مڃِينِ اِنهي ڌاراَ جو بُتنِ جي چاڙهئلنِ کاَ ۽ رت کاَ ۽ گهوگهي ساَ گهُٽئلنِ کاَ ۽ حرام کاَ بچا رهنِ (٢٦) تڏهِ پوُل تِنِ ماڻهُنِ کي پاڻ ساَ ورتو ۽ ٻِئي ڏِينهِ پاڻ کي تِنِ ساَ پاڪُ ڪري هَيڪل ۾ پيٺو ۽ سندنِ پاڪائي لاءِ تِنِ ڏِينهنِ جي پُوريِ ٿيڻ جي سُڌ ڏِناءُ تہ تنهِ مهل هِڪڙي هِڪڙي جي نذر چڙهندي ؛

(٢٧) ۽ جڏهِ اُهي ست ڏِينه پُورا ٿِيڻ ۾ هُئا تہ اسيا جي يهُودِنِ تنهِ کي هَيڪل ۾ ڏِسي سڀني ماڻهُنِ کي چوريو ۽ تنهِ ڏي هٿ کڻي واڪا ڪياءُ (٢٨) تہ اِي اِسرائيلي مڙدوُ واهِر ڪريو ڇو تہ هيُ اُهو ماڻهُو آهي جو سڀني کي سيڪنهِ هندِ هِن قوُم ۽ شريعت ۽ هِن جاءِ کاَ اُبتڙ ٿو سيکاري ۽ تنهِ ڌاراَ

يُونانن کي بہ هَيڪل ۾ آندو اٿس ۽ هِن پاڪ جاءِ کي پليت ڪيو اٿس (٢٩) ڇا ڪاڻ تہ اُنهن اڳي ترُوفِمُس اِفسِيءَ کي تِن سان گڏ شهر ۾ ڏٺو هو سو ڀانياءُ تہ پوُلُ تنهِ کي هَيڪل ۾ آندو آهي (٣٠) تڏهِ سڄي شهر ۾ هُلُ پيو ۽ سڀيئي ماڻهُو گڏجي ڀوڙيا ۽ پوُلُ کي جهلي هَيڪل کان ٻاهر گهليائون پوءِ سُتتُئي در پُورِجي ويا (٣١) ۽ جڏهِ اُهي سندس مارڻ جي رِٿ ۾ هُئا تہ ڪٽڪ جي وڏيري کي سُڌِ پيئي جو سڄي يرُوشلِيم ۾ گوڙ پيو آهي (٣٢) اُهو اُنهيئي وير سپاهِن ۽ صُوبيدارن کي وٺي تِن ڏي ڀوڙيو تہ اُنهن ڪٽڪ جي وڏيري ۽ سِپاهِن کي ڏسي پوُلُ جي مارڻ کان بس ڪئي (٣٣) پوءِ ڪٽڪ جي وڏيري ويجهو اچي تنهِ کي ورتو ۽ حُڪمُ ڪياءِ تہ هِن کي ٻِن زنجيرن سان ٻڌو ۽ پُڇياءِ تہ هيءُ ڪيرُ آهي ۽ ڇا ڪيو اٿس (٣٤) تہ گوڙ مان ڪي ڪجهه ٻيو ڪن کي چيو ڪِن ڪي ڏا جڏهِ هُل کان ڪائي ڳالهِ پڪ ڪري نہ سگهيو تڏهِ حُڪمُ ڏناءِ تہ هِن کي ڪوٽ ۾ وٺي وڃو (٣٥) پوءِ جڏهِ چڙهڻي وٽ پهتو تہ هيءُ ٿيو جو ماڻهُن جي ڏاڍِ ڪري اُهو سِپاهِن کي کڻڻو پيو (٣٦) ڇا ڪاڻ تہ ماڻهُن جي سڀيئي گوڙ پُٺيان پئي رڙيون ڪيون تہ هِن کي ڪڍي ڇڏيو ∴

(٣٧) پوءِ جڏهِ پوُلُ کي ڪوٽ ۾ نيڻ لڳا تہ ڪٽڪ جي وڏيري کي چياءِ جيڪڏهِ مُون کي موڪل هُجي تہ تو سان ڪي ڳالهايان تنهِ چيُس تہ تُون يُوناني ڄاڻين ٿو (٣٨) تُون اُهو مِصرِي نہ آهين ڇا جنهِ هِنن ڏينهن کا اڳي

جهيڙو اُٿاريو هو ۽ چارِ هزار مارِي جهنگ ۾ وٺِي ويو (٣٩) پوُلُ چيو ته آءٌ يهُودِي ڪِلِڪيا جي پڌرِي شهر ترسُس جو رهندڙُ آهيان ۽ توکي مِنت ٿو ڪريان ته مُون کي ماڻهُن سان ڳالهائڻ لاءِ موڪل ڏي (٤٠) جڏهِن تنهِ موڪل ڏِنئس ته پوُلُ چڙهِي تي بيهي ماڻهُن کي هٿ سان اِشارو ڏِنو ۽ جڏهِن ڏاڍِي ماٺِ ٿي ويئي ته عبرانِي ٻولِي ۾ هيئن چوڻ لڳو ⁘

## باب ٢٢

اي ڀائرو ۽ ابؤ هي وراڻِي جا آءٌ هاڻِي توهان کي ٿو ڇوان سا ٻُڌو (٢) جڏهِن اُنهن ٻُڌو ته هُو عبرانِي ٻولِي ۾ اسان سان ٿو ڳالهائي ته هيڪارِي ماٺِ ڪيائون پوءِ تنهِ چيو (٣) ته آءٌ يهُودِي ڪِلِڪيا جي ترسُس نالي شهر جو ڄاوَلُ آهيان ۽ اِنهيئي شهر ۾ گملِئيل جي پيرن هيٺِ نِپجِي پڻ ڏاڏن جي شريعت پٽاندڙ چڱي پر تعليم لڌم ۽ خُداءِ جي واٽ ۾ اِهڙو سعيي ڪارُ هوس جهڙا اڄوڪي ڏينهِ توهين سڀيئي آهيو (٤) جو مُون هن راهه تي هلندڙن کي موُت توڻي ڏُکويو ته مُڙسن ۽ زالُن کي ٻڌِي بنديخاني ۾ وِڌم (٥) جيئن ته وڏو ڪاهِنُ ۽ پرِئِن مُڙسن جي سڄِي مجلِس بہ مُنهنجا شاهد آهن ته آءٌ تن کان ڀائرن ڏي ڪاگر وٺِي دِمشق ۾ وِيس ته جيڪي اُتي هُجن تن کي ٻڌِي يرُوشلِيم ۾ سيکت لاءِ کِڻِي آڻيان (٦) پوءِ جڏهن آءٌ هليو ٿي وِيس ۽ دِمشق

جي وِچھو پھتُس ۽ پھر ڪنُ ڏينهُ چڙهيو هو ته اِئِي ٿيو جو اوچتو مُهنجي
چوڌارِي ڏايو سوجھرو آپ منجھاً چمڪيو (۷) پوءِ آءٌ ڌرتيءَ تي ڪرِي پِئُسِ
۽ ڳالھه ٻُڌمِ جنهِ مُون کي چيو ٿي ته اي سؤُل اي سؤُل تُون مُون کي ڇو ٿو
ڏڪوئِين (۸) تڏهِ مُون ورندِيءَ ۾ چيو ته اي ڌڻِي تُون ڪيرُ آهِين تنهِ مُون کي
چيو ته آءٌ يسُوع ناصرِي آهيان جنهِ کي تُون ٿو ڏڪوئِين (۹) ۽ مُهنجا سنگتِي
سوجھرِي کي ڏِسِي ڊِڄِي ويا پر جنهِ مُون ساڻُ ٿي ڳالهايو تنهِ جو نه ٻُڌائون
(۱۰) تڏهِ چيومَاسِ اي خُداوند آءٌ ڇا ڪريان خُداوند مُون کي چيو ڇي
اُٿُ ۽ دِمِشق ۾ وڃُ اُتي جيڪي تُهنجي ڪرڻ لاءِ رٿيو آهي سو سڀُ توکي
چئِبو (۱۱) ۽ جڏهِ اُنهي سوجھرِي جي چمڪي ڪري آءٌ نه ڏِسِي سگھيُسِ
ته سنگتِن جو هٿُ وٺِي دِمِشق ۾ آيُسِ (۱۲) پوءِ حننيا نالي شريعت مُوجِب
ديندارُ ماڻھُو جو اُتي جي رهڻوارن يھُودِن ۾ ساکائِتو هو (۱۳) تنهِ مُون وٽِ
اچِي بيهِي مُون کي چيو ته اي ادا سؤُل تُون جوتِوارو ٿِيءُ پوءِ اُنهِيءَ گھڙِيءَ
ورِي نُورُ لهِي ڏانهُس نِهاريُمِ (۱۴) تنهِ چيو ته اسَّاجي پِيءُ ڏاڏن جي خُداءِ
توکي اڳيئِي رٿِي چڙيو آهي ته تُون سندِئسِ مرضِي ڄاڻِين ۽ تنهِ سچي کي
ڏِسِين ۽ تنهِ جي واتون ڳالھه ٻُڌِين (۱۵) اِنهي لاءِ ته جي ڳالهيُون تو ڏِٺيُون ۽
ٻُڌيُون تِن جو سڀني ماڻھُن اڳيا سندُسِ شاهِدُ ٿيندين (۱۶) ۽ هاڻي ڇو ٿو دير
ڪرِين اُٿِي بپتِسما وٺُ ۽ خُداوند جو نالو وٺِي ڌوهن کي ڌوئِي ڇڏِ (۱۷) جڏهِ

آءٌ يرُوشلِيم ۾ موٽي آيس ۽ هَيڪل ۾ دُعا ٿي گھُريَم تہ اِئين ٿيو جو آءٌ بي خبر ٿي ويُس (١٨) ۽ تنهِ کي پاڻ سان ڳالهائيندو ڏِٺم جي سِگھو تڪڙ ڪري يرُوشليم مان نِڪري وڃُ ڇا ڪا تہ مُون لاءِ تُنهنجي شاهِدِي ڪي نہ مڃِيندا (١٩) پوءِ مُون چيو اي خُداوند اُهي ڄاڻنِ ٿا تہ عِبادتخاني عِبادتخاني ۾ جِن تو تي وِيساهُ آندو تِن کي بندِ ڪندو ۽ چابُڪ هڻندو هوسِ (٢٠) ۽ جنهِ مهل تُنهنجي شاهِد اِستِيفن جو رتُ ٿي وهيو تڏهِ آءٌ بِہ ساڻُن رِجهي بِيٺو هوسِ ۽ اُن جي مارڻوارنِ جي ڪپڙنِ جو سماءُ ٿي ڪيُم (٢١) پر تنهِ مُون کي چيو تہ وڃُ آءٌ توکي پري ڀِنّنِ ذاتِنِ وٽِ موڪِليندُسِ ÷

(٢٢) اُنهنِ اِنهي ڳالهِ تاءِ تنهِ جي ٻُڌِي پوءِ ڏايو واڪو ڪري چياءُ تہ اِهڙي ماڻهُوءَ کي دَرتِيءَ تان ڪٽي ڇڏِ تہ تنهِ جو جِئڻُ ارِهندو آهي (٢٣) پوءِ جڏهِ اُنهنِ رڙيُون ٿي ڪيُون ۽ لٽا ٿي اُڇليا ۽ ڌوڙِ ٿي اُڏاياءُ (٢٤) تڏهِ ڪٽڪ جي وڏيري حُڪمُ ڏِنو تہ هِن کي ڪوٽ ۾ وٺي وڃو ۽ چياءُ تہ هِن کي چابُڪ هڻِي سندسِ واتون پڪ ڪريو تان تہ سُڌِ پوي جو اُهي ڇا ڪا هِن تي اِهڙيُون رڙيُون ٿا ڪنِ (٢٥) جڏهِ اُنهنِ تنهِ کي وِڍيُنِ سان ٿي ٻڌو تہ پوُلُ اُتي بِيٺل صُوبيدار کي چيو جو رُومِيءَ ماڻهُوءَ کي جنهِ تي ڪو ڏوهُ پڌرو نہ ٿيو تنهِ کي چابُڪ هڻڻُ اوهان کي رِهائي ٿو ڇا (٢٦) صُوبيدار اِئين ٻُڌِي ڪٽڪ جي وڏيري وٽِ وڃي سُڌِ ڏِيئي چيو تہ جيڪي تُون ڪرين ٿو تنهِ جو سماءُ رکُ ڇا ڪا جو هِي

ماڻھو رُومي آھي (٢٧) پوءِ وڏيري تنھِ وٽِ اچي چيو تہ مُون کي چؤ تُون رُومي آھي ڪِ نہ تنھِ چيو ھؤ (٢٨) وڏيري ورندي ڏني تہ مُون گھڻا رُپيا ڏيئي اِھا وڏائي ورتي پؤل چيو آءٌ تہ ڄائوئي اِھڙو آھيان (٢٩) پوءِ اُنھي مھل جيڪي تنھِ جي پڪ ونڻ تي ھُئا سي تنھِ کؤ پري ٿيا ۽ وڏيري بہ تنھِ کي رُومي ڄاتو ۽ جو ٻڌايو ھُئائيس تنھِ ڪري ٻِڄي وِيو (٣٠) ورندي صُبحُ جو اِئي ڀانئي تہ يھُوديِ ھِنِ تي دآه ڇو ٿا ڪنِ سو پڪ ڪريان تنھِ ڪري سندس بُنڌ لاھي حُڪمُ ڏنائين تہ وڏيرا ڪاھنِ ۽ تِنِ جي سڄي مجلِس گڏ ٿئي پوءِ پؤل کي ھيٺِ آڻي تِنِ جي وِچ بيھاريائين ⁘

## باب ٢٣

تڏھِ پؤل مجلِس ڏي نِھاري چيو تہ اي ڀائرؤ آءٌ اڄوڪي ڏينھ تائين دِلِ جي پُورِئَ سچائيءَ سان خُداء جي اڳيان ھلندو رھيُس (٢) تڏھِ وڏيري ڪاھِن حننيا جيڪي ھُن وٽِ بيٺا ھُئا تِنِ کي سندسِ مُنھ تي چماٽون ھڻڻ جو حُڪمُ ڏنو (٣) تڏھِ پؤل تنھِ کي چيو اي اڇي راڱيل ڀِتِ تو تي خُداء جي مار پوندي جو تُون شريعت وانگُرُ مُنھنجي عدالت ڪرڻ وِيٺو آھين سو شريعت کؤ اُبتو حُڪمُ ٿو ڏين تہ مُون کي مارِينِ (٤) پوءِ جيڪي وِٽسِ بيٺا ھُئا تِنِ چيو تہ تُون خُداء جي وڏيري ڪاھِن کي ڇِڙڪين ٿو ڇو (٥) پؤل

چيو تہ مُون نہ ڄاتو تہ هي ڪو وڏيرو ڪاهن آهي ڇا ڪاڻ جو لِکيو آهي تہ تُون پنهجي قوم جي وڏيري کي بُڇڙو نہ چوُ (٦) جڏهِ پوُلُ ڄاتو تہ هِتي هِڪڙي ڀتي صدُوقي ۽ ٻي ڀتي فريسي آهن تڏهِ مجلس ۾ واڪو ڪياءِ تہ اي ڀائرُو آءٌ فريسي فريسيءَ جو پٽُ آهيان سو مُئن جي جي اُٿڻ جي آس ڪري ڇِڪجان ٿو (٧) هُن جي اِئي چَوَڻ ڪري فريسِن ۽ صدُوقِن ۾ جهيڙو لڳو ۽ مجلِس ۾ سندو پئجي ويو (٨) ڇا ڪاڻ جو صدُوقي چَوَن ٿا تہ جي اُٿڻُ نہ آهي ۽ فِرشتو ۽ رُوح بِہ نہ آهي پر فريسِن ٻنهي کي ٿا مڃين (٩) پوءِ ڏاڍو هُلُ ٿيو ۽ جي فريسن جي پاسي جا شرع ٻُڌائڻ وارا هُئا سي اُٿي وڙهي چَوَڻ لڳا تہ اسين هِن ماڻهُوءَ ۾ ڪائي بُڇڙائي نہ ٿا ڏِسُون ٻِئو جيڪڏهِ ڪنهِ رُوح جا فِرشتي هِن سان ڳالهايو هُوندو تہ اسين خُداءِ سان ڪين نہ وڙهنداسين (١٠) پوءِ ڏاڍي هوڏ ٿي ۽ ڪٽڪ جو وڏيرو ڊِنو جو متان پوُل کي چِيري نہ وِجهن اِنهي ڪري ڪٽڪ کي حُڪمُ ڏِناءِ تہ توهين لهي هِن کي اِنهن مان ڪڍِي ڪوٽ ۾ وٺي اچو ؛

(١١) تنهِ راتِ خُداوند وِٽس اچي چيو اي پوُل دِلجاءِ ڪر ڇا ڪاڻ تہ جيئن تو يرُوشلِيم ۾ مُون لاءِ شاهدي ڀري آهي تيئن رُوم ۾ بِہ شاهدي ڀرڻ گهرجيئي (١٢) پوءِ جڏهِ ڏِينهُ ٿيو تہ ڪيترن يهُودِن پہُ ڪري چيو ڇپي جيستاءِ ڪِ اسين پوُل کي نہ مارِيُون تيستي ڪين جي ڪائُون ڄا پِيُون تہ لعنت اٿون

(١٣) ۽ جِنِ پاڻ ۾ اِهو سنهُ ڪنيو هو سي چاليهن کان به وڌيڪ هُئا (١٤) تن وڏيرن ڪاهنن ۽ پرڻن مُرسن وٽ وڃي چيو ته اسان پاڻ تي ڏاڍي لعنت وِڌي آهي ته جيستائين پولس کي نه ماريُون تيستائين ڪجهه به نه چکنداسين (١٥) پوءِ هاڻي توهين مجلس سوڌو ڪٿڪ جي وڏيري کي چتايو ته اهو سڀاڻي تنهِ کي توهان وٽ لاهي اچي جڻ ته توهين سندس ڳالهه اڃا به چڱيءَ پر سمجهڻ ٿا چاهيو ۽ اسين هڪيا آهيون جو اهو اچي اُتي اِيندوئي ڪين نه ته ماري وِجهنداسين (١٦) ۽ پولس جي ڀاڻيجي تن جي وجهه جي سُڌ لهي ڪوٽ ۾ وڃي پولس کي ٻُڌايو (١٧) تڏهن پولس صوبيدارن مان هڪڙي کي سڏي چيو ته هن جوان کي ڪٿڪ جي وڏيري وٽ وٺي وڃ ڇا ڪان ته هن کي ڪنهن ڪا سُڌ ڏيڻي آهي (١٨) پوءِ اهو تنهِ کي ڪٿڪ جي وڏيري وٽ وٺي ويو ۽ چيائينس ته پولس ٻانڌيءَ مون کي سڏي منٿ ڪئي ته هن جوان کي تو وٽ آڻيان جو هن کي توسان ڪجهه ڳالهائڻو آهي (١٩) پوءِ ڪٿڪ جي وڏيري تنهِ جو هٿ وٺي نويڪلو وڃي پڇيس ته اِهو ڇا آهي جو مون کي چوڻو اٿيئي (٢٠) تنهِ چيو ته يهودين تو وٽ اِنهيءَ منٿ ڪرڻ جي پڪ ڪئي آهي جو سڀاڻي پولس کي مجلس ۾ لاهي اچجُ جڻ ته هو تنهِ جي ڳالهه اڃا به چڱيءَ ريت سمجهي ٿا چاهين (٢١) پر تون اُنهن جي متان مڃين ڇا ڪان ته چاليهن کان به گهڻا ماڻهو تنهِ جي وجهه ۾ لڳا آهن جن پاڻ تي لعنت وِڌي آهي ته

جيسي تنهِ کي نہ مارِينداسِين تيسِين نہ ڪِي کائينداسِين نہ ڪِي پِئنداسِين ۽ هاڻي اُهي سنبهيا وِيٺا آهِن رُڳو تُهنجي ٻولِ جي وات ٿا ڏِسن (٢٢) تڏهِ ڪٽڪ جي وڏيري تنهِ جوان کي موڪل ڏِني ۽ پارت ڪيائِيس تہ ڪنهِ کي متان ٻُڌائِي جو هيءَ ڳالهِ کا مُون ڪٽڪ جي وڏيري کي سلي (٢٣) ۽ ٻن صُوبيدارن کي سڏي چيائين تہ قيصرِيءَ ڏي وڃڻ لاءِ ٻہ سا سِپاهِي ۽ ستر هسوار ۽ ٻہ سا ڀالنِ وارا پهر راتِ مهل سنباهِجو (٢٤) ۽ وهٽ بِہ هڪيا ڪِجو تہ پوُل کي چاڙهي فِيلڪس حاڪِم وٽ سلامتِيءَ سان پهُچائِين (٢٥) ۽ هِن ريتِ جي هِڪڙِي چِٺِي لِکيائين (٢٦) تہ فِيلڪس بهادرُ حاڪِم کي ڪلوُديُس لُوسياس جا سلام پهُچن (٢٧) تہ يهُودِين هِن ماڻهُوءَ کي جهلِي سندس مارڻ ۾ هُئا سو آءٌ ڪٽڪ سُوڌو چڙهي وِيُس ۽ تنهِ کي رُومِي جاڻي ڇڏائي آيُسِ (٢٨) پوءِ ڀانيُم تہ سُڌ لهان جو اُنهن هِن تي ڇا کا داوه ڪِئي تڏهِ اُن کي تِن جي مجلِس ۾ آندُم (٢٩) اُتي سمُجهيُم تہ اُهي پهنجي شريعت جي پڇ ڳاڇ بابتِ هِن تي اٿِي ٿا ڪن پر ڪائِي اهِڙِي مارڻ جا بند جهڙِي مَنجهِس نہ آهي (٣٠) ۽ جڏهِ مُون کي پروُ پيو تہ يهُودِي هِن مڙد جي وجهہ ۾ لڳا آهِن تڏهِ مُون تنهِ کي سِگهوئِي تو ڏي موڪِليو ۽ سندس چڪيندڙن کي بِہ حُڪمُ ڏِنُم تہ تو وٽ هِن تي اهِڙِي ڪن پنهنجِي مَٿيون صلاح (٣١) پوءِ سِپاهِن حُڪم وانگرُ پوُل کي وٺِي راتون راتِ انتِيپترِس ۾ پهچايو (٣٢) ۽ صُبح جو هسوارن کي هُن سان وڃڻ لاءِ ڇڏِي اُهي

ڪوٺ ڏني موٽيا (٣٣) تن قيصرِيءَ ۾ پهچي حاڪم کي چٺي ڏني ۽ پولُس کي تنهن جي اڳيان حاضر ڪيائون (٣۴) حاڪم پڙهي پڇيو ته هي ڪهڙي ڏيه جو آهي پوءِ ڪِلڪيا جو جاڻي چيائين (٣٥) ته جڏهن تنهنجا چڪيندڙ هتيا آهن تڏهن آءٌ تنهنجي ڳالهه ٻڌندس ۽ حڪم ڏنائين ته هن کي هيرود جي ڪچهريءَ ۾ سوگهو ڪريو ÷

## باب ٢۴

پنجن ڏينهن کان پوءِ حننيا وڏيرو ڪاهن وڏيرن سان ۽ هڪڙي ترتلُس نالي وڪيل سان لهي ويو ۽ انهن حاڪم وٽ پولُس تي دانهه ڪئي (٢) ۽ ترتلُس کي سڏيائين ته اُهو دانهه ڪرڻ لڳو اي فيلڪس بهادُر تو کان گهڻو آرام مليو اٿون (٣) ۽ تنهنجي اڳڪٿي ڪري هن قوم لاءِ ڪيترين ڳالهين جي سُڌار ٿي آهي اِهو اسي هميشه سڀڪنهن هنڌ گهڻي شُڪراني سان ٿا مڃيون (۴) پر توکي گهڻو ڪڪ نه ڪريان اِنهي لاءِ تنهنجي منٿ ٿو ڪريان ته ٻاجهه ڪري اسان جيُون ڳالهيُون ٻُڌ (٥) ته هيءُ ماڻهو ڏاڍي بلا ۽ سڀني جهان جي يهُودن ۾ وڳوڙ وجهڻوارو ۽ ناصرين جي خارج مذهب جو هڪڙو اڳواڻ اسان لڌو آهي (٦) تنهن هيڪل کي پليت ڪرڻ جو سعيو ڪيو پوءِ تنهن کي اسان جهلي ورتو ته پنهنجي شريعت وانگُر مٿس عدالت ڪريُون (٧) پر لُوسياس ڪئپٽن جي وڏيري ڏاڍائيءَ سان اچي اسان جي هٿان کسي نيئو (٨) ۽ اُن جي

چِڪيندڙنِ کي تو وٽ اچڻ جو حُڪمُ ڪياءِ سو هاڻي تون پاڻ تنهِ کاَ
پُڇاڳاڇا ڪري جِنِ ڳالهيُنِ جي اسي مٿس اَڙِيُ ٿا ڪريُون تِنِ سڀني
جي پڪ ڪري ٿو سگهين (۹) ۽ يهُودِنِ بِ آئي ڪري چيو تہ اِها ڳالهِ اِئينئي
آهي ؛

(۱۰) پوءِ حاڪِم کاَ ڳالهائِڻ جو اِشارو وٺِي ورنديِ ڏِني تہ آءٌ توکي گهڻنِ
ورهنِ کاَ هِن قوُم جو قاضي جاڻي سرهائِي ساڻ پاڻُ لاءِ وراڻِي ٿو ڏيان (۱۱) ڇا
کاَ جو تون پڪ ڪري ٿو سگهين تہ پُورا ٻارهَ ڏِينه ٿِيندا جو آءٌ يرُوشلِيم ۾
بندگي ڪرڻ لاءِ ويُسِ (۱۲) پوءِ هِننِ مُون کي نہ هَيڪل ۾ ڪنهِ ساَ بحث
ڪندو ۽ نہ عِبادتخانن ۾ ۽ نہ شهر ۾ ميڙاڪي کي چورِيندو ڏِٺو (۱۳) ۽ جِنِ
ڳالهيُنِ جو هِئر مُون تي ڏوهُ ٿا رکنِ تِنِ کي ثابِت ڪري نہ ٿا سگهنِ (۱۴) پر
آءٌ تُهنجي اڳياَ اِئي ٿو باسيان تہ جنهِ واٽ کي هِي خارِج مذهب ٿا چوَنِ
تنهِ تي آءٌ پهنجي پيُ ڏاڏنِ جي خُداءِ جي بندگي ٿو ڪريان تہ جيڪي
شريعت ۽ نبِيُنِ جي ڪِتابنِ ۾ لِکيو آهي تنهِ سڀ کي ٿو مڃان (۱۵) ۽
خُداءِ ۾ اِها آس ٿو رکان جنهِ جي هِي بِ واٽ ٿا ڏِسنِ تہ چڱا توڙي مندا
مُئڙدا جي اُٿندا (۱٦) ۽ آءٌ اِنهي لاءِ مُحاوِرو ٿو ڪريان تہ هميشه خُداءِ ۽
۽ ماڻهنِ اڳياَ پاڻ کي بي ڏوهُ جاڻان (۱۷) هاڻي ڪيترِنِ ورهنِ کاَ پوءِ آءٌ
پهنجي ذاتِ کي خيراتُون ڏِئڻ ۽ نذر چڙهائِڻ آيو آهيان (۱۸) اِنهي ۾ اسيا

جي ڪيترنِ يهُودنِ مُون کي هَيڪل ۾ پاڪُ ٿيلُ ڏِٺو پرگوڙ ۽ هُلُ ڪندو نه ڏِٺاءِ (١٩) تنِ کي گهُربو هو تہ تُهنجي سامُهون هڪيا ٿي جيڪڏهِ ڪا مُون تي اٽڪ ڪرڻي هُجِينِ ها تہ دَاه ڪنِ (٢٠) جَا اِهي جي آهِنِ سي پاڻ چَوَنِ تہ مجلِس جي اڳيَا جڏهِ بيٺو هوسِ تڏهِ مُون ۾ ڪا ٻُڇڙائِي ڏِٺاءِ (٢١) پر هوُ اِنهِيءَ هِڪڙِيءَ ڳالهِ لاءِ جو مُون تنِ ۾ بيهي دانه ڪئِي تہ مُرّدنِ جي جي اُٿڻ ڪري اڄُ آءٌ توهَا کَا تو چِٽڪِجان (٢٢) پوءِ فيلِڪس اِئِي ٻُڌِي اِنهِي وات جيُون ڳالهيُون چڱيريُون جاڻندڙ تِي اُنهنِ کي ترسائِي چيو جو جڏهِ لُوسياسُ ڪنڪ جو وڏيرو اِيندو تڏهِ آءٌ اوهاَ جي مُعامِلي جي پڪي جاچ ڪندُسِ (٢٣) پوءِ هِڪڙِي صُوبيدار کي حُڪمُ ڏِناءِ تہ پوُل جي سُدِ سماءُ ڪِجِ ۽ آرامي رکِجاسِ ۽ سندسِ ماڻهُنِ کي خِدمت ڪرڻ جاَ وٽسِ اچڻ کَاَ نہ جهلِجِ ⁘

(٢۴) ۽ ڪيترنِ ڏِينهنِ کَا پوءِ فيلِڪس پهنجي جوءِ دروسِلا جا يهُودڻِ هُئِي تنهِ سُودو اچِي پوُل کي ڪوٺايو ۽ تنهِ کَا مسِيح جي وِيساه جي ڳالهِ ٻُڌاءِ (٢٥) جڏهِ اُنهِي سچائِيءَ ۽ ڪرِيءَ ۽ ٿيڻ وارِيءَ عدالت جي ڳالهِ تي ڪئِي تڏهِ فيلِڪس ٻِجي ورندي ڏِني تہ هاڻي وڃُ پوءِ واندڪائِي ڏِسي آءٌ توکي ورِي سڏِيندُسِ (٢٦) تنهِ کي اِها آس ٻِ هُئِي جو پوُل پهنجي ڇڏائِڻ لاءِ مُون کي رُپيا ڏِيندو اِنهي لاءِ تنهِ کي گهڻو سڏائِي ۽ تنهِ ساَ ڳالهِ ٻولهِ ڪندو هو (٢٧) پوءِ

جڏهن ٻه ورهيه نِبريا تہ پرڪيُس فيسٽُس فيلڪس جي جاءِ تي آيو تڏهن فيلِڪس يهُودِن کي ٿورو رکڻ ڀانئي پوُل کي بند مرئي ڇڏيو ÷

## باب ٢٥

پوءِ فيسٽُس پهنجي صُوبي ۾ پهچي ٽِنِ ڏِينهن کا پوءِ قيصرِيءَ منجها يرُوشلِيم ڏي چڙهيو (٢) تڏهن وڏيري ڪاهِن ۽ يهُودِن جي وڏيرن تنهن اڳيا پوُل تي دانه ڪئي (٣) ۽ سندس مِنت ڪري اِهو ٿورو گهُريائون تہ اُن کي يرُوشليم ۾ ڪوٺاءِ ۽ پاڻ وجهه ۾ هُئا تہ واٽ ۾ ماري وِجهُونس (۴) پر فيسٽُس ورندِي ڏِني تہ پوُل قيصرِيءَ ۾ بندِ آهي ۽ آءٌ پاڻ اُتي سگهو وِڃڻو آهيان (٥) ۽ چيائين تہ پوءِ توها ما جيڪي هلي سگهن سي مُون سا گڏجي هلي جيڪڏهن ڪا اُنهي ماڻهُوءَ ۾ بُڇڙائي هُجي تہ مٿس دانه ڪن (٦) سو تِنِ وٽ اٺ ڏه ڏِينه ٽِڪيو پوءِ قيصرِيءَ ڏي لهي وِيو ۽ ٻِئي ڏِينهن عدالت جي تِيلي تي وِيهي حُڪم ڪيائين تہ پوُل کي وٺي اچو (٧) جڏهن اُهو هڪيو ٿِيو تہ يهُودِي جي يرُوشلِيم کا لهي آيا هُئا سي تنهن جي چوڌاري بِيهي گهڻيُون ۽ ڳريُون اڙتيُون پوُل تي ڪرڻ لڳا پر سي پڌريُون نہ ڪري سگهيا (٨) تنهن پهنجي ورندِيءَ ۾ چيو تہ نہ يهُودِن جي شريعت جو ۽ نہ هَيڪل ۽ قَيصر جو ڪو ڏوهُ ڪيُم (٩) تڏهن فيسٽُس ڀانيو جو يهُودِن تي ٿورو ڪريان پوءِ پوُل کي ورندِيءَ ۾ چيائين تہ توکي

يرُوشلِيمر ڏي چڙهڻ جي مرضي آهي ڪيٌ تہ اُتي تُنهجي اِنهن ڳالهيُنِ جي عدالت مُون اڳيا ٿيندِي (١٠) پوُلَ چيو تہ آءٌ قَيصرجي تخت وٽ بيٺو آهيان اِتيئي مُهنجي عدالت ڪرڻ گهُرجي ۽ مُون يهُودِنِ جو ڪو ڏوهُ نہ ڪيو جيٌ تہ تُون چڱيءَ پرِ ٿو ڄاڻين (١١) جيڪڏهِ آءٌ ڏهارِي آهيان جاً ڪائي ڳالهِ مرڻ جهڙِي ڪئِي اٿمر تہ مرڻ کاً ناڪار نہ ٿو ڪريان پر جيڪڏهِ جنِ ڳالهِنِ جو هي مُون تي ڏوهُ ٿا لائينِ تنِ ماً ڪي بِہ نہ ٿو تهي تہ ڪوئِي مُون کي هِننِ جي هٿِ ڇڏِي نہ ٿو سگهي آءٌ قَيصروٽ دانهي آهيان (١٢) تڏهِ فيستُس صلاح ڪندڙنِ ساً ڳٺِي ورندِي ڏِني تہ تو قَيصر جي ناءُ چيو هاڻي تُون قَيصرڏيئي وينديي :

(١٣) ۽ ڪي ڏِينہ نِبريا پوءِ اگرِپا بادشاهُ ۽ برنيڪي فِيستُس کي گڏجڻ لاءِ قَيصرِيءَ ۾ آيا (١٤) ۽ جڏهِ اُهي گهڻ ڏِينہ اُتي ٽِڪيا تہ فِيستُس بادشاه کي پوُلَ جي ڳالهِ سُڻائِي چيو تہ هِڪڙو ماڻهو آهي جنهِ کي فِيلِڪس بند ۾ ڇڏِي وِيو (١٥) جڏهِ آءٌ يرُوشلِيمر ۾ ويو هوسِ تہ وڏيري ڪاهِن ۽ يهُودِنِ جي وڏيرنِ تنهِ تي دانہ ڪري سندسِ نالي سيڪت گهُري (١٦) تنِ کي مُون ورندِي ڏِني تہ جيسي ڇڪِئلُ پهنجي ڇڪيندڙنِ اڳياً نہ هُجي ۽ اڙتيءَ جي ورندِيءَ جو وجهُ نہ هُجيسِ تيسي تنهِ کي مارڻ لاءِ ڇڏِي ڏيڻُ اِها رُومِنِ جي ريتِ نہ آهي (١٧) ورِي جڏهِ اُهي گڏُ ٿِي هِتي آيا تڏهِ مُون ڪائي دير نہ ڪري

ٻڌي ڏينهِ عدالت جي ٽيلي تي ويهي سندس آڻڻ جو حُڪمُ ڪيو (١٨) جڏهِ تنهِ جا ڇڪيندڙ اُٿيا پوء جنِ ڳالهينِ جو خيالُ ٿي رکيمِر تنِ مان ڪائي اڙتي تنهِ تي نہ ڪيائون (١٩) اُنلو هُن جيء اُبتڙ پنهجي دين بابتِ ۽ هڪڙو يسُوع مُئُل جنهِ کي پوُل جئرو ٿي چيو تنهِ بابتِ بحثُ ٿيَ ڪيائون (٢٠) تہ مون اِنهن ڳالهينِ جي ٻچاڳاچا ۾ اُٽڪاءُ ٿي تنهِ کان پڇيو تہ توکي يرُوشلِيمر جي وڃڻ جي مرضي آهي ڇا جو اُتي اِنهن ڳالهينِ جي تُهنجي عدالت ٿئي (٢١) پر جڏهِ پوُل اِها دانه ڪئي تہ اوُگسُٽس جي تحقِيق ڪرڻ تائين مون کي رکُ تڏهِ مون حُڪمُ ڏنو تہ جيسي آئون تنهِ کي قيصر ڏي موڪِليان تيسي اُن کي رکو (٢٢) تڏهِ اگرِپا فيسٽُس کي چيو تہ مان پاڻ پانيان ٿو جو هِن ماڻهُوُ جي ٻُڌان هُن چيو تہ سُڀاڻي تُون تنهِ جي ٻُڌج ÷

(٢٣) پوء ٻئي ڏينهِ جڏهِ اگرِپا ۽ برنِيڪي ڏاڍي مان شان سان ڪٽڪ جي وڏيرنِ ۽ شهر جي وڏيرنِ سان ڪچهريءَ ۾ آيا پوء فيسٽُس جي حُڪم سان پوُل کي آندائون (٢٤) ۽ فيسٽُس چيو تہ اي اگرِپا بادشاه ۽ اي سڀيئي مُڙسوُ جيڪي اسان وٽ هِتيا آهيو سي اوهي هِن ماڻهُوُ کي ڏِسو ٿا تہ جنهِ لاء يهُودِنِ جي سڀني ميڙاڪي يرُوشلِيمر ۾ ۽ هِتي بہ مون وٽ هيءَ رڙڪري مِنٿ ڪئي تہ هِن جو جيئڻ اڳتي نہ گهُرجي (٢٥) پر جڏهِ مون کي سُڌِ پيئي تہ هِن مرڻ جهڙو ڪوئي ڪمُ نہ ڪيو آهي ۽ تنهِ پاڻ اوُگسُٽس جي ناء چيو تڏهِ مون

هِن جي موڪِلڻ لاءِ رِٿ ڪئي (٢٦) تہ مُون کي تنهِ لاءِ پهنجي سائيُ ڏي لِکڻ جهڙي ڪا پڪي سُڌِ نہ آهي تنهِ ڪري مُون کيس توهَان جي اڳيَان ۽ اي اگرِپا بادشاه گهڻو ڪري تو اڳيَا هڪيو ڪيو تَا تہ پڪ ٿِئي کَا پوءِ ڪِي لکي سگهان (٢٧) ڇا کَا تہ اِها مُون کي اجائي ڄاڻڻ ۾ ٿي اچي جو باندِي تي جيڪي اڙتيُون رکيُون اٿنِ سي نہ ڏسي هُن کي اِئيئي موڪِليان ÷

## بابُ ٢٦

تڏهِ اگرِپا پوُل کي چيو تہ توکي پهنجي ورندِي ڏِئڻ جي موڪل آهي پوءِ پوُل هٿُ کڻي وراڻي ڏِئڻ لڳو (٢) تہ اي اگرِپا بادشاه آءٌ پهنجو وڏو نصيب ٿو ڄاڻان جو جنِ ڳالهيُنِ جي يهُودِي مُون تي اڙتي ٿا ڪنِ تنِ سڀني جي وراڻي اڄ تُهنجي اڳيَا ڏِيندُسِ (٣) سو گهڻو ڪري اِنهي لاءِ تہ تُون يهُودِن جي سڀني چالنِ ۽ رِيتنِ جو ڄاڻُو آهي پوءِ آءٌ توکي مِنٿ ٿو ڪريان تہ تُون تَحَمُّل ڪري مُهنجي ٻُڌُ (۴) تہ جا مُهنجي چالِ مُنڍ کَا پهنجي ذاتِ وٽِ يرُوشلِيم ۾ هُوندِي هُئي سا جوانِيءَ کَا ونِي ڪِهڙي هُئي اِها مڙيئي يهُودِي ٿا ڄاڻنِ (٥) ڇو تہ اُهي مُون کي مُنڍاَ ٿا ڄاڻنِ سو جيڪڏهِ وڻينِ تہ شاهِدِي ڏِيئي سگهنِ جو اسَاجي دِين ۾ سڀ کَا ڪِرِئانِتي مذهب وانگيَا فرِيسي ٿي ڏِينه ڪاٽيندو رهيُسِ (٦) ۽ هاڻي اِهو ڪلامُ جو خُداءِ اسَاجي پيُ ڏاڏنِ

سًا ڪيو هو تنهِ جي آس ڪري آءٌ هِتي ڇڪيو بيٺو آهيان (٧) جنهِ جي مِلڻ جي آس ڪري اسًاجا ٻارهَ گهراڻا ڏِليون جانيون راتِ ڏِينهِ بندگي پيا ڪنِ اي اگرِپا بادشاه تنهِ آس ڪري يهُودِي مُون تي اڙتي ٿا ڪنِ (٨) اِها ڳالهه توهِي ويساه جِهڙي چو نه ٿا ڄيو جو خُداءِ مُئنِ کي ٿو جِئاري (٩) مُون بِه پهنجي دِل ۾ ڄاتو جو گهُرجي ته يسُوع ناصرِيءَ جي نانوَ جيُون گهڻيُون اُبتايُون ڪريان (١٠) سو اِئيئي يرُوشلِيم ۾ ڪيم ۽ وڏيرن ڪاهِننِ کًا ٻُچندي وٺي گهڻنِ پاڪنِ کي بنديخاني ۾ ٻوري ڇڏيُم ۽ اُنهنِ جي مارِجڻ ۾ حام بِه ٿي پرِئم (١١) ۽ مُون سيڪنهِ عِبادتخاني ۾ گهڻا ڀيرا جُنيُون ڪرائي تِنِ کًا انڌير سًا ڪُفر بڪائي ۽ ڏاڍِي چريائي ڪري تِنِ کي پرائنِ شهرنِ تاءٌ ڌُڪه ٿي ڏِنا (١٢) اِنهيئي ڳالهِ ۾ جڏهِ وڏيرنِ ڪاهِننِ کًا ٻُچندي ۽ حُڪمُ وٺي آءٌ دِمِشق ڏي ٿي ويُس (١٣) تڏهِ اي بادشاه مُون ٻپهرِيءَ جو واٽ تي ڏٺو ته اُڀ مًا هِڪڙو سوجهرو جو سِجَ جي جهلڪي کًا بِه واڌو هو سو مُهنجي ۽ مُهنجي سنگتِنِ جي چوڌارِي چمڪيو (١٤) پوءِ جڏهِ اسي سڀيئي ڌرتيءَ تي ڪِري پياسي ته مُون ڪنهِ جو ڳالهوُ ٻُڌو جنهِ عِبرانيءَ ٻوليءَ ۾ مُون کي چيو ته اي سؤل تُون مُون کي چو ٿو ڌُڪوئي جو ڪُنديِن تي لت هڻڻُ تولاءِ اُوکو آهي (١٥) پر مُون چيو اي سائي تُون ڪيرُ آهي تنهِ چيو ته آءٌ يسُوع آهيان جنهِ کي تُون ڌُڪوئي ٿو (١٦) هاڻي تُون اُٿي پهنجي پيرنِ پرِ

ڪڙو ٽِئُ چا ڪاً تہ آءٌ اِنهي لاءِ تو تي پڌرو ٿِئُس تہ توکي تِنِ ڳالهيُنِ جو خِدمتگارُ
۽ شاهِدُ ڪريان جي تو ڏِٺيُون ۽ جِنِ ۾ آءٌ پاڻُ تو تي پڌرو ڪندُسِ (١٧) جو
آءٌ توکي اِنهي قوُم کاً ۽ ٻِئنِ ذاتيُنِ کاً ٻچائِيندُسِ تہ تِنِ ڏي ئي آءٌ هاڻي توکي
موڪِليان ٿو (١٨) جو تُون اُنهنِ جيُون اکيُون اُپٽي تِنِ کي اُونداهيءِ کاً
سوجهِري ڏي ۽ شَيطان جي اِختيار کا خُداءِ جي پاسي ڦيرِي تاً تہ اُهي
مُهنجي وِيساہ ڪري ڏوهنِ جي مُعافِي ۽ پاڪنِ ۾ ڀاڱو لهنِ (١٩) تڏهاَڪُرُ
اي اگرِپا بادشاہ آءٌ اِنهيءَ آسمانِيءَ روِيا جو اڻميڃيندڙُ نہ ٿِيُسِ (٢٠) پر پهرياءٌ
جيڪي دِمِشق ۽ يرُوشلِيم ۾ هُئا تِنِ کي ۽ يهُودِيہ جي سڀي ڏيہ ۾ بہ ۽
ٻِئنِ ذاتيُنِ کي بِہ چِتايُم تہ توبہ ڪنِ ۽ خُداءِ جي پاسي ڦِرِي توبہ جهڙا
ڪم ڪنِ (٢١) اِنهنِ ڳالهيُنِ ڪري يهُودِنِ مُون کي هَيڪل ۾ جهلي مُهنجي
مارڻ جو پهُ ڪيو (٢٢) پوءِ آءٌ خُداءِ جي واهِر وٺي اڄُ تاءٌ بيٺو آهيان ۽
ننڍي وڏي وٽ شاهِدِي ڀري نبِئنِ ۽ مُوسىٰ جي ڳالهيُون ٿِئڻيُون چيُون تِنِ
داراً ٻِئو ڪجي بِہ نہ ٿو چوان (٢٣) تہ مسيحُ ڏک سهندو ۽ مُئنِ جي جي اُٿڻ
جو پهريون ٿي هِن قوُم ۽ ٻِئنِ ذاتِئنِ تي سوجهِرو پڌرو ڪندو (٢٤) جڏهِ
اُنهي پهنجي باب ۾ اِهي ڳالهيُون ٿي چيُون تڏهِ فِيستُس وڏي واڪي چيو
تہ اي پوُلُ تُون چريو آهين ۽ گهڻي عِلم توکي چريو ڪيو آهي (٢٥) پر تنهِ
چيو تہ اي فِيستُس بهادُر آءٌ چريو نہ آهيان پر سچائِيءَ ۽ هوش جيُون ڳالهيُون

ٿو چوان (٢٦) تہ جنہِ بادشاہ جي اڳياً هاڻي آءٌ بي پرواہ ٿي ٿو ڳالهايان سو
اِنهن ڳالهيُن کي جاڻي ٿو جو پڪ اٿم تہ اِنهن مان ڪائي ڳالھ تنہِ کا ڳجهي
نہ آهي ڇا کاڻ جو اِها ڳالھ تہ ڪُنڊ ۾ نہ ٿي آهي (٢٧) اي اگرپا بادشاہ تُون
نبيُن کي مڃي ٿو ڪيئَ جاڻان ٿو تہ مڃي ٿو (٢٨) تڏھ اگرپا پوُل کي چيو تہ
ٿورِي ڳالھ ڪري تُون مُون کي ڪرِستانُ ٿِئَڻُ مڃائِيندي (٢٩) پوُل چيو تہ آءٌ خُداء
کا گهُران ٿو تہ رُڳو تُون ئي نہ پر جيترا ڪِ اڄُ مُهنجي ٻُڌنِ ٿا سي سيپئي رُڳو
ٿورِئَ ڪري نہ پر گهڻي ڪري هِننِ ٻنُدِن ڌاراً اِهڙا ٿِئَنِ جهڙو آءٌ آهيان
(٣٠) جڏهِ اُنهي اِئي چيو تہ بادشاہ ۽ برنِيڪي ۽ حاڪِمُ ۽ ٻيا جيڪي تِن
سَان ويٺا هُئا سي اُٿيا (٣١) ۽ خُلاصو وڃي پاڻ ۾ ڄڃوڙ لڳا تہ هي ماڻهُو ڪائي
اِهڙي ڳالھ تہ نہ ٿو ڪري جنہِ لاءِ مارڻ جاً بندِ لائِقُ ٿِئي (٣٢) پوءِ اگرپا فِيستُس
کي چيو تہ هي ماڻهُو جيڪڏهِ قَيصر جي نَاءِ دانه نہ ڪري ها تہ ڇُٽي سگهي ها ؛

## باب ٢٧

پوءِ جڏهِ پڪ ٿي تہ جهاز تي چڙهي اِتاليا ڏي وڃُون تڏهِ پوُل ۽ ٻِئَنِ
ڪيترنِ بانديُن کي يُوليُس نالي هِڪڙي شاهنشاهي پلٽڻ جي صُوبيدار جي
ٻِلي ڪياءٌ (٢) ۽ آدرمِتي جو هِڪڙو جهازُ جو اسيا جي ڪپاً ڪپ وڃڻو
هو تنہِ تي چڙهي اسَاً ناتارِي ڪنئِي ۽ ارِسترخُسُ مڪدُوني ٿسلنيڪي شهر

ڪا اساً ساً هو (٣) ٻئي ڏينهِ صَيدا ۾ پهُتاسين ۽ يُوليُس پوُلَ ساً ڀلائي ڪري موڪل ڏني تہ پهنجن يارن وٽ وڃي آرامي ٿئي (٤) پوءِ اُتانهي ناتاري ڪٽي قُبرس جي هيٺاً اچي لنگهياسين ڇا ڪاً جو واءُ اُٺائو هو (٥) پوءِ اسين ڪِلِڪيا ۽ پمفوليا جي سمُنڊ وٽاً لنگهي مُورا نالي لُوڪيا جي شهر ۾ آياسين (٦) اُتي صُوبيدار اِسڪندرِيءَ جو هڪڙو جهازُ ڏٺو جو اِتاليا ڏي ٿي ويو تنهِ ۾ اساً کي چاڙهياءِ (٧) پوءِ جڏهِ اسين گهڻا ڏينه هريءَ هريءَ هلياسين ۽ ڪنيڊُس جي سامُهون مس مس آياسين سو اِنهي لاءِ تہ واو اساً کي وڌڻُ نہ ٿي ڏِنو پوءِ ڪريتيءَ جي هيٺاً سلمونيءَ جي سامُهون لنگهي وياسين (٨) ۽ اُتانهين مس مس لنگهي اُنهي هنڌِ پهُتاسين جو موچارو بندرُ ٿو چَوائي تہ لَسَيا شهر اُن ڪاً وِجهو هو (٩) جڏهِ گهڻا ڏينه نبريِ ويا ۽ اجاً جهاز جي هلڻ ۾ پوءُ هو چوجو اُنهي مهل روزي جا ڏينه بِ لنگهي ويا هُئا تڏهِ پوُلَ تِنِ کي سمُجهائي چيو (١٠) تہ اي مُڙسوُ آءٌ ڏِسان ٿو تہ هيءَ ڏيساوري رُکو بار ۽ جهاز جي نہ پر اساًجي جِنُن جي بِ هلاڪيءَ ۽ ڏاڍي ڇيٺي ساً ٿيندي (١١) پر صُوبيدار سُڪانيءَ ۽ جهاز جي ڌڻيءَ جي ڳالهيُن کي پوُلَ جي ڳالهيُن کاً واڌُو مڃيو (١٢) تہ اُهو بندرُ سياري ڪاڻڻ لاءِ چڱو نہ هو تنهِ ڪري گهڻن رِٿ ڪئي تہ هِتاً هلُون جو جيڪڏهِ ٿِي سگهي تہ فينيڪس ۾ پهچي سِيارو ڪاٽيُون اُهو ڪريتيءَ جو بندرُ هو جو ڪريتيءَ اُولهنديءَ ۽ اُتر اولهنديءَ جي پاسي هو (١٣) جڏهِ ڏاکڻي هير لڳڻ لڳي

تڏهِ اُنهنِ اِئي سمُجهيو تہ پهنجي مطلب کي پهُتاسي پوءِ پگهُ ڪٽي ڪريٽي جو ڪپُ وٽي هليا (۱۴) پر ٿورِڙ وِيرم ڪا پوءِ هِڪڙو يُورُڪلِڊون نالي يعني اوڀر جي ڏاڍي طُوفاني واءَ جو اُن کي ٿيلهو لڳو (۱۵) پوءِ جڏهِ جهازُ واءَ ۾ سوگهو ٿِيو ۽ تنهِ جي سامُهون هلي نہ سگهيو تڏهِ اساَ ڇڏي ڏِنو ۽ اِئيئي ڪاهِجي وِياسي (۱۶) پوءِ هِڪڙي ڪلوُڊا نالي ٻيٽ هيٺاَ وهي وِياسي ۽ مس مس ننڍِڙ ٻيڙِڙ کي سوگهو ڪيوسي (۱۷) پوءِ تنهِ کي ڪٽي اُنهنِ جهلو ڪري جهاز کي هيٺون ٻڌو ۽ سُرتي نالي لس ۾ پَوَڻ جي ڀَوَ ڪاَ اساَ جهاز جو سِڙهُ لاهي ڇڏيو ۽ اِئيئي هليا وِياسي (۱۸) پر طُوفانُ اساَ کي هيڪاري ڏاڍو لڳڻ لڳو تہ ٻِئي ڏِينهِ اُنهنِ جهاز جو بارُ ڪٽي واميو (۱۹) ٽِئي ڏِينهِ اساَ پهنجي هٿنِ ساَ جهاز جو اِسلِحُ بہ اُڇلي ڇڏيو (۲۰) پوءِ جڏهِ گهڻنِ ڏِينهنِ تاءَ سِجُ ۽ تارا ڏِسڻ ۾ نہ آيا ۽ طُوفانُ اساَ تي ڏاڍو پيو نيٺِ بچڻ جي آس اساَ ڪاَ پٽِئي وِيئي هلي (۲۱) ۽ گهڻنِ لنگهڻنِ ڪاَ پوءِ پوُلُ تِنِ جي وِچ ۾ بيهي چيو تہ اي مڙدؤُ گهُربو هوءَ تہ توهي مُهنجي ڳالهِ مڃي ڪريٽي ڪاَ نہ هلو ها تہ هيءُ هلاڪي ۽ ڇيُو ٽرِي وڃيوَ ها (۲۲) ۽ هاڻي آءٌ توهاَ کي مِنٿ ٿو ڪريان تہ دِلِجاءِ ڪريو ڇوجو توهاَ ماَ ڪهي جو جِيُ ڇڄ نہ ٿِيندو رُڳو جهازُ وِيندو (۲۳) ڇا ڪاَ جنهِ خُداءِ جو آءٌ آهيان ۽ جنهِ جي بندگي ٿو ڪريان تنهِ جي هِڪڙي فِرِشتي اڄُ راتِ مُون وٽِ بيهي چيو (۲۴) تہ اي پوُلُ نہ ڊِڄُ ڇا ڪاَ جو تُهنجو قيصر جي

اڳيا حاضر ٿئڻ گھرجي ۽ ڏسُ هي جي تو ساڻ جهاز ۾ آهن تن سڀني کي خُداء تو کاڻ چڏي ڏنو آهي (٢٥) پوء اي مُڙسؤ دلجاء ڪريو ڇا ڪاً جو آءٌ خُداء تي پروسو ٿو رکان تہ جيئن مُون کي چيو آهيس تيئن ٿيندو (٢٦) پر گھرجي تہ اسي ڪنهِ ٻيٽ تي پئُون ؞

(٢٧) جڏهِ چوڏهين راتِ آئي ۽ اسا ادريا سمُنڊ ۾ پئي لوڏا کاڌا تڏهِ اڌراتِ جو مُهاڻن پانيو تہ ڪنهِ ڏيه جي وِجهو پهتا آهيون (٢٨) پوء پاڻي کي ڪڇي وِيه پُرهِ جاتاءُ ۽ اڳيرو وڌي وري ڪڇي پندرهً پُرهِ جاتاءُ (٢٩) تہ اِئي نہ ٿئي جو پهڻن تي وڃي چڙهُون اِنهي ڀَوَ ڪاً جهاز جي پُٺيون چارِ ناتاريُون وجهي پانيوسي تہ ڏينهُ ٿئي (٣٠) پوء جڏهِ مُهاڻا جهاز تاً ڀڄي وڃڻ پانئي ننڍڙ ٻيڙي کي سمُنڊ ۾ لاهڻ لڳا اِنهي مِنهُ ڪري تہ جڻ آڳيلِ تاً ناتاريُون چڪيُون (٣١) تڏهِ پؤُل صُوبيدار ۽ سپاهِن کي چيو تہ جيڪڏهِ هي جهاز تي نہ رهندا تہ توهي ڪي نہ بچي سگهندؤ (٣٢) تڏهِ سپاهن ننڍڙ ٻيڙي جي نوڙِي وڍي تنهِ کي ڪيرائي چڏيو (٣٣) پوء اجاً صُبحُ ٿي ٿيو تہ پؤُل سڀني کي مِنت ڪئي جو ڪي کاڄ کائو ۽ چيائين تہ اڄ چوڏهً ڏينه ٿيا جو توهي وات پيا ڏسو ۽ لنگهڻ بہ ٿا ڪريو ۽ ڪي بہ نہ کاڌو اٿو (٣٤) اِنهي ڪري آءٌ توهاً جي مِنت ٿو ڪريان تہ ڪي کائو جه توهاً جي چڱائي اِنهي ۾ آهي ڇا ڪاً تہ توهاً ماً ڪنهِ جو وارُ بہ نہ ڪُسندو (٣٥) پوء اِئي چئي مانِي

وٽي اُنهن سپنيءِ جي اڳيا خُداءِ جو تورو مڃياءِ ۽ پڇي ڪاڌِن لڳو (٣٦) تڏهِ اُنهن مڙني آسائتو ٿي ڪي کاڄُ ورتو (٣٧) ۽ اسي سيپئي اُن جهاز ۾ ٻه سا چاهتر ڇٽا هُئاسي (٣٨) پوءِ جڏهِ کائي ڍاوا ته انّ کي سمُنڊ ۾ اُڇلي جهازُ هلڪو ڪياءِ (٣٩) ۽ جڏهِ ڏينهُ ٿيو ته اُنهن تنهِ ڌرتيءِ کي نه سُڃاتو پر ڪنڌيءِ واري هِڪڙي کاڏي ڏِٺاءِ ۽ ڀانياءِ ته جيڪڏهِ ٿي سگهي ته تنهِ تي جهاز کي ڌِڪي هلُون (٤٠) تڏهِ ناتاريُون وڍي درياه ۾ ڇڏي ڏِنائُنِ ۽ اُنيئي اولنِ جيُون نوڙيُون ڇوڙي واوَ جي پاسي سِڙهُ چاڙهي ڪنڌيءِ ڏا هليا (٤١) ۽ هِڪڙي هنڌِ جِتي ٻه سمُنڊ ٿي گڏيا اُتي پئي جهاز کي سُڪيءِ تي ٻوڙاياءِ تڏهِ آڳيلِ ڪُپي سوگهي ٿي پيئي پر لهريُنِ جي زور ڪري پاڇيلِ پڇي ڀيئي (٤٢) ۽ سپاهِنِ جي اِها رِٿ هُئي ته بانديُنِ کي ماري وِجهُون جو متاً ڪو تري پڇي وڃي (٤٣) پر صُوبيدار پوُلَ کي بچائڻ ڀانئي اُنهن کي اِنهي رِٿ کاً جهليو ۽ حُڪمُ ڏِناءِ ته جيڪي ماڻهو تري سگهنِ تا سي ٽپرياءِ تپو ڏيئي پاڻ کي ڪنڌيءِ تي پهچائينِ (٤٤) ۽ ٻيا ڪي پٽڙنِ تي ۽ ڪي جهاز جي ٽُڪرنِ وسُلنِ تي پهچنِ پوءِ اِئي ٿيو جو سيپئي جِئرا جاڳندا ڌرتيءِ تي پهُتا ؛

## باب ٢٨

۽ جڏهِ بچي نِڪتاسُون ته پيت جو نالو مِليتي سُمجهيوسُون (٢) ۽ اُتي

جي جهنگلِن ماڻهن اسان سان ڏاڍي ڀلائي ڪئي ته مينه جي وسڻ ۽ سيءَ ڪري باهه ٻاري اسان سڀني کي پاڻ وٽ آندائون (٣) جڏهن پولس ڪجهه ڪاٺين کي گڏ ڪري باهه ۾ ٿي وڌو ته هڪڙو سپ ڪوسائي ڪري نڪري تنهن جي هٿ تي چنبڙي پيو (٤) تڏهن اُهي جهنگلي تنهن جيت کي اُن جي هٿ تي لٽڪندڙ ڏسي پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته ضرور هيءُ ماڻهو خوني آهي ته جيتوڻيڪ سمنڊ کان بچي ويو ته به عدالت هن کي جيئرو نه ٿي ڇڏي (٥) پوءِ اُنهي تنهن جيت کي باهه ۾ ڇنڊي ڇڏيو ۽ کيس ڪو ڇيو نه ٿيو (٦) پر اُنهن ڏٺو پئي ته سُجي پوندو جا اوچتو ڪري مري ويندو پر جڏهن اُهي ڪجهه ويرم تائين ڏسندا رهيا ۽ ڏٺائون ته اُن کي ڪي به ڇيو نه ٿيو تڏهن ڪي ٻيو سمجهي چوڻ لڳا جو هيءُ هڪڙو ديوتا آهي (٧) ۽ اُنهي هنڌ کي چوڌاري پبليس نالي اُنهي ٻيٽ جي وڏيري جي ڌرتي هُئي تنهن اسان کي تنهن جي گهر آڻي ٽن ڏينهن تائين مهرباني ڪري اسان جي مهماني ڪئي (٨) ٻئو هيءُ ٿيو جو پبليس جو پيءُ تپ ۽ اتيسار ڪري جهليو پيو هو تنهن وٽ پولس وڃي دعا گهري ۽ اُن تي هٿ رکي چڱاڀلو ڪيائينس (٩) جڏهن ائين ٿيو ته ٻيا به جيترا اُنهي ٻيٽ ۾ ناچڱا هُئا تن اچي چڱيلائي ورتي (١٠) پوءِ اُنهن به اسان کي گهڻن نذرانن سان عزت ڏني ۽ هلڻ مهل جيڪي اسان کي کپندو هو سو آڻي چاڙهيائون ⁘

(١١) ۽ ٽن مهينن کان پوءِ اسڪندريئي جهاز تي جو سڄو سيارو تنهن ٻيٽ ۾

رهيو هو جنهِ جي نيشاني ٻه ڀيو جاڙا ھُئي تنهِ ۾ چڙھي هلياسي (١٢) پوء سِراڪُوس ۾ لهي ٽي ڏِينه اُتي ٽِڪياسي ۽ اُتانهي ڪپ ڏيئي رِيگيم ۾ پهُتاسي (١٣) ۽ هِڪڙي ڏِينه ڳا پوء جڏهِ ڏاکڻي لڳي ته ٻِئي ڏِينهِ پُتلِيءَ ۾ لنگهي آياسي (١٤) اُتي ڀائُرنِ کي لڌوسي تِنِ مِنت ڪئي ته ست ڏِينه اساً وٽ ٽِڪو پوء اُئي ڪري رُوم ڏي هلياسي (١٥) اُتاهي ڀائُر اساًجي سُڌِ ٻُڌي اپئِي جي فورم ۽ ٽِنِ سراهنِ تاءِ اساًجي اڳواٽ آيا پوء پوُلُ تِنِ کي ڏِسي خُداء جو شُڪر ڪري دِلجاء ڪئي ÷

(١٦) جڏهِ اسي رُوم ۾ پهُتاسي ته صُوبيدار باندِنِ کي وڏِڻ پلٽڻ جي وڏيري جي هٿِ ڏِنو پر پوُلُ کي اُنهيئَي چوُنڪِيدار سِپاهِئَ ساًَ پهنجي گهر ۾ ٽِڪڻ جي موڪل مِلي (١٧) ۽ ٽِنِ ڏِينهنِ ڳا پوء هيُ ٿيو ته پوُلُ يهُودِنِ جا پريا مُڙس سڏِيا ۽ جڏهِ اُهي گڏُ ٿيا ته اُنهنِ کي چياءِ اي ڀائُرو مُون قوُم ۽ پئِ ڏاڏنِ جي ريت ڳا اُبتو ڪِي نه ڪيو تڏهِ ٻه يرُوشلِيم ماًَ ٻڌِي مُون کي رُومِنِ جي هٿِ ڏِناءِ (١٨) اُنهنِ جاچ ڪري مُون کي ڇڏِي ڏِنڻ ڀانيو چيا ڳا ته مُون منجهِ ڪائي مارڻ جهڙِي اڙتي نه لڌاءِ (١٩) پر جڏهِ يهُودِي اُبترِ چوَڻ لڳا ته مُون کي قَيصر ڏي دانه ڪرڻ ضرُورُ ٿيو سو اِئي نه آهي ته مُون کي ڪا پهنجي قوُم تي اڙتي لائِڻي هُئي (٢٠) پوء اِنهي لاءِ مُون توهاً کي سڏيو آهي ته توهاً کي ڏِسان ۽ ڳالهِ ٻولهِ ڪريان چيا ڳا جو اِسرائِيل جي آس ڪريِئي

هن نئر سا ٻڌو آهيان (٢١) انهن چيس تہ اسان تي يهوديہ کان تو بابت نہ چٺيون آيون ۽ نہ ڪنهن ڀائرن مان اچي تنهجي حق ڪا برائي جي سڌ ڏني جا برو چيو (٢٢) پر جو تون سمجهين ٿو سو اسين تو کان ڪين ٻڌڻ ٿا ڀانيون ڇا کان جو اسين ڄاڻون ٿا تہ سيڪنهن هنڌ انهي مذهب جي ابتڙ ٿو چئجي (٢٣) ۽ تنهن ساڻ هڪڙو ڏينهن رٿي سندس اوتاري ۾ گهڻائي آيا پوءِ اهو موسيٰ جي شريعت ۽ نبين جي ڪتابن مان صبح کان سانجهي تائين يسوع مسيح جيون ڳالهيون سمجهائي خداءِ جي بادشاهي جي شاهدي ڀري تن کي سمجهائيندو رهيو (٢٤) ۽ ڪن انهن ڳالهين تي ويساهہ ڪيو پر ڪن نہ ڪيو (٢٥) پوءِ اهي پاڻ ۾ نہ ٺهي هليا ويا تنهن کان اڳي پولس تن کي هڪڙي ڳالهہ چئي هئي تہ پاڪ روح يشعيا نبي جي واتون اساجي پيءُ ڏاڏن کي چڱو چيو (٢٦) تہ تون انهي قوم وٽ وڃي چؤ جو ٻڌڻ ڪري تہ ٻڌندؤ پر ڪين نہ سمجهندؤ ۽ ڏسڻ ڪري تہ ڏسندؤ پر ڪين نہ سڃاڻندؤ (٢٧) ڇا کان تہ هن قوم جو هينئو ڏاڍو ٿيو آهي ۽ ڪن سندن ٻڌڻ ۾ ڳهرا ٿيا آهن ۽ انهن اکيون پنهنجيون پوري ڇڏيون آهن جو متان اکن سان ڏسن ۽ ڪنن سان ٻڌن ۽ دل ڪري سمجهن ۽ ڦري وڃن تہ آءٌ انهن کي چڱو ڀلو ڪريان (٢٨) سو اهو توهان کي ٻڌرو ٿئي تہ خداءِ جو ڇوٽڪارو ٻين ذاتين ڏي موڪليل آهي ۽ اهي ٻڌندا (٢٩) جڏهن اهو ائين چئي رهيو تہ يهودي پاڻ ۾ ڏاڍو بحث ڪندا هليا ويا ✣

(٣٠) پر پوُل پُورا ٻہ ورہ پهنجي مسواڙ جي جاءِ ۾ رِٽڪيو پيو هو ۽ جيڪي وٽس اِيندا هُئا تن سڀني کي اچڻُ ڏِيندو هو (٣١) ۽ ڏاڍِيءَ البيلائِيءَ ساً جهل پل ڌارًا خُداءِ جي بادشاهِيءَ جو هوڪو ٺِيئي خُداوند يسُوع مسيح جيُون ڳالهيُون سيکاريندو رهيو ÷

# پَولُس رسُول جو رُومِيُنِ ڏي خطُ

[بابُ ١] پَولُس يسُوع مسِيح جو ٻانهو ۽ سڏِئلُ رَسُولُ جو خُدا جي اُنهِيءَ خُوشِ خَبرِيءَ لاءِ ڌار ڪِيو وِيو (٢) جنهِ جو وعدو اُنهي اڳِيِي پهِنجن نبِيُنِ معرفتَ پاڪ لِکتُنِ ۾ پهِنجي پُٽَ بابتِ ڪِيو (٣ ÷ ٤) يَعنِي اسانجي خُداوند يسُوع مَسِيح بابتِ جو جِسم پٽاندر داؤُد جي ٻُڻَ مان ڄائو ۽ پاڪ رُوح جي لاڳاپي ڪَري مُئُنِ مون جِي اُٿڻَ جي سَبَبان پَڪ خُدا جو پُٽُ ثابِتُ ٿِيو (٥) جنهِ کان فَضلُ ۽ رَسُولِي پاتِيسِ تہ سِيِني ڌارِيُون قَومُون سندَسِ نالِي لڳِ اِيمان جيُون تابِعدار ٿِئُنِ (٦) جِنِ مان اوهِي بِہِ يَسُوع مسِيحَ جا سڏِئل آهيو (٧) ۽ جيڪي اوهِي رُوم ۾ خُدا جا پيارا ۽ سڏِئل پاڪ آهيو اُنهي پولُس جا تِنِ سِينِي کي سلام پَهُچنِ اسانجي پِيُ خدا ۽ خداوند يسوع مسِيحَ جي پاران فضلُ ۽ سلامتِي هُجِي (٨) پهرياءِ آءٌ توهان سِينِي لاءِ يسُوع مسِيحَ مَعرفت پهِنجي خُدا جو ٿورو تو مَڃان تہ اوهانجو اِيمانُ سارِي جهان ۾ پڌِرو آهي (٩) ڇو تہ خُدا جنهِ جي بَندگِي مان پهِنجي رُوحَ ساڻُ سندَسِ پُٽَ جي انجِيلَ ۾ ٿو ڪَريان اُهو مُهِنجو شاهِدُ آهي

تہ آءٌ ڪِهڙِيءَ طرح سداءٌ اَوهَان کي يادِ ڪندو ٿو رَهان (١٠) ۽ پِهنجي دُعائن ۾ هر دم هِيءُ ٿو گُهران تہ جيڪر نيٺِ خُدا جي مَرضِيءَ ساڻُ ڪڏهِ نہ ڪڏهِ توهان وٽِ اچڻ جو ڪو سَبَبُ مِلِي پِيِو (١١) ڇوجو توهانکي ڏِسڻَ لاءِ اُڪنيِ اَٿمِ تان تہ اوهان کي ڪا رُوحانِي نعمتَ پَهُچايان جو اوهِين پَڪا ٿِي پئو (١٢) مطلبُ هِيءُ آهي تہ جيڪو ايمانُ مُون ۽ توهان ۾ آهي تنهِ ڪَري اسِ ٻئِي ڌُريُون پاڻَ ۾ تسلائِي لهُون (١٣) پر اي ڀائرو آءٌ گُهران ٿو تہ اوهِين بي خَبر نہ رَهو جو مُون ڪيترا ڀيرا اَوهان وٽِ اچڻَ جو اِرادو ڪِيو تہ جهڙو ٻئن قومُن مان ڦلُ لڌُمِ تهڙو اوهان مان بِ لهان پَر اَجا تاءٌ جَهلَ پِئي پِئِمِ (١٤) تہ آءٌ يُونانين توڙي اَوڦن توڙي سِياڻن توڙي ڄٽن جو قرضِي آهيان (١٥) سو آءٌ پِهنجي سِرِ تيارُ آهيان تہ توهان رومين کي بِ خُوشِ خبرِي ٻُڌايان (١٦) ڇا ڪاڻ جو آءٌ مسِيحَ جي خُوشِ خبرِيءَ کان لڄَ نٿو ڪريان هِنِ لاءِ تہ اُها سيڪنهِ ويساه آڻيندڙ لاءِ اَوَلِ يهُودِي ۽ اُنِي يونانِيءَ لاءِ بِ ڇائڻ جهڙِي خُدا جي قُدرت آهي (١٧) ڇوجو اُنهِيءَ ۾ خُدا جي راستبازِي پڌرِي ٿِي ٿِيءُ جا سيڪنهِ طرح اِيمان ڪريءِ آهي جيئن تہ لِکيو آهي تہ راستبازُ ايمانَ ڪري جيئندو (١٨) ڇوجو جيڪي ماڻهُون سچائِيءَ کي ناحقِيءَ ڪري اَٽڪايندا آهِنِ تنِ سڀنِي جي بي دِينِيءَ ۽ ناحقِيءَ تي خُدا جو قَهرُ آسمانَ کان پڌرو ٿو ٿِي (١٩) سو هِنَ سببان تہ خُدا بابتِ جيڪي ڄاڻ آهي سو هُنَن ۾ پڌرو آهي

چو تہ خُدا اِهو مٿَنِ پڌرو ڪِيو (۲۰) ڇا ڪاڻ جو سندَسِ اَڻڏٺا گُڻَ يعني سندسِ سداجِي قُدرت ۽ خُدائِي جهان جي پَيدائِش کان مخلُوقنِ تي غور ڪرڻَ ڪري اهڙِيءَ پر ڏِسڻَ ۾ٿا اَچنِ جو هُو بِي عُذر آهِنِ (۲۱) سوهِنَ سڀان جو خُدا کي سُڃاڻي بِہ خُدا جهڙِي ساراہ نَہ ڏِناوُنسِ ۽ نہ سندُسِ ٿورو مڃاءِ پر پهِنجن ڳِڻتيُنِ ۾ پُلجِي وِيا ۽ اُنهنِ جي بِي سَمُجهہ دِل اندارِي ٿِي وِيِي (۲۲) اُهِي پاڻ کي ڏاهو ڄاڻائِي مُورک ٿِي پيا (۲۳) ۽ نافانِيءَ خُدا جو جلالُ فانِيءَ ماڻهُنِ ۽ اُڏامندڙن ۽ چوُپائن ۽ رِڙهندڙنِ جِيوَنِ جِيءَ شِڪلِ جهڙِي مُورت سان مَٽِي ڇڏياءِ (۲۴) تنهِ ڪري خُدا بِہ تِنِ جي هِيُنَنِ جي سڌنِ ۾ تِنِ کي ناپاڪِيءَ تي ڇڏِي ڏِنو تہ پهِنجي بُت کي پاڻ ۾ بِي مانو ڪَنِ (۲۵) اُنهنِ خُدا جي سچائِيءَ کي ڪُوڙائِيءَ سان مٽِيو ۽ خالقُ (جو سداءِ سڳورو آهِي آمين) تنهِ کي ڇڏِي خلقيلَنِ جي پُوڄا ۽ بندگِي ڪِياءِ (۲۶) هِنَ سبب خُدا تِنِ کي بُڇڙنِ شهوتُنِ ۾ ڇڏِي ڏِنو ڇوجو سندنِ زالُنِ طبعِيءَ عادتَ کي طبيعت جي اُبتِيءَ عادت سان مٽِيو (۲۷) اِنهِيءَ پرِ مُڙس بہ زالُنِ سان طبعِيءَ رِيت کي ڇڏِي هِڪَ ٻِي جي شهوت ۾ سڙِي وِيا تہ مُڙسَ مُڙسنِ سان ڪارمُنهائِيءَ ڪري پهِنجي ڪُوتائِيءَ لائق پهِنجو بدرُ لهِي رهِيا (۲۸) ۽ جهِڙو ڪِ خُدا کي سڃاڻِي ياد ڪرڻ نہ لائق ڄاتاءِ خُدا بہ تِنِ کي نالائق پرُوڙ ۾ ڇڏِي ڏِنو تہ اُهِي بِي روا ڪمَ ڪَنِ (۲۹) سڀِ سيڪنهِ ناحقِيءَ ۽ حرام

۽ بُڇڙائيءَ ۽ لوڀ ۽ لُچائيءَ سان ڀرپُور ٿِيا ۽ رِيس ۽ خُون ۽ جهيڙي ۽ ٺڳيءَ ۽ ڪُلچٽائيءَ سان تارِ ٿِيا (٣٠) ڪَنَ ڀرڦُس ڦُس ڪندڙ ۽ گِلاخورَ ۽ خُدا جا ويري ۽ مچلا ۽ ڏاڍا هٺي ۽ بڇڙ ڦاڙِيندڙ ۽ بُڇڙائيءَ جا بانيڪار ۽ ماءُ ڀيءُ کي نہ مڃِيندڙَ (٣١) ري سَمُجهہ ۽ ڪُپتيا ۽ بي درد ۽ ڪُلال ۽ بي رحم ٿِيا (٣٢) جيتوڻيڪ اُهي خُدا جو هِيءُ حُڪُمُ ٿا ڄاڻن تہ اِهڙا ڪم ڪندڙ مارڻ جوڳو آهِن تہ بہ رڳو پاڻيهي اِئين نٿا ڪَن پر ٻئِن ڪندڙن سان بہ رِيجهندا آهِن ؞

## باب ٢

اِنهي لاءِ اي ماڻهون تُون جيڪو ڪو ڏوهُ لڳائيي ٿو سو بي عُذر آهي اِنهي ڪَري تہ جِنهِ ڳالهِ جو ٻِئي تي ڏوهُ ٿو لڳائيي سو پاڻ تي ٿو ڄمائيي تہ تُون جو ڏوه ٿو لڳائيي سو پاڻ اِهيئِي ڪَم ٿو ڪَري (٢) پَر اسِين ڄاڻُون ٿا تہ خُدا جي سيڪت جا اِهڙا ڪَم ڪندڙن تيئِي آهي سا سچائيءَ موجب آهي (٣) پَر اي مَاڻهون تون جيڪو اِهڙا ڪم ڪَندڙن تي ڏوه لائي پاڻ اِئي ٿو ڪري سو تون اِهو سَمُجهي ٿو تہ ڇڙ مان خدا جي عَدالت کان بَچي وينِدُس (٤) يا جو خدا جو پالُ توبہ ڏي مونکي هَلائي ٿو اِهو نہ ڄاڻي سندَيس ڀلائيءَ ۽ صبر ۽ سهڻيءَ جي جهجهائي ڪِين جهڙي ٿو سَمُجهي ڇَا (٥) پَر جنهِ ڏِينہ خدا جو ڏمرُ ۽ سچو اِنصافُ پڌرو ٿِيندو تنهِ ڏِينہ تاءِ تون پنهنجي ڏاڍائيءَ ۽ اڻ

ڦرئل دلِ ڪري پاڻ لاءِ ڏمرُ ٿو ميڙي (٦) اُهو هِڪڙي هِڪڙي کي سندن ڪمن پٽاندر بدرُ ڏِيندو (٧) جيڪي چڱي ڪمَ ڪرڻ تي ٻهي وڏائي ۽ مانَ ۽ نيباهَ جا گهورا آهن تِنکي سدا جِئڻُ ڏِيندو (٨) پَر جيڪي خَلل ڪري سچائي جي نه پَر ناحَقِي جي تابِ ٿيندا آهن تِنتي ڏمرُ ۽ ڪاوڙِ ٿيندي (٩) سيڪنهِ بدڪارَ ماڻهوءَ جي جِي تي ڀهراءَ يهُودِي پوءِ يُونانِي تي لوچ ۽ سوڙهِپيڙَ ٿِيندي (١٠) پَر وڏائي ۽ مانُ ۽ سلامتي سيڪنهِ چنگي ڪَمَ نباهِيندڙَ تي اَوَلِ يهودِي ۽ اُپِي يونانِي تي ٿِيندي (١١) ڇو ته خدا وٽِ ڪنهِ جي وِٽپَ ڪانهي (١٢) جو جيڪي ري شرِيعتَ ڏُهاري ٿِيا سي ري شريعت چٽ ٿي ويندا ۽ جيڪي کي شرِيعتَ رکي ڏُهارِي ٿِيا سي شرِيعت ڪري ئي ڏُهارِي ٺهرندا (١٣) (ڇوجو شريعتَ جا ٻُڌڻوارا خدا سامهُون سَچا نه آهن پَر سرِيعتَ تي عَملُ ڪندڙ سچا ٺهرائِبا (١٤) سو اِنهي لاءِ جڏهِ ٻِئن قومُن جا ماڻهُون جِنکي سرِيعتَ نه آهي سي طبِيعتَ ڪري ئِي شرِيعتَ جهڙا ڪَمَ ٿاڪنِ تڏهِ اِهي ماڻهُون شرِيعت نه رکي پَهنجي لاءِ پاڻيهِي شرِيعتَ آهنِ (١٥) اُهي ڏيکارِينِ ٿا ته شرِيعت جو مطلبُ اسانجي دلِن ۾ لکِئل آهي ۽ هُننِ جي سمجهه اِنهي تي ساکَ ٿي ڏِئي ۽ اُنهن جا خيالَ پاڻ ۾ هِڪ ٻِئي تي ڏوهُ يا عُذرُ ٿالائينِ) (١٦) سو اُنهي ڏِينهِ ٿِيندو جڏهِ ڪِ خدا مُهنجي خوش خبرِي آهرِ يسُوع مسِيح ڪري ماڻهن جي گُجهن ڳالهِينِ جو اِنصافُ

ڪندو (۱۷) ڏِسُ تہ تُون جو پاڻکي يھُودِي چوائِي شرِيعتَ تي پھنجو ڀروسو رکي خدا تي ٿو مرڪي (۱۸) ۽ شرِيعتَ پڙھِڻلُ تي سَنديسِ مرضي ٿو ڄاڻي ۽ چڱي مٺي جو فرقُ ٿو ڪري (۱۹) ۽ پاڻ تي اِھا پَتِ ٿو رکي تہ آءٌ اندڻِ جو ڪو سُوھُون آھيان ۽ جيڪي اونڌهِ ۾ آھن تن جو سوجھرو آھيان (۲۰) ۽ بيعقُلَن جو ڪو سَمُجھائِيندڙُ ۽ ٻارڙن جو ڪو اُستادُ آھيان جو شرِيعتَ ۾ عِلمَ ۽ سچائِي جو رُوپُ مُنکي آھي (۲۱) سو تُون ٻِي جو سيکارِيندڙُ ٿي پاڻ کي نٿو سيکارِي ڇا ۽ هوڪارِي ٿو تہ چورِي مَڪرِ سو پاڻ ئِي چورِي ٿو ڪري ڪيُن (۲۲) ۽ تُون جو چوي ٿو تہ حرامُ نَڪرِ سو ئِي حرامُ ٿو ڪري ڪيُن ۽ تُون جو بُتنِ جي ڪِراھتَ ٿو رکي سو ئِي مَندرنِ جو ڦورُو آھي ڇا (۲۳) ۽ تُون جو شرِيعتَ تي مرڪي ٿو سو شرِيعتَ جي ڀڃڻَ ڪري خدا کي بي مانو ٿو ڪري ڇا (۲۴) جيئن تہ لِکيو آھي تہ اوھان جي سببان خدا جي نالي تي ٻِئنِ قومنِ ۾ ڪُفرُ ٿو بَڪجي (۲۵) ڇوجو ٿُھرُ تہ تڏهِ سَجايو آھي جڏهِ تُون شرِيعتَ تي عملُ ٿو ڪري پَر جي تُون شرِيعتَ جو ڀاڃُو آھي تڏهِ تُھنجو ٿُھرُ ڪولو ٿِيو (۲۶) پوءِ جيڪڏهِ ڪولهيرو ماڻھُون شرِيعتَ جي حُڪمَنِ کي سانڍِيندو تہ سندُسِ ڪولو ٿُھرَ جھڙو نہ ليکِبو ڇا (۲۷) ۽ جنهِ تُون لِکيتِ ۽ ٿُھرَ هوندي بِہ شرِيعت کي ڀڳو تنهِ تي ڏوهُ نَہ ڄمائِيندو ڇا (۲۸) ڇو تہ جو ڏِسڻ ۾ يھُودِي آھي سو نہ آھي ۽ ٿُھرُ بِہ اُھو نہ آھي جو ظاھراً جِسمَ

ساڻُ آهي (٢٩) پَر يهُودِي اُهو آهي جو اندرَ ۾ آهي ۽ دلِ جو تهُر رُوح ساڻُ آهي نَہ لِکيتِ ساڻُ ۽ اَهڙِي جِي تعرِيفَ ماڻهنِ کان نَہ پَر خدا کان آهي ❊

# باب ٣

پوءِ يهُودِيءَ جِي وڌِيکي ڪهڙِي آهي يا تهَر جو نفعو ڪهڙو (٢) ڇپي پَٽيءِ گهڻو آهي ڇا کان تہ اُهي پهرِي خدا جِي ڪلامَنِ جا حوالي‌دارَ ٿِئا (٣) ڇا آهي جي ڪِنِ وِيساهُ نَہ آندو تہ سندَنِ بي وِيساهي خدا جِي پَتِ رِدِ ڪندِي ڇا (۴) سو اِئِين نَہ ٿِئِي پَر خدا سچو ۽ سيڪو ماڻهُون ڪُوڙو ٿِئِي جِئِن لِکيو آهي تَہ تُون پهِنجَنِ ڳالهِيُنِ ۾ سَچو ٺهرِي ۽ پهنجِي عَدالت ۾ ڪٽِي وڃِي (٥) پَر جي اسانجِي ناراستِي خدا جِي راستِيءَ کي پڌِرو ٿِي ڪري تہ ڇا چونداسِ خدا ڪِ ڏمرُ ڇَنڊڻَ ڪرِي ناراستُ آهي ڇا هِيءِ ماڻهنِ وانگِيان ٿو چوان (٦) اِئِين نَہ ٿِئِي نَہ تَہ خدا جهانَ جو عدالتِي ڪِئِن ٿِي سَگهندو (٧) پوءِ جيڪڏهِ خدا جِي سچائِي مُهنجِي ڪُوڙائِيءَ ڪري سندَسِ جَلالَ لاءِ وڌِيڪ ٿِي تہ ڇا لاءِ مُون تي گُنهگارَ وانگُرِ فتوىٰ ٿِي ٿِئِي (٨) ۽ جِئِن ڪي ماڻهُو اسان تي ڪُفروارِي تُهمتَ رکندا آهنِ ۽ ڪي ڪي اسانکان چَوائِيندا آهنِ تہ اسِ ٻُڇڙا ڪَمَ ڪرِيُون تان تہ اُنهنِ مان چڱا نِڪرنِ تِئِن اسِ بہ ڇو نَہ ڪرِيُون اَهڙَن جِي سِيکتِ واجِبُ آهي (٩) پوءِ ڇا اسِ اُنهنِ کان چڱا

آهيُون ڪيُن پَڻِ نہ ڇوجو اَسان اڳيِي ڄمايو آهي تہ يھُودِي توڙي يُونانِي سيپِي گُناہ جي هيٺ آهن (۱۰) جيئن تہ لِکيو آهي ڇي سَچو هِڪڙو بِ نَہ آهي (۱۱) سَمجھوارو ڪونهي خدا جو ڳولو ڪونهي (۱۲) سيپِي رُلِي ڇُلِي وِيا ۽ مِڙيئي ناڪارَ ٿي وِيا نيڪي ڪندڙ ڪو هِڪڙو بِ ڪونهي (۱۳) سندين نِڙي اُپِٽيل قبرَ آهي اُنهن پھنجِي زبانَ سان ٺڳِي ڪئي ۽ سندنِ چَپن هيٺ نانگن جي وِڪُ آهي (۱۴) سندُن واتُ پاراتنِ ۽ ڪُوڙائِي سان پرئُل آهي (۱۵) خُونُ ڪرڻ لاءِ سندَنِ پيرَ تڪڙا آهن (۱۶) سندَنِ واٽن تي ڇِني ۽ ڏولاپو آهي (۱۷) ۽ سَلامتي جي واٽَ هُنن نَہ سُڃاتي (۱۸) تِن وٽِ خدا جو ڊَپُ ڪونهي (۱۹) پَراسِ ڄاڻُون ٿا تَہ جيڪِيڪي شرِيعت ٿِي چوي سو جيڪي شرِيعت جي تابِع آهن تنکي ٿِي چوي سو هِنلاءِ تہ سيڪوئِي واتُ جهلجي وڃي ۽ سڄوئِي جهانُ خدا جي اڳيان ڏنڊَ لائقُ ٿِي (۲۰) ڇوجو شرِيعت جي ڪمن ڪريئِي سندَسِ اڳيُون ڪو ماڻھُو سچو نَہ ٺهرندو ڇو تَہ شرِيعت ڪري ڏوهَ جي سُڃاڻپَ ٿِي ٿِي (۲۱) پَرهاڻي خدا جي راستبازِي جنهِ تي شرِيعت ۽ نبِي ساکَ ٿا ڀَرِينِ سا شرِيعتَ ڌاران پڌرِي ٿِي آهي (۲۲). پَرسا خدا جي راستبازِي يسُوع مسِيح تي وِيساهُ آڻڻ ڪري مِلندِي آهي ۽ وِيساهُ آڻيدڙن سيني لاءِ ۽ سيني تي آهي ڇو تہ هِنَ ۾ ڦيرُ ڪونهي (۲۳) هِن لاءِ جو سيني ڏوهُ ڪيو ۽ خُدا جي جَسَ کان وانجهئل آهن (۲۴) اُهي سندَسِ ٻاجه

کان مُفت سَچا ٿا ڳڻجن اُنھي ڇوٽڪاري ڪري جو يَسُوع مسِيح کان آھي (۲۵) جنھِ کي خُدا سندس رت ڪري وِيساهُ آڻڻ جي وسِيلي پرچاءَواري قُرباني ٺھرايو تان تہ جيڪي گُناھَ اڳي سمي ۾ پھنجي سھڻ ڪري معاف ڪياءَ تن جي معاف ڪرڻ ۾ پھنجي راستبازي ڏيکاري (۲۶) ھاءَ تہ پھنجي راستبازي ھاڻوڪي سَمي ۾ بِ ڏيکاري سو ھِنلاءِ تہ پاڻ سچو رَھي ۽ يَسُوع جي وِيساھ کي بِ سَچو ٺھرائي (۲۷) پوءِ مَرڪِ جي ڪھڙي جاءِ آھي ڪا جاءِ ڪانھيسِ ھِيءَ ڪھڙي شرِيعتَ ڪري ڇُٽو سو ڪَمَنِ کان آھي ڇا نہ پَر وِيساھ جي شرِيعتَ ڪري (۲۸) سو اَسِ اِھو ڳڻيُون ٿا تہ ماڻھُون وِيساھَ ڪري شرِيعتَ جي ڪَمَنِ ڌاران سچو ٿو ٺھري (۲۹) ڇا خدا رُڳو يَھُودِنِ جو آھي ٻِئَنِ قومُنِ جو نہ آھي ڪِئَن ھاءَ ٻِئَنِ قومُنِ جو بِ آھي (۳۰) ڇا ڪون تہ خُدا ھڪڙوئي آھي جو ٺھرئلنِ کي وِيساھَ ڪري ۽ ڪوليرنِ کي بِ وِيساھَ جي وسِيلي سچو ٺھرائيندو (۳۱) پوءِ اسِ وِيساھَ ڪري شرِيعتَ کي رَدِ ٿا ڪريُون ڇا نہ نہ پَر شرِيعتَ کي ڪَرو ٿا ڪريُون ؞

## بابُ ۴

پوءِ اسِ ڇا چيُون جو اسان جي پِيءُ اِبراھِيمَ جسِمَ جي حقِ ڇا لڌو (۲) ڇو تہ جي اِبراھِيمَ ڪَمَنِ ڪري سچو ٺھريو تہ مرڪَ جو سبَبُ اٿَسِ پَر

خُدا اڳيان نَہ اَٿسِ (۳) جو لِکيتِ ڇا ٿي فرمائي اِبراهِيمَ خدا تي ويساهُ آندو ۽ اِها اُن لاءِ سچائي ڳڻي وئي (۴) ۽ ڪَمُ ڪندڙَ لاءِ اُجُورو نَہ ٻاجھہ موجِبُ ليکيو آهي پَر حقَ موجِبُ (۵) پَر جيڪو ڪَمُ ڪندڙَ نَہ آهي اُلٽو اُنهي تي ويساهُ ٿو آڻي جو بي دِينِئَ ماڻهوءَ کي سچو ٿو ٺهرائي تنهِ جو ويساهُ سچائيءَ لاءِ ٿو ليکجي (۶) جيئن تَہ داؤد بِہ اُنهي ماڻهوءَ جي سڳوراڻِئَ ٿو چوي جنهِ لاءِ خُدا بنا ڪمَنِ سچائي ٿو ليکي (۷) ڇي سڳورا اُهي آهنِ جنِ جيءَ خطاءُ معافُ ٿيءَ ۽ جِنجا گناهَ وارجي وِيا (۸) سڳورو اُهو ماڻهُون آهي جنهِ جي ڏوهنِ جو ليکو خداوَندُ نَہ وَٺندو (۹) پوءِ هِئَ سڳورائي ڪِہ ٺهرِئلنِ سان ئي ٿي لڳي ڇا جان ڪَوليرنِ سان بِہ ٿي لڳي ڇو تَہ اسِ چئُون ٿا تَہ ويساهُءَ اِبراهِيمَ لاءِ سچائي ليکيو وِيو (۱۰) سو اُنهي لاءِ ڪَهڙِئَ حالت ۾ ليکيو وِيو ٺهرلائِئَ ۾ ڪِہ اَڻ ٺهرلائِئَ ۾ ٺهرلائِئَ ۾ نَہ پَر اَڻ ٺهرلائِئَ ۾ (۱۱) ۽ ٺهرَ جو نِشانُ پهنجي ڪوليريواري ويساهَ جي سچائِئَ جي مُهَرَ لاءِ ورتاءِ تان تہ جيڪي ڪوليرائِئَ ۾ ويساهُ آڻين ٿا تِنِ سڀني جو پِيُ ٿاڻَ ٿِئي تہ هُنَنِ لاءِ بِہ سچائي ليکجي وڃي (۱۲) ۽ٺو ٺهرِئلنِ جو پِيُ ٿِئي سو رڳو ٺهرِئلنِئَ لاءِ نَہ پَر اُنهنِ لاءِ جي اسانجي پِيُ اِبراهِيمَ جي اڻ ٺهرلائِئَ واري ويساهَ تي پوءِ لَڳي بِہ ٿا ڪَنِ (۱۳) ڇو تَہ اِهو وعدو تَہ تُون جَهانَ جو وارِثُ ٿِينديِ سو اِبراهِيمَ يا سندَسِ ٻُڻَ کي نَہ شرِيعتَ ڪري ٿِيو پَر ويساهَ جي سچائِئَ ڪري ٿِيو (۱۴) ڇو تہ

جيڪڏهِ شرِيعتَ وارا وارِث آهِن تہ وِيساهُ اجايو ٿِيو ۽ وعدو ردِ ٿيو آهي
(۱۵) جو شرِيعتَ ڏمَر جو سببُ آهي ڇوجو جاتي شرِيعتَ ڪانهي تاتي
حُڪمُ ڀَڃڻُ بہ ڪونهي (۱۶) سو هِنَ لاءِ وَرثو وِيساهَ ڪري هو تہ ٻاجھ موجب
ٿِئي تان تہ وعدو سَڀِني ٻُڻ لاءِ پَڪو ٿِئي رَهي نہ رُڳو شرِيعتَ واري پَر اُنهي لاءِ
بِہ جو اِبراهِيم جي وِيساهَ کان آهي تہ اُهوئِي اسان سَڀِني جو پِيُ آهي (۱۷) جِئَين
لِکيو آهي تہ مُون توکي گهڻِيُن قومُنِ جو پِيُ ڪِيو آهي سو اُنهي خُدا جي
اڳيان جنهِ تي وِيساهُ آنداءِ جو مُئَن کي جِيَاري ٿو ۽ اڻَ هُوندِيُنِ شيُن جو
ناءُ اهرو ٿو وٺي ڄڻ تہ هڪِيُ هُونديُ (۱۸) هُنَ آسَ کان ٻاهرِ ٿِي آس سان
وِيساهُ رکيو تان تہ گهڻِنِ قومُنِ جو پِيُ ٿِيي اُنهي ڄَڻُي پَٽاندر ڇي تُهنجو ٻُڻُ
هيڏو ٿِيندو (۱۹) ۽ جَڏهِ اُهو وِيساهَ ڪري هِيڻُو نہ هو تَڏهِ سوُ کَن ورهِنِ جو ٿِي
هُن نہ پهنجي مُڙدي جِهڙِي بُت جو ۽ نہ ساره جي پيٽ جي سندپِئِي جو
خِيالُ ڪِيو (۲۰) ۽ خُدا جي قول ۾ ٻيوِيساهِيءَ جي سببان شَڪُ نہ آنداءِ
اُنلوءِ وِيساهَ ڪري پَڪو ٿِي خُدا جِي وَڏائِي ڪِياءِ (۲۱) ۽ پَڪُ ڄاتاءِ تہ
جيڪو پولُ ڪِيو اَٿسِ تنهِکي پاڙِي ڏِيڻَ لاءِ ڀُڄٽائِتِي وارو آهي (۲۲) تنهِ
ڪري اِهو وِيساهُ رکڻُ هُنَ لاءِ سچائِي ليکيو وِيو (۲۳) ڇي اِهو هُنَ لاءِ سچائِي
ليکيو وِيو اِها ڳالهِ نہ رُڳو اُنهي لاءِ لِکِئَلَ هُئِي (۲۴) پَر اَسان لاءِ بِہ لِکِئَل هُئِي
جنِ کي ليکبو سو جيڪڏهِ اَسِ اُنهي تي وِيساهُ آڻِينداسُ جنهِ اسان جي

خُداوند يسُوع کي مُردن منجهان جِياريو (۲۵) جو اَسان جي گُناهن لاءِ پَرهتِ ڏِنو وِيو ۽ اَسان جي سچي ٺهرڻَ لاءِ ورِي جِياريو وِيو :

باب ۵

پوءِ جڏهِ اَسِ وِيساه ڪري سَچا ٺهرياسُّ تڏهِ خُدا سان اَسانجي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ جي معرفَتَ اَسان جو پَرچاءُ ٿِيو (۲) ٻِئو هُنَ جي معرفت اُنهي فضل ۾ وِيساهَ ڪري پَهُتاسِ جنهِ ۾ اَسِ کڙا آهيُون ۽ خُدا جي وڏائِي جي اُميدَ تي مرکُون ٿا (۳) سو رُڳو اِئِي نَہ پَر مُصِيبتُن تي بِہ مرکُون ٿا اِها ڄاڻِي جو مُصِيبَت صَبُر پَيدا ٿي ڪري (۴) ۽ صَبُر کان پرکَ ۽ پرکَ کان آس پَيدا ٿِي ٿِي (۵) پَر اِها آس لَڄِي نَہ ٿِي ڪَري ڇوجو پاڪ رُوح جي مِلڻَ ڪري اَسان جي دلِيُن ۾ خُدا جو پِيارُ اوتِيو وِيو آهي (۶) ڇو تَہ جڏهِ اسِ اجان هِيڻا هُئاسُّ تڏهِ مسِيحُ ٻي دِينَن لاءِ مَهل سِر مرِي وِيو (۷) ڇوجو مَسَ مَسَ سچي ماڻهوءَ لاءِ ڪو مرِي وِيندو جو جيڪس چڱي ماڻهوءَ لاءِ ڪو موتُ بِہ سَهندو (۸) پَر خُدا پهنجو پيارُ اَسان تي هِنَ پَر پڌرو ٿو ڪري تَہ جڏهِ اَسِ گنهگار هُئاسُّ تڏهِ مسِيحُ اَسان لاءِ مرِي وِيو (۹) پوءِ جيڪڏهِ اسِ سندَسِ رَتَ ڪري سچا ٺهراسِ تَہ ڪيترو وَڌِيڪ هُنَ جي وسِيلي ڪري ڏمَر کان ٻچنداسِ (۱۰) ڇو تَہ جڏهِ اَسِ وِيرِي ٿِي خُدا ساڻُ پُٽس جي مرڻ ڪري پَرتاسُّ تڏهِ

ساڻس ميلاپُ ٿيو هُنجي جيئڻ ڪري ڪيترو نَہ وڌيڪ بچي وينداسُون (١١) سو نَہ رڳو اِئين پَر جنهِ اَسان جي خُداوند يسُوع مَسِيحَ ڪري هاڻي اسانکي پَرچاءُ مِليو تنهِ جي معرفت بِہ خُدا تي مرڪُون ٿا (١٢) تنهِ لاءِ جِئَن هڪڙي ماڻهوءَ ڪري ڏوهُ جَهان ۾ گهِڙِي آيو ۽ ڏوهہ ڪري موتُ آيو اِنهِي طَرح موتُ سڀني ماڻهن تي پهتو ڇوجو سڀني ڏوهُ ڪيو (١٣) ڇا ڪان تَہ شرِيعتَ پڌرِي ٿيڻ تاءِ ڏوهُ جَهانَ ۾ هو پَر جتي شرِيعتَ ڪانهِي تِتي گناهُ نَٿو ليکجي (١٤) تَہ بِہ موتُ آدمَ ڪان وٺي مُوسيٰ تاءِ اُنهن تي حُڪم هَلايو جِن آدم جي عُدُول جهڙو ڏوهُ نَہ ڪِيو هو جو آدم اُنهي اَچڻواري جو نِشانُ هو (١٥) پر اِئِين نہ تہ جهڙو ڏوهُ تهڙو فضل جو دانُ ٿيو ڇوجو جيڪڏهِ هِڪڙي ماڻهوءَ جي گناهَ ڪري گهڻا مَري وِيا تَہ ڪيترو واڌُو خُدا جو فَضُل ۽ ڏاڻُ اُنهي هِڪڙي ماڻهوءَ يسُوع مسِيحُ جي فَضُل ڪري گهڻن تي پکيڙيو وِيو (١٦) ٻئو جِئَن هڪڙي ماڻهوءَ جي ڏوهَ ڪري ٿِيو تيئن ئي ڏاڻُ نَہ آهي ڇوجو فتويٰ تَہ هڪڙي جي سَببان سزا لاءِ ٿي پَر فضل جو دانُ گهڻن خطائن ڪري سچي ٺهرڻ لاءِ آهي (١٧) ڇو تہ جي هڪڙي گُناهَ جي سببان اُنهي هڪڙي ماڻهوءَ جي معرفت موتَ بادشاهي ڪِي تَہ جنکي فَضَلُ ۽ راستبازِيءَ جو دانُ جهجهو مِليو آهي سي هُن هِڪڙي ماڻهوءَ يسُوع مسِيحَ جي معرفت حياتِيءَ ۾ ڪيترو واڌُو بادشاهي ڪَندا (١٨) تنهِ ڪري جِئَن هڪڙِيءَ خَطا ڪان سڀني ماڻهن

تي سزا آئي تيئن بِ هڪڙي سچي عملَ کان أها راستبازِي سيني ماڻهن لاء آئي جنهِ ڪري جياپو لهن (١٩) ڇو تہ جيئن هُن هڪڙي ماڻهوء جي نہ مَڃَڻَ ڪري گهڻا ڏُهارِي ٺهريا تِيئن بِ هِنَ هڪڙي جي مَڃڻ ڪري گهڻائي سَچا ٺهرندا (٢٠) پَر شريعتَ وِچِهِ اَچِي پِئِي تہ أها خطا وڌِي وڃي پَر جِتي ڏوهَ جهَجها ٿِيا أتي فَضُل هيڪارِي وَڌِي وِيو (٢١) تان تہ جِئين گناهَ موتَ ڪري بادشاهِي ڪِي تيئن فَضُلُ بِ جا سچائِي سدا جِيَڻ جي واسطِي آهي تنهِ ڪري اسان جي خُداوند يسُوع مسِيحَ جي هٿان بادشاهِي ڪري ÷

## بابُ ٦

پوء اسِ ڇا چَيُون ڏوهَ ۾ لَڳا رهُون ڇا تان تہ فَضلُ جهجهو ٿِئي (٢) اِهو نَہ ٿِئي اسِ جيڪي ڪِي ڏوهَ جي طرفان مُئا پِياسِ سي تِنهِ ۾ اجان ڪيئن جِيُون (٣) جان ڪِ اِهو نَٿا ڄاڻو تہ اَسان ۾ جيترن يسُوع مسِيحَ جي بپِتِسما ورتي تيترن سندسِ موتَ جي بپِتِسما ورتي (٤) سو اسِ موتَ جي بپِتِسما ڪري ساڻُسِ پُورجِي وِياسً هِن لاء تہ جيئن مسِيحُ پِئُ جي وَڏائِي ڪري مُئنِ منجهان أٿاريو وِيو تيئن اَسِ بِ نئِي چال هَلُون (٥) ڇو تہ جي سندَسِ موتَ جي بولَ ۾ ڳنڍِجِي وِيا آهيُون تہ اَوَس سندَسِ وَري جي أٿڻ جي بولَ سان بِ ڳنڍِجِي وينداسً (٦) جو اِهو ڄاڻُون ٿا تہ اَسان جو پُراڻو ماڻهوُ

ساڻس صِليبَ تي چاڙهيو وِيو سو هِن لاءِ تَہ ڏوهَ وارو جسم ڇٽ ٿِئي متان اسِ اَڳتي ڏوهَ جي ٻانهپَ ۾ نَہ رهُون (٧) ڇو تَہ جيڪو مُئو سو ڏوهَ کان ڇُٽو (٨) ۽ جيڪڏهِ مسِيحَ ساڻُ مُئاسِ تَہ اِهو وِسهُون ٿا جو ساڻَس جِيئنداسِ بِہ (٩) جو اِهو ڄاڻُون ٿا تہ مسِيحُ جو مُئنِ مان اُٿيو سو وَرِي نہ مَرندو ۽ موتَ اُڳتي مَٿس حُڪُومت ڪِينَ هَلائِيندو (١٠) ڇو تَہ جيڪو مُئو سو گُناهَ ڪري هِڪڙيئي ڀيرِي مُئو پَر جيڪو جِئي ٿو سو خُدا ڪَريئي ٿو جِئي (١١) اِنهِيءَ طرحَ توهِي بِہ پاڻکي اسان جي خُداوند يَسُوع مسِيحَ جي وسِيلي ڏوهَ ڪري مُئلُ ۽ خدا ڪري جِيرو ڄاڻو (١٢) پوءِ گُناهُ اوهان جي فانِي بُتَ تي متان بادِشاهي ڪري جو اَوهِي سندَس سڌُنِ جي تاتِ مَچيو (١٣) ۽ پهنجا عُضوا گناهَ لاءِ بُڇڙائِيءَ جا هٿيارَ نَہ ڪريو پَر پاڻکي خُدا جي حوالي اِئي ڪريو جِئَين مُئِدنِ مان جي اُٿيا آهيو ۽ پهنجا عُضوا خُدا جي حوالي سچائِيءَ جا هٿِيار ڪريو (١٤) ڇوجو ڏوهُ اَوهان تي حڪُومتَ ڪِينَ ڪَندو ڇا ڪاڻ تَہ اوهِي شرِيعت جي تابِع نَہ آهيو پَر فضلَ جي تابِع آهيو (١٥) پوءِ ڇا اسِ ڏوهُ ڪريُون ڪيَن جو شرِيعتَ جي نَہ پَر فضلَ جي تابِع آهيُون سو اِئي نَہ ٿِئي (١٦) اَوهِي نٿا ڄاڻو ڪِئَين تَہ جنهِ جي تابِعدارِيءَ ۾ پاڻکي غُلامُ ٿا ڪريو ۽ جنهِ کي ٿا مَچِيو تنهِ جائي ٻانها آهيو توڻي اوهِي گُناهَ جا ٻانها موتَ لاءِ توڻي مچِتا جا سچائِيءَ لاءِ آهيو (١٧) اِهو خُدا جو شُڪر تہ اوهِي اڳي ڏوهَ جا ٻانها

هو پَر جنهِ تعلِيمَ جي بولَ ۾ اوهين ڏِنا وِيا هُئا تنهِ کي دِليُون مڃِيَوَ (١٨) سو اَوهين ڏوهَ کان ڇُٽي راستبازِيءَ جا ٻانها ٿِيو (١٩) آءٌ اَوهان جي جُسي جي هِيڻائِيءَ ڪري ماڻهوءَ جو مثالُ ڏيئي بيانُ ٿو ڪريان ڇوجو جِئين اوهان پنهنجا عُضوا ناپاڪيءَ ۽ بُڇڙائِيءَ جي ٻانهپ ۾ بُڇڙائِيءَ لاءِ وِڌا تِئين هاڻي پنهنجا عُضوا پاڪائِيءَ لاءِ راستبازِيءَ جا ٻانها ڪريو (٢٠) ڇوجو جڏهِ اَوهين ڏوهَ جا ٻانها هو تڏهِ سچائِيءَ کان آجا هو (٢١) سو تنهِ مهلَ اُنهن ڪمَن جو ڪهڙو ڦَرُ ورتَوَ جن کان هاڻي ڦِڪا آهِيو جو تن جي پڇاڙِي آهي موتُ (٢٢) پَر هاڻي اَوهين ڏوهَ کان ڇُٽي خدا جا ٻانها ٿِي پاڪائِيءَ لاءِ پَنهنجو ڦَرُ ٿا جهلِيو جِنهِ جي پڇاڙِي هميشه جو جِياپو آهي (٢٣) ڇو تہ ڏوهَ جو اُجُورو آهي موتُ پَر اَسان جي خُداوند يسُوع مسِيحَ جي وَسِيلي ڪري خُدا جي فضل جو دانُ آهي هميشه جو جِياپو ؛

## باب ٧

اي ڀائرو اوهين اِهو نٿا ڄاڻو ڇا ـ تہ آءٌ شرِيعت پڙهندڙن سان ٿو ڳالهايان ـ جو جيسِيتاءِ ڪو ماڻهون جِيُرو آهي تيسِيتاءِ سرِيعتَ مٿس حُڪُومت ٿي هَلائي (٢) ڇوجو پرڻيلَ زالَ جيسِتاءِ مڙسُ جِيُرو اٿس تيسِيتاءِ شرِيعت ڪري تِنهِ جي تابع ٻَدل آهي پر جيڪڏهِ مُڙسُ مري وِيُس تہ مُڙسَ جي

شرعَ كان ڇُٽي (۳) تنهِ ڪري مُڙسُ جِيئنديئِ ٻِي جي وجِي ٿِي تَہ ڪَسِبياڻي
نَہ چئبي ڪئين پَر جيڪڏهِ مُڙسُ مرِي وَڃيسِ تَہ شرِيعتَ كان ڇُٽلَ آهي
سا جي ٻِي مُڙسَ جي وجِي ٿِي تَہ ڪَسِبياڻي نَہ آهي (۴) اِنهِيءَ پرِ اي ڀائرا
توهِي بِہ مسِيحَ جي جُسي ڪري شرِيعتَ موجِبُ مارجي ويو تان تَہ ٻِئي
جا ٿِيو يعني اُنهي جا جو مُئن مان اُٿاريو وِيو سو هِن لاءِ تَہ اسِ خُدا لاءِ ڦَرُ
آڻيُون (۵) ڇو نَہ جَڏهِ اَسِ جِسمَاني هُئاسِ تَڏهِ گُناهنِ جِيءَ سَڌَّ جي شرِيعتَ
ڪري آهنِ سي موتَ جَا ڦَر آڻڻَ واسطي اسانجَنِ عُضونِ ۾ اَثر واريءَ ٿِي ٿِيءَ
(۶) پَر ڏِسو جڏهِ مرِي وياسِ تڏهِ جنهِ شرِيعت ۾ اڳِي ٻَڌَلَ هُئاسَّ تنهِ كان
ڇُٽاسَّ تَہ اسِ رُوحَ جي نئِي حال مُوجب ۽ نَہ اکرنِ جي پُراني حال مُوجب
ٻانهپَ ڪريُون (۷) پوءِ اسِ ڇا چئُون تَہ شرِيعتِ‌ئِي گناهُ آهي ڇا اِئِي ٻِنٿِي
نَہ پَر شرِيعتَ ڌاران مُون گناهَ ڪِينَ سُڃاتا ڇا كان ڪِ جيڪڏهِ شرِيعتَ نَہ
چَئي ها جو لالچِ نَہ ڪرِ تَہ جيڪَرَ آءٌ لالچِ نَہ ڄاڻان ها (۸) پَر ڏوهَ وجُه ڏِسي
حُڪمَ جي معرفَتَ سَڀَڪا لالچِ مُون ۾ پيدا ڪئي ڇو تَہ شرِيعتَ ڌاران
ڏوهُ مُئلُ جهڙو آهي (۹) آءٌ بِہ ڪنهِ وير شرِيعتَ بِنا جِيئرو هوسِ پَر جَڏهِ
حڪمَ آيو تڏهِ ڏوهُ ورِي جاڳِي اُٿِيو (۱۰) پَر آءٌ مرِي وِيُس ۽ جيڪو حُڪمُ
حياتِيءَ لاءِ ڏِنلُ هو سوئِي مُونکي موتَ رسائِيندڙُ پَڌِرو ٿِيو (۱۱) ڇو تَہ ڏوهَ حُڪمَ
ڪري وجهُ ڏِسي مُونکي ٺڳِيو ۽ اُنهي ڪري ماري وِڌاءِ (۱۲) سو شرِيعت

بيشڪ پاڪ آهي ۽ حُڪمُ بہ پاڪ ۽ سچو ۽ چڱو آهي (۱۳) پوءِ جيڪي
چڱو آهي سوئي مُون لاءِ موتُ ٿيو ڪِين اِئين پَرِ نہ پر گناهُ جو اُنهي جو
گناهَ پڻو پڌرو ٿيي تَنهِ اُنهي چڱيِ ڳالهِ ڪري مُون ۾ موتُ پيدا ڪِيو تان تَہ گناهُ
حُڪمَ ڪري تمامُ بُڇڙو جاڻجي (۱۴) ڇوجو اسِ جاڻُون ٿا تَہ شرِيعتَ
رُوحاني آهي پَر آءُ جِسمَاني آهيان ڌوهَ جي هٿِ وڪِڻُلُ (۱۵) ڇو تَہ جيڪي
ڪريان ٿو سو چڱو نٿو جاڻانِ ڇاڪُون تہ جيڪي نَٿو چاهيان سوئي ٿو ڪريان
پَر جيڪِيڪي بُرو ٿو پائيان اُهوئي ٿو ڪريان (۱٦) پوءِ جيڪڏهِ آءُ جيڪي
نٿو چاهيان سو ٿو ڪريان تَہ قبُول ٿو ڪريان جو شرِيعت چڱي آهي (۱۷) تنهِ
ڪري نہ آءُئي پَرَ جو ڌوهُ مُون ۾ وَسي ٿو سو تنهِ جو ڪَرڻوارو آهي (۱۸) ڇو
تہ اِهو جاڻان ٿو تَہ مُون ۾ يعني منهجي جِسمَ ۾ چڱائي ڪانَ ٿِي ليپي تہ مرضي
اَٿمِ جو چڱو ڪَمُ ڪريان پَرَ تنهِ جو پُورو ڪرڻُ نَہ ٿو اچيمِ (۱۹) ڇو تہ جيڪا
چڱي ڳالهِ ڪرڻُ ٿو پايان سا نٿو ڪريان پَرَ جيڪا بُڇڙي ڳالهِ ڪرڻُ نٿو
پايان سائي ٿو ڪريان (۲۰) پَر جيڪي ڪِيو نٿو چاهيان جي اُهو ٿو ڪريان
تہ نہ آءُئي پَر جيڪو ڌوهُ مُون ۾ وَسي ٿو سوئي تنهِ جو ڪندڙُ آهي (۲۱) نيٺ
هِيُ قاعدو مُون ۾ پڌرو ٿو ٿِئي تہ جڏهِ آءُ چڱائي ڪَرڻ ٿو پايان تڏهِ بُڇڙائي
مُون تي غالب ٿِي اَچي (۲۲) ڇوجو پهنجي اَندرواري ماڻهوءَ پي ڪري
خُدا جي شرِيعتَ سان رِيڌو آهيان (۲۳) پَر پهنجي عُضون ۾ ٻي شرِيعتَ

ڏِسان ٿو اُها مُهنجي رُوحَ جي شرِيعتَ سان وڙهي جا گُناه جيٰ شرِيعتَ مهنجي عضونِ ۾ آهي تنهِ جي قبضي ۾ مُون کي بندِ ٿي ڪري (۲۴) هاءِ هاءِ مُون هِنَ ويچاري ماڻهوءَ کي ڪيرُ هِن موتَ جي بُتَ کان ڇڏائِيندو (۲۵) آءٌ خُدا جا شُڪرانا ٿو ڪريان تہ هُنَ مُونکي اسانجي خداوند يسُوع مسِيح جي وَسِيلي ڇڏايو آهي تَہ نيٺِ آءٌ پاڻ رُوحَ ڪري خُدا جي شرِيعتَ جو ٻانهو پَر جِسمَ ڪري گناه جي شرِيعتَ جو ٻانهو آهيان ÷

## باب ۸

پوءِ جيڪي يسُوع مسِيحَ ۾ ٿي جِسمَ پٺاندرِ نَہ پَر رُوح پٺاندرِ هَلنِ ٿا تنِ تي سزا جي فتوىٰ ڪانهي (۲) ڇوجو حَياتيءَواري رُوح جي جا شرِيعتَ يَسُوع مسِيح ۾ آهي تنهِ مونکي ڏوهَ ۽ موت جي شرِيعت کان ڇڏايو (۳) ڇا ڪان تہ جا ڳالهِ شرِيعت کان جِسمَ جي هِيڻائِي ڪري اڻٿيڻي هُئي سا خُدا کان ٿي هُئي تہ هُنَ پهنجي پُٽَ کي ڏوهَ جهڙي جِسمَ جي شڪل ۾ ۽ ڏوهَ جي قُربان لاءِ موڪلي ڏوهَ تي جِسمَ ۾ ئي سيکتِ مجي فتوىٰ ڏِني (۴) تان تہ اسِ جيڪي جِسمَ پٺاندرِ نَہ پَر رُوح پٺاندرِ هلُون ٿا تنِ ۾ شرِيعتَ جو حقُ پُورو ٿِئي (۵) ڇوجو جيڪي جِسمَ پٺاندرِ آهنِ سي جِسمَ جيءَ ڳالهيءَ هَنبائِين ٿا پَر جيڪي رُوح پٺاندرِ آهنِ سي رُوح جيءَ ڳالهِيءَ ٿا هَنبائِين (٦) جو جِسمَ

جو مِزاجُ آهي موتُ پَر رُوحَ جو مِزاجُ جِياپو ۽ سَلامتِي آهي (٧) سو هِنَ لاءِ تَہ جِسمَ جو مِزاجُ خُدا ساڻ وِيرُ ٿو رکي ڇو تَہ خُدا جي شرِيعتَ جي تابِع نَہ آهي ۽ نَتو ٿِي سَگهي (٨) ۽ جيڪي جِسماني آهنِ سي خُدا کي وَڻِي نَٿا سگهنِ (٩) پَر جيڪڏهِ خُدا جو رُوح اَوهان ۾ ٿو رهي تَہ اوهِين جِسمانِي نَہ پَر رُوحانِي آهِيو ۽ جِنهِ ۾ مسِيحَ جو رُوحُ نَہ آهي سو تنهِ جو نَہ آهي (١٠) پَر جي مسِيحُ اَوهان ۾ آهي تَہ سَچُ بُتُ ڏوهَ جي سببان مُئلُ پَر رُوحُ راستبازِئَ جي سببان جِيُرو آهي (١١) ۽ جيڪڏهِ جَنهِ يسُوع کي مُئنِ مان أُٿاريو تَنهِ جو رُوحُ اَوهان منجهه وَسي تَہ جنهِ مسِيحَ کي مُئنِ مان أُٿاريو سوئِي پهنجي أنهي رُوح جي وَسِيلِي جو توهان ۾ وَسي ٿو توهان جا مُئلَ بُتُ بِہ جِيارِيندو (١٢) تنهِ ڪري اي ڀائرو اسِ جِسمَ جا ڏيڻيدارَ نَہ آهيُون تَہ اَسِ جِسمَ پٽاندرِ حَياتِي گذاريُون (١٣) سو جيڪڏهِ اَوهِين جِسمَ پٽاندرِ حياتِي گذارِيندو تہ مرِي وِيندو پَر جي رُوحَ ڪري بُتُ جي ڪمنِ کي وِڃائِيندو تَہ جِئندا رَهندو (١٤) ڇو تہ جيڪي خُدا جي رُوحَ جي سُونهپَ ڪري هَلنِ ٿا سي خُدا جا ٻارَ ٻچا آهنِ (١٥) جو ورِي ڀِڄڻ واسطي اوهانکي ٻانهپائِئَ جو رُوحُ نَہ مِليو پَر پالئِلَ ٻارَ جو رُوحُ مِليُو جنهِ ۾ اسِ ابا يعني اي بابا اِيئي رَڙِي ٿا ڇيُون (١٦) رُوحُ تہ پاڻ اَسان جي رُوحَ سان شاهِدِي ٿو ڏِئي تَہ اَسِ خُدا جا ٻارَ آهيون (١٨) پوءِ جيڪڏهِ ٻار ٿِياسُ تَہ وارِثَ بِہ آهيُون يعني خُدا جا وارِثَ ۽ مسِيحَ

جي ورتي ۾ ساڻس پائيوارَ سو جي ساڻس ڏُکَ سهُون تہ وڏائي ۾ ساڻس لَهُون (١٨) ڇا کان تہ مُهنجي نظر ۾ هِنَ زماني جا ڏُکَ اِنهي جوڳا نہ آهِن تہ جيڪا وڏائي اسان تي پڌري ٿيڻي آهي تِنهِ جو مُقابِلو ڪن (١٩) ڇوجو خلِقت گهڻي هِڏِڪَ سان خُدا جي ٻارن جي پڌري ٿيڻ جي واٽ پيئي تَڪي (٢٠) ڇوجو خلقت فانِي حالَ جي تابعدارَ ٿي وِيئي نہ پاڻ مُرادِي پر تنهِ جي هٿان جنهِ تابعدارُ ڪِيُسِ (٢١) سو هِن آسَ تي تہ خلِقت پاڻَ بہ فاني ٿيڻ جي ٻانهپائي کان ڇُٽي خدا جي ٻارن جي وَڏائي جي آجائي ۾ گهرندي (٢٢) ڇو تہ اسِ ڄاڻُون ٿا تہ ساري خلِقت اڃا توڙي گڏجي ٿَڌو ساهُ کَڻي پيڙِجي ٿي (٢٣) سو نہ رُڳي اُها پر اسِ بہ جنکي رُوح جو پهريُون ڦَرُ مِليو سي بہ ٻار ٿيڻَ جي وَاٽِ يعني پَهنجي بُت جي ڇُٽڻَ جي ڏِسندا پاڻ ۾ شُوڪارا ٿا ڀريُون (٢٤) اسِ تہ اُميدَ ڪري بچي وِياسُ پر جڏهِ جنهِ ڳالهِ تي اُميدَ هُئي سا ڏِسجي ٿي تڏهِ اُميد جي جاءِ نہ آهي ڇا کان تہ ڪو ماڻهُون جيڪِي ٿو ڏِسي تنهِ جو اُميدوارُ ڪِيئن ٿو ٿِئي (٢٥) پَرَ جيڪڏهِ اَڻ ڏِٺلَ شئِ جي آسَ رَکُون تہ صَبرُ ڪري اَسِ سندِيس واٽَ پيا ڏِسُون (٢٦) اِنهي طَرح رُوحُ بہ اسان جي هِيڻائي کي واهَر ٿو ڏِئي ڇا کان جو اسِ نہ ٿا ڄاڻُون تہ ڇا گُهرڻُ کپي پر رُوحُ پاڻَ ڇَوڻ کان ٻاهَرِ ٿڌا ساهَ کَڻي اَسان لاءِ سوالُ ٿو ڪري (٢٧) پَر دِلين جو جاچِيندڙُ ڄاڻي ٿو تہ رُوح جو مَطلبُ ڪِهڙو آهي ڇا کُون تہ هُو خدا جِئِ

مرضِيءِ سارُو پاڪن لاءِ سوالُ ٿو ڪَري (٢٨) پَر اسِين ڄاڻُون ٿا تہ جيڪي خُدا
تي پِيارُ ٿا رکن يعني جيڪي سندَسِ اِرادي موجِبُ سڏِئلَ آهِن تن جي
ڀلائِيءَ لاءِ سَڀ شئي مِلِي اَئرِيِ ڪَرِن (٢٩) ڇو تہ جنکي پاڻَ شروع ۾ سُڃاتاءِ
تن کي ٻِہ اڳي رِٿياءِ ڪِ پُٽسِ جي مُهاندي جهڙا ٿِيِنِ هِنَ لاءِ تہ اُهو گهڻن
ڀائُرن ۾ پهرِيتو ٺهري (٣٠) ۽ جِنکي اڳي رِٿياءِ تن کي ٻِہ سڏِياءِ ۽ جن کي سڏِياءِ
اُنهن کي سَچو ٻِہ ٺهراياءِ ۽ جن کي سچو ٺهراياءِ تن کي وَڏائي وارو ٻِہ ڪياءِ
(٣١) پوءِ هِنَ بابَتِ ڇا چيُون جيڪڏهِن خُدا اسان جي پاسي آهي تہ اسان جي
اُبتڙ ڪيرُ ٿِيندو (٣٢) تِنهِ تہ پهنجيءِ پُٽَ جو بَچاءُ نہ ڪيو اُنلو اَسان سَڀني
لاءِ هيِسِ حوالي ڪياءِ سو ساڻُسِ اَسان کي سَڀُڪي ڇو نہ بخشِيندو (٣٣) خُدا
جي چُونڊِئلن تي ڪيرُ ڏوهُ لائِيندو خُدائي تن جو سچو ٺهرائِيندڙُ آهي
(٣٤) اُهو ڪيرُ آهي جو اُنهن تي سَزا جي فَتوِيل ڏِيندو مسِيحَ تہ مَري وِيو اڃا
ٻِہ وَرِي جِي اُٿِيو اُهو تہ خُدا جي سڄي هٿِ ويٺو آهي سو ٻِہ اَسان جي
ويچُوائي ٿو ڪري (٣٥) تَڏهِ مسِيحَ جي مَحبتَ کان ڪيرُ اَسان کي وِڇوڙِيندو
ڪيئن سورهِ پيڙ يا اوکي يا ڏُکوٻُڄڻُ يا ڏُکُرُ يا ننگائي يا جوکو يا ترارِ
(٣٦) (جِيئن تہ لِکيو آهي تہ اسِين تُهنجي سانگي سَڄو ڏِينهُ مارجُون ٿا ڪوسَ
جي رِڍِن وانگيان ڳڻِياسِين) (٣٧) پَر اَسِين هِنَنِ سڀني ڳالِهِين ۾ جَهجهي سوڀَ
ٿا لهُون اُنهِي جي وسِيلي ڪري جنهِ اسان سان پِيارُ ڪيو (٣٨) جو تہ اِها

پَکَ اُتِمَر تَہ نَکِي موتَ نَکِي جِياپو نکِي فِرشتا نکِي سرکارِيءَ نکِي قُدرتُ نکِي هاڻوکِي نکِي اِيندڙِ ڳالهِ (۲۹) نکِي بِگهاڻِي نکِي اُونهاڻِي نَہ کو ٻيو مخلُوق اُنهِي خُدا جِي مَحبتَ کان اَسان کِي وِڇوڙِي ٿو سَگهِي جا اَسان جِي خُداوندَ يسُوع مسِيحَ مَنجهہ آهِي ❊

## باب ۹

آءٌ مسِيحَ ۾ ٿِي سَچُ ٿو چوان کُوڙُ نٿو ڳالايان ۽ مهُنجِي دِل ۾ پاکَ رُوحَ کرِي مُون سان شاهِدِي ٿِي ڏِئِي (۲) تہ مُون کِي ڏاڍِي دِلگِيرِي آهِي ۽ مُهنجِي دِلکِي هِکڏڙِي پِيڙَ آهِي (۳) ڇوجو مُون ٿِي پايو تہ شال جيکِي مُهنجا پائُر ۽ جِسمَ موجِبُ مِٽ مائِٽَ آهِن تِن لاءِ آءٌ پاڻ مسِيحَ کان وانجهِلُ هُجان (۴) ۽ اُهي اِسرائِلِي آهِن پالِڻ ٻار جو درجو ۽ وَڏائِي ۽ قَرارَ ۽ شرِيعتَ ۽ بندگِي ۽ قولَ اُنهن جا آهِن (۵) ۽ پِيءُ ڏاڏا اُنهن جا آهِن جِن مان جُسي جِي لاڳاپِي کرِي مسِيحُ جو ٿِيو سو هميِشه تاءِ سِڀنِي جو خُدا سڳورو آهِي آمِين (۶) پَر اِئِي نَہ آهِي تہ خُدا جو کَلامُ رد ٿِيو آهِي ڇو تہ جيکِي اِسرائِل مان آهِن سي سِيئِي اِسرائِلِي نَہ آهِن (۷) ۽ نکِي اِنهِي لاءِ تہ اِبراهِيمَ جو ٻُڄُ آهِن تنهِ کرِي اُهي سِيئِي ٻارَ آهِن پَر لِکيو آهِي تہ اِسحاقَ کان ٿِي تُهنجو ٻُڄُ سَڏِبو (۸) يعنِي جُسي جا ٻارَ اُهي خُدا جا ٻارَ نَہ آهِن پَر وَعدي جا ٻارَ سي ئِي

بُڌَ ڪري ڳالھيون ٿا (٩) ڇو تہ وَعدي جي ٻولي ھِيُ آھي تہ آءٌ ھِنَ مهلَ وري ايندُس ۽ سارا کي پُٽُ ٿيندو (١٠) ۽ رُڳو هيسِتاءُ نہ پَر ربِقا کي بِہ جا ھِڪڙي ئي يعني اَسان جي پِيُ اِسحاقَ مان پيٽَ سان ٿي ھُئي (١١) جو جڏھِ ٻارَ اَجا ڄاوا ڪِين ھُوا ۽ نہ ڪو چڱو نَڪو ٻُڇڙو ڪَمُ ڪَيو ھُواءُ (تان تہ خُدا جي رِٿَ چُوندڻَ مُوجِب جا ڪَمنِ ڪري نہ اُنلو ڪوٺِيندڙ ڪري آھي سا پڪي رَھي) (١٢) تَڏھِ تنھِ کي چَيو وِيو تہ وَڏو ننڍي جي چاڪري ڪَندو (١٣) جِئَن لِکيو آھي تہ مُون يعقُوبَ سان پِيارُ ڪِيو پَر عيساوَ ساڻُ وَيرُ رکِيُم (١٤) پوءِ اَسِ چا چَئُون خُدا وَٽِ بي اِنصافي آھي ڪِين اِئي نہ ٿِئي (١٥) جو ٻاڻَ مُوسىٰ کي ٿو چوي تہ جنھِ ڪِنھِ تي ٻاجھ ڪرڻُ ٿو ڀايان تنھِ تي ٻاجھ ڪَندُس ۽ جنھِ ڪنھِ تي مِھرباني ٿي وَڻيم تنھِ تي مھرباني ڪَندُس (١٦) سو ھِيُ نہ ڪي چاھِيندڙ ۽ نَڪي ڀوِرندڙ پَر اُنھي ٻاجھَ ڪندڙ يعني خُدا کان ٿو ٿِئي (١٧) جِئَن تہ لِکيتِ فِرعونَ کي ٿي چوي تہ اِنھِيءَ لاءِ مُون توکي کَڙو ڪِيو آھي تان تہ تو ۾ پنھنجي ٻُڇندي ڏيکاريان ۽ مُھنجو نالو سڄِيءَ ڌرتِئَ تي ھوڪارجي (١٨) سو جنھِ تي وَڻيسِ ٿي تنھِ تي ٻاجھ ٿو ڪري ۽ جنھِ کي ٿو چاھي تنھِ کي ڏاڍو ٿو ڪري (١٩) پوءِ تون مُونکي چوندين تہ اجا بِہ ڏوهُ ڇو ٿو لڳائي جو سندَسِ مرضِئَ کي ڪنھِ جھليو آھي (٢٠) سَچُ پَرَ اي ماڻھُون تُون ڪيرُ آھي جو خُدا سان بحثُ ٿو ڪري تہ گھڙِيل شئِي گھڙِيندڙ کي ڪِين

چَوندي چو مُون کي اِهڙو جوڙيو اٿيئي (٢١) يا ڪُنيرَ کي مِٽيءَ تي اهڙو وَسُ
نَہ آهي ڇا تہ هڪڙي پِنوڙي مان هِڪڙو ٿانُو مانائتو ۽ ٻِيو بيمانو جوڙي
(٢٢) پَر ڇا آهي جي خُدا پنهنجو ڏَمرُ ڏيکارڻ ۽ پنهنجي قُدرتَ ظاهِرُ ڪرڻُ
ٿائي جيڪي ڏَمرَ جا ٿانَو ڇَٽُ ٿِيڻَ لاءِ سنيرِئل هُوا تنِ کي ڏاڍي صَبرُ سان
سَٺو (٢٣) ۽ هيءُ بِہ ٿاياءُ تہ جيڪي ٻاجھ جا ٿانَو وَڏائِيءَ لاءِ مُونِ سنيپيا هُئا
تنِ ۾ پَنهنجي وَڏائِيءَ جي جهجهائي ڄاڻايان (٢٤) آهڙا ٿانَو ٿِيڻَ لاءِ اُنهي
اَسانکي بِہ رکيو يَهُودنِ مان نہ پَر ٻِئنِ قومَنِ مان بِہ سڏِيو (٢٥) جِئَن تَہ هوشِي
جي ڪِتابَ ۾ بِہ چَوي ٿو تَہ جيڪا مُهنجي قومَ نَہ هُئي تنهِ کي پنهنجي قومَ
ڪري چوندُسِ ۽ جيڪا پيارِي نَہ هُئي تِنهِ کي پِيارِي ڪري چَوندُسِ (٢٦) ۽
اِيئي ٿِيندو تَہ جنهِ هنڌِ هُننکي چَيو وِيو تہ اَوهِين مُهنجي قومَ نَہ آهِيو وَرِي اُتي ئي
اُهي جِيئندڙَ خُدا جا پُٽَ چَئِبا (٢٧) ۽ اِسرائِل بابَتِ يشعا دانهُون ٿو ڪري
تہ جيتوڻِي بَني اِسرائِيلن جو ڳاڻيٽو سَمُنڊ جي وارِيءَ جيترو هُجي تہ بِہ اُنهن مان
ٿورائي بَچندا (٢٨) ڇا ڪان تہ خُداوندُ هِنَ ڳالهِ کي سَچائِيءَ سان پُورو ڪري
ڇڏِيندو تَہ جنهِ ڳالهِ جو جلدُ فيصَلو ٿِيو تنهِ کي خُداوندُ زمِينَ تي ڪندو
(٢٩) جِئُن بِہ يَشعا اڳي چِيو هو تہ فوجُن جو ڌَڻِي جيڪڏهِ اَسان لاءِ ٻُڻُ ٻاڇِي
نَہ ڇڏِي ها تہ صدُومَ ۽ غمورا جِهڙا ٿِيُون ها (٣٠) پوءِ اَسِ ڇا چيُون تہ جِنِ
قومُن راستبازِيءَ جي ڳولا نہ ڪِي تنِ راستبازِي حاصُل ڪِي هاءِ اُها راستبازِي

جا ويساهَ ڪري آهي (۳۱) پَر اِسرائِل رَاستبازِيءَ جي شرِيعت جي پوءِ لڳي ڪري راستبازِيءَ جي شرِيعتَ تاءِ نَه پُهتو (۳۲) ڇا ڪان نَه پُهتو هِنَ سَببان تَه هُنن ويساهَ ڪري نَه پَر شرِيعتَ جي ڪَمنِ ڪري ڳولا ڪِي ڇوجو هُنَ ٺا ٺُڪرَائِڻَواري پهڻَ تي ٺاٺو کاڌاءِ (۳۳) جيئَن تَه لِکيو آهي نَه ڏِسُ آءٌ صِيئُون ۾ ٺاٺي جو پهڻُ ۽ ٺوڪر جي ٺڪرِي ٿو رکان ۽ جيڪو هُن تي ويساهُ آڻِيندو سو لَڄِي ڪِينَ ٿِيندو ؛

## بابُ ۱۰

اي ڀائرو مُهنجي دلِ جي چاهَ ۽ خُدا کي اِسرائِلَ لاءِ وِينتي هيءَ آهي تَه اُهي ڇوٽڪو لَهنِ (۲) ڇوجو آءٌ اُنهنِ بابَتِ اِها شاهِدي ٿو ڏِيان تَه خُدا لاءِ شوقُ اٿنِ پَر سياڻپَ موجِبُ نَه (۳) ڇا ڪان تَه اُهي خُدا جي راستبازِي نَه ڄاڻِي ۽ پهنجي راستبازِي قائِمُ ڪرڻَ ڀائِي خُدا جي راستبازِيءَ جا تابِعدار نَه ٿِيا (۴) ڇوجو شرِيعتَ جو مطلبُ مسِيحَ آهي تَه سَڀڪو ويساهُ آڻِيندڙ تنهِ ڪري سچو ٺهري (۵) ڇو تَه جا راستبازِي شرِيعت ڪري آهي تنهِ بابت مُوسيٰ اِئِين ٿو لکي تَه جيڪو ماڻهون اُنهنِ حُڪمَنِ تي عَملُ ڪندو سو تنِ ڪري جِيئندو (۶) پَر جيڪا راستبازِي ويساهَ ڪري آهي سا اِئِين ٿِي چوي تَه پهنجِي دِلِ ۾ اِئِين نَه چوُ جو ڪيرُ آسمانَ ۾ چڙهندو يعني مسِيحَ کي اُتاهين لاهڻ لاءِ

(٧) يا ڪير اونهائيءَ ۾ لهندو يعني مسيح کي مُئن مان وري آڻڻ لاءِ (٨) پر اها
چا ٿي چوي جي ڪلام توکي ويجهو آهي تنهنجي وات ۾ ۽ تنهنجي هينئين ۾ آهي
يعني اهو ويساهه جو ڪلام جو اسين هوڪاريون ٿا (٩) ته جيڪڏهن تون وات سان
خداوند يسوع کي اقرار ڪندين ۽ پنهنجي دل ۾ هيءُ ويساهه آڻيندين جو خدا هن
کي مُئن مان اُٿاريو ته ڇوٽڪو لهندين (١٠) ڇا ڪان ته سچي ٿيڻ لاءِ دل سان
ويساهه آڻجي ۽ ڇوٽڪي لهڻ لاءِ وات سان قبول ڪجي (١١) ڇو ته لکيت
هيءَ فرمائي ٿي ته جيڪو ڪو هن تي ويساهه آڻيندو سو لڄي ڪين ٿيندو
(١٢) ڇا ڪان ته يهوديءَ ۽ يونانيءَ ۾ ڦير ڪونهي انهي ڪري ته سڀني جو خداوند
اهوئي ساڳيو آهي ۽ جيڪي سندس نالو ٿا وٺن تن سڀني لاءِ وهينو آهي (١٣) ڇو
ته جيڪو ڪو ڌڻيءَ جو نالو وٺندو سو ڇوٽڪو لهندو (١٤) پوءِ جنهن تي ويساهه
نه آندو اٿن تنهن جو نالو ڪيئن وٺندا ۽ جنهن جي نه ٻڌو اٿن تنهن تي ويساهه
ڪيئن آڻيندا ۽ هوڪي ڏيڻ هاري ڌاران ڪيئن ٻڌندا (١٥) ۽ جيڪڏهن ماڻهو
نه موڪلبا ته ڪيئن هوڪاريندا جيئن لکيو آهي ته جيڪي سلامتيءَ جي چڱي
خبر ٿا ڏين ۽ چڱن شين جي ڳالهه ٿا ٻڌائن تن جا پير ڪهڙا نه سُهڻا آهن
(١٦) پر سڀني اها خوشخبري نه مڃي ڇو ته يشعا چوي ٿو ته اي ڌڻي اسان
جي ٻڌائڻ تي ڪنهن ويساهه آندو (١٧) سو اِئين ويساهه ٻڌڻ ڪري ٿو ٿئي پر ٻڌڻ
خدا جي ڪلام هوڪارڻ ڪري آهي (١٨) پر هيءُ ٿو چوان ته هنن نه ٻڌو آهي

ڪيُن هاءُ تہ اُنهنِ جو آوازُ سَڀِني ڌرتيِ تي ۽ اُنهن جا ڪلامَ جهانَ جي حَدُنِ تاءُ پکڙِي وِيا (١٩) وري آءٌ اِئِي ٿو چوان تہ اِسرائِل کي سُڌ نہ هُئِي ڇا مُوسىٰ تہ پهراءُ ٿو چوي تہ جيڪا قومَ نہ آهي تنهِ تي آءٌ اَوهان کي چورِيندُسِ ۽ بي سمجهہ قومَ تي چِڙائيندوسانَو (٢٠) پَر يَشعا اَلبيلو ٿِي چوي ٿو تہ جِنِ مُونکي نہ ڳوليو تنِ کان لَڌُسِ ۽ جنِ مُون بابتِ نہ پُڇيو تنِ تي پڌرو ٿِيُسِ (٢١) پَر اِسرائِلَ بابَتِ چَوي ٿو تہ مُون سڄو ڏِينهُ پَهنجا هٿَ اڻَ مڃِيندڙ ۽ اُبتڙِ ڳالائِيندڙَ قومَ ڏي ڊِگهيريا ؞

## باب ١١

پوءِ هِيِ چوان ٿو تہ خُدا پَهنجي قومَ کي لوڏي ڪَڍيو آهي ڪِيُن نہ نہ ڇوجو آءٌ بہ اِسرائِلِي ابراهِيمَ جي ٻُڻَ ۽ بِنيامِن جي ٽولِي مان آهيان (٢) خُدا جا پهنجي قومَ اَڳي ڄاتي سا لوڏي ڪِينَ ڇڏي يا اِهو نَٿا ڄاڻو ڇا تہ اِيلِياه جي بيان ۾ لِکِيت ڇا ٿِي چَوي تہ ڪِيُن اُهو خُدا کي اِسرائِل جي اُبتڙِ دانهُون ٿو ڪري (٣) جي اي ڌَڻِي هُنَنِ تُنهنجا نَبِي ماري وِڌا آهنِ ۽ تُنهنجيُ قُربانگاهُ ڊاهي ڇڏيُ اَٿنِ ۽ آءٌ ڇَڙو باقِي بَچيو آهيان ۽ اُهي مُونکي مارڻ پيا ڳولِين (٤) پَر جوابُ اِلاهِي ڇا ٿو چويسِ مُون پاڻ لاءِ سَت هزارَ مَڙسَ بَچائيُ ڇَڏيا آهنِ جِنِ بَعلَ اَڳيان مُونو نہ ٽيڪِيو (٥) سو اُئِيُ هاڻوکي

سمي ۾ بِ فَضُل ڪري چُونڊجي ڪي ٿوار بَچِي رَها (٦) پَر جي اِهو فضلَ ڪري ٿِيو تَ وَري ڪَمنِ ڪان نَ ٿِيو نَ تَ فَضُل فَضُلُ ۾ نَرهندو پَر جيڪڏهِ ڪَمنِ ڪان ٿِيو تَ فَضُلُ ڪي ڪِينهي نَ تَ ڪَمَ ڪَمَ ۾ نَ رَهندا (٧) پوءِ ڇا ٿِيو جيڪي اِسرائِيل ڳولِي ٿو تنهِ کي نَ پُهتو پَر چونڊِيَلَ تنهِ کي پُهتا بِيا ڏاڍا ٿِي وِيا (٨) جِئِن لِکيو آهِي ڇِي خُدا اُنهنِ کي اَجوڪي ڏِينهَ تاءِ گيرائِيءَ جو رُوحُ ۽ اکِ ڏِسڻَ وارِيءَ اَکِيءَ ۽ نہ ٻُڌڻوارا ڪَنَ ڏِنا (٩) ۽ داوُدُ بِ چَوي ٿو تَ سَندَنِ مِيزَ تنِ جي ڄارَ ۽ ڦَندَ ۽ ٿابِي ۽ بدَر لاءِ ٿِئي (١٠) ۽ سَندُينِ اَکِيءَ اَنڌيءَ ٿِي پَونِ مَتان ڏِسنِ ۽ سندُنِ پُٺِ سداءِ کُڪي ڪَري ڇڏِ (١١) پوءِ هِيُ چَوان ٿو تَ اُنهنِ کِرڻ لاءِ ٿابو کاڌو ڇا نَ نَ پَر سندَنِ ٿابڙجَڻَ ڪَري ٻِئِنِ قومُنِ کي ڇوٽڪو رَسِيو سو اِنهِي لاءِ تَ تنِ کي رِيسارو ڪَنِ (١٢) پر جي هُنَنِ جو ٿابڙجَڻُ جهانَ جو ڌَنُ ۽ هُننِ جي گَهٽائِي ٻِئِنِ قومُنِ جو ڌَنُ ٿِيو تَ ڪيترو نَ واڌو هُننِ جي پرپُورائِيءَ کان ڌَنُ ٿِيندو (١٣) هِيُ ڳالهِ تہ اوهان ٻِئِنِ قومُنِ جي ماڻهُنِ کي ٿو ٻُڌايان تَ آءٌ ٻِئِنِ قومُنِ جو رَسُولُ ٿِي پهنجِي خِدمِتَ جِي وڏائِيءَ هِنَ لاءِ ٿو ڪريان (١٤) تہ جيڪُسِ ڪنهِ بِ طرحَ پهنجِي سَڄڻنِ کي رِيسارو ڪَري تنِ مان ڪِنِ کي بچايان (١٥) ڇا ڪان تَ جيڪڏهِ اُنهنِ جي لوڏَ جهانَ جو پرچاءُ ٿيو تَ سندُنِ وَري اچِي مِلڻُ مُئِنِ مان جي اُٿڻَ ڌاران ٻِيو ڇا ٿِيندو (١٦) جي ڳوهِئڻ اَنِي جو پهرِيُون ڇاڻُو پاڪُ هُجِي تَ ڳوهِئڻُ اَنو بِ سڄوئِي پاڪُ

هُوندو ۽ جي پاڙ پاڪ هُجي تہ ٽاريُ بِ پاڪ هُونديُ (١٧) پوءِ جي ٽاريُن مان ڪي ڪي وڍجي ويون پر تون جو جَهنگلي زيتُونُ آهين سو اُنهن مَنجه پيوند ٿي پاڙ ۽ زيتُونَ جي رس جو ڀائيوارُ ٿيو (١٨) تہ اُنهن ٽارين تي مَرمرڪ پر جي مرڪين تہ هِيءُ جاڻُ ڪِ تُون پاڙ کي نہ پر پاڙ توکي ڪٽي ٿي (١٩) وري تُون چوندين تہ ٽاريُ هِنَ لاءِ وَڍجي ويُون تہ آءٌ پيوند ٿيان (٢٠) چڱو اُهي تہ بي وِيساهِيءَ ڪري وَڍجي ويُون ۽ تُون وِيساهَ ڪري بيٺو آهين سو دمُ مَرهڻُ پَرپوُ ڪرِ (٢١) چو تہ جيڪڏهِن خُدا اَصلُ ٽاريُن کي نہ ڇڏيو تہ متان توکي بِ نہ ڇڏي (٢٢) هاڻي هِنَ ۾ تُون خُدا جي ڀلائي ۽ ڪرڙائي ڏِسُ تہ اُنهن ڪِرئلن تي ڪرڙائي پر تو تي ڀلائي هِنَ حال تي جو تُون سندِسُ ڀلائيءَ ۾ بيٺو رَهندين نہ تہ تُون بِ وَڍجي ويندين (٢٣) ۽ جيڪڏهِن بي وِيساهِيءَ ۾ لڳا نہ رهندا تہ اُهي بِ پيوند ٿِيندا ڇوجو خُدا اُنهنکي وَرائي پيوند ڪرڻ لاءِ ڀڄڻائتو وارو آهي (٢٤) ڇا ڪان تہ جيڪڏهِن تُون اُنهي اَصُل جهنگليءَ زيتُونَ کان وَڍجي پهنجي طبيعَتَ جي اُبتڙ اُنهي عُمديءَ زيتُونَ ۾ پيوند ٿئين تہ ڪيترو نہ واڌُو اَصلي ٽاريُ پهنجي زيتُونَ ۾ پيوند ٿِينديُ (٢٥) سو اي ڀائُرو مَتان پاڻَ کي ڏاهو سَمجهو تنهِ ڪري هِيءُ ڳُجهہ اَوهان کان لِڪائڻُ نٿو ڀايان تہ ڳَچ جيترن اِسرائلن کي دلِ جي ڏاڍائيءَ ٿِي هُئي جيسِ ڪِ ٻِئن قومُن جي پرپُورائيءَ ٿِيڙي نہ اچي (٢٦) ۽ اِنهِيءَ پَر سَڀوئي اِسرائلُ ڇُٽندو جِئن تہ لِکيو

آهي چي صِيحُونَ مان هِڪڙو ڇڙڪو ڏِيندڙ اِيندو ۽ اُهو يعقُوبَ کان بي دِينِي ٽارِيندو (٢٧) ۽ مُنهِجو اِهوئِي قولُ تڏهِ ساڻن هُوندو جڏهِ آءٌ اُنهن جا گُناهَ ميٽِي ڇڏِيندسِ (٢٨) اُهي تہ انجِيل ڪري اوهانجي سببان وِيري آهن پَر خُدا جي چُونڊَ ڪري پِيُ ڏاڏنِ جي سببان پِيارا آهنِ (٢٩) ڇو تہ خُدا جِيءِ نِعمتُون ۽ سَنديَسِ ڪوٺَ مَٽِجڻَ جهڙِيُون نَہ آهِي (٣٠) ڇوجو جِئين اَڳِي اَوهِي خُدا جا اڻَ مڃِيندڙَ هُوا پَر هاڻي اُنهنِ جي نَہ مَڃڻَ ڪري ٻاجهَ مِلِي اَٿوَ (٣١) تِئين اُهي بِہ هاڻي اڻَ مڃِيندڙَ ٿِيا تان تہ اَوهان جي ٻاجهَ لهڻَ ڪري ڪِينِ بِہ ٻاجهَ مِلي (٣٢) ڇا کان جو خُدا سِيني کي بي اِيمانِئَ ۾ اِنهِئَ لاءِ ڇڏِي ڏِنو تہ سَڀِنِي تي ٻاجهَ ڪري (٣٣) واهُ واهُ خُدا جي دولتَ ۽ سِياڻَپَ ۽ سُڃاڻَپَ جِي ڪيڏِي اُونهائِي آهي ۽ سَندَسِ اِنصافَ دريافتَ کان ڪيترو نہ باهرِ آهن ۽ سندَسِ واٽُ ڏَسَ کان ڪهڙِيءِ نہ پريِ آهنِ (٣٤) ڇو تہ ڌڻِي جو مَنُ ڪنهِ ڄاتو يا سندُسِ صلاحي ڪيرُ هو (٣٥) يا ڪنهِ هُنَکي اَڳِي کِي ڏِنو جو تنهِ کي بدرُ مِلِي (٣٦) ڇوجو اُنهي کان ۽ اُنهي ڪري ۽ اُنهي لاءِ سَڀِ شئِيءِ ٿِئِي آهنِ تہ تَنهِ جِيءِ وڏائِي تورِّ تاءُ هُجِي آمينِ :

## باب ١٢

سو اي ڀائرو آءٌ خُدا جي رحِمَتُنِ جو واسِطو وِجهِي اَوهان کِي عرضُ ٿو

كريان تَہ اُوهِي پهنجِي جُسنَ کِي جيئندڙُ ۽ پاڪُ ۽ خُدا کِي وڻندڙُ قُربانِي ڪِريو
تَہ اِهائِي اُوهان جِي سمجهہ جهڙِي بَندگِي آهِي (٢) ۽ هِنَ زَمانِي جِي شِڪلِ
جهڙا نَہ ٿِيو پَر دِلِ جِي نئِيں ڪرڻِي ڪري مَٽجِي وَجو اِنهِيءَ لاءِ تَہ اوهِي جاچ
ڪري سمجهو جو خُدا جِي چڱِي ۽ وڻندڙُ ۽ پوري مرضِي ڇا آهِي (٣) ڇا ڪان
تَہ جيڪو فَضلُ مُونکي ڏِنو آهِي تنهِ ڪري اُوهان منجهان سَڀڪنهِ کِي ٿو
چوان تَہ جيترو جُڳائِي تنهِ کان واڌُو پاڻَ کِي نَہ ڀاڻُو پَر اهڙِي پَر ڀاڻُو جو
پوري پَنِي سَمُجهَہ ڪري جِيئَن خُدا سَڀِ ڪنهِ کِي وِيساهَ جو ماپُ وِراهِي
ڏِنو (٤) جو جِيئَن اَسان جِي هڪڙي جُسي ۾ گهڻا عُضوا آهِنِ پَر سَڀِيئِي عُضوا
هِڪجهڙو ڪمُ نٿا ڪَنِ (٥) تِيئَن اَسِ بِہ گهڻا ٿِي مسِيحَ ۾ هِڪڙوئِي جُسو
آهيُون پَر پاڻَ ۾ هِڪُ ٻِئِي جا عُضوا آهيُون (٦) پوءِ جو فَضلُ اَسان کِي مِليو
آهِي تنهِ پٽاندرِ طرحَ طرحَ جيءِ نِعمتُون ٿا رکُون سو جي نَبُوت رکُون تَہ هُنَ
وِيساهَ جِي ماپ پٽاندرِ نَبوتَ ڪريُون (٧) توڻي خِدمتَ تَہ خدمتَ ۾ رهُون
توڻِي سيکارِيندڙُ هُجي تَہ سيکارِيندو رهِي (٨) توڻِي نصِيحتَ ڏِيندڙُ هُجي تَہ
نصِيحتَ ۾ رُدل رهِي ۽ جي خَيرات ڪندڙُ هجِي تَہ صافُ دلِ سان ڪري
۽ ڪامُورو هُجي تَہ اُجهَرَ سان ڪمُ هلائِي ۽ جي ٻاجهَہ ڪندڙُ هُجي تَہ خُوشِيءَ
سان ٻاجهہ ڪري (٩) اوهانجِي محبتَ بِنا مِڪرِ پلاڻِيءِ ٿِئي جيڪي بُڇڙو آهِي
تنهِ کان ڪِراهتَ ڪريُو ۽ جيڪي چڱو تنهِ سان لَڳا رَهو (١٠) پاٽرائِيءِ جي

مُحبت ڪَري هڪ ٻئي سان پيارُ ڪريو ۽ مانَ ڪري هڪ ٻئي کي گهٽُو پايو (١١) ۽ مُحنت ۾ ڍرا نَه ٿيو ۽ رُوحَ ۾ تپي ڌڻي جي بندگي ڪندا رهو (١٢) آسَ ڪري سرها ٿيو ۽ سوڙهه ۾ صبر ڪري رهو دُعا گهڻيءَ ۾ لڳا رَهو (١٣) پاڪن جي گهُرجن ۾ ڀائي ٿيو ۽ مُسافر پَرورِيءَ ۾ جُتا رهو (١٤) ۽ جيڪي اوهانَ کي ڏُکَ ٿا ڏين تن لاءِ بَرڪت گهُرو سو بَرڪت ئي گهُرو پَر ڦِٽ نه (١٥) جيڪي سرها آهن تن سان سرها ٿيو ۽ رُوئندڙن سان رُئو (١٦) پاڻ ۾ هڪجهڙو خيالُ رکجو ۽ وڏا خيالَ نَه ڪَرِي نَنڍِنِ ماڻهُنِ سان مِلي رَهو ۽ پاڻکي سياڻو ڪري نَه سَمجهو (١٧) ڪنهِ سان بُڇڙائِي بَدران بُڇڙائِي نَه ڪريو پَر جيڪي ڳالهيُون سَڀِني ماڻهُنِ وَٽِ موچاريُون آهن تن جي اَڳَ ڳڻتي ڪريو (١٨) جيڪڏهِن ٿي ٿو سگهيَو تَه بُڇڙائِيءَ سارو سَڀِني ماڻهن سان مِليا رَهو (١٩) ۽ اي پيارو پاڻ پَهنجو وير نَه وٺو پَر ڪاوڙِ کي واٽَ ڏِيو ڇوجو لکيو آهي تَه وير وَٺڻُ مُهنجو ڪمُ آهي ۽ خُداوندُ ٿو فرمائي تَه بَدرُ آئِي وَٺندُس (٢٠) پوءِ جيڪڏهِ تُهنجو وِيري بُکيو هُجي تَه هُنَ کي کارا جيڪڏهِ اُجو هُجي تَه کيس پاڻي پيارِ ڇوجو اِئِي ڪندي تَه سندَس مٿي تي باهِ جا ٽانڊا ڳڏُ ڪندي (٢١) پاڻ بُڇڙائِي کان هارجي نه وَجو پَر نيڪي ڪري بُڇڙائِي کي هارائجو ⁘

## باب ۱۳

سَيُڪو ماڻهو سرڪاري مُختيارن جو تابع دارُ رهي ڇو تہ اِهڙي سرڪار
ڪانهي جا خُدا جي پارَ کان نہ هُجي پَر جيڪي سرڪارُ آهن سي خُدا
کان مقررُ ٿِيَ آهن (۲) تنهِ ڪري جيڪو سرڪار جي سامهُون ٿو ٿِئي سو
خُدا جي جوڙ جَڪ جي سامهُٽائي ڪري ٿو پَر جيڪي اهڙي سامهٽائي
ٿا ڪن سي پنهنجي سزا لوڙيندا (۳) ڇوجو حاڪمَ چڱي ڪمَ لاءِ نہ پَر بُڇڙي
ڪمَ لاءِ ڊَپَ جو سبَبُ آهن سو جي تُون سرڪار کان بِي پَوُ ٿِيڻُ ٿو ڇاهِي تہ
چڱو ڪمُ ڪرِ اُها تُهنجي تعرِيفَ ڪندي (۴) ڇا کان تہ حاڪمُ خُدا جو
خادِمُ تُهنجي ڀلائِي لاءِ آهي پَر جي بُرو ڪمُ ڪرين تہ ڊِڄُ جو اُهو ترار اَجائِي
نہ ٿو کڻي سو هِنَ لاءِ تہ اُهو خُدا جو خادِمُ بُڇڙي ڪمَ ڪندڙَ کي ڏمر جي
سيکَت ڏِيڻ وارو آهي (۵) تنهِ ڪري تابع دار رهڻُ نہ رڳو غضبَ جي سببان
پر دِل ڪري توکي ضرُورُ آهي (٦) هِنَ سَبَب کان ڍَلَ بہ ٿا ڀريو ڇو تہ اُهي
اِنهي ڪمَ ۾ لڳي جُدا جا خادِمَ آهن (۷) سو اوهي سڀني جو حقُ ادائِي ڪريو
جنهِ کي ڍَلَ گُهرجي تنهِ کي ڍلَ ڏِيو جنهِ کي محصُولُ تنهِ کي محصُول ڏِيو جنهِ
کان ڊِڄڻُ گُهرجي تنهِ کان ڊِڄو جنهِ کي عِزتَ ڏِيڻُ گُهرجي تنهِ کي عِزتَ ڏِيو
(۸) ڪنهِ جا ڏِيڻي دارَ نہ رهو رڳو هِڪَ ٻِي سان پِيارُ ڪرڻَ جا قرضدار

ٻاڻكي تہ ڄاڻو ڇو تہ جيكو ٻئي تي پيارُ ٿو ركي تنهِ شرِيعتَ كي پورو كِيو
آهي (٩) ڇوجو هيُ تہ حرامُ نَہ كَرِ ۽ خُونُ نَہ كرِ ۽ چورِي نَہ كرِ ۽
كُساكَ نَہ ڏي ۽ لالچ نَہ ركُ ۽ ٻِيو جيكو حُكمُ آهي تنهِ جو مطلبُ اِهوئِي
آهي تَہ پهنجي پاڙيسرِئَ كي پاڻَ جِهڙو كري ڀاء (١٠) مُحبتَ پاڙيسرِئَ سان
ٻچڙائِي كا نَہ ٿي كري سو شرِيعتَ جو پُورو كندڙُ مُحبّتَ آهي (١١) ٻئو اِسِ
بہ هِيُ كريون جو وَقت كي ڄاڻُون ٿا تَہ هاڻي نِنڊَ مان جاڳڻ جي مَهلَ
آهي ڇاكان تہ جڏهِ وِيساهي ٿياسِ تنهِ مَهلَ كان اسان جو ڇوٽكو هِينر گهڻو
وِجهو آيو آهي (١٢) راتِ تہ گهڻي گُذرِي وِئي آهي ۽ ڏِينهُ اوڏو آيو آهي
سو اچو تَہ اُونداٿِي جا كمَ لاهيُون ۽ سوجهري جا هٿيارَ ٻڌُون (١٣) ۽ جِئَن
ڏِينهَ جو هَلڻُ گهرجي تِئَن اسِ ڀنگائِتا ٿِي هلُون نَہ گوڙَ ۽ نَشي ۾ ۽ نَہ لانگِ
ڇوٽائِي ۽ لانداراٿِي ۾ نَہ جهيڙي ۽ كامِ ۾ (١٤) اُنلو خُداوند يَسُوع مسِيحَ كي
چولو كري پهريو ۽ جسمَ جي سَڌُنِ لاء تجوِيزُ نَہ كِريو ⁘

## باب ١٤

جيكو وِيساهَ كري ٻيزورُ آهي تنهِ كي پاڻَ سان ڀائِي كرِيو پَر نَہ تكرارَ
كَرڻَ لاء (٢) هِكڙو اِهو وِيساهُ ٿو ركي تَہ سَڀكي كان پَر جيكو وِيساه
كري ٻيزورُ آهي سو ساڳِي ڀاڄِيئِي ٿو كائِي (٣) جيكو كائيندڙُ سو جو نَٿو

کائي تنهِ کي ڪِينَ جهڙو متان چاڙهي ۽ جيڪو نٿو کائي سو کائِيندڙَ تي ڏوهُ
نَہ لائي ڇوجو خُدا هُنَ کي قبولُ ڪِيو (۴) تُون ڪيرُ آهين جو پرائي چاڪرَ
تي ڏوهُ لائين اُهو پنهنجيءَ ڌڻيءَ جي چئي سارُو بِيٺلُ جان ڪِرِيلُ آهي پَر
هُو کڙو رکبو ڇا کان تَہ خُدا تنهِ جي کڙي رکڻَ لاءِ سگهه وارو آهي (۵) ڪو تَہ
هِڪڙي ڏِينهَ کي ٻئي ڏِينهَ کان سَگهورو ٿو ڀائي ڪو سِڀني ڏِينهن کي هِڪ
جهڙو ٿو ڄاڻي سيڪو پنهنجيءَ دِل ۾ پَڪ رکي (۶) جيڪو ڪنهِ ڏِينه کي
وڏو ڪري ٿو مڃي سو خُداوندَ لاءِ ٿو مڃي ۽ جيڪو تنهِ ڏِينهَ کي نَہ ٿو مڃي
سو بِہ خداوندَ ڪري نَہ ٿو مڃي ۽ جيڪو کائي ٿو سو خُداوندَ لاءِ ٿو کائي ڇو
تَہ تنهِ لاءِ خُدا جو ٿورو ٿو مڃي ۽ جيڪو نَہ ٿو کائي سو بِہ خداوندَ ڪريءِ
نٿو کائي ۽ اُهو بِہ خُدا جا شُڪرانا ٿو ڪري (۷) ڇو تہ اسان منجهان ڪوئي
پاڻَ لاءِ نٿو جِئي ۽ ڪو پاڻ لاءِ نٿو مري (۸) ڇا کان تَہ جي جِيُون ٿا تَہ
خُداوندَ لاءِ ٿا جِيُون ۽ جي مرُون ٿا تَہ بِہ خُداوندَ لاءِ ٿا مرُون سو جِيئري مُئي
خُداوند جائِي آهيُون (۹) ڇوجو مسِيحُ اِنهيءَ لاءِ مرِي وِيو ۽ ورِي اُٿي جِيئرو
ٿِيو تَہ مُئن ۽ جِيئرن ٻنهِي جو ڌَڻي ٿِئي (۱۰) سو تُون ڇو پنهنجي ڀاءُ تي ڏوهُ
ٿو لائين يا اِي تُون ڇو پنهنجي ڀاءُ کي ڪِينَ جهڙو ٿو ڄاڻين ڇا کان تَہ اسِين
سَڀيئي مسِيحَ جي تِيلي اڳيان بيهنداسِين (۱۱) جو لِکيو آهي تَہ ڌَڻي چوي
ٿو تہ پنهنجي جِياپي جو سُنهُ ٿو کڻان تَہ سَڀُڪو مُونو مُون لاءِ نِيڪبو ۽

سَپِڪا زِبانَ خُدا جي اڳيان قُبول ڪندي (١٢) سو اسان منجهان سَپِڪو خُدا
کي پهنجو پهنجو ليکو ڏيندو (١٣) پوءِ هاڻي اسِ هِڪ ٻِئي تي ڏوهُ نَہ لائِيون
اُنلوءِ هِيءُ واجِبُ ڄاڻو تَہ پَهنجي ڀاءُ کي ٺاٻو يا ڦِڪو نَہ ڏِيُون (١٤) آءٌ ڄاڻان
ٿو ءِ خُداوندَ يسُوعَ ۾ ڀَڪِ اَتِمِ تَہ ڪا شيءِ اَصلِي ناپاڪُ نَہ آهي پَر جيڪو
تنهِ کي ناپاڪُ ٿو سمجهي اُنهي لاءِ ناپاڪُ آهي (١٥) پَر جيڪڏهِن تُهنجي
کاڄَ ڪري ڀاڻي کي ڏِکت ٿِئي تَہ اجا تُون مُحبتَ تي نٿو هلي سو جنهِ
لاءِ مسِيحُ مري وِيو تنهِ کي پهنجي کاڄَ ڪري چَٽُ نَہ ڪرِ (١٦) پوءِ اوهان جي
ڀلائيءِ جي بدنامُوسي نہ ٿِئي (١٧) ڇوجو خدا جي بادشاهي کاڄَ پيَٽَ جي
نَہ آهي پَر سچائِيءِ ءِ صُلحَ ءِ پاڪَ رُوحَ ڪري سرهائِيءِ جي آهي (١٨) ڇا ڪان
تَہ جيڪو هِنن ڳالهِيُنِ ڪري مسِيحَ جو ٻانهو آهي سو خُدا وَٽِ ٺاٻِ ڀِلُو ءِ
ماڻهن کي وڻندڙ آهي (١٩) سو اَچو تَہ اسِ اِنهن ڳالهِيُنِ جي پوءِ وارِي ڪريُون
جنِ مان صُلحُ ءِ هِڪَ ٻِئي جو سُڌارُ ٿِئي (٢٠) کاڌِ سببان خُدا جو ڪمُ
نَہ ڦِٽاءِ جيڪي شئيءِ آهنِ سي مِڙيئي پاڪَ آهنِ پَر جيڪو ماڻهُون ڪاشيءِ
کائِي ٺاٻرجي ٿو تنهِ لاءِ اُها بُڇڙِي آهي (٢١) ماسُ نَہ کائڻُ يا شرابُ نَہ پيڻُ
يا جنهِ ڪري تُهنجو ڀاءُ ٺاٻو يا ڦِڪو کائِي يا نِستو ٿِي پوي سو نَہ ڪرڻُ اِهو
چڱو آهي (٢٢) تُون ڪنهِ ڳالهِ جو وِيساهُ ٿو رکي ڇا تَہ پاڻَ لاءِ خُدا جي
حضُورَ ۾ وِيساهُ رکُ سڀُورو اُهو ماڻهُون آهي جو جڏهِ ڪنهِ شيءِ کي پسندِ

ٿو ڪري تڏهن پاڻ تي ڏوهُ نہ ٿو لائي (٢٣) پر جيڪو ڪنهن شيءِ ۾ شڪ ٿو آڻي سو جيڪڏهن کائيس تہ ڏوهاري ٺهريو سو اِنهي واسطي جو ويساهَ سان نہ کاڌاءِ ڇوجو جيڪي ويساهَ کان نہ آهي سو ڏوهُ آهي ∴

## بابُ ١٥

سو اسِ جيڪي سگهارا آهيُون تن کي گهُرجي تہ نِستن جي هيڻائيءَ کڻون ۽ نہ پهنجي رِيجهہَ ۾ رِيڌا رهُون (٢) سو اَسان منجهان سڀُڪو پهنجي پاڙيسرِئ کي اهڙو رِيجهائي تہ سُڌارَ ڪري اُنَ جو ڀَلو ٿِئي (٣) ڇو تہ مسِيحَ بِہ پهنجي خوشي نہ ٿي چاهي پر جِئن لِکيو آهي ڇي تُهنجي ٺِٺڪارِيندڙن جِيءِ ٺِٺڪارُ مُون تي اچي پِيءِ (٤) ڇوجو جيڪِي اڳي لِکيو وِيو سو اَسان جي تَعلِيمَ لاءِ لِکيو وِيو تان تہ صَبُرَ ۽ لِکيتُنِ جي تسلائي ڪري اسانکي آسَ ٿِي رهي (٥) ۽ خُدا جو صَبُرَ ۽ تسلائي جو بخشِيندڙُ آهي سو اَوهان کي اِهو ڏِي تہ يَسُوعَ مسِيحَ موجِبُ پاڻ ۾ هڪ دِلياٿِي رهو (٦) تان تہ اوهين هِڪ دِلِ ۽ هِڪَ زبانَ ٿِي خُدا اَسان جي خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ جي پِئُ جي واکاڻَ ڪريو (٧) تنهن ڪري جِئن مسِيحَ اسان کي خُدا جي وڏائي لاءِ قبولُ ڪِيو تِئن اوهين بِہ هِڪَ ٻِئي کي قبُول ڪريو (٨) پر آءٌ اِئي چوان ٿو تہ يسُوع مسِيحُ خُدا جي سچائي لاءِ ٺهرِئلنِ جو خادمُ ٿِيو تان تہ جيڪي واعدا پِئُ ڏاڏنِ

کي ڏِيا تِنکي پاڻَ پکا ڪري (٩) ٻِئُو بِ ڌارِيُون قومُون سندِئُس ٻاجهَ لاءِ
خُدا کي وڏائِي ڏِينِ جِئَن لِکيو آهِي ڇِي تنهِ ڪري آءٌ توکي ڌارين قومُن
۾ مڃيندُسِ ۽ تُهنجو نالو ٻِ ڳائِيندُسِ (١٠) ۽ ورِي چوِي ٿو تہ اي ڌارِيُون
قومُون سنديسِ قومَ سان گڏجي خُوشِيَ ڪريو (١١) ۽ ورِي بِ ٿو چوِي اي
سڀيئِي قومُون ڌڻِي جي واکاڻَ ڪريو ۽ اي مِڙيئِي ماڻهوءَ سنديسِ سارهَ ڪريو
(١٢) ۽ يَشعا بِ هيُّ چوِي ٿو تہ يَسي جي پاڙَ ڦُٽندِي ۽ تنهِ مان جو نِڪرندو
سو ڌارِيُن قومن تي حُڪُومتَ ڪندو ۽ مٿِسِ ڌارِيُون قومُون اُميدَ رکنديُ
(١٣) ۽ اُميدَ بخشِيندڙُ خدا اوهان جي ويساهَ آڻڻَ ڪري توهان کي سڀِ
سرهائِي ۽ صُلحَ سان ڀَري تہ اوهِي پاڪَ رُوحَ جي ٻُجھائِتِي ڪري اُميدَ ۾
وڌندا وَڃو (١٤) پَر اي مُهنجا ڀائُرو آءٌ پاڻَ بِ اَوهان جي بابتِ اِها پَڪَ ٿو
رکان تہ اوهِي پاڻِيهِي سَڀِ ڪنهِ چڱائِي سان ڀَرِپُورِ ۽ سڀِ ڪنهِ سِياڻَپ
سان ڀرپُورُ تي هِڪَ ٻِئِي کي نصِيحتَ ڏِيڻَ جوڳا آهِيو (١٥) تڏهِ بِ اي ڀائُرو
مُون اوهانکي يادگِيرِي ڏئڻَ لاءِ ڪِنِ ڪِنِ هنڌن گهڻِي البيلائِي سان اِنهِي
ڪري لِکيو آهِي جو خدا مُونکي هيءُ فضلُ ڏِنو هو (١٦) تہ آءٌ ڌارِيُن قومن
لاءِ يَسُوعَ مسِيحَ جو خادِمُ ٿِي خدا جي خُوشخبرِيءَ جو پاڪَ ڪمُ هلائِي
ڌارِيُن قومنِ کي اَهڙو چاڙهيان تہ پاڪَ رُوحَ ڪري صدِقَ وارِي ۽ سُونهائِيندِي
قُربانِي هُجِي (١٧) تنهِ لاءِ يسُوعَ مسِيحَ ڪري خُدا جي ڳالهيُن ۾ مرڪڻَ جو

ڪو سَبَبُ اَٿيِ (١٨) ڇوجو مُونکي هيءُ همت نہ آهي تہ مسيح جيڪي ڳالهيون مُهنجي معرفت ڌاريُن قومن کي تابعدارُ ڪرڻَ لاءِ ڪيُون آهن تن ڌاران ڪنهِ ٻيءَ جو نالو وٺان (١٩) اُهي ڳالهيُون ڪلامَ ۽ ڪمَرڪري ۽ اُهڃاڻن ۽ ڪرامتُن جي زورَ ڪري ۽ خدا جي رُوح جي زورَ ڪري هيستائين ٿيون جو مُون يَرُوشلِيمَ کان وَٺي اِلرڪن تائين چوڌاري گهُمي مسِيحَ جي خوشخبري پکيڙي (٢٠) ۽ هِنَ مُوجِب آءٌ اِهڙو شوقي ٿيُس تہ جِتي مسِيحَ جو نالو نہ ورتو وِيو هو اُتي وَڃي خوشخبري ڏيان تان تہ ٻئي جي پيڙ تي اوسارِي نہ ڪريان (٢١) پر جيئن لِکيو آهي ڇي جن کي سندس خبر نہ پُهتي سي ڏسندا ۽ جن نہ ٻُڌي سي سَمجهندا (٢٢) اِنهي طرح گهڻا ڀيرا اوهان وٽ اچڻَ کان روڪجي پيو هوس (٢٣) پَر هاڻي هِنن ڏيهن ۾ ٻي جاءِ ڪانٿي رهي ۽ گهڻن ورهن کان اوهان وٽ اچڻَ لاءِ پيو سِڪان (٢٤) تنهِ ڪري جڏهِن آءٌ اِسپينَ ڏي وِيندُس تڏهِن اَوهان وٽ اِيندُس ڇوجو واٽَ لنگهنديءَ اَوهان جي مُلاقاتِ جي آسَ ٿو رکان ۽ پهراءِ اوهان وٽان ڪا دِلجاءِ وٺي اوڏانهُ اونهان کان اُماڻِبُس (٢٥) پَر هاڻي پاڪن جي خِدمتَ ڪرڻَ لاءِ يَرُوشلِيمَ ڏي ٿو وڃان (٢٦) ڇو تہ مقدُونيه ۽ اخيا جي پاڪن يَرُوشلِيمَ وارن پاڪن ۾ جيڪي مِسڪِينَ آهن تن ڏي ڪي خيرات موڪلڻُ چڱو ڄاتو (٢٧) هُنَن اِهو تہ چڱو ڄاتو ۽ سچ ۾ اُهي سندن ڏيڻي‌دارَ آهن ڇا کان جو جيڪڏهِن ڌاريُون قومُون سندن رُوحاني

ڳالهين ۾ ڀائيوارَ ٿيون تَہ جِسماني ڳالهين ۾ بہ سَندن خدمتَ ڪرڻُ گهرجين (٢٨) پوءِ هِيءَ ڪمُ پورو ڪري هِيءَ ڦَلُ هُنن جي هٿ ڏيئي توهان وٽان ٿيندي اِسپينَ ڏي ويندُس (٢٩) ۽ پَڪَ اَٿمِ تَہ جڏهِ اوهان وٽِ اِيندُس تڏهِ مسِيحَ جي اِنجِيلَ واريءَ پُوريءَ برڪتَ سان اِيندُس (٣٠) پوءِ اي ڀائُرو پهنجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جو ۽ رُوحَ جي مُحبتَ جو نالو وِجهي توهان جي مِنَتَ ٿو ڪريان تَہ مُون لاءِ خُدا کان دُعا گهُرڻَ ۾ مُون ساڻُ ڪوشِشَ ڪريو (٣١) سو اِنهي لاءِ تَہ يَهُوديا وارنِ بي اِيمانَنِ ماڻهن کان ڇُٽي وَڃان ۽ مُهنجي جيڪا خِدمتَ يَرُوشلِيمَ لاءِ آهي سَا پاڪن کي وڻي (٣٢) ۽ پُو تَہ خُدا جي مرضيءَ سارُو سرهائيءَ سان تَوهان وَٽِ اَچان ۽ توهان سان گڏُ آسائي ٿيان (٣٣) ۽ شالَ سلامَتيءَ جو خُدا توهان سڀني سان هُجي آمِين ⁘

## بابُ ١٦

اسان جي ڀيڻُ فوبي جا ڪَنڪريا جي جماعتَ جي خادِمَ آهي تنهِ جي هيءُ پارتَ ٿو ڪريانَو (٢) تَہ هُنَ کي خداوندَ جي نالي اِئين پاڻ۾ گڏجي وٺو جئين پاڪن کي واجِبُ آهي ۽ جنهِ ڪنهِ ڳالهِ ۾ اَوهان جي مددَ گهُرجيسِ تہ اوهي کيسِ مددَ ڏِجو ڇو تَہ اُها گهڻن جي هاءِ مُهنجيءَ واهرُو بِہ ٿي هُئي (٣) پَرِسڪا ۽ اَڪِلا کي مُهنجا سلامَ چئِجو جي يَسُوع مسِيحَ ۾ مُون

سان گڏُ خدمتَ گارَ آهنِ (٤) ۽ جنِ مُهنجِي جِنُ لاءِ پَهنجو سِرُ ٿِي گهوريو
تنِ جو ٿورو رُڳو آئُي نٿو مَڃيان پَر ڌاريُن قومُن جِيُ سَڀِ جماعَتُ بِ
ٿيُ مَڃِين (٥) ۽ اُنهن جي گهرواريُ جَماعتَ کي بِ سلامَ چئُو ۽ مُهنجو
پيارو اَپائِنتُ جو مسِيحَ جِي واسطِي اخيا جو پهريُون ڦَرُ آهي تنهِ کي سلامَ
چئجو (٦) ۽ جنهِ مريمَ اسان لاءِ گهڻِي محنتَ ڪِي تنهِ کي بِ سلامَ چئجو
(٧) مُهنجِن مائِٽَن اندرنيقس ۽ يُونِياسَ کي سلامَ چئجو سي مُون سان گڏُ
قيدَ ۾ هُوا ۽ رَسُولَن ۾ نالِيرا آهنِ ۽ مُون کان اڳي مَسِيحِي ٿِيا هوا (٨) ۽
اَمپلياسُ جو خداوندَ ۾ مُهنجو پيارو آهي تنهِ کي سلامَ چئجو (٩) اُوربانُ
جو مسِيحَ ۾ اسان سان گڏُ خدمَت گارُ آهي تنهِ کي ۽ مُهنجي پياري اِستَخس
کي سلامَ چئجو (١٠) ۽ مسِيحَ ۾ ثابِ پِئَلَ اَپيلَس کي سلامَ چئجو ۽ جيڪي
ارِسطوبلسِ جي گهرکان آهنِ تِنکي سلامَ چئجو (١١) مُهنجي مائِٽَ هيروديُون
کي سلامَ چئجو ۽ نرڪسِ جي گهراڻي منجهان جيڪي خداوندَ ۾ آهنِ تنِ
کي سلامَ چئجو (١٢) طِرُوفينا ۽ طِرُوفوسا جي خداوندَ ۾ محنَتَ ٿيُ ڪنِ تنِ
کي سلامَ چئجو ۽ پيارِڻ پرِسَ کي سلامَ چئجو جنهِ خداوندَ جي ٻانهي ٿِي
گهڻِي محنتَ ڪِي (١٣) خداوندَ ۾ چوندِئلَ رُوفسَ کي ۽ سنديَسِ ماءُ جا
مُهنجِي بِ ماءُ آهي تنهِ کي سلامَ چئجو (١٤) ۽ اَسِنقرطس ۽ فِلنگون ۽ هِرمِيُسِ
۽ پَطربَس ۽ هرمس ۽ ٻيا جيڪي ساڻُن ڀائُرَ آهنِ تنِ کي سلامَ چئجو

(١٥) فِلولگَس ۽ يُولِيا ۽ نارُوس ۽ سندِيَس ڀيڻ ۽ اَلمِپاس ۽ ٻيا جيڪي پاڪ ساٿِن آهِن تن سَڀني کي سلامَ ڇئُجو (١٦) اَوهِي هِڪ ٻي کي پاڪ چُمي ڏيئي سلامَ ڇئُجو ۽ مسِيحَ جِي جماعَتُ اَوهانکي سلامَ ٿِي ڏِينِ (١٧) پوءِ اي ڀائُرو اِها مِنَتَ ٿو ڪريانوَ تہ جيڪي ماڻهُون جا اوهان تعلِيمَ سِکي تنهِ کان اُبتڙ ٻي ڏانهُ ٿاڪنِ ۽ ٺاہا ڏِين ٿا تنِ جي نِهارَ ڪِجو ۽ کانئُن پاسو ڪِجو (١٨) ڇو تہ اِهڙا جيڪي آهِن سي اسان جي خُداوند يسُوعُ مسِيحَ جي نہ پر پهنجي پيٽَ جي بَندگي ٿا ڪنِ ۽ پهنجي يَلِئِي ۽ مُنهَ مِٺِئِي ڳالهِ ٻولِ ڪري ڀورڙن جي دِلنِ کي ٺڳي ٿا ڇَڏِينِ (١٩) ڇو تہ اَوهان جو تابِ مَنِجڻُ سڀني کي پڌرو ٿِيو آهي سو توهان تي رِيڌو آهيان پَر آءٌ چاهيان ٿو تہ اَوهِي چڱِي ڪَمَ لاءِ ڏاها پَر بُڇڙي ڪَمَ لاءِ وانجِهئَلَ هُجو (٢٠) سَلامَتِي بخشِيندڙُ خدا شيطان کي سِگهوئِي اَوهان جي پيرن هيٺِ لتاڙِيندو ۽ اسان جي خداوندَ يَسُوع مسِيحَ جو فَضلُ توهان سان هجي آمِين (٢١) مُهنجو ڪَمَ ڀائِي تِمطاوُسُ ۽ مُهنجا مائِٽَ لوقيوس ۽ ياسُون ۽ سوسِيپطر اوهانکي سلامَ ٿا چونِ (٢٢) آءٌ طرتِيُون هنِ خُط جو لِکندڙُ اوهان کي خداوندَ ۾ ٿِي سلامَ ٿو چوان (٢٣) ۽ جنهِ گايُوسُ مُهنجي ۽ سَڄِي جماعتَ جي مِهماني ڪِي سو اوهان کي سلامَ ٿو چوي ۽ شهَر جو خزانچِي اِراسِطَس نالي ۽ اسانجو ڀاءُ قوارِطَس ٻئي اوهانکي سلامَ ٿا چَونِ (٢٤) اَسان جي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ جو فَضلُ توهان

سَيِنِي سان هُجِي آمِين (٢٥) پوءِ جو اَوهان کي مُهنجِي چَڱِي خَبر ۽ يسُوع مسِيحَ جي هوکي ڪري پکو بِيهاري ٿو سگهي يَعني اُنهي ڳُجهه جي پڌري ٿِيَڻ ڪري جو زماني جي مُنڍَ کان لِڪو پِيو هو (٢٦) پر هاڻي پڌرو ٿِي وِيو ۽ نَبِيُنِ جي لِکِيتُنِ جي وَسِيلي سداءَ جي خدا جي تاڪِيدَ پٽاندر سَيِنِي قومُنِ کي وِيساهَ جي تاتِ مڃائڻ لاءِ تنِ کي ٻُڌايو وِيو (٢٧) تنهِ هِڪڙِيءَ ڏاهِي خُدا کي يَسُوع مسِيحَ ڪري مُدامِي زمانَنِ تاءِ وڏائِي هُجِي آمِين ؛

## پَولُس رسُول جو رُومِيُنِ ڏي خطُ پُورو ٿِئو ؛

# پولس جو پهريون خطُ ڪُرنتين ڏي

## بابُ پهريُون ١

پولسُ جو خُدا جي مرضيءَ پٽاندر يسُوعَ مسيحَ جو سڏيلُ رَسُولُ آهي ۽ سندُس ڀاءُ سوستنيس (٢) خُدا جي جَماعَت جا ڪُرنتَ ۾ آهي يعني جيڪي يسُوعَ مسيحَ ۾ پاڪ ٿيل آهن ۽ جيڪي پاڪيزائيءَ لاءِ سڏيلَ آهن ۽ ٻيا جيڪي سَيڪنهِ هَنڌِ يسُوعَ مسيحَ جو نالو ٿا وَٺن جو اُنهن جو ۽ اَسان جو خُداوندُ آهي (٣) تن سڀني کي ۽ اوهان کي اسان جي پيءُ خُدا کان ۽ خُداوندَ يسُوعَ مسيحَ کان فَضلُ ۽ سَلامتي هُجي (۴) آءٌ هميشه اوهان لاءِ پنهنجي خدا جا اِهي ٿورا ٿو مڃان جو اوهان کي خدا جو فَضلُ يَسُوع مسيحَ ۾ مليو (٥) جو اوهين تنهِ ڪري سيڪنهِ ڳالهِ يعني سيڪنهِ ڪَلامَ ۽ سيڪنهِ سَمجهه ۾ وڌيان ٿيا آهيو (٦) جيئن تَہ مسيحَ جي ساکَ اوهان ۾ پَڪي ٿي ويئي (٧) تَہ اوهين اسان جي خداوندَ يسُوعَ مسيحَ جي پڌري ٿيڻَ جي واٽَ ڏسي ڪنهِ نِعمتَ ۾ اوڻا نَہ آهيو (٨) اُهو اوهان کي آخرتَ تاءِ پَڪو

بِہ ڪندو جو اوهين اسان جي خُداوند يَسُوعَ مسِيحَ جي ڏِينهہ بي عَيبُ هُجو
(۹) سچارُ آهي اُهو خدا جنهِ توهان کي پهنجي پُٽَ اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ
مسِيحَ جي ميلاپَ ۾ سڏيو آهي (۱۰) سو اي ڀائرُو اسان جي خُداوندَ يسُوعَ
مسِيحَ جي نالي آءٌ توهان کي اِها مِنَٿَ ٿو ڪريان تہ اوهين سڀيئي هِڪڙِي
ڳالهِ چئو ۽ توهان ۾ ڀيڏا نہ پَوِنِ پَر اوهين هِڪ دِليا ۽ هِڪ سَمُجها ٿِي پَڪا
مِلِي رَهو (۱۱) ڇو تہ اي ڀائرُو ڪَلُوئِي جي ماڻهُن مان اَوهان بابَت مُون کي
پڌِرو ٿِيو تہ اوهان ۾ جهيڙا پيا آهنِ (۱۲) مُهنجو مَطلبُ هِيءُ آهي ڪو چوي
ٿو تہ آءٌ پَولِس جو ۽ ڪو اَپلس جو ۽ ڪو ڪيفا جو ۽ ڪو مسِيحَ جو آهيان
(۱۳) مسِيحَ وِراهجي وِيو آهي ڇا پَولِسُ تہ اوهان لاءِ صَلِيبَ تي چاڙهيو وِيو
ڪِين پولِسَ جي نالي تي بَپتِسما ورتيوَ ڇا (۱۴) آءٌ خُدا جو شُڪرُ ٿو ڪريان
تہ ڪرِسپَسِ ۽ گايَس ڌاران مُون اَوهان مَنجهان ڪنهِ کي بَپتِسما نہ ڏِني
(۱۵) مَتان ڪو چوي جو هُنَ پَهنجي ناوُ تي بَپتِسما ڏِني (۱٦) ٻيو مُون اِستِفنا
جي گهَر کي بِہ بَپتِسما ڏِني باقِي نَٿو ڄاڻان تہ ڪنهِ ٻِي کي بَپتِسما ڏِنِيمِ
(۱۷) ڇو تہ مسِيحُ بَپتِسما ڏِيڻ لاءِ نہ پَرَ خُوشخبرِيءَ ٻُڌائڻَ لاءِ مُون کي موڪَلِيو
آهي سو ڪَلاَمَ جي سياڻپَ ڪري نہ جو متان مَسِيحَ جو صلِيبُ اجايو ٿي
پوي (۱۸) تہ جيڪي ڇَٽُ ٿِيڻا آهنِ تنِ وٽِ صلِيبَ جو ڪَلامُ بيوَقُوفي
آهي پَر اَسِ جيڪي ڇوٽَڪو ٿا لهُون تنِ وَٽِ اُهو خُدا جي قُدرتَ آهي

(١٩) ڇوجو لِکِئلُ آهي تہ آءٌ ڏاهنِ جي ڏاهپَ ڦِٽائِيندُسِ ۽ سَمُجهنِ جي سَمُجهہَ کِينَ جهڙِي کَندُسِ (٢٠) ٻِلا کِٿي ڏاهو کِٿي شرعَ سيکارِيندڙُ کِٿي هِنَ جَهانَ جو بَحثُ کَندڙُ جهانَ جي سِياڻپَ کي خُدا اياڻپَ نہ ٺهرائِي آهي ڇا (٢١) سو اِنهِيءَ لاءِ تہ جڏهِ خُدا جي ڏاهپَ کري جهانَ پَهنجي ڏاهپَ کان خُدا کي نہ سُڃاتو تَڏهِ خُدا کي اِها وَڻِي تہ هوکي ڏِيڻَ جي بيوقُوفِيءَ کري اِيمانن کي بچايان (٢٢) اِنهي لاءِ تہ جيُن يَهُودِي اُهڃاڻَ ٿا گهُرنِ ۽ يُونانِي سِياڻَپُ ٿا ڳولِينِ (٢٣) تِيئن اَسِ بہ مسِيحَ جو صَلِيبَ تي چاڙهِئلُ هو تنهِ جو هوکو ٿا ڏِيُون پَر اِها ڳالهِہ يَهُودنِ لاءِ ٿاٻو آهي ۽ يُونانن لاءِ بيوقُوفِي آهي (٢٤) پَر سڏِئلنِ ۾ ڇا يَهُودنِ ڇا يُونانن لاءِ مسِيحُ خُدا جي قُدرتَ ۽ خُدا جي سِياڻپَ آهي (٢٥) ڇاڪاڻ تہ خُدا جي اِياڻپَ ماڻهنِ کان عاقِلَ آهي ۽ خُدا جي هِيڻائِيءَ ماڻهنِ کان زورَ واري آهي (٢٦) سو اي ڀائُرو پَهنجي سَڏَ تي نظر کريو تہ جِسمَ مُوجب گهَڻا ڏاها ۽ گهڻا سگهارا ۽ گهڻا سُڃاتيا نہ آهنِ (٢٧) پَر خُدا جهانَ جي بيوقُوفَنِ کي هِنَ لاءِ چُونڊيو تہ اُهو ڏاهنِ کي ڦِڪو کري ۽ خُدا جَهانَ جي هِيڻنِ کي اِنهي لاءِ چُونڊيو آهي تہ زورَ وارنِ کي لَڄي کري (٢٨) ۽ جَهانَ جا کَمِيڻا ۽ کِينَ جهڙا ۽ جيکي ڳڻتِيءَ ۾ نہ آهنِ تنِ کي خُدا اِنهي لاءِ چونڊيو تہ جيکي ڳڻتِيءَ ۾ آهن تنِ کي ڦِڪو کري (٢٩) مَتان کوئِي جِسمُ خُدا جي اڳيان مرکي (٣٠) پَر اِنهِيءَ

ڪري اوهِي مسِيحَ يسُوعَ ۾ آهيو جو اَسان لاءِ خُدا جي پاران ڏاهپَ ۽ راستِي ۽ پاڪائِي ۽ ڇوٽڪو ٿِيو (٣١) جِئين تَہ لکِيو آهي تہ جيڪو مرڪي سو خُداوندَ تي مرڪي ؞

## بابُ ٻئو ٢

۽ اي ڀائُرو آءٌ بِہ جَڏهِ تَوهان وٽِ آيُس تَڏهِ نَہ ڪَلامَ يا سِياڻپَ جي جَهجهائِي سان خُدا جي ساکَ جي سُڌِ اوهانکي ٻُڌائڻَ لاءِ آيُس (٢) ڇو تہ اوهان مَنجهِ ٻِي ڪُجهہ نَہ ڄاڻڻَ جو ارادو ڪيو سِواءِ يَسُوعَ مسِيحَ ۽ اُنهِيءَ جي صَلِيبَ تي چاڙهِئَلَ هُئڻَ جي (٣) ۽ آءٌ اَوهان ۾ ڪمزورائِي ۽ ڊَپَ ۽ گهڻي ڏڪڻِي سان اَچِي رهيُسِ (٤) مُهنجو ڪَلامُ ۽ هوڪو اِنسانِي سِياڻپَ جي مِٺيُنِ ڳالهِيُنِ سان نَہ هو پَر رُوح ۽ قُدرتَ جي پَڌِرائِي سان هو (٥) سو هِنَ لاءِ تَہ اَوهان جو وِيساهُ ماڻهُنِ جي ڏاهپَ تي نَہ پَر خُدا جي قُدرتَ تي ٽِڪِيَلِ رَهي (٦) تڏهِ بِہ اَسِين ڪامِلَنِ مَنجهِ سِياڻپَ جي ڳالهِ ٿا ڪريُون سا نَہ هِنَ زماني جي ۽ نَہ هُنَ زماني جي رِدِ ٿِيڻَ وارنِ حاڪمَنِ جي سِياڻپَ آهي (٧) پَر خُدا جي لِڪَلَ سِياڻپَ ڪُجهہ ڳُجهہ ۾ ٿا ٻُڌايُون جنهِ کي خُدا زَمانَنِ کان اڳِي اَسانجِي وَڏائِي لاءِ ٺهرايو (٨) جنهِ کي هِنَ زماني جي حاڪِمَنِ مَنجهان ڪنهِ نَہ سُڃاتو ڇو تہ جي سُڃاڻنِ ها تَہ وَڏائِي جي خُداوندَ کي صَلِيبَ تي نَہ چاڙهِينِ ها (٩) اَجا بِہ لکِيو آهي تَہ جيڪي شَيُءِ خُدا پَهنجي محبُوبَنِ لاءِ تيارُ ڪئُي سي نَہ اکِيُنِ

ڏِنِي ۽ نَہ ڪَنَنِ ٻُڌيٓ ۽ نَہ ماڻهنِ جي دل تي آيٓ (١٠) پَر اُهي اسان تي خُدا پَهنجي رُوحَ ڪري پَڌريٓ ڪَئِيٓ ڇوجو رُوحُ جُملي شيٓ اجا بِہ خُدا جِيٓ اُونهِيٓ ڳالهِيٓ جاچي ٿو وَٺي (١١) ڇو تَہ جو رُوحُ ماڻهوءَ ۾ آهي تنهِ ڌاران ڪويٓ ماڻهُون ماڻهوءَ جِيٓ ڳالهِيٓ نَٿو ڄاڻي اِنهِيٓ طرحَ خُدا جي رُوحَ ڌاران ڪو بِہ ٻِيو خُدا جِيٓ ڳالهِيٓ نٿو ڄاڻي (١٢) سو اسان ڪِي جهانَ جو رُوحُ نَہ پَر خُدا وارو رُوحُ مِلِيو سو هِنَ لاءِ تَہ جيڪي شَيٓ خُدا جي فَضلَ ڪري اَسان ڪِي ڏِيٓ آهنِ سي ڄاڻُون (١٣) ۽ اِهو اَسِ اِنسانِيٓ ڏاهپَ جي سيکارِئلَنِ ڳالهِيُنِ ڪَري نَہ پَر پاڪَ رُوحَ جي سيکارِئلَنِ ڪري تَہ رُوحاني ڳالهِيٓ روحانِيُنِ سانِ مِلائي بَيانُ ٿا ڪريُون (١٤) پَر نَفسَ وارو ماڻهُون خُدا جي رُوحَ جِيٓ ڳالهِيٓ نَٿو مَڃي ڇو تَہ اُهي سَندِسَ اِڳيان اياڻپَ آهنِ ۽ نَڪي اُنهِنِ کي ڄاڻي ٿو سَگهي ڇا ڪان تَہ اُهي رُوحانِيٓ طرحَ سَمجهَجنِ ٿِيٓ (١٥) هَٿان رُوحاني ماڻهُون جُملي شيٓ ٿو جاچي پَر پاڻَ ڪنهِ جي جاچَ ۾ نٿو اَچي (١٦) ڇو تَہ ڏَڻي جو عَقُل ڪنهِ ڄاتو آهي جو کيسِ سَمجهائي پَر اسان مَنجهِہ مسِيحَ جِي سَمُجهَ آهي ⁘

## بابُ ٽئُون ٣

اِي ڀائُرو آءٌ اوهان سان رُوحانِيُنِ وانگيان ڳالهائي نَہ سَگهيُسِ پَر جِسمانِيُنِ وانگُرِ جي مسِيحَ ۾ ٻارڙا آهنِ (٢) مُون اوهانکي کِيرُ پِيارِيو کاڄُ نَہ کارايومانوَ

چو تہ سگهارا نہ هُوُ پَر اجا بہ سگهارا نہ آهِيو (٣) ڇوجو اَجا جِسماني آهِيو ڇا ڪان
تہ جي اوهان ۾ رِيسَ ۽ جهيڙو ۽ جُدائِي آهي تہ جِسماني نہ آهيو ڪِيئن ۽
ماڻهوءَ جهڙِي هلَتِ چلَتِ نہ ٿاڪريو ڇا (٤) ڇا ڪان تہ جيڪڏهِن ڪو چوي
تہ آءٌ پولس جو آهيان ٻيو چوي آءٌ اپلَس جو آهيان تہ اوهي جِسماني نہ ٿيو
ڪِيئن (٥) پوءِ پولس ڪيرُ آهي اَپلاس بہ ڪيرُ آهي اِهي رُڳا خادِمَ آهنِ جنِ
جي وَسِيلي ڪري اوهي وِيساهي ٿِيا آهيو سو جيترو ڪيترو اُنهنِ مان هِڪڙي
هِڪڙي کي خُداوندَ ڏِنو تيترو مِلِيُن (٦) مُون چڪي هَني اپلس پاڻِي ڏِنو
پَر خُدا واڌِ وِڌي (٧) سو هڻندڙ ڪي ڪِينهي نڪي پاڻِي ڏِيندڙ آهي پَر واڌِ
وِجهندڙ خُدا آهي (٨) هَڻندڙ ۽ پاڻِي ڏِيندڙ ٻئِي هِڪ آهنِ پَر سَڀُڪو پَهنجي
پهنجي مِحنتَ پَٽاندر پهنجو پورهيو وَٺندو (٩) ڇوجو اسِ خُدا سان
گڏُ پورهِيتَ آهيُون خُدا جي ٻَني ۽ خُدا جي اڏاوت اوهي آهيو (١٠) جو
فَضلُ خُدا ڪان مُون کي مِلِيو آهي تنهِ پَٽاندر مُون سِياڻِي رازِي وانگُر پيڙهِ وِڌِي
پَر ٻيو مَٿسِ اڏاوت ٿو ڪري سو سڀڪو ڏِسي تہ ڪِيئن اڏاوتَ ٿو ڪري
(١١) ڇا ڪان تہ جيڪا پيڙهِ پِئلَ آهي يَعني يسُوعُ مسِيحُ تنهِ ڌاران ٻي پيڙهِ
ڪو وجهي نَٿو سَگهي (١٢) پَر جيڪڏهِن ڪو ماڻهُون هِنَ پيڙهِ تي سون رُپي ۽
قِيمتي پَهڻِ يا ڪاٺِيُن يا گاهہ يا ڪانَنِ جي اڏاوتَ ڪري (١٣) تہ سَڀڪنهِ جو
ڪَمُ پَڌرو ٿِيندو ڇو تہ اُهو ڏِينهُ کيسِ پڌرو ڪري وِجهندو سو باهِ سان ظاهِرُ

تو تِڏِھي ۽ باهِرِ پَرکندي تَہ ڪهڙو ڪهڙو سيکنہِ جو ڪَمُ آهي (١۴) جي ڪنہِ جو مَٿي جاڙهِئُلُ ڪَمُ بيٺو رَهندو تَہ کيسِ پورهيو مِلَندو (١٥) ۽ جي ڪنہِ جو ڪَمُ سڙي ويندو تَہ اُنکي ڇيهو پوندو پَر اُهو پاڻَ اِئي بَچي ويندو جيُن ڪو باهِ منجهان بَچي (١٦) اوهِي اِها نَٿا ڄاڻو ڇا تَہ اوهِي خُدا جي هَيڪلِ آهِيو ۽ خُدا جو رُوحُ اوهان منجهِ تو وَسي (١٧) جيڪڏهِ جو خُدا جي هَيڪلِ تو بِگاڙي تَہ اُنهي کي خُدا بِگاڙيندو ڇوجو خُدا جي هَيڪلِ پاڪَ آهي اِهڙائي اوهِي بِہ آهيو (١٨) ڪوئي پاڻَ کي نَہ ٺَڳي جيڪڏهِ اوهان مَنجهان ڪو هِنَ زماني ۾ سياڻو ٿيڻُ ڀائي تَہ هو اِياڻو ٿِي رَهي تان تَہ سِياڻو ٿِي پَوندو (١٩) ڇا ڪان تَہ هِنَ جَهانَ جي سِياڻَپَ خُدا جي نَظَرَ ۾ اِياڻَپَ آهي جو لِکيو آهي جي اُهو سياڻنِ کي سندَنِ چَلَ ۾ئي تو ڦاسائي (٢٠) ۽ وَري ڏَڻي سِياڻنِ جيءَ ڳَڻتيءَ ڄاڻي تو تَہ رَدِئي آهنِ (٢١) تنہِ ڪري ڪو ماڻهُنِ تي نَہ مَرڪي ڇوجو جُملي شَيءَ اوهان جِيءَ آهنِ (٢٢) ڇا پولس ڇا اپلس ڇا ڪيفا ڇا جَهانُ ڇا جِياپو ڇا موتُ ڇا هاڻوڪيءَ ڇا اِيندڙيءَ شيءَ هي مِڙيئي اوهان جِيءَ آهنِ (٢٣) پَر اوهِي مسيحَ جا ۽ مسِيحُ خدا جو آهي ✣

## بابُ چوٿُون ۴

سو ماڻهُون اسان کي مسِيحَ جا خادِمَ ۽ خُدا جي ڳُجهنِ جا مُختيارَ ڪري

ڳڻِيِن (۲) باقِي مُختِيارنِ ۾ اِها ڳالهِ ٿِي ڳولجي تَہ کو سُپَتِيو لَڀِي (۳) پَر مُون
کي اِها هَلکِي ٿِي لڳي جو توهان جي يا کنهِ اِنسانِي ڏِينهَ جي نِبيري ۾
اَچان هَٿون آءٌ پَرکجي بِہ نَٿو آزمايان (۴) ڇو تَہ آءٌ پاڻَ بابَت کو عَيبُ نَٿو
ڄاڻان پَر هِنَ کري ئي سچو نٿرِئلُ نَہ آهيان مُهنجو نِبيرو کندڙ خُداوندُ آهي
(۵) پوءِ وقتَ کان اَڳي نِبيرو نَہ کريو جيسي کِ ڌَڻِي نَہ اَچي سو اُونده جِيَ
لِکَلَّ ڳالهِيَ بِہ سوجهري ۾ آڻِيندو ۽ دِلِيُن جِيَ رِٿَ پَڌري کندو اُنهِيَ مَهلَ
هِڪڙي هِڪڙي کي خُدا وٽان تَعرِيفَ ڏِئِبي (٦) ۽ اي ڀائرو مُون اِنهنِ ڳالهِيُنِ
۾ توهان لاءِ پهنجو ۽ اَپلس جو ذِکرُ مِثالَ وانگيان کيو تان تَہ اوهِي اَسان
کان اِها سِکو تَہ جو لِکِيَلُ آهي تنهِ کان واڌُو کنهِ لاءِ نہ سَمُجهو متان اوهِي
هِڪڙي هِڪڙي لاءِ ٻِئي جي اُبتڙِ ڦُوندِجو (۷) کيرُ تو ۾ ۽ ٻِئي ۾ ڦيرُ ٿو
کَري اُهو تو وٽِ ڇا آهي جو توکي نَہ مِلِيو جي توکي مِلِيو بِہ آهي تَہ ڇا کان
ٿُون اِئِين ٿو مرکِي تَہ جَڻُ نَہ مِلِيو (۸) هاڻِي اوهِي ڍاوا آهيو هاڻِي وَهنيا ٿِيا
آهيو اسان ڌاران بادشاهَ ٿِيا آهيو هاءِ شالَ سَچُ پَچُ بادشاهَ ٿِيا هُجو تان تَہ اسِ
بِہ توهان سان بادشاهِي کريُون (۹) ڇا کان تَہ آءٌ ڀانيان ٿو جو خُدا اَسان
رسُوَلنِ کي سَڀِنِي کان پويُون کري پڌرو کيو تَہ اسِ جَهانَ ۽ فرشتَنِ ۽ ماڻهن
لاءِ تماشو ٿِيُون (۱۰) اَسِ مسِيحَ سببان اِياڻا آهيُون اوهِي مسِيحَ کري سِياڻا
آهيو اَسِ ٻي زورَ اوهِي زورَ وارا اوهِي مانَ وارا آهيو پَر اسِ ٻي مانا آهيُون

(۱۱) هاڻوڪِيءَ گهَڙِيءَ تائين اسِين بُکِيا ۽ اُڃائلَ ۽ اُگهاڙا ۽ ڌَڪِئلَ ۽ رُلِئلَ ڇُلِئلَ
آهيُون (۱۲) ۽ پَهنجيءَ هَٿَنِ سان ڪَمُ ۾ پَکُون ٿا ۽ گِلارا ٿِي دُعا ٿا گهُرون ۽
ڏُکُوئلَ ٿِي ماٺِ ۾ ٿا رَهُون (۱۳) گاريءَ کائِي مِنَٿَ ٿا ڪريُون ۽ اَسِين جَهانَ جو
ٻهُرُ ۽ اَڄوڪي ڏِينهَ تائين سَڀِني جو گندُ ٿِيا آهيُون (۱۴) آءٌ هي ڳالهِيُون لِکي اوهان
کي لَڄي نٿو ڪريان پَر پَهنجا پيارا ٻارڙا ڄاڻي نصِيحتَ ٿو ڏِيانَو (۱۵) توڙيڪِ
مسِيحَ مَنجهِ هزارِ اُستادَ اَٿوَ تَه بِه پِيُرَ گهڻا نَه اَٿوَ ڇو تَه آءٌ يَسُوعَ مسِيحَ ۾ چڱيءَ
خَبَرَ جي وسِيلي ڪَري اوهان جو ڄڻيندڙُ ٿِيُسِ (۱۶) سو آءٌ اوهان جي مِنٿَ
ٿو ڪريان تَه مُهنجا پوءِ لَڳُ ٿِيو (۱۷) اِنهي لاءِ مُون تِمطاوُسَ کي اوهان ڏي
موڪلِيو جو خداوندَ ۾ مُهنجو پيارو ۽ پَتِوند ٻارُ آهي سو توهان کي مُهنجِيءَ
مسِيحَ واريءَ واٽَ اهڙِيطرحَ يادِ ڏِيارِيندو جيئن ڪِ آءٌ سَڀِ ڪنهِ هنڌِ سَڀڪنهِ
ڪَلِيسيا ۾ سِيکاريان ٿو (۱۸) پَر اوهان وٽِ مُهنجي نَه اچَڻ ڪري ڪي ڪي
ڦُوندجي وِيا آهنِ۔ (۱۹) جيڪڏهِ خُداوندَ گهُريو آهي تَه آءٌ سِگهوئي اوهان وَٽِ
اِيندُس ۽ جيڪي ڦوندجي وِيا آهنِ تنِ جي ڳالهِيُنِ کي نَه پَر سَندنِ قُدرتَ
کي ڄاڻي وَٺندُسِ (۲۰) ڇو تَه خُدا جي بادِشاهي ڳالهِيُنِ ڪري نَه پَر قُدرتَ
ڪريءَ آهي (۲۱) اوهي ڇا ٿا چاهيو تَه لَٺِ کڻي اوهان وَٽِ اَچان ڪِ
پيارَ ۽ رُوحَ جي ڪُنوَرائيءَ سان ؛

# باب پنجُون ٥

اوهان ۾ لَنبدائِي جي ڳالهِ گهڻو ڪري ٻُڌجي ٿي ۽ اِهڙِي لَنبدائِي جنهِ جي ڳالهِ بِ ٻِئن قومُن ۾ ڪانهي تَ ڪو پَهنجي پِيُ جي جوءِ وِهاري ٿو (٢) ۽ اوهي ڦونهجو ٿا ۽ جيئن غَمُ ڪرڻُ گهُرجي تيئن نَتا ڪريو تان تَ جنهِ هِيءِ ڪمُ ڪيو سو اوهان مان لوڏجي وَڃي (٣) ۽ آءُ جو جسمَ ڪري هڪيو نَ آهيان سو رُوحَ ڪري حاضُر ٿِي اجان بِ رآيو ڏيئي چُڪو آهيان تَ جڻُ اُتي هَڪيو هوسِ تَ جنهِ اُنهي طرحَ ڪَمُ ڪيو آهي (٤) سو جڏهِ اَوهي اَسان جي خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ جي نالي تي ۽ مُهنجي رُوحَ سان ۽ اسان جي خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ جي قُدرتَ سان گڏُ ٿِيا آهيو (٥) تڏهِ اهـڙِيڪي جِسمَ جي ڏولائِي لاءِ شيطانَ جي هٿِ ڏِيو تان تَ رُوحُ خُداوندَ جي ڏِينه ڇوٽَڪو لَهي (٦) اَوهان جي ٽِندِ چڱِي نَ آهي اوهي اِهو نَتا ڄاڻو ڇا تَ ٿورِڙو خمِيرُ ساري ڳوهِئلَ اَنِي کي خمِيرَوارو ڪري ٿو وِجهي (٧) پُراڻي خمِيرَ کي ڪَڍِي ڦِٽو ڪريو تان تَ اوهي تازه ڳوهِئلُ اَنو ٿِيو جيئن تَ ربي خمِيرَوارا آهيو ڇوجو مسِيحَ بِ اَسان جو فَسحُ ٿِي اَسان لاءِ ڪُسي ويو (٨) سو اچو تَ عِيدَ ڪريُون نَ پُراڻي خمِيرَ سان نَ ڪي لُچائِي ۽ بُڇڙائِي جي خمِيرَ سان پَر صفائِي ۽ سچائِي جي اَڻَ خمِير ٽِڪلَ مائِي سان (٩) مون پَهنجِي چِٺِي ۾ اوهان کي لِکيو تَ لفدارنِ سان نَ گڏجو

(١٠) نَہ هِيءَ تَہ هِنَ جهانَ جي لانڊارنِ سان يا لوڀِن ۽ ظالمَنِ يا بُت پَرستن سان پَنڻي نَہ گڏجو نَہ تَہ اِهڙي حالَ ۾ جهانَ منجهان نِڪرڻُ اَوهان کي ضَرُور ٿئي ها (١١) پَر هاڻي اوهان کي مُون لِکيو آهي تَہ جيڪڏهِ ڪو ڀاءُ لانڊارو يا لوڀِي يا بُت پرستُ يا گِلاخورُ يا شرابِي يا ظالِمُ هوڪارجي ٿو تَہ اُنهي سان ميلاپُ نَہ رَکجو ۽ اِهڙي سان گڏُ کائجو بِہ نَہ (١٢) ڇا ڪان تَہ مُنهنجو ڪهڙو ڪَمُ آهي جو آءُ ٻاهِرئِنِ جي عَدالتَ ڪريان تَہ اوهِي ڪِ اَندرِئِنِ جي عدالتَ نَٿا ڪريو ڇا (١٣) ٻاهِر جيڪي آهنِ تنِ تي خُدا عَدالتَ ڪَندو سو اوهِي اُنهي بُڇڙي کي پَهنجي وِچَ مَنجهان ڪَڍِي ڇڏيو ∴

## باب ڇَهُون ٦

۽ اوهان مَنجهان ڪنهِ کي اِهڙي هِمتَ آهي ڇا تَہ ٻئي تي مُعَامِلو رَکي نبيري لاءِ پاڪَن کي ڇَڏي بيدِينن وَٽِ وڃَنِ ٿا ڪِئين (٢) يا اِهو نَہ ٿا ڄاڻو ڇا تَہ پاڪَ ماڻهُون جَهانَ جي عَدالتَ ڪَندا پوءِ جي جَهانَ جي عَدالتَ اوهان جي هٿان ٿِيندِي تَہ اوهِي ننڍڙَنِ نِبيرنِ ڪرڻَ جا نا لائِق آهيو ڪِئين (٣) اِهو نَٿا ڄاڻو ڇا تَہ اسِ فِرشتن جي عَدالتَ ڪَنداسّ سو اسِ دُنيوِي معامِلا فيصل ڇو نہ ڪَنداسّ (۴) هاڻي جيڪڏهِ اوهان کي دُنيوِي معامِلا هُجَنِ تَہ جيڪي ڪَلِيسِيا ۾ ڪِينَ جهڙا ڳڻِيلَ آهنِ تنِ کي پَنچ ڪري وِهاريو

(٥) اِهو اوهان جي لَڄي ڪرڻَ لاءِ ٿو چوان ٘سو اوهان ۾ ڏاهو ماڻهُون هِڪڙو بِ نَہ آهي ڇا جو پَهنجي ڀاءُ جو معامِلو نِبيري سَگهي (٦) پَر ڀاءُ ڀاءُ تي مُقدمو ٿو هَلائي سوڀي اڻَ وِيساهن وَٽِ (٧) اِهوئِي اَوهان لاءِ بِلڪُل ڇيهو آهي تَہ هِڪ ٻِئي تي مُقدمو ڪريو ٿا اِنهي ڪان ظلمُ ڪٽڻُ چڱو ڇو نَٿا ڀايو ۽ اِنهي ڪان پَهنجو گهاٽو ڇو نَٿا باسيو (٨) پَر اوهِيئِي ظُلمُ ٿا ڪريو ۽ ڇيهو ٿا وِجهو سوڀي ڀائُرنِ تي (٩) يا اِهو نٿا ڄاڻو تہ بي عدالتي خُدا جي بادشاهِي جا وارث نَہ ٿِيندا ڀاڙَ ڪِي نَہ ڀُلايو تَہ نَڪي لاندارا نڪي بُت پَرستَ نَڪي حرامِي نَڪي عيشي نَڪي ڇوڪِري بازَ (١٠) نَڪي چورَ نڪي لوڀِي نڪي نَشئي نَڪي گِلاخورَ نڪي ظالِمَ خُدا جي بادشاهِي جا وارثَ ٿِيندا (١١) ۽ اَوهان منجهان ڪي اهڙا هُوا پَر اَوهِي وِهنجاريا ويو هاڻُ اوهِي پاڪ ٿِي ويو هاڻُ اوهِي خُداوند يسُوعَ جي نالي ۽ اسان جي خُدا جي رُوحَ ڪري سَچا ٺَهريو (١٢) سَڀُڪي مُون لاءِ رَوا آهي پَر سَڀوئِي فائدي وارو نَہ آهي هاڻُ سَڀڪي مُون ڪِي جُڳائي ٿو پَر آءُ ڪنهِ شئِ جي وَسَ ۾ نَہ ٿِيندُسِ (١٣) ڪاڄَ پيٽَ لاءِ ۽ پيٽُ ڪاڄَ لاءِ آهي پَر خُدا هِنَ ڪِي ۽ اُنهنِ ڪِي ڇَٽُ ڪَندو پَر بُتُ لنبڊائِي لاءِ نَہ آهي اُنلو ڏڻِي لاءِ آهي ۽ ڏڻِي آهي بُتَ لاءِ (١٤) ۽ جنهِ خُدا خداوند ڪِي جِياري اُٿاريو سو اسان ڪِي پَهنجي قُدرتَ سان اُٿارِيندو (١٥) اِهو نٿا ڄاڻو ڪِيَن تَہ اَوهان جا بُتَ مسِيحَ جا عُضوا آهنِ پوءِ مسِيحَ جا عُضوا ڪَڍِي ڪنجرِئِ جا عُضوا ڪريان

چا نَ نَ (١٦) اوهِي اِهو نٿا ڄاڻو ڪيُن تہ جيڪو ڪنچرِيءَ سان گڏُ ٿو ٿِئي
سو ساڻس هِڪ تَن ٿو ٿِئي ڇوجو چَيو وِيو آهِي ڇِي اُهِي ٻَئِي هِڪ جسمُ
ٿِيندا (١٧) پَر جيڪو ڌڻِيءَ سان مِلِئلُ آهِي سو ساڻُس هِڪ رُوح آهِي
(١٨) لانداڻِي کان ڀڄو جيڪو ڪو ڏوهُ ماڻهُون ٿو ڪري سو بُتَ کان ٻاهَر آهِي
پَر جيڪو لانداڻِي ٿو ڪري سو پَهنجِيءِ بُتَ جو ڏوهُ ٿو ڪري (١٩) اوهِي
اِهو نَٿا ڄاڻو ڇا تہ اوهان جو بُتُ پاڪ رُوحَ جي هَيڪل آهِي جو اوهان ۾
ٿو رَهِي سو خُدا کان مِليو آهي ۽ اوهِي رُڳو پهنجا نَ آهيو (٢٠) ڇاڪان تہ
اوهِي قِيمتَ سان ڳِدلَ آهيو سو پَهنجِي تَن ۽ رُوحَ ڪَري خُدا جِي وَڏائِي
پِڌري ڪريو جي ٻَئِي خُدا جا آهِنِ ꞉

## بابُ ستُون ٧

جِن ڳالهِيُنِ بابَتِ اوهان مُون کِي لِکيو سو ماڻهُوءَ لاءِ هِيءِ چڱو آهِي تہ زالَ
کِي نَ ڇُهِي (٢) پَر لانداڻِنِ جي ڀَچڻَ لاءِ سَيڪو مُڙسُ پهنجِيءِ جوءِ رکِي ۽
سَيڪا زالَ پَهنجوءِ مُڙسُ رکِي (٣) مُڙس جوءِ جو جُڳائِيندو حَقُ پورو ڪَري
۽ اُئِيءِ زالَ ٻہ مُڙسَ جو (٤) زالَ پَهنجِي بُتَ تي وَسَ وآري نَ آهِي پَر مُڙسِس
اِنهِيءَ طرحَ مُڙسَ ٻِہ پَهنجِي بُتَ تي وَسَ وارو نَ آهِي پر جوڻِس (٥) اوهِي
هِڪ ٻِئِي کان ڌارَ نَ رهو پَر ٿوڙِيءَ دير تاءِ ٻِنهِي جي خوشِيءَ سارُو اِئِي ڪريو

تان تَ روزي رکڻَ ۽ دُعا گهُرڻَ لاءِ واندا هُجو ۽ وري پاڻمُرهِڪَ هَندِ گڏ ٿيو تَ شَيطانُ اوهانجي اَجهلائِي ڪري پرکا ۾ نَ آڻيوَ (٦) اِها ڳالهِ رُکِيي صَلاحَ مُوجب ٿو چوان نَ تاڪِيدَ وآنگر (٧) چوجو آءٌ چاهِيان ٿو تہ سيپيئِي ماڻهُون مُون جِهڙا هُجَنِ پَر سَڀَڪو خُدا کان پَهنجيِءَ نِعمتَ ٿو لَهي هِڪڙو اِئي ٻيو اُئِي (٨) پَر اَڻپرڻيلَنِ ۽ رنڙُنِ واسطِي هيُن ٿو چوان تَہ اَوهان لاءِ هِيُ چڱو آهي جي اَوهِي مُون وانگيان ٿِي رَهو (٩) پَر جي اوهِي پاڻَکي جَهلِي نَٿا سَگهو تَہ پَرڻجو چو تَہ پرڻجِڻُ سڙِي وِجَڻ کان چڱو آهي (١٠) سو جيڪي پَرڻيلَ آهنِ تنِ لاءِ آءٌ نَ پَر خُداوندُ حُڪمُ ٿو ڏِئي تَہ زالَ پَهنجي مُڙسَ کي ڇڏي نَ ڏِئي (١١) پَر جيڪڏهِ ڇڏي ڏِنو هُجيس تَہ بي نِڪاحَ رهي يا مُڙسَ سان ميلاپُ ڪَري پَر مُڙسُ پهنجي جوءِ کي ڇڏي نَ ڏِيئي (١٢) ٻِئنِ بابتِ ڏَڻي نٿو چوي پَر آءٌ ٿو چوان تَہ جي ڪنهِ ڀاءُ کي اڻ وِيساهي جوءِ هُجي ۽ اُنهِيُ کي ساڻُسِ رِهڪڻَ جي مرضِي هُجي تہ اُهو اُنهِيُ کي نَ ڇڏي (١٣) ۽ جيڪڏهِ ڪنهِ زالَ جو مُڙسُ بي اِيمانُ هُجي ۽ اُهو ساڻُس رهڻ ۾ راضِي آهي تَہ اُها تنهِ کي نَ ڇڏي (١٤) چو تہ اُهو بي وِيساهو مُڙسُ جوءِ ڪري پاڪُ ٿِيو ۽ اُها بي وِيساهِي زالَ مُڙسُ جي سببان پاڪُ ٿِي نَ تَہ توهان جا ٻارَ ناپاڪُ هُجَنِ پَر هاڻي پاڪَ آهنِ (١٥) پَر جيڪڏهِ اُهو بي اِيمانُ ڀاڻَ ڌارَ ٿِيئي تہ ڀَلي ڌارَ رَهي ڪو ڀاءُ يا ڀيڻُ اهرِينِ ڳالهِيُنِ ۾ ٻَڌلُ نَ آهي پَر خُدا اسان کي پرچاءَ لاءِ سڏيو

آهي (١٦) ڇو تہ اي زالَ تُون ڇا ٿي ڄاڻين ڪِ مُڙس کي بچائيندين يا اي مُڙس تُون ڇا ٿو ڄاڻين جو زالَ کي بچائيندين (١٧) تہ بہ جيئن ڌڻي سڀڪنهِ کي وراهي ڏِنو ۽ جهڙيطرحَ خُداوند سڀڪنهِ کي سَڏيو تيئن هَلِن ۽ اِئين سڀني جَماعَتُن ۾ تاڪِيدُ ٿو ڪريان (١٨) جيڪڏهِ ڪو ٿهرئلُ ٿي سڏِيو وِيو تہ ڪولهيرو نہ ٿِئي ۽ جيڪڏهِ ڪو ڪولهيرو ٿي سڏيو وِيو تہ ٿهرُ نہ ڪرائي (١٩) ٿهرُ ڪي ڪِينهي ۽ ڪولهيرائي بہ ڪي ڪِينهي پَر خُدا جي حُڪمن تي هَلجي (٢٠) سڀڪو جنهِ ڪوٺَ سان ڪوٺجي ويو تنهِ ۾ئي رهي (٢١) جيڪڏهِ تُون گولَپڻِ ۾ سڏيو وِئين تہ فِڪرُ نہ ڪَرِ پَر جيڪڏهِ تُون آجو ٿي ٿو سگهين تہ ڪري وَٺُ (٢٢) ڇو تہ جيڪو خُداوندَ ۾ سڏِئلُ گولو آهي سو خُداوندَ جو آجو ڪِئلُ آهي اِئين بہ جيڪو آجو ٿي سڏيو ويو سو مسيحَ جو گولو آهي (٢٣) اَوهين قِيمتَ سان گِڌلَ آهيو سو ماڻهن جا گولا نہ ٿِيو (٢٤) سو اي ڀائرو جنهِ حالَ ۾ سڀڪو سڏيو ويو تنهِ ۾ئي خُدا جي حُضُور ۾ رَهي (٢٥) ۽ ڪُنوارِيُن بابَت ڪا خُداوندَ جي تاڪِيدَ نہ مِلئي پَر جيئن پَتوِندائي ڪري خُداوند کان ٻاجهہَ مِلئي تيئن رايو ٿو ڏيان (٢٦) سو آءٌ سمجهان ٿو تہ هاڻوڪي سوڙهہ پيڙ جي سببان اِهو چڱو آهي تہ ماڻهوءَ لاءِ اِهو موچارو آهي جو اِئين ئي رهي (٢٧) جيڪڏهِ تُون زالَ جي بندَ ۾ آهين تہ ڇُوٽِي مَ گهُرِ ۽ جي زالَ کان ڇُٽَلُ آهين تہ زالَ مَ گهُرِ (٢٨) پَر جي پَرڻجين تہ بہ گناهُ

ڪونهي ۽ جي ڪُنواري پرڻجي تہ گناهُ ڪونهيسِ سو اهڙا ماڻهون جسم
ڪَري اهنجُ پائِيندا پَر مُون ڪي اوهان تي قِياسُ ٿو اَچي (٢٩) پَر اِي
ڀائرو آءٌ هِيَ ٿو چوان تہ باقي ٿاڻو ٿورڙوئي آهي سو سگهرا ڇڙهنِ جهڙا هُجَنِ
(٣٠) ۽ رُئڻ وارا اهڙا ٿِيَنِ ڄڻُ تہ نَتا رُئنِ ۽ سرها اَرهنِ وانگُر ٿِينِ ۽ ڳنهندڙ اِهڙا
ٿِينِ ڄَڻُ تہ مالِڪَ نہ آهنِ (٣١) ۽ جيڪي جَهانَ سان ڪَمُ ٿا رکنِ سي
اِهڙا ٿِينِ ڄَڻُ تہ ساڻُس پورو ڪَمُ نَٿا رکنِ ڇو تہ هِنَ جهانَ جو ڊولَ اُٿِيو ٿِيُ
هِليو ٿو وَڃي (٣٢) پَر آءٌ چاهيان ٿو تہ اوهين بي فڪرا رهو۔ اَڻَ پرڻِئلُ خُداوندَ
جِيءَ ڳالهِيءَ ٿو سانيي تہ خُداوندَ کي ڪيئن رِيجهايان (٣٣) پَر جيڪو پرڻِيلُ
آهي سو جَهانَ جِيءَ ڳالهِيءَ ٿو سانيي تہ پهنجِيءَ جوءِ کي ڪيئن رِيجهايان
(٣٤) ذورت ۽ ڪُنوارِءَ ۾ بہ هِيُ ڦيرُ آهي تہ اَڻَ پَرڻِئلَ خُداوندَ جِيءَ ڳالهِيءَ تي
سانيي تان تہ بُت ۽ رُوحَ ڪري پاڪُ ٿِيئي پَر پرڻئلَ جهانَ جِيءَ ڳالهِيءَ تي
ساري تہ مُڙسَ کي ڪيئن رِيجهايان (٣٥) هِيُ تہ اوهان جي فائدي لاءِ ٿو چوان
نہ هِنَ لاءِ تہ توهان تي ڦاهي وِجهان پَر هِنَ لاءِ تہ اوهين ڀنگائِتا ٿِيو ۽ بِنا فِڪرَ
ٿي خُداوندَ کي لڳِي رهو (٣٦) پَر جيڪڏهِ ڪوئي ماڻهُون پهنجِيءَ ڪُنوارِءَ
جي جُوانِءَ ڀرِي وَڃڻ بابَت اِها ڳالهِ اَجوڳُ ڄاڻي ۽ هِيُ ضَرُورُ ڄاڻي تہ
جيڪي وڻيسِ سو ڪري تنهِ ۾ گناهُ ڪونهيسِ ڀَلي پَرڻجنِ (٣٧) پر جنهِ
ڪنهِ پهنجي دلِ ۾ پَڪ ڪَئِي آهي ۽ ڪا گهُرجَ نہ اَٿسِ پَر پهنجي مرضِءَ تي

هَلڻ جو وَسُ اٿسِ ۽ پَهنجي دلِ ۾ اِئِي رٿيو اٿسِ تہ آءٌ پَهنجي ڪُنواري اِئِي رکان سو چَڱو ٿو ڪري (٣٨) تيلهان جيڪو پَرڻائي ٿو ڏِئي سو چڱو ٿو ڪري ۽ جيڪو پرڻائي نٿو ڏِئي سو هيڪاري چڱو ٿو ڪَري (٣٩) زالَ جو جيسي مُڙسُ جِئرو آهي تيسي شَرع ڪري بَڌلُ آهي پر جيڪڏهِ سَندسِ مُڙسُ مري وَڃي تہ چُٽَلُ آهي جنهِ سان وڻيس تنهِ سان وَڃي پرڻجي پَر اِها رُڳو خُداوندَ جي پاسيءُ ٿِيئي (٤٠) پَر جيڪڏهِ اِئِي رَهي تہ اُها مُهنجي مَتِ سارُو هيڪاري سڀوري آهي ۽ آءٌ ڀايان ٿو تہ مُون ۾ بہ خُدا جو رُوحُ آهي ⁘

## بابُ اَٺُون ٨

۽ بُتَنِ جي چاڙهِئُلُن ڦُربانِيُنِ بابَتِ اَسِ ڄاڻُون ٿا تہ اَسان سَڀني کي سَمُجهہ آهي (رکي) سَمُجهہ ڦُونڊائِي ٿِي پَر مَحبتَ وڌائِي ٿِي (٢) جيڪڏهِ ڪو ماڻهُون اِئِي ٿو ڀائِي تہ آءٌ ڪنهِ ڳالهِ جو سَمُجهُو آهيان تہ هُنَ اَڃا ڪجي بہ اُئِي نَ سمُجهيو جيئَن سَمجهڻُ گُهرجي (٣) پَر جيڪڏهِ ڪو خُدا سان پيارُ ٿو رکي تہ اُهو سندَسِ سُڃاڻڻَ ۾ ٿو اَچي (٤) سو جيڪي شيءِ بُتَنِ جي قربانِيءِ ۾ چڙهنِ ٿِيءِ تنِ جي کائڻ بابَت اسِي هِنئَ ڄاڻُون ٿا تہ دُنيا ۾ بُت ڪجي ڪيني ۽ هِڪڙي خُدا ڌاران ٻيو ڪوئِي ڪونهي (٥) جو تہ جيتوڻي آسمانَ ۾ يا ڌرتِيءِ تي گهڻا اِهڙا آهنِ جي خُدا ڪري ٿا ڄاڻجنِ جيئَن تہ گهڻا خُدا ۽ گهڻا ڌڻي

آهنِ (٦) تَہ بِ اسان جو هِڪڙوئِي خُدا پِيُ آهي جنهِ کان مِڙيئِي شئِي آهنِ ۽ اسِ سندَس لاءِ آهيُون ۽ هِڪڙو خُداوندُ يَسُوعُ مسِيحُ آهي جنهِ ڪري مِڙيئِي شئِي ٿِيُون ۽ اسِ اُنهيءَ ڪري آهيُون (٧) تڏهِ بِ اِها سَمُجهہ سَڀني کي نَہ آهي پَرڪي ڪي اَجا تاءِ بُتَ جي سَمُجهہَ رکي جڻُ بُتَ جي قُرباني کائِن ٿا اِنهي ڪَري تنِ جي سَمُجهہَ هِيٺي ٿي پَلِيتَ ٿي ٿِيئي (٨) تہ کاڄُ اَسان جي خُدا کي پارتَ کان ٿو ڪري ڇوجو جيڪڏهِ اسِ کائِينداسُ تَہ ڪو واڌاپو نہ ٿِيندو ۽ جيڪڏهِ نَہ کائِينداسُ تہ گهٽتي کانَ ٿِيندي (٩) پَر نظَر ڪريو متان هِيءُ اَوهان جو وَسُ نِستُنِ لاءِ ٿاٻڙجَڻَ جو سَبَبُ ٿي پَوي (١٠) ڇو تَہ جيڪڏهِ ڪو تو سَمُجهہدارَ کي بُتِ خاني ۾ کائِيندو ڏِسي تَہ اُسو جو هِيڻو آهي تنهِ جي سَمُجهہَ ڪِ اهڙي نَہ وَڌندي تَہ هُو بُتَنِ جي قربانيءِ کي نَہ کائِيندو ڇا (١١) ۽ تُهنجو اُهو نِستو ڀاءُ جنهِ لاءِ مسِيحُ مري ويو سو تُهنجي سَمُجهہَ ڪَري ڇَٽُ ٿي ويندو ڪيُن (١٢) پوءِ جڏهِ اوهي اِنهي طرحَ پَهنجي ڀائُرنِ جا گُناهگارَ ٿي اُنهن جيءِ هِيڻيءِ دِلِ کي گهاءُ ٿا وِجهو تڏهِ اوهي مسِيحَ جا ڏُهارِي ٿا ٿيو (١٣) تنهِ ڪري جيڪڏهِ کاڄُيءِ مُهنجي ڀاءُ کي کاٻارائي ٿو تہ تورَّ تاءُ گوشِتُ ڪڏهِ ڪِينَ کائِيندُسِ جو متان پَهنجي ڀاءُ کي کاٻارايان ÷

## باب ناؤُن ٩

تَہ آءٌ رَسُولُ نَہ آهيان ڪيُن ۽ آجو نَہ آهيان ڪيُن ۽ اسان جي خُداوندَ

يَسُوعَ کي نَہ ڏِٺو اَٿمِر ڇا اوهِين خُداوندَ ۾ مُهنجا جوڙِئَلَ نَہ آهيو ڪيُن (٢) جي آءٌ ٻِيُنِ لاءِ رسُولُ نَہ آهيان تَہ بِہ سَچُ ڪري اوهان لاءِ آهيان ڇوجو اوهِين ڏَٽِي ۾ مُهنجِي رَسُولِي جِي مُهَرِ آهيو (٣) جيڪي مُهنجِي پَرڪا ٿا ڪَنِ تنِ لاءِ اِهوئِي مُهنجو جَوابُ آهي (۴) تَہ اسانکي کائُڻ پِئُڻَ جو وَسُ ڪونهي ڇا (۵) جيُن ٻِيا رَسُولَ ۽ خُداوند جا ڀائُرَ ۽ کِيفا اِهي ٿا ڪَنِ تِيُن اَسان کي بِہ اِهو وَسُ نَہ آهي ڇا تہ ڪنهِ دِينِي ڀيڻُ کي جوءِ ڪري گهُمندا وَتُون (٦) يا رُڳي مُون ۽ بَرنابا کي اِهو وَسُ نَہ آهي ڪِيُن تَہ پورهِيو نَہ ڪريُون (٧) ڪڏهِ ڪو پَهنجِي هَڙَ جو خرچُ کائِي سِپاهِگِيرِي ٿو ڪري ڪيرُ باڳَ جو مَنهُ پوکي سندُسِ ڦَرُ نَہ ٿو کائِي ڪيرُ ڌڻُ چارِي ڌَڻَ جي کِيرَ مان نَٿو پِيئِي (٨) اِهي ڳالهيُ ماڻهوءَ جي عادتَ تي ٿو چوان ڪِيُن ۽ شرِيعتَ بِہ اِئِي نَٿِي فرمائِي ڇا (٩) ڇو تَہ مُوسيٰ جي شَرع ۾ لِکِئَلُ آهي تَہ هَلرِ ڪَندڙَ ڍڳي جو ٻُوٿُ مَ ٻَڌُ تَہ خُدا کي ڪِ ڍڳِنِ جي ڪاڻِ آهي ڪِيُن (١٠) يا خاص اسان جي واسطي هِيُ ٿو چوي هاءِ اسان جيِئِي ڪاڻِ اِيئِي لِکيو وِيو تَہ جيڪو هَرُ ٿو ڪاهي تنهِ کي اُميدَ ڪري ڪاهڻُ گهُرجي ۽ جيڪو آسائِنو ٿِي هَلَرُ ٿو ہَڏي سو تنهِ اُميدَ جو ڀائِي ٿِئي (١١) جيڪڏهِ اَسان توهان لاءِ رُوحانِي شَيُنِ کي پوکيو آهي تَہ اِها وڏِي ڳالهِ آهي ڪِيُن جو اسِ توهان جي جِسمانِي شيُنِ ۾ لابارو وِجهُون (١٢) جي ٻِيا اوهان تي وَسَ ڀائِي آهنِ تَہ اَسِ هيڪارِي گهڻو نَہ ٿِينداسِ ڪيُن پَر آسان

هِن وَسَ کي ڪَمَ ۾ نَ آندو اُلِٽوءِ سَڀُڪجھ پاڻَ تي کڻون ٿا متان مسيحَ جي
خوش خبريءَ جي واٽَ ۾ ڪا اَٽڪ نَ وِجھُون (١٣) اوهين اِهو نٿا ڄاڻو ڇا
تَ جيڪي هيڪَلِ جو ڪَمُ ٿا ڪنِ سي هيڪَلِ مان کائنِ ٿا ۽ قُربانگاهِ جا
خِدمَت ڪَندڙَ قُربانِگاهِ مان ڀاڱو ٿا وَٺنِ (١٤) اِئين اَسان جي خُداوند بِ چَڱيءَ
سُڌِ ڏِيڻَ وارنِ لاءِ فرمايو آهي ڇي چڱيءَ خبرَ مان ئي قُوتُ گُذرانُ ڪَنِ (١٥) اِئين
نَ لِکيُمِ تان تَ مُون ساڻُ ئي اِئين ٿِيڻي جو تَ ڪو مُهنجي مَرڪڻَ جو سَبَبُ رَدِ
ڪري تنهِ کان مَرڻُ بِ چڱو اٿمِ (١٦) سو هِنَ لاءِ تَ جيڪڏهِ آءٌ چَڱيءَ سُڌِ
ٻُڌائِيندُسِ تَ ڪو مُهنجو مَرڪُ نَ آهي ڇوجو اِهو مُون کي ضَرُورُ ڪهُرجي ۽
جيڪڏهِ آءٌ چَڱيءَ خبرَ نَ ٻُڌائِيندُس تَ مُون تي اَفِسوسُ آهي (١٧) سو جيڪڏهِ
هِيَ پَهنجي خُوشيءِ سان ڪريان تَ مُون لاءِ اِنعامَ آهي پَر جيڪڏهِ بيگرِ سان
تَ بہ مُون تي مُختياريءَ جو ذِمُو پرِنئَلُ آهي (١٨) پوءِ مُهنجو اِنعامَ ڪِهڙو آهي
اِهو تَ آءٌ مَسِيحَ جي خُوشخِبريءَ جو هوڪو مُفِتُ ڏِيان تان تَ جيڪو وَسُ
خُوشخِبَريءَ ۾ اٿمِ تنهِ تي عَمَلُ نَ ڪريان (١٩) ڇو تَ مُون سَڀني کان ڇُٽَلُ
ٿِي بہ پاڻکي سَڀني جو گولو ڪَيو تان تہ گهڻن کي پرِايان (٢٠) ۽ آءٌ يَهُودنِ لاءِ
يَهُوديءَ جهڙو ٿِيُسِ سو اِنهي لاءِ تہ يَهُودنِ کي پرايان ۽ شرِيعتَ وَارنِ لاءِ
شرِيعت واري جهڙو ٿِيُسُ تان تَ شرِيعت وارن کي پرِايان (٢١) بِنا شَرِيعت وارنِ
لاءِ بي‌شرِيعت جِهڙو ٿِيُسِ توڻي ڪِ آءٌ خُدا جي اڳيان بي‌شرِيعت نَ آهيان

پَر مسِيحَ جي شرِيعتَ هيٺِ آهيان سو اِنهي لاءِ تہ بيشرِيعتُنِ کي پرايان (۲۲) نِستَن لاءِ نِستي جهڙو ٿِيُسِ تان تہ نِستَنِ کي پرايان ۽ آءٌ سيني لاءِ سَڀُکي ٿِيُسِ تان تہ سَيکنهِ طرح کيترن کي بَچايان (۲۳) پَر آءٌ چڱِي خبرَ جي سببان اِهو ٿو کريان تہ ٻِئِنِ سان تنهِ ۾ ڀائِي وارُ ٿِيان (۲۴) اوهين اِهو نٿا ڄاڻو ڪِئن تہ جيکي مَيدانَ ۾ ٿا ڊَوڙنِ سي ڊوڙنِ تہ سَڀ ٿا پَر هِکڙوئي شَرطَ جي اِنعامَ کي ٿو لهي اوهين بِہ اِهڙو ڊوڙو جو اِنعام کي لهو (۲۵) ۽ سَڀُکو مَلهُ کُشتي کندڙُ سيني ڳالهِيُنِ جي جهلَ ٿو کَري سو اُهي فانِي تاجَ لَهڻ لاءِ اِئِي ٿا کَنِ پَر اسِين تہ نافانِي لاءِ ٿا کريُون (۲٦) سو آءٌ بِہ اِهڙو ٿو ڊوڙان پَر اَجايو نٿو ڊوڙان ۽ آءٌ گهُگهِتي اِهڙيءَ ٿو هڻان جَڻُ تہ واءُ کي نٿو هڻان (۲۷) اجان بِہ پَهنجي بُتَ کي کُٽِي ٿو وِجهان ۽ ٻَڌِي ڳِهليو ٿو گهُمَانسِ جو متان ٻِئِنِ کي هوکو ڏيئِي پاڻَ اَڻ ٺابِ پئِلُ رهان ⁘

## باب ڏهُون ۱۰

سو اي ڀائُرو آءٌ اِهو نٿو گهُران تہ اوهين هِنَ کان بي خَبرَ رهو جو اسان جا پِيُ ڏاڏا سَيپئِي ککر هيٺِ هُوا ۽ سيپئِي سمنڊ جي وِچان پارِ لنگهي وِيا (۲) ۽ اُنهي ککر ۽ سمنڊ ۾ سَيني مُوسيٰ جي بَپتِسما ورتي (۳) ۽ سيني اُهوئِي رُوحاني کاڄُ کاڌو (۴) ۽ سيني اُهوئِي رُوحاني پيئڻُ پِيتو ڇاکان تہ جا

رُوحانِي ڇپ سَندن پُٺِيان لَڳِي هُئِي تنھِ مانرِيُ پِيتاءِ ۽ اُها ڇپ مسِيحُ هو (٥) پر خُدا اُنھن منجھان گھڻن سان رِيڌلُ نہ هو ڇو تہ اُهي رِڻَ پَٽَ ۾ ليٽايا وِيا (٦) پَر هِي ڳالهِيُ اَسان لاءِ نِمونو ٿِيُون سو اِنھِي لاءِ تہ اسِ بُڇرِنِ شَيُنِ جا گھورا نہ ٿِيُون جيُن اُهي گھورا ٿِيا (٧) ۽ بُت پَرستَ بِہ نہ ٿِيو جھڙا اُنھن مَنجھان ڪي ٿِئا جيُن تہ لِکيو آهي ڇِي ماڻھُون کائڻ پِيئڻَ وِيٺا ۽ ٽِپنگَ ٽَپا ڏِئڻَ اُٿِيا (٨) ۽ لَندائِي بِہ نہ ڪريُون جيُن اُنھن منجھان ڪِن ڪَئِي ۽ هڪڙِيُ ڏِينھ ٽي وِيهَ هزار ليٽِي رَهيا (٩) ۽ مسِيحَ جِي پَرکا بِہ نہ ڪريُون جِيُن اُنھن مَنجھان ڪِن ڪَئِي ۽ بَلائُن کان ڇَٽُ ٿِي وِيا (١٠) ۽ ڪُرڪِرايو بِہ نہ جيُن اُنھن مَنجھان ڪِن ڪُرڪُرايو جو اُهي اُنھيُ ڇَٽِي ۾ ڇوڙ ٿِيو (١١) سو هِي سبِ ڳالهِيُ اُنھن تي نِمُونَن لاءِ پِيِيُ پَر اَسِ جي آخر زَمانِي ۾ آهِيُ تن جي نصِيحتَ واسطي لِکِيُ وِيِيُ (١٢) تنھِ ڪري جيڪو اِئِي ڀائِي ٿو تہ آءِ کڙو آهيان سو سُچِيتُ رَهِي متان ڪِرِي پَوِي (١٣) اِنسانِي پَرکا کان سواءِ ڪابِي پرکا اَوهان تي نہ پِيئِي آهِي پَر خُدا سَچارُ آهِي جو تهانجِي سگھ کان وڌِ پَرکا ۾ اوهانکِي پَوڻُ نَٿو ڏِئِي پَر پَرکا ساڻُ نيڪاسَ جِي واٽَ بہ ٺاهِيندو اِئِي تہ اوهِي کڻِي سگھو (١٤) تنھِ لاءِ اي مُھنجا پِيارو بُتِ پرستِيُ کان ڀَڄو (١٥) آءِ اَوهان کِي سِياڻن وانگُر اِئِي ٿو ٻُڌايان سو جيڪي ٿو چَوان تنھِ کِي جاچِئُو (١٦) جنھِ برڪتُ جِي جامَ تِي اسِ بَرڪت ٿا گھُرُون سو مسِيحَ

جي رَتَ جو ميلاپُ نَ آهي ڇا جيڪا ماني اسِين ڀڃُون ٿا سا مسيحَ جي بُتَ جو ميلاپُ نہ آهي ڪيئن (۱۷) تَہ اسِ توڙي ڪِ گھڻا آهِيُون پَر گڏجي هڪڙيءَ ماني ۾ هِڪڙوئي تَنُ آهيُون ڇوجو اسِين سڀيئي هڪڙيءَ مانيءَ ۾ ڀائي آهِيُون (۱۸) جِسمَ جي لحاظ سان اِسرائيلن ڏي نهاريو تہ جي قُربانيءَ جا کائِيندڙ آهِن سي قُربانِگاهِ ۾ ڀائِي نَ آهِن ڪيئن (۱۹) هاڻي آءٌ ڇا ٿو چوان تَہ بُتَ ڪا شَيِ آهي ڇا يا بُتَ جي قُرباني ڪا شيِ آهي (۲۰) اِهو نَہ پَر جيڪا قُرباني ٻيءَ قومُون ٿِيءَ ڪَن سا ڀوتَنِ لاءِ ٿِيءَ ڪُهَن نَ خُدا لاءِ سو آءٌ اِئِي نَٿو چاهيان تہ اوهِين ڀوتَنِ ۾ ڀائِيوارَ ٿِيو (۲۱) اوهِين خُداوندَ جو جامُ ۽ ڀوتَنِ جو جامُ ٻَئِي ٻي نٿا سَگھو ۽ نَ خُداوندَ جي دَسترخانيءَ ۽ ڀوتَنِ جي دَسترخانيءَ ٻنهِي ۾ ڀائِي ٿِي ٿا سَگھو (۲۲) يا خُداوند کي رِيسَ وارو ٿا ڪريُون ڇا اَسِين کِ کانئُس سگھارا آهيُون ڪيئن (۲۳) سَيُڪِي مُون لاءِ حَلالُ آهي پَر سڀُ نفعي وارو نَہ آهي ۽ سَيُڪِي مُون لاءِ حَلالُ آهي پَر سَڀُ سُڌارو نٿو ڪَري (۲۴) ڪوئِي پَهنجِي نَہ پَر سَيڪنهِ ٻِئِي جي ڀَلائي گھُري (۲۵) جيڪِي ڪاسائِيءَ جي هَٽَ تي وِڪامي ٿو سو سڀُ کاوُ تنهِ ۾ دِلِ جي سببان ڪِي ڪِينَ پُڇو (۲۶) ڇو تَہ ڌرتي ۽ سَندئَس ڀرپُوراڻي ڌڻِيءَ جي آهي (۲۷) پَر جيڪڏهِ اَڻَ ويساهِن مان ڪو اَوهان جي دعَوتَ ڪري ۽ اَوهِين هَلڻُ باسِيو تَہ دلِ جي سَببان ڪِي ڪِينَ پُڇو ۽ جيڪِي ڪِي اَوهان جي اڳِيان رَکجي

ٿو سو کائِي ڇڏيو (٢٨) پَر جيڪڏهِ کو اوهان کي چوي تہ هِيُ بُتَن لاءِ کُنَل قُرباني آهي تہ هُن ڄتائيندڙ جي سَببان ۽ دلِ جي ڄاڻَ جي سببان مَر کائِجو ڇي ڌرتِي ۽ سَندسِ پَرپُورائِي ڌڻِيءَ جي آهي (٢٩) سو تُهنجي دِلِ جي ڄاڻَ جي سببان اِهو نَٿو چَوان پَر ٻِئي جي ڇوجو مُهنجي آجائِي کنهِ ٻِئي جي دِلِ جي ڄاڻَ کري ڌُهاري ٺَهري ڪيُن (٣٠) جي آءٌ شُڪرانو کَري ٻئِن سان ٿو کان تَہ جنهِ ڳالهِ جو شُڪرانو ٿو کريان تنهِ لاءِ ڇو مُونکي کُفر لَڳي (٣١) پوءِ توڙي کاؤ توڙي پِئو توڙي کي ٻ کريو تہ سَڀُڪي خُدا جي وَڏائي لاءِ کريو (٣٢) ۽ يَهُودِن لاءِ ۽ يُونانِن لاءِ ۽ خُدا جي کَلِيسيا لاءِ ٺاٻُڙجڻ جو سَبَبُ نَٿيو (٣٣) جيُن تَہ آءٌ ٻِ سَڀني ڳالهيُنِ ۾ سڀني کي ٿو رِجهايان ۽ پَهنجوئِي نہ پَر گهڻِن جو نفو ٿو ڳولِيان تان تَہ اُهي ڇوٽکو لَهن ⁘

## بابُ يارهُون ١١

اوهِين مُهنجا پوءِ لَڳُ ٿِيو جيُن آءٌ ٻِ مسِيحَ جو آهيان (٢) ۽ اي ڀائُرو آءٌ اوهانجي واکاڻَ ٿو کريان تَہ اوهِين سَڀَکنهِ ڳالهِ ۾ مُهنجي يادگِيري ٿا کريو ۽ مُهنجي قاعدنِ تي اِهڙو پُورو ٿا هَلو جيُن مُون اَوهان کي پرني ڏِنا (٣) پَر آءٌ اوهانکي اِهو ڄاڻائڻَ ٿو چاهيان تَہ سَڀکنهِ مُڙسَ جو سِرُ مسِيحُ آهي ۽ زالَ جو سِرُ مُڙسُ ۽ مسِيحَ جو سِرُ آهي خُدا (٤) سَڀُڪو مُڙس جو مٿو ڍَکي دُعا

تو گھُري يا نبوتَ ٿو ڪري سو پَهنجو مٿو بي لڄو ٿو ڪري (۵) ۽ سَيَڪا زالَ جا مٿي يڪڻَ ٻاران دُعا ٿي گھُري يا نَبوتَ ٿي ڪري سا پَهنجو مٿو بي لڄو ٿي ڪري ڇو تَہ اُها مَٿي ڪُوڙِئلَ جهڙي آهي (٦) ڇو تَہ جيڪا زالَ رئو نَہ يڪي تنهِ جي چوٽي ڪَتِرڻُ گھُرجي پَر جيڪڏهِ زالَ لاءِ ڪترجَڻُ يا ڪوڙجڻُ بي عِزتي ٿي ٿِيئي تَہ رَئو يڪي (۷) ڇو تَہ مُڙسُ خُدا جي صُورت ۽ وڏائي ٿي مَٿي يڪڻَ جي گھُرجَ ڪانَ ٿو رکي پَر زالَ مُڙسَ جي وَڏائِي آهي (۸) سو هِنَ لاءِ تَہ مُرسُ زالَ مَنجهان نَہ پَر زالَ مُرسَ منجهان آهي (۹) ڇا ڪان تَہ مُڙس زالَ لاءِ نَہ پَر زالَ مُڙسَ لاءِ پَيدا ٿي (۱۰) تنهِ ڪري زالَ کي گھُرجي تَہ فِرشتَنِ جي سبَبَ ڪَري پَهنجي مَٿي تي (مڙس جو) اَختيارُ رکي (۱۱) پَر خُداوندَ ۾ نَہ مُڙسُ زالَ ڌاران ڪِي آهي ۽ نَہ زالَ مُڙسَ ڌاران (۱۲) ڇو تَہ جيئن زالَ مُڙسَ مَنجهان آهي تيئن مُڙس ٻِہ زالَ جي وسِيلي ڪري آهي پَر مِڙيئِي خُدا کان آهنِ (۱۳) اوهين پاڻ ۾ جاچَ ڪري ڏِسو هِيَ ڳالهِ جوڳُ آهي ڇا جو زالَ مٿي اُگهاڙي ٿي خُدا کان دُعا گھُري (۱۴) يا طِبيعَت پاڻَ اوهانکي نٿي سيکاري ڪِيئن جو جيڪڏهِ مُڙسُ ٻِگها وارَ رکي تَہ سندَسِ لاءِ بي ماناءِ آهي (۱۵) ۽ جيڪڏهِ زالَ ٻگها وارَ رکي تَہ سندَسِ لاءِ زِيبُ آهي ڇو تہ وارَ پردي ٻدران کيس مِليا آهنِ (۱٦) پَر جيڪڏهِ ڪو جهيڙو ڪرڻُ ڀائي تَہ (اِئي جاڻي جو) اِها رِيتِ نَڪي اسانجي نڪي خُدا جي جماعَتُنِ جي آهي

(١٧) پَر هِيَ ڳالهِ چِتائي اَوهانجي تَعرِيف نَٿو ڪريان جو اوهِي سُڌارَ لاءِ نَ پَر بِگاڙ لاءِ گَڏُ ٿا ٿِيو (١٨) ڇوجو پهرِاءُ اِهو ٻُڌان ٿو تـ جڏهِ اوهِي ڪَلِيسيا ۾ گَڏُ ٿا ٿِيو تَڏهِ اوهان ۾ ڀيڏا ٿا ٿِينِ اِنهِي تي ٿورو گهڻو وِسهان ٿو (١٩) ڇو تـ اِهو ضَرُورُ آهي ڪِ اوهان ۾ ڪُوفا پَوِنِ تان تَ تَوهان ۾ جيڪي ثابِ پِئَلَ آهِنِ سي پڌرا ٿِيَنِ (٢٠) پوءِ اوهِي جو هيڪاندا ٿا ٿِيو اِهو خُداوندي عَشاءُ کائڻ لاءِ نَ آهي (٢١) ڇو تَ سَڀُڪو کائڻَ مَهلَ پَهنجوئِي کاڄُ کايو ٿو وَٺي ڪو بُکئِلُ ٿو رهي ۽ ڪو مستَ ٿِي ٿو پَوي (٢٢) کائڻ پِيڻَ لاءِ اوهان کي پَهنجا گهَرَ نَ آهِنِ ڪِئَن يا خُدا جي جماعَت ڪِينَ جهڙي ٿا ڀايو ۽ اَڻ هُوندِ وَارنِ کي ڦِڪو ٿا ڪريو آءٌ اَوهان کي ڇا چوان اِنهِي ۾ اَوهانجي تَعرِيفَ ڪريان ڇا سو نٿو ڪريان (٢٣) ڇو تَ جيڪي مُون توهان کي پرني ڏِنُو آهي سو خُداوند کان مِلئِيمِ سو هِيِ تَ اسان جو خُداوندُ يَسُوع جنهِ راتِ پَرهٽِ ڏِنلُ ٿيو تنهِ راتِ ماني وَٺي (٢٤) شُڪرُ ڪَري ڀَڃي چياءُ تَ وَٺو کاؤ هِيُ مُهنجو بُتُ اَٿوَ جو اَوهان لاءِ ڀَڳلُ آهي اِئِي مُهنجِي يادگِيري لاءِ ڪَندا رَهجو (٢٥) اُئِي ئِي کائڻ کان پوءِ جامُ وَٺي بِ چياءُ چي هِيِ جامُ مُهنجي رَتَ جو نَئُو قولُ آهي سو جَڏهِ جَڏهِ پِيو تڏهِ مُهنجي يادگِيري لاءِ هِيَ ڪَندا رَهجو (٢٦) ڇو تـ جَڏهِ جَڏهِ هِيَ ماني ٿا کاؤ ۽ هِيِ جامُ ٿا پِيو تڏهِ خُداوندَ جو موتُ ٿا چِتايو جيسي ڪِ پاڻَ اَچي (٢٧) اِنهِي لاءِ جيڪو ڪو اَجوڳُ طرحَ اِها ماني کائِي يا خُداوند

جو جامُ پيئي سو خُداوند جي بُتَ ۽ رَتَ جو ڏهاري ٿيندو (۲۸) پر ماڻهون پاڻَ کي جاچي ۽ اِئِي هِنَ مانِيَ مان کائي ۽ هِنَ جامَ مان پيئي (۲۹) ڇو نَ جيڪو ڪو اَجوڳيءَ طَرح کائي پِيئي تو سو خُداوند جي بُتَ جو لِحاظ نہ ڪري پاڻَ لاءِ سِيڪتِ تو کائي پِيئي (۳۰) تنهِ ڪري تَوهان مَنجهِ گهڻا بي زور ۽ ناچڱا آهنِ ۽ ڪِيُ جيترا ليٽي رهيا آهنِ (۳۱) پر جيڪڏهِ اَسِ پاڻَ کي جاچيُون ها تہ جيڪَر سِيڪَتِ نَ لَهُون ها (۳۲) پَر جڏهِ اسان تي سزا جي فَتوىٰ ٿي ٿِيئي تڏهِ خُداوند کان سيڪتِ ٿا لَهُون جو متان جهانَ سان ڏَنڊ جي فَتوىٰ لهُون (۳۳) پر اي مُهنجا ڀائُرو جڏهِ اَوهِين کائڻَ لاءِ گَڏُ ٿا ٿِئُو تَڏهِ هِڪَ ٻِئي جي واٽَ ڏِسو (۳۴) جيڪڏهِ ڪو بُکِئُل هُجي تَہ پَهنجي گهَر کائِي اِئِي نَہ ٿِئي جو اوهين سيڪتِ لهڻَ لاءِ گڏُ ٿِئُو پيو جيڪي باقِي رهيو سو آءٌ اَچِي نَهراءِ ڪَندُسَ ؛

## باب ٻارهُون ۱۲

اي ڀائُرو آءٌ اِهو نٿو چاهيان نَہ اوهين رُوحاني نَعمتُنِ بابَتِ بي سُڌِ رَهو (۲) اوهين اِهو ڄاڻو ٿا تَہ جڏهِ اوهين ٻِئُنِ قَومُن جا هو تڏهِ جِئَن ڪو وٺي ٿي وِيُو تِئَن گُنگَنِ بُتَنِ ڏي هليا ٿي وِيا (۳) تَنهِ ڪَري آءٌ تَوهان کي ڄِتايان ٿو تَہ جيڪو خُدا جي رُوحَ ڪري ڳالهائي ٿو سو يَسُوعَ کي ڀاراتِئل ڄَئِي نَٿو

سگھي ۽ پاڪ رُوحَ ڌاران ڪو يَسُوع کي خُداوندُ چَئي نٿو سَگھي (۴) ۽ نعمتُ
طَرح طَرح جِيُ آهن پَر رُوح أهو ساڳيو آهي (۵) ۽ خدمتُ طَرح طَرح جِيُ
آهنِ پَر خُداوندُ أهو ساڳيو آهي (٦) ۽ اَثر تَہ طَرح طَرح جا آهنِ پَر جو خُدا
سَڀني ۾ سَڀُڪجهہ ڪَري سو أهوئي ساڳيو آهي (۷) پَر سڀڪنهِ کي رُوحَ جِي
پڌرائي فائدي لاءِ ڏِجي ٿي (۸) ڇو تَہ هڪڙي کي رُوحَ جِي وسيلي ڪري
سِياڻپَ جِي ڳالھِ ۽ ٻِئي کي اُنهي رُوحَ آهرَ عِلمَ جِي ڳالھ ٿِي مِلي (۹) ٻيءَ
هِڪڙي کي اُنهِيئي رُوحَ ڪري وِيساهُ ۽ ٻِئي کي اُنهِيئي رُوح ڪري چَنگَڪَ
ڀلائي ڪرڻَ جِي نِعمتَ مِلي ٿي (۱۰) ۽ ڪنهِ کي ڪرامَتُنِ جِي پُڄَندي ۽
ڪنهِ نَبُوتَ ۽ ڪنهِ کي رُوحنِ جِي سُڃاڻپ ۽ ٻِئي کي ٻَتي ٻَتي ٻولِيُ ۽ ڪنهِ
کي ٻوليُنِ جو تَرجُمو مليو آهي (۱۱) پَر اِهي سَڀِ ڳالِهيُ اُهو هڪڙوئي رُوح ٿو
ڪَري جو جِئن وَڻيِسِ ٿو تيئن هِڪڙي هڪڙي کي وِراهي ٿو ڏِئي (۱۲) ڇا
ڪان تہ جيُن جُسو هِڪڙو آهي پَر سندَسِ عُضوا جَهجها آهنِ ٻيءَ جيتوڻي ڪِ
هِڪڙي بُتَ جا عُضوا ڪيترائي آهنِ سي سڀ ملي هِڪڙوئي جُسو ٿا ٿِيَنِ
تِيئن مسِيحُ بِہ آهي (۱۳) ڇو تہ توڻي يَهُودي توڻي يُوناني توڻي گولا توڻي آجا
اسي سَڀيئي هِڪڙي رُوحَ ڪري ٻَپِتسما وٺي هڪڙوئي جُسو ٿِي وِياسِ ۽
اَسان سڀني هِڪڙيئي رُوحَ مان پِيتو آهي (۱۴) ڇا ڪان تَہ جُسو بِہ هِڪڙو
عُضوو نَہ آهي پَر گهڻائي آهنِ (۱۵) جيڪڏهِ پيرُ چَوي تَہ آءٌ هَٿُ نَہ آهيان ۽

بَدن جو نَہ آهيان تہ اُهو اُنهيءَ سببان ڪِ بَدن جو نَہ آهي ڇا (١٦) ۽ جيڪڏهِ ڪَنُ چَوي تَہ آءٌ اَکِ نَہ آهيان سو بُتَ جو نَہ آهيان تَہ هو اِنهي ڪَري بُتَ جو نَہ آهي ڪيٌن (١٧) جيڪڏهِ سَجو بُتُ اَکِ هُجي تَہ ٻُڌڻُ ڪِٿان ٿِئي ۽ جيڪڏهِ سَڀِ ٻُڌڻُ هُجي تَہ سُونگهڻُ ڪِٿان ٿِئي (١٨) پَر هاڻي خُدا پَهنجِي مَرضِي پَٽاندر سَيڪنهِ عُضوي کي بُتَ ۾ رکي ڇَڏيو آهي (١٩) وَري جيڪڏهِ اِهي سَيِئي هِڪڙو عُضوو هُجَنِ ها تَہ بُتُ ڪِٿانِ ٿِئي ها (٢٠) پَر هاڻي عُضوا گهڻا آهنِ ۽ جُسو هِڪڙو آهي (٢١) اَکِ هَٿَ کي هِيَ چَئِي نَٿي سَگهي تَہ آءٌ تُهنجي گهُرجَ ڪانَ ٿِي رکان يا وَري مَٿو پيرنِ کي چَئِي نٿو سَگهي تَہ اوهانجي گهُرجَ مُون کي ڪانهي (٢٢) پَر بَدنَ جا جيڪي عُضوا ڏِسڻ ۾ هِيڻا آهنِ سي ضَرُور گهُرجَنِ (٢٣) ۽ جيڪي جُسي جا عُضوا ٻِئَنِ کان ٻي مانا ٿا ڀايُون تنِ کي وَڏي مانَ سان ٿا وِيڙهيُون ۽ اَسان جي ٻي ٻولُ عُضونِ تي گهڻو چڱو ٻولُ ٿِي ٿو پوي (٢٤) پوءِ اَسان جا ٻولائِتا عُضوا اُنهي جا مُحتاجَ نَہ آهنِ پَر خُدا بُتَ کي اِهڙو ڳِنڍِيو آهي جو جيڪو عُضوو گهٽِ آهي تنهِ کي هيڪاري مانُ ڏِنو آٿسِ (٢٥) سو هنِ لاءِ تہ جُسي ۾ ڀيڏو نَہ ٿِئي پَر عُضوا پاڻ ۾ هِڪ ٻِئي جي برابر خَبرداري ڪنِ (٢٦) ۽ توڻي هِڪڙو عُضوو ڏُکُ سَهي تَہ سَڀِ عُضوا ساڻُسِ ڏُکَ پائِي ٿا ٿِيَنِ توڻي هِڪڙو عضوو وڏائِي وارو ٿِئي تہ سَڀِ عُضوا هُنَ سان گَڏُ سَرها ٿِيَنِ (٢٧) پَر اوهِي بِہ مسيحَ جو جُسو ۽ پَهنجي پَهنجي

درجي مارُو عُضوا آهيو (٢٨) ۽ ڪَلِيسيا ۾ خُدا ڪِيتَرنِ کي گَڏِو ڪِيو آهي پهرائ رَسُولَن کي ٻِيو نبِيُنِ کي ٽِئو اُستادَنِ کي تهان پوءِ ڪرامَتُ ۽ چَڱي پَلي ڪَرڻُ جِيءِ نِعمتُ ۽ مَددِ گاريءِ ۽ اَگواڻيءِ ۽ ڀَتي ڀَتي ٻوليءِ (٢٩) سو سڀئي ڪِ رسُولَ آهنِ ۽ سڀئي ڪِ نبي آهنِ ۽ سَڀئي ڪِ تعلِيمَ ڏِيندڙ آهنِ ۽ سَڀني کي ڪِ قُدرتُ آهنِ ڪِيُن (٣٠) ۽ سڀني کي چَڱي پَلي ڪرڻَ جِيءِ نِعمتُ آهنِ ڇا ۽ سڀئي ڪِ طَرح طرحَ جِيءِ ٻوليُون ڳالهَائِينِ ڪِيُن ۽ سڀئي تَرجُمو ڪنِ ڪِيُن (٣١) تَ ٻِ اوهِي وڏِيُنِ ڪان وڏِيُنِ نِعمتُنِ جا شوقي ٿِيو ۽ اَڃا ٻِ آءٌ هيڪاري موچاري واٽَ تو ڏيکاريانو ؛

## باب تيرهُون ١٣

جيڪڏهِ آءٌ ماڻهُنِ ۽ فِرشتَنِ جِيءِ زِبانُ ڳالهايان پَر مَحبتَ نَ هُجيمِ تَ آءٌ وڄندڙ پِتَلُ يا ڇڻڪندڙ جهانجهہ آهيان (٢) ۽ جيڪڏهِ نَبُوتَ ڪريان ۽ سڀ ڳُجهہ ۽ سڀ عِلمُ ڄاڻان ۽ مُهنجو ويساهُ اِهڙو پَڪو هجي جو جَبلَنِ کي چوري سگهان پَر مَحبتَ نَ هُجيمِ تَ ڪي ڪِينَ آهيان (٣) ۽ جيڪڏهِ پهنجو سَڀ مَالُ خيراتُ ڪَري ڇَڏيان ۽ پهنجو جُسو سَڙڻَ لاءِ ڏِيان پَر مَحبتَ نَ هُجيمِ تَ مُون کي ڪو نَفعُ ڪونهي (٤) مَحبتَ صَبُرَواري آهي پَلي آهي مَحبتَ ڪامِ نَ ٿي ڪَري مَحبتَ ٻَحرُ نَ ٿي ڪاري ڦُونډجي نَ ٿي (٥) ۽

ڪُڍنگي نہ آهي پنهنجو فائدو نٿي ڳولي چڙي نٿي بُڇڙو گمانُ نٿي ڪري (٦) ۽ ناراستيءَ کان خُوش نہ آهي پر سچائيءَ ۾ سرهي آهي (٧) ۽ سڀ ڳالهيون ڍڪي ٿي ۽ سڀ وِسهي ٿي ۽ سڀني شين جي آس ٿي رکي ۽ سڀني ڳالهين کي سهي ٿي (٨) ۽ محبت ڪڏهن ڇڏي نٿي وڃي پر جيڪي نبوتُ آهن سي رد ٿي وينديون ۽ زبانون پوريون ٿي وينديون ۽ علم بس ٿي ويندو (٩) ڇا کان تہ اسان جو علمُ اڌان گهٽ آهي ۽ اسان جي نبوت بہ پوري نہ آهي (١٠) پر جڏهن ڪامليت ايندي تڏهن گهٽتائي رد ٿي ويندي (١١) جڏهن ما ڇوڪر هوس تڏهن مُنهنجي ڳالهہ ٻولي نينگرن جهڙي هُئي ۽ نينگرن جهڙوئي خيالُ ڪيم ۽ ڇوڪرن وانگيان ٿي سمجهہ هيم پر جڏهن مُڙسُ ٿيس تڏهن ٻارن جي ڳالهين کي ڇڏي ڏنم (١٢) ڇا کان تہ اسين هاڻي آرسيءَ ڪري ڌنڌُ جهڙو ٿا ڏسون پر اُنهيءَ مهل آمهون سامهون ڏسنداسون هاڻي تہ ٿورو ٿورو ڄاڻان ٿو پر اُنهيءَ مهل جيئن مُنهنجي سُڃاڻپ آهي تيئن سڃاڻيندس (١٣) پر هاڻي ويساهُ ۽ آس ۽ محبت هي ٽئي رهن ٿا پر هنن منجهان محبت وڏي آهي ⁘

## باب چوڏهون ١۴

محنت جي پوءِ لڳي ڪريو ۽ رُوحاني نعمتن لاءِ اُڃيا ٿيو پر گهڻو ڪري هن لاءِ تہ نبوت ڪريو (٢) ڇو تہ جيڪو ٻي زبان ڪري ڳالهائي ٿو سو ماڻهن

سان نَہ پَر خُدا سان ٿو ڳالائي ڇا ڪان جو ڪوئي نٿو پَرُوڙي پَر هو رُوحَ ڪَري ڳجهيءَ ڳالهِيءَ ٿو ڪري (٣) پَر جيڪو نبُوتَ ٿو ڪري سو ماڻهن جي سُڌارَ ۽ نصِيحتَ ۽ دِلاسي لاءِ ٿو ڳالهائي ٻولائي (۴) جيڪو ٻيءِ زمانَ ڪَري ٿو ڳالهائي سو پاڻَکي سُڌاري ٿو پَر جيڪو نَبُوتَ ٿو ڪري سو جَماعتَ کي سُڌاري ٿو (٥) پَر آءٌ هيَ ٿو چاهيان تَہ آوهِي سڀيئي ٻيءِ ٻوليءِ ڪريو ۽ خاصُ هيَ تَہ نَبُوتَ ڪريو ڇوجو جيڪڏهِ ٻيءِ ٻوليءِ ڪَندڙُ اِهڙي معنيٰ نَہ سمجهائِيندو جو جَماعتَ سڌُار لَهندي تَہ تنهِ کان نَبُوت ڪَندڙُ وڏِيڪ آهي (٦) پوءِ اي ڀائُرو جيڪڏهِ آءٌ تَوهان وَٽِ اچي ٻيُنِ زِبانُنِ ڪري ڳالهايان پَر اِلهامُ يا سَمُجه يا نَبُوت يا تعلِيمَ ڪري نَہ ڳالهايان تہ مُون کان ڪِهڙو فائِدو ٿِيندُوَ (٧) بي جانِ وَڄندڙُ شَئيءَ جِيئن مُرلي يا ستارَ جيڪڏهِ وَڄي بِہ سُرنِ جو ڦيرُ نَہ ڏِينِ تَہ پوءِ مُرليءِ جو يا ستارَ جو واڄو ڪيئن سُڃاڻِبو (٨) ۽ جيڪڏهِ تُري ڇِٽو آوازُ نَہ ڪندي تَہ پوءِ وِيڙهِ لاءِ ڪيرُ سَنبِرندو (٩) اُئِي اوهِي بِہ جيڪڏهِ زبانَ ڪري چِٽي ڳالهِ نَہ ڪريو تہ جيڪِي چَئِجي ٿو سو ڪِيئن سَمجهبو سو اُنهيءِ لاءِ اوهِي واءُ سان ڳالهائڻَ وارا ٿِيندو (١٠) جيڪُس ڪيتريءَ طَرحَ طرحَ جِيءَ ٻوليءِ جَهان ۾ آهنِ ۽ اُنهنِ منجهان ڪائِي بِہ ڳالهاءُ ڏاران نَہ آهي (١١) سو جيڪڏهِ اُها ٻولي مُون کي نَہ اِيندي هُجي تَہ آءٌ اُنهيءِ ٻوليءِ ڳالهائِيندڙَ اڳيان ڌاريو ٿِيندُسِ ۽ اُهو ڳالهائڻَ وارو مُهنجي نَظر ۾ ڌاريو ٿِيندو (١٢) پوءِ اوهِي بِہ جي رُوحاني

اِنعامَ جي آسَ ٿا رکو تَہ اِها ڪوشش ڪريو جو جماعتَ جي سُڌارَ ۾ واڌِ وارا ٿِيو (۱۳) تِيلهان جيڪو ٻِئِي زبانَ ڪري ڳالهائي ٿو سو دُعا گهُرِي تان تَہ بَيانُ بِہ ڪَري (۱۴) ڇو تَہ جيڪڏهِ ٻِئِي زبان ۾ دُعا گهُران تَہ مُهنجو رُوحُ دُعا ٿو گهُرِي پَر مُهنجو عَقُل بي ڦَرو آهي (۱۵) پوءِ ڇا آهي آءٌ رُوحَ سان دُعا گهُرندُسِ ۽ عَقُلَ سان بِہ دُعا گهُرندُسِ ۽ آءٌ رُوحَ ڪَري ڳائِيندُسِ ۽ عَقُلَ ڪري بِہ ڳائيندُسِ (۱۶) نَہ تَہ جيڪڏهِ تُون رُوحَ ڪري بَرڪتَ ٿو گهُرِي تَہ جيڪو آڻ واقِفُ جي جاءِ تي وِيٺو آهي سو تُهنجِي شُڪرگُذارِي تي آمِين ڪِيئن چوندو سو هِنَ لاءِ نَہ جيڪي تُون چَوِي ٿو سو هُو نَٿو سَمُجهي (۱۷) ڇا ڪان تَہ تُون چڱِي طرحَ شُڪرانو ٿو ڪري سو سَچُ پَر هُن ٻِئي جي سُڌارَ نٿي ٿِيئُ (۱۸) آءٌ پهنجي خُدا جو ٿورو ٿو مَڃان تَہ آءٌ اوهان سَڀِني کان واڌُو زِبانُ ٿو ڳالهايان (۱۹) پَر جَماعتَ ۾ پَنج ڳالهِيُ پهنجِي سَمجهَ سان ڪرڻُ ٻِئِي زِبان ۾ هزارَ ڳالهِيُنِ ڪرڻَ کان چَڱو ٿو ڀايان تان تَہ ٻِئا بِہ سِکنِ (۲۰) اي ڀائُرو اوهِي سمجهَ ڪَري ٻارِڙا نَہ ٿِيو اُنلو بُڇِڙائِي ۾ ٻارِڙا ٿِيو پَر سمجهَ ۾ پُورا ٿِيو (۲۱) شرِيعَت ۾ لِکيو آهي ڇي ڌَڻِي هِيَ ٿو فَرمائي تَہ آءٌ هِنَ قومَ سان ٻِئِنِ زِبانُنِ ۾ ۽ ٻِئِنِ جي چَپَنِ چورڻ ڪري ڳالهائِيندُسِ ۽ اِئِي بِہ اُهي مُهنجي نَہ ٻُڌندا (۲۲) تِيلهان زِبانُ وِيساهَ وَارنِ لاءِ نَہ پَر بي وِيساهَنِ لاءِ نِشانَ آهنِ ۽ نَبُوتَ بي وِيساهَنِ لاءِ نَہ پَر وِيساهَ وَارنِ لاءِ آهي (۲۳) پوءِ جيڪڏهِ سَڄِي

جَماعتَ هِڪڙي هندِ گڏُ ٿئي ۽ سڀيئي زبانُنِ ڪَري ڳالهائين ۽ اَڻَ واقف يا بي وِيساها اَندرِ اچَنِ تَہ اُهي ڪِ اِئي نَہ چوندا تَہ اوهين چريا آهيو ڇا (٢۴) پَر جيڪڏهِ سڀيئي نَبُوتَ ڪَنِ ۽ ڪو بي وِيساهو يا اڻَ واقُف اَندر اَچي تَہ سڀني ڪان سندُسِ وِچُ پڌرو ٿو ٿيئي ۽ سڀني ڪري سَندِيس پَرکا ٿي ٿيئي (٢٥) ۽ ائي سَندسِ دِلِ جِيءَ ڳُجهيءَ ڳالهِيءَ پڌريءَ ٿِيءَ ٿِيَنِ ۽ ائي مُنهَ پَر ڪِري خُدا جو سَجدو ڪندو ۽ باسِيندو تَہ سَچُ پَچُ خُدا توهان منجهِ آهي (٢٦) هاڻي اي ڀائرو ڇا آهي جَڏهِ اوهين گڏُ ٿا ٿيو تڏهِ اوهان مَنجهان سَيڪنهِ سان ڪو زَبورُ يا ڪا تَعلِيمُ يا زبانَ يا اِلهامَ يا تَرجُمو آهي گهُرجي تَہ اِهي سَڀِ سُڌارَ لاءِ هُجَنِ (٢٧) جيڪڏهِ ڪو ٻِيءَ زِبانَ ۾ ڳالهائي تَہ ٻہ ٻہ يا گهڻو مَتو تَہ ٽي واري وٽي تي ڳالهائين ۽ هِڪڙو تَرجُمو ڪري (٢٨) پَر جيڪڏهِ ڪو تَرجُمانُ نَہ هُجي تَہ جَماعتَ ۾ ماٺِ ڪري رهي ۽ پاڻ سان يا خُدا سان ڳالهِ ڪَري (٢٩) ۽ نَبيُنِ مان ٻہ يا ٽي ڳالهائِينِ ٻِئا ماڻهُون جاچَ ڪَنِ (٣٠) پَر جيڪڏهِ ڪو ٻيو جو اُتي وِيٺو آهي تنهِ کي ڪا ڳالهِ پڌري ٿي وَڃي تَہ پهريُون ماٺِ ڪري رهي (٣١) ڇو تَہ اوهين سڀيئي پَهنجي واري تي نَبُوتَ ڪري ٿا سگهو تان تَہ سڀيئي سِکَنِ ۽ سڀيئي تَسلائي لَهنِ (٣٢) ۽ نبيُنِ جا رُوحَ نَبيُن جا تابِعدار آهنِ (٣٣) ڇا ڪان تَہ خُدا اَڻَ بڻَتِ جو نَہ پَر ميلاپَ جو خُدا آهي جِيئَن ڪِ پاڪَنِ جي سڀني جماعَتُنِ ۾ آهي (٣۴) ۽ اَوهان جِيءَ

زالُ جماعَتُنِ ۾ ماٺ ڪري رهَنِ ڇو تہ اُنهن کي ڳالهائڻ جو نہ پَر تابِع رهڻ جو حڪم مليو جيُن ڪِ شرِيعتِ بہ چَوي ٿي (٣٥) پَر جيڪڏهِ ڪي سِکڻُ ٿِي چاهِينِ تہ گهَرِ پهنجيِ مُڙسَنِ کان پُڇَنِ ڇوجو جَماعتَ ۾ ڳالهائڻُ زالُنِ لاءِ لَڄَ جي ڳالهِ آهي (٣٦) يا خُدا جو ڪَلامُ توهان ۾ مِنجهان نِڪتو ڇا يا رُڳو توهان تائين پهتو ڪِيُن (٣٧) جيڪڏهِ ڪو پاڻکي نَبي يا رُوحاني ڄاڻي تہ هِيءَ سَمُجهي جو جيڪي آءٌ اوهان ڏي لِکان ٿو سو ڌڻي جو حڪم آهي (٣٨) پَر جيڪڏهِ ڪو نہ ڄاڻي تہ پَلي نہ ڄاڻي (٣٩) تنهِ ڪري اي ڀائُرو نَبُوت ڪَرڻَ لاءِ ڪوشش ڪريو ۽ ٻيُنِ زَبانُن سان ڳالهائڻ جي جَهلَ نہ وِجهو (٤٠) اِهي سَڀِ ڳالهيُون اَدبَ ۽ سِجلائي سان ٿِيُنِ :

## باب پندرهُون ١٥

هاڻي اي ڀائُرو اُنهيءَ خُوشخبريءَ جي ڳالهِ اوهان کي چِتايان ٿو جا مُون تَهان کي ٻُڌائي جنهِ کي قَبُولُ بِہ ڪِيُو جنهِ تي بِيٺَل بِہ آهيو (٢) جنهِ ڪري ڇوٽڪو بِہ ٿا لَهو اِنهي شَرط تي تہ جنهِ ڪَلامَ ڪَري خُوشخبري ٻُڌائي مانوَ تنهِ کي اَندرَ ۾ سانديو نہ تہ اجايو ويساهُ آندوَ (٣) ڇو تہ جو مُون کي مِليو سوئي خاصُ اوهانکي پرني ڏِنو اَنهِ ريعني هِيءَ تہ مسيحُ لِکيتُنِ پٽاندرِ اسانجي گُناهَنِ لاءِ مري وِيو (٤) ۽ پُورجي وِيو ۽ لِکيتُن پٽاندرِ ٽِي ڏِينه جي اُٿيو (٥) ۽

ڪيفا کي ۽ تنهن کان پوءِ اُنهن ٻارهن کي ڏيکاري ڏنائين (٦) تنهن کان پوءِ جڏهن
پنجن سون ڀائرن کان وڌيڪ گڏ ٿيا تڏهن تن کي ڏيکاري ڏنائين تن منجهان اڄ
توڻي ڪيترائي جيئرا آهن پر ڪي ڪي ليٽي رهيا (٧) پوءِ يعقوب کي تهان
پوءِ سڀني رسولن کي ڏيکاري ڏنائين (٨) ۽ سڀني کان پوءِ مون کي بہ ڏيکاري ڏنائين
جو آءٌ ڪچي ڪرڙل ٻار جهڙو آهيان (٩) ڇا ڪان تہ آءٌ رسولن ۾ سڀني کان
ننڍو آهيان جو رسول چوائڻ جوڳو نہ آهيان ڇو لاءِ تہ خدا جي جماعت کي
ڏکويم (١٠) پر جيڪي آهيان سو خدا جي فضل ڪري آهيان ۽ سندس فضل
مون تي اَجايو نہ ٿيو اُلٽو مون هُنن سڀني کان گهڻي محنت ڪئي سو مون
نہ پر خدا جي فضل جو مون سان هو تنهن (محنت ڪئي) (١١) پوءِ توڻي آءٌ توڻي
اُهي اَسين ائين هوڪو ٿا ڏيون ۽ اوهان ائين ويساهہ آندو (١٢) پر جيڪڏهن مسيح
بابت اِها ڳالهہ پڌائجي ٿي تہ مُئن مان جي اُٿيو تہ پوءِ اوهان منجهان ڪي
ڪي ڪِئن ٿا چون تہ مُئن جو جي اُٿڻ نہ آهي (١٣) پر جيڪڏهن مُئن جو
جي اُٿڻ نہ آهي تہ مسيح بہ نہ جي اُٿيو (١٤) ۽ جيڪڏهن مسيح نہ جي اُٿيو
تہ اَسان جو وعظ اَجايو آهي ۽ اوهان جو ويساهہ بہ اَجايو آهي (١٥) جيڪڏهن
مُوا جي نٿا اُٿن تہ اَسين خدا جا ڪوڙا شاهد پڌرا ٿا ٿيون ڇو جو اَسان خدا
بابت شاهدي ڀري آهي تہ مسيح کي اُٿاريائين جنهن کي اُنهي نہ اُٿاريو (١٦) سو
اِنهي لاءِ تہ جيڪڏهن مُوا جي نٿا اُٿن تہ مسيح بہ جي نہ اُٿيو (١٧) ۽ جيڪڏهن

مسِيحَ جي نَہ اُٿيو تہ اوهان جو وِيساهُ اَجايو آهي ۽ اوهي اَجا تاءِ پَهنجي گُناهَنِ ۾ پِيا آهيو (١٨) پوءِ تڏهِ جيڪي مسِيحَ ۾ ٿي ليٽي رهيا سي بِ چٽ ٿِيا (١٩) ۽ جيڪڏهِ اَسِ رُڳو هِنَ جِياپي ۾ مسِيحَ تي آس ٿا رَکُون تہ سَيِني ماڻهن کان نياڳا آهيُون (٢٠) پر هاڻي مسِيحُ مُئَنِ مان جي اُٿيو ۽ جيڪي ليٽي رَهيا تِنِ ۾ پهريُون ڦَرُ اُهو آهي (٢١) سو جڏهِ ماڻهوءَ جي سَببان موتُ آهي تہ ماڻهوءَ ڪري ئي مُئِدَنِ جي قيامَت بِ آهي (٢٢) ڇو تہ جِئين آدم جي سَببَ ڪَري سَڀئي ٿا مَرِنِ تِئين مسِيحَ جي سببان سَڀئي جِيارِبا (٢٣) پَر سَڀُڪو پَهنجي پَهنجي واري تي پَهريُون ڦَرُ مسِيحُ پوءِ جيڪي سَندسِ پَڌري ٿِئَڻ ۾ مسِيحَ جا آهِنِ (٢٤) تِهان پوءِ پَڇاڙِي آهي جڏهِ هُو بادشاهي خدا پِئُ کي پرنيندو ۽ سَڀِ حُڪومَت ۽ سَڀِ وَس ۽ پَڄڻاتي چَٽُ ڪَندو (٢٥) ڇو تہ جيسي تاءِ اُهو پَهنجا سَڀِ دُشمن پَهنجي پيرَنِ هيٺِ نَہ آڻيندو تيسي تاءِ اُنهي کي بادِشاهي ڪرڻُ ضَرُورُ آهي (٢٦) جيڪو پويُون ويري چَٽُ ٿو ٿِيئي سو موتُ آهي (٢٧) تہ اُنهي سَڀُڪي سَندسِ پيرَنِ هيٺِ ڪِيو آهي پَر جڏهِ ڪِ چَوي ٿو تہ سَڀُڪي پيرَنِ هيٺِ ٿيو تڏهِ پڌرو آهي تہ اُهو ڌارَ رَهيو جنهِ سَڀُڪي اُنَ جي پيرَنِ هيٺِ ڪِيو (٢٨) پَر جڏهِ سَڀُڪي هُنجي هَٿَ هيٺِ ٿِي رَهندو تڏهِ پُٽُ پاڻَ بِ اُنهي جِئِ تابعدارِئِ ۾ رَهندو جنهِ کِيسِ سَڀُڪي تابعدارُ ڪيو سو هِنَ لاءِ تہ خُدا سيني ۾ سَڀُڪي ٿي رهي (٢٩) پوءِ جيڪڏهِ

مُوا پَٺِي ڪِينَ اُٿندا تَہ جيڪي مُڙدن لاءِ بَپِتسما ٿا وٺن سي ڇا ڪندا ۽ مُڙدن لاءِ بَپِتسما ڇو ٿا وٺن (٣٠) وَرِي اَسِ ڇو گھڙِيءَ گھڙِيءَ جوکي ۾ پيا آهيُون (٣١) جو مَرڪَ اَسان جي خُداوند يَسُوعَ مسِيحَ ۾ مُهنجو ۽ اوهان جو آهي تنهِ جو قَسمُ ٿو کڻان تَہ آءٌ ڏِهاڙِي پيو مَران (٣٢) جيڪڏهِ آءٌ ماڻهن وانگيان اَفِسس ۾ مِرُنِ سان وڙهُيس تَہ ڪِهڙو فائِدو اَٿمِ جيڪڏهِ مُوا جي نَٿا اُٿن تَہ اَچو اَسِ کائُون پِيُون ڇوجو سُباڻي مَرِي وينداسِ (٣٣) ڀيڄُ نَہ کاؤ بُڇِڙِي سَنگت چَڱن عَادتُن کي ڦِٽائي ٿي (٣٤) سَچائِيءَ لاءِ هُشيارَ ٿِيو ۽ ڏوهُ نہ ڪريو ڇو تَہ ڪيترِنَ کي خُدا جي سُڃاڻپَ نَہ آهي اِئِي توهان جي ڦِڪي ڪرڻَ لاءِ ٿو چَوان (٣٥) پَر ڪو هِيَ چوِي تَہ مُوا ڪِئَن جي ٿا اُٿن ۽ ڪِهڙِي بُتَ سان ٿا اَچِنِ (٣٦) اي بيعَقُلَ جيڪي تُون پوکِين ٿو سو جي نہ مَرندو تَہ جِياربو بِہ ڪِينَ (٣٧) ۽ جيڪي تُون پوکِين ٿو سو اُهو ٿِيَڻَ وارو بُتُ نَہ آهي پَر رُگو داڻو جان ڪَڻڪَ جان ڪنهِ بِئِي شَئِ جو (٣٨) پَر خُدا کي جِهڙو وڻِي ٿو تِهڙو کيسِ بُتُ ٿو ڏِيئِي ۽ سيڪنهِ ٻِجَ کي پَهنجو پهنجو بُتُ ٿو مِلي (٣٩) سَڀُڪو جُسو اُهو ساڳِيو جُسو نَہ آهي پَر ماڻهن جو ٻيو ۽ چوُپائن جو ٻِيو ۽ مَڇيُن جو ٻيو ۽ پکيُن جو ٻِيو (٤٠) ۽ آسماني بُتُ ۽ ڌرتِيءَ وارا بُتَ آهِنِ پَر آسمانِيُن جو جَلالُ ٻيو ۽ ڌرتِيءَ وارن جو ٻيو (٤١) سِجَ جو جَلالُ ٻيو ۽ چَندَ جو جلالُ ٻيو ۽ تارن جو جَلالُ ٻيو ڇو تَہ تارِي تارِي ۾ جَلالَ جو فرقُ آهي (٤٢) مُئَن جو

جي اُٿَڻُ بہِ اُئي آهي فَنا ۾ پوکجي ٿو بَقا ۾ اُٿي ٿو (٤٣) بي مانائِي ۾ پوکجي ٿو وڏائِي ۾ اُٿي ٿو نِستائِي ۾ پوکجي ٿو سَتَ ۾ اُٿي ٿو (٤٤) نَفساني بُتُ پوکجي ٿو رُوحاني بُتُ اُٿي ٿو نفساني بُتُ آهي تَہ رُوحاني بہِ آهي (٤٥) جِئَين لِکيو بہِ آهي جي پهريُون ماڻهُون يَعني آدمُ جِيئرو نَفسُ ٿِيو پويُون آدمُ جِياريِندڙُ رُوحُ (٤٦) پَر رُوحاني پهرا۽ نَہ آهي پَر نَفساني تنهِ کان پوءِ رُوحاني (٤٧) اُهو پهريُون ماڻهُون ڌرتِي مان خاڪي آهي اُهو ٻِيو ماڻهُون خُداوندَ آسمان کان آهي (٤٨) جِهڙو خاڪي اُهڙا اُهي بہِ جي خاڪي آهنِ ۽ جِهڙو آسماني اُهڙا اُهي بہِ جي آسماني آهنِ (٤٩) جِئَين اسان اُنهي خاڪِي جي صُورتَ ورتي آهي تِئَين اُنهي آسمانِي جي صُورتَ بہِ وَٺنداسُ (٥٠) هاڻي اي ڀائُرو آءٌ هِيَ چوان ٿو تَہ جُسو ۽ رَتُ خُدا جي بادشاهِي جا وارِثَ ٿِي نَٿا سگهَنِ نکي فنا بقا جو وارِثُ ٿِي ٿو سَگهي (٥١) ڏِسو آءٌ اوهان کي هِڪڙي ڳُجهي ڳالهِ ٿو ٻُڌايان تَہ اَسِ سڀيئِي ليٽي نَہ رَهنداسُ پَر سڀيئِي هڪڙي پيري اَکُ ڇِنڀَ ۾ پوئِ ٽُرِڻ وڄندي مَٽجي وينداسُ (٥٢) ڇو تَہ ٽُري وَڄندِي ۽ مُڙدا نافاني جي اُٿندا ۽ اَسِ مَٽجي وينداسُ (٥٣) ڇا کان تَہ ضَرُورُ آهي جو هِيءَ فاني بَقا جي چولي کي پهري ۽ هِيءَ مرڻَ وارو همِيشه جي حَياتِي جو چولو پَهري (٥٤) ۽ جڏهِ هِيءَ فاني نافانِي کي ۽ هِيءَ مرڻَ وارو همِيشه جي حياتِي کي پهري رَهندو تَڏهِ اُها ڳالهِ جا لِکي آهي سا پوري ٿِيندِي جنِي سوبَ موتَ کي

ڳِهي چَڏِيو (٥٥) اي موت تُهنجو ڏَنگُ ڪِٿي آهي اي دوزخ تُهنجي سوڀَ ڪِٿي آهي (٥٦) موتَ جو ڏَنگُ ڏوهُ آهي ۽ ڏوهَ جو وَسُ شرِيعتَ آهي (٥٧) پَر خُدا جو شُڪرُ آهي جو اَسان جي خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ جي وَسِيلي ڪري اسان کي سوڀَ تو ڏِيئي (٥٨) تنهِ ڪري اي مُهنجا پيارا ڀائُرو پَڪا ٿِيو ۽ اَٽَر ٿِيو خُداوندَ جي ڪَمَ ۾ هَردم وَڌندا وَڃو اِهو ڄاڻِي تَہ توهان جي مِحنتَ خُداوند ۾ اَجائي نَہ آهي ؛

## باب سورهُون ١٦

هاڻي اُنهيءَ ڦوڙيءَ بابَتِ جا پاڪَنِ لاءِ ٿِي ٿِيئي جيئن مُون گَلَتِيا جي جماعَتُنِ ۾ تاڪِيدَ ڪَئي تيئن اوهين بِہ ڪجو (٢) هَفتي هَفتي جي پهريءَ ڏِينه توهان مَنجهان سَڀڪو پَهنجي نَفعَ مُوجِب ميڙِي پاڻَ وَٽِ رکِي ڇَڏي جو متان جڏهِ آءٌ اچان تڏهِ ڦوڙيءَ ڪرڻِي پَوي (٣) پوءِ جڏهِ آءٌ اچي سَهڙندُسِ تڏهِ جنِ کي اَوهين سُڀَتيو ڀائِيندو تنِ کي آءٌ خَطَنِ سان اوهانجي خَيراتَ يَرُوشلِيمَ ڏي نِيڻَ لاءِ موڪلِيندُسِ (٤) ۽ جيڪڏهِ مُهنجو وَڃڻُ رَوا هُوندو تَہ اُهي مُون سان گڏجي هَلندا (٥) ۽ آءٌ تڏهِ توهان وَٽِ اِيندُسِ جڏهِ مَڪدُونِيا مان لَنگهي چُڪندُسِ ڇو تَہ آءٌ مَڪدونيا کانءِ لَنگهڻُو آهيان (٦) جيڪَس توهان وَٽِ ٽِڪِي سيارو بِہ ڪاٽِيندُسِ تان تَہ اَگِتي جِتي ڪِٿي مُهنجو وَڃڻُ

ٽيئي اُتي اوهي مُون کي اُماڻيو (٧) ڇو تہ آءٌ اِئي نٿو چاهيان جو واٽَ لنگهندي اوهان جي مُلاقاتِ ڪريان پر اُميدوارُ آهيان تہ جيڪڏهن خُدا جي مرضي هُجي تہ اوهان وَٽِ ڪي ڏينهَ رَهان (٨) پر افسس ۾ پنتڪُستِ جي عِيدَ تائي ٽِڪندُسِ (٩) ڇوجو مُون لاءِ هِڪڙو وَڏو ۽ اَثرَ وارو دَرُ کُليو پيو آهي ۽ ويري گهڻا آهن (١٠) پوءِ جيڪڏهن تِمطاوُسَ اِيندو تہ ڌِيانُ ڪجو تہ توهان وَٽِ بي ڀَئُو ٿي رَهي ڇوجو اُهو مُون جهڙو خُداوندَ جو ڪَمُ ٿو ڪري (١١) پوءِ ڪوئي اُنهي کي گهٽُ نہ ڄاڻي ۽ اُنهي کي صحيحُ سلامَت اَڳِتي اُماڻجو تان تہ اُهو مُون وَٽِ رَسي ڇا ڪان تہ آءٌ ڀائُرنِ سوڌو اُنجي اَچڻَ جي واٽَ پيو ڏسان (١٢) باقي اَڌي اَپلَسِ بابت مُون کيس گهڻي مِنٿَ ڪئي تہ ڀائُرنِ سوڌو توهان وَٽِ اَچي پر هينرَ اچڻ لاءِ هُنجي مرضي ڪِني نہ هُئي پر جڏهن واندڪائي ٿِيندَيسِ تڏهن اِيندو (١٣) اوهي جاڳندا رهو اِيمانَ تي بيٺا رَهو مردانا ٿيو زورَ وارا ٿِيو (١٤) توهان جِيُون سَڀِ ڳالهيُون مَحبتَ سان هُجَنِ (١٥) هاڻي اي ڀائُرو آءٌ توهان جي مِنٿ ٿو ڪريان تہ اَوهان کي اِستِفنا جي گهراڻي جي خَبرَ آهي جو هو اخايا جو ڦهريُون ڦَرُ آهي ۽ اُهي ڀاڻَ ڀاڪَنِ جي خدمَت لاءِ سنيريا ٿا رهَنِ (١٦) سو اوهي بِہ اِهڙَنِ جي ۽ جيڪي ساٿُنِ ڪَمَ ۽ محِنتَ ۾ ڀائي آهنِ تنِ سِيني جي تاتِ مَڃِيندا رَهو (١٧) ۽ آءٌ اِستِفنا ۽ فرتوناتِس ۽ اخائڪِ جي اَچڻ ڪري سَرهو آهيان ڇا ڪان تہ اوهان

ڪان جيڪي اوڻُو ٿيو سو اُنهنِ پرِي ڇڏيو (١٨) ڇو تہ مُهنجو ۽ توهان جو رُوحُ هريو ڀريو ڪياءُ سو اِهڙنِ کي سُڃاڻجو (١٩) اشيا جِيءِ جَماعتُ توهان کي سلامُ ٿيءِ ڏِيَنِ اَڪُلا ۽ پَرسقِلا پَهنجي گهرِجي جماعَت سُودا توهان کي ڏاڍِي گهڻا گهڻا سلامَ ٿا چَونِ (٢٠) سڀيئِي ڀائُرُ توهان کي سلامُ ٿا چَونِ توهي ڀاڻِ پاڪ مِٺِي ڏيئِي سلامَ ڪريو (٢١) مُون پَولس جا پَهنجي هٿان سلامُ پهچنِ (٢٢) جيڪڏهِن ڪو خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ سان پيارُ نٿو رکي تہ اُهو خُداوندَ جي اَچڻ مَهلَ پاراتِئلُ ٿيئي (٢٣) خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ جو فَضلُ توهان سان هُجي (٢٤) مُهنجي مَحبتَ توهان سڀِني سان يسُوع مسِيحَ ۾ هُجي آمِينَ ÷

پهرِيون قُرنتين ڏي خطُ پُورو ٿيو ÷

# پولوس جو ٻيو خَطُ قُرِنتِيُنِ ڏٰي

## بابُ پهريُون ١

پولوس خُدا جي مَرضِيءَ ڪَري يَسُوع مسِيحَ جو رَسُولُ ۽ تِمطاوُسُ خُدا جي
قَرنتَ واريءَ جَماعتَ کي ۽ جيڪي پاڪَ ماڻهُون سَڄي اخايا ۾ آهنِ تنِ
اوهان سڀني کي (٢) اسان جي پيءُ خُدا ۽ اسان جي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ
کان فَضُلُ ۽ سلاَمتي هُجي (٣) سڳورو آهي خُدا اسان جي خُداوند يَسُوع
مسِيحَ جو پيءُ جو ٻاجهُنِ جو پيءُ ۽ سَڀڪنهِ تَسلائيءَ جو خُدا آهي (٤) جو
سَڀڪنهِ مُصِيبتَ ۾ اَسان کي تَسلائي ٿو ڏِيئي تان تَه جيڪو دِلاسو اسان کي
خُداوند کان ٿو مِلي تنهِ ڪري جيڪي ڪنهِءَ طَرحَ جي مُصِيبَتُنِ ۾ آهن
تنِ کي اَسِ دِلاسو ڏيئي سَگهُون (٥) ڇو تَه جيئن مسِيحَ جا ڏُکَ اسان تي وڌندا
ٿا وَڃنِ تيئن مسِيحَ ڪريءَ اسان جي تَسلائي ٻِ وَڌندي وڃي ٿي (٦) سو
جيڪڏهِ اَسِ مُصِيبتَ ٿا سَهُون تَه اَوهان جي تسلائيءَ ۽ ڇوٽڪي لاءِ آهي ۽
جيڪي ڏُکَ اسان کي ٿا لَڳنِ تنِ جي سَهڻَ ۾ اِها (تسلائي) اَثر واري آهي

۽ جيڪڏهن دِلاسو ٿو مِليُون تہ اُهو بہ اوهان جي تَسلائِي ۽ ڇوٽڪي لاءِ آهي (۷) ۽ اسان جي آسَ توهان بابت پَڪي آهي جو اِهو ڄاڻُون ٿا تہ اوهين جيئن مُصِيبَتُنِ ۾ ڀِتِيُن تَسلائِي ۾ ڀائِي آهيو (۸) ڇو تہ اي ڀائرو اَسِ اِئِي نَٿا ڀايُون تہ اوهين اَسان جي اُنهي مُصِيبت بابَت بي سُڌِ رَهو جا ايشئا ۾ اَسان تي پيئي تہ اَسِ وَسَ کان ٻاهَرِ هيڪاري ڏاڍي بارَ هيٺِ اِهڙا آياسِ جو جِيا ڀي کان بہ هَٿُ کنيوسِ (۹) پَر اَسِ پاڻَ پَهنجي اَندر ۾ مرڻَ جو حَڪمُ پَڪ ڪري ڄاڻي رهياسِ سو هِنَ لاءِ تہ اَسِ پاڻَ تي نہ پَر اُنهي خُدا تي ڀَروسو رَکندڙَ هُجُون جو مُئُنِ کي جِياري ٿو (۱۰) جنهِ اسان کي هيڏي وَڏي موتَ کان ڇُڏايو ۽ اَڃا بہ ڇُڏائي ٿو ۽ اسان کي مَٿس اِها آسَ آهي تہ اَڳتي بہ ڇُڏائِيندو (۱۱) جيڪڏهن اَوهين اسان لاءِ دُعا گهُرڻَ ۾ ڀائي ٿِيو تان تَہ جيڪا نِعمتَ گهڻن ماڻهُن جي وسِيلي ڪري اسان کي مِلِي تنهِ بابَت گهڻا ماڻهُون اَسان لاءِ شُڪرانو ڪَنِ (۱۲) ڇو تہ اسان جو مَرڪُ هِيءُ آهي يعني اسان جي دِلِ جي سَمُجهہ جي ساکَ تہ اسان خُدا جي پاڪائِي ۽ سچائِي سان جِسمانِي ڏاهپَ سان نہ پَر خُدا جي فَضُلَ سان جَهان ۾ ۽ گهڻو ڪري توهان سان هَلت چَلت ڪئي (۱۳) ڇو تہ اسِ توهان ڏي ٻيو ڪي ڪِينَ ٿا لِکُون پَر اُهو جو توهين پَڙهو يا پاڻَ بہ مَڃو ٿا سو اُميدَ اٿمِ تَہ اُهو پُڄاڻِي تاءِ مَڃِيندا رَهندو (۱۴) جِيئن ڪِ اوهان اسان کي ٿورِڙو مَڃو آهي تہ اَسِ اوهان جو مرڪُ

آهيُون تيُن خداوند يَسُوعَ جي ڏِينه اوهي بِ اسان جو ٿِيندو (١٥) ۽ اِنهيءَ
آسري لَڳ مُون ڀانيو تَہ پهريِ توهان وٽِ اَچان تان تَہ توهان کي ٻِيو
فَضلُ مِلي (١٦) ۽ توهان وٽان ٿِيندو مَڪدُونيا ڏي وَڃيان ۽ وري مَڪدُونيا
کان توهان وَٽِ اَچي يَهُوديه ڏي کانوَ اُماڻجان (١٧) پوءِ مُون جا اِها سڌَ رکي
سا هَلڪائيءَ ڪري رکي ڇا يا جيڪا سڌَ رکان ٿو سا جسمائيءَ رِيتِ پٽاندر
ٿو رکان ڇا تان تَہ مُون ۾ آنڪار ۽ ناڪارَ ٻَئي هُجَنِ (١٨) پَر خُدا سَچارُ آهي
تَہ اسان جي ڳالهِ جا اوهان ڏي هُئي سا آنڪار ۽ ناڪارَ ٻَئي نہ ٿي (١٩) ڇو
تَہ خدا جو پُٽ يسُوع مسِيحُ جنهِ جو هوڪو توهان ۾ اسان کان يَعنِي مُون
کان ۽ سِلوانَ کان ۽ تمطاوُسَ کان ٿِيو سو آنڪار ۽ ناڪارَ ٻَئي نَٿِيو پر آنڪار
هُنَ ڪريءِ ٿي (٢٠) ڇو تَہ جي جي خُدا جا وعدا آهنِ تن تي هُنَ ڪريئي
هاءُ ۽ اَسان جي واتان خُدا جي مانَ لاءِ هُنَ ڪريئي آمِينَ آهي (٢١) پَر
جيڪو اسان کي مسِيحَ ۾ پَڪو ٿو ڪري ۽ جنهِ اسان کي مسِيحَ وارو ڪيو
سو خُدا آهي (٢٢) اُنهي اسان تي مُهرَ بِ هَنئي ۽ اَسان جي دِلنِ تي رُوحَ جي
سوٿي بِ ڏِني (٢٣) پَر آءٌ خُدا کي پَهنجي جانِ جو شاهِدُ ڪري ٿو آکيان جو
آءٌ توهان تي ڪَهلَ ڪريئي هيلَ تاءِ قُرنتَ ڏي نَہ آيُسِ (٢٤) سو اِئي نَہ تَہ
اَسِ اوهان جي اِيمانَ تي حُڪومَت هَلايُون پَر اَسِ توهان جي سرهائيءَ ۾
ڪَمَ ڀائي آهيُون ڇوجو اوهي وِيساهَ ۾ بيٺَل آهيو ::

## بابُ ٻيو ٢

پَر مُون پاڻَ لاءِ اِها رِٿَ ڪئي تہ وري غم سان توهان وَٽِ نہ اَچان (٢) ڇو تہ جيڪڏهِ آءٌ توهان کي غمُ ڏِيان تہ پوءِ ڪيرُ مُون کي خوش ڪندو رڳو اُهو جنهِ کي مُون کان غمُ رَسِيو (٣) ۽ مُون اوهان کي اِهو لِکيو آهي تان تہ اِئِي نَہ ٿِيئي جو آءٌ اَچِي جنِ کان مُون کي خوش ٿِيڻُ ضَرُورُ هو تنِ کان غمُ ڏِسان تہ اوهان سَڀني تي مُهنجِي پَڪ آهي ڪِ جيڪا مُهنجِي خُوشِي آهي سائِي اَوهان سَڀني جِي آهي (٤) ڇاڪاڻُ تہ مُون گهڻِي سوڙهہ ۽ پيڙ ۽ دِلِ جي اُٻاڻڪائِي سان گهڻِيَ هَنجُون هارِي تَوهان ڏي لِکيو سو هنِ لاءِ نہ تہ اوهِي غمائِتا ٿِيو پر هِنَلاءِ تہ جا مُهنجِي محبتَ تَوهان سان هيڪارِي لَگَل آهي تنهِ کي ڄاڻو (٥) ۽ جيڪڏهِ ڪو هِنَ غم جو سَبَبُ ٿِيو آهي تہ اُنهِي نہ رڳو مُون کي غمائِتو ڪيو پَر ٿورو گهڻو اوهان سَڀني کي ÷ اِهو اَوهان سَڀني تي بارُ وِجهڻَ لاءِ نَٿو چَوان (٦) اِهڙِي ماڻهُوءَ لاءِ جا سِيکَتِ گهڻَنِ کان مِلِي آهي سا بَسِ آهي (٧) سو اِئِي تہ اُتِلو توهِي اُنکي معافُ ڪريو ۽ دِلاسو ڏِيو جو مَتان اُهو جو اِهڙو آهي سو گهڻِي غم کان ڳِسِي وَڃِي (٨) تنهِ ڪري تَوهان کي مِنتَ ٿو ڪَريان جو سائُسِ مَحبتَ جو ثاهُ ڪَريو (٩) جو اِنهِي لاءِ مُون خَطُ بہ لکيو سو تہ تَوهانجِي پڪائِي ڄاڻي وَٺان جو اوهِي سڀنِي ڳالهِيُنِ ۾ طاعَت ڪندڙ آهيو

يا نہ (۱۰) پَر جنهِ کي اوهِين ڪِي مَعافُ ٿا ڪريو تنهِ کي آءٌ بہ ٿو ڪريان ڇو تہ جيڪڏهِ ڪنهِ کي ڪِي مَعافُ ڪَيو اَٿمِ سو توهانجي واسطي مسِيحَ جي حُضُورَ ۾ تنهِ کي معافُ ڪَيُمِ (۱۱) اِئِين نہ ٿِيئي جو شَيطانُ اسان تي وَڌِيڪِي ڪَري ڇو تہ اسِ سَنديُس ڳُڻتيُنِ کان اَڄاڻُ نہ آهيُون (۱۲) پوءِ جڏهِ آءٌ مسِيحَ جي خوشخبريءِ ٻُڌائڻُ لاءِ تَرواسَ ۾ آيس ءِ اُتي مُون لاءِ خُداوندَ ۾ هِڪڙو درُ اُپٽجي پيو (۱۳) تڏهِ آدي تِتِس جي اُتي نہ لهڻَ ڪَري مُهنجي رُوحَ کي آرامُ نہ رهيو پر اُنهن کان موڪَلائي مَڪدُونيا ڏي وِيُسِ (۱۴) هاڻي خُدا جو شُڪرانو جو سَدا مسِيحَ ڪَري اسان تي سوڀارو ٿِي پڌرو ٿو ٿِيئي ءِ پَهنجي عِلمَ جو هُٻڪاءُ سَيڪنهِ هَنڌِ اسان کان پڌرو ٿو ڪرائي (۱۵) ڇاڪان تہ جيڪي ڇُڳائجَنِ ٿا ءِ جيڪي ڇَٽُ ٿا تِيَنِ تنِ ۾ خُدا جي اَڳيان اَسِ مسِيحَ جو هُٻڪاءُ آهيُون (۱۶) ءِ ڪِنِ کي تہ مرڻَ لاءِ موتَ جو هُٻڪاءُ آهي ءِ ڪِنِ کي جِياپي لاءِ جِئڻُ جو هُٻڪاءُ آهي پَر اِنهن ڳالهيُنِ جو لائِقُ ڪيرُ آهي (۱۷) ڇاڪان تہ اَسِ گهڻنِ وانگيان خُدا جي ڪلامَ ۾ گاڏاپو نَٿا ڪريُون پَر دِلِ جي صَفائيءِ ءِ خُدا جي سَتَ ڪري خُدا جي حُضُورَ ۾ مسِيحَ بابَتِ ٿا ڳالهايُون ⁘

## بابُ ٽِئو ۳

اَسِ وَري پَهنجي پارتَ ڪرائڻُ شُروعُ ٿا ڪريُون ڇا يا ڪِنِ وانگيان تَوهان

ڏي يا توهان کان پارتَ جي خطَنِ جا مُحتاجَ آهيُون ڇا (٢) اسان جو خطُ جو
اسان جي دِلنِ ۾ لِکِئلُ آهي سو اوهي آهيو جنهِ کي سَبِ ماڻهُون ڄاڻَنِ ۽ پڙهنِ ٿا
(٣) تَہ اوهي پڌرا ٿِيا جي مسِيحَ جو خطُ آهيو جو اَسان جي خِدمتَ ڪَري
تَيارُ ٿِئو مَسُ ڪَري نَہ پَر جِئري خُدا جي رُوحَ ڪَري ۽ نَہ پَهڻَ جي تَختَنِ
تي پَر اَچا بِہ دِلِ وَارنِ گوشِتَ جي تَختَنِ تي لِکئلُ آهي (٤) سو اِهڙو ڀَروسو
مسِيحَ مَعرفتَ خُدا تي رکُون ٿا (٥) اِئي نَہ تَہ اَسِ پاڻَ اِنهي لائِقُ آهيُون
جو ڪو خِيالُ پاڻَ کان پاڻِيهي ڪريُون پَر اسان جي لِياقَت خُدا کان آهي
(٦) جنهِ اسان کي اِها لائِقِي ڏِني تَہ اَسِ نَئي عَهدَ جا خادِمَ ٿِيُون سو اَکَر
جا نَہ پَر رُوحَ جا ڇو تَہ اَکَرُ ساري ٿو وِجهي پَر رُوحُ جِياري ٿو (٧) ۽ جيڪڏهِ
موتَ جي خِدمتَ جا اَکرن سان پَهڻن تي اُکِرئلَ هُئي سا اِهڙي جَلالَ سان
هُئي جو بَني اِسرائِيل موسيٰ جي مهانڊي ڏي سندَسِ مُنهَ جي فانِي جَلالَ
جي سببان نِهاري نَہ سَگهيا (٨) تَہ رُوحَ جي خِدمتَ هيڪاري گهڻي جَلالَ
سان ڇونَ هُوندي (٩) ڇاڪان تَہ جي ڏُهاري ٺهرڻَ جي خِدمتَ جَلالُ آهي
تَہ سَچِي ٺهرڻَ جي خِدمتَ تمامُ گهڻي جلالَ ۾ هُوندي (١٠) جو اُنهي حالتَ
۾ اُهو جَلالَ وارو (هنِ هِئي جي) تمامُ جَلالَ ڪَري ڪي بِہ جلالَ نَہ ٺهريو
(١١) ڇو تَہ جيڪڏهِ فاني شيءِ جَلالَ سان آهي تَہ قائمُ رَهندڙ هيڪاري گهڻي
جلالَ ۾ هوندي (١٢) سو هاڻي اَسِ اهڙي آسَ رکي ڏاڍِي دِليري سان

ڳالهايُون ٿا (١٣) ۽ موسيٰ وانگيان نَ ٿا ڪريُون جنهِ پنهنجي مُنهَ تي پَڙدو وِڌو جو مَتان بَني اِسرائِيلَ هُنَ فاني کي پُڄاڻي تاءِ نِسنِ (١۴) پَر تنِ جِيءَ ڳَٽِيءَ ڏاڍِيءَ ٿِي وِيءَ ڇاڪان تَہ اَڄوڪي ڏِينهَ تاءِ پُراڻي عَهدَ جي پَڙهڻ تي اُهوئي پَڙدو ٿو رَهي ۽ کَڄِي نَٿو سو هِنَ لاءِ تَہ اُهو مسيحَ ڪَري رَدِ ٿِي ٿو وَڃي (١٥) پوءِ اَڄُ تاءِ جَڏهِ موسيٰ پَڙهجي ٿو تَہ سَندنِ دِلِنِ تي پَڙدو پيو آهي (١٦) پَر جَڏهِ خُداوندَ ڏي ڦِرندا تَڏهِ اُهو پَڙدو کڄِي وِيندو (١٧) سو خُداوندُ رُوحُ آهي ۽ جِتي ڪِٿي خُداوندَ جو رُوحُ آهي اُتي ئِي آجائي آهي (١٨) پَر اَسِين سَڀِ بِنا پَڙدِي واري مُنهَ سان خُداوندَ جي جَلالَ کي جَڻُ آرسِيءَ ۾ ڏِسي ڏِسي جَلالَ کان جَلالَ تاءِ خُداوندَ جي رُوح جي وَسِيلي مِنجهي اُها ساڳِي صُورت ٿِيندا ٿا وَڃُون ⁘

## بابُ چوٿُون ۴

تنهِ ڪَري جَڏهِ اَسان هِيَ خِدمتَ لَڌِي جِئَن اَسان تي ٻاجهَ ٿِي آهي تَہ دِلِ لَٽِلَ نَٿا ٿِيُون (٦) پَر لڄَ وارنِ لِڪَلِنِ ڪَمنِ کان پاسي ٿا رَهُون ۽ مَڪُرَ سان نَٿا هَلُون نڪي خُدا جو ڪلامُ ڳاڏُڙ ساڏُڙ ٿا ڪريُون پَر سَچائِيءَ جي پڌري ڪرڻَ ڪَري سَڀَ ڪنهِ ماڻهُوءَ جي دِل جي جاڻَ کي خُدا جي مَهندان پَهنجي پارتَ ٿا ڪريُون (٣) ۽ جي اسان جي خُوشخبري ڍڪِلَ آهي تَہ جَٽُ ٿِيڻ وارنِ تي ئِي ڍڪِلَ آهي (۴) جِنِ ۾ هِنَ جهانَ جي خُدا ٻي

وِيساهَن جي ڳِڻتِيُنِ کي ڏَنڏَ وارو ڪري ڇڏو تان تَ مسِيحَ جو خدا جي صُورتَ آهي تنهِ جي وڏائي واري خُوشخبريَ جو سوجهرو تنِ تي چِمڪات نَ ڪري (٥) ڇو تَ اَسِين پاڻَ بابَتِ نَ پَر مسِيحَ بابَت سڏُ ٿا وِجهُون ۽ اِهو تَ اسِين پاڻَ يَسُوعَ مسِيحَ لاءِ تَوهان جا نوڪَر آهِيُون (٦) ڇو تَ جنهِ خُدا فَرمايو تَ اُونداهَ کان سوجِهرو چِمڪي (سو اُهو آهي) جنهِ اسان جي دِلنِ ۾ چِمڪو ڪيو تان تَ خُدا جي جَلالَ جي سُڃاڻپَ يَسُوعَ مسِيحَ جي مُهانڊي کان روشنُ ٿِئي (٧) پَر اَسان جو اِهو خَزانو مِٽيءَ جي ٿانوِنِ ۾ پيو آهي تان تَ هِيءَ پَڌرو ٿِئي تَ اِها قُدرتَ جي وَڏائي خُدا کان آهي ۽ اسان کان نَ آهي (٨) ۽ اَسِين تَ سَڀڪنهِ طَرح مصِيبَتَ ۾ آهيُون پَر وِيڳاڻِي حالَ ۾ نَ آهيُون حيرانُ تَ آهيُون پَر بِنهِ حيرانَ نَ آهِيُون (٩) ۽ ڏُکوئِجُون ٿا پَرَ ڇَڏِي ڏنلَ نَ آهيُون ڪيرائِجُون ٿا پَر ڪُسُون ڪِينَ ٿا (١٠) جو اَسِين خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي موتَ کي پَنهنجي جُسي ۾ هَميشه وَتِيو ٿا گهُمُون تان تَ يَسُوعَ جو جِياپو بِ اسان جي جُسي ۾ پَڌِرو ٿِئي (١١) جو اَسِين جِئرا ٿي يَسُوعَ لاءِ هَميشه موت جي حوالي ٿا ٿِيُون سو هِنَ لاءِ تَ يَسُوعَ جو جِياپو پِڻ اَسان جي فانِيءَ جِسمَ ۾ پَڌرو ٿِئي (١٢) پوءِ موتَ جو اَثَرُ اَسان ۾ پَر جِياپي جو اَوهان ۾ ٿِئي ٿو (١٣) سو اِنهي سَبَب ڪري تَ اِيمانَ جو اُهوئي رُوحُ اسان ۾ آهي جِئَنَ لِکيو آهي ڇي مُون اِيمانُ آندو ۽ اِنهيءَ ڪري ڇِيُم سو اَسان بِ اِيمانُ آندو ۽ اِنهيءَ لاءِ ٿا چئُون (١٤) اِئي

چاڻي تہ جنھِ خُداوندَ يَسُوعَ کي جِياريو سو اَسان کي پُڻِ يَسُوعَ جي سَببان جِيارِيندو ۽ اَوھان سان گَڏُ هَڪِيو ڪَندو (١٥) ڇوجو سَڀيئي شَيُ اَوھان واسطي آهنِ سو هِنَ لاءِ تہ جو فَضُلُ تَمامُ گهڻُو ٿِيو آهي سو گهڻنِ جي شُڪرانَنِ ڪَري خُدا جي جَلالَ لاءِ وَڌي (١٦) اِنيِ ڪَري اَسِ اُباڻِڪا نَٿا ٿِيُون پَر جيتوڻيِ اَسان جو ٻاهريُون ماڻهُپو ڪِينَ جِهڙو ٿو ٿِئي تہ بِ اَندريُون ڏِھُون ڏِينھُ نئُون ٿِيندو ٿو وَڃي (١٧) تہ اَسان جي پَلڪَ جي هَلڪي مُصِيبتَ ڇا آهي تہ بي شُمار آخرِ تائِ گَرو جَلالُ اسان لاءِ پيدا ٿي ڪَري (١٨) جو اَسِ ڏِٺلَنِ شَيُن تي نَہ پَر اَڻَ ڏِٺلَنِ شَيُن تي نَظر ٿا ڪريُون ڇاڪان تہ جيڪي شيءِ ڏسڻ ۾ ٿِيءِ اَچنِ سي ٿورَنِ ڏِيھَنِ تائِ آهنِ پَر جيڪيڪي ڏِسڻَ ۾ نَہ ٿِيءِ اَچنِ سي هَميشه لاءِ آهنِ ÷

## بابُ پنجُون ٥

چاڪان جو اَسِ ڄاڻُون ٿا تہ جڏهِ اسان جو تنبُو جِهڙو خاڪي گهَرُ ڊِٺي وَڃي تَڏهِ اَسِ هِڪڙي اَڏاوتَ خُدا وَٽان لَهنداسُ جو گهَرُ هَٿَنِ سان جُڙئلُ نَہ آهي پَر هميشه جو ۽ آسمانَ تي آهي (٢) سو اَسِ تہ هِنَ ۾ آهُون ٿا ڪريُون ۽ سِڪُون ٿا تہ پَنھنجو آسماني گهَرُ ڪريُون (٣) تہ اَسِ چولو پَڪي اُگهاڙا نَہ ڏِسجُون (٤) ڇوجو اَسِ جيسِ هِنَ تَنبُوءَ ۾ آهِيُون تيسِ بارَ ۾ گهِڻَلَ آنهُون پيا ڪريُون سو هِنَ لاءِ تہ چولو لاهڻُ نَٿا چاهِيُون اَجان بِ اِئِي تہ هِنَ کي مَٿان

پَڪي وَئُون تان تَہ جِياپو موتَ کي ڳِهي وَڃي (٥) ۽ جنهِ اَسان کي اُنهيئَي لاءِ سَنباهيو سو خُدا آهي ۽ تنهِڙي اَسان کي رُوحَ جي سوڻي بہ ڏِني (٦) پوءِ هَميشه اسان جي دِلجاءِ آهي جيترو ڪيترو ڄاڻُون ٿا ڪِ جيسِ جُسي جي ڏيہَ ۾ آهيُون تيسِ خُداوندَ کان پَر ڏيهي آهيُون (٧) ڇوجو اَسِ اِيمانَ ڪَري ٿا هَلُون ۽ نَہ ڇِٽي ڏِسڻَ ڪَري (٨) وَري بِہ اَسان جي دِلجاءِ آهي ۽ اَسِ اِهو واڌُو ٿا گهُرُون جو جُسي کان پَر ڏيهي ٿِيُون ۽ خُداوندَ جي ڏيہَ ۾ وَڃي رَهُون (٩) ۽ اَسِ هِنَ لاءِ اُنهي مانَ جا گهورا آهِيُون تَہ ڀيسِ توڙي پَر ڀيسِ جِتي هُجُون تِتي ڀيسِ پَسندِ اَچُون (١٠) ڇاڪان تَہ اسان سَڀِني کي مسِيحَ جي عَدالتَ جي تِيلي اَڳيان هَڪيو تِيڻ ضَرُورُ آهي تان تَہ سَيڪنهِ جيڪي اُنهي جُسي مان ڪيو آهي ڀَلو توڙي بُرو سو پَهنجي ڪِئَي موجبُ پائي (١١) پوءِ اسِ خُداوندَ جو ڀَوُ ڄاڻي ماڻهُنِ کي ٿا سَمُجهايُون پَر خُدا کي اسان جو حَالُ ڄاتلُ آهي ۽ مُون کي آس آهي تَہ اُهو اَوهانجي سَمجهَ ۾ بِہ پَڌرو ٿِئي (١٢) تَہ اَسِ وَري پهنجي پارتَ تَوهان کي نَٿا ڪريُون پَر پَهنجي ٻَناڪَ جو سَبَبُ اوهانجي وِجهو ٿا ڪريُون تَہ جيڪي ظاهِرَ تي ٻَناڪَ ٿا هَڻنِ پَر گُجهَ تي ٻَناڪَ نَٿا هَڻنِ تِنکي اَوهي وَرندي ڏيئَي سَگهو (١٣) ڇوجو جيڪڏهِ اَسِ پَهنجي پاڻَ ۾ نَہ آهيُون تَہ خُدا لاءِ اِئي آهيُون ۽ جي هُشيار آهيُون تَہ اوهان واسطي اِئي آهيُون (١٤) ڇاڪان تَہ مسِيحَ جي مَحبتَ اسان کي ڇوري ٿي جو اَسِ سَمجهُون ڪِ

جيڪڏهِ هِڪڙو سَينِي لاءِ مُئو تَہ سڀيئي مُئا ٿِيا (١٥) ۽ اُهو سَينِي لاءِ مُئو تَہ جيڪيڪي جِئن ٿا سي اَگِتي پاڻَ ڪاڻُ نَہ جِئن پَر اُنهي لاءِ جِئن جو لاڪُنِ مُئو ۽ وَرِي جي اُٿِيو آهي (١٦) پوءِ اَسِ اَڄُ کان وَٺي ڪنهِ کي جِسمَ جي واٽَ ڪَري نَٿا سُڃاڻُون توڻي ڪِ اسان مسِيحَ کي جِسمَ جي واٽَ ڪَري بِہ سُڃاتو آهي پَر هاڻي وَرِي هُنکي نَٿا سُڃاڻُون (١٧) اِنهي لاءِ جيڪڏهِ ڪو مسِيحَ ۾ آهي تَہ نئُو خَلقِئُلُ آهي پُراڻيُ شَيُ نِبري رَهيُ ڏِسو سَڀُ‌ڪي نئُو ٿِيو آهي (١٨) ۽ هِيَ سَڀُ‌ڪي خُدا کان آهي جنهِ يَسُوعَ مسِيحَ جي وَسِيلي اسان کي پاڻسان مِلايو ۽ ميلاپَ جي خِدمتَ اسان کي ڏِني آتسِ (١٩) يَعني خُدا مسِيحَ ۾ اَچِي جَهانَ کي پاڻَ سان مِلائِي وَرتو ۽ تن جي ڏوهَنِ جو مَٿنِ لِيکو نَہ ڪَيو ۽ ميلاپَ جو ڪَلامُ اسانَ کي ڏيئي ڇَڏياءِ (٢٠) پوءِ آسِ مسِيحَ جي بَدران موڪَلِئلَ آهيُون جَڻُ تَہ خُدا اسان جي وسِيلي ڪَري مِنتَ ٿو ڪَري سو آسِ مسِيحَ جي جاءِ وِينِتِي ٿا ڪَريُون تَہ اَوهِي خُدا سان مِلِي وَڃو (٢١) ڇاکان تَہ جيڪو ڏوهَ کي نَہ سُڃاڻَدو هو تنهِ کي اُنهي اَسان لاءِ ڏوهُ ٺهرايو تان تَہ اَسِ تنهِ جي سَببان اِلاهِي سَچِياري ٿِيون ✤

## باب ڇهُون ٦

پوءِ اَسِ گَڏُ ڪَمُ ڪَرڻَ وارا ٿِي نصِيحتَ بِہ ٿا ڪريُون تَہ اَوهان کي خُدا جي

ٻاجهَ اَجائِي نَ مِلندي وَڃي (۲) (ڇاڪان تَ اُهو ڇَوِي تو ڇي مُون ثابِ پَوڻَ جي مَهلَ تُهنجي ٻُڌي ۽ ڇوتَڪي جي ڏِينه تُهنجي هَمراهي ڪَئِي ڏِسُ هاٺي قَبُولِيتَ جي مَهلَ ۽ ڏِسُ هاٺي ڇوتَڪي جو ڏِينهُ آهي) (۳) ۽ اَسِ ڪنهِ ڳالهِ ۾ ٺاٻڙجَڻ جو سَبَبُ نَٿا ڏِيُون تان تَ خِدمتَ بَدنامُ نَ ٿِئي (۴) اُنلو ٻاڻَ ڪي سَيڪنهِ ڳالهِ ۾ خُدا جي ٻانهي وانگيان پڌرو ٿا ڪريُون يَعني ڏاڍي سَهڻَ ۾ ۽ مُصِيبَتُنِ ۾ ۽ گهُرجنِ ۾ ۽ سوڙه پِيڙ ۾ (۵) چابُڪ کائڻَ ۾ ۽ بَنديخانَن ۾ ۽ گوڙ ٻکيڙ ۾ ۽ پورهَين ۾ ۽ جاڳِن ۾ ۽ لَنگهڻَنِ ۾ (٦) ۽ پاڪائِي ۾ ۽ عِلمَ ۾ ۽ صَبُرَ ۾ ۽ ٻاجهُ ۾ ۽ پاڪُ رُوحَ ۾ ۽ پاسِ ڌاران مَحبتَ ۾ (۷) سَچائِي جي ڪَلامَنِ ۾ ۽ ڏڻي جي قُدرَت ۾ ۽ راِستبازِي جا هَٿِيار جي کٻي ۽ سَڄي اَٿُون تنِ ڪَري (۸) مانَ ۽ بيمانائِي کان بَدنامِيُ ۽ نامُوسَ کان دَغاباز وانگيان آهيُون پَر اَسِ سَچا آهيُون (۹) گمُ نامَ وانگيان آهيُون پَر مَشهُور آهيَون ۽ مُرِدي وانگيان آهيُون پَر ڏِسو اَسِ جِيُون ٿا مارَ کائيندَڙنِ وانگرُ آهيُون پَر مُوا نَ آهيُون (۱۰) فِڪرائِتَنِ وانگيان آهيُون پَر هَميشه خُوش آهيُون ۽ ڪَنگالَنِ وانگرُ آهيُون پَر گهڻنِ کي شاهُوڪارُ ٿا ڪريُون ۽ سُڃَنِ وانگيان آهيُون پَر سَڀُڪي اَٿُون (۱۱) اي ڦَرِنتو اَسانجي زِبانَ اوهان ڏي کُلي ۽ اَسان جي دِلِ وِيڪري ٿِي (۱۲) اَسانجي سَبان اَوهي سوڙها نَ آهيو پَر پَهنجيءَ دِلِ ۾ سوڙها آهيو (۱۳) (تَوهان سان اِئِي تو ڳالهايان جِئن ٻارَنِ سان) تَہ اُنهي

بَدران اوهِي بِہ وِيڪرِئِ دِلِ وارا ٿِيو (١٤) بي اِيمانن سان نالائِق ڀائيوارِئِ ۾ نہ جوٽجو تہ سچائِي ۽ ڪُوڙائِي ۾ ڪهڙي ڀَتي آهي ۽ سوجهري کي اونده سان ڪهڙو ميلُ آهي (١٥) ۽ مَسِيحَ کي بليعال سان ڪِهڙي بَرابري آهي ۽ اِيمانِيُنِ کي بي اِيمانن سان ڪهڙو وِرهانگو آهي (١٦) ۽ خُدا جي هَيڪلِ کي بُتَنِ سان ڪِهڙي مُناسبي آهي جو توهِي تہ جِيَري خُدا جي هيڪلِ آهيو سو جِئَين خُدا چيو آهي جي آءٌ اُنهنِ ۾ رَهندُس ۽ اُنهنِ سان گهُمندو وَتَندُس ۽ اُنهنِ جو خُدا ٿِيندُس جو اُهي مُهنجا ماڻهون ٿِيندا (١٧) ۽ خُداوندُ ٿو فَرمائي جي اِنهِي لاءِ اُنهنِ مان نِڪري اَچِي جُدا ٿِي رَهو ۽ ناپاڪَ کي متان ڇُهو ۽ آءٌ اوهانکي قَبُولُ ڪَندُسِ (١٨) ۽ تَوهان جو پِيُ ٿِيندُسِ اَوهِي مُهنجا پُٽَ ۽ ڌِيئُ ٿِيندا سَبِ ڪجهُ ڪَرڻ جي طاقت وارو خُداوندُ اِئِي ٿو فرمائي ؛

## بابُ سَتُون ٧

پوءِ اي پيارو اِهڙا وَعدا لَهِي اَچو تہ اَسِ پاڻَ کي سَبِ طَرح جي جِسمانِي ۽ رُوحانِي ناپاڪائِي کان پاڪُ ڪَرِيُون ۽ خُدا جي ڀَوُ مَنجهِ پاڪائِي کي ڏاڍو ڪَرِيُون (٢) اسانکي قَبُول ڪَري وَٺو تہ اَسان ڪنهِ سان ڪُنياءُ نہ ڪَيو ۽ ڪنهِ کي نہ ڦِٽايوسُ ڪنهِ تي ڪا وَڌِيڪي نہ ڪَئِيسِ (٣) مان ڏوهَ لاءِ اِئِي نٿو چَوان چوجو مان اَڳِي چَئِي چُڪو آهيان تہ اَوهِي اَسان جي

دِلِن ۾ ايترو آهيو جو اَسِ اوهين مَرُون بِ گَڏُ جِيئُون بِ گَڏُ (۴) مُهنجو اَوهان تي
ڏاڍو ڀَروسو آهي ۽ مُون کي اَوهان ڪَري ڏاڍو مَرڪُ آهي آءٌ تَسلائيءَ ڪَري
ڀريو پيو آهيان ۽ ڀهنجي سَڀني اوکين ۾ ڏاڍو سرهو ٿو رَهان (۵) ۽ جَڏهِن اَسِين
مَقدُونيا ۾ آياسين تَڏهِن اَسان جي بُتَ کي آسائش ڪونَ هو پَر اُئِلو اَسِين سَڀِ
طَرح جي اوسِيڙي ۾ ڦاٿل هُواسين ٻاهرِ جهيڙا آندر ۾ ڊَپُ ڊاءُ (۶) پَر جو خُدا
آڏِينَن کي دِلاسو ٿو ڏِئي تنهِ طيطس ۾ پُهچڻ ڪَري مُونکي دِلجاءِ ڏِني (۷) سو
نَ رُڳو اُنجي اَچڻ ڪَري پَر اُنهيءَ تَسلائيءَ ڪَري بِ جا اُنَ تَوهان ۾ رَهي
پاتي جو اُنهي تَوهانجو شوقُ ۽ اَوهانجو فِڪرُ ۽ اوهانجي ڳَّتي جا مُهنجي
بابَتِ هُئي سا مُهنجي اَڳيان بَيانُ ڪَئي اِيتري جو آءٌ هيڪاري خُوش ٿِيُسِ
(۸) سو مُون جي اُنهي خطُ ڪَري اوهان کي اُلِڪائِتو بِ ڪَيو اِنهيءَ ڪَري توڻي
مُون پڇِتايو ٿي پَر هاڻي نَٿو پڇِتايان ڇوجو ڏِسان ٿو تَ جيڪو اُنهي خَط
ڪَري اُلڪو ٿِيو سو ٿوري ديرِ تاءِ هو (۹) هاڻي اِنهي لاءِ نَ خُوش آهيان
جو اَوهين اُلِڪائِتا ٿِيا پَر اِنهي لاءِ ڪِ اوهانجو اُلڪو توبه جو سَبَبُ ٿِيو
ڇوجو اَوهين خُدا جي سَببان اُلڪائِتا ٿِيا تان تَ اَسان کان ڪنهِ ڳالهِ ۾ ڇيهو
نَ رَسِيوَ (۱۰) ڇوجو غَمُ اِلٰهي ڇوٽَڪي واسطي اِهڙي توبه پَيدا ٿو ڪَري جنهِ
مان پڇِتاءُ ڪونَ ٿو ٿِئي پَر جَهانَ جو غَمُ موتَ ٿو حاصِلُ ڪَري (۱۱) ڇاڪان
تَ ڏِسو اوهانجي اِنهي اِلٰهي غَم اَوهان ۾ ڇا ڪَيو آهي تَ ڪيتريءَ ڳَراءِ ۽

ٻهانا ۽ ڪاوڙِ ۽ ڀَوُ ۽ شوقُ ۽ ڳَٽِ ۽ بَدرَ پيدا ڪَيا ۽ سَيڪنهِ ڳالهِ ۾ اَوهان ڄَمايو تَہ اَسِ هِنَ مَعامِلي ۾ پاڪُ آهيُون (۱۲) نيٺِ جيڪڏهِ مُون اَوهان کي اِهو لِکيو آهي تَہ بِہ نَہ اُنهي لاءِ جنهِ انڌيرُ ڪَيو ۽ نَہ اُنهي لاءِ جنهِ تي اَنڌيرُ ٿِيو پَر اِنهي واسطي لِکيو اَٿمِ تَہ اَسانجي ڳَٽِ جا خُدا جي دربار ۾ اَوهان لاءِ آهي سا اَوهان تي پڌري ٿِئي (۱۳) اِنهي ڪَري اَسان اَوهانجي تَسلائِي سَببان تَسلائِي پاتي پَر طيطس جي خُوشِي ڪري تَمامُ گهڻو خُوش ٿِيا آهيُون تَہ اُنهي جو رُوحُ اوهان سَڀني جي سَببان تازو ٿِيو (۱۴) تَہ جيڪا مُون هُنجي اَڳيان اَوهان بابَتِ وڏائِي ڪَئي تنهِ ڪَري ڦِکو نَہ ٿِيُسِ اُٽلو جِئَن سَڀيئي ڳالهِيُن جي مُون اَوهان کي چَيُون سي سَچُ سَچُ آهنِ اُونئي مُون جيڪو مَرڪُ طيطَس جي اَڳيان ڪَيو سو سَچو ٺَهريو (۱۵) ۽ اُن جي دِلِ جي مَحبتَ اَوهان تي اَجان وَڌِيڪ آهي تَہ اُنکي تَوهان سَڀني جي مَڃِتا يادِ آهي جو اَوهان ڪِئَنَ ٻِڄِي ۽ ڪَنبي اُنکي قَبُولُ ڪَيو (۱۶) پوءِ آءٌ خُوشِ آهيان تَہ سَيڪنهِ ڳالهِ ۾ اَوهانکان دِلجاءِ اَٿمِ ⁘

## باب اَٺُون ۸

پوءِ اي ڀائُرو جيڪو خُدا جو فَضُلُ مَقدُونيا جي ڪَلِيسائِنِ تي ٿِيو تنهِ بابَتِ اَوهانکي ٿا ڄِتايُون (۲) تَہ ڄَڻِي جي وَڏي آزمودي ۾ تنِ جي خوشِي جي وَڌاڻي ۽ اُنهنِ جِي ڏاڍِي غَرِيبِي اُنهنِ جي سَخاوتُ جي دولتَ کي

گهڻو وَڏايو (٣) سو آءٌ ساکَ ٿو ڀريان تَہ اُنهنِ پنهنجي وَسَ سارُو اجان بِ وَسَ کان ٻاهرِ پاڻهِي تيارُ ٿي (٤) ڏاڍيءِ مِنٿَ سان اَسانکي ويٺي ڪَئي چي اَوهِي پاڪَن جي خِدمتَ ۾ اِهو پائيواريءِ جو اِنعامَ پُهچايو (٥) ۽ اُنهنِ رُڳو اَسان جي اُميدَ موجِبُ نَہ ڪَيو پَر پاڻَ پهراءٌ خُداوندَ کي ۽ خُدا جي مرضيءِ ڪَري اَسان کي پَرني ڏِنو (٦) اِهڙو جو اَسان طيطس کي خَبرَ ڏِني تَہ جِئن اُنهي سِيو هو اُوئيءِ توهان ۾ بِ اُنهي اِنعامَ کي پُورو ڪَري (٧) پَر اوهِي جِئن سَڀِ ڳالهِ ۾ يَعني اِيمانَ ۽ ڪَلاَمَ ۽ عِلمَ ۽ سَڀِ پَرگهَرَ ۽ جيڪا محبتَ تَوهانجي اَسان سان آهي تنهِ ۾ وَڌندا ٿا وَيجو اُئي هِنَ نِعمتَ ۾ بِ وَڌندا وَيجو (٨) اِها ڳالهِ حُڪمِ وانگيان نَٿو چَوان پَر هِنَ لاءِ تَہ ٻِيَنِ جي پَرگهَرَ ڪَري اَوهانجي مَحبتَ جي سَچائيءِ کي بِ آزمايان (٩) ڇوجو اَوهِي اَسان جي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي فَضُلَ کي ڄاڻو ٿا تَہ اُهو ڪيتروئي وَهِينو هو پَر اوهان لاءِ وِلهو ٿِيو جو اَوهِي هُنَ جي سُچائيءِ ڪَري ساوا ٿي پَئُو (١٠) ۽ اِنهي ڳالهِ ۾ صَلاح ٿو ڏِيانوَ ڇوجو اَوهِي جي پَروڪي ورهَ ۾ رُڳو ڪرڻُ نَہ پَر پائڻُ بِ لَڳا هُوا اوهان لاءِ اِهو فائدي وارو آهي (١١) پوءِ هاڻي اَوهِي اُنَ کي پُورو بہ ڪريو تان تَہ جِئن ڪَرڻَ جي سَڌَ هُيوَ تِئن پُڄنديءِ سارو توڙَ تاءِ نِبيرڻُ بہ ٿِيوَ (١٢) ڇوجو جيڪڏهِ نِيَتَ حاضرُ آهي تَہ اُهو جيڪي ڪنهِ وَٽِ آهي اُنهي سارُو ثابِ پئِلُ آهي ۽ نَہ اُنهي وانگيان جو وَٽِسِ آهيءِ ڪونَ (١٣) سو اِهو

مَطلبُ نَ آهي تَ ٻِيَن کي سَوکُ ۽ اَوهانکي اَوکُ ٿِيئي (١٤) پَر برابرِيءَ جي رِيتِ آهر تِيئي تَ هِنَ مَهَلَ توهان جي وَڌِيکائي هُنَنِ جي اُوڻائيءَ کي پُورو کَري تان تَ اُنَهنِ جي وَڌِيکائيءَ کان بِ اَوهانجي اُوڻائي پُوري تِيئي ۽ اِنهي طَرح برابري ٿِي پَوي (١٥) سو جِئَن لِکيو آهي ته جنهِ گهڻو ميڙيو تنهِ جو کي کِينَ وَڌِيو ۽ جنهِ ٿورڙو ميڙيو تنهِ جو کي کِينَ گهٽيو (١٦) پَر خُدا جو شُڪرانو آهي جنهِ اِها گورشي اَوهان لاءِ طيطس جي دِلِ ۾ وِڌي (١٧) جو اُنهي اَسان جي وينتي تَ قَبُولُ ڪَئي پَرگهڻو چالاکُ ٿِي پَهنجي خُوشيءَ توهان وٽ نِڪري آيو (١٨) ۽ اَسان تنهِ ساڻُ اُنهي ڀاءَ کي موڪليو جنهِ جي واکاڻَ اِنجِيلَ بابت سڀني ڪَلِيسيائُن مَنجهِ آهي (١٩) رُڳو اِهو نَ پَر هُو مَجلسُنِ جو چُونڊيَلُ بِ ٿِيو تَ اِنهي اِنعامَ پُهچائڻَ ۾ اَسان سان گَڏُ وانهڙُو تِيئي جو اَسان جي هَٿان تِيئي ٿو تان تَ خُداوندَ جيءِ واکاڻَ ڪَئي وڃي ۽ توهان جي هِمتَ پَڌري تِيئي (٢٠) اَسِ اِن کان خَبردارُ ٿا رَهُون تَ اُنهيءَ جَهجهائيءَ کَري جنهِ جا اَسِ خادِمَ آهيُون کوئي اَسانکي بَدنامُ نَ کَري (٢١) اِنهي لاءِ تَ جيکي ڳالهيون رُڳو خُداوند جيءِ اَڳيان نَ پَر ماڻهن جي بِ اَڳيان چڱيُون آهنِ تنِ لاءِ اَسِ اَڳَ کَٽي ٿا ڪريُون (٢٢) ۽ اَسان اُنَهن سان پَهنجي اُنهي ڀاءَ کي موڪليو جنهِ کي گهڻيئي ڀيرا گهڻِ ڳالهيُنِ ۾ آزمائي چالاکُ ڏِٺوسُ هاڻي جا وَڏي آسَ اوهان تي اَٿسِ تنهِ کَري هيکاري چالاکُ ٿِيو آهي (٢٣) باقي طِيطسَ بابَتِ تَ اُهو

مُهنجو شَرِيڪُ ۽ اَوهان لاءِ مُهنجو خِدمَت ڀائِي آهي ۽ اَسان جا ڀائُر جيڪي آهِنِ سي مَجلِسُنِ جا رَسُولَ ۽ مسِيحُ جي وَڏائِي آهِنِ (٢٤) اِنهي لاءِ اَوهِي پَهنجو پِيارُ ۽ اَسان جو مرڪُ جو اَوهان بابَتِ آهي تنهِ کي اُنهِنِ تي ۽ مَجلِسُن جي اَڳِيان ثابِتُ ڪَريو ۞

## بابُ ناوُن ٩

پَر جا خِدمَت پاڪَ ماڻهن لاءِ آهي اُنهي بابَتِ تَہ مُهنجو اَوهانکي لِکڻُ جو ڪَٻُ ڪونهي (٢) ڇاڪان تَہ آءُ اَوهان جي گورِشِي کي ڄاڻان ٿو اِنهِيءِ لاءِ مَقدُونيَنِ جي اَڳِيان اَوهان جي وَڏائِي ٿو ڪريان تَہ اَخايا جو مُلڪُ پَرُڪان ڏِئڻ تي سَنيرِئَلَ هو ۽ اَوهان جي سَعِي گهڻِنِ کي ڪڙو ڪَيو (٣) پَر مُون اُنهِنِ ڀائُرنِ کي موڪليو تان تَہ اَسان جي اُها وَڏائِي جا هُنَ ڳالهِ ۾ اَوهان بابَتِ هُئِي سا اَجائِي نَہ ٿيِي سو اِنهي لاءِ تَہ جِئَن مُون چَيو آهي تِئَن اَوهي سَنيِريا رَهو (٤) اِئِي نَہ ٿِيئِي جو مَتان مَقدُونيا جا ماڻهون مُون سان اَچِنِ ۽ اَوهان کي سَنيِرِئَلُ نَہ ڏِسَنِ (تَہ اَسِ نَتا چئُون ڪِ اَوهِي) پَر اَسِ بِہ اُنهي وَڏائِي تي پَروسي ڪَرڻَ ڪان ڦِڪا ٿِيُون (٥) اِنهي لاءِ مُون ڀائُرنِ کي سُڌِ ڏِئڻُ ضَرُورَ ڄاتِي اُهئِي اَڳِي اَوهان وَٽِ اَچِنِ ۽ جنهِ اَوهان جي سَخاوَتَ جو اَڳِي سَماچارُ هَليو آهي سا اَڳِيئِي سَنيرائِي ڇَڏِين تان تَہ اُها سَخاوَتَ وانگيان ۽ نَہ سُجائِي وانگيان هَڪِي رَهي (٦) پَر ڳالهِ هِيَ آهي تَہ جيڪو شُومَ ٿِي تو پوکي سو شُومَ وانگيان لُڻَندو

۽ جيڪو سَخاوتَ سان ٿو پوکي سو سَخاوتَ سان لُڻَندو (٧) سَڀُڪو جنهِ طرحَ پَهنجي دِلِ ۾ ٿو ٺهرائي اُسي ڏِئي اَفسوسَ ۽ لاچاريءَ سان نَ ڏِئي ڇاڪان تَ جيڪو خُوشيءَ سان ٿو ڏِئي تنهِ سان خُدا پيارُ ٿو ڪَري (٨) ۽ خُدا اَوهان تي سَڀِڪنهِ طَرح جو فَضُلُ وَڌائِي ٿو سَگهي تان تَ اَوهين سَڀِڪنهِ ڳالهِ ۾ هَميشه پريا مانَ ٿِي سَڀِ طرحَ جي چڱائيءَ ۾ وَڌندا وَڃو (٩) جِئُن لِکيو آهي تہ اُنهي پکيڙيو آهي ۽ اُنهي ڪَنگالَنِ کي ڏِنو آهي ۽ اُنهي جِي سَچائِي هَميشه تاءِ ٿِي رَهي (١٠) هاڻي جيڪو پوکِيندڙَ کي ٻِجُ ۽ کائَڻَ لاءِ وِرِءُ ٿو ڏِيئي سو اَوهانکي ٻِ ٻِجُ ڏِيئي وَڌِ ڪَري ۽ تَوهان جي سَچائيءَ جاڦَر وَڌائي (١١) تان تَ اَوهين سَڀِ ڳالهِ ۾ سَڀِ طَرح جي سخاوتَ لاءِ شاهُوڪارَ ٿِيو تَ اِهو اَسان جي وَسِيلي ڪَري خُدا جي شُڪرُ ڪَرڻَ جو سَببُ ٿو ٿِيئي (١٢) ڇاڪان تَ اِنهي خِدمتَ جي ڪَمَ ۾ رَهڻُ سو رڳو پاڪَنِ جِيءَ گهرجِيءَ نَٿو لاهي پَر خُدا جي وَاسطي گهَڻن شُڪِرانِ جي وَسِيلي ڪَري جهجهائِي ٻِ ٿو ڏِيئي (١٣) جو اُهي اِنهي خِدمَت جي پَرکا ڪَري اِنهي لاءِ خُدا جي واکاڻَ ٿا ڪَن تہ اَوهين مسِيحَ جي چَڱيءُ خبرَ جي اِقرارَ جي وَسِ ٿِيو پوءِ اُهي ۽ ٻِئا سَڀِ اَوهان جي سَخاوتَ ۾ پائِي ٿِيَنِ (١٤) ۽ اَوهان لاءِ دُعا ٿا گهُرنِ ۽ جو خُدا جو فَضُلُ اَوهان تي آهي اُنَ جي سَببان اُهي تَوهانکي گهڻو ٿا چاهِينِ (١٥) پوءِ شُڪِرانو خُدا جو سَنديَسِ اُنهي بَخشِش تي آهي جا چَوڻَ کان ٻاهِر آهي ∴

## باب ڏهُون ١٠

۽ آءٌ پَولوس جو روبرو تَہ اَوهان ۾ ڪِينَ جهڙو پر پَرپُٺ اَوهان تي بهادُر آهيان سو مسِيحَ جي تابِعدارِئَ ۽ سَهڻَي جو واسِطو وجهي اَوهان کي عرضُ ۽ وينتي ٿو ڪريان (٢) تہ مُون کي هَڪيو ٿي اُها بهادُري ڪرڻي نَہ پَوي جا جِنِ جي اڳيان اَسان جي چَال جِسماني ٿي ليکجي تنِ جي اڳيان ڪَرڻُ ٿو ڀايان (٣) ڇوجو اَسِ توڙيڪَ جِسمَ ۾ ٿا هَلُون تَہ بِہ جسمَ جي رِيتِ آهر نَٿا وِڙهُون (٤) سو هِنَ لاءِ تَہ اَسان جي وِيڙهِ جا هَٿيارَ جِسماني نَہ آهِنِ پَر خُدا جي وَسِيلي ڪوٽَنِ جي ڍاهي وِجهڻ لاءِ قُدِرتَ وارا آهِنِ (٥) تَہ اَسِ تڪرارن ۽ هِيُنِ سَيني وَڏنِ ڳالهِيُنِ کي جي خُدا جي سُڃاڻپَ جي اُبتَڙِ ٿِيءِ اُٿَنِ تنِ کي ڪيرائِي ٿا ڇَڏِيُون ۽ سَيڪنهِ چاهَ کي بَندِ ڪَري مسِيحَ جي حُڪمَ هيٺِ ٿا ڪَريُون (٦) ۽ سَنيرِئَلَ آهِيُون تَہ جَڏهِ تَوهان جي مَڃِتا پُوري ٿِي رَهي تَہ سَڃِيَ بي مَڃِتا جو بَدرُ وَٺَّ (٧) اَوهِي ڪِ ٻاهِري نَظَر ٿا ڪريو ڪِيَن جيڪڏهِ ڪو ٻاڻَ لاءِ اِها وِسَهي تہ آءٌ مسِيح جو آهيان اُهو وَري پَهنجو خِيالُ ڪَري تَہ جهڙو آءٌ مسِيحَ جو آهيان اُهڙا اُهي بِہ مسِيحَ جا آهِنِ (٨) سو جيڪڏهِ آءٌ اِنهي پُڇندِئَ تي جا خُداوندَ اَوهانجي سُڌارڻَ لاءِ نَہ ڍاهڻ لاءِ اَسانکي ڏِني آهي تنهِ تي ڪي وَڏنو ڪريان تَہ ڪِ ڦِڪو نَہ ٿِيندُسِ (٩) (آءٌ اِهو

ٿو چَوان) تانَ تہ اِئي پَدِرو نہ ٿِيئي خَطُ لِکِي تَوهان کي ٿو ٻہِڃاريان (١٠) ڇاکان تہ چَونِ ٿا ڇپي اُن جا خَط وَڏا ۽ زورَ وارا آهنِ پَر اُهو پاڻَ جُسي کَري هَکيو ٿِي هِيٺو ۽ کلاَمَ کَري کِينَ ڄِيئِڙو آهي (١١) سو اِئِي ڇَوڻ وارو سَمجهَ رکي تہ جيئَن پَرپُٺِ خَطنِ ۾ اَسان جو کلاَمُ آهي اُئِي جَڏهِ اَسِ هَکيا ٿِينداسُ تہ اَسان جو کَمُ بِہ ٿِيندو (١٢) ڇوجو اَسان جي اِها دِلِبيري نہ آهي تہ اَسِ پاڻَ کي اُنهنِ ۾ ڳَڻِيُونِ يا اُنهنِ سان مُقابِلو کَريُون جي پَهنجِي وَڏائِي ٿا کَنِ پَر اُهي پاڻِيهِي پاڻُ کَيِي ۽ پاڻِيهِي پَهنجو مُقابِلو کَري اَناڙِي ٿا ٿِيَنِ (١٣) پَر اَسِ کَيِّ وِيِّ کان ٻاهِر ٿِي مرکَنداسُ تہ کِينَ پَر جنهِ دَستُورَ جي کَيِّ خُدا اَسانکي وِراهي ڏِني جا اَوهان تائِ بِہ اَچي پُهتِي آهي اُنَ موجِبُ مَرکنداسِ (١٤) ڇاکان تہ اَسِ حَدَ کان ٻاهَرِ پاڻَ نَٿا کَڍُون جِيئَن کہ اَوهان تائِ نہ پُهچُون سو هِنَ لاءِ تہ اَسِ مسِيحَ جي چَڱِي خَبر کَري اَوهان تائِ بِہ پُهتا آهيُون (١٥) ۽ اَسِ ماپَ کان ٻاهَرِ وَڃِي ٻِئُنِ جي مِحنتَ تي مَرکَ نَٿا کَريُون پَر آسروندَ آهيُون جو اَوهِي پَهنجِي اِيمانَ ۾ پَکَ رکِي اَسان کي اَسان جي دَستُورَ پٽاندر هيکاري وَڏائِيندا وَڃو (١٦) جو اَسِ اَوهانجي سِئُن کان پارِ وَڃِي چَڱِي خَبر پُهچايُون ۽ ٻِئِي جي دَستُورَ آهرَ جِتِي سَڀِ تيارُ آهي اُتِي نہ مَرکُون (١٧) پر جيکو مَرکُ ٿو کَري سو خُداوَندَ تي مَرکِي (١٨) ڇوجو جيکو پَهنجِي وَڏائِي ٿو کَري سو نہ آهي پَر جنهِ جي وَڏائِي خُداوندُ ٿو کَري اُهوئِي ثابِ پِئُلَ آهي ᐧ

# باب يارهُون ۱۱

ڳهرجيوَ تَہ اَوهِي ٿورو مُهنجِي بيوقُوفِي سَهو هاۓ اَوهِي تَہ مُهنجِي سَهندا ٿا رَهو (۲) ڇاڪاں تَہ آۓ خُدا جي گورشِ ڪَرِي اَوهان تي گورشِ وارو آهِيان جو مُون اَوهان کي سَنواريو تانَ تَہ پاڪِ دامنِ ڪُنوارِ وانگيان هِڪڙِيئي مُڙسُ يَعني مسِيحَ وَٽِ هَڪِيو ڪَريانوَ (۳) پَر آۓ ڊِڄان ٿو جو مَتان اِئِي نَہ ٿِيئي ڪِ جِئَن سَپُ پَنهنجي دَغا سان هوا کي ٺڳِيو اُئِيئِ اَوهان جي سَمُجهَہ بِہ هِيءَ جا صَفائي مسِيحَ ۾ آهي تنهِ کان ڦِرِي خَرابُ ٿِيئي (۴) تَہ جيڪڏهِ ڪوئي اَچِي ٻِئي يَسُوعَ جو هوڪو ڏِيئي جنهِ جو مُون نَہ ڏِنو يا جيڪڏهِ اَوهِي ٻِئي رُوحَ کي لَهو جنهِ کي اَوهان نَہ لَڌو يا ٻِي ڇَڱِي خَبرَ مِلِيوَ جا اَوهان قَبُولُ نَہ ڪَئِي تَہ اَوهِي ڀيسِ ڇَڱو ٿا سَهو (۵) ڇوجو مان پاڻَ کي اُنهَنِ وَڏَنِ رَسُولَنِ کان گهٽِ ڪِينَ ٿو سَمجهان (۶) ۽ جيڪڏهِ ڪَلامَ ۾ مان اُوڻو آهيان پَر عِلمَ ۾ تَہ نَہ سو اَسِ سَڀِني ڳالهيُنِ ۾ سَڀُڪنهِ طرحَ سان اَوهان تي پَڌِرا ٿِيا آهيُون (۷) جان اِهو مُهنجو ڏوهُ ٿِيو ڇا تَہ مُون اَوهان جي مَٿي ٿِيَڻَ لاءِ پاڻَ کي هيٺاُون ڪيو تان تَہ مُون اَوهانکي ڇَڱِي خَبرَ بي مُلِي ٻُڌائِي (۸) ۽ ٻِيَنِ مَجلِسنِ کي مُون ڦُريو جو اَوهان جي خِدمتَ لاءِ اُنهنِ کان ڪو مَهِينو ورتُمِ (۹) ۽ جڏهِ آۓ اوهان وَٽِ هَڪِيو ۽ مُحتاجُ هوندو هوسِ تَہ ڪنهِ تي بارُ نَہ وِڌمِ ڇوجو

جيڪي ڀائُرَ مَقدُونيا کان آيا هُوا اُنهن مُهنجيُ گهُرجَ کي لاهي ڇڏيو ۽ سَڀڪنهِ ڳالهِ ۾ مُون اَوهان تي بارُ وجهڻَ کان پاسو ڪيو ۽ ڪَندو رَهندُسِ (۱۰) مسيحَ جي سَچائِي مُون ۾ آهي تَہ اِهو مَرڪُ اَخيا جي مُلڪن ۾ مُون کان جُدا نَہ ٿِيندو (۱۱) ڇيو ڇا لاءِ اِنهي لاءِ ڪِيُن تَہ آءٌ اَوهان سان پيارُ نَہ ٿو رکان سو خُدا ٿو ڄاڻي (۱۲) پَر جيڪي ڪَريان ٿو سوئِي ڪَندو رَهندُسِ هِنَ لاءِ تَہ جيڪي مُون تي ڪاهَ ڪرڻَ جو وَجهُ ٿا ڳولِيِن تن کي ڪاهَ ڪرڻَ جو وَجهُ نَہ ڏِيان تان تَہ اُهي جِنهِ ڳالهِ ۾ مَرڪَن ٿا سي اهڙا ڏِسجَن جهڙا ڪِ اَسِين آهيُون (۱۳) ڇاڪان تَہ اِهڙا ڪُوڙا رَسُولَ دولابُ ڪَندڙ آهن جي پَهنجي شِڪلِيُن کي مسيحَ جي رَسُولَن سان ٿا مَٽِين (۱۴) ۽ اِنَ ۾ عَجبُ ڪونهي ڇوجو شَيطانُ پاڻيهي پَهنجي شِڪلِ نُوراني فِرشتَن سان مَٽي ٿو وِجهي (۱۵) اِنهي لاءِ جيڪڏهِ اُنَ جا خادِمَ بِہ پَهنجِيءِ شِڪلِ سَچائِي جي خادمَن سان مَٽي وِجهندا تَہ اِها ڪا وَڏِي ڳالهِ نَہ آهي پَر اُنهن جي آخِرت سَندن ڪَمن سارُو ٿِيندِي (۱۶) وَرِي چَوان ٿو تَہ ڪو مُون کي بيوقوفُ نَہ سَمجهي نَہ تَہ بيوقُوفئِي جاڻي مُون کي قَبُولَ ڪَريو تان تَہ آءٌ بِہ ٿورو مرڪان (۱۷) جيڪِيڪي اِنهي مرڪَ جي سببان ٿو چوان سو خُداوندَ جي واٽَ کان نَہ پَر ڄڻ تَہ بيوقوفِي کان ٿو چوان (۱۸) جڏهِ ڪِ گهڻا جُسي جي رِيتِ آهَر ٿا مرڪَن تَہ آءٌ بِہ مَرڪَندُسِ (۱۹) ڇوجو اوهِي سِياڻا ٿِي اَياڻن کي خوشِي سان ٿا سهو (۲۰) سو جيڪڏهِ

ڪو اوهان کي ٻانهو ٿو ڪري جان ڪو اَوهان کي ڳِهِي ٿو وَجِهِي جان ڪو
اَوهان کان ڪجهه کسي ٿو وَٺِي جان ڪو پاڻ کي مَٿِي ٿو ڪري جان ڪو اوهان
جي مُنهَ تي چماٽَ ٿو هَڻِي تَ اَوهِي سَهندا آهيو (٢١) بي‌مانائِي جي واٽَ
ڪري چوان ٿو تَ جَڻُ اَسِ هِيٺا هواسُ پَر جِنهِ ڳالهِ ۾ ڪو بهادُر آهي تنهِ ۾
آءٌ بِ آهيان (اِها ڳالهِ آءٌ اِياڻپَ ڪري ٿو چوان) (٢٢) جان اُهي عِبراني
آهنِ تَ آءٌ بِ عِبراني آهيان جان اُهي اِسرائلي آهنِ تَ آءٌ بِ اِسرائلي آهيان
جان اِبراهِيمَ جو اولادُ آهنِ تَ آءٌ بِ اِبراهِيمَ جو اولادُ آهيان (٢٣ ÷ ٢٤) ۽ هِيَ
اِياڻپَ ڪري ٿو چوان تَ جي مسِيحَ جا خادِمَ آهنِ تَ آءٌ اُنهن کان واڌُو آهيان
يَعني پورهين ۾ گهڻِن چابُڪِن کائڻ ۾ حَدَ کان ٻاهِر قاعِدَن ۾ مَوتَ جي
پَونِ ۾ گهڻو ڪري مون يهودن کان پَنج ڀيرا اُوڻيتالِيهَ چابُڪَ کاڌا (٢٥) ٽي
ڀيرا لَڪُڻِن سان مارَ کاڌيم هڪڙي ڀيري سَنگسارُ ٿِيُس ۽ ٽي ڀيرا ٻيڙِيءَ جي
ڀَڄڻ ڪري بَلا ۾ پيُس هِڪڙو رات ڏِينهُ سَمُنڊَ ۾ ڪاٽِيم (٢٦ ÷ ٢٧) آءٌ گهڻو
ڪري مُسافرِيُن ۾ ۽ دريائن جي پَونِ ۾ ۽ چورن جي ڌپ ۾ ۽ پَهنجي قومَ
جي پَونِ ۾ ۽ ٻين قومن کان ڏَپَنِ ۾ ۽ شَهر جي پَونِ ۾ ۽ جهنگ جي ڏَپَنِ
۾ ۽ سَمُنڊَ جي پَونِ ۾ ۽ ڪوڙن ڀائرن جي پَونِ ۾ ۽ ڏاڪرِن ۽ پورهي ۾ ۽ گهڻو
ڪري اوجاڳِن ۾ بُکِن ۽ اُڃِن ۾ ۽ گهڻو ڪري لَنگهڻ ۾ ۽ ٿَڌِ ۽ اُگهڙ ۾ رَهِيو
آهِيان (٢٨) هِنَن ٻاهِرِ وارِن ڳالهِيُن ڌاران سَڀِني مَجلسُن جي ڳڻتِي مون تي

ڏِهاريِ ڏِهاري آچِي ٿِي پَوِي (٢٩) ڪوئِي هِيٺُو ھُجِي تہ آءٌ هِيٺُو نہ آهيان ڇا
۽ ڪو ٿابو ٿو کائِي تہ مان نٿو سَڙان ڪِين (٣٠) جي مرڪڻُ گھُرجي تہ پَهنجي
هِيٺائِنِ تي مَرڪَندُسِ (٣١) اَسان جي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ جو خُدا ۽ پِيُ
جو هَميشه سَگُورو آهي سو ڄاڻي ٿو تہ هِيءَ ڪُوڙُ نٿو چَوِي (٣٢) دِمِشق ۾
اُنهي حاڪِمَ جو بادشاهَ اَرِيتس جي پاران هو تنهِ مُهنجو جَهلڻُ ڀائي دِمشق
جي شَهر تي چَونڪي وِهاري (٣٣) ۽ آءٌ دريءَ جي واٽَ کان کاريءَ ۾ پِٽ
تان لَٽِڪايو وِيُسِ ۽ اُنَ جي هٿان ٻَچِي نِڪتُسِ ÷

## بابُ ٻارهُون ١٢

مرڪُ ڪرڻُ مُونکي بيِشَڪ ڄڱو نہ آهي چوجو هاڻي خُداوندَ جي
دِيدارَ ۽ پَڌرائِيءَ جي بَيانَ کي پُهتو آهيان (٢) آءٌ مسِيحَ جي هِڪڙي ماڻهوءَ
کي سُڃاڻان ٿو جو چوڏهنِ وَرهَن کان اَڳي ٽِئي آسِمان تاءِ اوچتو پُهچايو ويو
(توڻي اُهو ماڻهون جُسي ۾ هو يا جُسي ڌاران اِها نٿو ڄاڻان خُدا کي خَبر آهي)
(٣) ۽ آءٌ اُنهي ماڻهوءَ کي سُڃاڻان ٿو تہ اُهو (جُسي ۾ توڻي جُسي ڌاران اِها
نَٿو ڄاڻان پَر خُدا ٿو ڄاڻي) (٤) فِردوسَ ۾ اوچتو پُهچايو وِيو ۽ اُنهي اِهڙيءَ
ڳالهيءَ ٻُڌِيءَ جي چَوڻ جِيءَ نہ آهنِ ۽ جنِ جو چَوڻُ ماڻهوءَ کي روا نہ آهي
(٥) اُنَ تي آءٌ مَرڪَندُسِ پَر پاڻَ تي پَهجِيُنِ هِيٺائِنِ ڌاران ڪِينَ مَرڪَندُسِ

(٦) سو جيڪڏهِن مَرڪ بِ ڪَرڻُ ڀايان ها تَ اِياڻو نَ ٿيان ها ڇوجو سَچُ ڳالهايان ها پَر پاڻَ کي رَکي ٿو وَتان جو مَتان اِئي نَ ٿِئي تَ ڪو جيڪي مون کي ڏِسي ٿو يا مُون بابَتِ ٻُڌي ٿو سو مُونکي اُنَ کان وَڌِيڪ نَ ڄاڻي (٧) ۽ هِنَ لاءِ ڪِ ٻَدرائنِ جي وَڏائيءِ ڪَري ڦُونڊجي نَ وَڃان مُهنجي جُسي ۾ ڪَنڊو شيطانَ جو فِرشتو لَڳو پيو آهي سو مُونکي لُڪَتيءِ هڻندو ٿو رَهي جو مَتان آءٌ ڦُونڊجي نَ وڃان (٨) اُنهي لاءِ مُون خُداوندَ کي ٽي ڀيرا مِنتَ ڪَئي تَ هِيَ مُون کان پاسي رَهي (٩) پَر اُنهي مُونکي چَيو تَ مُهنجي ٻاجهَ تو لاءِ پُوري آهي ڇوجو مُهنجو زورُ هِيڻائيءِ ۾ پَرِپُورُ ٿو ٿِئي پوءِ آءٌ پَهنجيُنِ هِيڻائنِ تي گهڻِي سرهائيءِ سان مَرڪَندُسِ تان تَ مسِيحَ جو زورُ مُون تي ڇانوَ ڪَري (١٠) سو آءٌ مسِيحَ لاءِ هِيڻائنِ ۾ ۽ ڦِتڪارُنِ ۾ ۽ گهرجُنِ ۾ ۽ ڏُکوئجڻَ ۾ ۽ سوڙهه پيڙَ ۾ خوش آهِيان تَ جَڏهِن آءٌ هِيڻو آهيان تَڏهِن زورَ وارو بِ آهيان (١١) آءٌ مَرڪڻ ڪَري اِياڻو ٿِيُسِ پَر اَوهان مُونکي ٻي حِيلو ڪَيو ڇوجو کپندو هو تَ اَوهي مُهنجي وَڏائي ڪريو سو هِنَ لاءِ تَ آءٌ تَمامُ وَڏنِ رَسُولَنِ کان گهٽِ نَ آهيان توڻي ڪِ آءٌ آهيان ڪِينَ (١٢) رَسُولَ ٿِيَڻ جا نِشان ڏاڍي صَبُرَ ۽ ڪَرامَتنِ ۽ اَچرجَنِ ۽ ٻُجهاتِيُنِ سان اَوهان ۾ پڌرا ٿِيا (١٣) تَ اَوهي ڪِهڙِيءِ ڳالهِ ۾ ٻِينَ مَجلسُنِ کان گهٽِ هُوا رُڳو اِنهي ڳالهِ ڌاران تَ مُون پاڻَ اَوهان تي بارُ نَ وِڌو مون کي اِها ٻي واجِبي مَرهُ ڪِجو (١٤) ڏِسو هاڻي ٽي ڀيري اَوهان

وَتِ اَچڻَ لاءِ سَنبِرئلُ آهيان ۽ اَوهان تي بارُ ڪِينَ رکندُسِ ڇوجو آءٌ اوهانجو
ٻيو ڪي ڪِينَ پَر رُڳو اَوهان کي ٿو ڳوليان تَہ ماٽهنِ کي ماءُ پيُ واسطي نَہ
اُنلو ماءُ پيُ کي ٻارنِ لاءِ مالُ گَڏُ ڪرڻ گهُرجي (١٥) ۽ آءٌ اَوهان جي جيَن لاءِ
سرهائِيءَ سان خَرچُ ڪَندُسِ ۽ خرچُ ٿي ويندُسِ توڙي ڪِ آءٌ جيترو اَوهان سان
جَهجهو پيارُ ٿو ڪريان اوترِوئِي ٿورو پيارو آهيان (١٦) پرءِ ڇڱو جو مُون اَوهان
تي بارُ نَہ وِڌو پَر جيڪَس هُشيارُ ٿِي اَوهانکي دَغا سان ڦاسايُمِ (١٧) پرءِ جِن
کي مُون اَوهان ڏي موڪَليو تنِ مان ڪنهِ جي مَعرفتَ مُون اَوهان تي ڪا
وَڌِيڪي ڪَئي چا (١٨) مُون طِيطَس کي مِنتَ ڪَئي ۽ ساڻُسِ اُنهي ڀاءُ کي
موڪليُمِ پرءِ طِيطَس اوهان سان ڪا وَڌِيڪي ڪَئي چا تَہ اَسِ هڪڙِيئي
رُوحَ ڪَري هِڪڙيئي پيرَ تي نَہ ٿِي هَلِياسُ چا۔ (١٩) وَري اَوهِي هِيَ خِيالُ
ٿا ڪريو تہ اُهي اسان سان عُذر ٿا ڪَنِ چا اَسِ خُدا جي اَڳيان مسِيحَ ۾
ٿِي اِهي ڳالهيون ٿا ڪريُون پَر اي پيارو اِهي سَڀِ ڳالِهيون اَوهان جي سُڌاري
لاءِ آهنِ (٢٠) ڇوجو آءٌ ٻِچان ٿو تَہ اِئِي نہ ٿِئي ڪِ جِهڙو آءٌ ٿو ڀايان
اِهڙو اوهانکي نَہ اَچي ڏِسان ۽ اَوهِي ٻِ مُون کي جِهڙو نٿا ڀايو اِهڙو ڏِسو
مَتان ڀَنديون ۽ وِيرَ ۽ ڪاوڙيون ۽ جهيڙا ۽ گِلائُ ۽ لائيون چايون ۽ تَڪبُرُ ۽ هُلَ
ٿِيَنِ (٢١) مَتان جَڏهِ وَري اَچان تَہ مُهنجو خُدا مُونکي اَوهان بابَتِ ڪِينَ
جِهڙو ڪَري تَہ آءٌ تنِ مان اُنهنِ گهڻنِ لاءِ جِن اَڳي ڏوهَ ڪَيا ۽ جنهِ

ناپاڪائي ۽ لانگٽ چونائي ۽ حَرامَ جا ڪرڻ وارا هُوا تنهِ ڪان توبه نَ ڪَئي تنِ جو اَفسوسُ ڪَريان ❖

## بابُ تيرهُون ١٣

هِيُ ٽيو ڀيرو آهي جو آءٌ اوهان وَٽِ ٿو اَچان ٻن يا ٽن شاهِدَنِ جي واتان سَبِ ڳالهِ جي پَڪ ٿي پَوندي (٢) مُون اَڳي چيو آهي ۽ جَڏَهن ته ٻئي ڀيري هَڪيو ٿي اَڳِيئِ ٿو چوان ۽ آءٌ هاڻي پرپُٺِ ٿي جِنِ اَڳي ڏوهَ ڪيا آهنِ تنِ کي ۽ ٻئُنِ سَڀني کي ٿو لِکانٌ تَ جيڪڏهِ وَري اِيندُسِ تَ نَ ڇَڏِيندُسِ (٣) جو اَوهي تَ هِنَ ڳالهِ جو دَلِيلُ ٿا چاهيو ڇي مسِيحَ مُون ۾ ٿو ڳالهائي ڪِ نَ سو اُهو اَوهان لاءِ هِيڻو نَ آهي پَر اُوهان ۾ زورَ وارو آهي (٤) تو ٽيڪ هِيڻائي ڪَري صَلِيبَ تي چڙهيو تَ بِ خُدا جي قُدرتَ سان جِيَرو آهي ۽ اَسِ بِ مَنجهسِ هِيڻا آهيُون پَر خُدا جي قُدرتَ ڪَري اوهان لاءِ ساڻُسِ جِيئُنداسِ (٥) اوهي پاڻکي جاچيو ۽ پَرکيو تَ اِيمانَ ۾ آهيو ڪِ نَ جان ڪِ پاڻکي نَٿا ڄاڻو ڇا جو يَسوعُ مسِيحَ اوهان ۾ آهي نَ تَ اَوهي اَڻَ ثابِ ٿِئَلَ آهيو (٦) پَر اُميدَ ٿو رَکان تَ اَوهي ڄاڻَدا جو اَسِ اَڻَ ثابِ ٿِئَلَ نَ آهيُون (٧) ۽ خُدا کان دُعا ٿو گهُران ڪِ اَوهي ڪا بَدِي نَ ڪريو سو اِنهي لاءِ نَ تَ اَسِ ثابِ ٿِئَلَ پَڌِرا ٿِيُون اَچا بِ اِنَ واسطي ڪِ اَوهي پَهنجو ڀَلو ڪريو پَر اَسِ اَڻَ ثابِ ٿِئَلَ وانگيان هُجُون (٨) ڇوجو اَس سَچائي جي اُبتڙِ نَ پَر سَچائي واسطي ڪي ڪَري ٿا

سَگهُون (٩) ڇالاءِ تہ جڏهِ اَسِ هِيڻا آهِيون ۽ اَوهِين زورَ وارا آهيو تہ اَسِ سَرها آهِيون پَر اَسِ اِهو بہ ٿا چاهِيُون تہ اَوهِين پُريا ماڻهُ ٿِيو (١٠) اِنهيءَ لاءِ آءٌ اِهي ڳالهِيُون پَرپُٺِ ٿو لکان تان تہ هَڪيو ٿِيءِ اُنهِيءَ ٻَچندڙ سارُو جا خُداوندَ مونکي جوڙڻ لاءِ ۽ نہ ڊاهڻ لاءِ ڏِنِي آهي تنہِ موجبُ اوهان تي ڏاڍائِي نہ ڪريان (١١) نيٺِ اي ڀائِرو سَرها هُجو ۽ ڪامِلَ ٿِيو دِلجاءِ ڪِجو هِڪ دِلِ ٿِي پاڻ ۾ مِلوا رَهو تہ پيارَ ۽ سَلامتِيءِ جو خُدا اَوهان سان هوندو (١٢) هِڪ ٻئي کي پاڪ مِٺِي ڏيئِي سَلامُ ڪريو (١٣) سَڀيئِي پاڪ ماڻهُون اَوهان کي سَلامُ ٿا ڏِيَنِ (١٤) خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ جو فَضلُ ۽ خُدا جو پيارُ ۽ پاڪ رُوحَ جي سَنگتِ اَوهان سَڀِنِي سان هُجي آمِينَ ÷

## پولُوس جو ٻِيو خطُ قُرنتيِنِ ڏي پورو ٿِيو

# پَولُوس جو خَطُ گَلاتِيُنِ ڏي

## بابُ پهريُون ١

جو پولُوس نَہ ماڻهُنِ کان ۽ نَہ ماڻهن جي وَسِيلي ڪَري پَر يَسُوعَ مسِيحَ کان
ٻِيو جِنهِ خُدا پِيُ هُنَڪي مُئُنِ مان اُٿاريو تِنهِ جي پاران رَسُولُ آهي (٢) تِنهِ جا
۽ ٻِئا ڀائُرَ جيڪي ساڻُسِ آهنِ تنِ سَڀِني جا گَلاتِيُنِ جي مَجِلُسنِ کي سَلامَ پهچنِ
(٣) فَضُلُ ۽ سَلامَتِي اَبي خُدا ۽ خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي پاران اَوهان تي
هُجي (٤) جنهِ اسان جي گُناهَنِ بَدِران پاڻُ ڏِيئِي ڇَڏيو سو هِنَ لاءِ تَہ اَسان کي
اَسان جي پِيُ خُدا جي مرضِيءَ آهَرَ هِنَ ٻُڇِڙِيءَ دُنيا کان رَکِي وَٺي (٥) تنهِ جي
وَڏائي هَميشه تاءِ هُجي آمِين (٦) آءٌ عَجَبَ ۾ آهيان تہ اَوهِي اِهڙو سِگهو جنهِ
تَوهان کي يَسُوعَ مسِيحَ جي فَضُلَ ۾ سَڏيو تنهِ کان ڦِرِي ٻِئِي چَڱِيءَ خبرَ ڏي نِوندا
آهيو (٧) سا اُها ٻِي تَہ آهيئِي ڪانَ پَر ڪي ڪي اِهڙا آهنِ جي اوهان کي
مُنجهائي مسِيحَ جي چَڱِيءَ خَبر کان ڦيرائڻُ ٿا ڀائِينِ (٨) سو جيڪڏهِ اَسِ يا
ٻِ آسمانَ مان ڪو فِرِشتو اَسان جي چَڱِيءَ خَبرداران کا ٻِي چَڱِي خَبر

اَوهانکي ٻُڌايُ اُهو پِنجي وَڃي (٩) جِهڙو اَسان اَڳي چَيو اُهڙوئي آءٌ هاڻي وَري
تو چَوان تَہ جيڪڏهِن ڪوئي توهان کي اوهانجي ٻُڌلَ چَڱي خَبر ڏاران کا ٻِي
چَڱي خَبرَ ٻُڌايُ سو پِنجي وَڃي (١٠) هاڻي آءٌ ماڻهن کي تو مَڃان ڇا يا خُدا
کي تو مَڃان ۽ ماڻهن جي مرضِي کي تو چاهيان ڪِيُن سو جيڪڏهِن هيسِيتاءُ
ماڻهن کي خُوش ڪريان ها تَہ جيڪر مسِيحَ جو خادِمُ نَہ ٿِيان ها (١١) پَر اِيِي
ٻانُرو اَوهانکي ڄِتايان تو تَہ جيڪا چَڱي خَبر مُون اوهانکي ڏِني سا ماڻهن جي
پارَ ڪان نَہ آهي (١٢) سو هِنَ لاءِ تَہ مُون اُها نَہ ماڻهِن کان ورتي ۽ ڪنهِ کان نَہ سِکي
پَر يَسُوعَ مسِيحَ جي ڄاڻائڻ کان لَڌي (١٣) جَڏهِن آءٌ يَهُودِي مذهبَ ۾ هوسِ
تَڏهِن اَوهان مُهنجي چالِ ٻُڌي هوندي تَہ آءٌ خُدا جي ڪَلِيسيا کي ڏاڍو ڏُکوئِيندو
۽ ڦِنائِيندو هوسِ (١٤) ۽ يَهودِي دِينَ ۾ گهڻو ڪَري پَهنجي قومَ جي سَبِني هِڪ
سرتِن کان وَڌي پَهنجي پِيُ ڏاڏنِ جي رِيتُن تي تَمامُ گورشِي ڪَندو هوسِ (١٥) پَر
جڏهِ جنهِ خُدا مُون کي ماءَ جي پيٽ مان ڌارَ ڪيو ۽ پَهنجي فَضُلَ ڪَري سَڏِيو
تنهِ کي پَسندِ آيو (١٦) تَہ هِنَ تي پَهنجو پُٽُ پَڌرو ڪَريان جو هِيُ چڱي خَبر
ٻِئنِ قومُن ۾ ٻُڌايُ تَڏهِ نهِيَہ مُون جُسِي ۽ رَتَ کان صلاحَ نَہ وَرتِي (١٧) ۽ نَہ
يَرُوشلِيمَ ۾ اُنهِن ڏي وِيُسِ جي مُون کان اَڳي رَسُولَ هُوا اُنلو عَربَ ڏي وِيُسِ
۽ اُتاهُون دِمشقَ ڏي وَرِيُسِ (١٨) پوءِ ٽنِ وَرهِن پڄاڻان پَطرسَ سان گَڏِجڻَ لاءِ
يَرُوشليم ۾ وِيُسِ ۽ پندرهہ ڏِينه ساڻُسِ گَڏُ وَڃي ٽِڪيُسِ (١٩) ۽ (خُداوندَ جي

ياءَ يَعقُوبَ ڏاران) اُنِي رَسُولَنِ مَنجهان ٻِئي ڪنهِ کي نَہ ڏِٺمِ (٢٠) جيڪي ڳالهِيُ توهان ڏي لِکان سي خُدا جي اڳيان تہ ڇوان ڏِسو تہ ڪوڙيُ نَہ آهنِ (٢١) تنهِ کان پوءِ آءُ سوريا ۽ ڪِلڪيا جي مُلڪنِ ۾ آيُسِ (٢٢) ۽ يهوديا جِي مَسِيحِي مَجلِسُّ مُنهِجي شِڪلِ کان اَڻسِينديُ هُيُ (٢٣) پَر اُنهنِ رُڳو ٻُڌو هو تہ جيڪو اڳي اَسان ڏُکوئِيندو هو سو هاڻي اُنهِي اِيمانَ جي چڱِي خَبر ٿو ٻُڌائي جنهِ کي اڳي ڊِنائِيندو هو (٢٤) ۽ اُهي مُون بابَتِ خُدا جي تَعرِيفَ ڪرڻَ لَڳا ؞

## بابُ ٻِيو ٢

وَري چوڏهنِ وَرهنِ کان پوءِ آءُ بَرنباسَ سان طِيطسَ کي بہ وَٺِي ٻِئي پيري يَرُوشَلِيمَ ڏي وِيُسِ (٢) ۽ مُنهِجو وَڃڻُ اِلهامِ جي مِلڻَ ڪَري ٿِيو پوءِ مُون اُها چڱِي خَبرَ اُنهنِ کي ٻُڌائِي جنهِ جو هوڪو ڌارِيُنِ قومنِ ۾ ٿو وِجهان يَعني ڳُجهَ ڳُوهَ ۾ وَڏِڪَنِ کي جو اِئِي نَہ ٿِئي ڪِ مُنهِجي هيروڪِي يا اڳي ڀوڙ ڀُڪَ اَجائِي ٿِي پَوي (٣) پوءِ طِيطَس مُنهِجو همراهُ توڻِي ڪِ يُونانِي هو تہ بہ ٿُهَرُ ڪرائڻُ ضَرُورُ نَہ ٿِيُسِ (٤) ۽ جيڪي ڪُوڙا ڀائُرَ اُنهِي سَببان لِڪي گهڙِي آيا هُوا تہ جيڪا آجائِي هُننِ کي يَسُوعَ مسِيحَ ۾ مِلِي آهي تنهِ جي جاسُوسِي ڪَري هُننِ کي پَهنجِيءَ ٻانهپَ ۾ آڻِينِ (٥) تنِ جا هِڪڙِي گهڙِي بہ اَسِ تابِعدارَ نَہ ٿِياسُّ تان تہ چڱِي خَبرَ جِي سَچائِي اوهان ۾ قائِمُ رَهي (٦) پوءِ اُهي

جي ڏِسڻَ ۾ بُزرگَ هُوا پر جهڙا هُوا تهڙا هُوا تنِ جو مُون کي ڪو فڪرُ نه آهي (خُدا ماڻهن جي مُهانڊي ڏي نٿو ڏِسي) ڇوجو اُنهن وَڏِڪَنِ مُونکي ڪي ڪِينَ سيکاريو (٧) اَجا بِ اُنجي اُبتَڙِ جَڏهِ اُنهن ڏِٺو ته اَڻَ ٿهرِئلَنِ لاءِ آءٌ چَڱِي خَبرَ جو اَمانت وارو ٿِيُس جيئن ڪِ ٿُهرِئلَنِ لاءِ پَطرسِ هو (٨) (ڇوجو جنهِ ٿُهرِئلَنِ تي پُهچَ لاءِ پَطرسِ ۾ اَثرُ ڪيو تنهِ ٻِئَنِ قومنِ لاءِ مُون ۾ بِ اَثرُ ڪيو) (٩) ۽ جَڏهِ يَعقُوبَ ۽ ڪِيفا ۽ يُوحَنِ جي ڏِسڻَ ۾ مَجِلسَ جا ٿَنبَ هُوا تنِ اُنهي فَضُلَ جي جاچَ ڪئِي جو مُون تي ٿِيو تَڏهِ مونکي ۽ بَرنباسَ کي ميلاپُ جو سَڄو هَٿُ ڏِناءِ ته اَسِ ڌارِيُنِ قومُنِ وَٽِ ۽ اُهي ٿُهرِئلَنِ وَٽِ وَڃَنِ (١٠) پر اِيترو چَياءِ ته غَرِيبَنِ کي يادِ رَکِجو سو آءٌ بِه اِنهي ڪَمَ ۾ سَنِپرِئلُ هوسِ (١١) پوءِ جَڏهِ پَطرسُ اَنطِياڪيا ۾ آيو ته آءٌ سَندسِ سامُهون ٿِيُس سو هِنَ لاءِ ته اُهو ڏُهاري هو (١٢) ڇاڪان ته اِنَ کان اَڳي جَڏهِ ڪيترائِي ماڻهُون يَعقُوبَ وَٽانَ آيا ۽ اُهو ڌارِئِنِ قومُنِ سان کائِيندو رَهندو هو پوءِ جَڏهِ اُهي آچِي سَهڙِئا تَڏهِ ٿُهرِئلنِ کان بِڃِي پوءِ تي هَٽِي ڌارَ ٿِيو (١٣) ۽ ٻِئِنِ يَهُودِنِ بِ ساڻُسِ ٻوءُ ڪَيو اِهڙو جو بَرنَباسَ بِ اُنهن جي دولابَ ۾ اَچِي وَرتو (١٤) وَرِي جَڏهِ مُون ڏِٺو ته اُهي چَڱِي خَبرَ جي سَچائِي تي سَئِي چالِ نَٿا هَلنِ تَڏهِ مُون سَڀنِي جي اَڳيان پَطِرسَ کي چَيو جي تُون يَهُودِي ٿِي ڌارِئِنِ قَومُنِ وانگيان ٿو گُذارِين نه يَهُودنِ وانگيان پوءِ تُون ڇالاءِ ٻِئِنِ قومُنِ کي ڳهڻو ڪَري اِها خَبرَ ٿو ڏِئِي ته اُهي يَهُودنِ

جي رِيتِ آهرَهلن (١٥) اَسِن تَہ ذاتِ ڪَري يَهُودي آهيُون ۽ ڌارئن قومُن مَنجهان گنهگارَ نَہ آهيُون (١٦) سو اِها ڄاڻِي تَہ ماڻهون شرِيعتَ جي ڪمن ڪَري نَہ پَر يَسُوعَ مسِيحَ تي اِيمانُ آڻڻَ ڪَري سَچو ٺهري ۽ اسان بِہ يَسُوع مسِيحَ تي اِيمانُ آندو تان تَہ مسِيحَ تيءِ اِيمانَ آڻڻَ ڪَري ۽ نَہ شرِيعتَ جي ڪَمن ڪَري سچيارُ ڳڻيا وَڃُون سو هِنَ لاءِ تَہ شرِيعَتَ جي ڪَمَن ڪَري ڪوئي جِسمُ سَچو نَہ ٺهرندو (١٧) پَر جيڪڏهِن اَسِن جي مسِيحَ جي سببان سَچيارَ ٿيڻَ جي ڳولا ۾ آهيُون سي پاڻيهي ڏوهي ٺهرُون تَہ ڪِ مسِيحُ گناهَن جو مدَد ڪَندڙُ آهي ڇا اِئِي ڪَڏهِن نَہ آهي (١٨) ڇوجو جِن شَيُن کي مُون ڊاهي ڇڏيو پوءِ جيڪڏهِن وَري اُنهن کي جوڙيان تَہ آءٌ پاڻَ کي گُنهگارُ ٿو ٺهرايان (١٩) ڇاڪان تَہ آءٌ شرِيعتَ جيءِ سَببان شرِيعتَ موجِبَ موسِ تان تَہ خُدا لاءِ جِيُرو هُجان (٢٠) آءٌ مسِيحَ ساڻُ صَلِيبَ تي چَڙهيُسِ پَر جِيُرو آهيان ۽ اَڳُتي لاءِ آءٌ جيُرو نَہ آهيان اُنِلو مسِيحُ مُون ۾ جيُرو آهي ۽ جيڪو آءٌ هِينرَ جِسمَ ۾ جِيُرو آهيان سو خُدا جي پُٽَ تي وِيساهَ رکڻَ ڪَرِيئي جِيُرو آهيان جنهِ مُون سان مَحبتَ رکي پاڻَ مُون بَدِران پَرهَتِ ڏِنو (٢١) آءٌ خُدا جي فَضُلَ کي رَدِ نَٿو ڪريان سو هِنَ لاءِ تَہ جيڪڏهِ سَچائِي شرِيعتَ ڪَري ٿِي مِلي تَہ مسِيحَ هَرو پَرو مُئو ÷

## بابُ ٽِئُو ٣

اي بي سمجھو گلاتيو اَوهانکي ڪنهِ موهيو جو اَوهين سَچائيءَ جا مڃيندڙ نہ ٿِيا توڙيڪِ يَسُوع مسيحُ اَوهانجي اَکِيُنِ اَڳيان اِهڙو پڌرو ٿِيو جو جڻُ اَوهانجي وِچ ۾ صَلِيبَ تي چڙهيو (٢) رُڳِي اوهانکان اِها پُڇ ڪرڻُ ٿو ڀايان تہ تَوهان شرِيعتَ جي عَمَلَنِ ڪَرِي جان وِيساهَ جي خَبرَ ٻُڌڻَ ڪَرِي رُوحُ لڌو ڇا (٣) اَوهين اِهڙا بي سَمجھَ آهيو ڇا ڪِ رُوحَ کان شُرُوعُ ڪَرِي هاڻي جِسمَ کان پرِپُورَ ٿِيو ٿا ڪِيُن (٤) اَوهان اِيتِريُ ڳالهِيُ اَجايُ سَٺِيُ آهنِ ڇا پَرجيڪُس اَجايُ نہ آهنِ (٥) پوءِ اُهو جو اَوهانکي رُوحُ ٿو بَخشي ۽ اَوهان ۾ ڪرامَتُون ٿو ڏيکاري سو شَرِيعتَ جي عَملَ يا اِيمانَ جي ٻُڌڻَ ڪَرِي اِئِي ٿو ڪَرِي ڪِيُن (٦) جِيُن ڪِ اِبراهِيمَ خُدا تي وِيساهُ رکيو ۽ اِها اُنَ لاءِ سَچائِي ڳڻِي وِيئِي (٧) پوءِ ڄاڻو تہ جيڪي اِيمانَ منجھان آهنِ اُهيئِي اِبراهِيمَ جا اولادَ آهنِ (٨) پَر لِکَتِ اِها اَڳُ ڳڻِتي ڪَئِي تہ خُدا ڌاريُنِ قومُنِ کي اِيمانَ جي واٽَ سان سَچو ٺهرائيندو تِنهِ ڪَرِي اِبراهِيمَ کي اَڳيئي اِها چڱِي خبرَ ڏِنائُ ڇي سَڀِ ڌاريُ قومُون تو ۾ بَرڪتَ لَهنديُ (٩) سو اِيماني اِيمانَ واري اِبراهِيمَ سان بَرڪتَ ٿا لَهنِ (١٠) ڇوجو جِن کِنِ جو پَروسو شريعتَ جي عَملنِ تي آهي سي ٿِتڪارَ هيٺِ آهنِ جِيُن لِکيو آهي تہ جيڪي ڳالهيُ شريعتَ جي

ڪِتابَ ۾ لِکِئَلَ آهِن تن سَڀني ڳالهِيُن جي ڪرڻَ تي جيڪو قائِمُ نٿو رهي سو پِٽِئَلُ آهي (١١) پَر اِها ڳالهِ پَڌري آهي تَ ڪوئي خُدا جي اَڳِيان-شريعتَ ڪَري سَچيارُ نٿو ٺَهري ڇوجو راستبازُ ئي اِيمانَ ڪَري جِيئندو (١٢) پَر شَرِيعتَ کي اِيمانَ سان ڪو لاڳاپو نَ آهي اُنلو جيڪو ماڻهون اُنهن (حُڪمَن) تي عَملُ ٿو ڪَري سو اُنهن ڪان ئي جِيئندو (١٣) مَسِيحَ اَسان کي مُلهِ ڳِنهي شَرِيعتَ جي ڦِٽڪارَ ڪان ڇَڏايو تَ پاڻَ اَسان بدران ڦِٽڪار ٿِيو (ڇوجو لِکيو آهي تَ جيڪو ڪاٺَ تي ٽَنگِيو ويو سو پِٽِئَلُ آهي) (١٤) تان تَ اِبراهِيمَ جي برڪتَ ڌارِيُن قومُن تاءِ يَسُوعَ مسِيحَ کان پُهچي جو اَسِن رُوح جي واعدي کي اِيمانَ ڪَري لَهُون (١٥) اي ڀائُرو ماڻهُوءَ وانگيان ٿو ڳالهايان تَ عَهدَ جيڪڏهِ ماڻهُوءَ جو هُجي ۽ جَڏهِ پَڪو ٿِي وِيو تَ ڪوئي اُنَ کي ڊاهي نَٿو سَگهي ۽ نَ ڪي اُن تي ڪي وَڌائي ٿو سَگهي (١٦) پوءِ اِبراهِيمَ ۽ سَندسِ اولادَ سان واعدا ٿِيا آهِن سو اُهو جِئُن گهڻِن لاءِ چَئجي تِئُن تنهِ کي نَٿو چَوي تَ تُهنجي اولادَنِ کي اُنلو جِئُن هِڪڙي واسطي چَئجي تِئُن ٿو چَوي تَ تُهنجي ٻَڻَ کي سو اُهو مسِيحُ آهي (١٧) ۽ آءٌ اِها ٿو چَوان تہ جيڪو عَهدُ مسِيحَ بابَتِ خُدا اَڳيئي پَڪَ ڪيو تنهِ کي شريعتَ جا چارِسَوَ ٽِيهن وَرهِن کان پوءِ آئي سا رَدِ ڪَري نَٿي سَگهي تان تَ اُهو واعِدو اَجايو ٿي پَوندو (١٨) ڇاکان تَ جيڪڏهِ وارثي شرِيعتَ جي وَسِيلي ڪَري آهي تَ وَري واعدي ڪَري نَ آهي پَر خُدا اُها

اِبراهِيمَ کي واعديِڙِ سان بَخشي (۱۹) پوءِ شَرِيعتَ ڇالاءِ آهي اُها ڏوهنِ واسطي ڳنڍِئِلَ هُئِي جيسِيتاءِ کِ جِنهِ بُڻَ لاءِ واعدو ٿِيو آهي سو اَچي ۽ اُها فِرشتَنِ جي وَسيلي کَري هِڪڙي وِچ واهُوءَ جي هَٿِ ڏِنلَ ٿِي (۲۰) هاڻي وِچَ واهُو هِڪڙي جو نَٿو ٿِئي پَر خُدا تَ هِڪڙوئِي آهي (۲۱) پوءِ شرِيعتَ خُدا جي واعدنِ کان اُبَتڙِ آهي ڇا پَنِڙي نَ آهي ڇوجو جيڪڏهِ کا اِهڙي شَرِيعتَ ڏِنلَ هُجي ها جا جِياپو بَخشي سَگهي تَ جيڪر اَلِبتَ سَچائي شَرِيعتَ کَري ٿِئي ها (۲۲) پَر لِکَيتِ سَڀني کي گَڏُ گُناهَ هيٺِ ڳَٽيو تان تَ واعدو يَسُوعَ مسِيحَ تي اِيمانَ آڻڻَ کَري اِيمانَ وارنِ کي ڏِنو وَڃي (۲۳) پَر اِيمانَ اَچڻَ کان اَڳي اَسِ شرِيعتَ هيٺِ بَندِ ٿِي سوگها هُواسِ ۽ جو اِيمانُ پَڌِرو ٿِيڻُو هو اُنهي اِيمانَ تاءِ گهيري ۾ هواسِ (۲۴) پوءِ شرِيعتَ مسِيحَ تاءِ اَسان جي اُستادِ ٿِهري تان تَ اَسِ اِيمانَ کَري سَچا ٿِيُون (۲۵) پَر جڏهِ اِيمانُ اَچي رهيو تَ وَري اَسِ اُستادَ جي وَسَ ۾ نَ آهيُون (۲٦) ڇوجو اَوهِي سَڀيئِي مَسِيحَ يَسُوعَ تي اِيمانَ آڻڻَ کَري خُدا جا پُٽَ آهيو (۲۷) تَ اَوهان مَنجهان جِن مسِيحَ ۾ بپتِسما لَڌي تِنِ مسِيحَ کي پَهريو آهي (۲۸) اُنهي ۾ نَڪي يَهُودِي ۽ نَڪي يُوناني نَڪي ٻانها نَڪي ڇُٽَلَ نَڪي مُڙسَ نَڪي زالَ آهنِ ڇوجو اوهي سَڀِ مسِيحَ يَسُوعَ مَنجهِ هِڪ آهيو (۲۹) ۽ جيڪڏهِ اوهي مسِيحَ جا آهيو تَ اِبراهِيمَ جو ٻڻُ آهيو ۽ واعدي مُوجب وارثَ آهيو ؞

## بابُ چوٿُون ۴

پَر آءٌ هِيئُي ٿو چوان تہ جيسِيتاءٌ وارثَ ٻارُ آهي تيسِيتاءٌ اُنَ ۾ ۽ ٻانهي ۾ ڦيرُ ڪونهي توڻي ڪِ هُو سَڀَ جو مالِڪُ بِہ آهي (۲) اَجا بِہ اُنهي وِيَر تاءٌ جا پِٽُسِ پَڪَ ڪَري ڇَڏِي آهي تيسي اُهو پالِيندڙَنِ ۽ مُختِيارنِ جي وَسِ آهي (۳) سو اَسِ بِہ جيسي ٻارَ هُواسِ تيسي جَهانَ جي جوڙَ جَڪَ ۾ ٻانهان ٿِي رَهيا هواسِ (۴) پَر جَڏهِ وِيلَ پُوري ٿِي رَهِي تَڏهِ خُدا پَهنجي پُٽَ کي موڪليو جو زالَ کان ڄَمِي شرِيعتَ جي هَٿَ هيٺِ ٿِيو (۵) تان تہ جيڪي شَرِيعتَ جي هيٺِ آهنِ تنِ کي مُلهُ ڏِنهي جو اسِ پُٽيلائي لَهُون (۶) سو هِنَ لاءِ تہ اوهي پُٽَ آهيو تنهِ ڪَري خُدا پَهنجي پُٽَ جو رُوحُ اَوهانجي دِلنِ ۾ موڪليو جو اِبي بابا اِبي پِيءُ اِئِي سَڏُ ٿو ڪَري (۷) پوءِ هاڻي تُون ٻانهو نہ آهي پَر پُٽُ آهي ۽ جَڏهِ پُٽُ آهي تہ مسِيحَ جي سَببان خدا جو وارثُ بِہ آهي (۸) پَر اڳي جَڏهِ اَوهي خُدا کي نہ سُڃاڻَدا هوا تڏهِ جيڪي ذاتِ ڪَري خُدا نہ هوا تنِ جي بَندگي ڪندا هُوا (۹) پَر هاڻي اَوهي خُدا کي ڄا ڄاڻو ۽ اَجا بہ خُدا ڪَري سُڃاتَلَ آهيو پوءِ اَوهي ڇا ڪاڻ ٻِئي ڦيري هِينڻِي ۽ ڪِينَ ڇِهري جوڙَ جَڪَ لاءِ ٿا گهُمو ۽ وَري اُنهِيءَ جي ٻانهپَ ڪرڻُ ٿا ڀايو (۱۰) ڏِينهَنِ ۽ مهِينَنِ ۽ مُندنِ ۽ وَرهنِ کي ٿا مَڃِيو (۱۱) آءٌ اوهان بابَتِ ڊِڃان ٿو جو اِئِي

نَہ ٿِئِي ڪِ جا مِحنتَ مُون اوهان تي ڪَئِي آهي سا اَجائِي ٿِي پَوي (۱۲) اي پائُرو اوهان کي مِنتَ ٿو ڪريان تَہ اَوهِي مُون وانگيان ٿِي پَوُ ڇوجو آءٌ بِہ اوهان وانگيان آهيان ۽ اوهان مُهنجو ڪِي وِڃايو ڪِنايو نَہ آهي (۱۳) بيو اَوهِي ڄاڻو ٿا تَہ مُون پهراءُ اوهان کي جِسمَ جي هِيڻائِي ڪَري چڱِي خبر ڏِني (۱۴) ۽ جو اِمتحانُ مُهنجي جِسمَ ۾ هو اوهان اُنهي کي ڪِنڪارِئُلُ ۽ ڪِينَ جهڙو نَہ ڄاتو اُنلو مُون کي خُدا جي فِرشتي وانگيان هاءٌ مسِيحَ يَسُوعَ وانگيان قَبُولُ ڪِيُوُ (۱۵) پوءِ هِيَ اوهانجي سَگُورائِي ڪهڙِي ٿِي ڇوجو آءٌ اَوهانجو ساکِي آهيان سو جي ٿِي سَگهي ها تَہ پَهنجِيءَ اَکِيءَ ڪَڍِي مونکي ڏِيو ها (۱۶) پوءِ اَوهان سان سَچَ ڳالهائڻَ جي سَببان اَوهانجو دُشمنُ ٿِيُسِ ڇا (۱۷) اُهي اَوهان سان ساڙُ ٿا رَکَنِ پَر نَهِڦلَ نَہ آهنِ اُنلو اَسانکي وِڇوڙڻُ ٿا چاهِينِ تان تَہ اَوهِي سائُنِ ساڙُ رَکندا رَهو (۱۸) پَر يَلائِي لاءِ هَميشه ساڙُ رَکڻَ چڱو آهي نَہ رُڳو جَڏهِ آءٌ اَوهان وَٽِ هَڪيو آهيان (۱۹) اي مُهنجا ٻارڙو جيسِي اَوهان ۾ مسِيحَ جي صُورتَ پَيدا ٿِئِي تيسِي اوهان سان وَري مُونکي وِيامڻَ جهڙو ڏُکُ آهي (۲۰) ۽ هاڻي آءٌ اَوهان سان هڪيو ٿِيَڻُ ۽ پَهنجِي ٻولِي مَٽَڻُ ٿو ٿِيان ڇوجو اَوهان ۾ مونکي شَڪَ آهي (۲۱) مونکي چَئُو اَوهِي جي شَرِيعتَ جي هيٺِ ٿِيَڻَ ٿا چاهيو سي شَرِيعتَ نَٿا ٻُڌو ڇا (۲۲) ڇوجو لِکيو آهي تَہ اِبراهِيمَ کي ٻَہ پُٽَ هوا هِڪڙو ٻانهِيءَ مان ٻِيو وَسَ وارِيءَ مان (۲۳) پَر جو ٻانهِيءَ مان هو سو جِسمَ

جي رِيتِ پَٽاندرِ هو ۽ جيڪو وَسَ وارِيءَ مان هو سو وَعدي جي رِيتِ آهر پَيدا ٿيو (٢٤) اِهي ڳالهيون مِثالَ وانگرِ آهنِ اِنهي لاءِ تَہ اِهي (زالُون) آهنِ ٻہ عَهدَ يَعني هِڪڙو سِينا نالي جَبلَ جو جنهِ مان ٻانها ٿا ڄاپَنِ اِهوئي حاجرا آهي (٢٥) ڇوجو حاجِرا عربَ جي مُلڪَ ۾ سِينا جو ٽَڪرُ آهي سا هاڻوڪي يَرُوشلِيمَ سان ٺيڪ لَڳي تَہ اُها پَهنجي ٻارنِ سوڌو ٻانهپَ ۾ آهي (٢٦) پَر مَٿيُون يَرُوشلِيم ڇُٽَلُ سوئي اسان سَڀني جي ماءُ آهي (٢٧) ڇوجو لِکيو آهي ڇي اي سَنڍِ تُون جا جَڻڻَ واري نَہ آهين سا سَرهي ٿيءُ ۽ تُون جا جَڻڻَ جو سُورُ نَٿي ڄاڻين سا نِري ٻَهارُ ٿيءُ ۽ ٽَهڪَ ڏي ڇوجو نِڌَڻڪي زالَ جا پُٽَ مُڙسيتيءَ جي پُٽَنِ کان وَڌِيڪَ آهنِ (٢٨) پوءِ اي ڀائرو اَسِ اِسحاقَ وانگهان وَعدي جا اولادَ آهيُون (٢٩) پَر اُن مَهلَ جيڪو جِسمَ جي رِيتِ سارُو پَيدا ٿيو تنهِ جنهِ جي رُوحَ کان پَيدائشِ هُئي تنهِ کي جهڙو ڏُکويو اُهڙو هاڻي بہ ٿو ٿِئي (٣٠) پَر لِکَيتِ ڇا ٿي چَوي ڇي ٻانهِيءَ ۽ سَندسِ پُٽَ کي ڪَڍُ ڇوجو ٻانهِيءَ جو پُٽُ وَسَ واريءَ جي پُٽَ ساڻُ وارثُ پَٽِي نَہ ٿِيندو (٣١) سو اي ڀائرو اَسِ ٻانهِيءَ جا پُٽَ نَہ آهيُون پَر وَسَ واريءَ جا آهيون ⁘

## باب پَنجُون ٥

پوءِ اُنهِيءَ ڇُٽلائيءَ تي قائِمُ رَهو جنهِ ڪَري مسِيحُ اَسانکي ڇُٽَلُ ڪيو ۽

ٻانهپَ جيِ ٻانجارِيِ هيٺ ٻئي پيري نَہ جُٽو (٢) ڏِسو مان پَولسُ اَوهانکي ٿو چَوان تَہ جيڪڏهِن ٿُهرُ ڪرائيندا تہ مسِيحَ کان اَوهانکي ڪو فائِدو نَہ ٿِيندو (٣) آءٌ سَڀِ ڪنهِن ٿُهرِئلَ ماڻهوءَ تي وَري ساکُ ٿو ڀَريان تہ اُنکي سَڄِي شَرِيعتَ تي عَملُ ڪرڻُ ضَرُورُ آهي (٤) اوهِي جي شَرِيعتَ موجِبُ سَچو ٿِيَڻُ ٿا ڀايو سي مسِيحَ کان وِڇُڙِئلُ ۽ فَضُلُ کان ڪِرِئلَ آهيو (٥) ڇوجو اَسِ رُوحَ جي سَببان اِيمانَ جي واٽَ ڪَري سچائيِ جي اُميدَ جا ڳولا آهيُون (٦) سو هِنَ لاءِ تَہ مسِيحَ يَسُوعَ ۾ نَہ ٿُهرُ نَہ اَٿُهرائيِ ڪَمَ جي آهي پَر جو اِيمانُ مَحبتَ جي وَسِيلي اَثرُ ٿو ڪَري سوئِي (ڪَمَ جو آهي) (٧) اوهِي تَہ چڱِي طرحَ ٿي ڊوڙِيا سو اَوهانکي ڪنهِن جَهليو تَہ سچائيِ جا مَڃِيندڙ نَہ ٿِيو (٨) اِها مَڃتا اَوهانجي سَڏڻَ واري کان نَہ آهي (٩) ٿورڙو خَميرُ سَڀِ ڳوهِئلَ اَٽي کي خَميري ٿو ڇَڏي (١٠) مُون کي اوهان بابَتِ خُداوندَ ۾ پَڪَ آهي تَہ اَوهِي ٻِئي طرحَ جو ڪو خِيالُ نَہ ڪَندا پَر اُهو جيڪو اَوهانکي مُنجهائي ٿو سو ڪوئِي بِہ هُجي تَہ سيگَتِ لَهندو (١١) ۽ اِي ڀائرو آءٌ جيڪڏهِن هاڻي ٿُهرَ جو هوڪو ڪريان ها تَہ جيڪَر هيسِياءُ ڇاڪاڻ ڏُکوُجان ها جو صَلِيبَ جي ٺوڪَرِ تَہ هُوندَ هَلي وَڃي ها (١٢) شالَ اُهي جيڪي اوهان کي ٿا مُنجهائِين سي پاڻهي وَڍجي بِہ وِيندا (١٣) ڇاڪان تَہ اِي ڀائرو اوهِي آجائيِ لاءِ سَڏِيا وِيا آهيو پَر آجائيِ جي سببان جِسمَ کي وَجهُ نَہ ڏِيو اُنلو مَحبتَ ڪَري هِڪَ ٻِئي جي خِدمتَ

ڪَرِيو (۱۴) سو هِنَ لاءِ تہ سَڀي شَرِيعتَ هِڪڙيءَ اِنهيءَ ڳالهِ ۾ پُوري ٿي ٿئي
ڇي تُون پَهنجي پاڙيسريءَ سان پاڻَ وانگُر پِيارُ ڪَرِ (۱۵) پَر جيڪڏهِ اَوهين
هِڪَ ٻِئي کي چَڪَ پائيُ کِهي ڇَڏيو تہ خَبر دارُ اِئِي نہ ٿِئي جو هِڪَ ٻِئي
کان چَٽُ ٿِي وَڃو (۱۶) پَر آءٌ ٿو چَوان تہ رُوحَ جي چالِ هَلو ۽ جِسمَ جي
سَڌَ پُوري تہ ڪريو (۱۷) ڇوجو جِسمَ جي سَڌَ رُوحَ کان اُبتڙِ آهي ۽ رُوحَ جي
جِسمَ کان اِهي هِڪَ ٻِئي کان اِهڙو اُبتڙِ آهنِ جو جيڪي اوهين ٿا چاهيو
سو نَٿا ڪريو (۱۸) پَر جيڪڏهِ رُوحَ جي سُونهپَ ڪَريو ٿا هَلو تہ شَرِيعتَ
هيٺِ نہ آهيو (۱۹) پوءِ جِسمَ جا ڪَمَ تہ پَڌرا آهنِ اُهي هي آهنِ لانگَ چوٽائي
لانداِئي ۽ ناپاڪائي ۽ شَهوتَ (۲۰ ÷ ۲۱) ۽ بُتپَرستي ۽ جادُوگري ۽ دُشمَنيءَ
۽ پَنڊيءَ ۽ ڪاوَڙيءَ ۽ ڪامِ ۽ جهيڙا ۽ جُدائيءَ ۽ ٻيڏا ۽ هُوسَ ۽ خُونُ ۽ مَستيءَ
۽ عَيس عَشرتَ ۽ ٻِيا بِہ جيڪي اِنهِن وانگُرِ آهنِ تنِ لاءِ آءٌ اَوهانکي اَڳيئي
ٿو چَوان جيئَن آءٌ اَڳي چَئِي رَهيو آهيان تہ اِهڙا ڪَمَ ڪَرڻَ وارا خُدا جي
بادشاهيءَ جا وارثَ نہ ٿِيندا (۲۲ ÷ ۲۳) پَر رُوحَ جو ڦَرُجو آهي سو مُحبتَ ۽
خوشي ۽ مَيلاپُ ۽ صَبُرُ ۽ خيرُ گهُرڻُ ۽ چَڱائي ۽ ويساهُ ۽ نِنڙتَ ۽ ڪِري
اِهڙنِ اِهڙنِ ڪَمنِ جي اُبتڙِ شَرِيعتَ نہ آهي (۲۴) ۽ جيڪي مَسِيحَ جا آهنِ
تنِ جِسمَ کي ٻچڙيُنِ عادَتُنِ ۽ سَڌُنِ سودو صَلِيبَ تي چاڙهيو آهي (۲۵) سو
جيڪڏهِ اَسان جو جِياپو رُوحاني آهي تہ گهُرجي ڪہ اَسان جي چالِ بِہ

رُوحاني هُجي (٢٦) جو اَسِ ڪوڙيَ وَڏائيَ نَ ڪريُون ۽ اِئِي نَ ٿِئُي ڪِ
هِڪَ ٻِئُي کي چيڙائيُون ۽ هِڪَ ٻِئُي تي حَسِدُ ڪريُون ÷

## بابُ ڇَهُون ٦

اي ڀائرو جيڪڏهِن ڪو ماڻهُون ڪنهِ خَطا ۾ اوچتو وَڃي وَڃي تَ اَوهِين
جي رُوحاني آهيو سي اِهڙي کي نِئُرتَ جي رُوحَ ڪَري سَنيالي ٺِيڪَ ڪريو
۽ پاڻَ ڏي نِهاريو جو مَتان اَوهِين بِ پَرکا ۾ نَ پَئو (٢) اَوهِين هِڪَ ٻِئُي جو بارُ کَڻو
۽ اِنهِيءَ طرحَ مسيحَ جي شَرِيعتَ کي پُورو ڪريو (٣) تَ جيڪڏهِن ڪوئِي ڪِينَ
جهڙو ٿِي پاڻکي ڪي ٿو سَمُجهي تَ اُهو پاڻکي ٺو ٺَڳِي (٤) پَر سَيُڪو پَهنجيءَ
ڪَمَ کي جاچي تَڏهِن پاڻَ ۾ئِي مرڪَ جو سَببَ لَهندو نَ ٻِئُي ۾ (٥) سو هِنَ
لاءِ تَ سيُڪو پَهنجوئِي بارُ کَڻدو (٦) جيڪو ڪلامُ ٿو سِکي سو سيکارڻَ واري
کي سَيني چَڱيُنِ شَيُنِ ۾ ڀائِي ڪَري (٧) دولابُ نَ ڪائيُو خُدا وَٺِ چرچو نَ
ٿو هَلي تَ ماڻهُون جيڪي ٿو پوکي سوئِي لُڻندو (٨) سو هِنَ لاءِ تَ جيڪو
پَهنجي جِسمَ ۾ پوکي ٿو سو جِسمَ کان فَنا لُڻندو ۽ جيڪو رُوحَ ۾ ٿو پوکي سو
رُوحَ کان هَميشه جو جِياپو لُڻندو (٩) سو اچو اَسِ چڱي ڪَمَ ڪرڻ کان نَ
ٿَڪُون ڇوجو جيڪڏهِن اَسِ ٿَڪجي نَ پونداسِ تَ پورِئَ مَهلَ تي لُڻنداسِ
(١٠) پوءِ جيُن اَسان کي وَقتُ مِلندو وَڃي تِيئُن سَڀَ سان چَڱائِي ڪندا

وَجُون ۽ گهٽُو ڪَري جيڪي اِيمانَ جي گهراڻي جا آهنِ تنِ سان (١١) ڏِسو تہ ڪيڏو وَڏو خطُ مُون پَهنجي هَٿَ سان اَوهان ڏي لِکيو آهي (١٢) جيڪي جِسمَ ڪَري تَعرِيفَ وارا ٿِيَڻُ ٿا ڀائِينِ اُهي ڏايَ سان تَوهان جو ٿُهَرُ ٿا ڪرائِينِ سو رُڳو اِنهي لاءِ تہ مَسِيحَ جي صَلِيبَ بابَتِ ڏُکويا نہ وَڃنِ (١٣) ڇوجو جنِ جو ٿُهَرُ ٿو ٿِئي سي پاڻَ شَرِيعتَ تي نَٿا هَلنِ اُنلو اِئي ڀائِينِ ٿا تہ اَوهي ٿُهَرُ ڪَرايو تان تہ آسِ اَوهان جي جِسمَ بابَتِ پاڻَ پَڏايُون (١٤) پَر اِئي نہ ٿِئي جو آءٌ پَهنجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي صَلِيبَ ڌاران ڪِنهِ ٻِئي ڳالهِ تي مرڪان جنهِ ڪَري جَهانُ مُون لاءِ صَلِيبَ تي چاڙهجي بي زورُ ٿِيو ۽ آءٌ جهانَ لاءِ ٿِيُسِ (١٥) ڇاڪان تہ مسِيحَ يَسُوعَ ۾ نہ ٿُهرُ ۽ نَڪي کوليرائي ڪَمَ جي آهي رُڳو نئِي پَيدائسِ ڪَمِ ٿِي اَچي (١٦) ۽ جيڪي اُنهي دستُورَ تي ٿا هَلنِ تنِ تي ۽ خُدا جي اِسرائِيلَ تي ميلاپَ ۽ رِحمُ هُجي (١٧) اَڳتي ڪوئي مُونکي دڪتَ نہ ڏِيئي ڇوجو آءٌ پَهنجي بُتَ تي خُداوند يسُوعَ جا داغَ کَنيو ٿو گهمان (١٨) اي ڀائرو اسان جي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جو فَضُلُ اَوهان جي رُوحَ سان هُجي آمِينَ ⁘

پَولُوس جو خطُ گلاتِيُنِ ڏي پورو ٿِيو

# پئولسِ جو خَطُ اَفسيُنِ ڏي

## بابُ پهريُون ١

جو پئولسِ خُدا جي مرضِيءَ سارُو يَسُوع مسِيحَ جو رَسُولُ آهي تنهِ جا جيڪي پاڪَ اَفسَ جا رَهاڪُو ۽ جيڪي يَسُوعَ مسِيحَ ۾ اِيماندارَ آهنِ تنِ ڏي سَلامَ (٢) فَضُلُ ۽ سَلامتي اسان جي پيُ خُدا ۽ خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ کان اوهان تي هُجي (٣) سَڳورو آهي خُدا ۽ اسان جي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ جو پيُ جنهِ اسان کي آسماني جايُنِ ۾ سَڀِ طرحَ جي رُوحاني بَرڪتَ مسِيحَ ۾ ڏِني (٤) جيئن تہ اُنهي اسانکي جهانَ جي جوڙجَڪ کان اَڳُ ۾ مَنجهس چُونڊي وَرتو تان تَہ اَسِ سندَسِ اَڳيان پيارَ ۾ پاڪَ ۽ بيءَعيبَ هُجُون (٥) تَہ اُنهي اسانکي پَهنجيءَ چَڱيءَ مَرضِيءَ مُوجِب اڳيئي رکيو تَہ يَسُوعَ مسِيحَ جي وسِيلي ڪَري سندَسِ لاءِ پُٽيلا ٿِيُون (٦) تان تَہ سندَسِ فَضُلَ جي وَڏائيءَ جي واکاڻَ ٿِئي جو فَضُلُ اُنهي اسان تي تنهِ پياريءَ ۾ بَخشيو (٧) تَہ اَسِ مَنجهسِ ٿي سندَسِ خُونَ جي وَسِيلي ڪري چوٽڪو يَعني گُناهنِ جي معافي تنهِ جي

ٻاجهہ جي جهجهائيءَ ڪري ٿا لهُون (٨) جا ٻاجهہ اُنهي اسان تي سڀِ طرحَ جي سياڻپ ۽ سمُجهہ سان وَڌائي آهي (٩) سو اُنهي پهنجيءَ مرضيءَ جي ڳجهہ کي جا چڱي سَدَ اَڳيئي پاڻ ۾ ٺهرائي هُئا؛ اُنهي سارُو اسان تي پڌرو ڪيو (١٠) تہ اُهو مُهلُنِ جي پُوري ٿيڻ جي بندوبستَ ڪري جي شَيءِ زمِينَ تي توڙي آسمانَ تي آهنِ تن سڀني شَيُنِ کي مسيحَ ۾ ڳڏُ ڪري مِلائي (١١) جنهِ ۾ اسان بِ اُنهي جيئي مرضيءَ سارُو جو پهنجي سَدَ جيءَ صلاحَ مُوجب سڀ ڪي ٿو ڪري اڳيئي پڪَ اُنهي وارثي لَڌي آهي (١٢) تان تہ اسِ سندسِ جلالَ جي تعريفَ جو سَبَبُ ٿيُون يعني جن اسان اڳيئي مسيحَ تي ڀروسو رکيو (١٣) جنهِ ۾ اوهي بِ سچائيءَ جو ڪلامُ يعني پهنجي ڇوٽڪي جي چڱي خبر ٻُڌي ٿا رهو ۽ جنهِ ۾ اوهان اِيمانُ آڻي وعدي سارُو پاڪَ رُوحَ جي مُهرُ بِ لَڌي (١٤) جو ڳِڌلِن جي ڇُٽڻَ تائين اسان جي مِيراثِ جي سوٿي آهي تان تہ اُنَ جي جلالَ جي تعريفَ ٿئي (١٥) اِنهي لاءِ مُون بِ اِها ڳالهِ ٻُڌي تہ اوهي خُداوندَ يسُوعَ تي اِيمانُ آڻي سڀني پاڪَنِ سان مُحبتَ ٿا رکو (١٦) اوهان بابت شُڪرانو ڪرڻُ ۽ پهنجي دعائُنِ ۾ اوهانکي يادِ ڪرڻُ نٿو ڇڏيان (١٧) تان تہ اسان جي خُداوند يسُوع مسيحَ جو خُدا جو وڏائيءَ جو پيءُ آهي سو اوهانکي پهنجي سُڃاڻپَ لاءِ سياڻپَ ۽ پڌري ڪرڻَ جو رُوح ڏئي (١٨) ۽ اوهانکي دِلِ جي اکيُن چٽيءَ ٿيَنِ جو اوهي سمُجهو ڪِ سندسِ سَڏڻَ جي ڪهڙي آسَ آهي

۽ سندَسِ جَلالَ واري ميراثِ پاڪنِ ۾ ڪهڙي دولتَ آهي (۱۹) ۽ اُنَ جي قُدرتَ جنهِ اسان ۾ اِيمانُ آندو آهي سا ڇا آهي سندَسِ اُنهي وَڏِي ٻچنديءَ جي سَگهَ مُوجب پَٽِي وَڏي آهي (۲۰) جا اُنهي مسيحَ ۾ پَڌري ڪئي آهي جَڏهِ ڪِہ اُنَ کي مُڙدنِ مان اُٿاري آسماني جائنِ ۾ پَهنجي سَڄي پاسي وِهارياءُ (۲۱) ۽ سَڀڪا سرداري ۽ مُختياري ۽ قُدرتَ ۽ ڏَڻِي پائي ۽ سَڀُڪو ناوُ جو نَہ رُڳو هِنَ جَهانَ ۾ آهي پَر اِيندڙَ جَهانَ ۾ بِہ ٿو وَٺجي تنِ ۾ کيسِ وڏو ڪياءُ (۲۲) ۽ سَڀُڪي اُنَ جي پيرنِ هيٺِ ڪَري ڇَڏياءُ ۽ ڪَليسيا لاءِ تنهِ کي سَيڪان سِرُ ڪياءُ (۲۳) تَہ اُها اُنَ جو بُتُ آهي ۽ اُنهي جيڏِي پَر پُورائي آهي جو سَڀُڪنهِ ۾ سَڀُڪي ٿو پَري ⁘

## بابُ ٻيو ۲

۽ اوهي جي خَطائنِ ۽ گُناهَنِ جي سَببان مُڙدا هُئا تنِ کي اُنهي جِيَرو ڪيو (۲) تنِ ۾ اوهي اڳي هِنَ جَهانَ جي رِيتِ تي ۽ هَوا جي حُڪُومت جي وَڏيري يَعني اُنهي رُوحَ وانگيان جو هاڻي بي ڇَيائِي جي ٻَچنِ ۾ اَثرُ ٿو ڪَري تنهِ مُوجب ٿِي هَليا (۳) جنِ ماڻهن جي وِچ۾ اڳي اَسِ بِہ سڀيئي پَهنجي جِسمَ جي سَڌنِ ڪري چالِ هَلندا هُواسِ ۽ تَنَ مَنَ جِيءَ سَڌون پُوريءَ ڪَندا هُئاسِ ۽ سُڀاوَ ڪري ٻِئنِ وانگيان ڪاوَڙِ جا اولادَ هُئاسِ (۴) پَر جو

خدا ۽ ٻاجهہ ۾ وَنهيُون آهي تنهہ پنهنجي وَڏِي مَحبتَ جي سَببان اسِ جي گُناهي هُئاسِ تنِ سانِ پيارُ ڪيو (۵) اسِ جَڏهہ خَطائُنِ جي سببان مُئِڙا هُئاسِ تَڏهہ اسانکي مسيحَ سان جِياريائين (جي اوهي فَضُلَ ڪرِيئي بچي وِيا آهيو) (۶) ۽ اُنَ سان اسانکي اُٿاريائين ۽ مَسِيحَ يَسُوعَ ۾ آسماني جايُنِ تي سائُسِ گڏُ وِهاريائين (۷) تان تہ سَنديَس اُها مِهرباني جا مسِيحَ يَسُوعَ ۾ اَسان تي آهي تنهہ ڪَري اِيندڙَ زَمانَنِ ۾ پنهنجي فَضُلَ جي تمامُ جَهجهي دواتَ ڏيکاري (۸) ڇوجو اَوهي ٻاجهہ ڪَري اِيمانُ آڻي بچي وِيا آهيو اِهو اوهانکان نہ آهي پَر خُدا جي بَخشِش آهي (۹) نہ عملنِ ڪَري آهي اِئي نہ ٿِئي جو متان ڪو مرڪُ ڪَري (۱۰) ڇوجو اَسِ سَنديَسِ ڪارِيگري آهيُون تہ مسِيحَ يَسُوعَ ۾ چَڱَنِ ڪَمنِ لاءِ پَيدا ٿِياسُ جنِ واسطي خُدا اسانکي اڳيئي تيارُ ڪيو هو تان تہ اَسِ اُنهنکي ڪندا رَهُون (۱۱) اِنهي لاءِ يادِ رکو تہ اوهي اَڳي جِسمَ آهرَ ڌاري قومَ هُئا ۽ جيڪي ٻاڏَڪي ٿُهرِئلَ تا چَوِنِ تنِ ڪان اوهان اڻ ٿُهرِئلَ چَوايو جنِ جو ٿُهرُ جِسمَ ۾ هَٿِ رادو ٿِيو (۱۲) ۽ اِهو تہ اُنَ مَهلَ اوهي مسِيحَ ڪان ڌارَ ۽ اِسرائِيلَ جي رَعيتَ ڪان پَري ۽ وَعدي جي اَنجامنِ ڪان ٻاهرِ ۽ بي آس جَهانَ ۾ بِنا خدا هُئا (۱۳) پَر هاڻي مسِيحِ يَسُوعَ ۾ تِي اَوهي جي اَڳي پَري هُئا سي مسِيحَ جي رتَ جي سَببان وِجها ٿي پِيا (۱۴) ڇوجو اُهوئِي اسانجو صُلحُ آهي جنهہ ٻنهي کي هِڪُ ڪيو ۽ جيڪا ٻِتِ وِچ ۾ هُئي تنهہ کي

ڌاهي ڇڏياءِ (١٥) يعني جو وير حُڪمن جي شريعت جي ريتن رسمن کان ٿيو هو تنهن کي پهنجو جسم ڏيئي ڇٽ ڪياءِ هن لاءِ تہ ميلاپ ڪرائي ٻنهي کان هڪڙو نئون ماڻهون پاڻ ۾ پيدا ڪري (١٦) سو پاڻ دُشمني مِٽائي صَليب جي سببان ٻنهي کي هڪڙوئي جُسو ٿاهي خُدا ساڻ ملائي (١٧) ۽ اُنهي اچي اوهين جي پري هُئا ۽ بيا جيڪي ويجها هُئا تن سڀني کي ميلاپ جي چڱي خبر ڏني (١٨) ڇوجو اُنهي جي ڪري وسيلي ڪري اسان ٻنهي کي هڪڙيئي رُوح کان پيءُ وٽ وڃڻ ٿئي ٿو (١٩) سو هاڻي اوهين پراوا ۽ پرڏيهي نہ آهيو پر پاڪن جا گڏيات ۽ خُدا جي گهراڻي جا آهيو (٢٠) ۽ رسُولن ۽ نبين جي پيڙهہ تي جتي يسُوع مسيح پاڻ ڪُنڊ جو سرو آهي اُتي اوساريا وانگيان ڪنڱل آهيو (٢١) جنهن ۾ سڄي عمارت گڏ جوڙي پاڪ هيڪل خُداوند لاءِ وڌندي ٿي وڃي (٢٢) ۽ اوهين بہ تنهن ۾ ٿي ٻين ساڻ نهندا ٿا وڃو تان تہ رُوح جي وسيلي ڪري خُدا جي رهڻ جي جاءِ ٿيو ⁘

## باب ٽيون ٣

اِنهي لاءِ آءٌ پولس اوهان ٻين قومن واسطي يسُوع مسيح جو باندي آهيان (٢) جيڪڏهن اوهان خُدا جي اُنهي ٻاجهہ جي اختياري جا مونکي اوهان لاءِ ملي آهي تنهن بابت ٻُڌو آهي (٣) تہ اِلهام ڪري اُهو ڳجهہ مون تي پڌرو

ٽيو جِين تہ آءٌ اَڳي اُنهي بابَتِ ٿورو لِکي چُڪو آهيان (۴) جنهِ کي اوهين پڙهي جاڻي ٿا سگهو تہ آءٌ مسِيحَ جو ڳُجهہ ڪيتري قَدُرِ ٿو سَمُجهان (۵) جو اَڳئين زماني ۾ بَني آدم کي اِهڙو جاڻڻ ۾ نہ آيو جهڙيطرح ڪِ سندَسِ پاڪ رَسُولنِ ۽ نبِين تي رُوحَ ڪري هاڻي پڌرو ٿيو (۶) تہ ڌاريءَ قومُون وارثي ۾ پائي ۽ جُسي ۾ ڀائيڙ ۽ جو وَعدو مسِيحَ جي سَببان آهي تنهِ ۾ چَڱي خَبر جي وسِيلي ڪري ڀائيوارَ آهنِ (۷) جنهِ جو آءٌ خُدا جي فَضُلَ جي اُنهي اِنعامَ ڪري خادِمُ ٿِيُسِ جو سندَسِ قُدرتَ جي سَگهُہ ڪري مُونکي مِليو آهي (۸) آءٌ جو سَڀني پاڪنِ ۾ هيٺاڻُون آهيان تنهِ کي اِهو فَضُلُ ڏِيو تہ ڌارِين قومُنِ ۾ مسِيحَ جي اَپارَ دولتَ جي چَڱي سُڌِ ڏِيان (۹) ۽ سڀني تي اِها ڳالهِ چٽي ڪَريان تہ اُنهي ڳُجهہَ جي ڪِهڙي جوڙجَڪ آهي جو مُنڍَ کان جنهِ خُدا سڀُڪجهہ يَسُوعَ مسِيحَ جي وَسِيلي ڪَري پَيدا ڪَيو تنهِ ۾ لِڪلُ هُئي (۱۰) تان تہ هاڻي ڪَلِيسيا جي وَسِيلي خُدا جي طرحَ طرحَ جي حِڪمتَ جيڪي سرداريءَ ۽ مُختياريءَ آسماني جائنِ ۾ آهنِ تنِ تي پَڌري ٿِئي (۱۱) جِين تہ اُنهي اَسان جي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ ۾ مُنڍَ کان پَڪ ڪَئي (۱۲) جنهِ کان اسانکي مَٿِس وِيساهُ رَکڻَ جي سببان بَهادُري ۽ وِجهو وَجڻُ پَروسي سان ٿِيندو آهي (۱۳) جنهِ ڪَري آءٌ مِنتَ ٿو ڪَريان تہ جيڪي مُنهنجيءَ مُصِيبتُ اَوهان ڪارڻِ آهنِ تنِ ۾ بِيرا نہ ٿِيو ڇوجو اُهي اوهان لاءِ مانُ آهنِ (۱۴ : ۱۵) اِنهي

واسطي پهنجي خداوند يَسُوعَ مسِيحَ جي اُنهي پِئُ اڳيان گوڏا ٻَڌِي سَجدو ٿو
ڪريان جنهِ کان سَڀُڪو گهراڻو آسمانَ ۾ ڌرتِيءَ تي نالو ٿو لَهي (١٦) تہ اُهو
پهنجي جَلالَ جي دولتَ سارُو اوهانکي اِهو ڏِيئي جو سَندسِ رُوحَ جي سَببان
اَوهي اَندرِئُ ماڻهوءَ ۾ هيڪاري زورَ وارا ٿِي پَئُو (١٧) ۽ مسِيحَ اِيمانَ جي
وسِيلي ڪَري اوهانجي دِلِيُن ۾ رَوَسي (١٨) تان تہ اوهي مَحبتَ ۾ پاڙ ڪي
جَهلي ۽ پيڙهہ وِجهي سَڀِني پاڪنِ سوڌو چَڱِي طرحَ سَمُجهي سَگهو تہ ويڪرائِي
۽ ڊِگهائِي ۽ اُونهائِي ۽ اُوچائِي ۾ ڪيترو آهي (١٩) ۽ مسِيحَ جي مَحبتَ جا
عِلمَ کان وَڌِيڪَ آهي سا ڄاڻو تان تہ خُدا جي سَڀِئِ پَرپُورائِي ڪري پَرجي
وَڃو (٢٠) هاڻي جو اِهڙو طاقَت وارو آهي تہ جيڪي ڪي اَسِ ٿا گهُرُون يا
خيالُ ٿا ڪرِيُون تنهِ کان بہ هيڪاري واڌو ڪري ٿو سَگهي بَعني جا ٻَڌندي
اَسان ۾ زورُ ڪري ٿِي اُنهِئِ سارو (٢١) تنهِ کي ڪَلِيسيا مَنجهہ مسِيحَ يَسُوعَ
۾ پيڙهان پَٺِئِ سَداءَ سَڀُڪنهِ سمي ۾ جَلالُ هُجي ⁘

## باب چوڻُون ۴

پوءِ آءٌ جو خداوندَ لاءِ باندي آهيان سو اوهانکي عرضُ ٿو ڪريان تہ جنهِ
ڪوٺَ ڪَري اَوهي ڪوٺِئَلَ آهيو اُنهي مُوجب هَلو (٢) ڌايِئِ نِهٺائِي ۽
نِمُرتَ سان ماٺِ ڪَري مَحبتَ ساڻُ هِڪَ ٻِئي جي سَهو (٣) ۾ محنتَ ڪريو

تَہ رُوحَ جي هيڪڙائِي صُلحَ جي بَندَ ۾ هجي (۴) هِڪڙو جُسو ۽ هِڪڙو رُوح آهي جِئَن تہ اوهِي بِہ پهنجي ڪوٺَ جي هِڪڙِڙِي اُميدَ ۾ ڪوٺيا ويا هُوَ (۵) هِڪڙو خُداوندُ ۽ هِڪڙو اِيمانُ ۽ هِڪڙِي بپِتسما آهي (۶) هِڪڙو خدا ۽ سَڀني جو پِئُ جو سَڀني کان مَٿي ۽ سَڀني منجه ۽ اَوهان سَڀني ۾ آهي (۷) پَر اَسان مَنجهان سَيڪنہِ کي مسِيحَ جي بَخشِش جي مَئپ سارُو ڀاڄهَ ڏِني آهي (۸) اِنهي لاءِ اُهو چَوي ٿو جو اُنهي مَٿي چڙهي قَيدَ کي قَيدِ ڪَيو ۽ ماڻهُنِ کي اِنعامَ ڏِنا (۹) پَر اُنهي جو مَٿي چَڙهڻُ هيو ڇا آهي رُڳو هيءُ آهي تَہ اُهو پهرانءُ زَمِينَ کان هيٺِ بِہ لَٿو (۱۰) جو لَٿو سو سَڀني آسمانَنِ کانءِ مَٿي چَڙهيو تان تَہ اُهو سَڀني کي پرپُورُ ڪَري (۱۱) ۽ اُنهي ڪنِ کي رَسُول ۽ ڪنِ کي نَبي ۽ ڪنِ کي وعظُ ڪَندڙُ ۽ ڪنِ کي ڌَنارُ ۽ ڪنِ کي اُستادُ ڀَڪَ ڪري ڏِنو (۱۲) سو هِنَ لاءِ تَہ پاڪَ ماڻهُون خِدمتَ ۾ سِينگاربا وَڃنِ ۽ مسِيحَ جو جُسو ٺهندو وَڃي (۱۳) جيسي ڪِ اَسِ سَڀيئِي اِيمانَ ۽ خدا جي پُٽَ جي سُڃاڻپَ جِئِ هِڪڙائِي ۽ ڪامِل ماڻهُوءَ يَعني يَسُوع مسِيحَ جي پُوري قَدَ جي ماپُ تائِ نَہ پُهچُون (۱۴) تان تَہ هِنڪان پوءِ اَسِ ٻارَ نَہ هُجُون ۽ تَعلِيمَ جي سَيڪنہِ هَوا ۽ ماڻهنِ جي ٺَڳِيءِ ۽ منجهائڻَ وارِئِ تجوِيزَ جي دغابازِئِ ڪري نَہ لُڏُون ۽ ڇِڪجي نَہ وَڃُون (۱۵) اَچا بِہ مَحبتَ سان سَچ جي ڳولا ڪَري مسِيحُ جو سِرُ آهي تنہِ ۾ تِي سَيڪنہِ طَرحَ وَڌندا وَڃو (۱۶) تنہِ کان

سارو جُسو سَيڪنهِ سَنڌَ جي مَددَ ڪري گَڏجي ۽ ڳنڍجي اُنهي اَثرَ مُوجِب
ٿو وَڌي جو سَيڪنهِ جُزي جي واڌِ ڪَري ٿو تِنّي اِهڙو جو اُهو جُسو مَحبتَ
۾ اَچي پَهنجو واڌاپو ٿو ڪري (۱۷) پوءِ آءٌ هِيُن چَئُي خُداوندَ جي اَڳيان
ساکَ ٿو ڀريان تَہ اَوهي اَڳتي اِهڙي چالِ نَہ هَلو جهڙي ڪِ ٻِيٖ قومُ پهنجيٖ
اَجائيٖ سَمُجهَہ سارُو تِيٖ هَلنِ (۱۸) جو اُنهنِ جو عَقُلُ اُونداڻو ٿِي رهيو آهي ۽
جيڪا اِياڻپَ اُنهنِ ۾ آهي تنهِ جي سببان پَهنجي دِلِ جي ڏاڍائيٖ ڪَري
خُدا جي جِياپي کان ڌارَ ٿِي رَهيا آهنِ (۱۹) اُنهنِ ڪَنورُ ٿِي پاڻَ کي شهوتَ
۾ پَرني ڇَڏيو آهي تان تَہ سَڀِ طرحَ جا ڪِنا ڪَمَ حِرصَ ڪَري ڪَنِ (۲۰) پَر
اوهان مسِيحَ کي اِنهيٖ طرحَ نَہ سِکيو آهي (۲۱) اَوهان تَہ اُنَ جي ٻُڌي ۽ ڪانئُسِ
تَعلِيمُ ورتي آهي جِيُن تَہ يَسُوعَ ۾ ئي سچائي آهي (۲۲) يَعني تَہ اَوهي اَڳيٖ
هَلتِ وانگيان جو پُراڻو ماڻهُو پو فِريب ڏِيندڙَ شهوتَ جي سَببان بُڇڙو آهي
تنهِ کي لاهيو (۲۳) ۽ پهنجي رُوحَ وارئيٖ سَمُجهَہ ۾ نَوا ٿِيو (۲۴) ۽ نَئُو ماڻهُو پو
جو خدا پٺاندرِ راستيٖ ۽ سَچائيٖ جي پاڪائيٖ ۾ پَيدا ٿِيو آهي تنهِ کي پَهريو
(۲۵) جنهِ ڪَري ڪُوڙُ ڇَڏي سَيُڪو پَهنجي پاڙيسرِيٖ سان سَچُ ڳالهائي ڇوجو
اسِ پاڻ ۾ هِڪ ٻِئي جا عُضوا آهيُون (۲٦) ڪاوڙجي گُناهُ نَہ ڪريو جو اِئي
نَہ ٿِئي تَہ سِجُ اَوهان جي ڪاوڙ تي لَهي (۲۷) ۽ شيطانَ کي جاءِ نَہ ڏيو
(۲۸) جيڪو چوري ڪَندڙُ هجي سو وَري چوري نَہ ڪَري پَر اَجان ٻِ

مِحنتَ ڪَري ۽ هَٿنِ سان چَڱي ڪِرت ڪري تان تَہ جنِ کي گهُرجَ آهي تنِ کي ڪي ڏيئي سگهي (۲۹) ڪائي ڪِني ڳالهِ اوهانجي واتون نَہ نِڪري پَر جيڪا ڳالهِ گهُرجَ سارو سُڌارَ لاءِ چَڱي هُجي ڪِ جنهِ ڪَري ٻُڌڻ وارنِ کي فائِدو ٿِئي سا چَئُو (۳۰) ۽ خدا جي پاڪَ رُوحَ کي رَنج نَہ ڪريو جنهِ ڪَري اوهان تي ڇوٽَڪي جي ڏِينهَ تاءِ مُهرُ لَڳي آهي (۳۱) ساري ڪَوڙائي ۽ اندِيرُ ۽ ڪاوڙِ ۽ گوڙُ ۽ لائي چاڻي سڀِئي لُڇائي سوڌي اوهانکان پَري ٿِئي (۳۲) ۽ هِڪَ ٻِئي تي مهربان ۽ ڪَهلَ وارا ٿِيو ۽ پاڻَ ۾ معافُ ڪندا رَهو جِئَن ڪِ خُدا بِہ مسِيحَ ڪارڻِ اوهانکي مَعافُ ڪَيو ؛

## بابُ پنجُون ۵

پوءِ اوهي پيارنِ پُٽَنِ وانگيان خُدا جا پوءِ لَڳُ ٿِيو (۲) ۽ مَحبتَ سان هَلو جِئَن مسِيحَ بِہ اسان سان مَحبتَ رَکي ۽ اسان لاءِ پاڻُ خدا اڳيان خوشبوءِ لاءِ نذرُ ۽ قُرباني ڪِياءِ (۳) ۽ لاندارائي ۽ سَڀِ طرحَ جي ناپاڪائي ۽ لالِچ جي اوهان ۾ ڳالهہ بِہ نَہ هُجي جِئَن ڪِ پاڪنِ کي واجِبُ آهي (۴) ۽ نَہ بي لَڄائي ۽ نَہ اَجائي بَڪبَڪَ ۽ نَہ اُهي ٺَٺولِيُون جي اَجوڳُ آهنِ پَر زِيادہ شُڪرانو ڪِجي (۵) ڇوجو اوهي اِنهي ڳالهِ کي چَڱي پَرتا ڄاڻو ڪِ سَڀُڪو لاندارو يا ناپاڪَ يا لالچي جو بُتِ پَرستُ آهي سو مسِيحَ ۽ خدا جي بادشاهِيءَ

ᄆرورٿو نٿو لڳي (٦) ڪوئي اوهانکي اَجائِنِ ڳالهيُنِ ڪري نَ ٺڳي ڇوجو اهڙيُنِ ٻُڇڙائِن ڪريڪي خدا جو غضبُ انِ مَيحتاجي اولاد تي ٿو پَوي (٧) پوءِ اوهي اُنهنِ جا ڀائي نَ ٿِيو (٧) ڇوجو اوهي اَڳي اُوندهِ هُئا پَر هاڻي خُداوندَ ۾ سوجهرو آهيو سو سوجهري جي اولادَ وانگرِ هَلو (٩) ڇوجو سوجهري جو ڦَرُ ڏاڍي چڱائي ۽ راستبازي ۽ سچائي ۾ آهي (١٠) ۽ اِها خبرَ وٺو تَہ خُداوندَ کي ڇا ٿو وڻي (١١) ۽ اُونداهي جي اجائنِ ڪمنِ ۾ ڀائي نَ ٿِيو اُٽلوئي اُنهنکي ڇينڀيو (١٢) ڇوجو اُنهنِ جي ڳُجهنِ ڪمَنِ جي ڳالهِ ڪرڻُ بِ لَڄ آهي (١٣) پر اِهي سَڀِ ڇينڀيلَ شيءِ سوجهري ڪريڪي پَڌري ٿِيءِ ٿِيَنِ ڇوجو جيڪا شيءِ سُجهندو ٿي ڪري سا سوجهرو آهي (١٤) اِنهي لاءِ چَوي ٿو اَٿِي اَڄُ ٿون جو سُمهيو پِيو آهي سو جاڳُ ۽ مُئنِ مَنجهان اُٿي کڙو ٿِيُ تَہ مسِيحُ توتي چمڪندو (١٥) پوءِ خبردارُ اَوهي ڏِسي واسِي اِياڻن وانگيان نَ پَرسِياڻنِ وانگيان هَلو (١٦) ۽ وقتَ کي سَجايو ڪَريو ڇوجو ڏِينهَ ٻُڇڙا آهنِ (١٧) اِنهي واسطي بي سَمُجهَ نَ ٿِيو اُٽلو سَمُجهو تَہ خُداوندَ جي مرضي ڇا آهي (١٨) دارُونءَ سان نَشئي نَ ٿِيو جو انهِ ۾ ٻُڇڙائي آهي پَر اَجا بِ رُوحَ ۾ پرپُور ٿيو (١٩) سو اَوهي پاڻ ۾ زَبور ۽ راڳَ ۽ روحاني غَزلَ چَئو ۽ پَهنجي دِلِ ۾ خُداوند لاءِ ڳائِيندا وَڄائِيندا رَهو (٢٠) ۽ سَڀني ڳالهيُنِ لاءِ اسانجي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ جي نالي ڪري خُدا پِيُ جا هَميشه شُڪرانا ڪندا رَهو (٢١) ۽ خُدا جي ڊَپَ ۾ ٿِي هڪ ٻِئي جي

تاتِ مَڃيندا رَهو (٢٢) اي عورتو اوهين پنهنجن مُڙسن جي چَئي ۾ اهڙو رَهو جهڙو ڪِ خُداوند جي چَئي ۾ (٢٣) ڇوجو مُڙسُ زالَ جو سِرُ آهي جهڙو ڪِ مسيحَ ڪَليسيا جو سِرُ ۽ جُسي جو بَچائيندڙُ آهي (٢٤) پَر جِئن ڪَليسيا مسيحَ جي حُڪمَ هيٺِ آهي تِئن زالُ بِ سَڀڪنهِ ڳالهِ ۾ پنهنجي مُڙسن جي حُڪمَ هيٺِ هُجن (٢٥) اي مُڙسو پنهنجي جوئن سان پيارُ ڪَريو جِئن مسيحَ بِ ڪَليسيا کي پيارُ ڪَيو ۽ اُنهِيءَ لاءِ پاڻُ ڏِناءِ (٢٦) سو هِنَ لاءِ تَ اُهو تنهِ کي ڪلامَ ڪَري پاڻِيءَ جي غُسلَ سان سُڌو ۽ پاڪُ ڪَري (٢٧) تان تَ اُهو پاڻَ پنهنجي لاءِ اِهڙِي وَڏائيءَ واري ڪَليسيا تيارُ ڪَري جنهِ ۾ داغُ يا گهُنڊُ يا ڪائي اِهڙي شيءِ نَ هُجي پَر پاڪَ ۽ بيعِيبَ هُجي (٢٨) اِئيئي مُڙسن کي بِ واجبُ آهي تَ پنهنجي جوئن سان اِهڙو پيارُ ڪَن جهڙو ڪ پنهنجي جِسمَ سان ٿا ڪَن جيڪو پنهنجِي جوءِ سان پيارُ ٿو ڪَري سو پاڻَ سان پيارُ ٿو ڪَري (٢٩) ڇاڪان تَ ڪنهِ ڪَڏهِ پنهنجي جِسمَ سان ويرُ ڪونَ رکيو آهي اَجان بِ سَڀُڪو تنهِ کي پالي سُکيو ٿو رکي جِئن خُداوندُ بِ ڪَليسيا کي ٿو پالي (٣٠) ڇوجو اسِ هُنجي جِسمَ جا عُضوا سَندس ماسَ ۽ هَڏين مان آهيون (٣١) اِنهيءَ سَبَب ڪَري ماڻهون پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڇڏيندو ۽ پنهنجي جوءِ سان مِليو رَهندو ۽ اُهي ٻَئي هِڪُ تَنُ ٿِيندا (٣٢) اِهو ڏايو ڳُجهُ آهي پَر آءٌ مسيحَ ۽ ڪَليسيا بابتِ ٿو چوان (٣٣) پَر اوهان مَنجهِ بِ سَڀُڪو پنهنجي

جوءِ سان اِهڙو پيارُ رکي جھڙو پاڻَ سان ٿو رکي ۽ زالَ پنهنجي مُڙسَ جو اَدبُ ڪري ⁘

## بابُ ڇهُون ٦

اي ٻارڙو اوهين خُداوندَ جي واسطي پنهنجي ماءُ پيُ کي مڃيو ڇوجو اِهو واجبُ آهي (٢) پنهنجي ماءُ پيُ کي مانُ ڏي اِهو وعدي ساڻُ پهريُون حُڪمُ آهي (٣) سو هِنلاءِ تہ تنهنجو ڀلو ٿِئي ۽ تُنهنجي وَڏي ڄمارَ ڌرتِيءَ تي هُجي (٤) ۽ اي بابو اوهين پنهنجي ٻارنِ کي نہ ڪاوڙايو اُنلو خُداوندَ جي تعلِيمَ ۽ نَصِيحتَ ڪري اُنهنجي پالِنا ڪريو (٥) اي نوڪرو جيڪي جِسمَ جي لاڳاپي ڪري اَوهانجا ڌَڻي آهنِ تنِ جا پنهنجي دِليُنِ جيءِ صفائيءَ ڪري اِهڙا ٻِڄي ۽ ڪنبي ڄڻي دارَ ٿِيو جهڙا مسِيحَ جا آهيو (٦) ۽ هِيءَ نہ ماڻهنِ جي خُوشامدِ ڪرڻُ وارنِ وانگيان ڏيکارڻ لاءِ پَر مسِيحَ جي ٻانهنِ وانگيان دِلِ سان خدا جي مرضِيءَ تي هَلو (٧) ۽ خُوشِيءَ سان نوڪري ڪريو ڄڻُ تہ خُداوندَ جي ٿا ڪريو تہ ماڻهنِ جي (٨) سو اوهين ڄاڻو ٿا ڪہ جيڪو ٻانهو توڻي ڇُٽَلُ ڄڱو ڪمُ ٿو ڪري سو خُداوند کان اُهڙوئي لَهندو (٩) ۽ اي ڌَڻِيو اوهين بہ ڌَٻاءُ ڇَڏي اُنهنِ سان اُهڙائي ٿِيو اِها ڄاڻي تہ اُنهنِ جو ۽ اوهانجو ڌَڻي پڻ آسمانَ تي آهي تنهِ جي وِيجهو پاسِ ڪانهي (١٠) نيٺِ اي مُنهنجا ڀائرو خُداوندَ ۽ سندَسِ قُدرتَ جي ٻَلَ ۾ زورَ وارا ٿِيو (١١) خدا جا سَڀِ

هَتيارَ ٻَڌو تان تَہ اوهِي شَيطانَ جِي رِٿُنِ اڳِيان ٻِهِي سَگهو (١٢) ڇاڪان تَہ
اسانجِي مَلهَ ڪُشتِي رَتَ ماسُ سان نَہ آهِي پَر سردارِيُنِ ۽ مُختياريُنِ ۽
هِنَ جهانَ جِي اُونداهِيءِ جِي ڀُجنديءِ وارنِ ۽ ٻُڇڙائِيءِ جا رُوحَ جِي آسمانِي
جايُنِ ۾ آهنِ تنِ سان آهِي (١٣) اِنهِي لاءِ خُدا جا سَڀِ هَتيارَ ڪٺِي وَٺو تان
تَہ اوهِي ٻُڇڙِي ڏِينهَ ۾ سامهُون ٿِي سَگهَو ۽ سَڀ ڪَمُ راسِ ڪري ٻِهِي رهڻَ
تِي ڀُڄَڻاتِيءِ وارا ٿِئُو (١٤ ÷ ١٥ ÷ ١٦) اِنهِي لاءِ پَهنجِي چيلهِ سَچائِيءِ سان ڪَسِي
۽ راستِيءِ جِي زِرهَ ڍڪِي ۽ پيرنِ ۾ ميلاپَ جِي چڱِيءِ خبرَ جِي سانڻاهِي
جِي جُتِي پايُ ۽ سَيني جِي مَٿان اِيمانَ جِي ڍالَ جَهلِي جنهِ سان اَوهِي
اُنهِي ٻُڇڙِي جِي سَيني ٻَرندڙنِ تِيرنِ کِي وِساءِ ٻِهِي سَگهو (١٧) ۽ ڇوٽڪارِي
جو هولُ ۽ رُوحَ جِي ترارِ جا خدا جو ڪَلامُ آهِي سا ڪٺِي وَٺو (١٨) ۽ ڏاڍِيءِ
سِڪَ ۽ مِنتَ سان سداءِ رُوحَ ۾ دُعا گهُرو ۽ اِنهِي لاءِ سَيني پاڪنِ واسطِي
تمامُ ٻِيهڪَ سان مِنتَ ڪري جاڳَندا رَهو (١٩) ۽ مُهنجِي واسطِي بِہ تَہ
مُونکِي ڪَلامُ مِلِي ٻَوِي اِنهِي لاءِ تَہ آءٌ پَهنجو واتُ کولِي ٻَهادُريءِ سان چَڱِيءِ
خبرَ جِي ڳُجه کِي پَڌرو ڪريان (٢٠) جنهِ جِي واسطِي آءٌ ايلچِي ٿِي باندِي
آهيان تان تَہ آءٌ دِليرُ ٿِي اُنکِي اِهڙو چَوان جِئَن ڪِ چَوڻُ گُهرجِيمِ (٢١) ۽
تَخڪس جو مُهنجو پيارو ڀاءُ ۽ خُداوندَ جو اِيماندارُ ٻانهو آهِي سو اوهانکِي
سَڀِ جاڻائِيندو تان تَہ اوهِي جاڻو تَہ مُهنجو حالُ ڇا آهِي ۽ مان ڇا ٿو

ڪريان (٢٢) مُون أنهي کي اوهان وَٽِ اِنهي واسطي موڪليو تہ اوهي اسانجو حالُ ڄاڻو ۽ أهو اوهانجي دِليُنِ کي تَسلائي ڏِيئي (٢٣) ڀائُرنِ جي سَلامتي هُجي ۽ ابي خدا ۽ خداوندَ يَسُوع مسِيحَ کان اِيمانَ سوڏِي مَحبتَ مِلي (٢٤) فَضُل أنهنِ سينِي ساڻُ هُجي جي اسانجي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ تي سَچائِي سان محبتَ ٿا رکنِ - آمِينَ ؛

پَولُوس جو خطُ اَفسيُنِ ڏي پورو ٿِيو

# پَوُلُسَ جوخَطُ فِلِپِيُنِ ڏي

## بابُ ١

جيڪي عِيسىٰ مسِيحَ جا پاڪَ ماڻهونُ نِگهبانَنِ ۽ خادِمَنِ سوُدو فلپِئِيَ مين آهِنِ تِنِ سَڀِني کي عِيسىٰ مَسِيح جي ٻا نهنِ پَوُلُسَ ۽ تِمِطائوسَ جا سَلامَ (٢) فَضُلُ ۽ سَلامَتِي اَسان جي پِيُ خُدا ۽ خُداوَندَ يَسُوع مَسِيحَ کان اَوهان تي هُجي ⁘

(٣) آئون هميشَهَ جڏَ هين اَوهان کي يادِ ٿو ڪَريان تَڏَ هين پَهنجي خُداجو شُڪرانو ٿو ڪَريان (٤) ۽ پَهنجِئِيَ سَڀَڪنهِن دُعا مين خوشِئِيَ سان هَميشَهَ اَوهان سَڀِني لاءِ دُعا گُهرَندو ٿو رَهان (٥) سو هنِ لاءِ تَہ اَوهِين پَهرئين ڏِينهن کان ونِي اَڄُ تائين چَڱِئِيَ سُڌِ مين ڀائي رَهو (٦) ۽ مونُ کي پَڪَ آهي تَہ جنهِن اَوهان مين چَڱو ڪمُ شُروعُ ڪيو آهي سو يَسُوع مَسِيحَ جي ڏِينهن تائين پُورو ڪندو رَهندو (٧) جيئن ڪِ واجِبُ آهي تَہ آئون اَوهان سَڀِني بابَتِ اِئينئِي سَمُجهان سو هِنَ لاءِ تَہ اَوهِين مُهنجي

زَنجِيرَنِ ۾ چڱيءَ خَبَرَجي بَيانَ ۾ وَرندڙيءَ ڏِئڻ مَهَل مُهنجي دِلِ مين آهِيو ۾ فَضلَ مين اَوهِين سَيپيئَ مُهنجا ڀائِي آهِيو (۸) اِنهي ڳالھ بابَتِ خُدا مُهنجو ساکِي آهي تَہ آئون يَسُوع مَسِيح جي رَحمَ مين اَوهان سَڀني لاءِ ڪيڏَن تو سِڪان (۹) ۾ اِها دُعا گُهران ٿو تَہ اوَهان جو پيارُ سَمُجھ ۾ سَڀَڪنهِن طَرحَ جي سُجها ٿَپ سان اَچا بہ وَڌ ندو وَجي (۱۰) سو اِنهي لاءِ تَہ جِن ڪِن ڳالهِيُن مين فَرقُ آهي تِنِ جو اَوهِين رَکو تان تَہ اَوهِين مَسِيح جي ڏينهن تائِين سُٺا ۾ بي ڏوهارَ هو (۱۱) ۾ سَچائِيءَ جا ڦَلَ جي يسُوع مَسِيح جي مَعرفَتَ آهِن تِنِ سان اَوهِين لَڏِيا رَهو تان تَہ خُدا جو پَرتابُ ۾ هُنَ جي وَڏائِي ٿِئي ⁘

(۱۲) اي ڀا ئُرو اَوهان کي هيءَ خَبَرَ ڏِئڻُ تو ڀا نيان تَہ جيڪِي مون تي ٿِيو لنگهِيو سو چڱيءَ سُڌِ جي واڌ اپي لاءِ ٿِيو (۱۳) ايترو تَہ قيصَر جي سَڄي مَحِلاتَ جي ماڻهن ۾ ٻِئِن سَڀني کي پَڌِرو ٿِيو تہ آئون مسِيح واسِطي باندي آهِيان (۱۴) ۾ جيڪي خُداوندَ مين ڀائُرَ آهِن تِنِ مَانجهان گهڻا ٿِي مُهنجي قيدَ ڪَري دِلِ جهلي بي پَروا ٿِيءَ سان ڪَلامَ ٻُڌ ائِڻَ مين ڏاڍيا بَهادُرَ ٿِيا (۱۵) هِڪِڙا ريسَ ۾ جهيڙي سان مَسِيحَ جو وَعظَ ٿا ڪَنِ پَرَ ٻِيا چڱيءَ نِيَتَ سان ٿا ڪَنِ (۱۶) جي جهگِڙ ائِي آهِن سي مَسِيحَ جو وَعظَ سَچا نِيءَ سان نَہ پَرَ انِهي خِيالَ سان ٿا ڪَنِ جو مون تي قيدَ مين ٻيو ڏکُ وَڌائِينِ

(١٧) پَرَ جيڪي پيارَ سان وَعظُ ڪن ٿا ڪَنِ سي ڄاڻَن ٿا تَہ آئون اَنجيلَ جي ثابتُ ڪَرَڻَ لاءِ مَقرَرُ آهيان (١٨) ٻيوڇا تَہ سَڀڪِنهن طَرَح توڙي مِڪرَ توڙي سَچا ٿِئي سان مَسِيحَ جو هوڪو ٿو ٿِئي ۽ آئون هُنَمين خوشِ آهيان ۽ خوشِ ڀِ رَهندُسِ (١٩) ڇوجو آئون ڄاڻان ٿو تَہ هِنَ ڪان اَوهان جي دُعا ۽ عِيسىٰ مَسِيحَ جي رُوحَ جي مَدَدَ ڪَري مهِنجو ڇو ٽِڪو نِڪِرَندو (٢٠) جيئَن تَہ مون کي ڏاڍِي خواهِشَ ۽ آسَ آهي تَہ آئون ڪِنهن ڳا لهِ مين لَڄِي نَہ ٿِيان پَرَ پُورِئِيَ اَلِبيلائِيءَ سان هَميشَہَ وانگُرُ هاڻي ڀِ مَسِيحَ جي وَڏائِي مُهنجي بُتَ مين توڙي جيئري توڙي مُئِي پَڌِرِي ٿِئي (٢١) ڇوجو مُهنجي واسِطي جيئَڻُ مَسِيحُ آهي ۽ مَرَڻُ فائِدو آهي (٢٢) پَرَ جيڪڏَ هِين مون کي جُسي مين جيئرو رَهڻو آهي تَہ هِيئُ مُهنجي مِحنَتَ جو ڦَرُ آهي تَڏَ هِين ڀِ آئون نَٿو ڄاڻان تَہ ڇا پَسَندِ ڪَندُسِ (٢٣) ڇوجو ٻِنِ ڳا لِهيُنِ مين مُنجهِي پيو آهِيان مون کي سَڌَ آهي تَہ هِتان لَڏِي وَڃِي مَسِيحَ سان رَهان ۽ اِهو ڀاڻَ تَمامُ چَڱو آهي (٢٤) پَرَمون کي هُن ڪان اَوهان ڪاڻِ جُسي مين رَهڻُ ضَرورُ آهي (٢٥) ۽ پَڪَ ٿو ڄاڻان تَہ رَهندُسِ ۽ اَوهان سَڀِني لاءِ جيئرو رَهندُسِ تان تَہ اَوهان کي اِيمانَ جو واڌاپو ۽ خوشِي ٿِئي (٢٦) تان تَہ اَوهان جو مَرڪَ مُهنجي اَوهان وَٽِ وَرِي اَچَڻَ ڪَري مون لاءِ يَسُوعَ مَسِيحَ مين وَڌندو وَڃي (٢٧) رُڳو مَسِيحَ جيئي چَڱَئِيَ سُڌِ پَنانَدِر هلَتِ چَلَتِ ڪَرِيو تان تَہ توڙي

آئون اَچِي اَوهان کي ڏِ سان تو ٽي نَ تَڏ هِين بِ اَوهان با بَتِ هيئُ ٻُڌان
تَ اَوهِين هِڪِڙي رُوحَ مين قا ئمُ تا رَهو ۽ هِڪِڙئِي دِلِ سان خوشخبرئي
جي ايمانَ لاءِ کو شَشِ تا کَريو (۲۸) ۽ اَوهِين پَهِنجِنِ ويرِئِنِ کان کَنهِن
ڳالِهِ مين پَوُ نَ کا ئو تَ هيئُ اُنهِن لاءِ چَٽُ تِنَشُ جو پَرَ اَوهال لاءِ خُدا جي
پاران چو نِکاري جو چِٽو نِشانُ آهي (۲۹) چو جو مَسِيحِ کَري اَوهان کي
هيئُ ڏِنو وِيو آهي تَ نَ رُڳو مَڃِسِ ويساهُ رَکو پَرَ اُنهي لاءِ ڏُکُ بِ سَهو
(۳۰) جهِڙئِي پِيِڙِ مين اَوهان مونُ کي ڏِٺوهو ۽ مونُ بابَتِ هاڻي بِ ٻُڌو تا
اَهِڙئِي مين اَوهِين پاڻ آهِيو ⁘

## باب ۲

پوءِ جيکَڏ هِين مَسِيحَ مين کو ڏَڍُ يا پِيارَ جي کا تَسلِي يا رُوحَ جي
کا سَنگَتِ يا کا ٻاجهَ ۽ کَهِلَ هُجي (۲) تَ اَوهِين مُهِنجي خو شِي پُوري
کَريو تان تَ هِڪجهِڙو ڏِيانُ ۽ هِڪَ جهِڙي مَحَبَتَ رَکو هِڪَ مَتِ ۽ هِڪَ
دِلِ ٿِيو (۳) اَوهِين پَهِنجي مَطِلَبَ يا اَجائِيءَ وَڏائِيءَ موُجِبِ کي بِ نَ
کَريو اُنِلو غَرِيبِيءَ کَري پا ڻمين هِڪَ ٻِئي کي چَڱو جاڻو (۴) سِڀِکو پَهِنجيِءَ
حالَ تي نَ پَرَ ٻِئنِ جي حالَ تي بِ لِحاظَ کَري (۵) پوءِ اَوهان جو خِيالُ
اَهِڙو ئي ٿئي جهِڙو کِ يَسُوع مَسِيحِ جو هو (۶) تَ اُنهي خُدا جي صُورَتَ

مين تِيندڍيُ خُدا سان بَرابَرِ ٿِئَڻُ اِها کَسَ نَہ ڄاتِي (٧) اُنِلوئِي ٻانِ کي هيٺائون ڪِيانئِين جيئَن ڪِ خادِمَ جي حالَ مين ٿِي ماڻهُوءَ جي شِڪِلِ وَرِتا نئين (٨) ۽ ماڻهُوءَ جي صُورَتَ مين پَڌِرو ٿِي ٻانِ کي هيٺائون ڪِيانئِين ۽ مَرَڻَ تائِين هائو صَلِيبَ جي مَوْتَ توڻي مَڃِيندو رَهِيو (٩) اِنهي لاءِ خُدا هُنَ کي هيڪارِي اُوچو ڪَيو ۽ تَنِهِن کي اَهِڙو نالو ڏِ نائِين جو سَڀَ کان مَٿي آهي (١٠) تان تَہ يَسُوع جي نالي تي آسِمانَ وارا توڻي زِمِينَ وارا توڻي جيڪي زِمِينَ کان هيٺِ آهِن تِنِ سَڀِني جا گوڏا نِوَنِ (١١) ۽ سَڀَڪا زِبانَ قَبُول ڪَري تَہ يَسُوع مَسِيحُ خُداوَنَدُ آهي سو هِنَ لاءِ تَہ خُدا پِيُ جي وَڏائِي ٿِئِي ؛

(١٢) سو اي مُهِنجا پِيارو جِهِڙِئَ طَرَح اَوهِين هَمِيشَہ حُڪُمَ مَڃِيندا آيا آهِيو اَهِڙِئَ طَرَح رُڳو مُهِنجِئَ حاضِرِئَ مين نَہ پَرَ هاڻي مُهِنجي پَرَپُٺِ تَمامُ گَهڻو ڊِڄَندا ۽ ڪَنبندا پَهِنجي ڇو ڏِکي جا ڪَمَ پُورا ڪَرِيو (١٣) ڇو جو خُدا ئِي آهي جو اَوهان کي پَهِنجِئَ مَرضِئَ پَٽاندَرِ چاهَ ۽ عَمَلَ ڪَرَڻَ مين ٿو هَلائي (١٤) ۽ اَوهِين سَڀِ ڪَمَ بِنا کُرِکُرِ ۽ بِنا تَڪِرارَ ڪَندا رَهو (١٥) سو هِنَ لاءِ تَہ اَوهِين بيءَ ڏوهَ ۽ بِنا ٻُچِڙائِيءَ ٿِي ڏِنگِيءَ ۽ ٻُرِڙِئَ قومَ جي وِچمين خُدا جا بيعيب اَوْلادَ رَهو (١٦) جِنِ مين اَوهِين جِياپي جو ڪَلامُ وَٺِي سوجِهري وانگِيان جَهانَ مين

تاچِمِڪو سو هِنَ لاءِ تَہ مَسِيحَ جي ڏِينَهن مُهِنجِي وَڏائِي ٿِئِي جو مَتان مُهِنجِي ڊوڙَ ۽ پورِهيو اَجايو ٿِي پَوي (١٧) پَرَ جيڪڏَ هِين مَهِنجو رَتُ اَوهان جي ايمان جي قُربانِيءَ ۽ جِذِمَتَ تي هارِجِي وَجي تَہ بہ آئون سَرهو آهِيان ۽ اَوهان سَڀِنِي کي سَڳورو ٿو چَوان (١٨) ۽ اَوهِين بہ اَهڙِائِي خوش ٿِيِي مُون کي سَڳورو چَئو (١٩) ۽ مُون کي خُداوَندَ يَسُوع مين هِيءَ اُميدَ آهي تَہ طِمِتائُوسَ کي اَوهان وَٽِ سِگهو مو ڪِلِيان سوهِنَ لاءِ تَہ اَوهان جو حالُ سَمُجهِي آئون بہ دِلجاءِ ڪَرِيان (٢٠) ڇا ڪان تَہ مُون سان ڪو ٻيو پاڻَ جهِڙو خِيالُ رَکَندَڙُ ڪونهي جو دِلِ جي صَفائِيءَ سان اَوهان لاءِ اُلِڪو رَکي (٢١) سو هِنَ لاءِ تَہ سَڀِيءَ پَهِنجِيُنِ پَهِنجِيُنِ شَيُنِ جي ڳولا مين آهِنِ ۽ نَہ اُنهِنِ شَيُنِ جي ڳولا مين جي يَسُوع مَسِيحَ جُون آهِنِ (٢٢) پَرَ اَوهان کي اُنَ جي پَرِکَ بابَتِ سُڌِ آهي تَہ جِيئَن پُٽُ پِيءُ جي اُئينئِين تَنهِن مُون سان خَبَرَ جي چَڱِيءَ خِذِمَتَ ڪَيُ (٢٣) پو ءِ آسائِتو آهِيان تَہ اَجا پَهِنجِي حالَ احِوالَ جو چيڙو ڏِسان تَہ اُئينئِين تَنهِن کي اَوهان ڏي مو ڪِلِيان (٢٤) پَرَ مُون کي خُداوَنَدَ مين آسِرو آهي تَہ آئون پاڻَ بہ سِگهو اِينڊَسِ (٢٥) تَڏَ هِين بہ مُون ضَرُورُ ڄاتو تَہ اَپِفرودِيطَسُ جو مُهِنجو ڀاءُ ۽ سَنگِتِي ۽ سِپاهِگِيرِئِيَ جو ڀائِي ۽ اَوهان جو مو ڪِلِيلُ ۽ مُهِنجِي اَحِتِياجَ پُوري ڪَرَڻَ لاءِ خادِمُ آهي تَنِهن کي اَوهان ڏي

مو ڪِلِيان (٢٦) جو اُنهي ڪي اَوهان سَڀِني جي ڏاڍِي سَڌَ آهي سو هِنَ لاءِ اَوهان هُنَ جي ناچَڱائِيءَ جي ڳالهِ ٻُڌي تنهنڪري هُو ڏاڍو اُداڻِڪو هو (٢٧) هائو اُهو ناچَڱائِيءَ ڪري مَرَڻَ تي هو پَرَ خُدا هُنَ تي ٻا جَهه ڪَئِي سو رُڳِي اُنهي تي نَه پَرَ مُون تي ٻِه جو اِئِين نَه ٿِئِي جو آئون ڏُکَ پَٺِيان ڏُکَ سَهان (٢٨) سو مُون هُنَ ڪي تَمامُ جَلِدُ مو ڪِلِيو تان تَه اَوهِين هُنَ جي وَري ڏِسَڻَ ڪري خوشِ ٿِيو ۽ مَهِنجو ٻِه فِڪُرُ لَهي (٢٩) پوءِ هُنَ ڪي خُداوَنَد جي سَبَبِ پُورِئَي سَرهائِيءَ سان قَبُولُ ڪَرِيو ۽ اَهِڙَنِ ڪي وَڏو ڪري ڄاڻو (٣٠) ڇو جو مَسِيح جي ڪَمَ لاءِ هُو مَرَڻَ تي هو ۽ هُنَ پَهِنجي جِياپي ڪي جوکي مين وِڌو سو هِنَ لاءِ تَه مُهِنجِيءَ خِدمَتَ مين اَوهان جي اوڻائِي پُوري ڪري ⁘

## بابُ ٣

نيٺِ اي مُهِنجا ڀا ئُرو خُداوَنَد مين خوشِ رَهو اُهائِي ڳا لِهه اَوهان ڪي وَري وَري لِکَڻُ مُون لاءِ دِقَتَ نَه آهي پَرَ اَوهان لاءِ سَلامَتِيءَ جو سَبَبُ آهي (٢) ڪُتَنِ کان هوشِيارَ رَهِجو ۽ ٻُڇڙِي ڪَمَ ڪَرڻوارَنِ کان خَبِردارُ رَهِجو ۽ ڪَٽَ وَڍَ ڪَرڻوارَنِ تي نَظَرَ رَکَندا رَهِجو (٣) ڇا کان تَه حَقاني ٿُهُرُ اَسِين آهِيُون جي رُوحَ سان خُدا جي بَندَگِي ٿا ڪَرِيُون ۽ مَسِيح يَسُوع تي مَرِڪُون

تا ۽ جُسي جو آسِرو ڪو نَہ تا رَڳون جيتو ٽيڪ مُون کي جِسِمَ تي آسِري رَکَڻَ جو سَبَبُ آهي (۴) جيڪڏَ هِين کو ٻيو خِيالُ ڪَري جو مُون کي جِسِمَ تي آسِري رَکَڻَ جو سَبَبُ آهي تَہ ڀلا مُون کي هيڪارِي سَبَبُ آهي (۵) جو مُهِنجو تُهَرُ اَٺين ڏِينهن تيو سو آئون اِسرائيلَ جي اَوُ لادَ بِنِ يامِنَ جي پاڻارِئي کان عِبرانِييُ جو عِبراني شَرِيعَتَ مُوجِبِ فَرِيسِي آهيان (۶) ۽ شَوَق ڪَري ڪَلِيسِيا جو ڏُکوئِيندڙُ ۽ شَرِيعَتَ جي سَچائِيُ مين بي عيب هوسِ (۷) پَرَ جيتِرِ يوُن شيون مُهِنجي فائدي جوُن هيون مون اُنهن کي مَسِيحَ لاءِ زِيانُ سَمُجهيو (۸) ٻيو هاڻي بِہ پَهِنجي خُداوَنَدَ مَسِيح يَسُوع جي سُڃاڻَپ جي وَڏائِيُ سَبَبان سَڀِڪِي زِيانُ ٿو ڄاڻان جو هُنَ جيئي واسِطي مُون سَڀِ شَيِ جو زِيانُ ڳنيو ۽ اُنهن کي مَسِيح جي ڪَما ئِڻَ لاءِ ڪِنو ٿو ڄاڻان (۹) ۽ مَنجهسِ ئي پيِو لَيان نَہ پهِنجي اُنهيُ سَچائِيُ ڪَري جا شَرِيعَتَ سانيُ لاڳاپوتِي رَکي اُنلو اُهاجا مَسِيح تي اِيمانَ رَکَڻَ کان آهي يَعنِي اُها سَچائِي جا خُدا تي اِيمانَ آڻَڻَ جي سَبَبان ٿِي مِلي (۱۰ ۽ ۱۱) تَہ هُنَ کي ۽ هُنَ جي وَرِي جي اُٿَڻَ جي قُدِرَتَ کي ۽ سَندسِ ڏُکَنِ مين ڀا ئِي ٿِئَڻَ کي سَمُجهان ۽ هُنَ جي مَوَتَ سان اَهڙوئِي ٿِيان ۽ ڪِنهِن بِہ طَرَحَ مُئَنِ جي جي اُٿَڻَ تا نِئين پَهچان (۱۲) رُکو ايترِوئِي نَہ تَہ آئون لَهِي رَهِيسِ يا ڪامِلُ ٿِي رَهِيسِ پَرَ پُئِيان لَڳو ٿو وَ تان تان تَہ جِنهن ڪَمَ لاءِ مُون کي

 

يَسُوع مَسِيح جَهلِيو آئون اُنهي ڪَمَر ڪي ڇڪي وَٺان (۱۳) سو اي ڀائُرو آئون
هنيُن نَٿو لِيکيان تہ آئون کِ ڇڪي وَٺي رَهِيو آهِيان (۱۴) پَرَ رُڳو ايترُوئي
تَہ جيڪي شَيُون اَڳي ٿِي رَهِيُون تِنِ کي وِساري جيڪي اَڳِتي
آهِنِ تِنِ لاءِ وَڌيِ سَنئين نِشانَ ڏي هَلِيو ٿو وَڃان تان تَہ جو آسِماني سَڏُ خُدا
کان مَسِيح مين ٿِيو تنهِن جو اِنعامُ لَهان (۱۵) پوءِ اَسان مين جيترا ڪامِلَ
آهِنِ سي اِهو خِيالُ رَکَنِ ۽ جيڪَڏَ هِين ڪنهِن طَرَحَ جو اَوهان جو ٻِيو خِيالُ
هُوندو تَہ خُدا تنهِن کي بہ اَوهان تي کولي ڇَڏِ يندو (۱۶) پَرَ جيسِين تائِين
اَسِين رَسِيا آهِيُون تنهِن تي اُنهِيءَ رِيتِ ڀَنانَدرِ هلي هِڪِڙوئي خِيالُ رَکُون
(۱۷) اي ڀائرو اَوهِين سَڀيئي گَڏِجي مُنهِجي پُٺِ وَٺو ۽ جيڪي اَسان
وانگِيان ٿا هَلَنِ تِنِ تي ڌِيانُ ڪَرِيو (۱۸) ڇا ڪانِ تہ گهڻا هَلَڻوارا آهِنِ جِنِ جي
ڳالِه مُون اَوهان سان ڪيترا ڀيرا ڪَئِي آهي ۽ هاڻي بہ روئي روئي ٿو چَوان
تَہ اُهي مَسِيح جي صَلِيبَ جاويري آهِنِ (۱۹) اُنهِنِ جي پَڇاڙِي مَوتُ آهي
۽ پيٽُ سَندُنِ خُدا ۽ لَڄَ تِنِ جي وَڏائِي آهي اُهي جهانَ جي شَيُنِ تي
خِيالُ ٿا رَکَنِ (۲۰) ڇو جو اَسان جو ڏيهُ آسِمانَ مين آهي جِتان ڇوٽڪي
ڏِيندَڙ خُداوَندَ يَسُوع مَسِيح جي واٽَ ٻِيا تَڪِيُون (۲۱) جو پَهِنجي قُدِرَتَ
جي سَگهَہ آهِرُ اَسان جو نِيچُ جُسو مَٽي ۽ جَنهِن ڪَري اُهو سَڀِنِي کي

پَهنجي وَسِ ڪَري ٿو سَگهي اُنهي سوجِهري واري جُسي وانگُرُ آسان
ڪي جوڙِيندو ؛

## باب ۴

اِنهي واسِطي اي مُهنجا پيارا ۽ سِڪيلَدا ڀائرو مُهنجي خوشي ۽ مُهِنجي
مَٿي جا موڙَ اِنهِيءَ رِيتِ دِلِبَرو خُداوَنَدَ مين قائِمُ رَهو (۲) آئون اَيُودِيا کي
مِنَتَ ٿوڪَريان ۽ سَنطِخِيءَ کي بِ تَہ خُداوَنَد مَنجهِ هِڪَ دِلِ هُجن (۳) هائو
اي سَچا سَنگتِي آئون توکي بِ مِنَتَ ٿو ڪَريان تَہ تُون جِنِ زالُنِ مُون سان
چَڱيءَ خَبَرَ جي خِدمَتَ مين اُجِرُ ڪَيو جيئن ڪِليمِنس ۽ ٻِيَنِ مُهَنجن
سَنگِتيُنِ اُجِرُ ڪَيو جِنِ جا نالا جِياپي جي ڪِتابَ مين آهِنِ تِنِ سان
هَمِراهِي ڪِجِ ؛

(۴) خُداوَنَدَ مين هَميشَهَ خوشِ رَهِجو وَري بِ چَوان ٿو تَہ خوشِ رَهِجو
(۵) اَوهان جِي ڪاندِ سَڀِني ماڻُهن تي پَڌِري رَهي تَہ خُداوَنَدُ ويجهِڙو آهي
(۶) ڪَنِهن ڳالِهِ جو فِڪُرُ نَہ ڪِجو اَجا بِ سَڀَڪَنهِن ڳالِهِ مين اَوهان
جُون سدُوَن دُعا ۽ مِنَتَ سان شُڪِراني ڪَرَڻَ سان خَدا جي حُضُورَ
مين بَيانُ ڪِجَنِ (۷) ۽ خُدا جو صُلحُ جو سارئِيءَ سَمُجَهه کان ٻاهِرِ آهي سو
اَوهان جي دِلِيُنِ ۽ خِيالَنِ جي مَسِيح يَسُوع مين نِگهباني ڪندو

(۸) نيٺ اي ڀائرو جيڪي شيوُن سچوُن آهِن ۽ واجب آهِن ۽ سُوڌِيُون آهِن ۽ جيڪي پاڪ آهِن ۽ جيڪي وڻندڙِيُون آهِن ۽ جيڪي موچاري نالي آهِن سو جيڪڏهِين ڪا چڱائِي ۽ تعرِيف هُجي تَه اِنهن ڳالهِيُن کي ليکجو (۹) ۽ اَوهان بِه جيڪي مُون کان سِکيو ۽ مَڃيو ۽ ٻُڌو ۽ ڏِٺو تنهِن تي عَمَلُ ڪجو ۽ صُلحَ جو خُدا اَوهان سان رَهندو ÷

(۱۰) ۽ آئون خداوَند مين تَمامُ سَرهو ٿِيُس سو هِن ڪَري تَه ٻَڇاڙِئيَ مين اَوهِين مُون لاء فِڪر ڪَرَڻَ واسِطي تازا ٿِيا جنهن ڪاڻ اَوهِين اَڳي فِڪرائِتا هُئا پَرَ وَجهه نَٿي لَڳو (۱۱) اِها ڳالهِ تَه گهُرجَ جي سَبَبان نَٿو چوان چوجو مُون اِهو سِکيو تَه جنهن حالَمين آهِيان اُنَ مينئِي بَسِ ڪَري رَهان (۱۲) آئون گهٽَڻُ ۽ وَڌَڻُ ٻَنهي ڄاڻان ۽ سڀڪنهن ڳالهِ ۽ حالَمين ڍَوُ ڪَرَڻُ ۽ بُکيو رَهَڻُ ۽ وَڌَڻُ ۽ سُڃو ٿِيَڻُ مون سِکيو (۱۳) ۽ جو مَسِيحُ مُون کي سَگهه ٿو بَخشِي تنهن ڪَري سڀيئِي ڳالهِيُون ڪَري ٿو سَگهان (۱۴) تَه بِه اَوهان چڱو ڪيو جو ڏُک مين مُهنجا ڀائِي ٿِيو (۱۵) پَرَ اي فِلِپِيو اَوهِين بِه ڄاڻو ٿا جو چڱِئيَ خَبَرَ جي مَنڍَ مين جڏَهِين آئون مَقِدوُنِيا کان نِڪري آيُس تَه ڪائِي جماعِتَ اَوهان ڌاران ڏِيَڻَ وَٺَڻَ مين مُون سان ڀائِي نَه هُئِي (۱۶) چو جو ٿِسلونيقِيئَ مين بِه اَوهان مُهنجي گهُرجَ لاهِڻَ لاء هِڪِڙا ٻَه ڀيرا ڪي موڪِليو (۱۷) اِئين نَه تَه آئون بَخشِشَ ٿو گهُران پَرَ ڦَلُ

ٿو گهُران جو اَوهان جي ليکي مين وَڌندو وَڃي (۱۸) مُون کي سَڀُڪجهه مِلِي رَهِيو آهي ۽ آئون وَڌيڪ پُورُ ڀَرِيو آهِيان ڇاڪان تہ مُون اِپفروديطَسَ جي هَٿان اَوهان جي بَخِشَش لَڌي اُها سُرهاڻِ ۽ قُربانِي قَبُولُ ٿِي ۽ خُدا کي پَسَندِ آئِي (۱۹) ۽ مُهِنجو خُدا پَنهِنجِيَ وَڏ ائِيَ جي دَوْلَت مُوجِبِ اَوهان جُون سَڀ گهُرجُون يَسُوع مَسِيح مين پُورِيُون ڪندو (۲۰) هاڻي اَسان جي پِئُ خُدا جو هميشَہَ جَلالُ هُجي آمِينُ ÷

(۲۱) سَڀَڪنهِن پاڪ کي مَسِيح يَسُوع مين سَلامُ چَئِجو ۽ جيڪي ڀائُرَ مُون ساڻُ آهِنِ سي اَوهان کي سلامُ ٿا چَوَنِ (۲۲) سَڀِيئي پاڪ ماڻهون خُصوصًا جيڪي قيصرِ جي گهَرَ جا آهِنِ سي اَوهان کي سَلامُ ٿا چَوَنِ (۲۳) اَسان جي خُداوَندَ يَسُوع مَسِيح جو فَضُلُ اَوهان سَڀِني سان هُجي آمِينُ ÷

# پَوْلُسَ جوخَطُ ڪُلِسِيُنِ ڏي

---

## بابُ ١

ڪُلِسي مين جيڪي پاڪُ ۽ مَسِيحِ مين ويساهِي ڀائُرَ آهِنِ تِنِ کي خُدا جي مَرضِئِىَ مُوجِبِ پَوُلَسَ يَسُوعِ مَسِيحَ جي رَسُولَ ۽ اَدي تِمِطائُوسَ جا سَلامَ (٢) اَسان جي پِىُ خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوعِ مَسِيحَ جي پاران اَوهان تي ٻاجهه ۽ سَلامَتِي هُجي ؞

(٣) اَسِين اَوهان لاءِ هميشَهَ دُعا گُهرِي خُدا ۽ پَهِنجي خُداوَنَدَ يَسُوعِ مَسِيحِ جي پِىُ جا شُڪِرانا ڪَندا ٿا رَهُون (٤) جَڏهانڪُر اَسان ٻُڌو تَہ اَوهان جو ويساهُ يَسُوعِ مَسِيحَ تي آهي ۽ سَڀِنِي پاڪَنِ سان پيارُ ٿا ڪَرِيو (٥) اُنِهِىَٔ اُميدَ لاءِ جا اَوهان ڪاڻِ آسِمانَ مين رَکِي آهي جَنِهِن جي ڳالِهه اَوهان چَڱِئِىَٔ خَبَرَ جي حَقانِىَٔ ڪَلامَ مَنجهِ اڳِي ٻُڌِي (٦) سو اَوهان مَنجهِ اُئِين آيو جيئَن ڪِ ساري جَهانَ مين آيو ۽ ڦَرَوارو ٿِيو جهِڙِئِىَ طَرحَ جَنِهِن ڏِينهَن

کان اَوهان خُدا جي باجهہ سَچائِيءَ مين ٻُڌي ۽ پوري جاتي تَنهن ڏينهَن کان اَوهان مَنجهہ بہ ڦرَوارو آهي (٧) جيئن کہ اَوهان اَسان جي پياري سَنگتِيءَ ٻانهي اَپِفراسَ کان سِکيو جو اَوهان لاءِ مَسيحَ جو ويساهي خادِمُ آهي (٨) جنهن اَوهان جي رُوحَ جي مَحَبَّتَ اَسان تي پَڌِري ڪئي ؛

(٩) تنهنڪري اَسان بہ جنهن ڏينهن کان اِئين ٻُڌو اَنَ ڏينهَن کان وَٺِي اَوهان لاءِ دُعا گهُرَڻُ ۽ هِنَ عرضَ ڪرَڻَ کان نَٿا رَهُون تہ اَوهين سارِئِيءَ ڏاهپَ ۽ رُوحانِيءَ سَمُجهہ ڪري هُنَ جي مَرضِيءَ جي سُڃاڻپَ مين ڪامِلَ ٿِيو (١٠) ۽ خُداوند جوڳا سَندَسِ پُورِئِيءَ وَڻتِ آهِر هلَتِ ڪريو جيئن تہ سَڀِڪنهِن چَڱي ڪمَ مين ڦرُ آڻيندا رَهو ۽ خُدا جي سُڃاڻپَ مين وَڌندا وَڃو (١١) ۽ سَندَسِ جلالَ جي قُدرَتَ مُوجِبِ سَڀ طَرَحَ جي زورَ مين سَگهارِيو سو هِنَ لاءِ تہ اَوهين خوشِيءَ سان پُورو صَبرُ ۽ ڪاندِ ڪري سَگهو (١٢) ۽ پيءُ جو شُڪرانو ڪريو جنهن اَسان کي هِنَ لائِقُ ڪيو جو اَسين سوجهِري مين پاڪَن جي وَرثي مين ڀاڱو لهُون (١٣) ۽ اَسان کي اُوندَهہ جي وَسَ مان ڇڪي ڪڍيائين ۽ پَهنجي پياري پُٽَ جي بادِشاهِيءَ مين رَسايائين (١٤) اَنَ مينئِي اَسين سَندَسِ رَتَ جي وَسيلي ڪري ڇوٽڪو يعني ڏوهن جي مَعافي ٿالَهُون (١٥) جو اَڻڏٺي خُدا جي شڪلِ ۽ سارِئِيءَ جوڙَ جو پَهريٺو آهي (١٦) ڇوجو اَنَ کانئي سَڀُڪي پيدا ٿِيو جيڪي آسمانَ

۽ زمِينَ تي آهي ڏِنو ۽ اُٺڏِنو تخت توڙي ڏڻِيَ پڻا ۽ سَردارِپڻا توڙي مُختِياريُون اِهي سَڀ شيُون تَنهِن ڪان ۽ تَنهِن لاءِ پيدا ٿِيُون آهِن (۱۷) ۽ اُهو سَڀَ ڪان آڳا نو آهي ۽ سَڀُڪي مَنجهِس بَحالُ تو رَهي (۱۸) ۽ اُهو جُسي يَعني جَماعِتَ جو مَٿو آهي اُهو مُندَ ۽ مُئَن مَنجهان پَهرِيئو آهي تان تَہ سَڀِني مين پاڻَ اَوَلِ ٿئِي (۱۹) ڇوجو (خُدا کي) وَڻيو تَہ ساري پَرِپُورائِي مَنجهِس وَسي (۲۰) ۽ سَندُسِ رَتُ جو صَلِيبَ تي وَهايُو ويو تَنهِن جي سَبَبان صُلحُ ڪَري سَڀِئِي شيُون جيڪي زمِينَ توڙي آسِمانَ تي آهِن تِن کي اُن جيئِي وَسِيلي پاڻَ مين ميلاپُ ڏِئي (۲۱) ۽ اَوهِين جي اَڳي داريا ۽ بُڇڙَن ڪَمَن جي سَبَبان دِلِ ڪَري ويري هُئا تِن کي هاڻي سَندَسِ جِسماني بُتَ ڪَري مَوتَ جي وَسِيلي سان مِلائي ڇَڏِيائِين (۲۲) تان تَہ اُهو اَوهان کي پاڪَ ۽ بي عيبُ ۽ بناڏوهَ پَهنجي حُضُورَ مَنجهِہ حاضُرُ ڪَري (۲۳) سو تَڏَ هِين جَڏَ هِين اَوهِين ايمانَ تي قائِمُ ۽ پَڪا رَهو ۽ اُهاچَڱِيَ خَبَرَ جي اُميدَ جا اَوهانُ ہڏي تَنهِن ڪان ٽَري نَہ وَڃو جَنهِن جو هوڪو سَڀِني خِلقَيلَ لاءِ آسِمانَ جي هيٺِئِي ٿِيو آهي ۽ آئُونَ پَؤلُسُ جَنهِن جو خادِمُ ٿِيُسِ ؛

(۲۴) هاڻي آئون پَهنجِيُن مُصِيبَتُن مين اَوهان لاءِ سَرَهو آهِيان ۽ مَسِيح جي ڏُکَن جُون اُوڻا يُون سَندَسِ جُسي يَعني جَماعِتَ لاءِ پَهنجي بُتَ مين پَري

ٿو ڇَڏِيان (۲۵) جَنهِن جَماعِتَ جو آئون خُدا جي اُنهِئَ مُختِيارِيئَ
مُوجِبِ خادِمُ ٿِيُسِ جا مُختِيارِي مُون کي اَوهان لاءِ مِلِي تان تَ خُدا
جو ڪَلامُ پُورو بَيانُ ڪَريان (۲٦) يَعنِي اُهو ڳُجهه جو اَڳين زَماني مين
پيِڙهِين کان لِڪَلُ هو پَرَ هاڻي سَندَسِ پاڪَن تي پَڌِرو ٿِيو (۲۷) جِن تي
خُدا اِهو پَڌِرو ڪَرَڻُ ڀا نيو تَ ٻِيُنِ قومُنِ مين هِنَ ڳُجهه جي وَڏائِئَ جي
دَوُلَتَ ڪَهِڙِي آهي سو اِهو آهي تَ مَسِيحُ اَوهان مين وَڏائِئَ جي اُميدَ
آهي (۲۸) جَنهِن جي خَبَرَ ٻُڌائي اَسِين سَڀَڪَنهِن ماڻهوءَ کي نَصِيحَتَ ڪَندا
۽ سَڀَڪَنهِن ماڻهوءَ کي ڏاهِپِئَ سِياڻَپَ سان سيکارِيندا آهِيون تان تَ جَنهِن
تَنهِن ماڻهوءَ کي مَسِيحِ يَسُوعَ مين ڪامِلُ ڪَري حاضُرُ ڪَرِيُون (۲۹) سو آئون
اِنهي لاءِ مَحِنَتَ ٿو ڪَرِيان ۽ جا سَندَسِ قُدرَتَ مُون مين زورَ سان اَثَرواري
ٿِيندي آهي تَنهِن مُوجِبِ مَٿا پيو هڻان ÷

## باب ۲

تَڏَهِين آئون چاهِيان ٿو تَ اَوهِين ڄاڻو جو اَوهان لاءِ ۽ جيڪي لاديِقيهَ
مين آهِنِ تِنِ لاءِ ۽ جِنِ مُهنجو مُنهُن رُوبَرو نَ ڏِٺو آهي تِنِ لاءِ آئون ڪيڏا
ڏُکَ ٿو پِٽِيان (۲) تان تَ اُنهِنِ جي دِلِيُنِ کي تَسلائِي ٿِيئِ ۽ اُهي پِيارَ
ڪَري پاڻمين ڳَنڍِجِي پُورِئَ سَمُجهه جي سارِئَ دَوُلَتَ کي پَهُچَنِ ۽ اُبي

خُدا ۽ مَسِيح جي ڳُجھ کي سَمُجھِن (٣) جَنھِن مين سِياڻَپ ۽ سَمُجھ جا
سَڀ خَزانا لِکَل آھِن (٤) پَر ھِيءُ ٿوچَوان تَ مَتان کو خوشامَدِ جي
ڳالِھيُن سان اَوھان کي ڀُلائي وِجھي (٥) ڇاکان تَ جيکَڏ ھِين آئون
جِسمَ جي لاڳاپي کَري اَوھان کان پَري آھِيان پَر رُوح جي لاڳاپي کَري
اَوھان وَٽِئِي آھِيان ۽ اَوھان جي سِڄِلِ ۽ مَسِيح تي اَوھان جي اِيمانَ جي
پَکِ ڏِسي خوشِ آھِيان (٦) پوءِ جِھڙِو اَوھان مَسِيح يَسُوعَ خُداوَنَدَ کي قَبُولُ
کَيو اَھڙِوئِي مَنجِھسِ ھَلو (٧) ۽ اُنَ مينڊِي پاڙَ جَھلي وَڌندا وَڃو ۽ جِھڙِي
اَوھان تَعلِيمَ پاتي اَھڙِا اِيمانَ مين پَکا رَھو ۽ تَنھِن مين شُکِراني سان
تَمامُ وَڌو ✣

(٨) خَبرِدارُ اِئين نَ ٿِئي تَ جيکو عِلمَ ۽ اَجائي رِيبَ سان ماڻھُن جي
نَھِيلَ چالِ ۽ جَھانَ جي کَچِي عِلمَ پَٽانَدرِ آھي ۽ مَسِيح وانگُرُ نَ آھي
سو اَوھان کي ڌُتاري وَٺي (٩) ڇا کان تَ خُدائِپڻي جي سارِي پَرِپُورائِي اُنھي
مين جِسمَ وارِي ٿِي رَھي ٿِي (١٠) ۽ اُھو جو سارِئِيَ سَرِدارِئِيَ ۽ مُختِيارِئِيَ
جو سِرُ آھي تَنھِن مَنجھِ اَوھِين پَرِپُورَ ٿِيا آھِيو (١١) ۽ تَنھِن مين اَوھان
جو اَھِڙِو ٿُھَرُ بِ ٿِيو جو ھَٿَ سان نَ آھي جَڏھِين کِ مسَيِحِي ٿُھَرَ مين
جِسمَ جي گُناھَنِ جو بُتُ لاھي ڇَڏِ يُوَ (١٢) ۽ اَوھِين ھُنَ سان بَپِتِسما مين
پُورِيَلَ ھو ۽ مَنجِھسِئِي اِيمانَ جي وَسِيلي جو خُدا جي قُدرَتَ تي آھي

جَنهِن هُنَ کي مُئَنِ مَنجهان جِيارِيو تَنهِن سان اَوهِين ٻہ جي اُٿيا (١٣) ۽ اَوهِين جيڪي ڏوهَنِ ۽ پَهِنجي جِسمَ جي اَڻ ٿهرَلائيءَ مين مُئِڙدا هُئا تِنِ کي خُدا ساڻُسِ جيئَرو ڪَيو تہ اُنهي اَوهان جا سَڀ ڏوهَ بَخشُ ڪَيا (١٤) ۽ حُڪمَنِ جي لِکَتِ جا اَسان جي اُبتِڙ هُئِي تَنهِن کي اَسان بابَتِ مِٽائي ڇَڏِ يائِين ۽ صَليبَ تي ڪيرِيُون هَڻِي هُنَ کي وِچان ڪَڍِي ڇَڏيائِين (١٥) ٻِيو سَرِدارِيُون ۽ مُختِيارِيُون باهي تِنِ کي پَڌِرو ڪِيائِين ۽ اُنهي مين غالِبُ ٿِيو ∴

(١٦) پوءِ ڪو ڪائِڻَ پِئَڻَ يا عِيدَ يا چَنڊَ يا سَبُتَ جي بابَتِ اَوهان تي ڏوهُ نہ لائي (١٧) سو اِهي اَچِڻوارِيُنِ شَيُنِ جا پاڇا آهِنِ پَرَجِسو مَسِيح جو آهي (١٨) ڪوئِي نِمُرَتَ ۽ فِرِشتَنِ جي بَندگِيءَ تي دِلِ رَکِي اَوهان جي بَدَرَ ڪان واجَلُ نہ ڪَريوَ تہ اَهِڙو ماڻهُون پَهِنجي جُسي جي عَقُلَ ڪان اَجايو ڦُونڊِجي جيڪي شَيُون پاڻَ نہ ڏِٺِيُون آهن تِنِ مين هَٿَ ٿو وِجهي (١٩) ۽ اُنهي سِرَ کي سوگهو نَٿو جهلي جَنهِن ڪَري سَڄو بُتُ سَنڌَن ۽ بَندَنِ ڪَري قُوَتَ لَهي ۽ پاڻَمين ڳَنڍِجي خُدا جي واڌاري ڪَري وَڌندو وَڃي (٢٠) پوءِ جيڪَڏَهِين اَوهِين مَسِيح سان مَرِي جَهانَ جِئِيَ ڪَچِئِيَ تَعلِيمَ ڪان ڇُٽَلَ ٿِيا تہ ڇا ڪان جَهانَ مين جِيئَرَنِ وانگُرُ دَستورَ مَڃِيندَڙَ ٿِيا آهِيو (٢١) (نہ ڇُهُ نہ چَکُ ۽ هَٿُ متان لائِن (٢٢) جو اِهي سَڀ شَيُون ڪَمَ مين

آڻَڻَ کان جَتُ تي لِٿيُون وَجَنِ) ماڻهن جي اَهِڙَنِ حُڪمَنِ ۽ سيکارَڻُ سارُو (٢٣) جي مَرضِيءَ سارُو بَندگيءَ ۽ غَرِيبَ پَڻي ۽ بُتَ تي سَختِيءَ ڪَرَڻَمين ۽ نَہ هُنَ جي ڪنهن مانَ مين سِياڻپَ جي ليکي مين آهِنِ سو ڪَمُ بُتَ جي سَڌُنِ جي پُوري ڪَرَڻَ واسِطي آهي ࿃

## بابُ ٣

پوءِ جيڪَڏهِين اَوهِين مَسِيحَ سان جي اُٿِيا تَہ آسِماني شَيُنِ جي ڳولا ڪَرِيو جِتي مَسِيحُ خُدا جي ساڄي هَٿِ ويٺو آهي (٢) آسِماني شَيُنِ تي دِلِ لايو نَہ اُنهنِ تي جي زِمِينَ تي آهِنِ (٣) ڇوجو اَوهِين مَري وِيا ۽ اَوهان جو جِياپو مَسِيحَ سان خُدا مين ڳُجهو آهي (٤) پَرَ جَڏهِين مَسِيحُ اَسان جو جِياپو پَڌِرو ٿِيندو تَڏهِين ساڻُسِ اَوهِين بہ وَڏائيءَ سان پَڌِرا ٿِي پَوَندو (٥) اِنهي لاءِ اَوهان جا عُضوا جي زِمِينَ تي آهِنِ تِنِ کي يَعنِي حَرامَ ۽ ناپاڪيءَ ۽ شَهوَتَ ۽ بُڇڙي چاهَ ۽ لالَچِ جا بُتَ پَرَستِي آهي تِنِ کي ماري ڇَڏِيو (٦) جو اِنهنِ لاءِ خُدا جو ڏَمَرُ اَڻمِڃتا جي اَوْلادَ تي ٿو پَوي (٧) جِنِ مين اَوهِين بہ اَڳي هَلِيا ٿي جَڏهِين ڪِ مَنجِهنِ جيئندا هُئا (٨) پَرَ هاڻي اَوهِين بہ اِنهنِ سَڀِني کي يَعنِي ڪاوَڙِ ۽ ڏَمَرَ ۽ بَديءَ کي ۽ گِلا ۽ پَنهِجي واتَ مان ڪِنِيءَ ڳالهِ کي پاسي ڪَرِيو (٩) ۽ هِڪ ٻئي سان

کُوڙ نہ ڳالھايو چوجو اَوهان پُراڻو ماڻھپو سَندَس ڪمَن سُودو لاهي ڦٽو ڪيو آهي (١٠) ۽ جو نئُون ماڻھپو پَهنجي پيدا ڪَرَڻ واري جي صُورَت وانگُر پُورِئَي سَمُجھ لاءِ نَئُون ٿِيندو ٿو وَڃي تَنِهن کي پَهرِيو اَٿَوَ (١١) اُتي نَکو يُونانِي آهي ۽ نَکو يَهُودِي ۽ نَکو نُهرُ ۽ نَکا اَڻ تُهرِلائِي ۽ نہ ٻِي ذاتِ نَکي اِسقوطِي ۽ نَکو ٻانهو نَکو آجو پَرَ سَڀُکِي مَسِيحُ ۽ سَڀ مين مَسِيحُ آهي (١٢) پوءِ خُداجا چُونديَلَ جيکي پاڪ ۽ وَڻندَڙ آهِنِ تِنِ وانگُرُ رَحمُ دِلئِيَ ۽ مَهِربانئِيَ ۽ نِنڙَتَ ۽ حَلِيمئِيَ ۽ صَبُرَ جي پوشاڪ پَکِيو (١٣) ۽ جيڪَڏَ هِين ڪنهِن جو ڪنهِن سان تَڪِرارُ هُجي تہ هِڪ ٻئِي جي سَهو ۽ هِڪ ٻِئي کي بَخشِيو جِيئَن ڪِ مَسِيحَ اَوهان کي بَخشِيو آهي تِيئَن ٻہ ڪَرِيو (١٤) ۽ اِنهِن سَڀِني جي مَٿان مَحَبَتَ کي پَهرِيو جا پُورائِيءَ جو ڪمرِبَندُ آهي (١٥) ۽ جنهِن خُدا جي صُلحَ واسِطي اَوهِين هِڪ تَنُ ٿِي کوٺِيَلَ آهِيو سو اَوهان جي دِلِيُنِ مين حُڪُمُ هلائي ۽ اَوهِين شُڪُرَ وارا ٿِيو (١٦) مَسِيح جو ڪَلامُ اَوهان مين گهڻائِيءَ سان سارِئَي حِڪِمَتَ سُودو وَسي جو اَوهِين زَبُورَنِ ۽ راڳنِ ۽ رُوحانِي غَزَلَنِ ڪَري هِڪ ٻِئي کي سيکارِيو ۽ نَصِيحَتَ ڪَرِيو ۽ فَضُلَ سان خُداوَند جي واسِطي پَهنجي دِلِيُنِ مين ڳايو (١٧) ۽ جيڪو ڪَلامُ يا ڪَمُ ٿا ڪَرِيو سو سَڀ خُداوَند يَسُوع جي نالي تي ڪَرِيو ۽ سَندس وَسِيلي ڪَري خُدائِءَ جو شُڪِرانو ڪَندا رَهو ✣

(۱۸) اي زالِئُو جِيئَن کِ خُداوَنَدَ وَٽِ واجِبُ آهي تِيئَن پَهِنجِنِ مُڙسَنِ جي حُڪُمَ مين رَهو (۱۹) ۽ اي مُڙسو پَهِنجي جوئِنِ سان پيارُ ڪَرِيو ۽ اُنهنِ سان ڪَمُڙا نَ ٿِيو (۲۰) اي ٻارو سَڀَڪنِهن ڳالِهه مين پَهِنجي ماءُ پِيُ جي مَڃِيندا رَهو جو اِهوئِي خُداوَنَدَ کي ٺو وَڻِي (۲۱) اي پِئُرو اَوهِين پَهِنجِنِ ٻارَنِ کي نَ چِيڙايو جو مَتان اُهي دِلِ لَٽَلَ ٿِي رَهَنِ (۲۲) اي نَوڪِرو جيڪي جِسمي ڪَري اَوهان جا خاوَنَدَ آهِنِ تِنِ جا سَڀَڪنِهن ڳالِهه مين حُڪُمَ مَڃِيندا رَهو نَ خوشامَدِڙَنِ وانِگيان ڏيکارِئَي لاءِ پَرَ ساف دِلِ ڪَري خُدا کان ٻِڃَندا اِئِين ڪَرِيو (۲۳) ۽ جيڪي ڪَرِيو ٿا سو جِيئَي سان ڪَرِيو جَڻُ تَ خُداوَنَدَ جي واسِطي نَ ماڻُهنِ لاءِ ھُجي (۲۴) جو اَوهِين ڄاڻو ٿا تَ خُداوَنَدَ کان وَرثِي جو بَدَرُ لَهندَؤ ڇوجو خُداوَنَدَ مَسِيح جي ٻا نهپَ ٿا ڪَرِيو (۲۵) پَرَ جيڪو ٻُڇِڙي ڪَرَڻوارو آهي سو پَهِنجن ٻُڇِڙَنِ ڪَمَنِ آهَرَ لَهَندو ۽ ڪا پاسِ نَ آهي ÷

## باب ۴

اي ڏَڻِيو ٻانهنِ سان عَدلُ ۽ اِنصافُ ڪَرِيو اِها ڄاڻي تَ اَوهان جو بِ ڏَڻِي آسِمانَ مين آهي ÷

(۲) دُعا گُهرَڻَ مين پَڪا ۽ اُنَ مينئِي شُڪراني ڪَرَڻَ سان هو شِيارَ رَهو

(۳) ۽ اُئينئين اَسان لاءِ بہ دُعاگهرو تان تہ خُدا اَسان لاءِ ڪَلامَ جو دَروازو اُپٽي
ڇَڏي جو آئون مَسِيح جي ڳُجهہ جو بَيانُ ڪَريان جنهِن لاءِ بَندِ مين بہ پيو
آهِيان (۴) سو آئون هُنَ کي اَهڙِو پَڌِرو ڪَريان جهڙِو واجِبُ اَٿم (۵) وَقتَ کي
سَنڀايو ڪَري جيڪي خارِجَ آهِن تِن سان سِيا ٽَپ ڪَري هَلو (۶) اَوهان
جُون ڳالهِيُون هميشہَ فَضُلَ سان سَلُوڻِيُون هُجَن تان تہ خَبَرَ پَويَ جو سَڀَڪنهِن
کي ڪهڙِيَ طَرحَ وَرَندي ڏِئڻُ گهرجي (۷) تخڪَسُ جو مُهنجو پيارو ڀاءُ ۽
دِيندارُ خادِمُ ۽ خُداوند مين سَنگتِي آهي سو اَوهان کي مُهنجي ساري اَحِوالَ
جِي خَبَرَ ڏِيندو (۸) هُن کي مُون اِنهي لاءِ اَوهان ڏي موڪِليو تہ اُهو اَوهان
جي حالَ جِي سُڌِ سَماءُ رَکي ۽ اَوهان جي دِلِيُن کي تَسِلائِي ڏِئي (۹) ۽
اُنهي سان دِينِدارَ ۽ پيارِي ڀاءُ اَنيسِمَسَ کي بہ اَوهان ڏي موڪِليُم جو
اَوهان مان آهي اِهي ٻَئِي اَوهان کي هِتي جُون سَڀِ خَبرُون ٻُڌائِيندا ❖

(۱۰) ۽ اَرِسطَرِخَسُ جو مُون سان قيد مين آهي ۽ بَرنَباسَ جو سَوٽُ
مَرقُسُ جنهِن بابَتِ اَوهان کي حُڪمُ مِليا تِن جا سَلامَ (سو جيڪڏ هِين
اَوهان وَٽِ اَچي تہ آدرُ ڀاءُ ڏِجوسِ) (۱۱) ۽ يُسِتُسَ جو لَقَبُ ڪَري يَسُوع
تو چَئبجي سو اَوهان کي سَلامَ تو ڏِئي ۽ ٽِهرَوارَن مان رُڳا اِهيئِي خُدا جي
بادِشاهِيئَ لاءِ مَهنجا سَنگتِي آهِن اِهيئِي مُهنجِيَ تَسِلائِيَ جو سَبَبُ ٿِيا آهِن
(۱۲) ۽ اَپِفَراسُ جو اَوهان مَنجهان مَسِيح جو ٻانهو آهي سو اَوهان کي

سَلامَ تودِئي جو اُهو دُعاگهُرَڻَ مين هميشَهَ اَوهان لاء پاڻُ پِيو پَچائي تان تَہ اَوهين خُدا جِنَّىَ سارِىَ مَرضِئِىَ تي كامِلَ ۽ پُورا پِئا رَهو (۱۳) چا كان تَہ آئون اِنهي جو شاهِدُ آهيان جو اُهو اَوهان لاء ۽ جيكي لادِيقيهَ مين آهِنِ تِنِ لاء ۽ بِيا جيكي هيراپَلَسَ مين آهِنِ تِنِ لاء ڏاڍو جُنبِيَلُ آهي (۱۴) ۽ لُوقا پيارو طبيِبُ ۽ دِيماسُ اَوهان كي سَلامَ ٿا چَوَنِ (۱۵) ۽ جيكي پائُرَ لادِيقيه مين آهِنِ تِنِ كي ۽ نِمفاسَ كي ۽ هُنَ جي گهَرَ مين جيكا جَماعِتَ آهي تَنهِن كي سَلامَ چَئِجو (۱٦) ۽ جَڏَ هِين هِيئُ خَطُ اَوهان وَٽِ پَڙهِجي رَهي تَڏَهِين هِينئُن كِجو جو اُهو لادِيقِيه جي جَماعِتَ مين بِہ پَڙهَڻَ مين اَچي ۽ لادِيقِيه جو جَطُ اَوهِين بِہ پَڙهِجو (۱۷) ۽ اَرِخِپَسَ كي چَئِجو تَہ جيكو كَمُ تو كي خَداوَنَد كان مِلِيو تَنهِن مين هُوشِيارُ رَهي اُنَ كي پُورو كِجِ (۱۸) آئون پَوُلُسُ پَهِنجي هَٿان اَوهان كي سَلامَ ٿو لِكان مُهِنجي زَنجيرَنِ كي يادِ رَكِجو پِيو فَضُلُ اَوهان سان هُجي ؛ آمِينُ ؛

# پَوُلُسَ جو پهريُون خَطُ تَسِلونيِڪُنِ ڏي

## بابُ ١

پَوُلُسُ ۽ سلوانُسِ ۽ تَمِطاٿُوسُ جا تَسِلونيڪُنِ جي جماعِتَ خُدا پِيُ ۽ خُداونَدَ يَسُوع مَسِيح مين آهي تَنهِن کي سَلامَ ٿا ڏيَنِ ٻاجه ۽ سَلامَتِي اَسان جي پِيُ خُداونَدَ يَسُوع مَسِيح کان اَوهان تي هُجي ∴

(٢) اَسِين اَوهان سَڀِني لاء هَميشَهَ خُدا جا ٿورا مَڃِيندا ٿا رَهُون ۽ پَنهِجي دُعا گُهرَڻَ مين اَوهان کي يادِ ڪَندا ٿا رَهُون (٣) تَہ پَنهِجي پِيُ خُدا جي حُضُورَ مين تَوهان جي ويساهِيئُ ڪَمَ ۽ پِيارَ جي مَحِنَتَ کي ۽ اُنهِيَ اُميدَ جي ٻيهَڪَ کي جا اَسان جي خُداونَدَ يَسُوع مَسِيح تي آهي ٻنا ويچي يادِ پيا رَکُون (۴) اي خُدا جا پيارا ڀائرو اَسِين ڄاڻُون ٿا تَہ اَوهِين چوُ نِدِيَلَ آهِيو (٥) چو جو اَسان جي چَڱي خَبَرُ ڪِي ڪَلامَ سان نَہ پَرَ قُدرَتَ

۽ رُوحَ پاڪَ ۽ پُوري ويساهَ سان بہ اَوهان وَٽِ پَهتي جيئن ڪِ اوهين ڄاڻو ٿا تَہ اَسين اَوهان جي واسِطي تَوهان مين ڪِيئن هُئاسين (٦) ۽ اَوهان اَسان جي ۽ خُداونَدَ جي پوءِ لَڳي ڪَئِي تَہ اَوهان ڪَلامَ کي ڏاڍِئِيَ مُصِيبتَ مين رُوحَ پاڪَ جي خوشِئِيَ سان قَبُولُ ڪيو (٧) ايسين تانئِين جو مَقِدُونيا ۽ اَخِيا جي سَڀِنِي اِيمانِدارَنِ لاءِ نِموُنو ٿِيا (٨) ڇوجو اَوهان کان خُداونَدَ جي ڪَلامَ جي پَڌِرائِي رُڳو مَقِدُونيا ۽ اَخِيا مين نَہ ٿِي پَرَ سَڀَنِ جَڳهَ مين اَوهان جو ويساهُ جو خُدا تي آهي سو پَڌرو ٿِيو ايسين تانئِين جو اَسان جي چَوڻَ جو ڪو ضَرُورُ نَہ آهي (٩) سو هِنِ لاءِ تَہ اُهي پاڻَ اَسان جي ڳالِهہ ٿا ڪَنِ تَہ اَسين اَوهان مين ڪِيئن داخِلُ ٿِيا سين ۽ اَوهين ڪهڙِئِيَ طَرحَ بُتَنِ کان خُدا جي پاسي ڦِريا تان تَہ جيئري ۽ سَچي خُدا جي بَندگِي ڪريو (١٠) ۽ سَندَسِ پُٽَ جي واٽَ آسِمانَ کان ڏِسو جَنهِن کي اُنهي مُردَنِ مان جيارِيو يَعنِي يَسُوع جو اَسان کي اَچڻواري اَندَيرَ کان ڇَڏائِي ٿو ؛

## بابُ ٢

ڇا کان تَہ اي ڀا ئُرو توهين تَہ پاڻَ ٿا ڄاڻو جو اَسان جو اَوهان مين اَچڻُ اَجايو نَہ هو (٢) اَوهان کي سُڌِ آهي جو اَسان اَڳي فيلِپِئِيَ مين ڏاڍو ڏُکُ سَهي پاڻَ تي گِلا ڪَنئِي تَڏ هِين بہ خُدا جي چَڱِي خَبَرَ ڏاڍي ڪَشالي سان

اُوهان کي بُڌائڻ لاءِ پنهنجي خُدا مين سُورهَ ٿياسين (٣) ڇوجو اُسان جي
نصيحت ڪُوڙائيءَ ۽ پليتائيءَ ۽ دغابازيءَ سان نه هُئي (٤) پر جيئن خُدا
اَسان کي قبول پيل جاڻي چڱيءَ خبر جو اَمينُ ڪيو تيئن اَسين ڳالهه
ٿا ڪريُون ته نه اِها جو رُڳو ماڻهن کي پر خُدا جو اَسان جي دِل کي آزمائي
ٿو تنهن کي بِه راضِي ڪريُون (٥) جيئن اَوهين جاڻو ٿا ته اَسين ڪڏهين
خوشامد جي ڳالهه نٿا چئون ۽ نه لالچ لاءِ مِنهن ٿا ڪريُون (خُدا شاهِدُ آهي)
(٦) ۽ نه ماڻهن کان نه اَوهان کان ۽ نه ٻِئن کان مانُ ٿي گُهريوسُون توڙيڪ
اَسين مَسِيح جي رَسُول هُئڻ ڪري اَوهان تي بارُ رکي ٿي سگهياسين
(٧) پر اَوهان مَنجهه نرمُ هُئاسين جيئن دائِي پنهنجن ٻارن کي ٿي پالي
(٨) تيئن اَسين اَوهان مين سِڪ وارا ٿي نه رُڳي خُدا جي چڱي خبر پر
پنهنجي جِندُ بِه اَوهان کي ڏِئڻ لاءِ سرها هُئاسين سو هن لاءِ ته اَوهين اَسان
جا پيارا هُئا (٩) سو اي ڀائُرو توهين اَسان جي پورهي ۽ ڏکن کي يادِ رکو
ٿا ته اَوهان مين ڪنهن تي بارُ نه ٿِئي هن لاءِ راتِ ڏينهن ڪمُ ڪري اَوهان
کي خُدا جي چڱي خبر ٻُڌائِيسُون (١٠) تنهن جا اَوهين شاهِدَ آهيو ۽
خُدا بِه آهي جو اَسين اَوهان ويساهِيُن مين ڪيڏيءَ پاڪائيءَ ۽ سچائيءَ ۽
بي عيبائيءَ سان هُئاسين (١١) جيئن ته اَوهين جاڻو ٿا ته اَسين اَوهان مين
سڀڪنهن کي هن طرح مِنت ڪندا ۽ دِلاسا ڏِيندا ۽ نصيحت ڪندا هُئاسين

جيئن ڪِ ٻئُ پَهنجي ٻارَنِ کي ٿو ڪَري (۱۲) تان تَ اَوهان جي چالَ خُدا جي وَڻَڻَ جوڳي ٿئي جنهن اَوهان کي پَهنجي بادِشاهِئَ ۽ وَڏائِئَ مين ڪوٺيو آهي ؛

(۱۳) اِنهي لاءِ اَسِين بِہ بِناوِڇي خُدا جا شُڪرانا ٿاڪَرِيُون ڪِ جيڪو خُدا جو ڪَلامُ اَسِين ٻُڌائِيُون ٿا جو اَوهان کي مِلِيو تَنهن کي اَوهان ماڻهن جو ڪَلامُ نَہ پَرَ خُدا جو ڪَلامُ جاڻِي (تَہ اُهو سَچُ پَچُ اَهِڙوئِي آهي) قَبُولُ ڪَيو اُهو اَوهان اِيمانَوارَنِ مين اَثَرُ بِہ ٿو ڪَري (۱۴) سوهِنَ لاءِ تَہ اي ڀائُرو جيڪي خُدا جُون جَماعِتُون يَهُوديہ مين مَسِيح يَسُوع جُون آهِن تِنِ جا پُوءِ لَڳُ ٿيا ڇوجو اَوهان بِہ پَهنجي ذاتِ ڀائِنِ کان اُهوئِي ڏُکُ سَٺو جو اُنهنِ يَهُودِيُنِ کان سَٺو (۱۵) جِنِ خُداوَنَدَ يَسُوع کي ۽ پَهنجنِ نَبِيُنِ کي ماري وِڌو ۽ اَسان کي ڏُکُو ڀائُون سي خُدا کي نَٿاوَڻِنِ ۽ سَڀِني ماڻهنِ جي بِہ اُبَتَڙ آهِنِ (۱٦) ۽ اُهو ڪَلامُ اَسان کي ٻِيُنِ قومُنِ جي ٻُڌائِڻَ کان مَنع ٿاڪَنِ جنهن ڪَري اُنهنِ کي ڇوٽڪو مِلي تان تَہ سَندنِ ڏوهَ هميشَہ پَرِپُورَ ٿِيي وَڃَن پَرَ اُنهنِ تي ڪاوَڙِ توڙَ توڙِي رَسي (۱۷) پَرَ اي ڀائُرو اَسِين جَڏَهِين اَوهان کان ٿورِڙِئَ وير نَہ دِلِ ڪَري پَرَ هِڪَ ٻِئي جي دِيدار کان ڌارَ ٿِياسُون تَڏَهِين ڏاڍِئَ سَڌَ سان شوقُ رَکيو سُون تَہ اَوهان جو مُنهُن ڏِسُون (۱۸) اِنهي لاءِ اَسان يَعنِي مُون پَوُلُسَ هِڪَ بَہ ڀيرا ڀانيو تَہ اَوهان وَٽِ اَچان پَرَ شيطانَ مُون کي جَهلي

وِڏو (١٩) ڇوجو اَسان جئِي آسَ يا خوشِيءَ يا مَرڪ جو مُڪُٽ ڪيرُ آهي سو اَوهين بِ خُداونَد يَسُوع مَسِيحَ جي سامهُون سندسِ اَچَڻَ مَهلَ نَ هُوندا ڇا (٢٠) هائو اَوهين اَسان جِي وَڏائِي ۽ خوشي آهِيو ⁘

## باب ٣

اِنهي واسِطي جَڏَ هِين اَسِين پِيو نَ ڪَٽِي سَگهياسُون تَڏَ هِين اٿينئِيَ مين هيڪلو رَهَڻُ چَڱو ڄاتو سُون (٢) ۽ اَسان پَنهجو ڀاءُ تِمِطائُوسُ جو خُدا جو خادِمُ ۽ مَسِيحَ جي چَڱئِيَ خَبَرَ ميـن اَسان جو سَنگتِي آهي تَنِهن کي موڪِلِيو تَ اُهو اَوهان کي اَوهان جي اِيمانَ بابَتِ پَڪو ڪري ۽ تَسِلائِي ڏِئي (٣) تان تَ ڪوئي هِنَنِ مُصِيبَتُنِ ڪري کِسڪي نَ وَڃي ڇوجو اَوهين پاڻَ ڄاڻو ٿا تَ اَسِين اُنهنِ لاءِ رَکيا وِيا آهِيُون (۴) ۽ جَڏَهِين اَسِين اَوهان وَٽِ هُئا سِين تَ اَوهان کي اَڳيئِي چيوسِين ڇي اَسِين اَوکِئِيَ مين پَونداسِين سو اِئين ٿِيو تَنِهن کي اَوهين ڄاڻو ٿا (٥) اِنهي لاءِ جَڏَ هِين آئون پِيو نَ ڪَٽِي سَگهِيسِ تَڏَ هِين اَوهان جي اِيمانَ جي سُڌِ لَهَڻَ لاءِ موڪِلِيُمِ سو مَتان اَوهان کي آزِمائِڻَ واري آزِمايو هُجي ۽ اَسان جو پورِهيو اَجايو ٿِئِي (٦) پَرَ هِينئرَ جَڏَ هِين ڪِ تِمِطائُوسَ اَوهان وَٽان اَسان وَٽِ آيو ۽ اَوهان جي اِيمانَ ۽ پيارَ جِي چَڱِي خَبَرَ آندائِين ۽ هينئَن چيائِين تَ اَوهين اَسان جي

يادِگِيري هَمَيشهَ چَگَئِيَ طَرحَ ٿا ڪَريو ۽ اَسان جي ڏِسَڻَ جي گهڻي سِڪَ اَٿوَ جيئَنَ ڪِ اَسان کي بِہ اَوهان جي آهي (٧) تَڏَ هِين اِنهي لاءِ اي ڀائَرو اَسان پَهِنجي سَڀِني مُصيبَتُنِ ۽ سوڙهَ ڀيڙَ مين اَوهان جي اِيمانَ سَبَبان اَوهان کان تَسلائِي پاتي (٨) ڇوجو هاڻي جيڪَڏهِين اَوهِين خُداوَنَدَ مين بيهُڪَ لَهو تَہ اَسان جو جِياپو آهي (٩) سو هِنَ لاءِ تَہ جا سَڀِ خوشي اَسان کي اَوهان جي سَبَبان پَهِنجي خُدا جي حُضُورَ مين مِلي ٿي تَنهِن ڪاڻِ اَوهان لاءِ اَسِين ڪيئَنَ خُداجو شُڪرانو پُورو ڪَري سَگهوُن (١٠) اَسِين راتِ ڏِينهن جهجهيئي دُعا گُهرندا ٿا رَهُون جو اَوهان جو مُنهُن ڏِسُون ۽ اَوهان جي اِيمانَ جوُن گهٽِتائِيُون پُورِيُون ڪَرِيُون ࢩ

(١١) سو اَسان جو پِيُ خُدا پاڻَ ۽ اَسان جو خُداوَنَدُ يَسُوع مَسِيحُ شالَ اِئين ڪري ڪِ اَسان جي واٽَ اَوهان ڏي سَنئِين ٿِئِي (١٢) ۽ خُداوَنَدُ اَوهان جو پيارُ هِڪَ ٻئِي سان ۽ سَڀِني سان وَڌائي ۽ جهجهو ڪَري جيئَن ڪِ اَسان جو اَوهان سان آهي (١٣) تان تَہ جَڏَ هِين اَسان جو خُداوَنَدُ يَسُوع مَسِيح پَهِنجِنِ سَڀِني پاڪَنِ سُوڌو اَچي تَڏَ هِين اُهو اَوهان جي دِلِ اَسان جي پِيُ خُدا جي اَڳِيان پاڪائِيءَ مين بي عيبُ ۽ پَڪي ڪَري جَڏي ࢩ

## باب ۴

نيٺ اي ڀائرو اَسين اَوهان کي خُداوَنَد يَسُوع مين عَرضُ ۽ مِنٿ تا ڪريُون تہ جهڙيءَ طَرحَ اَوهان اَسان کان تَعلِيمَ لَڌي تہ ڪِيئن هَلَڻُ گُهرجي ۽ خُدا کي ضَرُورُ وَڻَڻُ گُهرجي تِهڙِيءَ طَرحَ اُڃَمُ ڪندا رَهو (۲) ڇو جو اَوهين ڄاڻوٿا تہ اَسان خُداوَنَد يَسُوع جي وَسِيلي اَوهان کي ڪهڙا حُڪُمَ ڏِنا (۳) ڇوجو خُدا جي مَرضِي اَوهان جي پاڪائِيءَ بابَتِ هِييءَ آهي تہ اَوهين حَرامَ کان پاڻَ رَکو (۴) ۽ اَوهان مان سَيڪو پَهنجي سَنجَ يَعنِي زالَ کي پاڪائِيءَ ۽ عِزَتَ سان رَکڻُ سِکي (۵) نہ شَهوَتَ جي سَڌَ مين جيئن ڪہ بِيُون قومُون جيڪي خُدا کي نَٿيُون ڄاڻَن (٦) ۽ ڪوئِي اِنهي ڳالِهہ مين پَهنجي ڀاءُ کي ڪِينَ ڄهڙو نہ ڄاڻي ۽ مَٿِس وَڌِيڪِي نہ ڪري ڇوجو خُداوَندُ اِنهن سَڀِني جو بَدَرُ وَٺَوارو آهي جيئن ڪہ اَسان اَڳي بہ اَوهان کي چَيو ۽ ساکَ ڀَري (۷) ڇاکان تہ خُدا اَسان کي پَلِيتائِيءَ لاءِ نہ پَرَ پاڪائِيءَ لاءِ سَڏِيو آهي (۸) تَنهِنڪري جيڪو بيمانائي توڪري اُهو ماڻهوءَ جي نہ پَرَ خُدا جي بيمانائي توڪري جَنهِن اَسان کي پَهنجو پاڪُ رُوحُ ڏِنو ؛

(۹) ۽ ڀائرَن جي پيارَ بابَتِ اَوهان کي لِکَڻَ جو ضَرُورُ ڪونهي ڇوجو اَوهان پاڻمين مَحَبَتَ رَکَڻَ لاءِ خُدا جي تعلِيمَ لَڌي آهي (۱۰) جيئن تہ

جيڪي ڀائُرَ سارئِيَ مَقِدوُنِيا مين تا رَهَنِ تِنِ سڀني سان ائين تا ڪريو پَراي ڀائرو اَسين اَوهان کي مِنَٿَ تا ڪريُون تہ اَوهين هِنَ مين هيڪاري وَڌَندا وَڃو (١١) ۽ جهڙِئِيَ طَرَحَ اَسان اَوهان کي حُڪُمُ ڏِنو تہ غَريبِئِيَ سان رَهَڻَ ۽ پاڻَ پَهنجِئِيَ هاڄَ ڪَمُ ڪَرَڻَ ۽ پَهنجَنِ هَٿَنِ سان پورهيو ڪَرَڻَجا گهورا ٿِيو (١٢) تان تہ اَوهين جيڪيڪي خارِجَ آهِنِ تِنِ اَڳِيان چَڱِي چالَ هَلو ۽ ڪَنهِنِ جي ڪاڻِ نہ رَکو ⁘

(١٣) ۽ اي ڀائرو اِها ڳالِهہ آئون نٿو چاهِيان تہ جيڪي سُمهِي رَهِيا آهِنِ تِنِ بابَتِ اَوهين اَڻڄاڻَ رَهو جو مَتان ٻِيا جيڪي نِراسَ آهِنِ تِنِ وانگِيان اَوهين اُلِڪو ڪريو (١۴) ڇا کان تہ جيڪَڏهين اَسين اِهو ويساهُ تا رَکُونَ تہ يَسُوع مُئو ۽ وَري جي اُٿِيو اِئين جيڪي يَسُوع مين سُمهِي رَهِيا آهِنِ تِنِ کي بہ خُدا ساڻُسِ وَٺِي ايندو (١٥) اَسين اَوهان کي خُداوَنَدَ جي ڪَلامَ سان هنيئَن تا چَئُون تہ اَسين جي جيئَرا آهِيُون ۽ خُداوَنَدَ جي اَچَڻَ تائِين رَهنداسُون سو جيڪي سُمهِي رَهِيا آهِنِ اُنهنِ کان اَڳِي ٿِنَڻوارا نہ آهِيُون (١٦) ڇوجو خُداوَنَدُ پاڻَ ڏاڍِئِيَ ڌَمڪِ سان پَهرِئين فِرِشتي جي آوازَ سان ڏَٿِئِيَ جي تُري وَڄارائِيندو آسِمانَ تان لَهَندو ۽ اُهي جيڪي مَسِيح مين مُئا آهِنِ سي پَهرِيائِين جي اُٿَندا (١٧) تَنهِن کان پوءِ اَسين جيڪي جيئَرا رَهنداسُون سي اُنهنِ سُوڌا ڪَڪَرَنِ مين اوچِتا کڄِي ويندَاسُون هِنَ لاءِ تہ

اُنَ مين خُداوندَ جي اَچڻ تَ ٿيوُن سي اَسين هَميشَهَ خُداونَدَ سان گَڏ رَهنداسوُن (۱۸) اِنهِن ڳالهِين ڪَري پاڻمين هِڪَ ٻِئي کي دِلِجاءِ ڏِيو ::

## باٻُ ۵

پَر اي ڀائُرو مَهلُنِ ۽ مُندُنِ بابَتِ اَوهان کي لِکَڻَ جو ضَرورُ ڪونهي (۲) ڇوجو اَوهين پاڻَ چَڱِيءَ پَرِ ڄاڻو ٿا تَ خُداونَدَ جو ڏِينُهن اهِڙِيءَ طَرَحَ اِيندو جيئَن ڪِ راتِ جو چورُ ٿو اَچي (۳) پوءِ اُهي چَئَن هِيين جَوَندا تَ سَلامَتي ۽ بي فِڪِري آهي تَڏَ هِين اُهي اوچِتا چَٽُ ٿِي ويندا جيئَن ڪِ پيٽَوارِئِيءَ کي سُورَ ٿا ٿِيَنِ سو اُهي ڪِينَ ڀَڄندا (۴) پَر اي ڀائُرو اَوهين اُونداهِيءَ مين ڪِينَ آهِيو جو اُهو ڏِينهُن چورَ وانگيان اَچي پَويوَ (۵) اَوهين سَڀيئي سوجهري جا اَوَلادَ ۽ ڏِينهَن جا اَوَلاد آهِيو ۽ اَسين بِ نَ راتِ جا ۽ اُونداهِ جا نَ آهِيوُن (٦) اِنهي لاءِ ڳُهرِجي تَ ٻِئَنِ وانگيان سُمهي نَ پَئوُن اَچا بِ سُجاڳ ۽ خَبرِدارَ رَهوُن (۷) ڇوجو جيڪي سُمهَنِ ٿا سي راتِ جو ئِي سُمهَنِ ٿا ۽ مَتِوالا راتِ جوئِي مَتِوالا ٿا ٿِيَنِ (۸) پَر اَسين جيڪي ڏِينهَن جا آهِيوُن سي اِيمانَ ۽ پيارَ جو زِرَهُ ۽ ڇوٽڪي جي اُميدَ جو هولُ پائي هوشِيارَ رَهوُن (۹) ڇوجو خُدا اَسان کي ڪاوَڙِ لاءِ نَ پَرَ هِنَ لاءِ ڪِرَو ڪِيو تَ اَسين پَهنجي خُداونَدَ يَسُوع مَسِيح کان ڇو ٽِڪو حاصُل ڪَريوُن (۱۰) جو اُهو اَسان واسطِي مُئو تان تَ

اَسِين جاڳَندي توڙي سُمهَندي ساڻُس گَڏُئي جيئُون (١١) اِنهي لاءِ هِڪَ ٻِئي كي تَسِلائِي ڏِيو ۽ هِڪِڙي هِڪِڙي جو واڌاپو ڪَرو جيئَن ڪِ اَوهين ڪَرِيو ٻِ ٿا ⁘

(١٢) ۽ اي ڀائُرو اَسِين اَوهان كي عَرضُ ٿا ڪَرِيُون تَ جيڪيڪي اَوهان مين پو رِهيو ٿا ڪَنِ ۽ خُدا وَنَد مين اَوهانِ تي اَڳُوا آهِنِ ۽ اَوهان كي نَصِيحَتَ ٿا ڏِيَنِ تِنِ كي جاڻِي چَڏِجو (١٣) ۽ اُنهنِ جي ڪَمَ سَبَبان مَحَبَتَ ڪَري تِنِ جو گهڻو مانُ رَكو ۽ پاڻمين مِلِيا رَهِجو (١٤) ۽ اي ڀائُرو اَسِين اَوهان كي مِنَتَ ٿا ڪَرِيُون تَ ڏِنگَنِ كي نَصِيحَتَ ڪِجو ۽ دِلِ لَٽَلَنِ كي دِلاسو ڏِجو ۽ هِيڻَنِ جي خَبَرَ لَهِجو ۽ سَڀِني جي سَهَندا رَهِجو (١٥) ڏِسو ڪوئِي ڪَنهِن سان بُڇِڙائِيءَ جو بَدَرُ بُڇِڙائِي نَ ڪَري پَرَ سَڀَڪِنهن مَهَلَ هِڪَ ٻِئَي سان ۽ سَڀِني سان چَڱائِي ڪَندا رَهو (١٦) ۽ هَميشَهَ خوشِ رَهِجو (١٧) ۽ اَڻَ وِتيري دُعا گُهرَندا رَهِجو (١٨) ۽ سَڀَ ڳالِه مين شُڪُرُ ڪَندا رَهِجو ڇوجو خُدا جي مَرضِي مَسِيحِ يَسُوع مين اَوهان بابَتِ اِهائِي آهي (١٩) ۽ رُوَح كي مَتان وِسايو (٢٠) ۽ نَبُوئَتُنِ كي ڪِينَ جهِڙو مَتان سَمُجهِجو (٢١) سَڀِني ڳالِهيُنِ كي پَرِكيو پوءِ جيڪا چَڱِي هُجي سا گَنُو (٢٢) سَڀِني طَرَح جي بُڇِڙائِيُنِ كان پَري رَهِجو (٢٣) پوءِ ميلاپَ جو خُدا شالَ پاڻَ اَوهان كي پَتِيءَ پاڪَ ڪَري ۽ اَوهان جو سَڀُڪِي يَعني رُوحُ ۽ جنِدُ ۽ جُسو اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جي

اَجَرِطَ تا ندِّين بي عيبُ ۽ سَلامَتَ رَهي (٢۴) اِيمانَوارو اُهو آهي جو اَوهان کي سَڏي ٿو سو اِئيئنئي ڪَندو (٢٥) اي ڀائُرو اَسان لاءِ دُعاگهرِجو (٢٦) سڀني ڀائُرنِ کان پاڪُ چُمي وٺي سَلامُ ڪَرِجو (٢٧) اَوهان کي خُداوَندَ جو سَنهُن ٿو ڏِيان تَہ هِيءُ خَطُ سڀني پاڪَنِ ڀائُرَنِ مَنجهِ پَڙهِي ٻُڌائِجو (٢٨) اَسان جي خُداوَندَ يَسُوع مَسِيحَ جو فَضُلُ شالَ اَوهان سان هُجي ⁘ آمِينُ ⁘

# ٻيو خَطُ پَؤُلُسَ جو ٿَسِلونيڪِنِ ڏي

## بابُ ١

ٿَسِلونيڪِنِ جي جَماعِتَ جا اَسان جي پِيُ خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ
ميين آهي تَنِهن ڏي پَؤُلُسَ ۽ سِلوانِس ۽ تِمِطاٿُوسَ جا سَلامَ (٢) ٻاجَھ ۽
سَلامَتِي اَسان جي پِيُ خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوعَ مَسِيحَ کان اَوهان تي هُجي ٭
(٣) اي ڀائُرو گھرجي تَہ اَسِين اَوهان لاءِ هَميشَہَ خُدا جو شُڪرانو ڪَريُون
جيئَن ڪِ جوڳُ آهي سو هِنَ لاءِ تَہ اَوهان جو اِيمانُ وَڌندو ٿو وَڃي ۽
اَوهان مِڙِنِي ميين سَڀِڪَنِهِن جو پيارُ هِڪَ ٻِئَي سان جَھجھو ٿِيندو ٿو وَڃي
(٤) ايتِرو جو اَسِين پاڻَ خُدا جي جَما عِتُنِ ميين اَوهان بابَتِ مَرِڪوُن ٿا تَہ
اَوهان جيڪيُ ڏکَ ۽ مُصِيبَتُون سَئِيُون آهِنِ تِنِ ميين اَوهان جو صَبُرُ ۽ اِيمانُ
پَڌِرو ٿو ٿِئُ (٥) اِهوئِي خُدا جي سَچِي نِياءَ جو دَلِيلُ آهي ڪِ اَوهِين خُدا
جي بادِشاهِئَ جوڳا ڳَڻِيا وَڃو جَنِهِن لاءِ ڏُکَ ٻِ ٿا سَهو (٦) ڇا ڪان تَہ خُدا
جي حُضُورَ ميين اِها جوڳُ آهي تَہ جيڪي اَوهان کي ڏُکَ ٿا ڏِيَنِ تِنِ کي

ڏُکُ ۽ اَوهِين جيڪي ڏُکَ تا سَهو تِنِ کي آسان سان آرامُ ڏِئي (٧) سو اُنهي مَهِلَ تَہ جَڏَ هِين خُداوَنَدُ يَسُوع آسِمانَ مان پَهِنجِنِ زورَوارَنِ فِرِشتَنِ سان ٻَرَندڙَ باهِ مين پَڌِرو ٿِيندو (٨) جيڪي خُدا کي نَٿا سُڃاڻَنِ تِنِ کان ۽ جيڪي اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جي چَڱِي خَبَرَ نَٿا مَڃِينِ تِنِ کان بَدَلُ وَٺَندو (٩) اُهي خُداوَنَدَ جي حُضُورَ کان ۽ سَندَسِ قُدِرَتَ جي وَڏائِيءَ کان هميشَهَ جَٽُ ٽِٽَڻَ جي سيکَتِ لَهَندا (١٠) ۽ جَڏِ هِين اُنهي ڏِينهَن اُهو پَهِنجِنِ پاڪَنِ مين وَڏائِي لَهَڻَ ۽ پَهِنجي سَڀِني ايمانَ وارَنِمين عَجَبَ جو سَبَبُ ٿِيَڻِ ايندو (تَہ اَوهان اَسان جي ساکَ تي ايمانُ آندو) (١١) اِنهي لاءِ اَوهان بابَتِ اَسِين هميشَهَ دُعا گُهرَندا ٿا رَهُون تَہ اَسان جو خُدا اَوهان کي هِنَ ڪوٺَ جو لائِقُ ڄاڻي ۽ چَڱائِيءَ جي ساري سَڌَ ۽ ايمانَ جو ڪَمُ پَهِنجي قُدِرَتَ سان اَوهان تي پُورو ڪَري (١٢) تان تَہ اَسان جي خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جي ٻاجھ مُوجِبِ اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جو نالو اَوهان مَنجھ وَڏائِي پائي ۽ اَوهِين بہ مَنجھسِ وَڏائِي لهو ÷

## باب ٢

اي ڀائُرو اَسِين پَهِنجي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جي اَچَڻَ ۽ وَٽسِ گَڏُ ٿِيَڻَ بابَتِ اَوهان کي عَرضُ ٿا ڪَريُون (٢) تَہ اَوهِين پَهِنجي دِلِ مين يَڪدَمُ نَہ

ڏَڪو ۽ رُوحَ کان يا ڪَنهِن ڳالهِ کان يا اَسان جَهڙي خَط کان نَه مُنجهو جَڻُ تَه مَسِيحَ جو ڏِينهُن وِيجهو آيو آهي (٣) ڪوئِي اَوهان کي ڪَنهِن طَرحَ ريبُ نَه ڏِئي ڇو جو (اُهو ڏِينُهن نَه اِيندو) جيسِين ڪِ پَهرِيائِين رولو نَه ٿِئ ۽ گُناهَ جو ماڻهُون يَعنِي جَٽُ تِسَڻَ جو اَوْلادُ پَڌِرو نَه ٿِئ (٤) جو اُبتَڙ آهي ۽ جو خُدا يا مَعبُودُ ٿو ڄَڻِجي تَنهِن سَڀَ کان پاڻَ کي وَڌو ٿو سَمُجهي اِهڙو جو خُدا جي هيڪَلَ مين خُدا ٿِي ٿو وِهي ۽ پاڻَ کي ڏيکارِي ٿو تَه آئون خُدا آهِيان (٥) اَوهان کي يادِ نَه آهي ڇا تَه جَڏهِين آئون اَوهان وَٽِ هوسِ تَڏَهِين اَوهان کي اِهي ڳالِهيوُن ٿي چَيُم (٦) ۽ اُهو پَهنجِيَ ويلَ تي پَڌِرو ٿِئ تَنهِن مين ڪَهڙِي جَهلَ آهي سو هاڻي اَوهِين ڄاڻو ٿا (٧) ڇو جو ٻُڇڙائِئ جو ڳُجهه هاڻي بِه اَثرُ ڪَندو ٿو وَڃي رُڳو اِهو ضَرورُ آهي تَه اُهو جو هيسِين تائِڻِين ٿو جَهلي سو وِچمان پاسي ڪِبو (٨) تَڏَ هِين اُهو ٻُڇڙو پَڌِرو ٿِيندو جَنِهن کي خُداوَنَدَ پَهنجي واتَ جي ڦُوڪَ سان جَٽُ ڪَندو ۽ پَهنجي اَچَڻَ جي سوجهِري ڪَري اَڻَ هُوندو ڪَندو (٩) ڇي هُنَ جو اَچَڻُ شيطانَ جي اَثَرَ وانگِيان سارِئِيَ ٻُهچَ ۽ ڪُوڙَنِ نِشانَنِ ۽ اَچُرِجَنِ ۽ جَٽُ تِسَڻَ وارَنِ مَانجِهه لُڇائِئ جي سَڀِ طَرَحَ جي دَغائِنِ سان ٿِيندو (١٠) سو هِنَ لاءِ تَه اُنهِنِ سَچائِئ جي پِيارَ کي ڇوڙِڪي لِهڻَ لاءِ قَبُولُ نَه ڪيو (١١) ۽ اِنهِيءَ سَبَبان خُدا اُنهِنِ ڏي اَثَرَڪَرَڻَ وارِي دَغا موڪِلِيندو اَهڙِي جو اُهي ڪُوڙَ تي ويساهُ رَکَندا

(١٢) تان تَہ جيڪي سَچا نَہ ٿِيَءُ تي ويساهُ نَتا آڻِينِ پَرَڪُوڙَ تي سَرها هُئا سي سَڀِ سَيگتِ لَهَنِ ⁘

(١٣) پَر اي ڀائُرو خُداوَنَدَ جا پيارو گهرجي تَہ اَسِين اَوهان لاءِ هَميشَہ خُدا جو شُڪُرُ ڪَرِيُون جو خُدا اَوهان کي مُنڍَ کانئِي چُونڊي وَرِتو جي اَوهِين رُوحَ جي پاڪائِيءَ ۽ سَچائِيءَ تي ايمانَ آڻَڻَ کان ڇوٽڪو لَهو (١٤) جنهِنِ لاءِ اُنهي اَوهان کي اَسان جَنِيَ چڱِيَ خَبَرَ جي وَسِيلي ڪَري سڏايو جو اَوهِين اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جي وَڏائي حاصُلُ ڪَريو (١٥) پوءِ اي ڀائُرو اِنهي واسِطي پَڪا رَهو ۽ جيڪي رِيتيُون اَوهان کي پَرِنيُون ويئُون جي اَوهان اَسان جي ڪَلامَ توڙي خَطَ مان سِکيُون تِنِ کي سوگهو جهلِجو (١٦) ۽ اَسان جو خُداوَنَدُ يَسُوع مَسِيحُ پاڻَ ۽ اَسان جو پِيُ خُدا جنهِن اَسان سان پيارُ ڪيو ۽ ٻاجهہ ڪَري سَدا جي تَسِلائي ۽ چڱي اُميدَ بَخشِي (١٧) سو اَوهان جي دِلِيُنِ کي آرامُ ڏِئي ۽ اَوهان کي سَڀَڪَنهِن چڱِيَ ڳالهہ ۽ چڱي ڪَمَ مين پَڪِي بيهڪ ڏِئي ⁘

## باب ٣

نيٺِ اي ڀائُرو اَسان بابَتِ هِيئَ دُعاگهرو تَہ خُداوَنَدَ جو ڪَلامُ پَکِڙِجي وَڃي ۽ اَهِڙِي وَڏائي لَهي جيئَن ڪِ اَوهان مَنجهہ آهي (٢) ٻيو هِيئُ تَہ

آجايَنِ ۽ بُڇڙنِ ماڻهنِ کان آسان جو ڇوٽڪارو ٿِئي ڇو جو سڀني مَنجهه
ايمانُ نَہ آهي (٣) پَرَ خُداوندُ سچارُ آهي اُهو اوهان کي پَڪو ڪندو ۽ اُنهي
بُڇڙي کان رَکِي وَٺندو (٤) ۽ اَوهان بابَتِ خُداوَند مين آسان جي اُميد
آهي تَہ جيڪي حُڪُمَ آسين اوهان کي ٿا ڏِيون تِنِ تي اَوهِين عَمَلُ ڪندا
آهِيو ۽ هميشَہَ ڪندا رَهندو (٥) ۽ خُداوندُ اوهان جي دِلِيُنِ کي خُدا جي
پيارَ ۽ مَسِيحَ جي صَبُرَ ڏي هَلائي (٦) ۽ اي ڀائرو آسين پَهِنجي خُداوندَ يَسُوعَ
مَسِيحَ جي نالي تي اَوهان کي زوَر سان ٿا چئُون تَہ جيڪي ڀائُرَ ڏِنگا ٿا هَلَنِ
۽ جيڪا ريتِ اوهان آسان کان پاتِي تَنهِن تي نَٿا هَلَنِ تِنِ کان پاسو ڪجو
(٧) ڇوجو اوهِين پاڻَ ٿا ڄاڻو ڪِ آسان جي پوءِ لَڳِي ڪيئن ڪَرَڻُ گُهرِجي
جو آسين اَوهان مين ڏِنگا نَہ هُئاسين (٨) ۽ ڪَنهِن جي ماني آجائي
نَہ کائيندا هُئاسين پَرَ پورهِي ۽ ڏاکِڙي سان راتِ ڏينهن ڪَمُ ڪندا هُئاسين
سو هِنَ لاءِ تَہ اُوهان مان ڪَنهِن تي بارُ نَہ ٿِئي (٩) سو رُڳو اِنهي واسطي نَہ تَہ
جَرُڻُ آسان کي ڪُجَندي نَہ هُئي پَرَ اِنهي لاءِ تَہ اسين پاڻَ کي اَوهان اَڳِيان نِمُونو
ڪَرِيُون تان تَہ اَوهِين آسان جي پوءِ لَڳِي ڪَرِيو (١٠) ۽ جڏهِين آسين
اَوهان وَٽِ هُئا سِين تَڏَهِين آسان اَوهان کي هِيئُ حُڪُمُ ڏِنو هو تَہ جيڪو
ڪَمُ ڪَرَڻُ نَٿو ڀانئي تَنهِن کي کائِڻَ لاءِ نَہ مِلي (١١) ڇوجو آسين ٻُڌُون ٿا تَہ
اَوهان مُنجهان ڪيتِرا ڏِنگائِي سان ٿا هَلَنِ ۽ ڪو ڪَمُ نَہ اُٿَنِ پَرَ ٻِيَنِ جي

ڪَمَ‌ڪارِ مين ڪاهي ٿاپَون (١٢) اَهِڙَنِ کي اَسِين پَهنجي خُداوَنَد يَسُوع مَسِيح ڪَري حُڪُمُ ٿا ڏِيُون ۽ اُنهن کي مِنٿَ ٿا ڪَرِيُون تَہ ماٺِ مين ڪَمُ‌ڪَري پَهنجِيُ ماني کائِن (١٣) ۽ اي ڀائُرو اَوهِين ڇَڱي ڪَمَ‌ڪَرَڻَمين ٿَڪِجي نَہ پَئُو (١٤) پَرَ جيڪڏَهِين ڪو اَسان جي هِيءَ ڳالِھ جا خَط مين لِکِيَلَ آهي تَنهِن کي نَہ مَڃي تَہ هُنَ کي سُڃاڻِي ڇَڏِجو تَنهِن سان ميلاپُ نَہ ڪِجو تان تَہ اُهو لَڄِي ٿِئي (١٥) پَرَهُنَ کي ويري نَہ سَمُجهِجو اُلِٽو ڀاءُ ڄاڻِي ڇَڱي مَتِ ڏِيندا رَهِجو ؛

(١٦) ۽ ميلاپَ جو خُداوَنَدُ پاڻيهي اَوهان کي هَمِيشَہَ سَڀَطَرَحَ جي سَلامَتي بَخشِي ۽ خُداوَنَدُ شالَ اَوهان سَڀِني ساڻُ هُجي (١٧) مُون پَوُلُسَ جي هَٿَ جو سَلامُ اِهو سَڀَڪِنهن خَطَ مين نِشانُ آهي جو آئُون اَهِڙِيَءَ طَرحَ ئي لِکَندو آهِيان (١٨) اَسان جي خُداوَنَد يَسُوع مَسِيح جي ٻاجَھ اَوهان سَڀِني سان هُجي ؛ آمِينُ ؛

# پَؤلُسَ جو پَهِريُون خَطُ تِمِطائُوسَ ڏي

## بابُ ١

پَؤلُسُ يَسُوعِ مَسِيحَ جو رَسُولُ آسان جي بَچائِڻَ واري خُدا ۽ اُميدَ جي جاءِ خُداوَنَدَ يَسُوعِ مَسِيحَ جي حُڪمَ سان (٢) اُنهي تِمِطائُوسَ کي سَلامَ ٿو لِکي جو اِيمانَ ڪَري سَندُسِ پُٽُ آهي تَہ پِا جَهہ ۽ رَحِمُ ۽ سَلامَتي آسان جي پِيُ خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوعِ مَسِيحَ کان هُجيئُ ✣

(٣) مُون مَقِدُونِيا ڏي وَيَڻَ مَهَلَ توکي چَيو هو تي اَفِسَسَ مين رَهِجِ سو هِنَ لاءِ تَہ ڪِنِ ڪِنِ کي تاڪِيدُ ڪَرِين ڪِ بِيُ پَرِجي تَعلِيمَ نَہ ڏِئِنِ (٤) ۽ جِنِ آکاڻِيُنِ ۽ پِيڙهِيُنِ جي ڪَٿَ مان رُڳو تَڪِرارُ ٿو نِڪِري پيو ڪو ويساهَ جو خُدائِي واڌاپو نَہ آهي تِنِ تي دِلِ نَہ رَکِنِ (٥) پَرَ حُڪمَ جو مَطِلَبُ آهي پيارُ جو سَچِئِيَ دِلِ ۽ چَڱِئِيَ نِيتَ ۽ بي مِڪرَ اِيمانَ سان ٿو ٿِئيُ (٦) اِنهنِ کان ڪي ڦِرِي اَجائِيءُ بَڪِوادَ ڏي سَنوا ٿِيا (٧) اُهي شَرِيعَتَ جا سيکارِڻَ وارا ٿِيڻُ

تا پانئيِنِ پَرَ سَمُجَهِنِ نَتا تَہ چا تا چَئُون ۽ ڪَهِڙِيُنِ ڳالِهيُنِ تي هائو هائو تا ڪَرِيُون (٨) سو اَسِين ڄاڻُون تا تَہ شَرِيعَتَ چَڱِي آهي پَرَ جيڪڏ هِين ڪو اُنَ کي شَرِيعَتَ جي رِيتِ وانگيان ڪَمَ مين آڻي (٩) اِئين ڄاڻُون تا تَہ شَرِيعَتَ نِيائِيَءَ واسِطي نَہ آهي پَرَ بي شَرِيعتُنِ ۽ اَڻَ مَڃِينَدڙَنِ ۽ بي دِينَنِ ۽ گُنهگارَنِ ۽ ناپاڪَنِ ۽ لُچَنِ ۽ ماءُ پِيُءَ جي مارَڻَ وارَنِ ۽ خُونِيُنِ لاءِ آهي (١٠) ۽ حَرامَينِ ۽ مُڙسَنِ جي جُٽ مارِيندڙَنِ ۽ ماڻُهنِ چورائِيندڙَنِ ۽ ڪُوڙَنِ ۽ ڪُوڙا قَسَمَ کَڻَندڙَنِ ۽ اُنهِنِ ڌاران بِيا جيڪي سَچِيُءَ تَعلِيمَ جي اُبَتِڙِهِجِنِ هُنِنِ لاءِ بہ آهي (١١) سَڳوري خُدا جي وَڏائِيءَ جي چَڱي خَبَرَ جا مُون کي پَرِنِي ويئِ آهي تَنهِن مُوجِبِ تو چَوان ؛

(١٢) ۽ آئُون پَهِنجي خُداوَند مَسِيح يَسُوعَ جو شُڪِرانو تو ڪَرِيان جَنهِن مُون کي ٻَجَندي ڏِنِي هائو اُنهي ئِي مُون کي سَچو ڄاڻِي هِنَ چاڪِرِيَءَ تي ڪَڙو ڪيو (١٣) آئون تَہ اڳي ڪُفُرَ بَڪَڻوارو ۽ ڏُکَ ڏِئَڻوارو ۽ آبِروءِ لاهِڻَ وارو هوسِ پَرَ مُون تي هِنَ واسِطي رَحِمُ ٿِيو تَہ جيڪي ڪَيُمِ سو اَڻڄاڻائِيءَ ڪَري بي اِيمانِيءَ مينيُ ڪَيُمِ (١٤) ۽ آسان جي خُداوَند جي ٻاجِھ اِيمانَ ۽ پِيارَ سُوڌِي جا مَسِيح يَسُوعَ مين آهي هيڪاري جَهجهي ٿِي (١٥) هِيءَ ڳالِھ سَچِي ۽ پُورِيَءَ مَڃِتا جهِڙِي آهي چي مَسِيح يَسُوع گُنَهگارَنِ جي ٻَچائِڻَ لاءِ جَهانَ مين آيو تِنِ مين سَڀِنِي کان وَڏو آئون آهِيان (١٦) پَرَ مُون

تي اِنهي لاءِ رَحِمُ ٿيو ڪِ يَسُوع مَسِيحُ پَهرِيائِين مُون تي ڏاڍو صَبُرُ ڏيکاري تان تہ جيڪي ڪي مَٿِس هميشَہَ جي جِياپي لاءِ اِيمانُ آڻِنِ تِنِ لاءِ آئون نِمُونو ٿِيان (۱۷) سو سَدا جو بادِشاهُ ڪَڏَهِين چَٽُ نہ ٿِئڻَ وارو ڏِسَڻَ کان پَري هِڪِڙوئِي ڏاهو خُدا تَنِهِن جو مانُ ۽ وَڏائِي هميشَہَ سَيڪَنِهن مَهلَ هُجي آمِينُ (۱۸) اي پُٽَ تِمِطائُوس جيڪي ٿِئڻوارِيُون ڳالِهيُون اَڳي تو بابَتِ چَيُون ويئُون تِنِ پَٽانَدرِ مان توکي هِيئُ تاڪِيدُ ٿو ڏِيان تان تہ تُون اُنهنِ مين چَڱِي ويڙهِ ڪَرِين (۱۹) سو اِيمانُ ۽ چَڱِي نِيَتَ رَکندو رَهُ جَنِهن کي ڪِن ڇَڏي اِيمانَ جي ٻيڙِي ٻُڏِي (۲۰) اُنهنِ مان هِمِنائُوسُ ۽ سِڪَندرُ آهِنِ جِنِ کي مُون شيطانَ جي ٻِلي ڪِيو تان تہ مارَکائِي سِکَنِ تہ ڪُفرُ بَڪَڻُ نہ گُهرجي ፨

## بابُ ۲

پوءِ سَڀِني کان پَهريائِين هِيئُ عَرِضُ ٿو ڪَريان تہ وينتيُون ۽ دُعائُون ۽ پارٿُون ۽ شُڪِرانا سَڀِني ماڻُهنِ لاءِ پيا ڪَجَنِ (۲) ۽ بادِشاهَنِ ۽ سَڀِني وَڏي مَرتَبي وارَنِ لاءِ بہ هُجَنِ تان تہ اَسِين ڏاڍِئِيءَ ديِنِدارِئِيءَ ۽ گنبيرائِيءَ ڪَري سَرهائِيءَ ۽ آرامَ سان عُمرِ گذارِيُون (۳) ڇوجو اَسان جي ڇوٽِڪي ڏِنڻواري خُدا وَٽِ اِهائِي چَڱِي ۽ وَڻندڙَ آهي (۴) ۽ اُهو ٿو چاهي تہ سَڀِ ماڻهُون

چوڻڪو لَهَنِ ۽ سَچائِئَ جي سُڃاڻَپَ تائِين رَسَنِ (٥) ڇوجو خُدا هِڪڙو آهي ۽ بِيو خُدا ۽ ماڻهُنِ مين يَسُوع مَسِيحُ اِهو ماڻهُون هِڪڙوئِي وِچوارو آهي (٦) جنهِن پاڻُ سَڀِنِي جي ڪِفاري لاءِ ڏِنو تَه مَهِلَ سِرِ هُنَ جي شاهِدي ڏِني وَڃي (٧) اُنهي لاءِ آئون هوڪو ڏِيندَڙُ ۽ رَسُولُ مُقَرَرُ ٿِيُسِ (مَسِيح مين سَچُ توچوان ڪُوڙُ ڪِينَ توچوان) هائو ايمانَ ۽ سَچائِئَ مَنجهه ڌارِيُنِ قومُنِ جو سيکارڻوارو آهِيان ⁘

(٨) پوءِ آئون چاهِيان ٿو تَه مُڙسَ سَڀَڪنِهن هَنڌِ بِنا ڪاوِڙِ بِنا تَڪِرارَ پاڪَ هٿَ کَڻِي دُعا گُهُرِنِ (٩) ۽ اَهِڙِئِيَ طرحَ زالُون بِه ٺَهندڙَ ڪَپِڙا پَهِري لَڄَ ۽ ڪِرئِيَ سان پاڻَ کي سُهڻو ڪَنِ پَرَ نَه وارَنِ ويڙهڪُڻَ ۽ سونَ ۽ موتِيُنِ ۽ گهڻي مُلهَ جي پوشاڪَ ڪَري (١٠) اَجا بِه (جِيئُن ڪِ زالُون جي پاڻَ کي خُدا پَرسُت چوائِينِ ٿِيُون تِنِ کي واجِبُ آهي) چَڱَنِ ڪَمَنِ سان پاڻَ کي سُهڻو ڪَنِ (١١) زالُنِ کي گهُرِجي تَه ماٺِ ماٺِ مين ڌايئِيَ مَيُحتا سان سِکَنِ (١٢) ۽ زالَ کي اِها موڪَلَ نَڪو ڏِيان تَه تَعليمَ ڏِيئِي يا مُڙسَ تي حاڪِمُ ٿِي وِهي اُنلو ماٺِ مين رَهي (١٣) ڇوجو پَهرِيا ٺِين آدَمُ پيدا ٿِيو پوءِ حَوا (١٤) ۽ آدَمُ نَه ٺَڳِيو وِيو پَرَ جوڙِسِ ٺَڳِجِي گُناهَ مين ڦاٿِي (١٥) پوءِ سا ٻارَ ڄَڻُڻَ ڪَري بَچِي ويندِي سو اِنهي ڳالِهه ڪَري ڪِ ايمانَ ۽ پيارَ ۽ پاڪائِئَ مين گَنڀِيرا ٿِيئَ تي قائِمُ رَهَنِ ⁘

## بابُ ٣

هيءَ ڳالهہ سچي آهي تہ جيڪڏ هين ڪو راڪي ٿئڻ جو گهورو آهي تہ
چڱو ڪم ٿو چاهي (٢) پر گهرجي تہ راڪو بي عيب هجي ۽ هڪڙيءَ جوءِ
جو مڙس ۽ خبردار ۽ ڪرڻيءَ وارو ۽ لڄ وند ۽ مسافرن جو يار ۽ تعليم ڏيڻ
جوڳو هجي (٣) ۽ نہ شرابي يا مارڪٽ ڪرڻوارو يا نفع جو لالچي هجي پر
ڪانديرو ۽ بي تڪراري ۽ نہ پئسن جو يار هجي (٤) ۽ پنهنجي گهر تي چڱيءَ
طرح حڪم رکي ۽ ڏاڍيءَ گنڀيرائيءَ سان ٻچن کي چٽي مين رکي (٥) پر
جيڪڏ هين ڪو پنهنجي گهر تي حڪم هلائڻ نہ ڄاڻندو تہ خدا جي
جماعت جي خبرداري ڪيئن ڪندو (٦) ۽ نئون سيکڙيات نہ هجي جو
متان هٺ مين اندو ٿي شيطان جي سيگت مين پوي (٧) ۽ گهرجي تہ
انهي جو نالو خارجن وٽ بہ چڱو هجي جو متان ڦٽڪار سهي ۽ شيطان
جي ڦاهيءَ مين ڦاسي پوي (٨) انهي طرح همراهہ بہ گنڀير هجن پر نہ ٻن
ڳالهين وارا يا شرابي يا نفع جا لالچي هجن (٩) ۽ ايمان جو ڳجهہ پاڪ دل
مين ياد رکي ڇڏين (١٠) ٻيو هي تہ پهريائين اهي آزمائجن تنهن کان پوءِ
جيڪڏ هين بي ڏوهہ هجن تہ خدمت ڪن (١١) ۽ زالون بہ انهن وانگر
گنڀيريون هجن نہ ليءَ لائڻواريون اُتلو هوشيار ۽ سڀني ڳالهين مين سچون هجن

(۱۲) هَمِراهَ هِڪِتِرِئِيَ جوءِ جا مُتِرِسَ تِئَنِ ۽ پَهِنجي بارِڙَنِ ۽ گهَرَنِ کي چَڱِيءَ طَرَحَ تابع رَکَنِ (۱۳) ڇوجو جِنِ چَڱِيءَ پَرِ خِدِمَتَ ڪَئِي آهي سي پاڻَلاءِ چَڱو دَرِجوءِ جيڪو اِيمانُ مَسِيحِ يَسُوعَ تي آهي اُنهي مين ڏاڍِيءِ سورِهائِيءِ حاصُلُ ٿا ڪَنِ ÷

(۱۴) اِهي ڳالِهيُون آئُون اِنهِيءَ اُميدَ تي تو کي ٿو لِکان تَہ سِگهو تو وَٽِ اَچان (۱۵) پَرَ جيڪَڏَهِين ديرِ ٿِيي وَڃي تَہ تُون ڄاڻِجِ ڪِہ خُدا جي گهَرَ مين جاجِڙي خُدا جي جَماعِتَ سَچائِيءَ جو ٿَنڀُ ۽ پيڙهِ آهي تَنهِن مين ڪِئَن هَلَڻُ گهُرجي (۱۶) ۽ ڇِتو آهي تَہ دِينِدارِئِيءَ جو ڳُجهُ وَڏو آهي خُدا جِسي مين پَڌِرو ٿِيو ۽ رُوحَ ڪَري سَچو ٺَهِرايو وِيو ۽ فِرِشتَنِ کي ڏِسَڻَ مين آيو ۽ ٻِئَنِ قومُنِ مين سَندُسِ هوڪو پَئِجِي وِيو ۽ جهانَ مين مَتِّسِ ويساهُ آندائُون ۽ وَڏائِيءَ مين چاڙهيو وِيو ÷

## باب ۴

رُوحُ چِٽو ٿو چَوي تَہ پوِيَنِ ڏِينَهِنِ مين ڪيتِرائِي ماڻهُون ڀُلائِيندَڙَنِ رُوحَنِ ڪَري ڀُوتَنِ جي تَعلِيمَ ڏسان ڇَنڊِي اِيمانَ کان ڪاٻارِيا (۲) جي مِڪِرَ ڪَري ڪُوڙُ ٿا ڳالهائِينِ ۽ جِنِ جو عَقُلُ جَرُڻُ تَہ ڏَنِيلُ آهي (۳) ۽ اُهي وِهانو ڪَرَڻَ کان جهَلَ ٿا وِجهِنِ ۽ جيڪي کاڄَ خُدا هِنَ لاءِ اُپايا آهِنِ جي اِيمانوارا ۽

سَچائيءَ مين سِياڻا شُڪراني سان اُنهن کي کائِن تِن بابَتِ اُهي ڪري ڪَرِڻُ ٿاچَوَنِ (۴) سو خُداجا سَڀِ اُپايَلَ چڱا آهِنِ ۽ ناڪارَ ڪَرِڻُ جهڙي ڪاشيءَ نَ آهي پَرَ جي شُڪُرُ ڪَري کا ٿجي (۵) هِنَ لاءِ تَ خُدا جي ڪَلامُ ۽ دُعا ڪَري اُهي پاڪَ ٿا ٿِين ؛

(٦) ۽ جيڪَڏَ هِين تُون ڀائُرَنِ کي اِهي ڳالِهيُون يادِ ڏِياريندين تَ تُون ايمانَ ۽ اُنهي چَڱِيءَ تَعليمَ جي ڳالِهيُنِ مين جَنِهن جي تو پوءِ لَڳِي ڪَئي تَنهِن مين سَمُجهه لَهِي يَسُوع مَسيح جو چَڱو خادِمُ ٿِيو رَهَندين (٧) پَرَ اَجائِنِ ۽ پوڙهيُنِ جي آکا ڻِيُنِ کان مُنهن موڙِ ۽ دِينِدارِئيءَ لاءِ اِستعمالِي ڪَرِ (٨) تَ جِسي جي اِستعمالِئَ جو فائِدو ٿورو آهي پَرَ دِينِدارِئي سَڀِني ڳالِهيُنِ لاءِ فائِديواري آهي ڪِ هِينئرِ ۽ اَڳِتي جي جِياپي جو وَعدو اُنَ واسِطي آهي (٩) هِيءَ ڳالِهه سَچي ۽ پُورِئيءَ مَڃِتا جهڙي آهي (١٠) ڇوجو اَسان جو پورِهيو ڪَرِڻُ ۽ لَعنَتوُن سَهَڻُ اِنهِئيءَ لاءِ آهِنِ ڪِ اَسان جِيئري خُدا تي جو سَڀِني ماڻهن جو ۽ گهَڻو ڪَري ويساهَ وارَنِ جو بَچائِيندَڙُ آهي تَنهن تي ڀَروَسو رَکيو آهي (١١) اِهي ڳالِهيُون زورَ سان چَؤُ ۽ سيکارِ (١٢) ڪَنهن کان پَهِنجِئيءَ جُوانِئَ جي گِلا نَ ڪَراءِ اُنِلو ڪَلامَ ۽ هَلتِ چَلَتِ ۽ پيارَ ۽ رُوحَ ۽ ۽ ايمانَ ۽ پاڪائِيءَ مين ايمانوارَنِ جو نِمُونو ٿِيءُ (١٣) جيسِين ڪِ آئون تو وَٽِ اَچان تيسِين پَڙهَندو ۽ نَصيحَتَ ڪَندو ۽ تَعليمَ ڏِيندو رَهُ (١۴) جا

بَخشِشَ تو مين آهي ۽ توکي نَبُوئَتَ جي واٽَ کان وَڏنِ جي هٿَ رَکَڻَ کَري مِلي ٿِي تنهن کان بي خَبَرُ نَہ ٿِيءُ (۱۵) اِنهن ڳالِهيُن تي ڌِيانُ رَکُ اِنهن جوئِي ٿِي رَهُ تان تَہ تُهاجو سُڌارو سَڀِني تي پَڌِرو ٿِيءُ (۱٦) پَهِنجي ۽ پَهِنجيءَ تَعليمَ جي سَنڀالَ کَرِ اُنهَنِ تي بيٺو رَهُ چوجو اِنهيءَ کَري تُون پاڻَ کي ۽ جيکي تُهِنجي ٻُڌَنِ تِنِ کي بَچائِي وَٺَندين ‏:

## باب ۵

کَنهن پَرِٺي مُڙسَ کي نَہ ڌَمِڪاءِ اُنلوهَنَ جي اَهِڙي مِنَٽَ کَرِ جيِئَن پِيُ جي تو کَرِين ۽ جُوانَنِ جي اِئين کَرِجيئَن ڀائُنِ جي تُوکَرِين (۲) ۽ پَرِيُنِ زالُنِ جي مائُنِ وانگُرُ ۽ جُوانَنِ زالُنِ جي ڀينُرنِ وانگُرِ پُورِيءَ پاڪائِيءَ سان مِنَٽَ کَرِ (۳) جيکي رَنُون زالُون سَچُ پَچُ رَنُون آهِنِ تِنِ جو مانُ رَکُ (۴) پَرَ جيکَڏِهِين کَنهِن رَنَڙِ کي پُٽَ جان پوٽا هُجَنِ تَہ اُهي پَهرِ يائِين هِيءُ سِکَنِ کِہ پَهِنجي گهَرَ بابَتِ سَچا ٿِئَنِ ۽ ماءُ پِيُ جو بارو لاهِينِ چوجو اِها ڳالِهِ چَڱِي ۽ خُدا وَٽِ وَڻَندڙ آهي (۵) جيکا سَچِي رَنَڙِ ۽ هيڪِلِي آهي سا خُدا تي پَرِوَسو ٿِي رَکي ۽ راتِ ڏينهن وينتِيُنِ ۽ دُعائُنِ مين لَڳِي ٿِي رَهي (٦) پَرَ جيکا عيشُ ٿِي کَري سا جيئَرِيءَ مُئَنِ جَهِڙِي آهي (۷) ۽ تُون اِهي ڳالِهيُون زورَ سان هُنَنِ کي ٻُڌاءِ تَہ اُهي بي عيبَ ٿِهَرَن

(٨) پَرَ جيڪڏهن ڪوئي پنهنجن ۽ گهڻو ڪري پنهنجي گهراڻي لاءِ اَگهه نٿو ڪري تہ هُو ايمانَ کان مُنڪر آهي ۽ بي ايمانَ کان بہ بڇڙو آهي (٩) اُها رَنڊ ڳڻجي جنهن جي عمر سَٺِ ورهين کان گهٽ نہ هُجي ۽ هِڪڙي مڙس جي جوءِ هُجي (١٠) ۽ سُٺن ڪمن جي چالَ جاشاهد هُجَنِ جيئن تہ اُنهي ٻارڙن جي پالنا ڪئي هُجي ۽ مُسافِرن کي پنهنجي گهر لاتو هُجيس ۽ پاڪن جا پير ڌوتا هُجنس ۽ ڏُک مين ڦاٿلن جي واهر ڪئي هُجيس ۽ سڀڪنهن چڱي ڪم جي پوءِ لڳو هُجي (١١) پَرَ جوان رَنڊون ڳاڻيٽي مين نہ آڻ ڇوجو جڏهن مَسيح جي اُبتڙ مستي ٿيون ڏيکارين تڏهن وهانو ڪرڻ جي سَڌَ اٿن (١٢) ۽ اُهي سيڱت جوڳيون ٿيون نهرن سوهن لاءِ تہ پهرئين ايمانَ کي ڇڏي ڏنائون (١٣) ۽ انَ ڌاران اُهي آلسياڻيون ٿي گهر گهر ڀوڙي وَڃڻُ ٿيون سِکَنِ ۽ رُڳو آلسُي نہ پَرَ بَڪ بَڪ مين پيئي سڀڪنهن ڪم مين هَٿُ وجهندڙ ٿيون ٿئن ۽ جيڪي ڳالهيون نہ ڪرڻ گهرجن سي پيئون سِکَنِ (١٤) پوءِ آئون ٿو چاهيان تہ جُوانَ رَنڊون پرڻجن ۽ ٻار ڄڻين ۽ گهر هَلائِين ۽ ويري کي لعنت ڪرڻ جو وجهہ نہ ڏين (١٥) ڇو جو ڪيترِيون هاڻي ڦري شيطانَ جي پُٺيان لڳي رهيون آهن (١٦) ۽ جيڪڏهين ڪنهن ايمانواري مڙس يا زالَ جون ڪي رَنڊون آهن تہ اُنهن کي تن جي

واهِرَ ڪَرڻُ گهرجي جو جَماعِتَ تي بارُ نَ تِئي سو هِنَ لاءِ تَ اُها سَچِنِ رَنِڙنِ جي مَدَدَ ڪَري ⁘

(١٧) ۽ جيڪي وَڏِڪا چڱيءَ طَرحَ اَڳوانِي ٿاڪَنِ ۽ گهڻو ڪَري جيڪي ڪَلامَ ۽ تَعلِيمَ مين ڪوشَشِ ٿاڪَنِ تِنِ کي ٻيڻي مانَ جوڳو ڄاڻو (١٨) ڇوجو لِکِئَلِ تَي ته جهوي ڇي ڳاهِيندَڙَ ڏانَد جو واتُ نَ ٻَڌُ ۽ ٻيو هِيئُ تَ مَزُورُ پَهِنجِئَ مَزُورِئُ جو ڳو آهي (١٩) جيڪا اَڙتِي وَڏڪِنِ تي هُجي سا ٻِنِ يا ٽِنِ شاهِدَنِ ڏاران مَتان ٻُڌِ ڀِن (٢٠) گُناهِيُنِ کي سَڀِني جي اَڳِيان ڏَڙِڪو ڏِي تان تَ ٻِئُن کي بِہ ڀَؤ ٿِئي (٢١) آئون خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوعَ مَسِيحَ ۽ چُونڊِيَلَنِ فِرِشتَنِ جي اَڳِيان ڇِتو تو ڇوان ڪِ تُون اِنهِنِ ڳا لِهِئُنِ کي پاسِ ڏاران عَمَل مين آڻِين ۽ ڪَنهِن جي وَٽَ نَ ڪَرِين (٢٢) ڪَنهِن تي سِگهو هٿُ نَ رَکُ ۽ نَ ٻِئَنِ جي گُناهَنِ مين ڀائِيوارُ ٿِيءُ ۽ پاڻَ کي سُٺو رَکُ (٢٣) اَڳِتي رُڳو پاڻِي مَتان پِئِندو وَڃِين پَرَ هَضَمُ ٿِئَڻَ لاءِ ۽ گهڻو ڪَري پَهِنجِئَ هِيٽائِئُ لاءِ ٿورِڙو ٻاڪَ جو رَسُ ڪَمَ مين آڻِ (٢٤) ڪِنِ ماڻهُنِ جا ڏوهَ پَڌِرا آهِنِ ۽ عَدالَتَ مين اَڳيِئُ وَڃِي ٿا پَهچَنِ ۽ ڪِنِ جا پوءِ (٢٥) ۽ اِنهِئُ رِيتِ چَڱا ڪَمَ بِہ پَڌِرا آهِنِ ۽ اُهي جي ٻِئِ طَرحَ جا آهِنِ سي لِڪِي نَٿا سَگهَنِ ⁘

# بابُ ٦

جيترا ڪي ٻانها ٻاچارئيَ هيٺ آهِن سي پَهنجي ڌڻيُن کي سَڀ وَڏائيءَ لائِق ڄاڻَن تان تَہ خُدا جي نالُن جِي ۽ تَعليمَ جي گِلا نَہ ٿِئي (٢) جِن ٻانهن جا سائِيَن ايمانَوارا آهِن سي اُنهن کي ڀاءُ ڄاڻي کِينَ جهِڙو نَہ سَمُجهن پَرَ اِئين ڄاڻَن تَہ هِي ايمانَوارا ۽ پيارا ۽ چڱائيءَ مين ڀائِيوارَ آهِن سو تِن جي خِدمت چاڪري ڪَن اِها ڳالهہ سيکارِ ۽ نَصيحَت ڪَر (٣) جيڪڏَ هِين ڪو ٻِي تَعليمَ تو ڏِئي ۽ آسان جي خُداوَنَد يَسُوعَ مَسيحَ جي ڪٿاڪارئيَ ڪَلامَ ۽ سَندِس تَعليمَ جا دِيِنداريَ مُوجِبِ آهي تَنهِن کي نَتو مَڃي (٤) اُهو اَجايو هَٺيلو آهي ۽ ڪِي کِينَ تو ڄاڻي پَرَ تَنهِن کي رُڳِي بَحث ۽ اَڪرِن جي تَڪرارَ جو مَرضُ آهي جِن مان رِيَس ۽ جهيڙو ۽ ڦِتڪارَ ۽ ٻُڇڙا گمُانَ پيدا ٿا ٿِيُن (٥) ۽ جِن ماڻُهن جو عَقُلُ ڦِٽي رَهيو آهي تِن مين رَدِبَدَلِ پيدا ٿِي ٿِئي ۽ جيڪي سَچائيءَ کان خالِي آهِن ۽ جيڪي اُهو خِيالُ ٿاڪَنِ تَہ نَفعو ٿِي دِيِنداري آهي اَهڙَن کان پَري رَهُ (٦) پَرَ دِينداري تَہ قِناعت سان ڏاڍو نَفعو آهي (٧) ڇوجو آسان جَهانَ مين ڪِي کِينَ آندو ڀوءِ پَڌِرو آهي تَہ ڪِي کِينَ نيئِي ٿا سَگهُون (٨) سو جيڪڏَ هِين آسان وَٽ کاڌ ۽ ڪپِڙو آهي تَہ اَسِين تِن تي راضِي رَهندا سوُن (٩) پَرَ جيڪي

شاهوُ كارَ ٿِيڻُ ٿا پائِيِنِ سي پَرکاسَ ۽ ڦاهِيَ مين ۽ گهڻِيُنِ اَجائِيَنِ ۽ ڇيهَنِ جي سَڌُنِ مين ٿا پَوَنِ جي ماڻهُنِ کي گُڙُن ۽ چَٽُ ڪَري ٻوڙِي ڇڏيوُن وِجهِنِ (١٠) ڇوجو ڏَنَ جو پيِارُ سَڀِنِي ٻُڇِڙائِنِ جي پاڙُ آهي جنهِن تي کي ماڻهوُن سَڌائِيتا ٿِي اِيمانَ جي واٽَ کان ڀِٽِڪي وِيا ۽ پاڻَ کي پَتين پَتين ڏُکَنِ ڪَري چوکيِو اَٿَنِ (١١) پَرَ اي خُدائِي مَرِدَ توُن اِنهِنِ ڳالِهيُنِ کان ڀَڄُ سَچائِيُ ۽ دِيِندارِئِيَ ۽ اِيمانَ ۽ پيِارَ ۽ صَبرَ ۽ نِمَرَتَ جي پوءِ لَڳي ڪَرِ (١٢) ويساهَ جِي چَڱي ويڙهِ ڪَرِ هَميشَهَ جي جيِاپي کي سوگهو جَهلِ جنهِن لاءِ توُن ڪوٺيِو وِيو آهِين ۽ گهڻَنِ شاهِدَنِ جي اَڳِيان تو چَڱو اَنجامُ ڪَيو (١٣) آئوُن اُنهي خُدا جي سامهوُن توکي تا ڪيِدُ ٿو ڪَرِيان جو سَڀِڪِي جِيِئرو ٿو رَکي ۽ مَسِيحَ يَسُوعَ جي حُضُورَ مين جَنهِنَ پِنطُسَ پِيلاطُسَ جي اَڳِيان چَڱو اِقرارُ ڪَيو (١٤) ڪِ توُن اُنهي حُڪُمَ کي بِناداغَ بِناڏوهَ اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوعَ مَسِيحَ جي پَڌِري ٿِيڻَ تائِيِن پُورو ڪَرِين (١٥) جنهِن کي اُهو مَهِلَ سارُو پَڌِرو ڪَندو جو سَڀُورو ۽ هِڪِڙوئِي حاڪِمُ بادِشاهَنِ جو بادِشاهُ ۽ خُداوَندَنِ جو خُداوَنَدُ آهي (١٦) جو هِڪِڙوئِي سَدا جِئَڻ ٿو رَکي ۽ اُنهي سوجهِري مين ٿو رَهي جنهِن تائِيِن ڪوئِي پَهچِي نَٿو سَگهي ۽ هُنَ کي ڪَنهِن ماڻهوءَ نَه ڏِٺو آهي ۽ نَڪِي ڏِسِي ٿو سَگهي هُنَ جو مانُ ۽ ٻُجَندي هَميشَهَ رَهي آمِينُ ⁘

(١٧) ۽ هِنَ جَهانَ جي شاھُوڪارَنِ کي حُڪُمُ ڏِجانءِ تَہ هَٺُ نَہ ڪَنِ ۽ اَڻَ رَهَنڊَارِئيءَ دَوْلَتَ تي ڀَروَسو نَہ ڪَنِ اُنِلو جيئري خُدا تي ڀَروَسو ڪَنِ جَنِهن اَسان کي سَڀُڪجهہ جهجهو اِنهي لاءِ ڏِنو تَہ اَسِين ڪَمَ ميں آڻيُون (١٨) ۽ ڀيو هِيئُ تَہ اُهي چڱائي ڪندارَهَنِ ۽ چڱَنِ ڪَمَنِ ڪري وَنِهيان ٿِيَنِ ۽ سَخاوَتَ تي هَڪِيا ۽ وِراهڻَ تي بيٺا رَهَنِ (١٩) ۽ اَڳِتي جي واسِطي هِڪِڙي چڱِي ٻيڙهِ پاڻَ لاءِ پيدا ڪَري ڇَڏِينِ تان تَہ هَميشَہَ جو جياپو لَهَنِ (٢٠) اي تِمطائوسَ اَمانَتَ کي سوگهائيءَ سان رَکُ پَرَ بَڪِ بَڪِ ۽ اَجائِيُون ڳالِهيُون ۽ ڪُوڙِي عِلمَ جا تَڪِرارَ اِنهنِ سَڀِني کان پَهِنجو مُنهُن موڙِ (٢١) جَنِهن کي ڪي مَڃِي ايمانَ کان رُلِي وِيا آهِنِ شالَ ٻاجھہ تو سان هُجِي ؛ آمِينُ ؛

# پَؤلُسَ جو ٻِيوخَطُ تِمِطائُوسَ ڏي

## بابُ ١

پَؤلُس خُدا جي مَرضِيءَ ڪَري ۽ جو جِياپي جو وَعدو يَسُوعَ مَسِيح مين آهي تنهن موجِبِ يَسُوع مَسِيح جو رَسُولُ ٿِيو (لِکي ٿو) (٢) تہ خُدا پِيءُ ۽ اَسان جي خُداوند يَسُوعَ مَسِيحَ کان ٻاجھہ ۽ رَحِمُ ۽ سَلامَتي پيارِي ٻارَ تِمِطائوسَ تي هُجي ؞

(٣) اِهو خُدا جو شُڪِرانو آهي جنهِن جي بَندَگي آئون پِيءُ ڏاڏَنِ کان وَٺِي پاڪُ دِلِ سان ٿو ڪَرِيان جيئن ڪِ پَهِنجِيُن دُعائِنِ مين راتِ ڏِينهَن بِناوِقِفيءَ تُهِنجِي يادِگيري ٿو ڪَرِيان (٤) ۽ تُهِنجي لُڙِڪَنِ کي يادِ ڪَري تُهِنجي ڏِسَڻَ جي سَڌَ ٿو رَکان تان تہ خوشِيءَ مين پُرِجي وَڃان (٥) مُون کي اُهو تُهِنجو بِنامِڪِرَ ويساهُ يادِ آهي جو پَهرِيائين نانِئِي لويَسِ ۽ ماڻِهين يُونِيقِيءَ مين هو ۽ پَڪَ ٿو ڄاڻان تہ اُهو تو مين بہ آهي (٦) اِنهي لاءِ آئون توکي يادِ ٿو ڏِيارِيان تہ تُون خُدا جي اُنهي بَخِشَشِ کي جا مُهِنجي هَٿَ رَکَڻَ ڪَري

توکي مِلِي تَنهِن کي وَرِي ڏکاءِ (۷) ڇوجو خُدا اَسان کي ڀوَ جو رُوحُ نَہ پَرَ قُدرَتَ ۽ پيارَ ۽ سَنئِيءَ سَمُجهہ جو ڏِنو آهي (۸) پوءِ اَسان جي خُداوَندَ جي ساکَ ڀَرَڻَ کَري ڦِڪو نَہ ٿِيءُ ۽ مون کان بہ ڦِڪو نَہ ٿِيءُ جو آئون سَندس ٻانڌي آهِيان اُلٽو خُدا جي قُدرَتَ کَري چَڱئِيءَ خَبَرَ جي ڏُکَنِ مين ڀائِي ٿِيءُ (۹) جو اُنهي اَسان کي بَچايو ۽ پاکَ کوٺَ کَري کوٺِيائِين سو اَسان جي ڪَمَنِ جي سَبَبان نَہ پَرَ پَنهِنجِيءَ پَکَ ۽ اُنهِيءَ ٻاجهہ کَري جا مَسِيحَ يَسُوعَ مين آڳاٽي زَماني کان اَڳي اَسان کي ڏِني وِئِي (۱۰) ۽ هاڻي اَسان جي بَچائڻواري يَسُوعَ مَسِيحَ جي پَڌِري ٿِئَڻَ کَري ڏيکاري وِئِيءَ جنهِن مَوتَ کي رَدِ کَيو ۽ جِياپي ۽ بَقا کي چَڱئِيءَ خَبَرَ سان سوجهري وارو کَري ڇَڏِيائِين (۱۱) جنهِن واسِطي آئون هوکي ڏِيڻوارو ۽ رَسُولُ ۽ ٻِئَنِ قومُنِ جو سيکارڻوارو مُقَررُ ٿِيو آهِيان (۱۲) ۽ اِنهِيءَ سَبَبان هِي ڏُکَ بہ ٿو سَهان پَرَ آئون لَڄَ نَٿو ڪَرِيان سو هِنَ لاءِ تَہ جنهِن تي مون ڀَروَسو رَکيو آهي تَنهِن کي سُڃاڻان ٿو ۽ مون کي اِها پَکَ آهي تَہ اُهو مُنهِجِي اَمانَتَ جي اُنهي ڏِينهن تائِين سَنڀالَ کَرَڻَ لاءِ سَگهوارو آهي (۱۳) جيکِي ڳَالهيون تو مون کان ٻُڌِيُون اُنهِن کي جو ايمانُ ۽ پيارُ يَسُوعَ مَسِيحَ مين آهي تَنهِن سان نِمُونو ڪَري ڇَڏِ (۱۴) جو پاکُ رُوحُ اَسان مين ٿو رَهي تَنهِن جي وَسِيلي کَري چَڱئِيءَ اَمانَتَ جي سَنڀالَ کَرِ ؛

(۱۵) توکي اِها خبَرَ آهي تِ ايشِيا جا سَڀِ ماڻهون جِنِ مان فُگِلُسُ ۽ هَرِموگنسِ آهِنِ سي مُون کان ڦِري وِيا (۱٦) خُداوَندُ اُنيسِفُرَس جي گهَرَ تي ٻاجهه ڪري ڇوجو اُنهي وَرِي وَرِي مُون کي نَئنُّون ساهُ ڏِنو ۽ مُنهِنجي نِيَرَنِ کري ڦِڪو نَ ٿِيو (۱۷) اُئِلو اُنهي رُومَ مين هُوندي مُون کي چَڱِيءَ پَرِ ڳولاڦولا کَري لَڌو (۱۸) سو خُداوَندُ تَنهِن کي اِها بَخشِي تِ اُنهي ڏِينَهِن خُداوَنَدَ کان ٻاجهه لَهي ۽ جيڪي پورِهيا اُنهي اَفِسَسَ مين کيا تِنِ کي تون چَڱِيءَ طَرحَ تو ڄاڻِين ؞

## باب ۲

پوءِ اي مُنهِنجا ٻارَ جيڪا ٻاجهه مَسِيحَ يَسُوعَ مين آهي تَنِهن کَري تُون زورَوارو ٿِيءُ (۲) ۽ جيڪِي توگهڻَنِ شاهِدَنِ جي اَڳِيان مُون کان ٻُڌو آهي اُهو تِنِ ويساهِيُنِ ماڻُهنِ کي پَرِني ڏِي جيڪي ٻِئَنِ جي سيکارَڻَ جوڳا هُجَنِ (۳) پوءِ تُون يَسُوع مَسِيحَ جي چَڱي سِپاهِيءَ وانگيان ڏُکُ سَهُ (۴) جيڪو سِپاهِيڙو ٿو کَري سو پاڻُ جَهانَ جي کَمَنِ مين نَٿو ڦاسائي سو هِنَ لاءِ تَ جَنِهن کيسِ سِپاهِگيرِيءَ لاءِ چُونڊي کَڍِيو آهي تَنهِن کي وَڻي (۵) ۽ جيڪَڏِهين کومَلَهَ ٿو وِڙهي تَ بِ تَنهِن کي تاجُ نَٿو مِلي جيسِين کِ رِيت پَٽانَدرِ مَلَهَ وِڙهي نَ رَهي (٦) جيڪو هاري پو رِهيو ٿو کَري تَنهِن کي گهُرجي

کِ ڦَرَمين پَڀِريائِين پَتِي وَئي (٧) جيڪِي آئون ٿوچَوان تَنهِن جو خِيالُ
ڪَرِ تَہ خُداوَنَدُ تو کي سَڀِني ڳالِهيُنِ مين سَمُجهہ ڏئي (٨) هِيئَ ڳا لِهہ يادِ رَکُ
جو يَسُوع مَسِيحُ دائُودَ جي اَوَلادَ مان ٿِي مُئُنِ مَنجهان جِي اُٿِيو آهي جيئَن
کِ آئون چَڱِي سُڌِ ٿو ڏِيان (٩) جَنهِن ڪاڻِ آئون ٻُڇِڙَنِ وانگُرُ قيدِ ڀِنُّڻَ
تانئِين ڏُکُ ٿو سَهان پَرَ تَہ بِہ خُدا جو ڪَلامُ بَندِ نَٿو ٿِئي (١٠) سو اِنهِي سَبَبان
چُونڊِيلَنِ واسِطي سَڀُڪِي ٿو سَهان تان تَہ اُهي بِہ جو چونڊِڪو يَسُوعَ مَسِيحَ
مين آهي تَنهِن کي هَميشَہَ جي وَڏائِيءَ سُوڌو حاصُلُ ڪَنِ (١١) اِها ڳا لِهہ سَچِي
آهي چوجو جيڪَڏَ هِين اَسِين اُنَ ساڻُ مَري وِياسِين تَہ ساڻُسِئِي جيئِنداسِين
بِہ (١٢) ۽ جيڪَڏَهِين ساڻُسِ ڏُکَ سَهَنداسِين تَہ بادِشاهِي بِہ ساڻُسِئِي
ڪَندا سِين ۽ جيڪَڏَهِين اَسِين سَندِيَسِ ناڪارِ ڪَنداسِين تَہ اُهو بِہ اَسان
جِي ناڪارِ ڪَندو (١٣) ۽ جيڪَڏَهِين اَسِين بيِايمانَ ٿِي ٿا پَئُون تَہ بِہ
اُهو اِيمانَوارو ٿو رَهي جو اُهو پاڻَ پَهِنجِي ناڪارِ نَٿو ڪَري سَگهي ؞

(١٤) اِهي ڳالِهيُون يادِ ڏِيارِينِ ۽ خُداوَنَدَ جي حُضُورَ مين ساکَ پَرِ کِ
اَکَرَنِ جو تَڪِرارُ نَہ ڪَنِ جو تَنهِن مَنجهان ڪِي حاصُلُ نَٿو ٿِئي رُڳو ايتِرو تَہ
ٻُڌَڻَوارا ڦِتِني ٿا پَوَن (١٥) سَعيو ڪَرِ کِ تُون پاڻَ کي خُدا وَٽِ ثابِ پِڌَل
يَعني اَهِڙو ڪارِيگَرُ ڪَري ڏيکارِ جو ڪَڏَ هِين ڦِڪو ٿِيڻَ جو نَہ آهي ۽ جو
سَچائِيءَ جو ڪَلامُ چَڱِيءَ پَرِ ٿو وِراهي (١٦) پَرَ ٻُچِڙِيُنِ ۽ اَجايُنِ ڳالِهيُن کان

ڪري ڪَرِ ڇوجو اَهِڙيُنِ ڳالهيُنِ مان بي دِيني هيڪاري وَڌَندي (١٧) ۽ اُنهنِ جو ڳالهاءُ وِڙِ وانگيان کائيندو هليو ويندو تنِ مَنجهان هِمِنايوسُ ۽ فَلِيطَسُ آهِنِ (١٨) جي هِينئَر ڇَڙِي ڪِنِ جو ايمانُ ٿا ڦِٽائِينِ تہ قِيامَتَ ٿي رهي اِئين سَچائِيءَ کان ڦِري وِيا آهِنِ (١٩) تَڏِهِين بہ خُدا جي وِڏَل پيڙهہ ڏاڍي ٿي رَهي ۽ تنهن تي هيءَ مُهرَ لَڳِي پيئي آهي ڇي خُداوندُ پَنهجنِ کي سُڃاڻي ٿو ۽ بيو هيءَ تہ سَيڪو جو مَسِيحَ جو نانءُ ٿو وَٺي سو ڪُوڙائِيءَ کان پاسو ڪري (٢٠) پوءِ وَڏي گهَرَ مين رُڳو سونَ ۽ رُپي جائي باسَڻَ نہ آهِنِ پَرَ ڪاٺَ ۽ ٺِڪَرَ جا بہ آهِنِ تنِ مَنجهان ڪي مانَ جا ۽ ڪي بي مانيءَ جا آهِنِ (٢١) تَنهِن ڪَري جيڪڏِهِين ڪوبہ ڪي اِنهنِ کان پاڪ رَکَندو تہ اُهو مانَ جو باسَڻُ ٿِيندو ۽ پاڪ ۽ ڌَڻيءَ کي وَڻندڙ ۽ سَيني چَڱنِ ڪَمَنِ واسِطي هَڪِيو هوُندو (٢٢) جُوانِيءَ جي سَڌُنِ کان پَري ۽ جيڪي صاف دِلِ سان خُداوندَ جو نانءُ ٿا وَٺِنِ تنِ سَيني سان سَچائِيءَ ۽ ايمانَ ۽ پيارَ ۽ ميلاپَ جي پوءِ لَڳي ڪَرِ (٢٣) پوءِ بي سَمُجهِيءَ ۽ اَڻجاڻائِيءَ جي تَڪرارَنِ کان هِينئَر ڄاڻي پاسو ڪَرِ جو اُهي جهيڙا پيدا ٿا ڪَنِ (٢٤) پَرَ اِهو جوڳُ نہ آهي تہ خُداوندَ جو خادِمُ جهيڙا ڪَري اُنلو سَڀني وَٽ نَرِمُ رَهي ۽ سيکارَڻَ تي لَڳو رَهي ۽ ڏُکَنِ مين سَهَندڙُ ٿِيءُ (٢٥) ۽ ڦِريَلَنِ کي نِنڙَتَ سان سَمُجهائي تہ جيڪُسِ خُدا اُنهنِ کي توبَہ ڏِئي تان تہ سَچائِيءَ کي سُڃاڻَنِ (٢٦) ۽

جيڪي شيطانَ جي ڦاهِيءَ مين ڦَهلِيَل آهِنِ تَہ هُنَ جي مَرضِيءَ سارُو ٻَندَ مين رَهَنِ سي تَنهِن کان جاڳِي ڇُٽَنِ :

## بابُ ٣

اِها ڄاڻُ تَہ پويَنِ ڏينهَنِ مين ڏُکيا وَقتَ اِيندا (٢) ڇو جو ماڻهُون پَهِنجي مَطلَبَ جا ۽ ڏَنَ جا يارَ ۽ ٻَٽاڪي ۽ هَٺِي ۽ ڪُفُرُ بَڪَندَڙَ ۽ ماءُ پِيءُ کي اَڻَ مَڃِيندَڙَ ۽ بي شُڪرَ ۽ ناپاڪَ (٣) ۽ بنا پِيارَ ۽ جانِي دُشمَنَ ۽ ليڪُ لائِيندَڙَ ۽ بنا ڪِرتِيءَ ۽ بي باجهارا ۽ چَڱَنِ جاويري (٤) ۽ دَغابازَ ۽ بي ديدَ ۽ ڦُونڊِوارا ۽ خُدا کان وادو عيشَنِ جا ڳولائُو ٿِيندا (٥) ۽ اِهي دِيِندارِيءَ جي شِڪِلِ رَکِي سَندَسِ قُدرَتَ جا مُنڪِرَ آهِنِ سو اِهڙَنِ کان مُنُهن موڙِ (٦) ڇا کان تَہ اُنهن مان اُهي آهِنِ جي گَهَرن مين گِهڙَندا ٿا وَتَنِ ۽ جيڪي ڇِلوِليُون زالُون گناهَنِ هيٺِ دَٻِجي طَرحَ طَرحَ جي سَڌُنِ جي وَسَ مين ڦاٿَلُون آهِنِ (٧) سي هَميشَہَ تَعلِيمَ پيئُون وَٺِنِ پَرَ سَچائِيءَ جي سُڃاڻَپَ تائِين پَہُچِيءَ ٻُهچِي نَہ ٿِيُون سَگهِنِ تِنِ کي جهلِيو ٿا وَٺِنِ (٨) جهڙِيءَ طَرحَ ڪِہ ياناسُ ۽ يَمبِراسُ مُوسيٰ جي سامهُون ٿِيا اُنهي ريتِ هي پُڻِ سَچائِيءَ کان اُبَتَڙِ عَقُلَ جا وِيَلَ ۽ ويساهَ بابَتِ ناڪارِيَلَ آهِنِ (٩) پَرَ اُهي اَڳتي ڪِينَ وَڌَندا سو هِنَ واسِطي ڪِہ اُنهن جي اياڻَپَ سَڀِني وَٽِ پَڌِري ٿِي پَوَندي جيئَن ڪِہ تِنِ جي ٿِي

پيئيٌ (١٠) پَرَ مُهِنجي تَعليمَ ۽ هلَتِ چلَتِ ۽ سَدَ ۽ ويساهَ ۽ صَبُرَ ۽ پيارَ ۽ سَهِڻي (١١) ۽ جيڪي اَنديرَ ۽ ڏُکَ اَنطاڪيهَ ۽ ايڪونيمَ ۽ لِسطرا مين مُون تي پيا تِن سَڀِني مين تُون مُهِنجو پوءِ لَڳُ ٿِئين جو اُهي سَڀ ظُلِمَ مُون سَٺا ۽ تِنِ سَڀِني مَنجهان خُداوَنَد مُون کي ڇڏائي وَرِتو (١٢) ٻِيو بِه جيڪي دِينِدارئيَ سان يَسُوعَ مَسِيحَ مين گُذارَڻُ ٿا ڀانئِينِ سي سَڀ ڏُکَ سَهَندا (١٣) پَرَ ٻُڇِڙا ۽ دَغاباز ماڻهُوُن نَگِيءَ مين قاسائي ۽ ڀاڙَ بِه قاسِي ٻُڇِڙائِيءَ مين وَڌَندا ويندا (١٤) پَرَ تو جيڪي ڳالِهيُون سِکِيُون ۽ پَکَ ڄاتِيُون آهِنِ تِنِ تي بيِٺو رَهُ اِها ڄاڻِي تَه آئون ڪَنهِن کان سِکيو آهِيان (١٥) ٻِيو هِيئَ تَه تُون نَنڍَپِڻِ کان پاڪُ لِکيئِنِ جو ڄاڻَندڙُ آهِين جي تو کي مَسِيحَ يَسُوع تي ايمانُ آڻَڻَ ڪَري ڇو نِڪي جي سِياڻَپَ ڏيئِي ٿِيُون سَگهنِ (١٦) سَڀِڪا لِکِيَتِ خُدا جي اِلهامَ ڪَريئِي آهي ۽ تَعلِيمَ ۽ حُجَتَ ۽ سُڌارَڻَ ۽ سَچائِيءَ مين سِکَ ڏِئَڻَ لاءِ فائِديواري آهي (١٧) تان تَه خُدائي مَرِدُ ڪامِلُ ۽ سَڀِني چَڱَنِ ڪَمَنِ لاءِ تيارُ ٿِئي ÷

## بابُ ٤

١ پوءِ آئون خُدا ۽ خُداوَنَد يَسُوع مَسِيحَ جي اَڳِيان تاڪِيدُ ٿو ڪَريان جو پَهِنجي پَڌرائِيءَ ۽ پَهِنجي بادِشاهِيءَ مين جيئِرَنِ ۽ مُئَنِ جي عَدالَتَ ڪَندو

(۲) سوتُون ڪَلامَ جو هوڪو ڏي مَهلاءِتو توڙي ڪُمَهلاءِتو اُنهِيَ مين بيٺو رَهُ ڏاڍِيَ ڪاندِ ۽ سيڪارَڻَ ڪَري حُجَت ڪَرِ ۽ جِهڙِڪ ڏي ۽ نَصِيحَت ڪَرِ (۳) ڇو جو اَهڙِي وِيلَ اِيندِي تَہ ڪُڻائِتِيءَ تعليمَ جي ساندَ نَہ ڪَندا اُبِلو ڪَنَ مِهنِيندا مَهنِيندا پَهنجِيُنِ ٻُڇرِّيُن سَڌُنِ مُوجِبِ پاڻَ لاءِ جهجها اُستادَ ڪَندا (۴) ۽ ڪَنَ سَچائِيءَ ڪان ڦيري آڪاڻِيُنِ تي لائِيندا (۵) پَرَ تُون سَڀِنِي ڳالِهيُنِ مين هُوشِيارُ ٿِيءُ ڏُکَ سَهُ چَڱِيءَ خَبَرَ ڏِئِڻوارَنِ جو ڪَمُ ڪَرِ ۽ پَهنجِي خِدمَت پُورِي ڪَرِ (٦) ڇو جو اِجهو مُهنجو رَتُ ٿو هارِجي ۽ مُهنجي لاڏاڻي جي ويرَ اَچِي پَهتِي آهي (۷) آئُون چَڱِي مَلَهَ وِڙهِي رَهِيُسِ ۽ پَهنجِي ٻورَ پُورِي ڪَيَمِ ۽ وِيساهَ تي مَحڪَمُ رَهِيُسِ (۸) باقِي سَچائِيءَ جو مُڪِٽُ مُون لاءِ اَچا رَکِيو آهي ۽ سَچو نِياءُ ڪَندڙُ خُداوَنَدُ اُنهِيَ ڏِينهَن مُون کي ڏِيندو ۽ نَہ رُڳو مُون کي پَرَ جيڪي سَندَسِ پَڌِري ٿِئَڻَ کي ٿا چاهِين تِنِ سَڀِني کي پڻِ ڏِيندو ؛

(۹) تُون اُچِمُ ڪَرِ تَہ مُون وَٽِ سِگهو اَچِين (۱۰) ڇو جو ديماسَ هِنَ جَهانَ کي پَسَندِ ڪَري مُون کي ڇَڏي ڏِنو ۽ تَسِلونِيڪِيءَ مين هَلِيو وِيو ۽ ڪِرِيسڪَسُ گَلاتِيَهَ ڏي ۽ طِيطَسُ دِلمَتِيَهَ ڏي هَلِيو وِيو (۱۱) هِڪِڙو لُوقا مُون ساڻُ آهي ۽ مَرقَسَ کي پاڻَ ساڻُ وَٺِي اَچِجِ ڇاڪان تَہ اُهو هِنَ خِدمَت مين مُهنجي ڪَمَ جو آهي (۱۲) ۽ مُون تَخِڪَسَ کي اَفِسَسَ ڏي موڪِلِيو آهي (۱۳) ۽ جيڪو

لَباتو مؤن طَراوَسَ مين كِرِپَسَسَ وَتِ ڇڏِيو سو ۽ ڪِتابَ ۽ خاصَ ڪري چمَڙا وَرِقَ کڻِي اَچِجِ (۱۴) سِڪندَرَ ٺاٺاري مؤن ساڻُ ڏاڍِي ٻُڇڙائِي ڪَيُ سو خُداوَندُ هُنَ کي سَندَسِ ڪَمَنِ سارؤ بَدَرُ ڏِيندو (۱۵) ۽ تؤن بِ هُنَ کان خَبرِدارُ رَهِجِ ڇوجو هُنَ اَسان جي ڳالِهيُنِ جي گھڻِي اُبَتائِي ڪَئِي (۱٦) مُهِنجِي پَهرئِين بَچاءَ جي جَوابَ مَهِلَ ڪوئِي مؤن ساڻُ نَ بيٺو اُنِلو سَڀِني مؤن کي ڇَڏي ڏِنو۔ شالَ تَنهِن جو ليکو ڏِنڻو نَ پَوِينِ (۱۷) پَرَ خُداوَندُ مؤن ساڻُ بيٺو رَهِيو ۽ مؤن کي اَهِڙِي سَگهَ ڏِنائِين جو مُهِنجِي مَعرفَتَ هوڪو پَرِپُورُ ٿِي پَوي ۽ سَڀِ ڌارِيُون قو مؤن سُڻِنِ ۽ آئؤن شِينهَن جي واتَ مان ڇُٽَسِ (۱۸) سو خُداوَندُ مؤن کي سَڀَڪِنهِن ٻُڇڙِي ڪَمَ کان بَچائِيندو ۽ پَهِنجِي آسِماني بادِشاهِيءَ تائِين بَچائِي وَٺَندُم هُنَ جي وَڏائِي شالَ هميشَهَ هُجي آمِينُ ÷

(۱۹) پِرِسڪِلَهَ ۽ اَڪِلا کي ۽ اُنيسيفُرَسَ جي گهراڻي کي سَلامَ چَئِجِ (۲۰) ۽ اِراسِتَسُ ڪُرِنتَ مين رَهِيو ۽ تُروفِيمَسَ کي مؤن مَلِيطَسَ مين ناچڱو ڇَڏِيو (۲۱) سيگهُ ڪَرِ جو تؤن سِياري کان اَڳِي هِتِ اَچِي رَسِين ۽ يُوبِلَسُ ۽ پودَسُ ۽ لينَسُ ۽ ڪَلوديهُ ۽ ٻِيا سَڀِيئِي ڀائُرَ توکي سَلامُ ٿا ڏِئَنِ (۲۲) خُداوَندُ يَسُوع مَسِيحُ تُهِنجِي رُوحَ ساڻُ رَهي ۽ ٻاجَه تَوهان ساڻُ هُجي ÷ آمِين ÷

# پَؤلُسَ جوخَطُ طِيطَسَ ڏي

## بابُ ١

پَؤلُسُ خُدا جو خادِمُ ۽ يَسُوعَ مَسِيحَ جو رَسُولُ - خُدا جي چوُ نَدِيَلَنِ جي اِيمانَ ۽ اُنهي سَچائِيءَ جي سُڃاڻپَ مؤجِب جا دِينِداريءَ پَٺانَدرِ آهي (٢) اُنهي هميشَهَ جي جِياپي جي آسِري تي جَنهِن جو اَنجامُ سَچي خُدا آڳاٽي زَماني کان اَڳي کيو (٣) ۽ مَهِلَ تي پَهِنجو ڪَلامُ اُنهي هوڪي جي ڪَري پَڌِرو ڪِيانئِين جو اَسان جي ڀَچائِڻواري خُدا جي حُڪمَ مؤجِبِ مؤن کي پَرِنيو وِيو (٤) طِيطَسُ جو هِڪَجهڙِي اِيمانَ جي ڪَري سَچو ٻالِڪو آهي تَنهِن کي سَلامُ پَهُچَنِ ۽ ٻاجهه ۽ رَحِمُ ۽ صُلحُ خُدا پِيءُ ۽ اَسان جي ڀَچائِيندَڙَ خُداوَندَ يَسُوع مَسِيحَ وَٽان تو تي هُجي ❖

(٥) مؤن تو کي اِنهي لاءِ ڪِرِيتَ مين ڇَڏِيو تان تَہ جيڪي ڳالِهيوُن باقِي رَهِيوُن آهِنِ سي تُون ٺاهي ڇَڏِين ۽ وَڏيَرنِ کي شَهِرَ شَهِرَ مين رَکِين جِيئَن مؤن توکي حُڪمُ ڏِنو (٦) تَہ جيڪو بي ڏوهُ ۽ هِڪِڙِيءَ ٻِي زالَ جو مُڙِسُ هُجي

جَنِهن جا ٻارَ اِيمانَوارا ۽ ٻُڇڙائيَ هَلَتِ چَلَتِ جي ڦِتڪارَ کان ٻَچيَلَ ۽ اَڻَ مَڃيتا کان پَري هُجَنِ تَنهِن کي رَکِبو (۷) ڇوجو گهُرجي تَہ واهَپَ ڪَرَڻوارو خُدا جي خِدمَتگارَ وانگيان بي ڏوهُ هُجي ۽ نَہ پَنهِنجيءَ تي هَلَڻوارو يا ڪاوِڙيَلُ يا پيِاڪ يا مارَڪُٽَ ڪَرَڻوارو يا نَفعي جو لوڀِي هُجي (۸) اُتِلو مُسافِرَنِ جو يارُ چَڱائيءَ جو مِٽُ ۽ سَنجيِتو ۽ نِيائي ۽ پاڪُ ۽ ڪِرِيثوارو (۹) ۽ تَعليِمَ موُجِبِ ايمانَ جي ڪَلامَ کي جَهلِيندو رَهي تان تَہ ڳُڻائتي تَعلِيمَ سان نَصيحَتَ ڪَرَڻَ ۽ ڦِرِيَلَنِ کي ڏوراپو ڏِيَڻَ لاءِ ڀَهُچَ وارو هُجي (۱۰) ڇا کان تَہ گهَڻا مِڄَسَ ۽ اَجايو ڳالهائيندَڙ ۽ دَغابازَ آهِنِ سي گهَڻو ڪَري ڦِهرِيَلَنِ مان آهِنِ (۱۱) اُنهِنِ جو واتَ بَندِ ڪَرَڻُ گهُرجي جو اُهي لالَچِ جي ڪَري اَجوڳُ ڳالِهيوُن سيکاري سَڄَنِ گهراڻَنِ کي اُوندو ۽ اُبتو ڪَري ٿا ڇَڏِينِ (۱۲) اُنهِنِ مان هِڪِڙو جو سَندُنِ نَبي هو تَنهِن چَيو تَہ ڪِريتِي هَميشَهَ ڪوُڙا ۽ ٻُڇڙا مِروُن ۽ پيٽَ جي ڪَري آلِسي آهِنِ (۱۳) اِها ساکَ سَچي آهي تنهِنڪَري اُنهِنِ کي گهَڻا ڏوراپا ڏِي سو هِنَ لاءِ تَہ اُهي اِيمانَ مين سالِمَ ٿِئَنِ (۱۴) ۽ يِهوُديِنِ جي ڪوُڙِيِنِ آکاڻِيِنِ تي ۽ جي ماڻهوُن سَچائيءَ کان ڦِري وِيا آهِنِ تِنِ جي حُڪمَنِ تي چِتَ نَہ رَکَنِ (۱۵) پاڪُ ماڻهنِ واسِطي سَڀُڪي پاڪُ آهي پَرَ ڦِتَلَنِ ۽ بي ايمانَنِ واسِطي ڪِي بِہ پاڪُ نَہ آهي اُتِلو اُنهِنِ جو عَقُلُ ۽ دِلِ بِہ ناپاڪُ آهي (۱۶) اُهي چَوَنِ ٿا تَہ آسِين خُدا کي سُڃاڻوُن ٿا پَرَ

پَنھنجي ڪَمَنِ جي ڪَري سَندِيَسِ ناڪارَ ٿاڪَنِ جو اُهي ڪِراهَتَ جَهڙا ۽ بي چَيا ۽ ڪَنھِن بِ چَڱي ڪَمَ واسِطي نِڪما آهِنِ ⁘

## بابُ ٢

پَرَ تون اُهي ڳالِهيُون چَئُج جي کَٽائِتِيءَ تَعليمَ جوُن جوڳيُون آهِنِ (٢) جِنِ ڪَري پوڙها هوُشِيارَ ۽ گنڀِيرَ ۽ ڪَرِئِيَ وارا ٿِئَنِ ايمانَ ۽ پيارَ ۽ صَبُرَ مين سالِمَ ٿِئَنِ (٣) اِنهِئِيَ پَرِ پوڙهِيُون زالوُن بِ اَهِڙي چالَ هَلَنِ جَهِڙي پاڪَنِ کي جُڳائي نَ لِيئَ لائِيندَڙِيُون ۽ نَ شَرابياٽِيُون اُتِلو چَڱِيُونِ ڳالِهيُنِ سيکارَڻوارِيُون ٿِئَنِ (۴) تان تَ جُوانِ زالُنِ کي سيکارِينِ تَ پَنھِنجِنِ مُڙسن کي پيار ڪريو ۽ پَنھنجِنِ ٻارَنِ ٻچَنِ کي پيارُ ڪَريو (۵) ۽ سِياڻِيُون ۽ پاڪُ دامَنِ ۽ گهَرَ مين رَهَڻوارِيُون ۽ چَڱِيُون ۽ پَنھنجي مُڙسَنِ کي مَڃِيندِيُون رَهو هِنَ لاءِ تَ خُدا جي ڪَلامَ جي گِلا نَ ٿِيئَ (٦) اِئين جُوانَنِ کي بِ نَصِيحَتَ ڏي تَ ڪِرِئِوارا ٿِئو (٧) ۽ سَڀِني ڳالِهيُنِ مين پاڻَ کي چَڱَنِ ڪَمَنِ جو نِمُونو ڪَري ڏيکارِ تَ تُون پَنھنجي تَعليمَ مين صافُ ۽ گنڀِيرُ ٿِئِين ۽ تُنھنجو ڪَلامُ کَٽائِتو ۽ بي عيبُ ٿِئي ۽ تُهمَتَ جو جوڳو نَ ٿِئي (٨) تان تَ کَرِيَلَ ماڻهُون اَوهان تي عيبَ لَڳائِڻجو ڪو وَجهُ نَ لَهَنِ ۽ ڦِڪا ٿِئَنِ (٩) نَوڪَرَنِ کي سيکارِ تَ پَنھنجي ڌَڻِيُنِ جي حُڪُمَ مينِ رَهَن ۽ سَڀِني ڳالِهيُنِ مين اُنهِنِ کي خوشِ

رَکَن ۽ اُنهن کي جوابُ نَ ڏِئن (١٠) نَ خِيانَتَ ڪَن بَلڪِ سَڀَڪِنهن طَرحَ بِلڪُل اِيمانِدارُ ٿِي هَلَن تان تَہ اَسان جي بَچائِڻواري خُدا جي تعليمَ جو سَڀِني ڳالِهيُن مين سِينگارُ ڪَن (١١) ڇوجو خُدا جي ٻاجھ جنهن ڪري سَڀِني ماڻهن لاءِ ڇوٽڪو ٿِئي تو سا پَڌِري ٿِي آهي (١٢) ۽ اَسان کي سيکاري ٿِي تَہ بي ديني ۽ دُنيوي بُڇڙيُن سَڌُن کان اِنڪارُ ڪري هِنَ جهانَ مين ڪِرڻي ۽ سَچائِيءَ ۽ دِينِدارِئيءَ سان عُمرِ وِهائِيون (١٣) ۽ اُنهيءَ سَڳورِئيءَ اُميدَ جي ۽ خُدا تَعاليٰ ۽ پَهنجي بَچائِڻواري يِسوعِ مَسِيح جي پَڌِرئيءَ وَڏائِيءَ جي واٽَ نِهارِيندا رَهون (١٤) جنهن اَسان لاءِ پَهنجو ساهُ ڏِنو تان تَہ اَسان کي سَڀَ طَرحَ جي بُڇڙائِيءَ کان ڇَڏائي ۽ هِڪِڙي خاصُ اُمَتَ جاچَڱن ڪَمَن ڪَرڻَ مين اُڃِي هُجي تَنهن کي پاڻَ واسِطي پاڪُ ڪَري (١٥) اِهي ڳالِهيُون ٻُڌائي نَصِيحَتَ ڏِيندو رَهُ ۽ ڏاڍي تاڪِيدَ سان دَڙڪو ڏِيندو وَڃُ جيئن ڪو بہ توکي ڪِينَ جَهڙو نَ سَمُجهي ؛

## بابُ ٣

اُنهن کي يادِگِيري ڏي تَہ سَردارَن ۽ مُختِيارَن جا حُڪمَ مَڃِيندا رَهن ۽ حاڪِمَ کي مَڃِين ۽ سَڀِني چَڱَن ڪَمَن ڪَرڻَ لاءِ تِيارُ هُجَن (٢) ڪَنهن جي گِلا نَ ڪَن ۽ ڪَنهن سان نَ وِڙهَن پَرَ کانديرا هُجَن ۽ سَڀِني ماڻهن سان

نِسُتِّرَتَ ڪَنِ (٣) ڇوجو اَسِين بہ اَڳي بي عَقُل ۽ اَڻ مَڃِيندڙ ۽ واٽ کان ڪُٿَل ۽ طَرح طَرح جي شَهوتُنِ ۽ عيشَنِ جي وَسَ مين هُواسِين ۽ مَتَڪُهرائِيءَ ۽ هُوسَ سان گُذِرانُ ڪَندا هُواسِين ۽ ڪِراهَتَ جا جوڳا ۽ هِڪَ ٻِئي سان ويِر رَکَندڙ هُواسِين (٤) پَرَ جَڏُ هِين اَسان جي ٻَڇائِڻَّواري خُدا جي مَهرِباني ۽ ماڻُهنِ تي سَندِيَسِ مَحَبَتَ پَڌِرِي ٿِي (٥) تَڏَ هِين نَہ اَسان جي سَچائِيءَ جي ڪَمَنِ ڪَري پَرَ پَهِنجِيئِي رَحِمَ موُجِبِ نَئَيِن جَنَمَ جي پاڻِ ۽ پاڪُ رُوحَ جي نَئين جوڙَڻَ جي ڪَري هُنَ اَسان کي ٻَچايو (٦) جو هُنَ اَسان جي ٻَچائِڻَّواري يَسُوع مَسِيحَ جي مَعرِفَتَ اَسان تي جَهجهو اوتِيو (٧) تان تَہ اَسِين هُنَ جي ٻاجه ڪَري سَچا ٺَهِرِي اُميد موُجِبِ هَميشَہَ جي جِياپِي جاوارِثَ ٿِئُون (٨) اِها ڳالِهہ سَچِي آهي ۽ اِهائِي آئون ٿو چاهِيان ڪِہ تُون بہ تاڪِيدَ سان چَوَندو رَهِين تان تَہ جِن خُدا تي اِيمانُ آندو آهي سي اُچِمُ ڪَري چَڱَنِ ڪَمَنِ مين لَڳا رَهَنِ هِي ٻاڻَ چَڱو ۽ ماڻُهنِ لاءِ فائِدي جَهِڙو ڪَمُ آهي (٩) پَرَ اَجايَنِ تَڪرارَنِ ۽ وَنساوَلِيُنِ ۽ جهيڙَنِ ۽ شَرِيعَتَ جي بَحِثَن کان پاسو ڪَرِ تَہ اِهي اَجايُون ۽ بي فائِدِيُون ڳالِهيُون آهِنِ (١٠) جَنِهن پاڪَندِئِيَ آدِمِيءَ کي هِڪَ بہ ٻِيرا نَصِيحَتَ ڪَئِي هُجِيئِي تَنِهن کان پاسو ڪَرِ (١١) اِئِين جاڻِي ڪِہ اَهِڙو ماڻُهون گُرِيَل ۽ گُنهگارُ آهي ۽ ٻاڻَ کي ڏوهِي ٿو ٺَهِرائِي ∴

(۱۲) جَڏهِين آئون اَرطِماسَ يا تخڪسَ کي تو وَٽِ موڪِليان تَڏَ هِين تُون سيگهُ ڪَري مُون وَٽِ نيڪاپُلِسَ مين اَچِجِ چوجو مُون رِٿيو آهي تَ سِيارو اُتي ڪاٽِيندُسِ (۱۳) زينا شَرِيعَتَواري ۽ اپلوسَ کي اُجَمَرسان پهچائي ڇَڏِجِ تان تَ ڪنهِن شَئِي جا محتاجَ نَ ٿِئَنِ (۱۴) ۽ اَسان جا ماڻهون بِ ضَرورِي هاجِنِ واسِطي چَڱَنِ ڪَمَنِ مين لَڳِي رَهَڻُ سِکَنِ تان تَ بي ڦَرا نَ ٿِئَنِ (۱۵) جيڪي هِتي مُون ساڻُ آهِنِ سي سَڀِ توکي سَلامُ ٿا ڏِئَنِ ۽ جيڪي اِيمانَ جي ڪَري اَسان ساڻُ پيارُ ٿا رَکَنِ تِنِ کي اَسان جي پاران سَلامُ ڏِجِ - شالَ ٻاجهه اَوهان سَڀِني ساڻُ هُجي ÷ آمِينُ ÷

# پَؤلُسَ جوخَطُ فِليمانَ ڏي

مَسِيحَ يَسُوعَ جي باندِئِيَ پَؤلُسَ ۽ اَدي تمِطائُوسَ جا سَلامَ پيارِي ۽ اَسان جي سَنگِتِيَ فِليمانَ کي (٢) ۽ پيارِي اَفِيا ۽ اَرِخِپَسَ اَسان جي سَنگِتِيَ سِپاهِيَ کي ۽ جيڪا جَماعِتَ تُهِنجي گَهَر مين آهي تَنهِن کي پَهُچَنِ (٣) ٻاجَهه ۽ سَلامَتِي اَسان جي پِيُ خُدا ۽ خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ وٽان اَوهان تي هُجي ❊

(٤ ۽ ٥) تُهِنجو پيارُ جو سَڀِني پاڪَنِ تي آهي ۽ تُهِنجو اِيمانُ جو خُداوَنَدَ يَسُوعَ تي آهي اِنهِنِ بابَتِ ٻُڌِي آئُون پَهِنجي دُعائُنِ مين هَميشَهَ توکي يادِ ڪَري پَهِنجي خُدا جو شُڪرانو تو ڪَرِيان (٦) تَه تُهِنجي اِيمانَ جو ميلاپُ سَڀَڪَنهِن طَرحَ جي نيڪِئِيَ مين اَوهان مَنجهِه يَسُوعَ مَسِيحَ جي واسِطي اَثَرواروٿِئي (٧) ڇوجو اَسان کي تُهِنجي پيارَ جي ڪَري گهڻي سَرِهائِي ۽ دِلِجاءِ آهي تَه اي ادا تو ڪانئِي پاڪَ ماڻهُنِ جا آنڊا ٺَرِيا آهِنِ (٨) سو جيتوڻِي مون کي مَسِيحَ مين ڏاڍِي ٻَهادُرِي آهي جو جيڪي واجِبُ آهي سو توکي حُڪمُ ڏِيان (٩) تَه بِه پيارَ جي رَستي جي ڪَري

مؤن کي هِيئَ ڳالِھ وَڻي تَہ توکي مِنَتَ ڪَريان جو آئون اَهِڙو پوڙهو پَوُلُسُ ۽ هاڻي يَسُوع مَسِيح جو باندي پڻ آهِيان (١٠) سو آئون پَنهِنجي ٻالڪ بابَتِ جو قيدِخاني مين مؤن لاءِ پيدا ٿِيو يَعني اُنيسِمَسَ واسِطي توکي عَرضُ ٿو ڪَريان (١١) سو اَڳي تو لاءِ ڪَنهِن ٻہ ڪَمَ جو نَہ هو پَرَ هاڻي تو لاءِ ۽ مؤن لاءِ ڏاڍو فائِديوارو آهي (١٢) سو مؤن تَنهِن کي وَرائي موڪِليو آهي هاڻي تؤن هُنَ کي مُنهِنجو جِگَرُ ڄاڻِي قبوُلُ ڪِجِ (١٣) مؤن پا نيو تَہ هُنَ کي پاڻَ وَٽِ رَکان تان تَہ تُنهِنجي پاران خَوشِخَبَرَ جي زَنجيرَنِ مين هُو مُنهِنجي خِدمَت ڪَري (١٤) پَرَ تُنهِنجي مَرضِيءَ ڌاران مؤن ڪِي ٻہ ڪَرَڻُ نَہ گُهرِيو سو هِنَ لاءِ تَہ تُنهِنجي پَلائي لاچارِيءَ کان نَہ پَرَ خُوشِيءَ سان ٿِئي (١٥) تَہ هُو جيڪُسُ اِنهي لاءِ ٿورِي ويرمَ تو کان ڌارَ ٿِيو تان تَہ سَدائِين تُنهِنجو هُجي (١٦) وَري هُو نَہ ٻانهي وانگِيان پَرَ ٻانهي کانَ پِلِيءَ يَتِ هائو پيارو ڀاءُ آهي اِئِين گهڻو ڪَري مُنهِنجو آهي پَرَ ڪيتِروئي وَڌيڪ جِسمَ ۽ خُداونَدَ مَنجهِ تُنهِنجو پيارو آهي (١٧) سو جيڪَڏَهِين تؤن مؤن کي ڀائي ٿو ڄاڻِين تَہ هُنَ کي اِنهي رِيتِ قَبوُلُ ڪَرِ جيئَن مؤن کي ٿو ڪَرِين (١٨) ۽ جيڪَڏَهِين اُنهي توکي ڪو نُقصانُ ڏِنو هُجي يا ڪِي تُنهِنجو ڏِيڻو هُجيسِ تَہ هُو مُنهِنجي نالي لِکِي ڇَڏِجِ (١٩) هيئَ ڳالهِ مؤن پَوُلُسَ پَنهِنجي هَٿَ ساڻُ لِکِي آهي تَہ هو آئون پاڻَ پَرِيءِ ڏِيندُسِ جو توکي اِئِين نَہ چَوان ڪِ مُنهِنجو لَهڻو جو تو تي آهي سو تُنهِنجي

سِرَ تانئِين آهي (٢٠) هائو اي اَدا مؤن کي تو کان خُداونَدَ مين اِهوئي فائِدو ٿِئي جو توُن خُداونَدَ مين مُهنجا آندا ٺَڏا ڪَرِين (٢١) مؤن تُهِنجي مَڃتا جي پَڪَ ڪَري توکي لِکيو آهي ڇا کان تَہ ڄاڻِمِ ٿو تؤن جيڪي آئون تو کي چوان تَنهِن کان بِہ وَڌِيڪَ ڪَندين (٢٢) پِيو هِيئُ تَہ مؤن لاءِ جاءِ تِيارُ ڪَري ڇَڏِجِ جو مؤن کي آسِرو آهي تَہ اَوهان جي دُعائُنِ جي ڪَري اَوهان کي ڏِنو وَيان ❊

(٢٣) ۽ اَپِفراسُ جو مَسِيحَ يَسُوعَ جي سَبَبان مؤن سان قيدي آهي (٢٤) ۽ مَرقُسُ ۽ اَرِسطَرِخَسُ ۽ ديماسُ ۽ لُوقا اِهي مُهِنجا سَنگِتِي توکي سَلامَ ٿا ڏِئِنِ (٢٥) اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوعِ مَسِيحِ جو فَضُلُ تَوهان جي رُوحَ سان شالَ هُجي ❊ آمِين ❊

# پَولُسَ جوخَطُ عِبرانِيُنِ ڏی

## بابُ ۱

خُدا اَڳِيَنِ ڏينهَنِ مين نَبِيُنِ جي مَعرفَتَ اَسان جي پِئُ ڏاڏَنِ سان گَهڻا پيرا گَهڻَنِ طَرحَنِ سان ڳالهِيُون ڪيُون (۲) ۽ هِنَنِ پويَنِ ڏينهَنِ مين اَسان ساڻُ پُٽَ جي مَعرفَتَ ڳالِه ڪِيائِين جَنهِن کي پاڻَ سَڀِني وَٿُنِ جو وارِثُ ٺَهِرايائِين ۽ جَنهِن جي وَسِيلي سان اُنهي زَمانَنِ کي بِہ اُپايو (۳) تَہ هُو سَندَسِ وَڏائِئُ جو سوجِهرو ۽ سَندَسِ سارَ جو چِٽُ ٿِي سَڀُڪِي پَهِنجِئُ قُدرَتَ جي ڪَلامَ سان ٿو سَنڀالي ۽ پاڻيهي آسان کي گُناهَنِ کان صاف ڪَري جَنابِ عَلِيٰ جي ساڄي هَٿِ وَڃِي ويٺو (۴) ۽ جَهِڙو هُو فِرِشتَنِ کان بِہ وَڏي نالي جو وارِثُ ٿِيو تَهِڙوئِي اُنهِنِ کان وَڏو ٺَهِريو (۵) ڇوجو خُدا فِرِشتَنِ مان ڪَنهِن کي ڪَڏَهِين اِئين بِہ چَيو تَہ تُون مُنهِنجو پُٽُ آهِين اَڄُ مُون توکي ڄڻِيو؟ ۽ ٻِيو هِيئُ تَہ آئُون هُنَ جوپِئُ ٿِيندُسِ ۽ هُو مُنهِنجو پُٽُ ٿِيندو؟ (٦) ۽ وَري جَڏَهِين پَهرِينِي پُٽَ کي جَهانَ مين آڻي ٿو تَڏَهِين چَوي ٿو تَہ خُدا جا سَڀِ

فِرِشتا هُنَ کي سِجدو کَرِنِ (٧) ۽ فِرِشتَنِ بابَتِ فَرِمائي ٿو تَہ هُو پَهِنجي فِرِشتَنِ
کي واءُ ٿو کَري ۽ پَهِنجي خادِمَنِ کي باهِ جي جِيي ٿو کَري (٨) پَرَ پُٽَ
جي بابَتِ چَوي ٿو تَہ اي خُدا تُنهِنجو تَختُ هَميشَہَ زَماني تائِين آهي
تُنهِنجي بادِشاهِيَ جي لَٺِ سَچائِيءَ جي لَٺِ آهي (٩) سَچائِي توکي وَڻي
پَرَ بُڇڙائِي کِين وَڻِيَئِي تَنهِن کَري خُدا تُنهِنجِيءَ خُدا خوشِيءَ جو تيلُ
توکي تُنهِنجي ڀائُرَنِ کان وَڌيکَ مَکِيو (١٠) ٻيو هِيءُ تَہ اي خُداوَندَ تو مُنڍَ ميں
زِمِينَ جي ٻيڙِوڌِي ۽ آسِمانَ تُنهِنجي هَٿَ جا جُڙِيَلَ آهِنِ (١١) اِهي ڇَٽَ
ٿِي ويندا پَرَ تُون قائِمُ ٿو رَهِين اِهي سَڀِ پوشاکَ وانِگيان پُراڻا ٿِي ويندا
(١٢) ۽ چادَرَ وانِگيان تُون أنهِنِ کي ويڙهِينديں ۽ أهي مَٽجِي ويندا پَرَ تُون
اَهِڙوئِي آهِين ۽ تُنهِنجا وَرَهَ ڇَٽَ کِينَ ٿِيندا (١٣) پَرَ فِرِشتَنِ مان کَنهِن کي
کَڏَهِين هِينئُن ٻِ چِيائِين تَہ تُون مُنهِنجي ساڄي هَٿِ ويهُہ جيسِين کِ
آئون تُنهِنجي ويرِينِ کي تُنهِنجي پيرَنِ جي صَندَلي نَہ کَرِيان؟ (١٤) سو اِهي
سَڀِ خِدِمَتَ کَرَڻوارا رُوحَ نَہ آهِنِ ڇا جي ڇوٽڪي جي وارِثُ ٿِيڻوارَنِ
جي خِدِمَتَ کَرَڻَ لاءِ موکِلِجَنِ ٿا :

## بابُ ٢

اِنهي لاءِ گُهرِجي تَہ جيکي ڳالهِيُون اَسان ٻُڌِيُون تِنِ تي هيکارِ

ڏِيانُ ڪَريوُن جو مَتان اَسِين اِنهنِ کان لُڙهِي وَڃُون (٢) ڇوجو جيڪڏهِين ڪَلامُ جو فِرِشتَنِ جي مَعرِفَتَ چَيو وِيو سو پَڪو ٿِيو ۽ سَڀِڪنَهِن عُدولَ ۽ اَڻمَڃتا واجِبِي بَدَرُ پاتو (٣) سو جيڪڏَ هِين هيڏي وَڏي ڇوٽڪي کان غافِلُ رَهَندا سوُن تَ اَسِين ڪيئن بَچَنداسوُن ڇوجو اِهو ڇوٽڪو پَهِرياڻِين خُداوَنَدَ جي وَسِيلي پَڌِرو ٿِيو ۽ ٻُڌَندَڙَنِ اَسان تي پَڪو ڪَيو (٤) جيئن تَ خُدا پاڻَ اُنهنِ کي نِشانِيُنِ ۽ ڪَرامَتُنِ ۽ طَرَحَ طَرَحَ جي عَجائِبَنِ ۽ پاڪُ رُوحَ جي وِراهِڻَ ڪَري پَهنجي مَرضِيَ سارُو ساکَ ڏِيندو رَهِيو ⁘

(٥) ڇا کان تَ جَنهِن اَچِڻَواري جَهانَ جي ڳالِهه اَسِين ٿا ڪَريوُن تَنهِن کي فِرِشتَنِ جي وَسَ مين نَ ڪَري ڇَڏِيو اَٿَسِ (٦) پَرَ ڪَنهِن ڪِٿي هينئن ڇَئِي ساکَ ڀَري تَ ماڻهون ڇا آهي جو تُون هُنَ جي يادِگيرِي ڪَرِين ۽ ماڻهوءَ جو پُٽُ ڇا آهي جو تُون هُنَ تي نِگهباني ڪَرِين (٧) تو هُنَ کي فِرِشتَنِ کان ٿورِڙو گهٽِ ڪَيو ۽ تو وَڏائِيءَ ۽ مانَ جو ڇَٽُ هُنَ تي رَکِيو ۽ پَهنجي هَٿرادُو ڪَمَنِ تي هُنَ کي ٻَجَندي ڏِنيَئِي (٨) سَڀُڪِي تو هُنَ جي پيرَنِ هيٺِ ڪَري ڇَڏِيو ڇاڪاڻِ تَ جِيئَنَ خُدا سَڀُڪِي هُنَ جي پيرَنِ هيٺِ ڪَري ڇَڏِيو ۽ ڪا بِ شَئِي نَ ڇَڏِيائِين جا هُنَ جي هيٺِ نَ ڪَئِي هُجيسِ تِيئن اَجا تانئِين اَسِين نَٿا ڏِسوُن تَ سَڀُڪِي هُنَ جي هيٺِ آهي (٩) پَرُ اَسِين ڏِسوُن ٿا تَ يَسُوع جو ٿورِيءَ مُدَتَ تانئِين فِرِشتَنِ کان گهٽِ

ٹِيو هو تَنِهن کي مَوتَ سَهَڻَ ڪَري وَڏائِيءَ ۽ مانَ جو ڇَٽُ مِلِيو آهي سو
هِنَ لاءِ جو هُو خُدا جي فَضلَ سان سَڀَڪَنهِن ماڻهُوءَ لاءِ مَوتَ جو ذائِقو وَٺي
(١٠) ڇا ڪان تَہ جَنِهن ڪَري ۽ جَنِهن جي وَسِيلي سان سڀُڪُجھ آهي تَنهِن
کي هِينئَن ڳَپندو هو تَہ جَڏهِين گھڻَنِ پُٽَنِ کي وَڏائِيءَ مَنجهِ آڻي تَڏهِين
اُنهِنِ جي ڇوٽِڪي جي اَڳُواڻَ کي ڏُکَنِ جي ڪَري ڪامِلُ ڪَري
(١١) ڇا ڪوُن تَہ جيڪو پاڪُ ٿو ڪَري ۽ جِنِ کي پاڪُ ٿو ڪِجي سي
سَڀِ هِڪِڙي مانئِي آهِنِ جَنِهن سَبَبَ ڪَري هُو اُنهِنِ کي ڀاءُ ڪَري
سَڏَڻَ کان ڦِڪو نَٿو ٿِئي (١٢) جو چَوي ٿو تَہ آئون تُهنجي نانءَ جي ڀائُرَنِ
کي سُڌِ ڏِيندُسِ ۽ جَماعِتَ جي وِچِمين تُهنجي واکاڻِ ڳائِيندُسِ (١٣) ۽ وَرِي
هِي تَہ آئون هُنَ تي ڀَروَسو رَکَندُسِ ۽ هِيءَ بِہ تَہ مُون کي ۽ جيڪي ڇوڪَرَ
خُدا مُون کي ڏِنا آهِنِ تِنِ کي ڏِسُ (١٤) پوءِ جَڏهِين ڪِ ڇوڪَرَ جُسي
۽ رَتَ مين ڀائِيوارَ آهِنِ تَہ هُو بِہ اُنهي رِيتِ هُنَ مين ڀائِيوارُ ٿِيو تان تَہ
مَوتَ جي وَسِيلي جَنِهن وَٽِ مَوتَ جو زورُ آهي تَنِهن کي يَعنِي شيطانَ
کي ڇَٽُ ڪَري (١٥) ۽ جيڪي سَڄِي عُمِرِ مَوتَ جي ڊَپَ ڪَري ٻانهپَ
مين جَهلِيَل هُئا تِنِ کي ڇَڏائي (١٦) ڇوجو سَچُ هُو فِرِشتَنِ جي نَہ پَرَ اِبرهامَ
جي اَوْلادَ جي مَدَدَ ٿو ڪَري (١٧) اِنهي سَبَبان ضَرُورُ هو ڪِ هُو سَڀَڪَنهن
ڳالهِ مين پَهِنجي ڀائُرَنِ وانِگيان ٿِئي تان تَہ خُدا جي حُضُورَ مين ماڻُهن

جي گُناهَنِ جي ڪِفاري ڪَرَڻَ لاءِ هِڪِڙو ٻاجهارو ۽ سَچارُ سَرِدارُ ڪاهِنُ ٿِهري (١٨) ڇاڪان تہ هُنَ پاڻَ چَڪاسَ مين پَئِي ڏُکَ سَٺا تنهن ڪري جيڪي چَڪاسَ مين ٿا پَوَن تِنِ جي واهِرَ ڪَري ٿو سَگهي ⁘

## بابُ ٣

تَنهن ڪَري اي پاڪُ ڀائرو جَنهِن رَسُولَ ۽ وَڏي ڪاهِنَ يَعني يَسُوع مَسِيحَ کي اَسِين مَڃِيُون ٿا تَنهن جو ـ آسِماني سَڏَ جا ڀائِيوارَ تَي وِچارُ ڪَرِيو (٢) ۽ جَنهِن کيسِ مُقَرَرُ ڪَيو تَنهِن جي اَڳِيان هُو سَچارُ هو جَهِڙِيءَ طَرَحَ مُوسيٰ بہ پَهِنجي سَڄي گهَرَ مين سَچارُ هو (٣) پَرَ جيتِرو گهَرَ جو جوڙِيندَڙُ گهَرَ کان وَڌِيڪَ مانَوارو آهي تيتِرو هُو مُوسيٰ کان گهَڻي جَلالَ جو جوڳو سَمُجهيو وِيو (٤) ڇوجو سَڀَڪَنهِن گهَرَ جو ضَرُورُ ڪو جوڙِڻوارو آهي پَرَ جَنهِن سَڀُڪُجهہ جوڙِيو سو خُدا آهي (٥) ۽ مُوسيٰ تہ سَندَسِ سَڄي گهَرَ مين خادِمَ وانگيان سَچارُ هو تان تہ جيڪي ڳالهِيُون پَڌِرِيُون ٿِئِڻوارِيُون هُيُون تِنِ جي ساکَ ڀَري (٦) پَرَ مَسِيحُ پُٽَ وانگيان سَندَسِ گهَرَ جو مُختِيارُ هو ۽ اَسِين سَندُسِ گهَرُ آهِيُون پَرَ شَرِطُ هِي آهي تہ پَهِنجي هِمَتَ ۽ اُميدَ جو مَڃُ توڙَ تائِين پَڪو رَکُون (٧) اِنهي لاءِ پاڪُ رُوحَ جي چَوَڻَ مُوجِبِ اَڄُ جيڪڏهِين اُوهِين سَندسِ آوازُ ٻُڌو (٨) ۽ جيئَن ڪاوَڙِ جي مَهِلَ پَرِکا جي ڏِينهَن رِڻَ پَٽَ

ميں ٽِيو تِيئَں اَوهِين پَهِنجي دِلِيُن کي ڏاڍو نَ ڪَرِيو (٩) جِتي اَوهان جي پِيُ ڏاڏَنِ مُهِنجو آزِمُودو ڪَيو ۽ مُون کي پَرکِي چالِيهَنِ وَرهِن تائِيُن مُهِنجي ڪَمَن کي ڏِٺائُون (١٠) اِنهي ڪَري آئون اُنهي پيڙهِيءَ تان اَرَهو ٿِيُسِ ۽ چَيُمِ تَ اُهي سَيَڪنهِن مَهَلَ دِلِ ميں پيا مُنجهِنِ ۽ مُهِنجي واٽ کان اَڻَسُونهان ٿا رَهَنِ (١١) جيئَن تَ مُون ڪاوَڙِ ميں سَنهُن کَڻي چَيو تَ اُهي مُهِنجي آرامَ ميں نَ گِهڙَندا (١٢) خَبِردارُ اي ڀائُرو مَتان اَوهان مَنجهان ڪَنهِن ميں بي ايمانِيءَ جي بُرِي دِلِ ٿِئي جو جِيئري خُدا کان ڦِري وَڃو (١٣) پَرَ جيسِين کِ اَڄوڪي ڏِينَهن پِيو چَئُجي تيسِين پاڻَ ميں هِڪ ٻِئي کي ڏِهاڙِي نَصِيحَتَ ڪَندا رَهو تان تَ اوهان مَنجهان ڪو گُناهَ جي ريبَ ڪَري ڏاڍو نَ ٿِي پَوي (١٤) ڇوجو اَسِين مَسِيح ميں ڀائِيوارَ ٿِيا آهِيون پَرَ شَرطُ هِيءُ آهي تَ پَهِنجي مُنڍَ جي ويساهَ کي پَڇاڙِيءَ تائِين پَڪو رَکُون (١٥) ڇوجو چَيو ٿو وَڃي تَ اَڄُ جيڪَڏَ هِين سَندُسِ آوازُ ٻُڌو تَ پَهِنجي دِلِيُنِ کي ڏاڍو مَتان ڪَرِيو جيئَن کِ ڪاوَڙِ جي ويرِ ڪَيُوَ (١٦) پوءِ ڪِنِ آوازُ ٻُڌي ڪاوَڙِ ڏِيارِيَسِ سو اُهي سَڀِ نَ هُوا ڇا جي مُوسىٰ جي وَسِيلي مِصرَ کان نِڪِرِي آيا (١٧) ۽ هُو ڪِنِ کان چالِيهَنِ وَرهَنِ تائِين اَرَهو رَهِيو؟ جِنِ گُناهُ ڪَيو ۽ جِنِ جا مَڙهَ رِڻَ پَٽَ ميں پِيا هُوا تِنِ کان اَرَهو نَ ٿِيو هوڇا (١٨) ۽ ڪِنِ بابَتِ هُنَ سَنهُن کنيو تَ اُهي مُهِنجي آرامَ ميں نَ گِهڙَندا؟ سو تِنِ بابَتِ جِنِ

نَہ مَحِيُسِ (۱۹) ۽ اِنهي طَرحَ اَسِين ڏِسوُن ٿا تَہ اُهي بي اِيمانِيءَ جي سَبَبان گِهڙِي نَہ سَگِهيا ‎:‎

## بابُ ۴

تَنِهن ڪَري اَسان کي ڊِڄڻُ گهرجي سو اِئِين نَہ ٿِئي تَہ هُنَ جي آرامَ مين گَڏِجڻَ جو اَنجامُ جو اَچا رَهِيو پِيو آهي تَنهن کان اوهان مَانجِهان ڪو پوئِتي رَهِيَلُ ڏِسجي (۲) ڇوجو اَسان کي بہ اُنهنَ وَانگيان چڱي خَبَرَ ڏِني وِئِي پَرَ جيڪو ڪلامُ اُنهنِ ٻُڌو تَنِهن اُنهنِ کي فائِدو نَہ ڪيو سو هِنَ لاءِ تَہ هُو ٻُڌَڻوارَنِ مين اِيمانَ ساڻُ مِلِيَلُ نَہ هو (۳) ڇوجو اَسان جِنِ اِيمانُ رَکيو سي آرامَ مَانجهِہ ٿا گَڏِجوُن جيئَن ڪ اُنهي چَيو تَہ مُون پَهِنجي ڏمَرَ مين سَنهُن کَنيو جو اُهي مُهِنجي آرامَ مين نَہ گَڏِبا توڻيڪ جَهانَ جي بُنيادَ کان مِڙِيئِي ڪَمَ ٿِيا پِيا هُئا (۴) سو اُنهي سَتين ڏِينهن باٻَتِ ڪِنهن هنڌِ هِئِئِي فَرِما يو آهي تَہ خُدا پَهِنجا سَڀِ ڪَمَ ڪَري سَتين ڏِينَهن آرامُ ڪيو (۵) ۽ وَرِي بہ اُنهي هنڌِ فَرِمايو اَٿَسِ تَہ هُو مُهِنجي آرامَ مين نَہ گهڙَندا (۶) پوءِ جَڏَ هِين هُنَ مين گَڏِجڻُ ڪِنِ جي واسِطي اَچا رَهِيو پِيو آهي ۽ جِنِ کي پَهِريائِين چڱي خَبَرَ ڏِني وِئِي هُئِي سي بي اِيمانِيءَ جي سَبَبان مَانجِهس نَہ گَڏِيا (۷) تَڏَهِين وَرِي هِڪِڙي ڏِينَهن جي پَڪَ ڪَري هُنَ کي اَڄوڪو ڏِينُهن چوي

ٿو ۽ هيترِئَ مُدَتَ پُڄاڻا دائُودَ جي مَعرفَتَ فَرِمائي ٿو (جيئن ڪِ ڳالهِ
چَئِي ويئي) تَ اَڄُ جيڪڏَ هِين هُنَ جو آوازُ ٻُڌو تَ پَهِنجي دِلِيُنِ کي ڏاڍو
مَتان ڪَرِيو (۸) ڇوجو جيڪڏَ هِين يوشوع اُنهن کي آرامَ مين داخِلُ
ڪَرائي ها تَ جيڪَرَهُو اُنهِئَ مُدَتَ پُڄاڻا هِڪِڙي ٻِئي ڏِينهن جي ڳالهِ
نَ ڪَري ها (۹) تَنِهن ڪَري خُدا جي ماڻُهنِ واسِطي سَبُّبَتَ جو آرامُ اَڃارَهِيو
پِيو آهي (۱۰) سو هِنَ لاءِ تَ جيڪو سَندَسِ آرامُ مين گَڏِيو تَنِهن پَهِنجا ڪَمَ
ڪَري آرامُ پاتو جيئن ڪِ خُدا پَهِنجا ڪَمَ ڪَري آرامُ وَرِتو (۱۱) پوءِ اَچو تَ
اَسِين ٻِ اُجَمُ ڪَرِيُون جو اُنهي آرامَ مين گَڏِجُون سو اِئين نَ ٿِئي تَ ڪو بي
اِيمانِئَ جي اُنهي نِمُوني مين ڪِرِي پَوي (۱۲) ڇوجو خُدا جو ڪَلامُ جِيئرو
۽ اَثَرَوارو ۽ ٻِ مُنهنِئَ ترارِ کان ٻِ تِکو آهي ۽ جانِ ۽ رُوحَ ۽ سَندَ سَندَ ۽ مِجَ کي
ڌارَ ڪَري لَنگهي ٿو وَڃي ۽ دِلِ جي خِيالَنِ ۽ رايَنِ کي ٿو جاچي (۱۳) ڪوئي
خَلقِيَلُ هُنَ کان ڳُجهو نَ آهي پَرَ جَنِهن سان اَسان کي ڪَمُ آهي تَنِهن جي
نَظَرَ مين سَڀُڪي پَڌِرو ۽ ٻِناپَرِدي آهي ⁘

(۱۴) پوءِ اِنهي لاءِ تَ اَسان جو هِڪِڙو وَڏيرو سَرِدارُ ڪاهِنُ يَعني خُدا جو
پُٽ يَسُوع آهي جو آسِمانَنِ مان لنگهي وِيو تَڏَهِين اَچو تَ پَهِنجي اَنجامَ تي
ٻِيٺا رَهُون (۱۵) ڇو جو اَسان جو اَهِڙو سَرِدارُ ڪاهِنُ نَ آهي جو اَسان جي
هيڻائِن مين حالَ پائِي نَ ٿِي سَگهي اُئلو گناهنِ ڌاران سَڀِنِي ڳالِهِيُن مِين

اَسان وانگِيان پَرکِيو وِيو (۱۶) تَنِهن کَري اَچو تَہ اَسِين ہاجھہ جي تَخت وَٽ بَهادُرِيءَ سان وَڃُون تان تَہ اَسان تي رَحِمُ ٿِئي ۽ مَهِلَ سارُو مَدَد لاءِ فَضُلُ لَهُون ؛

## بابُ ۵

ڇوجو جيکو سَرِدارُ ڪاهِنُ ماڻُهن مَنجهان ٿو وَرِتجي سو ـ جيکي ڳالِهيُن خُدا ساڻُ لاڳاپو ٿِيئُن رَکَن تِن پَٽاندرِ ماڻُهن لاءِ مُقَرَرُ ٿو ٿِئي تان تَہ ڏوهَن بابَتِ نَذَرُ ۽ قُربانِيُون چاڙهي (۲) ۽ هُو اَڄاڻَن ۽ مُوڙهَلَن جي سَهِي ٿو سَگهي سو هِنَ لاءِ تَہ پاڻَ بِہ هِيڻائِيءَ مين ويڙهِيَلُ آهي (۳) ۽ اُنهي هِيڻائِيءَ جي سَبَبان ضَرُورُ آهي تَہ هُوجَنِهن رِيتِ لوڪَن لاءِ تَنِهن رِيتِ پاڻَ لاءِ بِہ ڏوهَن جي ڪاڻِ قُربانِيُون چاڙهي (۴) ۽ ڪوئِي اِهو مانُ پاڻيهي نٿو لَهي پَرَ جيڪو هارُونَ وانگِيان خُدا وَٽان ٿو ڪوٺِجي سو ٿو لَهي (۵) اِنهي طَرَحَ مَسِيحَ بِہ پاڻَ کي سَرِدارَ ڪاهِنَ ٿِيڻَ جو مانُ نَہ ڏِنو اُنِلو اُنهي ڏِنُسِ جَنِهن چَيُسِ تَہ تُون مُهِنجو پُٽُ آهِين اَڄُ مُون توکي ڄَڻِيو آهي (۶) جِين تَہ ٻِئِي هَنڌِ بِہ ٿو چَوي تَہ تُون مَلڪِ صِدِقَ جي رِيتِ پَٽاندرِ سَدائِين ڪاهِنُ آهِين (۷) اُنهي پَهِنجي جِسِمَ جي ڏِينهَنِ مين گهڻو روئِي روئِي ۽ ڳوڙها ڳاڙي ڳاڙي جو کيسِ مَوتَ کان بَچائِي ٿي سَگهِيو تَنِهن کي هُنَ دُعائُون ۽ مِنٿُون

ڪيُون ۽ خوشِيءَ سان مَيَجَڻ ڪَري بَچِي پِيو (٨) توڙيڪ هُو پُٽُ هو تہ بہ جيڪي ڏُکَ سَنائِين تِنِ جي ڪَري هُو حُڪمَ جي مَڃِتا سِکيو (٩) ۽ ڪامِلُ ٿِي پَهِنجي سَڀِني مَڃِيندڙَنِ جي واسِطي هَمَيَشہَ جي ڇوٽِڪي جو سَبَبُ ٿِيو (١٠) جو هُو خُدا وَٽان اُنهي مَلڪِ صِدِق جي رِيتِ پَٽاندرِ سَرِدارُ ڪاهِنُ ڇَوايو وِيو (١١) اُنهي بابَتِ اَوهان کي گهڻِيُون ڳالهِيُون چوڻِيُون اَٿوُن جي سَمُجهَڻَ مين اَوکِيُون آهِنِ سو هِنَ لاءِ تہ اَوهان جا ڪَنَ ڳرا ٿِيا آهِنِ (١٢) ڇوجو ايتِرو وَقتُ گُذرِيو آهي جو اَوهان کي اُستادُ هُئُڻُ گهرِبو هو پَرَ اَوهِين وَري اِنَ ڳالهِ جا مَحُتاجَ آهِيو تہ ڪو اَوهان کي سيکاري جو خُدا جي ڪَلامَ جا اَصُولَ ڪهِڙا آهِنِ سو ڪيِرَ جا مَحُتاجَ ٿِي رَهِيا آهِيو نہ ڏاڍي کاڄ جا (١٣) ڇو جو جيڪو کيِرُ تو پِئي سو سَچائِيءَ جي ڪَلامَ مين ڪچو آهي سو هِنَ لاءِ تہ هُو بارُڙو آهي (١٤) پَرَ ڏاڍِي جوراڪ ڪامِلَنِ جي واسِطي آهي جِنِ جا حَواسَ اَبِياسَ جي ڪَري تِکا ٿِي پِيا آهِنِ جو چَڱي ۽ مَٺي مين فَرقُ رَکَنِ ٭

## باب ٦

اِنهيءَ واسِطي اَسِين مَسِيح جي تَعلِيمَ جي پَهرِين ڳالهِ ڇَڏي پَرپُورائِيءَ ڏي وَڌَندا هَلِيا وَڃوُن ۽ مُردارَ ڪَمَنِ کان توبَہَ ڪَرَڻَ ۽ خُدا تي ويساهَ آڻَڻَ

جي وَري پيڙهِ نہ وِجهون (٢) ۽ بَپتِسمائن جي تَعليمَ ۽ هَٿَ رَکَڻَ ۽ مُئَلَنِ
جي قِيامَتَ ۽ هَميشَهَ جي عَدالَتَ جي پيڙهِ وَري نہ وِجهون (٣) ۽ خُدا
کندو تہ اَسين اَئين کنداسُون (٤) ڇوجو جيکي هِکِڙي ڀيري
سوجهِريوارا ٿِيا ۽ آسِماني بَخِشَشَ جو سَوادُ چَکِي وَرِتائون ۽ پاکُ رُوحَ مين
ڀائِيوارَ ٿِيا (٥) ۽ خُدا جي چَڱي کَلامَ ۽ اَچَڻواري جَهانَ جي قُدرَتُن جو
سَوادُ چَکِي وَرِتائون (٦) سي جيکَڏهِين کِري پَوَنِ تہ اُنهن کي وَري توبَهَ
کَرَڻَ جي واسِطي نَئون سَنئون کَرو کَرَڻُ اَڻَ ٿِئَڻُو آهي ڇوجو اُنهنِ خُدا
جي پُٽَ کي ڄَڻَ تہ بِيو ڀيرو پاڻَ لاءِ صَلِيبَ تي چاڙهي بيمانو کَيو
(٧) سوچا کان تہ جيکا ڌَرتِي پاڻَ تي هَرهَرَ پيَلَ مِينهن کي ٿِي پِئي سا اَهِڙي
ساوَکِ ٿي کَڍي جا اُنَ جي پوکِيندڙنِ کي فائِديواري آهي ۽ خُدا وَٽان
بَرِکَتَ ٿي لَهي (٨) پَرَ جيکا ڌَرتِي کَنڊا ۽ کانڊيرا پيدا ٿي کَري سا
اَڻَ ٿابِ پَوَڻَ ۽ پَٽِجي وَڃَڻَ کي ويجهي آهي ۽ اُها نيٺِ سَڙَندي (٩) پَرَ اي
پِيارو توڙيکِ اَسين اِئين ٿا چَئون تہ بہ اَوهان با بَتِ اُنهنِ کان چَڱيُنِ ۽
ڇوٽِکيوارِيُنِ ڳالهِيُنِ جي پَکَ ٿا کَرِيون (١٠) ڇوجو خُدا کُنِيائي نہ آهي
تہ جو پِيارَوارو پورِهيو اَوهان سَندَسِ نالي تي پاکَنِ جي خِذِمَتَ مين
کَيو ۽ هِينئَرَ بہ کَريو ٿا تِنِ کي هُو وِساري ڇَڏي (١١) پَرَ آسِين آسَرِوَند
آهِيون جو اَوهان مَنجهان سَيِکو کامِلُ اُميد لاءِ پُڄاڻِي تا ئِين اُهوئِي

أُڄمُ پَڌِرو ڪندو رَهي (١٢) تان تہ پِرا نہ ٿي پَئو اُڻلو اُنهِن جا پوءِ لَڳُ ٿي رَهو جي ايمانَ ۽ گهَڻي صَبُرَ جي واٽَ ڪَري اَنجامَنِ جا وارِثَ ٿِيا (١٣) ڇا ڪان تہ جڏهِين خُدا اِبراهِيمَ سان اَنجامُ ڪَيو تَڏَ هِين ڪَنِهن ڪي پاڻَ ڪان وَڏو نہ ڏِٺائِين جَنِهن جو سَنهُن کَڻي پوءِ هِينئَن چَئِي پَهِنجي ئي سَنهُن کَنيائِين (١٤) تہ بيشڪ آئون تو کي بَرڪَتُن مين بَرڪَتُون ڏِيندُسِ ۽ تُهنجي اَوَلادَ کي هيڪارِي جَهجهو وَڌائِيندُسِ (١٥) ۽ اُئِيندُي هُو گهڻو صَبُرُ ڪَري اُنهي اَنجامَ تائِين وَڃي پَهُتو (١٦) سو ماڻهون تہ پاڻَ ڪان وَڏي جو سَنهُن ٿا کَڻَنِ ۽ پَڪَ ڄمائِڻَ لاءِ اُنهِن مَنجِهہ سَيَڪنهِن جهيڙي جي حَدَ سَنهُن آهي (١٧) پوءِ خُدا جي هِيءَ گهَڻي مَرضِي هُئِي تہ اَنجامَ جي وارِثَنِ کي پَڪَ ڄمايان تہ مُهنجي مَرضِيءَ مين ڦيرگهير ڪا نہ ٿي ٿِئي تَنِهن ڪَري وِچ مَنجِهہ قَسَمُ آندائِين (١٨) تان تہ ٻہ شَيئُن جي مَنجهان جُونِئي نہ آهِنِ جِنِ مين خُدا جو ڪُوڙو ٿِئَڻُ نَئو ٿي سَگهي تِنِ جي سَبَبان اَسِين جي اوٽَ لاءِ ٻوڙِيا آهِيئُن تہ جيڪا آسَ اَسان جي سامهُون رَکي وِئِي آهي تَنِهن کيِ هَٿِ آڻِيئُون ۽ پُوري تَسلائِي لَهُون (١٩) تہ اُها آسَ جِڙُ اَسان جي جيءَ جو پَکَهُ آهي جو ڏاڍو ۽ سوگهو ۽ پَڙدي جي اَندرِ داخِلُ تو ٿِئي (٢٠) جِتي اَڳواڻُ يَسُوع جوَ مِلڪِصِدِقَ جي رِيتِ پَٽاندَرِ سَدا سَردارُ ڪاهِنُ آهي سو اَسان جي واسِطي داخِلُ ٿِيو آهي ⁘

# باٻُ ٧

چو تہ هي مَلڪِ صِدِقُ شَلِيمَ جو بادِشاهُ ۽ خُدا تعاليٰ جو ڪاهِنُ هو ۽ جَڏَهِين اِبراهِيمُ بادِشاهَنِ کي ماري موٽيو ٿي آيو تڏهِين هُنَ سان گڏجاڻي ڪِيائِين ۽ هُنَ لاءِ بَرِڪَتَ گهُرِيائِين (٢) جَنهِن کي اِبراهِيمَ بہ سَڀِني شَيُنِ جو ڏهُون ڀاڱو ڏِنو ۽ جو پَهرِيائِين پَهِنجي نانءُ جي مَعنيٰ مُوجِبِ سَچائِيءَ جو بادِشاهُ آهي ۽ ٻِيو شاهُ شَلِيمُ يَعني سَلامَتِيءَ جو بادِشاهُ آهي (٣) جو بنا پِيُ ۽ بنا ماءُ ۽ بنا پيڙهِيءَ آهي جَنهِن جي نہ ڏِينَهن جو مُنڍُ ۽ نہ جِياپي جي پُڇاڙِي آهي پَر هُو خُدا جي پُٽَ جهڙو ٿِي سَدائِين ڪاهِنُ ٿو رَهي (٤) پوءِ ڏِسو تہ هِيءُ ڪهڙو نہ وَڏو هو جَنهِن کي آسان جي ڏاڏي اِبراهِيمَ بہ ڦُرِ جي مالَ مَاجهان ڏهُون ڀاڱو ڏِنو (٥) هاڻي ليوِيءَ جا پُٽَ جِنِ کي ڪاهِنپڻو ٿو مِلي تِنِ کي حُڪمُ آهي تہ قومَ يَعني پَهِنجي ڀائُنِ کان توڙيڪِ اُهي اِبراهِيمَ جي پُٺِيءَ مان پيدا ٿِيا آهِنِ تہ بہ شَرِيعَتَ مُوجِبِ ڏهون ڀاڱو وَٺَنِ (٦) پَرَ جَنهِن جي پيڙهِي اُنهِنِ کان ڌارَ آهي تَنهِن اِبراهِيمَ کان ڏهون ڀاڱو وَرِتو ۽ جَنهِن ساڻُ اَنجامُ ٿِيا تَنهِن جي واسِطي بَرِڪَتَ گهُرِيائِين (٧) ۽ بي شَڪِ ننڍو وَڏي کان بَرِڪَتَ ٿو لَهي (٨) ۽ هِتي مَرَڻهارا ماڻهُون ڏهُون ڀاڱو ٿا وَٺَنِ پَرَ اُتي اُهوئي ٿو وَٺي جَنهِن جي بابَتِ ساکَ ٿي

ڏِجي تہ جيسرو آهي (٩) ۽ هِينئن چئِي ٿا سگهون تہ ليوِيَ جو ڏهون ڀاڱو ٿو وٺي تنهن بہ اِبراهِيمَ جي وسيلي ڏهون ڀاڱو ڏِنو (١٠) ڇوجو جڏهِين مَلڪِصِدِق اَبراهِيمَ سان اچي مِليو تڏهِين هُو پنهجي پِيُ جي پُٺ مينئي هو ჻

(١١) پوءِ جيڪڏهِين ليوِيَ واري ڪاهِنپڻي جي ڪري ڪاملِيائي هُجي ها (جو قومَ هُنَ جيئِي هيٺ شرِيعَت لَڌي) تہ ٻِي ڪهڙي گهرج هُجي ها جو ٻِيو ڪاهِنُ مَلڪِصِدِق جي رِيتِ پٽاندرِ ٿِئي ۽ هارُونَ جي رِيتِ پٽاندرِ نہ چوائي (١٢) ڇا ڪان تہ جيڪڏهِين ڪاهِنپڻو مَٽجي ٿو وَجي تہ شرِيعَت جو مَٽجڻُ بہ ضرُورُ گهرجي (١٣) ڇو جو جنهِن بابَتِ هِينئن ٿو چئجي سو ٻِيءَ فرقي جو آهي جنهِن مانجهان ڪنهِن بہ قُربانگاهَ جي خِدمَت نہ ڪئي (١٤) ۽ پڌرو آهي تہ اسان جو خُداوندُ يهُودا مان نِڪتو جنهِن فرقي بابَتِ مُوسيٰ ڪاهِنپڻي لاءِ ڪِيُ ڪِينَ چيو (١٥) ۽ ٻِيو هِيئُ بہ انهي مان صاف ٿو ڄاڻجي تہ ٻِيو ڪاهِنُ مَلڪِصِدِق جهڙو ٿِئي (١٦) جو ڪنهِن جِسمَواري حُڪمَ جي شرِيعَت پٽاندرِ نہ آهي پَرَ غيرِ فاني حَيا تِئي جي قُدرَت مُوجِبِ آهي (١٧) ڇوجو هُو ساکَ ٿو ڀَري تہ تُون مَلڪِصِدِق جي رِيتِ سارو هَميشہ ڪاهِنُ آهِين (١٨) پوءِ اَڳيون حُڪمُ ٻي زورُ ۽ اَجايو ٿِئڻ جي سَبَبان رَدِ ٿِيو آهي (١٩) (ڇا ڪان تہ شرِيعَت جي ڪري ڪِي بہ ڪامِلُ نہ ٿِيو) ۽ هِڪڙي چڱي اُميد وِچمين آچي پيئي جنهِن جي

وَسِيلي آسِين خُدا جي حُضُورَ مين تا پَهُچُون (٢٠) ۽ جَنهِن حالَ مين هُو قَسَمُ کائڻ ڌاران ڪاهِنُ نَہ ٿِيو (٢١) (ڇوجو اُهي تَہ قَسَمَ ڌاران ڪاهِنَ ٿِيا پَرَ هِيءُ قَسَمَ ساڻُ اُنهي ڪانئي ٿِيو جَنهِن جَيُسِ تَہ خُداوَند سُنهن ڳنيو ۽ وَري ڦِرَندوئي ڪِينَ تَہ تُون مَلِڪ صِدِقَ جي رِيتِ سارُو سَدائِين ڪاهِنُ آهِين) (٢٢) اُنهي ئي حالَ مين يَسُوع هِڪِڙي چَڱي اَنجامَ جو ضامِنُ ٿِيو (٢٣) هِنَ ڌاران اُهي جيڪي ڪاهِنَ ٿِيندا آيا سي اِنهِيءَ سَبَبان گهڻا هُوا جو مَوُتَ جي ڪارڻِ رَهِي نَہ سَگهِيا (٢٤) پَرَ هِيءُ اِنهي سَبَبان ري مَٽِجَڻَ واري ڪاهِنَپڻي جو مالِڪُ ٿِيو جو هَميشَہَ تائِين رَهڻوارو آهي (٢٥) اِنهي واسِطي جيڪي سَندَسِ وَسِيلي خُدا وَٽِ تا وَڃَن تِنِ کي ٻَچائڻ تائِين ٻَچائي ٿو سَگهي تَہ هوُ اُنهِن جي پارَتَ جي لاءِ هَميشَہَ جِيئرو ٿو رَهي (٢٦) ڇوجو اَهِڙو سَرِدارُ ڪاهِنُ اَسان جو جوڳو هو جو پاڪُ ۽ بِنا بَديُءَ ۽ بِنا عيبَ ۽ گنهگارَنِ کان ڌارَ ۽ آسِمانَنِ کان بِہ مَٿي آهي (٢٧) ۽ اُنهِن سَرِدارَ ڪاهِنَنِ وانگُرُهِنَ کي هِينئَن ڪَرَڻُ نَہ گُهرجِي جو ڏِهاڙي ڏِهاڙي پَهِريائِين پَهنجي ڏوهَنِ پوءِ ماڻُهنِ جي ڏوهَنِ واسِطي قُربانِيُون چاڙهي ڇوجو هُنَ هِڪِڙِيءَ پيري هِينئَن ڪيو جَڏَهِين کِ پاڻَ کي نَذُرَ مين ڏِنائِين (٢٨) تَہ شَرِيعَتَ اُنهِن هِيڻَنِ ماڻُهنِ کي سَرِدارُ ڪاهِنُ ٿِي ٺَهرائي پَرَ قَسَمَ جو ڪَلامُ جو شَرِيعَتَ پُڄاڻا ٿِيو سو پُٽَ کي ٿو ٺَهرائي جو هَميشَہَ تائِين ڪامِلُ ٿِيو آهي ÷

# بابُ ٨

پوءِ جيڪي ڳالهيوُن اَسين ٿا چئون تِنِ جو خاصُ مَطلَبُ هِيءُ آهي تہ اَسان جو اهڙو سَردارُ ڪاهِنُ آهي جو آسِمانَ مين وَڏِئِيءَ وَڏائِيءَ واري جي تَختَ جي ساڄي پاسي ويٺو آهي (٢) جو پاڪُ جائِنِ ۾ اُنهي سَچي تَنبوءَ جو خادِمُ آهي جو تَنبوُ ڌَڻِيءَ کوڙِيو ۽ نہ ماڻهن (٣) ڇوجو سَڀڪو سَردارُ ڪاهِنُ اِنهي لاءِ مُقَرَرُ ٿو ڪِجي جو نَذرُ۽ قُربانِيوُن چاڙهي سو ضَرُورُ آهي تہ هِنَ وَٽِ بہ چاڙهَڻَ واسِطي ڪي هُجي (٤) جيڪڏَ هِين هُو ڌَرتِيءَ تي هُجي ها تہ جيڪَرَ ڪاهِنُ بہ نہ ٿِئي ها سو هِنَ سَبَبان جو هُو ڪاهِنَ تہ نہ آهِنِ جي شَرِيعَتَ موُجِبِ قُربانِيوُن ٿا چاڙهِينِ (٥) اُهي آسِماني ڳالهِيُنِ جي نِموُني ۽ ڇانوَ تي خِدمَتَ ٿاڪَنِ جيئن ڪِ مُوسيٰ جَڏَهِين تَنبوءَ کي جوڙي پُوري ڪَرَڻَ تي هو تڏَهِين اِلهامَ جي ڪَري حُڪمُ مِليُسِ جو هُو فَرمائي ٿو تہ ڏِسُ تہ جو ڇِتُ تو کي جَبَلَ تي ڏيکاريو وِيو تِنهِنَ پٽانَدرِ توُن سَڀِ شَيوُن جوڙِ (٦) پَرَ هاڻي هُنَ ايتِري وَڌيڪ خِدمَتَ پاتي جيتِرو ڪِ هُو اُنهي چَڱي اَنجامَ جو وِچُئُو آهي جو وَڌِنِ قَوَلَنِ جي ڪَري بَڌَل هو (٧) ڇوجو جيڪَڏَهِين اُهو پَهرِيون اَنجامُ بي عيبُ هُجي ها تہ ٻِئي واسِطي جاءِ جي ڳولا نہ ٿِئي ها (٨) جو هُو عيبُ ڏيکاري اُنهِنِ کي چوي ٿو تہ ڌَڻي فَرمائي

تو تہ ڏِسُ اُهي ڏِينهَن اَچِنِ ٿا جو آئون اِسرائيلَ جي گھراڻي ۽ يَهُودا جي گھراڻي لاءِ هِڪڙو نَئون اَحِجامُ ڪَندُسِ (٩) نہ اُنهي اَحِجامَ وانگيان جو مُون اُنهنِ جي پِيُ ڏاڏنِ سان اُنهي ڏِينهَن ڪَيو جڏَ هِين ڪِ مُون اُنهنِ جو هٿُ هِنَ لاءِ وَرِتو تہ آئون اُنهنِ کي مِصرَ جي زِمِيَن مَانجهان ڪَڍِي اَچان سو هِنَ لاءِ تہ اُهي مُهنجي اَحِجامَ تي پَڪا نہ رَهِيا ۽ مُون اُنهنِ جي پَرواهَ نہ رَکِي اِئيئن ڏَڻِي تو چَوي (١٠) ۽ پِيو هِينئُن بِہ ڏَڻِي تو چَوي تہ جيڪو اَحِجامُ آئون اِسرائيلَ جي گھراڻي ساڻُ اُنهنِ ڏِينهَنِ کان پوءِ ڪَندُسِ سو هِيئُ آهي تہ آئون پَهنجي قانُونَنِ کي اُنهنِ جي عَقُلَنِ مين وِجھندُسِ ۽ اُنهنِ جي دِلِيُنِ تي لِکَندُسِ ۽ آئون سَندُنِ خُدا ٿِيندُسِ ۽ اُهي مُهنجي قومَ ٿِيندا (١١) ۽ ڪو بِہ وَرِي پَهنجي پاڙيسِرِئَ ۽ پَهنجي ڀاءُ کي هِينئُن چَئِي نہ سيکارِيندو تہ ڏَڻِيءَ کي سُڃاڻُ سو ڇا کان تہ اُنهنِ جا نَنڍا توڙِي وَڏا سَڀِ مُون کي سُڃاڻَندا (١٢) ۽ آئون اُنهنِ جي بُڇڙاڻين تي ٻاجھارو ٿِيندُسِ ۽ اُنهنِ جي گُناهَنِ ۽ بي دِينِيءَ کي وَرِي يادِ نہ ڪَندُسِ (١٣) جڏَ هِين ڪِ هُنَ نَئين اَحِجامَ جو نالو وَرِتو تڏَ هِين پَهرِين کي پُراڻو ٺَهرايائِين ۽ جو پُراڻو ۽ گھٽَنِ ڏِينهَنِ جو آهي سو اَچِي مِٽِجَڻَ کي ويجھو ٿِيو آهي ⁘

## بابُ ۹

پوءِ پَهرِين (اَمجامَ) لاءِ بہ عِبادَتَ جوُن رِيتيوُن هُيوُن ۽ دُنيَوِي پاڪُ جايوُن هُيوُن (۲) تَہ هِڪِڙو تَنبوُ جُڙِيو هو يَعنِي پَهرِيوُن تَنبوُ جَنهِن کي پاڪُ تو چَئِجي تَنهِن مين شَمَعدانُ ۽ ميزَ ۽ نَذرَ جوُن مانِيوُن هُيوُن (۳) پَرَ ٻِئِي پَڙدي جي اَندرِ اُهو تَنبوُ هو جَنهِن کي تَمامُ پاڪُ تو چَئِجي (۴) اُنَ مين سونو عَطرِدانُ هو ۽ عَهدَ جي پيتِي چَوڌاري سونَ ساڻ مَڙهيلَ هُئِي جَنهِن مين سونوباسَڻُ مَنِ (کاڄ) سان پُرِيَلُ ۽ هاروُنَ جي مُکرِيَنِ واري لَٺِ هُئِي ۽ اَمجامِ نامي جوُن پَٽِيوُن هُيوُن (۵) اُنهي پيتِيءَ جي مَٿان وَڏائِيءَ جا ڪَروُبِي هُوا جِنِ ڪِفاري جي هَندِ ڇانوَ ٿي ڪَئِي اُنهِن ڳالِهيُنِ جو ذَري پُرزِي بَيانُ ڪَرَڻُ هاڻي ضَروُرُ نَہ آهي (۶) پوءِ جَڏَ هِين اِهي شَيوُن اِئين تِيارُ ٿِي رَهِيوُن تَڏَ هِين پَهرِين تَنبوُءَ مين تَہ ڪاهِنَ سَيَڪَنِهِن مَهَلَ گهِڙِي خِدِمَتَ بَجاءِ آڻِيندا هُوا (۷) پَرَ ٻِئِي تَنبوُءَ مين رُڳو سَرِدارُ ڪاهِنُ وَرَہَ مين هِڪِڙو ڀيرو ويندو هو پَرَ جيڪو رَتُ پاڻَ لاءِ ۽ قومَ جي خَطائُنِ لاءِ هارِيندو هو تَنهِن داران نَہ ويندو هو (۸) ۽ پاڪُ رُوحِ هِيئَ اِشارو ڪَندو هو تَہ جيسين پَهرِيون تَنبوُ بيٺو آهي تيسِين تَمامُ پاڪُ جاءِ جي واٽَ پَڌِري نَہ آهي (۹) جو مِثالُ هاڻوڪِيءَ مَهَلَ تائِين آهي جَنهِن مين اَهِڙا نَذرَ ۽ قُربانِيوُن ٿا ڏِنِ جي

عِبادَتَ ڪَرَڻوارِي کي سَمُجهه مين ڪامِلُ ڪَرِي نَہ ٿِيوُن سَگهَنِ (۱۰) سو اُهي (نَذِرانا) رُڳو کاڌَڻَ پِئَڻَ ۽ ڀَتين ڀَتين جي غُسِلَنِ ۽ جِسِمَ جي رِيتيُنِ ساڻُ جوڙَجڪ جي مَهلَ تائِين مُقَرَرُ هُوا ؛

(۱۱) پَرَ جَڏَهِين مَسِيحُ اَچڻوارِيُنِ نعمتُنِ جو سَرِدارُ ڪاهِنُ ٿِي آيو تَڏَهِين تَمامُ وَڏي ۽ تَمامُ ڪامِلَ تَنبوءَ مين جو هَٿَنِ جو جوڙِيَلُ يَعني اِنَ خَلقَ جو نَہ آهي (۱۲) نَہ ٻَڪَرَنِ ۽ نَہ وَڇَرَنِ جو رَتُ پَرَ پَهِنجوئِي رَتُ وَٺِي تَمامُ پاڪُ جاءِ مين هِڪِڙِيئِي ڀيرِي وَڃِي پَهُتو ۽ اَسان جي واسِطي هَميشَہَ جو ڇوٽِڪو پِرايائِين (۱۳) ڇوجو جيڪَڏَهِين ڏاندَنِ ۽ ٻَڪَرَنِ جو رَتُ ۽ وَهڙِيَ جي رَکَ ناپاڪَنِ تي ٻُرِڪائِڻَ جي ڪَرِي جِسِمَ جي سُٺائِيءَ لاءِ پاڪُ ڪَرِي ٿِي سَگهي (۱۴) تَہ مَسِيحُ جَنهِن هَميشَہَ جي روُحَ جي وَسِيلي پاڻَ بي عيبُ ٿِي خُدا کي قُربانِي چاڙهِي آهي تَنهِن جو رَتُ ڪيتِرو نَہ واڌوُ اوهان جي دِليُنِ جي سَمُجهه کي مُردارُ ڪَمَنِ کان پاڪُ ڪَندو تان تَہ اَوهِين جيئَرِي خُدا جِي بَندَگِي ڪَرِيو (۱۵) ۽ اِنهِي سَبَبَ ڪَرِي هُو نَئِين اَنجامَ جو وِچُئِو آهي تان تَہ هُنَ جي مَوتَ جي وَسِيلي جو پَهرِين اَنجامَ جي ڏوهَنِ جي ڇَڏائِڻَ واسِطي ٿِيو آهي تَنهِن جي مَعرِفَتَ جيڪي سَڏِيا وِيا آهِنِ سي هَميشَہَ جي وَرثِي جو اَنجامُ حاصُلُ ڪَنِ (۱۶) ڇا کان تَہ جِتي اَنجامُ آهي اُتيئِي اَنجامَ ٻَڌَڻواري جي مَوتَ جِي ڳالهه ضَرُورُ آهي

(١٧) ڇو جو اَنجامُ مُئُن بابَتِ ٿو ٻَڌِجي ۽ جيسِين ڪِ اَنجامُ ٻَڌَڻوارو جيئِرو آهي تيسِين ھُنَ جِي نَ ٿي هَلي (١٨) اِنهي لاءِ پَهرِيُون اَنجامُ ہِ رَتَ ڌاران جاري نَ ٿِيو (١٩) ڇا ڪان تَہ جَڏَ هِين مُوسىٰ سارِئِيَ قومَ کي شَرِيعَتَ مُوجِبِ سَيُڪو حُڪُمُ ٻُڌائي رَهِيو تَڏَ هِين ھُنَ وَڇُڙَنِ ۽ ٻَڪَرِنِ جو رَتُ پاڻِيءَ ۽ ڳاڙهِيءَ اُنَ ۽ زُوفا ساڻُ وَٺِي اُنهي ڪِتابَ ۽ سارِئِيَ قومَ تي هِينئَن ڇَٽِي ڇَٽِيو (٢٠) تَہ هِيءُ اُنهي اَنجامَ جو رَتُ آهي جَنهِن جو خُدا اَوهان کي حُڪُمُ ڏِنو (٢١) ۽ اُنهي رِيتِ تَنبُوءَ مين ۽ خِدمَتَ جي ساري اَسِبابَ تي رَتُ ڇَٽِيائِين (٢٢) ۽ گهَڻو ڪَري سَڀِ شَيُون شَرِيعَتَ مُوجِبِ رَتَ سان پاڪُ ٿِيُون ڪجَنِ ۽ رَتَ هارَڻَ ڌاران مَعافِي نَ ٿي ٿِئي ⁘

(٢٣) پوءِ ضَرُورُ هو تَہ آسِماني شَيُنِ جا اُتارا هِينئَن پاڪُ ڪَيا وَڃَنِ پَرَ خودِ آسِماني شَيُون هِنَنِ کان ہِ عُمدِيُن قُربانِيُنِ سان پاڪُ ڪجَنِ (٢٤) ڇو جو اُهي هَٿرادُو جُڙِيَلَ پاڪُ جايُون جي سَچَ جو اُتارو آهِنِ تِنِ مين مَسِيحُ داخِلُ نَ ٿِيو اُتِلو آسِمانَ مينئِي داخِلُ ٿِيو تان تَہ هاڻي خُدا جي حُضُورَ مَنجهِ اسان جي واسِطي هَڪِيو رَهي (٢٥) پَرَ جِيئَن سَردارُ ڪاهِنُ تَمامُ پاڪُ جائِنِ مين سَيَڪنهِن وَرَہَ مَنجهِ ٻِئي جو رَتُ وَٺِي ٿو وَڃي تِيئَن هُو پاڻَ کي وَري وَري قُربانُ نَ ڪَري (٢٦) نَ تَہ ڪَپَندو هو تَہ هُو جهانَ جي مَسِنَدَ کان هَرَهَرَ پِيو مَري ها پَرَ هاڻي پوئِين سَمي مين هِڪِڙو پيرو پَڌِرو ٿِيو آهي تان

تَه پاڻَ کي قُرِبانِيءَ تي چاڙهي ڏوهَنِ کي ڇَٽ ڪَري (٢٧) ۽ جيئَن مُقَرَرُ آهي تَه ماڻهو هِڪڙو ڀيرو مَري ۽ تِنهان پوءِ عَدالَتَ ٿِئي (٢٨) تِيئَن مَسِيحَ هيڪَر سَيِني جي ڏوهَنِ جو بارُ کَڻَڻَ واسِطي پاڻَ کي قُربانُ ڪيو ۽ ٻِهَرَ جيڪي سَندَسِ واٽَ ٿا نِهارِينِ تِنِ جي ڇوٽڪي لاءِ هُو گُناهَ ڌاران پَڌِرو ٿِيندو ÷

## باب ١٠

ڇوجو شريعَتَ جا اَچَڻوارِيُنِ ڳالهِيُنِ جو پاڇو آهي ۽ جا اُنهنِ شَيُنِ جو سَچو چِٽُ نَه آهي سا اُنهنِ قُربانِيُنِ جي ڪَري جي هَميشَهَ وَرَهَ وَرَهَ مين ٿِيوُن نَذرِڪَجَنِ تِنِ جي ڪَري جيڪي سَندَسِ ويجهو ٿا اَچِنِ سي ڪامِلَ ٿِي نَٿا سَگهَنِ (٢) نَه تَه اُنهنِ جو نَذرُ ڏِيَڻُ جيڪَرَ جهلِجي نَه وَجي ها ڇا؟ سو هِنَ لاءِ تَه عِبادَتَ ڪَرَڻوارا هيڪَرَ پاڪُ ٿِي ورِي پاڻَ کي ڏوهي نَه جاڻَنِ ها ڇا (٣) اُلِٽو اُنهنِ قُربانِيُنِ جي ڪَري وَرَهَ وَرَهَ مين ڏوهَنِ جي يادِگيرِي ٿِي اَچي (۴) ڇوجو اِها ڳالهه ٿِئَڻَ جهڙِي نَه آهي جو ڍَڳَنِ ۽ ٻَڪَرَنِ جو رَتُ ڏوهَنِ کي مِٽائي (٥) اِنهي واسِطي هُو جهانَ مين ايِندي چَوي ٿو تَه قُربانِيوُن ۽ نَذرُ تو نَه گُهرِيو پَرُ موُن لاءِ جُسو تِيارُ ڪَيُئِي (٦) ساڙَڻَ جي قُربانِيُنِ ۽ جيڪي ٻِيوُن قُربانِيوُن ڏوهَنِ واسِطي آهِنِ

تِنِ جي ڪَري تُون خوش نَہ ٿِئين (٧) تَڏَهِين مُون چَيو تَہ ڏِسُ مان اَچان
ٿو (ڪِتابَ جي جِلِدَ مين مُون بابَتِ لِکيو آهي) تان تَہ اي خُدا تُنهِجي
مَرضِيءَ تي هَلان (٨) پَهرِيائِين هُو چَوي ٿو تَہ قُربانِي ۽ نَذرَ ۽ ساڙَڻَ جُون
قُربانِيُون ۽ ڏوهَنِ جُون قُربانِيُون تو نَہ گُهرِيُون ۽ نَہ تُون اُنهنِ جي ڪَري
خوش ٿِئين پوءِ توڙي اُهي شَرِيعَتَ مُوجِبِ چاڙهجَنِ تَہ بہ (٩) تَڏَهِين
وَري چَيائِين تَہ ڏِسُ آئون اَچان ٿو تان تَہ اي خُدا تُنهِجي مَرضِيءَ تي
هَلان پوءِ هُو پَهرِين کي مِٽائي ٿو سو هِنَ لاءِ تَہ ٻِئي کي پَڪو ڪَري (١٠) ۽
اُنهِيءَ مَرضِيءَ تي اَسِين يَسُوعَ مَسِيح جي جِسمي جي هِڪِڙِي ڀيري قُربانُ
ٿِئَڻَ جي سَبَبان پاڪُ ٿِيا آهِيُون (١١) سَيِڪو ڪاهِنُ تَہ ڏِهاڙِي ڏِهاڙِي
خِدمَتَ پِيو ڪَري ۽ اُهي قُربانِيُون جي پَڻِيءَ ڏوهَ مِٽائِڻَ جُون جوڳِيُون
نَہ آهِنِ سي وَري وَري چاڙهِيندي ٻِهي ٿو (١٢) پَرَ هُو جَڏَهِين ڏوهَنِ
لاءِ هِڪِڙِيئِي قُرباني هَميشَہَ لاءِ چاڙهي رَهِيو تَڏَهِين خُدا جي ساڄي
هُٿِ وَڃي وِيٺو (١٣) ۽ اُنَ مَهِلَ کان واٽَ ڏِسَندو ٿو رَهي تَہ سَندَسِ ويري
هُنَ جي پيَرنِ جي صَندلِي ٿي پَوَنِ (١٤) ڇوجو هُنَ هِڪِڙِئِي قُربانِيءَ
جي چاڙهَڻَ ڪَري پاڪَنِ کي هَميشَہَ لاءِ ڪامِلُ ڪيو آهي (١٥) ۽ اِهائي
ساکَ پاڪُ رُوحُ بہ اَسان کي ڏِئي ٿو ڇوجو تِهان اَڳي هُنَ چَيو هو (١٦) تَہ
هِيءُ اُهو اَنجامُ آهي جو مان هِنَنِ ڏِينهَنِ پُڄاڻا اُنهنِ سان ڪَندُسِ ڏٿِي

چَوي ٿو تَہ آئون پَہِنجي قانُونَنِ کي اُنهنِ جي دِلِيُنِ مين وِجهندُسِ ۽
اُهي سَندِيُنِ سَمُجهُنِ تي لِکَندُسِ (١٧) ۽ اُنهنِ جي ڏوهنِ ۽ بي دِينِئِيَ کي
وَري يادِ نَہ کَندُسِ (١٨) هاڻي جِتي اُنهنِ جي مَعافِي آهي اُتي ڏوهَنِ
جي لاءِ وَري قُربانِيءَ جو چاڙهَڻُ کونهي (١٩) پوءِ اي ڀائُرو اَسان کي تَمامُ
پاکُ جاءِ مين يَسُوع جي رَتَ جي کَري وَڃَڻَ جي جُرَاتَ آهي
(٢٠) اُنهئِيَ نَئِيءَ ۽ جِيارِي جي واٽَ کان جا اُنهي پَڙدي يَعني پَهِنجي
جِسِمَ کي ڦاڙي اَسان لاءِ جاري کَئِي آهي (٢١) ۽ اَسان جو وَڏو کاهِنُ
آهي جو خُدا جي گهَر جو مُختِيارُ آهي (٢٢ ۽ ٢٣) تَہ اَچو اَسِين سَچِئِيَ دِلِ
۽ کامِلَ ايمانَ سان بُڇڙي خِيالَ کان پا کُ ٿِئَڻَ لاءِ دِلِيُنِ کي ڇِڻکارُ
کَري ويجهو وَڃُون ۽ پَهِنجي جُسِي کي صافُ پاڻِيءَ سان ڌوئي پَهِنجي
اُميدَ جي اِقرارَ کي سوکهو جهلِيُون ڇوجو جَنِهن اَنجامُ کَيو آهي سو سَچارُ
آهي (٢۴) ۽ اَسِين هِڪَ ٻِئَ جو وِيچارُ کَرِيُون تان تَہ هِڪَ ٻِئَ کي پِيارَ
۽ چَڱَنِ کَمَنِ ڏي نِوايُون (٢٥) ۽ پاڻَ مين اَسِين گَڏُ ٿِئَڻُ نَہ ڇَڏِيُون جِيئَن
کِنِ کِنِ جي اِها رِيتِ آهي اُنِلو هِڪَ ٻِئَ کي نصِيحَتَ کَرِيُون ۽
جِيئَن ڏِسو ٿا تَہ اُهو ڏِينهُن ويجهو ٿو اَچي تِيئَن هيکاري اِئِين کَرِيُون :

(٢٦) ڇوجو جيکَڏهِين اَسان سَچائِيءَ جي سُڃاڻَپَ حاصُلُ کَئِي تَنهِن
کان پوءِ ڄاڻي ٻُجهِي ڏوهُ کَندا رَهُون تَہ وَري ڏوهَنِ جي واسِطي کا بِہ

قُرِباني ڪانهي (٢٧) پَرَ عَدالَتَ جي پَوائِتِيُ واٽ جو ڏِسَڻُ ۽ باهِ جو ڏَمَرُ جو ڦِرِيَلَنِ کي کائي ويندو سو باقِي رَهَندو (٢٨) جَنهِن مُوسيٰ جي شَرِيعَتَ نَہ مڃي سو ٻاجهہ کان وانجِيَلُ ٻي ٽِنِ يا ٽِنِ جي ساکَ ڪَري مارِيو ٿو وَڃي (٢٩) پوءِ ڏِيانُ ڪَرِيو تَہ اُهو ماڻهون ڪيتِرِئيَ ڏاڍِئيَ سيڱتِ جو جوڳو ٺهرَندو جَنهِن خُدا جي پُٽَ کي ڪِيىَ جهِڙو ڄاتو ۽ جَنهِن انجامَ جي رَتَ جي ڪَري هُو پاڪُ ٿِيو تَنهِن کي ناپاڪُ ڄاتائِين ۽ ٻاجهہ جي رُوحَ کي بي مانو ڪِيائِين (٣٠) ڇوجو اَسِين هُنَ کي سُڃاڻُون ٿا جَنهِن چَيو تَہ بَدَرُ وَٺَڻُ مُهِنجو ڪَمُ آهي خُداوَنَدُ ٿو فَرِمائي تَہ آئون ئي بَدَرُ وَٺندسِ ۽ ٻِيو اِهو تَہ خُداوَنَدَ پَهِنجي ماڻهُنِ جو نِياءُ ڪَندو (٣١) جِيئَري خُدا جي هَٿِ اَچَڻُ پَوَ جهِڙي ڳالِهہ آهي (٣٢) پَرَ اَڳِيَنِ ڏِينَهِنِ کي يادِ ڪَرِيو جِنِ مين اَوهان کي سوجهِرو مِلِيو ۽ ڏُکَنِ جي ڏاڍِي سَهَڻَ جو بارُ کَنيُوَ (٣٣) ڪِي تَہ اِنهي واسِطي جو لَعنتُنِ ۽ مُصِيبتُنِ سان اَوهان جو ڏيک ٿِي پِيو ۽ ڪِي هِنَ واسِطي جو جِنِ سان اَهِڙِي ٻُجهِڙِي هَلَتِ ٿِي تِنِ سان اَوهِين ڀائِيوارَ هُوا (٣٤) ئَہ جَڏِ هِين هنُن کي ٻَنڌُرَ پِيا هُوا تَڏَ هِين اَوهِين هُنِنجا ڏُکَ ڀائِي ٿِيو ۽ پَهِنجي مالَ جو ڦُرِجِي وَڃَڻُ خوشِيُ سان قَبوُلُ ڪَيُوَ سو هِينئن ڄاڻُوَ تَہ اَسان لاءِ جهِجهو ۽ هَمِيشَہَ جو مالُ آسِمانَ تي آهي (٣٥) پوءِ اَوهِين پَهِنجي هِمَٿِ نَہ ڇَڏِيو جو اُنَ مان وَڏو اَجرُ آهي (٣٦) ڇوجو اَوهان کي صَبرُ ضَروُرُ آهي

تان تہ خُدا جي مَرضِيءَ تي هَلي اَنجامَ کي حاصُل ڪريو (٣٧) هاڻي باقي ٿورڙي مَهلَ آهي جو اَچڻوارو ايندو ۽ ديرِ بہ نہ ڪندو (٣٨) ۽ سَچارُ ايمانَ جي ڪري جيئندو پَرَ جيڪڏهين هُو پوئتي پَوندو تہ مُهنجو جيءُ هُنَ تان سَرَهو نہ ٿيندو (٣٩) پَرَ اَسين اُنهنِ مَنجهان نہ آهيوُن جي ناسُ ٿِئَڻَ لاءِ پوئتي ٿا پَوَنِ اُتِلو اُنهنِ مان آهيوُن جي جيءَ بَچائِڻَ جي واسِطي ايمانُ ٿا رَکَنِ ؞

## باب ١١

۽ ايمانُ اُميد جي پَڪَ ۽ اَڻَ ڏِٺَلِيُن شَيُنِ جي ثابِتي آهي (٢) هُنَ جي ڪري وَڏِڙَنِ واسِطي ساکَ پَري ويئي (٣) ۽ ايمانَ جي ڪريئي اَسين ڄاڻُون ٿا تہ عالَمَ خُدا جي ڪَلامَ کان ڄڙِيا اَهِڙِئَي طرحَ جو جيڪي نَظَرِ ٿو اَچي سو پَڌِرِيُن شَيُنِ مان نہ ڄڙِيو (٤) ۽ ايمانَ جي ڪريئي هابِيلَ قائِنَ کان چَڱي قُرباني خُدا وَٽِ چاڙهي تنهِن ڪري هُنَ جي سَچي ٿِئَڻَ تي ساکَ پَري ويئي تہ خُدا هُنَ جي نَذرَنِ تي ساکَ پَري ۽ هُو توڻيڪَ مَري وِيو تہ بہ هُنَ اِيمانَ جي وَسِيلي اَچا تانئِين ڳالهائي پيو (٥) ۽ اِيمانَ جي ڪريئي خَنوخُ اُٿاريو وِيو تان تہ مَوتَ کي نہ ڏِسي ۽ غائِبُ ٿي وِيو سو هِنَ لاءِ تہ خُدا هُنَ کي اُٿاريو ڇوجو هُنَ جي اُٿي وَڃَڻَ کان اَڳي هُنَ تي اِها ساکَ پَري ويئي جو خُدا کي وَڻندڙُ آهي (٦) پَرَ اِيمانَ ڌاران هُنَ کي وَڻَڻُ اِها ڳالِهہ ٿِئَڻي نہ

آهي چا کان تہ جيڪو خُدا وَٽِ ٿو اَچي تَنهِن کي ويساھُ آڻَڻُ گھُرجي تہ هُو حاضِرُ آهي ۽ هُو هِيءُ تہ پَنهِنجي طالِبَنِ کي اَجُرُ ڏِيڻوارو آهي (٧) اِيمانَ جي ڪَرِيئي نوحَ جيڪي ڳالِهيُون ڪيسِ اُنَ مَهلَ ڏِسَڻَ مين نہ آيُون تِنِ بابَتِ سَمُجهہ لَهِي پَوُ ڪَري ٻيڙو پَنهِنجي گهَراڻي جي بَچاوَ لاءِ جوڙِيو تَنهِن ڪَري هُنَ جَهانَ کي ڏُهاري ٺَهرايو ۽ جا سَچائي اِيمانَ جي ڪَري ٿِي مِلي تَنهِنجو وارِثُ ٿِيو (٨) ۽ اِيمانَ جي ڪَرِيئي اِبراهِيمُ جَڏَهِين سَڏِيو وِيو تَڏَهِين حُڪُمُ مَڃِيندَڙُ ٿِيو ۽ اُنهي هَنڌِ وِيو هَلِيو جَنهِن هَنڌَ کي هُو وَرِثي مين وَٺڻوارو هو ۽ توڙيڪِ نہ ڄاتائِين تہ ڪيڏانهن ٿو وَڃان تہ بہ هَلِيو وِيو (٩) پوءِ اِيمانَ جي ڪَرِيئي هُو اَنجامُ جي زِمِينَ مين اِئين وَڃي ٽِڪيو جَڻُ تہ پَرڏيهي هو ۽ اِسحاقُ ۽ يَعقُوبُ جي ساٿُسِ اُنهي اَنجامَ جا وارِثَ هُوا تِنِ سُودو هُو تَنبُنِ مَنجهہِ وَڃي رَهِيو (١٠) اُنهي شَهرَ جي واٽَ پِئي نِهارِيائِين جَنهِن جي پيڙهہ ڏاڍِي آهي ۽ جَنهِن جو عِمارَتَ سازُ ۽ جوڙڻوارو خُدا آهي (١١) ۽ اِيمانَ جي ڪَرِيئي سارا بہ پيٽَ سان ٿِئَڻَ جي سَگهہَ لَڌي ۽ عُمِرِ گُذرِي وَڃَڻَ پُڄاڻا وِيائِي سو هِنَ لاءِ تہ هُنَ اَنجامَ ڪَرڻواري کي سَچو ڄاتو (١٢) تِنهنڪري هِڪڙو جو مُرڻي جهڙو هو تَنهِن کان آسِمانَ جي تارَنِ جيترا ۽ دَرياھَ جي ڪَپَ جي وارِئَ جيترا ڳاڻيٽي کان ٻاهِرِ پيدا ٿِيا (١٣) اِهي سَڀِ اِيمانَ مينئي مَري وِيا ۽ اَنجامَنِ کي نہ پَهُتا پَرَ پَرِيان اُنهِنِ کي ڏِسَندي ڏِسَندي

سَلامُ لاءِ جُهڪيا ۽ قَبُول ڪِيائُون تـہ اَسِين ذَرتِيءَ تي پَرَديهي ۽ مُسافِرَ آهِيُون (١۴) سو جيڪي اَهڙيُون ڳالِهيُون چَوَندا آهِن سي ظاهِرُ ڪندا آهِن تـہ اَسِين پَهِنجو وَطَنُ ٿا ڳولِيُون (١٥) ۽ جنهِن مُلڪَ کان نِڪِري آيا هُوا تَنهِن کي جيڪَڏَهِين يادِ ڪَن ها تـہ جيڪَرَ اُنهِن کي وَري وَڃَڻَ جو وَجهه مِلي ها (١٦) پَرَ هاڻي اُهي هِڪِڙي چَڱي يَعنِي آسِماني مُلڪَ کي سِڪَن ٿا تَنِهنڪري خُدا پاڻَ کي اُنهِن جو خُدا چَوائِيندي لَڄَ نَٿو ڪَري ڇوجو هُن تِن لاءِ هِڪِڙو شَهرُ تيارُ ڪيو آهي ÷

(١٧) اِيمانَ جي ڪَرِيڻي جَڏَهِين اِبراهِيمُ پَرکيو وِيو تَڏَهِين اِسحاقَ کي قُربانِيءَ لاءِ چاڙهِيائِين تي هائو جنهِن کي اَنجامَ مِليا هُوا تَنهِن پَهِنجو هِڪِڙوئي پُٽُ چاڙهِيو ٿي (١٨) ۽ جنهِن کي چَيو وِيو هو تـہ اِسحاقَ کان وَنِي تُهِنجي پيڙهِي هَلَندِي (١٩) ڇوجو هُن سَمُجهيو تـہ خُدا مُئَنِ مان اُٿارَڻَ لاءِ بِہ پُڄَندڙِ وارو آهي ۽ اُتان (يَعني مُڙدَنِ مان) مِثالَ جي رِيتِ هُو وَري کيس مِليو (٢٠) ۽ اِيمانَ جي ڪَرِيڻي اِسحاقَ اَچَڻوارِيُن شَيُن تي يَعقُوبَ ۽ عِيشا کي بَرڪَتَ ڏِني (٢١) ۽ اِيمانَ جي ڪَرِيڻي يَعقُوبَ مَرَڻَ وِيرَ يُوسِفَ جي ٻِنهِي پُٽَنِ کي بَرڪَتَ ڏِني ۽ پَهِنجي لَٺِ جو مَٿو جهلي سِجدو ڪِيائِين (٢٢) ۽ اِيمانَ جي ڪَرِيڻي جَڏَهِين تـہ يُوسِفَ مَرَڻَ تي هو تَڏَهِين اِسرائيلَ جي اَوْلادَ جي نِڪِرَڻَ بابَتِ ڳالِهه ڪِيائِين ۽ پَهِنجي هَڏِيُن بابَتِ حُڪمُ ڏِنا ئِين

(٢٣) اِيمانَ جي ڪَريئِي مُوسيٰ جي ماءُ پِيُ سَندَسِ ڄَمَڻَ کانپوءِ ٽِن مَهِنَنِ تائِين لِڪائي ڇَڏِيو ڇوجو اُنهِن ڏِٺو تَه هِيءُ ٻارُ سُهڻو آهي ۽ هُو بادِشاهَ جي حُڪُمَ کان نَه ڊنا (٢٤) اِيمانَ جي ڪَريئِي مُوسيٰ جَڏَهِين وَڏو ٿِيو تَڏَهِين فِروعَنَ جي ڌوهِٽِي سَڏائِڻَ کان ناڪارِ ڪِيائِين (٢٥) تَه گُناهَ جو سُکُ جو ٿورَنِ ڏِينهَنِ تائِين آهي تِنهن کان هُنَ خُدا جي ماڻُهنِ سان ڏُکُ سَهَڻُ چَڱو ڄاتو (٢٦) سو هُنَ مَسِيحَ جي ڦِٽِڪارُنِ کي مِصرَ جي خَزانَنِ کان وَڏِي مايا ڄاتِي ڇوجو هُنَ جي نِگاهَ اَجُرَ تي هُئِي (٢٧) ۽ اِيمانَ جي ڪَري هُنَ بادِشاهَ جي ڏَمَرَ کان ڀَوُ نَه ڪَيو ۽ مِصرَ جي مُلڪَ کي ڇَڏِي ڏِنائِين جو اَڻَ ڏِٺي کي ڄَڻُ تَه ڏِسِي مَحڪَمُ رَهِيو (٢٨) اِيمانَ جي ڪَريئِي هُنَ فَسحَ جي عِيدَ ۽ رَتَ ڇِٽِڪَڻَ تي عَمَلُ ڪَيو سو اِئين نَه ٿِيُ تَه پَهرِيئَنِ جو ڪُهَندَڙُ اُنهِن کي ڇُهِي وَڃي (٢٩) ۽ اِيمانَ جي ڪَريئِي اُهي قُلزُمَ سَمُنڊَ کان اِئين لَنگهِي ويا ڄيئن ڪو سُڪِيءَ تان لَنگهِي وَڃي پَرَ جَڏَهِين مِصرِيُنِ اُنهِي واٽَ کان وَڃَڻَ جو سَعيو ڪَيو تَڏَهِين ٻُڏِي مُئا (٣٠) ۽ اِيمانَ جي ڪَري يَريحا جي شَهرَ پَناهَ جَڏَهِين اُنهي کي سَتَنِ ڏِينهَنِ تائِين ويڙهي وِيا هُوا تَڏَهِين ڪِري پيئِي (٣١) ۽ اِيمانَ جي ڪَريئِي راحَبَ ڪَسِبياڻِي بي اِيمانِيُنِ سان ڇَٽُ نَه ٿِي جو اُنهي جاسُوسَنِ کي سَلامَتَ پَهِنجي گهَرَ مَنجهِ لاٿو (٣٢) هاڻي ٻيو ڇا چَوان واندِڪائي ڪانهيم جو گِدعُونَ ۽ بَرَق

۽ سَمِسونَ ۽ اِفتاحَ ۽ دائُودَ ۽ سَمُوئيلَ ۽ ٻِئَنِ نَبِيُنِ جي ڳالهِ لِکان (٣٣) جو
اُنهن ايِمانَ جي ڪَري بادِشاهِيُنِ کي کَٽيو ۽ سَچائِيءَ جا ڪَمَر ڪَري
اَنجامَ کي پَهُتا ۽ ڪيهَرَ شينهن جا واتَ پُورِيائُون (٣٤) باهِ جي مچَ کي
وِسايائُون ۽ تَرارِيُنِ جي ڌارُن کان بَچِي نِڪتا ۽ هِيڻائيءَ مين سَگهارا ٿِيا ۽
جَنِگ مين سُورِهَ ٿِيِي ڌارِيَنِ جي لَشڪَرنِ کي ڀَڄايائُون (٣٥) ۽ زالُنِ
پَهنجي مَرِڏَنِ کي جيِئرو جاڳندو لَڌو ٻَيَرَ ڪي ڪُٽِيا ۽ ڇوٽڪو قَبُولُ نَہ
ڪيائُون تان تَہ سَگهو رِئَيَ قِيامَتَ تائِيِين پُهچَنِ (٣٦) ۽ ڪِنِ سان تَہ ڇِرچَنِ
جي جُتَ ٿي ۽ چهِڪَ بہ ڪاڌائون بيو نِيَرَ پيئَنِ ۽ بَند مين بہ ڦاٿا (٣٧) ۽
سَنِگسارُ ٿِيا ۽ ڪي ڪَرِتَنِ سان چِيِرِيا وِيا ڪي آزمائِشَ هيٺ آيا ۽ ڪي
تَرارِيُنِ سان مارِيا وِيا ڪي رِڍُنِ ۽ ٻَڪِرِيُنِ جي کَلَ ٻَڪي سوڙهه مين
مُصِيبَتُنِ ۽ ڏُکَنِ مين هيڏا اُنهن هوڏا اُنهن پِئِي رُلِيا (٣٨) (جهانُ اُنهن جوڳو
نَہ هو) تَنهِنِ ڪَري جهنگَنِ ۽ نَڪَرنِ ۽ ڇُرُنِ ۽ ڌَرتيءَ جي غارَنِ مين پِئِي
گهمِيا (٣٩) ۽ اِهي سَيِيئِي جِنِ تي ايِمانَ جي سَبَبان ساکَ ڏِنِي ويئِي هُئِي
سي اَنجامَ تائِيِين نَہ رَسِيا (٤٠) تہ خُدا اَڳيِتي نَظَرَ رَکِي آسان لاءِ هِڪِڙي
چَڱِي ڳالهِ ٺَهرائِي هُئِي تان تَہ اُهي آسان ڌاران ڪامِلَ نَہ ٿِئَنِ ∴

# بابُ ١٢

پوءِ جڏهِين ڪِ شاهِدَنِ جي هيڏي وَڏي ڪَڪَرَ اَسان کي اَچِي ويڙهيو آهي تَڏهِين اَچو تَہ اَسِين سَڀَڪِنهن بارَ ۽ مُنجهائِڻَ واري گُناهَ کي لاهي سَهڻُ ساڻُ جيڪا ڪاهَ اَسان جي سامهُون اَچِي پيئِي آهي تَنهِن ڏي ڀ وڙُون (٢) ۽ يَسُوعَ جو اِيمانَ جو مُنڍُ ۽ ڪامِلُ ڪَرڻوارو آهي جَنهِن کي ڀِئِي تَڪِيوسُون جَنهِن اُنهي سَرِهائِيءَ واسِطي جا سَندَسِ سامهُون هُئِي ڦِڪائِيءَ کي ڪِينَ جهِڙو ڄاڻِي صَلِيبَ کي سَٺو ۽ خُدا جي تَختَ جي ساڄِي پاسي وَڃِي ويٺو آهي (٣) سو جَنهِنِ گُنهگارَنِ جي هَٿان ايترو ضِدُ سَٺو تَنهِن جو ويچارُ ڪريو مَتان اَوهِين دِلِ مين پريشانَ ٿِي سُستَ ٿِي وَڃو (٤) اَڃا توهان گُناهَ سان وِڙهَڻَ مين خُونَ تائِيين سامهُٽائِي نَہ ڪَئِي آهي (٥) جيئن پُٽَنِ کي نَصِيحَت ٿِي ڪِجي تِيئن جا نَصِيحَتَ اَوهان کي ڪَئِي سا اَوهان وِساري ڇَڏِي آهي اي مُهِنجا پُٽَ ڌَڻِيءَ جي سيکَتِ کي ڪِينَ جهِڙو مَجاڻُ جَڏهِين هُو تو کي ڇِڙِيي تَڏهِين تُون دِلِ جو لَٽَلُ نَہ ٿِيءُ (٦) ڇو تَہ جَنهِن کي ڌَڻِي پِيارُ ٿو ڪَري تَنهِن کي سيکَتِ ڏِئِي ٿو ۽ جَنهِن جَنهِن پُٽَ کي هُو قَبُولُ ٿو ڪَري تَنهِن کي ماري ڪُٽي ٿو (٧) جيڪڏهِين اَوهِين سيکَتِ سَهِي ٿا وَڃو تَہ جيئن پُٽَنِ سان هَلَتِ ڪِجي تِيئن خُدا تو هان

سان بہ هَلَتِ تو کَري اُهو کَهڙو پُٽ آهي جَنهِن کي پِئُ سيکَتِ نَتو ڏِئي (۸) پَرَ جَنهِن سيکَتِ مين سَبِ ڀائيوارَ ٿِيا آهِن سا جيڪڏهِين اَوهان کي نَہ مِلي تَہ پوءِ اَوهِين حَرامي ڦَرَئِيا ۽ نَہ حَلالي ڦَرَ (۹) جي اَسان جا جِسماني پِئُرَ هُوا تِن جَڏهِين اَسان کي سيکَتِ ڏِني ٿي ۽ وَري اَسان اُنهِن کي مانُ ڏِنو ٿي تڏهِين پوءِ اَسِين رُوحَن جي پِئُ جي حُڪُمَ مين واڌو نَہ رَهُون ۽ جِيئرا رَهُون ڇا (۱۰) اُهي تَہ ٿورڙَن ڏِنهَن لاءِ پَنهِنجِئَ سَمُجهہ پَٽاندر سيکَتِ ڏِيندا هُوا پَرَ هو تَہ اَسان جي فائِدي لاءِ اَسان کي سيکَتِ ڏِئي ٿو تان تَہ اَسان هُنَ جي پاڪائِئَ مين ڀائيوارَ ٿِيُون (۱۱) پَرَ سَڀَڪا سيکَتِ بِلفَعلُ خُوشِئَ جو سَبَبُ ڏِسَڻَ مين نَٿي اَچي پَرَ اَفسوسَ جو۔ پَرَ پوءِ جيڪي اِنهِئَ مين اَڀياسُ ٿا ڪَن تِن کي سَچائِئَ جو ڦَرُ سُکَ سان بَخشي ٿي (۱۲) تَنهِنڪَري ڍِرَن هٿَن ۽ سُستُ مؤنَن کي ٺاهي ڇڏِيو (۱۳) ۽ پَنهِجي پيرَن لاءِ سَنئون رَستو ٺاهِيو تان تَہ جو مَنڊِڪائي ٿو هَلي سو ٿاہو نَہ ڪائي اُٽلو ڇٽو پَلو ٿِئي ⁘

(۱۴) سَڀِني سان مِلي پاڪائِئَ جي پُٺيان هَلو جَنهِن ڌاران ڪو بہ ڏَڻِئَ کي نَہ ڏِسَندو (۱۵) ۽ خَبرِدارُ رَهو مَتان ڪو ڏَڻِئَ جي ٻاجهہ کان ڦِري وَڃي مَتان ڪو ڪَوڙي سائي ٻاڙ ٿي تَوهان کي دِقَتَ ڏِئي ۽ مَتان اِنهِئَ ڪَري گهڻا ناپاڪُ ٿِي پَوَن (۱٦) مَتان ڪو عِيشاؤ وانگُرُ زِنائي يا بيدِينُ ٿِي پَوي

جَنهِن هِڪِڙي ڪاڄَ لاءِ پَهِنجي پَهرِيٽي هُئڻ جوحَقُ وِڪِڻي ڇَڏِيو (١٧) ڇو تہ توهان کي سُڌِ آهي تہ تَنهِن کان پوءِ بہ جَڏهِين هُن بَرِڪَت جو وارِثُ ٿِئَڻُ گُهرِيو تَڏهِين هُو رَدِ ٿِيو ڇو تہ جيتوڻيڪِ هُن ڳوڙها ڳاڙِيندي ڳاڙِيندي توبَہ جي جاءِ پِٺي ڳولِي تہ بہ نہ لَڌائين ؛

(١٨) ڇو تہ جَنهِن ڏُونگَرَ کي هَٿُ لائي سَگهيو ٿي ۽ جو باهِ سان ٻِرِيو پَرِيو تَنهِن تانئِين ۽ ڪارَنِ ڪَڪَرَنِ ۽ اُونڌِهِ ۽ طُوفانَ (١٩) ۽ نَرِسنگي جي آوازَ ۽ اُنهي ڪَلامَ جي پَڙِلاوَ وَٽِ نہ آيا آهِيو جو ٻُڌَندڙَنِ ٻُڌي مِنَٿ ڪَئي تہ هِي ڪَلامُ وَرِي اَسان کي نہ ٻُڌايو وَڃي (٢٠) ڇو تہ هُو اُهو حُڪمُ سَهي نہ سَگهيا تہ جيڪَڏهِين ڪو بہ جانِوَرُ اُنهي ڏُونگَرَ کي ڇُهي تہ سَنگسارُ ٿِي وَڃي يا ڀالو هَڻِي هُن کي ٽُنَڪُ ڪَنِ (٢١) اِهو ڏيکُ اَهِڙو ڀَوائِتو هو جو مُوسيٰ چَيو تہ آئون ڊِڄان ۽ ڏَڪان ٿو (٢٢) پَرَ اَوهِين صيحُونَ ڏونگَرَ تانئِين ۽ جِيئري خُدا جي شَهرَ يَعنِي آسِماني يَرُوشِلِيمَ تانئِين ۽ بي شُمارُ فِرِشتَنِ جي جَماعَت وَٽِ (٢٣) ۽ پَهرِيٺَنِ جي ڪَلِيسِيا جِنِ جانالا آسِمانَ تي لِکِيَلَ آهِنِ تَنهِن وَٽِ ۽ خُدا جو سڀِنِي جو حاڪِمُ آهي تَنهِن وَٽِ ۽ ڪامِلُ سَچارَنِ جي رُوحَنِ وَٽِ (٢٤) ۽ يَسُوعَ جو نَئين قَوْلَ جو وِچُٿو آهي تَنهِن وَٽِ ۽ اُهو ڇِٽِڪِيلُ رَتُ جو هابِيلَ جي رَتَ کان چَڱِيونُ ڳالِهيُون ٿو ڪَري تَنهِن وَٽِ آيا آهِيو (٢٥) سَنڀالِيو اَوهِين ڳالهائِيندڙَ کان غافِلَ مَہ رَهو ڇاڪون

تَہ جنهِن اُنهنِ کي ڌَرتِيءَ تي حُڪمُ ڏِنو تي تَنهِن کان بہ غافِلَ ٿي جيڪَڏهِين ٻَچِي نَہ ڇُٽا تَہ پوءِ جو اَسان کي آسِمانَ تان فَرِمائي ٿو تَنهِن کان جيڪَڏهِين اَسِين مُنهُن موڙِينداسُون تَہ پوءِ اَسِين ڪيئَن ٻَچِي ڇُٽنداسُون (٢٦) اُنهئَي مَهَلَ هُنَ جي آوازَ ڌَرتِيءَ کي ڏَڪائي ڇَڏِيو پَرَ هاڻي هُنَ هِي اَنجامُ ڪِيو آهي تَہ آئون وَرِي هِيو بہ پيرو نَہ رُڳو ڌَرتِيءَ کي پَرَ آسِمانَ کي بہ ڏَڪائِيندُسِ (٢٧) پَرَ هِي لَفِظَ وَرِي هِيو بہ پيرو ظاهِرُ ٿاڪَنِ تَہ ڏَڪَلِيُون شَيُون جُڙِيلِيُنِ شَيُنِ وانگُرُ ڇُرَندِيُون تان تَہ جي شَيُون ڏَڪَڻَ جوڳِيُون نَہ آهِنِ سي قائِمُ رَهَنِ (٢٨) پوءِ جا بادِشاهِي اَٽَلَ آهي سا حاصُلُ ڪَرِي ٻاجهہ لَهُون جنهِن ڪَرِي خُدا جِي بَندَگِي اَدَبَ ۽ دِيندارِئَي سان ڪَرِيُون جيئَن قَبُولُ پَوي (٢٩) ڇونَہ اَسان جو خُدا کپائِيندڙ باهِ آهي ٭

## باب ١٣

پاٽيئَي جهِڙو پِيارُ نيبہُ رَهي (٢) مُسافِرَنِ جِي مَهِماني ڪَرَڻُ نَہ وِساريو ڇا ڪاڻِ جو اِنهئَي ڳالهِ جي ڪَري تَہ ڪيتِرَنِ بِنا ڄاڻي فِرِشتَنِ جِي مَهِماني ڪَئِي آهي (٣) قيدِيُنِ کي يادِ ڪَرِيو ڄڻُ تَہ اوهِين پاڻَ اُنهنِ سان قيدَ مين پائِيوارَ آهِيو ۽ جيڪي ڏُکَ مين آهِنِ تِنِ کي اِئين يادِ ڪَرِيو ڄڻ تَہ توهان جو جِسمُ بہ اُنهنِ جي جِسِمَ جهِڙو آهي (٤) سَڀِني وَٽِ شادِئَي

جو مانُ هُنئُ جُڳائي ۽ مِلڻو بيعيبُ هُنئُ گُهرجي پَرَ خُدا حَرامُ ڪَندڙَنِ ۽ زِنائِنِ جو نياءُ ڪَندو (٥) اِئين ٿِيَ جو توهان جي چالَ بِنالالچ هُجي ۽ جيڪي اوهان وَٽِ مَوجوُدُ آهي تَنهِن تيئُي راضي رَهو ڇو تَہ هُنَ چيو آهي تَہ آئون تو کي ڪِينَ ڇَڏِيندُسِ ۽ تو کي پَٺِئُيَ نَہ تِياڳِيندُسِ (٦) تَنهِن لاءِ اَسِين هِمَٿَ ڪَري چَئُي سَگهُون ٿا تَہ ڌَڻِي مُهِنجو پُٺِڀَرُوُ آهي ۽ آئون ڪِينَ ڊِڄَندُسِ ماڻهُون مُون کي ڇا ڪَندا (٧) جِنِ اوهان جا اَڳُوان ٿِي اوهان کي خُدا جو ڪَلامُ ٻُڌايو آهي تِنِ کي يادِ ڪَريو ۽ اُنهِنِ جي چالَ جي پَڇاڙِئُيَ جو وِچارُ ڪَري سَندَنِ ايمانَ جي پُٺِيان لَڳو (٨) يَسُوع مَسِيحَ ڪالهَ ۽ اَڄُ ۽ هَميشَہَ ساڳِيوئِي آهي (٩) طَرَح طَرَح جي ۽ ڌارِيُنِ تَعليمُنِ جي ڪَري نَہ ٻِہڪو ڇو تَہ اِها ڳالهِ ڇَڱِي آهي جو دِلِ ٻاجهہ سان مَضبوُطُ هُجي ۽ نَہ کاڄِنِ سان جِنِ جي ڪَري جيڪي سَندَسِ لاءِ ٻوڙِيا ٻُڪِيا ٿي تِنِ کي فائِدو نَہ ٿِيو (١٠) اَسان جي هِڪڙِي قُربانِگاهَ آهي جنهِن جي ڪَري تَنبوُءَ جي خِدمَتَ ڪَندڙَنِ کي کائِڻَ جو اَختِيارُ نَہ آهي (١١) ڇو تَہ جِنِ جانِوَرَنِ جو رَتَ وَڏيرو ڪاهِنُ پاڪَ جاءِ مين گُنا هَنِ جي ڪِفاري لاءِ کڻِي ٿو وَڃي تِنِ جا بُتَ تَنبوُءَ جي ٻاهِر ساڙِيا وَڃَنِ ٿا (١٢) تَنهِن ڪَري پِڻِ يَسُوع اِنهِئُيَ لاءِ تَہ ماڻهُنِ کي پَهِنجي رَتَ سان پاڪائي بَخشي دَروازي جي ٻاهِر ڏُکَ سَٺا (١٣) سو اَچو تَہ اَسِين هُنَ جي

جُتِ جا ڀائِيوارَ ٽِي تَنبوُءَ کان ٻاهِرِ نِڪرِي هُنَ وَٽِ وَ جوُن هَلِيا (١٤) ڇو
تَ هِتي اَسان لاءِ ڪو جِٽاءُ ڪندڙُ شَهرَ نَ آهي پَرَ اِيندڙُ شَهرَ کي ڳولِيوُن ٿا
(١٥) سو اَچو تَ اَسِين هُنَ جي وَسِيلي تَعرِيفَ جي قُربانِي خُدا لاءِ هَمِيشَهَ
گذارِيوُن يَعني جي چَپَ هُنَ جي نالي کي قَبوُلُ تا ڪَنِ تِنِ جا ڦَرَ آڻِيوُن
(١٦) پَرَ ڀَلائي ۽ سَخاوَتَ ڪَرَڻُ مَ وِسارِيو ڇو تَ اَهڙِيُنِ قُربانِيُنِ تان خُدا
سَرهو ٿو رَهي (١٧) پَهِنجي اَڳُوانِنِ جو حُڪُمُ ۽ آڻِ مَڃِيو ڇو تَ جِنِ کي
حِسابُ ڏِيڻو پَوَندو تِنِ وانگُرُ هُو اَوهان جي جانِ جي سَنڀالَ لاءِ ڀِيا
جاڳَنِ تان تَ هُو سَرهائِيءَ سان ۽ نَ اَرهائِيءَ سان اِئِين ڪَنِ ڇو تَ هِيءَ
ڳالهِ تَوهان لاءِ فائِدي جهڙِي نَ آهي (١٨) اَسان لاءِ دُعاگُهرُ ڇو تَ اَسان
کي پَڪَ آهي تَ اَسِين چَڱِيءَ نِيَتَ وارا آهِيوُن جو سَڀِني ڳالهِيُنِ مين
سُپَتِ سان هَلَڻُ ٿاگُهروُن (١٩) پَرَ آئون اَوهان کي هيڪارِي وينَتي ٿو ڪَرِيان
تَ هِي ڪَمُ ڪَرِيو تان تَ آئون اَوهان وَٽِ سِگهو پَهچان ❊

(٢٠) ۽ هاڻي صُلحَ جو خُدا جِنهِن هَميشَهَ جي قَوُلَ جي رَتَ سان رِڍُنِ
جي وَڏي ڌَنارَ يَعني اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع کي مُئَلِنِ مان وَرِي آندو
(٢١) سو اَوهان کي سَڀَڪَنِهِن چَڱي ڪَمَ مين ڪامِلُ ڪَري تان تَ هُنَ جي
مَرضِيءَ تي هَلو ۽ جيڪي سَندَسِ حُضُورَ مين قَبوُلُ آهي سو تَوهان مَانجهِ
يَسُوع مَسِيحَ جي وَسِيلي بَجاءِ آڻي جِنهِن جي نِتُ وَڏائِي هُجي آمِينُ

(٢٢) هاڻي اي ڀائُرو آئون اَوهان کي عَرِضُ ٿوڪَريان تہ اَوهين نَصِيحَتَ جي
ڪَلامَ کي مَڃو جو مون اَوهان ڏانهن مُختَصِرِ خَطُ لِکيو آهي (٢٣) ڄاڻو تہ
اَسان جو ڀاءُ تِمِطاٿِوسُ ڇُٽو آهي سو تِنهن سان جيڪَڏهين هُو سِگهو اِيندو تہ آئون اَوهان سان
گَڏِجاڻي ڪَندُسِ (٢٤) پَهِنجي مِڙِنِي اَگُوانَنِ ۽ سَڀِني پاڪَنِ کي سَلامَ ڇَئُو
۽ جيڪي اِتالِئَ جا آهِنِ سي اَوهان کي سَلامَ ٿا چَوَنِ (٢٥) اَوهان مِڙِنِي
سان ڀاڄه هُجي ÷ آمِينُ ÷

# يَعقُوبَ جوخَطُ

## بابُ ١

ٻارَهن فِرقا جي كِنڊِرجي وِيا آهِنِ تِنِ كي خُدا جي ۽ خُداوَند يَسُوع مَسِيحَ جي ٻانهي يَعقُوبَ جو سَلامُ پَهُچي ❊

(٢) اي مُهِنجا ڀائُرو جڏهِين طَرحَ طَرحَ جي آزمائِشُنِ مين پَئُو تڏهِين اِنهِيءَ ڳالِه كي گهڻي خُوشي كَري سَمُجهو (٣) اِئين ڄاڻي تَه اَوهان جي اِيمانَ جي چَكاسَ صَبُرُ پيدا ٿي كَري (٤) پَرَ صَبُرَ جو پُورو كَمُ هُجي تان تَه اَوهين كامِلَ ۽ پُورا هُجو ۽ كَنِهن ٻِ ڳالِه مين گهٽِ نَ هُجو (٥) جيكَڏهِين اَوهان مَنجهان كو ٻِ ڏاهَپَ مين گهٽِ هُجي تَه هو خُدا كان گُهري جو سَڀِني ماڻُهنِ كي جهجهو ٿو ڏِئي ۽ مِهڻا نَٿو ڏِئي ۽ اِها ڏاهپَ هُنَ كي مِلَندِي (٦) پَرَ اِيمانَ سان گُهري ۽ كو ٻِ شَكُ نَ آڻي ڇو تَه جيكو شَكُ ٿو آڻي سو هَوا سان ٽَكِرِيَلُ ۽ اُڇِلِيَلَ لَهِرِوانگُرُ آهي (٧) پوءِ هُو ماڻُهون اِئين نَ ڀانئين تَه مُون كي ڏَڻِيءَ وَٽان كي مِلَندو (٨) ڇو تَه ٻِ چِتو ماڻُهون پَهِنجي

سَيرِني وائِنِ مين اُٿِئِرُهو آهي (٩) جو ڀاءُ گهٽِ دَرجي جو آهي سو پَهِنجي
وَڏائِيءَ تي مَرِکي (١٠) پَرَ دُنِيادارُ پَهِنجي گهٽِجَڻَ تي مَرِکي ڇو تہ هُو گاهَ
جي گُلَ وانگُرُ هَلِيو ويندو (١١) ڇو تہ سِجُ تاوِڙِيءَ سَڌُون تو اُڀِري پَرَ گاهَ کي
سُڪائي ٿو ڇَڏي ۽ هُنَ جو گُلُ ڇَڻِي ٿو پَوي ۽ هُنَ جي شِڪلِ جِي
سُونهن هَلِي وَڃي ٿي سو اِئين دُنِيادارُ بہ پَهِنجي وائِنِ مين ڪومائِجِي
ويندو (١٢) سَڀاڳو سوئي جو آزمائِشَ جا ڏُکَ سَهي ٿو ڇو تہ جَڏِهِين هُو
قَبُولُ پَوَندو تَڏِهِين جياپي جو ڇَٽُ مِلَندَسِ جَنهِن جي بابَتِ ڏَڻِيءَ
دِلاسو ڏِنو آهي تہ جيڪي مُون کي پيارِين تا تِنِ کي ڏِيندَسِ ؞

(١٣) ڪو بہ ماڻهون جَڏِهِين جاچَ مين پَوي تَڏِهِين اِئين نہ چَوي تہ
آئون خُدا کان آزمائِجِي ٿو وَڃان ڇو تہ خُدا نہ بُڇِڙائِنِ کان پاڻ آزمائِجِي
ٿو وَڃي نہ ڀِئي ڪَنهِن کي ٿو آزمائي (١٤) پَرَ سَڀڪو پَهِنجِيءَ سَڌَ کان لوڀِجِي
۽ چارِئِيءَ مين ڦاسِي جاچَ مين ٿو اَچي (١٥) پوءِ سَڌَ پُڪِجِي گُناهُ ٿِي
جَڻِي پوءِ جَڏِهِين گُناهَ جي پُڄاڻِي ٿِي ٿِئي تَڏِهِين مَوتُ ٿو جَڻِي (١٦) اي
مُهِنجا پيارو ڀائرو گُمِراهَ نہ ٿِيو (١٧) سَڀَڪا چَڱِي بَخشِشَ ۽ سَڀڪو پُورو اِنعامُ
مَٿان روشِنائِين جي پِيءُ وَٽان لَهي ٿو اَچي جَنهِن وَٽِ مَٽَ سَٽَ يا ڦِرَڻَ جو
پاڇو بہ ڪونهي (١٨) هُنَ پَهِنجِيءَ مَرضِيءَ پَٽاندرِ اَسان کي سَچَ جي ڪَلامَ
سان ڄِڻِيو تان تہ اَسِين هُنَ جي اُوپايَلِنِ مان پَهرِيَنِ ڦَرَنِ جهِڙا ٿِيُون ؞

(١٩) تَنهنڪري اي مُهِنجا پيارو ڀائرو سڀڪو ماڻهُون ڪَنُ ڏيڻ ۾ ٻُڌڻ مين تِکو ۽ ڳالهائڻ ۽ ڪاوڙ مين ڍرو هُجي (٢٠) ڇوتہ ماڻهوء جي ڪاوڙ خُدا جي سَچائِي جو ڪمُ نہ ٿي ڪري (٢١) تَنهنڪري سَڀ گندائِي ۽ بُڇڙائِي جي واڌِ کي ڦِٽو ڪري جو ڪلامُ ٻُنڌيو وِيو ۽ توهان جي ساهَ کي بَچائي ٿو سگهي سو نِمرَتَ سان قبوُلُ ڪريو (٢٢) پَرَ ڪلامَ تي هَلندڙ ۽ نہ پاڻَ کي ريبي رُڳو ٻُڌندڙ ٿِيو (٢٣) ڇو تہ ڪو بہ رُڳو ڪلامُ ٻُڌڻوارو هُجي ۽ هُنَ تي هَلندڙُ نہ هُجي سو اُنهِي ماڻهوء وانگرُ آهي جو پَهِنجو مُنهن آرِسِي مين ٿو ڏِسي (٢٤) ڇوتہ هُو پاڻَ کي ڏِسي وِيو هَلِيو ۽ سِگهوئِي اَها ڳالهِ وِسري وِيس تہ آئون ڪيئن هوس (٢٥) پَرَ جيڪو آزادِگِيءَ جي پُورِئِيَ شَريعَتَ تي نِگاهَ ڪري بهِي رَهي ٿو ۽ ٻُڌي وِسارِيندڙُ نَٿو ٿِئي پَرَ هُنَ تي عَمَلُ ڪندڙُ ٿو ٿِئي سوئِي پَهِنجي ڪمَ مين سَڀاڳو ٿِيندو (٢٦) پَرَ جيڪڏهِين ڪو ماڻهُون پاڻَ کي دِيندارُ سَمُجهي ٿو ۽ پَهِنجِي زبانَ کي نَٿو جهلي پَرَ پَهِنجِي دِلِ کي ريبي ٿو تَنهِن جي دِيِنداري اَجائِي آهي (٢٧) پاڪُ ۽ بي عيبُ دِيِنداري خُدا پِيُ جي اَڳِيان هِيئَ آهي تہ ڇوڙِن ۽ رَنِن زالُنِ جي سَندَنِ ڏُکَ مين سَنڀالَ ڪجي ۽ پاڻَ کي دُنيا کان بيداغُ ٿِي بَچا ئجي ⁘

## بابُ ٢

اي مُهنجا ڀائرو اَسان جو خُداوَند يَسُوع مَسِيحُ جو وَڏائِيءَ جو ڌڻي آهي تَنهِن تي ظاهِرُ پُوڄا سان اِيمانُ نَہ رَکو (٢) ڇو تَہ جيڪڏهِين ڪو سوني مُندڙِي پائي ۽ خاصا ڪپڙا ڪَري تَوهان جي جماعِتَ مين اَچي ٿو ۽ هِڪڙو غَرِيبُ ٻِہ ميرا نِڪ ڪپڙا ڪَري اَچي ٿو (٣) تَہ اَو هِين سُٺَن ڪپڙَن وارَنِ کي قُربُ ڏيئي چئو ٿا تَہ هِتي سَولا ٿِي اَچي وِهو ۽ غَرِيبَ کي چَئو تَہ هوڏانهِن وَڃي بيهُ يا مُهنجي ضَدلِيءَ هيٺِ ويهي رَهُ (٤) سو اِها ڀاڙَ مَنجهِ پاسِ نَٿا ڪَريو ڇا ۽ ٻُڇرَنِ وِچارَنِ جا حاڪِمَ نَٿا ٿِيو ڇا (٥) ٻُڌو اي مُهنجا پِيارو ڀائرو تَہ خُدا هِنَ جهانَ جي غَرِيبَنِ کي نَہ پَسَندِ ڪَيو آهي ڇا تَہ اِيمانَ مين دُنِيادارَ ۽ اُنهِيَ بادِشاهِيءَ جا وارِثَ ٿِيڻَ جنهِن جي بابَتِ خُدا پَهنجي پيانئِيندڙَنِ سان اَنجامُ ڪَيو آهي (٦) پَرَ اَوهان اُنهي غَرِيبَ کي بي مانو ڪَيو آهي پوءِ وَرِي دُنِيادارَ اَوهان سان ڏاڍَ نَٿا ڪَنِ ڇا ۽ اَوهان کي عَدالَتخانَنِ مين نَٿا ڇِڪائِين ڪيڻَ (٧) ۽ جو تَوهان تي مانائِتو نالو رَکيو وِيو تَنهِن بابَتِ هُو ڪُفُرُ نَٿا بَکَنِ ڇا (٨) جيڻَ لِکِيَتِ مين فَرِمايو وِيو آهي تَہ تُون پَهنجي پاڙيسرِئَ کي پاڻَ جهڙو پانئِي تِيڻَ جيڪڏهِين تَوهِين بادِشاهِي شَرِيعَتَ تي هَلو ٿا تَہ چَڱو ٿا ڪَرِيو (٩) پَرَ جيڪڏهِين ماڻهِنِ

جي وَڃَپَ تا ڪَريو تہ گناهُ تا ڪَريو ۽ شَرِيعَتَ موُجِبِ ڏُهاري تا ٺَهِرجو (۱۰) ڇو تہ جيڪو سَڄِيءَ شَرِيعَتَ کي مَڃي هِڪِڙِئَ ڳالهِ مين ڏوهُ ٿو ڪَري سو سَڀِنِي ڳالهِيُنِ مين ڏوهي آهي (۱۱) ڇو تہ جنهِن چَيو تہ زِناءُ نہ ڪَرِ تنهِن هِينئَن بِہ چَيو تہ خوُنُ نہ ڪرِ پوءِ جيڪَڏهِين توُن زِناءُ نہ ڪَرِين پَرَ خوُنُ ڪَرِين تہ بِہ شَرِيعَتَ جو ڏُهاري ٿِيو آهين (۱۲) جِنِ جو نِياءُ آزادِگِئَ جي شَرِيعَتَ پَٽاندرِ ٿِيندو تِنِ وانگُرُ ڳالهاءُ ۽ ڪَمُ ڪَريو (۱۳) ڇو تہ جنهِن کي ڪَهِلَ نہ پيئِي تِهنجو نِياءُ ڪَهِلَ ڏاران ٿِيندو ۽ رَحِمُ نِياءُ تي غالِبُ ٿو پَوي ÷

(۱۴) اي مُهنجا ڀائُرو جيڪَڏهِين ڪو ماڻهون چَوي تہ آئون ويساهُ آڻِيندَڙُ آهِيان پَرَ عَمَلُ نہ ڪَري تہ اِنهِيَ مان ڇا حاصُلُ ٿِيندو اَهِڙو ويساهُ هُنَ کي بَچائي سَگهندو ڇا (۱۵) جيڪَڏهِيي ڪو ڀاءُ يا ڀيڻُ اُگهاڙا ۽ ڏِهارِئَ جي تَوَٽِ جا مُحتاجَ هُجَنِ (۱۶) ۽ اَوهان مَنجهان ڪو اُنهِنِ کي چَوي تہ سَلامَتِئَ سان وَڃو ۽ گَرمُ ۽ ڍاوَلَ هُجو پَرَ جِنِ شَيُنِ جي بَدَنَ جي واسِطي گُهرِجَ آهي سي شَيُون جيڪَڏهِين تَوَهِين اُنهِنِ کي نہ ڏِيندو تہ پوءِ اُنهِيءَ مان ڪَهِڙو فائِدو ٿِيندو (۱۷) اَهِڙِئَ طَرَحَ ويساهُ ٻِڻِ جيڪَڏهِين عَمَلَنِ سان نہ آهي تہ هيڪِلو ٿِي ڪَري مُئَلُ آهي (۱۸) پَرَ ڪو هُنَ کي چَوَندو تہ ويساهُ تو مَنجهِ آهي ۽ عَمَلَ مون وَٽِ آهِنِ تہ پوءِ مون کي پَهِنجو اِيمانُ پَهِنجِنِ عَمَلَنِ ڪان

سَواءِ ڏيڪارِ ۽ آئون تو کي پَهِنجو اِيمانُ پَهِنجنِ عَمَلَنِ سان ڏيڪارِيندُسِ (١٩) توُن وِسَهين ٿو تَہ هِڪِڙو خُدا آهي چَڱو ٿو ڪَرين شيطانَ بہ اِنهيءَ ڳالهِ تي وِسَهَنِ ٿا ۽ ڏڪَنِ ٿا (٢٠) پَرَ اي اَجايا توُن جاڻَڻُ ٿو ياهِين چا تہ جو اِيمانُ عَمَلنِ کان سَواءِ آهي سو مُئلُ آهي (٢١) جَڏَ هِين اَسان جي اَبي اِبراهِيمَ پَهِنجي پُٽَ اِسحاقَ کي قُربانيءَ جي جاءِ تي ٿي چاڙهِيو تَڏَ هِين هُو پَهِنجي ڪَمَنِ کان سَچو نَہ ٺهِريو چا (٢٢) پوءِ توُن ڏِسين ٿو تَہ اِيمانَ هُنَ جي عَمَلَنِ سان گَڏُ ڪَمُ ڪيو ۽ اِيمانُ عَملَنِ سان پُورو ٿِيو (٢٣) ۽ لِکِيَتِ پُوري ٿِي جَنهِن مين فَرمايو وِيو آهي تَہ اِبراهِيمَ خُدا مين اِيمانُ آندو ۽ اِها سَندسِ سَچائِي ٺهرِي ۽ هُو خُدا جو دوسِتُ سَڏايو وِيو (٢٤) پوءِ توهِين ڏِسو ٿا تَہ ماڻهو عَملَنِ کان سَچو ٺهِرجي ٿو ۽ رُڳو اِيمانَ کان سَچو نَٿو ٺهِرجي (٢٥) اَهِڙِئيَ طرحَ جَڏَ هِين راحَبَ ڪَسبِياڻِيءَ بہ اُنهنِ جاسُوسَنِ جي مَهِماني ڪئي ۽ ٻِيءَ واٽَ کان اُنهنِ کي ٻاهِرِ لَنگهائي ڇَڏِيائِين تَڏَ هِين عَمَلَنِ کان هُوءَ سَچِي ڪِينَ ٺهرِي چا (٢٦) پوءِ جيئن بَدَنُ رُوحَ کان سَواءِ مُئلُ آهي تِيئن اِيمانُ بہ عَمَلنِ کان سَواءِ مُئلُ آهي ؞

## بابُ ٣

اي مُهنجا ڀائرو گهڻا اُستادَ نَ ٿيو ۽ هِينئن ڄاڻي تَ جيڪڏهِين اَسِين اِئين
ٿِينداسُون تَ اَسان کي ٻِئَنِ کان بِہ گهڻي سَزا مَلِندي (٢) ڇو تَ اَسِين سَڀ
ڀيري ڀيري سان ڏوهَ ڀيا ڪَرِيون جيڪڏهِين ڪو بِہ ڳالهائِڻَ مين ڏوهُ نَٿو
ڪَري تَ هُو ڪامِلُ ماڻهون آهي ۽ سَڄي بَدَنَ کي جهلي ٿو سَگهي (٣) ڏِسو
تَ اَسِين گهوڙَنِ جي واتَ مين لَگامُ وِجهندا آهِيُون تَ هُو اَسان کي مَڃِنِ ۽
هُنَ جي سَڄي بُتَ کي ڦيرائِيندا آهِيُون (٤) ڏِسو تَ جيتوڻي جهازَ
هيڏا وَڏا آهِنِ ۽ ڏايَنِ واوَنِ کان ڪاهِيا وَڃَنِ ٿا تَ بِہ نَنڍَنِ نَنڍَنِ سُکانَنِ
سان جيڏانهن ڪاهِيندَڙَ کي وَڻي ٿو تيڏانهن ڦيرايا وَڃَنِ ٿا (٥) اَهِڙِئِيَ
طَرحَ زِبانَ بِہ نَنڍو عُضِوو آهي پَرَ وَڏي ڳالِهہ ڳالهائي ٿي ڏِسو تَ ٿورِڙي باهِ
ڪَهِڙي نَ وَڏي جهنگَ کي ساڙي ٿي ڇَڏي (٦) ۽ زِبانَ بِہ هِڪڙي باهِ ۽
بُڇڙائِيءَ جو جَهانُ آهي اُها ساڳِي زِبانَ بِہ اَسان جي عُضوَنِ مين آهي جو
هُوءَ سَڄي بَدَنَ تي داغُ ٿي لَڳائي ۽ پيدائِشَ جي ڦِرَ کي ساڙي ٿي ڇَڏي
۽ پاڻَ دوزَخَ جي باهِ مين ٿي سَڙي (٧) ڇو تَ سَڀِني ذاتِيُن جا مِرُون ۽ پَکي
۽ ڪِيڙَا ۽ ماڪورِيُون ۽ مَڇِيُون اِنهن سَڀِني کي آدَمِ ذاتِ وَسَ مين ٿي
آڻي ۽ هُو آدَمِ ذاتِ جي وَسَ مين آيا آهِنِ (٨) پَرَ ڪو بِہ ماڻهون زِبانَ کي

وَسَ مين آڻي نَٿو سَگهي هُوءَ تَہ بي لَگامُ بَديِ آهي جا زَهِرَ سان ڀَريِ پيئِي آهي (٩) تَنهِن سان اَسِين خُدا کي جو پِيءُ آهي سَڳورو ٿا ڪوٺيُون ۽ تَنهِن سان اَسِين جي ماڻُهون خُدا جي شِڪِلِ ڀَٽانڊرِ پيدا ٿِيا تِنِ کي لَعنَت ٿا ڪَرِيُون (١٠) اُنهيءَ ساڳِي واتَ مان دُعا ۽ ڀِٽَ ٿِي نِڪِري اي مُهِنجا ڀائرو اِئين ٿِئڻُ نَہ جُڳائي (١١) ڪو بہ تَلاءُ هِڪِڙِيئِي هَندِ مِٺو ۽ کارو پاڻِي ٿو اُڇِلائي ڇا (١٢) اي مُهِنجا ڀائرو اِها ڳالِه ٿِئڻِي آهي ڇا جو اَنجِيرَ جي وَڻَ مان زيتُونَ پيدا ٿِئنِ ۽ ڊاکَ مان اَنجِيرَ پيدا ٿِئنِ اَهِڙِئِيءَ طَرحَ ڪَنهِن بہ تَلاءَ مان مِٺو ۽ کارو پاڻِي نَٿو نِڪِري ❖

(١٣) اَوهان مَنجهِ ڪيرُ ڏاهو ۽ سِياڻو آهي هُو چَڱِيءَ چالَ سان ڏاهَپَ جي نِمرَتَ ساڻُ پَنهِنجا ڪَمَ پَڌِرا ڪَري (١٤) پَرَ جيڪَڏهِين اَوهان جي دِلِ مين ڪُوڙِي هوَسَ ۽ رِيسَ آهي تَہ مَٿان مَرَڪو ۽ سَچَ جي اُبتَڙِ ڪُوڙُ مَتان ڳالِهايو (١٥) هِيءَ ڏاهَپَ مَٿان کِينَ ٿِي لهِي اَچِي پَرَ دُنِيَوِي نَفِساني ۽ شيطانِي آهي (١٦) ڇو تَہ جِتي هوَسَ ۽ رِيسَ آهي تِتي بَکيڙو ۽ سَڀَڪِنهِن پَرِ جو بُرو ڪَمُ ٿِئي ٿو (١٧) پَرَ ڏاهَپَ جا مَٿان لَٿَلَ آهي سا پَهرِيائِين پاڪُ آهي پوءِ سانتيِڪِي ۽ نَرمُ ۽ ڪُنئِري ۽ ڪَهِلَ ڀَرِيَلَ ۽ چَڱَنِ ڦَرَنِ سان ڀَرِيَلَ ٿِيءَ ٿِي ۽ نَہ رِياءَ وارِي نَہ مَڪُرَوارِي ٿِي ٿِيءَ (١٨) پَرَ سَچائِيءَ جو ڦَرُ نِهِرَ سان نِهِرَ ڪَندَڙَنِ جي واسِطي پوکِيو ٿو وَڃي ❖

## باب ۴

اَوهان مَنجهِه ويڙهيوُن ۽ جهيڙا ڪِٿان ٿا اَچَنِ جيڪي شَهوَتُون اَوهان جي عُضوَنِ مين پيئُون وڙهنِ تنِ مان نَٿا اَچَنِ ڇا (۲) اَوهين سَڌُون ٿا ڪَريو ۽ ڪي حاصُلُ نَٿا ڪَريو اَوهين خُونُ ۽ لالَچ ٿا ڪَريو پَرَ ڪي ڪِينَ ٿا پِرائي سَگهو اَوهين وڙهو جهڳڙو ٿا پَرَ هٿِ ڪي ڪِينَ تو لَڳيوَ ڇو تہ اَوهين گهرو ڪِينَ ٿا (۳) گهرو ٿا پَرَ نَٿو مِليوَ ڇو تہ اَوهين بُڇڙِئَ طَرحَ سان ٿا گهرو تان تہ پَنهِجنِ شَهوَتُنِ لاءِ خَرچو (۴) اي زِنائِتُو ۽ زِنائِتِيُون اَوهان کي سُڌِ نہ آهي ڇا تہ دُنيا جي دوستي سا خُدا جي دُشمَني آهي پوءِ جيڪو دُنيا جو دوستُ ٿِئَڻُ تو گهري سو خُدا جو دُشمَنُ ٿو ٺهرجي (۵) اَوهين ڀانيو ٿا ڇا تہ لِکيَتِ مين هيئُ ڳالهِه اَجائي لِکيَلَ آهي تہ جو رُوحُ اَسان مَنجهِه رَهيو سو اَسان تان هُوسَ ڪَرَڻُ تو گهري (۶) پَرَ هُو وَڌِيڪَ ڀاڄهہ تو بَخشي تنهِن ڪَري تہ هُوَ چَيو تہ خُدا هٺيلنِ کي آڏو ٿو ٿِري پَرَ هُو نِماڻَنِ کي فَضُلُ ٿو بَخشي (۷) تنهِنڪَري خُدا جي آڻِ مَڃيو ۽ شيطانَ کي سامهوُن ٿِيو ۽ هُو اَوهان وَٽان ڀَڄي ويندو (۸) اَوهين خُدا جي ويجهو وَڃو ۽ هُو اَوهان جي ويجهو ايندو اي گُنهگارو پَنهِجا هَٿَ ڌوُئو اي ٻِ چِتِيو پَنهِجي دِلِيُن کي پاڪَ ڪَريو (۹) ڏُکُ ۽ سوُس ڪَريو ۽ رُئو اَوهان جي کِلَ مان ڦِري ماتَمُ ٿِئي ۽ اَوهان جي خوشيءَ

مان بيدِلِي ٿِئِي (١٠) ۽ ڌَڻِيءَ جي اَڳِيان پاڻُ نِنوايو تَہ هُو اَوهان کي مَٿانهُون
ڪَري (١١) اي ڀائُرو پاڻَ مين هِڪَ ٻِئي جي گِلا نَ ڪَرِيو جيڪو ڀِهِنجي ڀاءُ
جي گِلا ٿو ڪَري ۽ هُنَ تي ڏُوهہ ٿو رَکي سو شَرِيعَتَ جي گِلا ٿو ڪَري ۽
شَرِيعَتَ تي ڏُوهہ ٿو رَکي پَرَ جيڪَڏَهِين تُون شَرِيعَتَ تي ڏُوهہ ٿو رَکِين تَہ
تُون شَرِيعَتَ تي هَلَندَڙُ نَہ آهِين اُبِلو اُنَ جو حاڪِمُ آهِين (١٢) هِڪِڙو
شَرِيعَتَ ڏِيڻهارو آهي جو بَچائي ۽ ماري سَگهي ٿو تُون ڪيرُ آهِين جو ٻِئي
تي ٿو ڏُوهہ رَکِين ⁘

(١٣) اَڙي اَوهِين جي چَئُو ٿا تَہ اَڄُ يا سُڀاڻي فَلاڻي شَهِرَ مين ويندا سُون ۽ اُتي
هِڪِڙو وَرهُ رَهنداسُون ۽ وَاپارُ ڪَري نَفعو حاصُلُ ڪَنداسُون (١۴) پَرَ اَوهان
کي ڪَلَ نَٿي پَوي تَہ سُڀان ڇا ٿِيندو ڇو تَہ تَوهان جي حَياتِي ڇا آهِي
هُوءَ ٻاڦَ آهي جا ٿورِئَ وِيرَ تانئِين ڏِسَڻَ مين ٿي اَچي پوءِ گُمُ ٿِيو ٿي
وَڃي (١٥) تَنهِن لاءِ اَوهان کي هِيئَن چَوَڻُ گُهرِجي تَہ جيڪَڏَهِين ڌَڻِيءَ
جي مَرضِي هُوندِي ۽ اَسِين جِيئَرا رَهنداسُون تَہ هِيءُ يا هُو ڪَمُ ڪَنداسُون
(١٦) پَرَ هاڻي اوهِين پَهِنجِيُنِ ٻَٽاڪُنِ تي مَرِڪو ٿا اِهو سَڀِ مَرِڪَڻُ
بُڇِڙو آهي (١٧) پوءِ جيڪو چَڱائِي ڪَري ڄاڻي ٿو پَرَ ڪَري نَٿو تَنهِن
تي گُناهُ ٿو چَڙهي ⁘

## بابُ ٥

اي دُنِيادارَ ماڻهُو جي آفَتُن اَچِڻِيُن آهِنِ تِنِ جي ڪَري هاڪَي وَجِي رُنُو ۽ پِٽِيو (٢) اَوهان جو مالُ سَڙِي ڳَري ويو ۽ اَوهان جي لَٽَنِ کي جيتَ کائِي وِيا (٣) اَوهان جي سوَن ۽ روپَ تي ڪَٽُ چَڙهِي ويئي آهي ۽ اُنهِنِ جو زَنگُ اَوهان تي شاهِدي ڏِيندو ۽ باهِ وانگُرُ اَوهان جو ماسُ کائِيندو اَوهان پوئِنِ ڏِينهَنِ مين خَزانو گَڏُ ڪَيو آهي (٤) ڏِسو تَہ جِنِ مَزوُرَنِ اَوهان جي ٻَنِي لُڻِي تِنِ کي سَندُنِ پورِهيو جو اَوهان ظُلِمُ ڪَري نَہ ڏِنو سو دانهن ٿو ڪَري ۽ لَڻَندڙَنِ جوُن دانهون ڪَٽَڪِنِ جي ڌَڻِيءَ جي ڪَنِنِ تائِين پَهُتِيوُن آهِنِ (٥) اَوهان ڌَرتِيءَ تي عيشَ ۽ خُوشِيوُن ڪَيوُن آهِنِ ۽ مَزا ماڻِيندا آيا آهِيو ۽ اَوهان پَهِنجي دِليُنِ کي جَڻُ تَہ کوسَ جي ڏِينهَن ڦُلهو مَتارو ڪَيو آهي (٦) اوهان سَچارَ تي فِتوىٰ ڏِيئِي هُنَ کي ڪُٺو ۽ هُو اَوهان سان سامُهُنائِي نَٿو ڪَري (٧) تَنِهنڪَري اي ڀائُرو ڌَڻِيءَ جي اَچَڻَ تائِين صَبُرُ ڪَريو ڏِسو تَہ جيسِين تائِين پَهِريون ۽ پوئِيون مِينهُن نَٿو پَوي تيسِين تائِين ڪِرِمي ڌَرتِيءَ جي قِيمَتِي ڦَرَڪائَر تَرسِي هُنَ لاءِ صَبُرُ ڪَري ٿو وِهي (٨) سو اَوهِين پڻِ صَبُرُ ڪَريو ۽ پَهِنجِيوُن دِليُون مَضبُوطُ ڪَريو ڇو تَہ ڌَڻِيءَ جو پَڌِرو ٿِئَڻُ ويجهائِيءَ تي اَچِي بيِٺو آهي (٩) اي ڀائُرو هِڪَ ٻِئَ تان مَہ ڪُرِڪو

تان تہ ڏوهي نہ ٿهرجو ڏِسو نِياءَ ڪندڙ دَرَ تي بيٺو آهي (١٠) اي مُهِنجا ڀائرو جِنِ نَبيُنِ ڌَڻِيءَ جونالو وَٺِي فَرمايو آهي تِنِ کي ڏُکَ سَهَڻَ ۽ صَبُرُ ڪَرَڻَ جو نِمُونو سَمُجهو (١١) ڏِسو تہ اَسِين کانديرَنِ کي سَڀاڳو ٿا سَمُجهُون اَيُوبَ جي صَبُرَ جي ڳالِهہ اوهان ٻُڌِي آهي ۽ ڌَڻِيءَ جي پَڇاڙِيءَ جي سُڌِ اَٿَوَ جو ڌَڻِي سَڀاجهو ۽ دَرِدِوَندُ آهي ⁘

(١٢) پَرَ اي مُهِنجا ڀائرو سَڀِني کان ڀَهرِين ڳالِهہ هِيءَ آهي تہ اَوهِين سَنهُن نہ کَڻو نَڪي ڌَرتِيءَ جو نَڪي آسِمانَ جو نہ ٻِئِيَ ڪَنهِن شَيِءِ جو سَنهُن کَڻو اَوهان کي هائو جَوَڻُو هُجي تہ جَٺِجي هائو ۽ جي نہ جَوَڻُو هُجي تہ جَٺِجي نہ تان تہ سَزا نہ مِليوَ (١٣) جيڪو اوهان مَنجهِہ ڏُکِي هُجي سودُعا گهُري ۽ جيڪو سُکِي هُجي سو زَبُورَ ڳائي (١٤) جيڪو اَوهان مَنجهِہ بِيمارُ ٿِئي سو پاڻَ وَٽِ ڪَلِيسِيا جي وَڏيرَنِ کي سَڏائي ۽ هُو ڌَڻِيءَ جو نالو وَٺِي هُنَ کي تيلُ مَکي سَنڌَسِ لاءِ دُعا گهُرَنِ (١٥) ۽ جا دُعا ويساهَ سان گهُرِبِي سائِي اُنهي اَگهي کي بَچائِيندِي ۽ ڌَڻِي هُنَ کي اُٿاري ڀهارِيندو ۽ جيڪَڏهِين گناهَ ڪَيا هُونداءِين تہ هُنَ کي مَعافِي مِلَندِي (١٦) اَوهِين پاڻَ مين پَنهِنجا گناهَ باسِيو ۽ هِڪَ ٻِئِيَ لاءِ دُعا گهُرو تان تہ چوڻِڪو لَهو سَچارَ جي دُعا ڪارِگَرُ ٿِي گهَڻو اَثَرُ ٿِي ڪَري (١٧) اِلِيا بِہ اَسان جهڙو ماڻهُون ۽ اَسان جو هَمُجِنِسَ هو هُنَ دعا گهُرِي وِيَنتِي ڪَئِي تہ مِينهُن نہ پَوِي سو ٽِنِ وَرهَنِ ۽ ڇَهَنِ مَهِينَنِ

تانئِين ڏَرِتِيءَ تي مِينُهن نہ اُنو (١٨) ۽ وَري هُنَ دُعا گهُري ۽ آسِمانَ مان مِينُهن اُنو ۽ ڌَرِتِيءَ پَنهِجو ڦَرُ پيدا ڪَيو (١٩) اي ڀائرو جيڪَڏهِين اَوهان مَنجهان سَچائِيءَ کان ڪو بہ گُمِراهُ ٿِي وَڃي ۽ ڪو بہ هُنَ کي ڦيري (٢٠) تہ اِئين ڄاڻو تہ جيڪو ڪَنهِن گنُهگارَ کي سندَسِ واٽَ جي گُمِراهِيءَ کان ڦيرائي ٿو سو هِڪِڙِيءَ جانِ کي مَوتَ کان بَچائِيندو ۽ گهَڻَنِ گُناهَنِ کي ڍَڪِيندو ؛

# پَطِرَسَ جو پَهرِيُون خَطُ

## بابُ ١

يَسُوعَ مَسِيحَ جو رَسُولُ پَطِرَسُ اُنهنِ مُسافِرَنِ کي جي پَنطِسَ ۽ گَلاتِيهَ ۽ کَپادوکِيهَ ۽ ايشِيا ۽ بَطونِيهَ مين پَکِڙجِي وِيا آهِنِ (٢) ۽ جي خُدا پِيُ جي آڳاٽِيُ سُڃاڻَپَ پَٽاندَرِ رُوحَ جي پاکائِيُ مين چُونڊِيَلَ آهِنِ تان تَہ حُڪُمُ مَڃِيندا رَهنِ ۽ يَسُوعَ مَسِيحَ جو رَتَ اُنهنِ تي ڇِڻڪِيو وَڃي ۽ باجه ۽ سَلامَتِي اَوهان تي وَڌَندِي رَهي ⁘

(٣) اَسان جي خُداوَندَ يَسُوعَ مَسِيحَ جو پِيُ سَڳورو آهي جو هُنَ اَسان کي پَهنجِيُ گَهڻِيُ باجه سان يَسُوعَ مَسِيحَ جي مُئَلَنِ مَنجهان جِيئَرو اُٿَڻَ جي سَبَبان جِيئَرِيُ اُميد لاءِ نَئَين سِرِ پيدا ڪَيو (٤) تان تَہ اُنهنِ کي اَڻڳَرُو ۽ نِرمَلُ ۽ جَٽائُو وَرثُو مِلي جو آسِمانَ مين تَوهان لاءِ سوگهو رَکِيو آهي (٥) ۽ جو پوئين وَقتَ مين ظاهِرُ ٿِئَڻَ جي واسِطي تِيارُ آهي تَنهِن تانئِين اِيمانَ جي وَسِيلي خُدا جي قُدرَتَ سان مَحفُوظُ رَهو ٿا (٦) جَنهِن تي

اَوهِين گهڻي خُوشِي تا ڪَرِيو پوء توڙيڪ هاڻي ٿورَن ڏِينهَنِ لاءِ ضَرُورَ جي ڪَري طَرَحَ طَرَحَ جي آزمائِشَ سان ڏُکَ مين پِيا آهِيو (۷) تان تَہ جيتوڻي فاني سونُ باهِ مين جَڪاسِيو وَجي تَہ بہ هُنَ کان توهان جي اِيمانَ جي پَرکَ جا وَڏيڪ قِيمَتي آهي سا يَسُوعَ مَسِيحَ جي پَڌري ٿِئَڻَ مين واکاڻَ ۽ مانَ ۽ وَڏائِيءَ جي جوڳي مَعلوُمُ ٿِئي (۸) جَنهِن کي اَوهِين بِنا ڏِٺي پِيارُ تا ڪَرِيو ۽ جيتوڻي اَوهِين پاڻَ هُنَ کي نَٿا ڏِسو تَہ بہ اِيمانُ آڻي اَهِڙِي خوشي ۽ سَرِهائِي تا ڪَرِيو جا بَيانَ ڪَرَڻَ کان ٻاهِرِ ۽ وَڏائِيءَ سان پَرِيَلَ آهي (۹) ۽ پَهنجي اِيمانَ جو نَتِيجو يَعني جانِ جو ڇوٽِڪو حاصُلُ تا ڪَرِيو (۱۰) ۽ اُنهِيءَ ڇوٽِڪي بابَتِ نَبِيُنِ سَعيو ڪَري ڳولا ۽ پُڇا ڪَئي ۽ جا ٻاجهه اَوهان تي پَڌرِي ٿِئَڻي هُئِي تَنهِن بابَتِ اَڳِڪٿِي ڳالِهه ڪَيائُون (۱۱) ۽ مَسِيحَ جو رُوحُ جو اُنهِنِ مين وَسِيو ٿي تَنهِن مَسِيحَ جي اَڳِتي جي ڏُکَنِ جي ۽ تَنهِن کان پوء هُنَ جي وَڏائِيءَ جي ساکَ پَري تَڏهِين اُنهِنِ پُڇا تي ڪَئي تَہ هِيءَ اِشارو ڪَهڙِئِيَ ۽ ڪيڏِئِيَ مَهلَ تو ڏيکاري (۱۲) سو اُنهِنِ تي هِيءَ ڳالِهه پَڌرِي ٿِي تَہ اُنهِنِ نَہ پَهنجي پَرَ اَسان جي خِذمَتَ لاءِ اُهي ڳالِهيُون ڪَيُون ٿي جِنِ جي خَبَرَ هاڻي اَوهان کي اُنهِنِ جي مَعرِفَتَ مِلي جِن آسمانَ تان موڪِليَلَ پاڪُ رُوحَ جي وَسِيلي اَوهان کي خوشخبري ڏِني جِنِ جي ڳُجهه سَمُجهَڻَ جي فِرِشتَنِ کي سِڪَ هُئِي ⁘

(۱۳) تنهنڪري پنهنجي سمجهه جو سنڌرو ٻڌي سنڀالِيو ۽ اُنهي ٻاجهه جي پوري آس رکو جا يسوع مسيح جي ظاهر ٿيڻ ڪري اوهان کي ملي ٿي (۱۴) جن ٻچڙين سڌن مين اوهين پنهنجي مورڪائيءَ جي مهل جهليل هُوا تن سڌن پٺاندر حڪم مڃيندڙن ٻارن وانگر نه هلو (۱۵) پر جيئن اوهان جو سڏائيندڙ پاڪ آهي تيئن اوهين بِه سڀ چال مين پاڪ ٿيو (۱۶) ڇو ته لکيل آهي ته توهين پاڪ ٿيو جو آئون پاڪ آهيان (۱۷) جو سڀڪنهن ماڻهوءَ جي ڪم موجب بي رياءِ سان نياءُ ٿو ڪري تنهن کي جيڪڏهين ابو چئو ته مسافريءَ جو وقت ڊپ مين گذاريو (۱۸) جيئن ته اوهين ڄاڻو ٿا ته اوهان جو پنهنجي ابن ڏاڏن جي اجائين ريتين کان ڇوٽڪو پاتو آهي سو اوهان فاني شين يعني سون ۽ رپي جي سبب ڪري ڪين حاصل ڪيو آهي (۱۹) پر مسيح جو بيداغ ۽ بي عيب گهيٽي وانگر آهي تنهنجي قيمتي رت جي سببان حاصل ڪيو اٿو (۲۰) جو هو دنيا جي پيدا ٿيڻ کان اڳي مقرر ٿيو هو پر هين پوئين سمي مين توهان جي ڪري پڌرو ٿيو (۲۱) ته جنهن خدا هن کي مُردن مان جياري وڏائي ڏني تنهن تي ايمان ٿا آڻيو تان ته اوهان جو ايمان ۽ آسرو خدا تي هجي (۲۲) ۽ سچ جي مڃتا سان روح جي وسيلي پنهنجي جانِ کي ڀائرن جي بي رياءُ محبت لاءِ پاڪ ڪري صاف دل سان هڪٻئي کي گهڻو پيار ڪريو (۲۳) جو اوهين نه فاني پر غير

فاني ۽ ڪان يعني خدا جي جيئري ڪلام جي وسيلي جو سدا نئين آهي نئين سر پيدا ٿيا آهيو (٢٤) ڇاڪاڻ تہ سڀڪو جسم گاھ وانگر ۽ ماڻھوءَ جي سڀ وڏائي گاھ جي گل وانگر آهي سو گاھ تہ سڪي ويو ۽ گل ڪري پيو (٢٥) پر ڏڻيءَ جو ڪلام سدا نئين جٽاءُ ٿو ڪري ۽ هيءَ اهو ڪلام آهي جنهن جو هوڪو اوهان کي ڏنو ويو آهي ؛

## باب ٢

پوءِ سڀني گندائن ۽ سڀني دولابن ۽ بيائن ۽ هوسن ۽ سڀني بڇڙين گالھين کي ڇڏي (٢) نون ڄاولن ٻارڙن وانگر ڪلام جي نج کير جا ڪوڏيا ٿيو تان تہ اوهين هن جي ڪري وڌندا وڃو (٣) پر شرط هي آهي جو اوهان هن جو سواد چکي ڏٺو هوندو تہ ڌڻي ٻاجهارو آهي (٤) ۽ هو جڻ تہ جيئرو پهڻ جو ماڻھن کي تہ نہ وڻيو پر جنهن کي خدا پسند ڪري قيمتي ڄاتو تنهن وٽ اچي (٥) اوهين جيئرا پهڻ ٿي روحاني گھر ٿا جڙو ۽ ڪاهنن جي پاڪ جماعت ٿي تا پئو تان تہ جي روحاني قربانيون خدا وٽ يسوع مسيح جي وسيلي قبول ٿيون پون سي چاڙهيو (٦) تنهن ڪري لکيت مين هيئن فرمايو ويو آهي تہ ڏس آئون صيحون مين هڪڙو پهڻ رکي ٿو ڇڏيان جو ڪنڊ جو سرو ۽ قبول پيل ۽ قيمتي آهي ۽ جيڪو هن تي

اِيمانُ آڻيندو سو لڄي ڪِينَ ٿيندو (۷) پَر اِيمانُ آندو اٿو تنهنڪري اِها
اَوهان لاءِ عِزت آهي پَر جنهِن پَهڻ کي رازن رَدِ ڪيو سو نه حُڪُمُ ڏيڻ وارن
لاءِ ڪُنڊَ جو سِرو (۸) ۽ ٺاپي جو پَهڻُ ۽ ٺُڏي جي چِپَ ٿِي پيو آهي
جو هُو هوڏيِ ٿِي ڪَلامَ کان ٿاپو ٿا کائن جنهِن لاءِ هُو مُقرَرُ بِڻِ ٿِيا هُئا
(۹) پَر اَوهِين قَبوُلُ پَيِلُ گهراڻو ۽ شاهِي ڪاهِنَ ۽ پاڪ قومَ ۽ حاصُلُ ٿِيڻَ
لاءِ لوڪ آهِيو تان ته جنهِن اَوهان کي اوُنڌهِ مان اَجُرِجَ جهِڙي سوجهِري
مين سَڏِيو آهي تنهِن جوُن ڀَلايوُن پَڌِريوُن ڪَريو (۱۰) جو اَوهِين اَڳمين قومَ
نه هو پَر هاڻي خُدا جي قومَ ٿِيا آهِيو اَڳي اَوهان تي ٻاجهه نه هُئي پَر هاڻي
اَوهان تي ٻاجهه ٿِي آهي ؛

(۱۱) اي پِيارو جيئن پَرڏيهِين ۽ مُسافِرَنِ کي لِيلائِبو آهي تيئن آئون
اَوهان کي مِنَتَ ٿو ڪَريان ته جِسماني سَڌوُن جي جانِ سان وِڙهَنِ ٿِيوُن
تِنِ کان پَرهيزَڪَريو (۱۲) ۽ غيرِ قومُن مَاجهِ سُٺِيَ سان چالَ هلو تان ته
جيڪي اَوهان کي ٻُڇِڙائِي ڪندڙُ ڄاڻِي اَوهان جي ڀَلا ڪَمَ ڏسِي اَوهان
جي چَڱَن ڪمَن کي ڏِسي نِگاهَ جي ڏِينهن خُدا جي وَڏائِي پَڌِرِي ڪَنِ
(۱۳) پوءِ ڌَڻِيءَ جي سَبَبَ ڪَري ماڻهوءَ جي سَيڪَنهن جوڙجڪ جي
تابِيني مين رَهو پوءِ توڙي جو بادِشاهُ سَڀِني کان مَٿانهون هُجي تهاجي
(۱۴) يا جي حاڪِمُ ٻُڇِڙائِي ڪندڙن کي سَزا ڏِيڻَ جي لاءِ ۽ چڱائي

ڪندڙن جي واڪاڻ ڪرڻ لاءِ ڪانئس موڪليا وڃن ٿا تن جي جوڙجڪ هجي تہ بہ (۱۵) ڇوجو ڌڻيءَ جي مرضي آهي تہ مورکن جي اياڻپ جهڙي وات کي پوري چڏيو (۱٦) ۽ پاڻ کي آجو سمجهو ۽ پنهنجي آجائيءَ کي بڇڙائيءَ جو پڙدو نہ ڪريو پر پاڻ کي خدا جا ٻانها سمجهو (۱۷) سڀني کي مانُ ڏيو ڀائرن کي ڀانيو خدا کان ڊڄو ۽ بادشاه جو ادب ڪريو. (۱۸) اي ٻيليو پوري ادب سان پنهنجي خاوندن جي تابيني مين رهو نہ رڳو چڱن ۽ حليمن جي پر ڪُڌن جي حڪمن مين پڻ رهو (۱۹) ڇو تہ جيڪڏهين ڪو بہ خدا جي لحاظ جي سببان ڪنياءِ سهي ڏک پوڳي تہ انهيءَ مين نيڪي آهي (۲۰) ڇوجو جيڪڏهين اوهين ڪو گناه ڪريو ۽ پوءِ انهيءَ تان اوهين چماٽون کائي ماٺ ڪري وهو تہ انهيءَ مين ڪهڙي وڏائي آهي پر جيڪڏهين اوهين ڪا ڀلائي ڪريو ۽ پوءِ انهيءَ جي ڪري ڏک سهي ماٺ ڪري وهو تہ هيءَ خدا وٽ نيڪي آهي (۲۱) ڇو تہ اوهين انهيءَ ڪري سڏيا ويا جو مسيحُ اسان جي بدران ڏک سهي اسان لاءِ هڪڙو نمونو ڇڏي ويو تان تہ اوهين هن جي پٺيان وڪ کڻي وڃو (۲۲) جو نہ هن گناه ڪيو ۽ نہ هن جي واتان ڪو ٺوهُ معلوم ٿيو (۲۳) ۽ هو گاريون کائيندو هو پر گاريون ڏيندو ڪين هو ۽ ڏک سهندو هو پر ڏمڪائيندو ڪين هو ۽ جو سچائيءَ سان نياءُ ٿو ڪري تنهن کي انهيءَ پاڻ سونپيندو هو (۲۴) ۽ هن پاڻ اسان جي

ڏوهن کي پنهنجي جسم منجهه ڪاٺ تي چاڙهيو تان ته اسين ڏوهن جي ڪري مري سچائيءَ مين جئون ۽ هن مارڪاڌي تنهن ڪري اوهين چڱا ڀلا ٿيا (۲۵) چو ته اوهين رليلن گهيٽن وانگر هو پر هاڻي پنهنجي روحن جي ڌنار ۽ سنڀاليندڙ وٽ موٽي آيا آهيو ؛

## باب ۳

اهڙيءَ طرح اي زالون پنهنجي مڙسن جي تابع مين رهو تان ته جيڪي ڪلام کي نٿا مڃين سي ڪلام ڌاران جوئن جي چال کان تڏهين مڃيندڙ ٿين (۲) جڏهين توهان جي پاڪ چال جا ٻپ ساڻ آهي تنهن کي ڏسن (۳) وار ڳنڍڻ ۽ گهڻا پائڻ ۽ ڪپڙا پهرڻ اهڙو باهريون سينگار نه ڪريو (۴) پر دل جو ڳجهو ماڻهون جو جٽ ٿيڻ جوئي نه آهي ۽ جو غريب ۽ سانتيڪي سڀاءَ وارو آهي سوئي خدا جي اڳيان ڳري ملهه وارو آهي (۵) چو ته اهڙيءَ طرح اڳي سمي مين اهي پاڪ زالون جي خدا مين ڀروسو آڻينديون هيون سي پاڻ سينگاري پنهنجن پنهنجن مڙسن جي تابيني مين رهنديون هيون (۶) جيئن ته ساره ابراهيم جو حڪم مڃيندي هئي ۽ هن کي پنهنجو ڌڻي ڪري سڏيندي ۽ جيڪڏهين اوهين چڱا ڪم ڪريو ۽ ڪنهن ڀ ٻپ کان نه ڀڄو ته اوهين ڀ هن جون ڌيئر آهيو (۷) ائين اي مڙسو جوءِ کي هيٺو باسڻ

جاڻي ساڻن ڏاهپ سان رهو ۽ هن کي مانُ ڏيو اِئين جاڻي ته جياپي جي
ٻاجه جي ورثي مين هو اوهان جون ڀائيوارَ آهن تان ته توهان جون دعائون
روڪجي نه وڃن ٭

(٨) نيٺ اوهين مڙيئي هڪدل ٿي هڪ ٻئي تي ڪهل ڪريو ۽ ڀائپئي
جهڙو پيارُ ڪريو ۽ ٻاجه ڀريا ۽ چڱي سياءُ وارا ٿيو (٩) نه بڇڙائي جي بدران
بڇڙائي ڪريو نه گار جي گار ڏيو پر اُلٽو برڪت گهرو اِئين جاڻي ته اوهين
برڪت جا وارث ٿيڻ لاءِ سڏيا ويا آهيو (١٠) چو ته جو ڀانئين ته جياپي
تان سرهو ٿي چڱن ڏينهن کي ڏسان سو پنهنجي جيڀ کي بڇڙائي کان ۽
پنهنجي واتَ کي ٺوڳ جهڙين ڳالهين ڪرڻ کان پري رکي (١١) بڇڙائي کان
پري ٿجي ۽ چڱائي ڪري سانت کي ڳولي هن جي پٺيان لڳي (١٢) چو
ته ڌڻي جي نظر سچارن تي ۽ هن جا ڪن اُنهن جي مِنٿن ڏي آهن پر
ڌڻي جو منهن سو بڇڙائي ڪندڙن جي اُبتڙ آهي (١٣) جي اوهين چڱائي
جي پٺيان لڳو ته ڪير آهي جو اوهان کي ڏکوئي (١٤) پر جيڪڏهين
سچائي جي ڪري ڏک پڻ سهو ته اوهين سڀاڳا آهيو سو هو جيڪڏهين
اوهان کي ٻيچارين ته نه ٻِڃو ۽ نه مُنجهو (١٥) پر ڌڻي تعالىٰ کي پنهنجي
دلين مين پاڪ ڄاڻو ۽ سدائين تيارُ رهو ته جا آس اوهان منجه آهي
تنهن جو سبب جيڪي اوهان کان پڇن تن سڀني کي نِنڙت ۽ ادب سان

وَراڻي ڏِيو (۱٦) ۽ چَڱي نِيَتَ رَکو تان تَہ جيڪي اَوهان کي ٻُڇڙائي ڪَندڙ ڄاڻي ٻُڇڙو ٿا چَوَنِ ۽ جيڪي اَوهان جي مسِيحي چَڱي چالَ تي ڪُوڙو ڏوُہ ٿا لَڳائِينِ سي ڦِڪا ٿِئَنِ (۱۷) ڇوجو جيڪَڏهِين خُدا جي مَرضِي آهي تَہ اَوهِين چَڱائي ڪَري ڏُکَ سَهو تَہ هِيءُ ڀَلِهہ ٻُڇڙائي ڪَري ڏُکَ سَهَڻَ کان چَڱي آهي (۱۸) ڇو تَہ مَسِيحَ پِڻِ هيڪَرَ ڏوهَنِ لاءِ يَعني اُنهِيءَ سَچارَ ناراسِتِبازَنِ لاءِ ڏُکَ سَٺا تان تَہ اَسان کي خُدا وَٽِ پَهچائي جو جِسمَ مين اَچِي ڪَري هُو مارِجِي وِيو پَرَ رُوحَ جي ڪَري جيارِيو وِيو (۱۹) تَنهنڪَري جيڪي رُوحَ قيدِ هُوا تِنِ کي وَڃِي واعِظُ ڪِيائِين (۲۰) ۽ جَنهِن ہيري مين ٿورا جَڻا يَعني اَٺَ جَڻا پاڻِيءَ مان بَچِي پِيا سو ہيرو جَنهِن ويرِ جُڙي تِيارُ ٿِي ٿِيو تَنهِن ويرَ نُوحَ جي ڏِينهَنِ مين جَڏهِين خُدا جي صَبُرَ واٽَ پِئِي ڏِٺِي تَڏهِين تَہ اُهي رُوحَ چيَوئي ڪِينَ مڃِيندا هُوا (۲۱) هُنَ پاڻِيءَ جو نِمُونو يَعني باپِتِسمو بُتَ جي ميلَ نَٽو ڪَڍي پَرَ اُٿِلو يَسُوعَ مَسِيحَ جي قِيامَتَ جي وَسِيلي هاڻي اَسان کي خُدا ڏانهَن ڇڪي نيڪِي بَچائي ٿو (۲۲) جو آسِمانَ مين وَڃِي خُدا جي ساڄي پاسي وِيٺو آهي ۽ مَلائِڪَ ۽ حُڪُومَتُون ۽ قُدِرَتُون هُنَ جي تابِيني مين آهِنِ ⁘

## باب ۴

پوءِ جڏهين مسيح اَسان لاءِ جسمَ مين اَچي ڪَري ڏُک سَٺا تَڏهين اوهين بہ اُنهي ساڳي سُپاءَ جا هَٿيار بَڌو (ڇو تہ جَنهِن جِسمَ مين تي ڪَري ڏُک سَٺا سو گُناهَ ڪَرَڻَ کان تہ پَري رَهيو) (۲) تان تہ ماڻهن جي بُڇڙِيُن سَڌُن مُوجب نہ پَرَ خُدا جي مَرضيءَ پٽاندر جسمَ مين پَهنجي باقي حِمار گُذاريو (۳) ڇوجو هيءَ ڳالهہ بَس آهي تہ جَڏهين اَسين لَندائيءَ ءِ شَهوَتُن ءِ شَراب جي مَستيُن ءِ جَشَن ءِ عيشَن ءِ ڪِراهَت جهڙِيُن مُورتپُوجائُن مين هَلياسين تي تَڏهين اَسان پَهنجي گُذريَل حِمار مين ڌارِيُن قومُن جي مَرضي رَکي تي (۴) اِنهيءَ ڳالهہ تان اُنهن کي اَچرِجُ ٿو لَڳي جو اوهين اُنهيءَ لُٽَرجي فِضُوليءَ مين ساڻُن نٿا ڊوڙو ءِ هُو اَوهان جي گِلا ٿا ڪَن (۵) پَرَجو جيئَرَن ءِ مُئَن جو نِياءَ ڪَرَڻَ لاءِ تِيار آهي تَنهِن کي هُو حِسابُ ڏِيندا (٦) تَنهِن لاءِ مُئَن کي بہ خوشخبري ڏِني ويئي تان تہ ماڻهن جي طَرحَ اُنهن جو جِسمَ مين نِياءُ ٿِئي ءِ خُدا جي طَرحَ رُوحَ مين جيئَن ؛

(۷) پَرَ سَيِني شَيُن جي پَڇاڙي ويجهي آئي آهي سو اوهين سُچيت ٿيو ءِ دُعا گُهرَڻَ لاءِ سُجاڳُ رَهو (۸) سَيِني کان پَهريائين هِڪ ٻِئي کي دِل وَٽان گُهرو ڇو تہ پيار گهڻِن ڏوهَن کي ڍَڪي ڇَڏي ٿو (۹) پاڻَ مين ڪُرِبائِڻَ ڌاران

مهمانيون ڪريو (۱۰) جيئن سڀني کي نعمت مِلي آهي تيئن جي خُدا
جي ٻَتين ٻَتين ڀاڄه جا چڱا خادم آهِن تن وانگر هُو هڪ ٻِئي جي
خِدمَت مين وندِينِ (۱۱) جيڪڏهين ڪو ڳالهائي ته هُو خُدا جي
ڪلام پٽاندر ڳالهائي جيڪڏهين ڪو خِدمَت ڪري ته هُو ايترو ڪري
جيترو جي ڪرڻ جي خُدا هُن کي سگهه ڏني هُجي تان ته سڀني ڳالهين
مين خُدا جي وڏائي يَسُوع مَسِيح جي وَسِيلي پَڌري ٿِئي جنهِن جي
وَڏائي ۽ قُدِرَت سدائين آهي ؛ آمِينُ ؛

(۱۲) پيارو - جا پکڙندر باهِ اَوهان کي آزمائڻ لاء اَوهان تي پَري اچي
تنهِن تان اَوهين اَچِرج مين نه پَئُو جو جَڻ ته اَوهان جو ڪو اَچِرج جهڙو
حال ٿِيو آهي (۱۳) پَر جيئن ته اَوهين مَسِيح جي ڏُکن مين ڀائيوار آهيو
تيئن اَوهين سَرهائي ڪريو تان ته جنهِن مَهل هُن جي وَڏائي پَڌري ٿِئي
تنهِن مَهل بِه ڏاڍا خوش ۽ سَرها ٿِيو (۱۴) جيڪڏهين مَسِيح جي نالي تان
اَوهان سان جهڳڙِ ٿِئي ته اَوهين سڀاڳا آهيو ڇو ته وَڏائيءَ جي ۽ خُدا جي
رُوح جو اَوهان تي پيو آهي اُنهِن جي سببان ته هُن بابت ڪُفرُ بڪيو
وڃي ٿو پَر اَوهان جي ڪري هُن جي وَڏائي پَڌري ٿِي ٿِئي (۱۵) پَر سڀنيالِيو
اِئين نه ٿِئي جو اَوهان مان ڪو خُوني يا چورُ يا بڇڙائي ڪندڙ يا ٻين
جي ڪمن مين دخل ڪندڙ ٿِي ڪري ڏُک سهي (۱٦) پَر جيڪڏهين

مَسيحِي تِئُڻَ جي ڪَري هُو ڏُکَ سَهي تَه هُو لَڄِي نَه ٿِئي پَر اُنِ‍لو اِنهِيءَ ڪَري
خُدا جِي واکاڻِ ڪَري (۱۷) ڇو تَه اُها مَهِلَ آئِي آهي جو خُدا جي گهَر
وَٽان نِياءُ شُرُوع ٿِئي ۽ جيڪڏهين پَهريائين اَسان وَٽان شُرُوع ٿِيندو تَه پوءِ
جيڪي خُدا جِي خُوشخَبرِي نَٿا مَڃِين تِن جي ڇَڳاڙِي ڪهڙِي ٿِيندِي
(۱۸) جيڪڏهين دِيندارَ جوڙِي مَسَ مَسَ ڇوٽِڪو ٿِيندو تَه پوءِ بيدِينُ
۽ ڏوهِي ڪيڏاَنهن ويندو (۱۹) سو جيڪي خُدا جي مَرضِيءَ پَٽانَدرَ ڏُکَ
ٿا سَهَنِ سي هُنَ کي سَچو اُپائِڻهارُ ڄاڻِي ۽ چَڱا ڪَمَ ڪَري ڪيسِ پَهِنجِي
جانِ سوُنپِينِ ؛

## باب ۵

جي وَڏيرا اَوهان مَنجهِ آهِنِ تِن کي آئون ساٿِي وَڏيرو ۽ يَسُوعَ مَسيحَ جي
ڏُکَنِ سَهَڻَ جو ساکِي ۽ جا وَڏائِي پَڌِرِي ٿِيندِي تَنهِن مين ڀائِيوارُ ٿِي عَرضُ
ٿو ڪَرِيان (۲) تَه جو خُدا جو ڌَڻُ اَوهان کي سُپارِيو وِيو آهي تَنهِنجِي اَوهِين
سَنڀارَ ڪَرِيو ۽ نَه لاچارِيءَ کان پَر خوشِيءَ سان نَه اَرِهَندي لابَ لاءِ پَر دِلِ لائي
سَنڀالِيو (۳) ۽ خُدا جي وَرِثِي تي اَوهِين زَبَردَستِي نَه ڪَرِيو پَر هُنَ جي
ڌَڻَ جا نِموُنا ٿِي پَئُو (۴) ۽ جَڏهِين وَڏيرو ڌَنارُ اَچِي پَڌِرو ٿِيندو تَڏهِين
اَوهان کي وَڏائِيءَ جو جَٽاءُ ڪَنڌرُ ڇَٽُ مِلَندو (۵) اَهڙِيءَ طَرحَ اي جُوانو
وَڏيرَنِ جي تابَع مين رَهو اُنِلو اَوهِين مِڙِيئِي هِڪَبِئِي جي تابَع مين رَهِي

نَهنائِيءُ جِي پوشاڪَ پَڪِيو چو تَہ خُدا هٺيلَنِ کي آڏو ٿو ۽ نِهڙن سان ٻاجھه ٿو ڪَري (٦) خُدا جي سگهاري هَٿَ هيٺِ نِوَندا رَهو تان تَہ هُو اَوهان کي مَهلَ سِرِمَٿي ڪَري چَڙهي (٧) پَهِنجي ڳڻتيءُ جو سَڀِ بارُ هُنَ تي رَکو چوجو هُنَ کي اَوهان جي ڳڻتي بہ آهي (٨) سُچيتَ ۽ سُجاڳَ رَهو چوجو تَوهان جو ويري شيطانُ گجندڙ شِينهن وانگُرُ ڳوليندو پيو وَتي تَہ ڪِنهن کي بہ لَهي ڦاڙي کائي چَڏي (٩) سو ايمانَ مين پَڪا ٿِي هُنَ جي سامهُٽائي ڪَريو اِئين ڄاڻِي تَہ جيڪي تَوهان جا ڀائرَ دُنيا مين آهِنِ تِن تي اِهيءُ پَرِ جا ڏُکَ اَچِيو ٿا پَوَنِ (١٠) ۽ اَوهان ٿورڙا ڏُکَ سَنا تَنهن کان پوء سَڀِ ٻاجھه جو خُدا جَنهن اَسان کي هَميشَہَ جي وَڏائيءُ لاء يَسُوعَ مَسِيحَ جي وَسِيلي سَڏيو آهي سو پاڻَ تَوهان کي تِيارُ ۽ ڏاڍو ۽ سَگهارو ۽ پَڪو ڪَري (١١) وَڏائي ۽ قُدرَتَ سَدائِين سَندَسِئِي هُجي ؛ آمِينُ ؛

(١٢) خُدا جي ٻاجھه جَنهن تي اَوهين قائِمُ آهِيو سائي سَچِي آهي اِهانَصِيحَتَ ڏيئي ۽ ساکَ پَري سِلوانسُ جو ڀانيان ٿو تَہ سَچارُ ڀاءُ آهي تَنهن جي مَعرفَتَ مون تَوهان کي مُختَصِرِ لِکِيو آهي (١٣) جا ڪَلِيسِيا بابُلَ مين آهي ۽ تَوهان سان گڏُ چونڊجي پَسَندِ ڪَئِي وِئِي آهي سا ۽ مُهنجو پُٽُ مَرقَسُ اَوهان کي سَلامَ ٿا ڏِئنِ (١٤) پيارَ جي چُمِيءُ سان هِڪَ ٻِئي کي سَلامُ ڪَريو اَوهان مِڙِنِي يَسُوع مَسِيح مين ايمانُ آڻيندڙنِ جي سَلامَتِي هُجن ؛ آمِينُ ؛

# پَطِرَسَ جو ٻيو خَطُ

## بابُ ١

شمَعُونُ پَطِرَسُ يَسُوعَ مَسِيحَ جو ٻانهو ۽ رَسُولُ اُنهنِ کي جِنِ اَسان جي خُدا ۽ بَچائيندڙَ يَسُوعَ مَسِيحَ جي راسِتبازِئَ مين ساڳيو قِيمَتي اِيمانُ اَسان سان حاصُلُ ڪيو آهي (٢) خُدا ۽ اَسان جي خُداوَندَ يَسُوعَ جي سُڃاڻپَ سان ٻاجهه ۽ سَلامَتي اَوهان تي وَڌَندي وَڃي (٣) جيئَن تَہ جِنِ شَيُنِ جو جِياپي ۽ دِينداريءَ سان لاڳاپو آهي سي سَڀِ جَنهِن اَسان کي وَڏائيءَ ۽ نيڪِيءَ جي ڪري سَڏِيو آهي تَهِنجي سُڃاڻپَ سان سَندَسِ خُدائِي قُدرَتَ اَسان کي ڏِنيُون آهِنِ (۴) جِنِ جي وَسِيلي اَسان سان تَمامُ وَڏا ۽ قِيَمتي اَنجامَ ڪيا وِيا تان تَہ اُنهنِ جي وَسِيلي جا گَندگِي دُنِيا مين بُڇڙِئَ سَدَّ جي سَبَبان آهي تَنهِن کان اَوهِين ڇُٽِي خُدائِي سُڀاءُ جا ڀائِيوارَ ٿِيو (٥) ۽ پوءِ تَنهِنڪري گهڻِي ڪوشَشِ ڪَري پَهِنجي اِيمانَ تي نيڪِي ۽ نيڪِيءَ تي سُڃاڻَپَ (٦) ۽ سُڃاڻَپَ تي ڪِرِي ۽ ڪِرِئَ تي صَبُرُ ۽ صَبُرَ

تي دِيندارِي (٧) ۽ دينداريءَ تي ڀائپيءَ جهڙو پيار ۽ ڀائپيءَ جهڙي پيار تي محبت وڌايو (٨) ڇو تہ جيڪڏهين اوهان مانجهہ هي ڳالهيون موجود هُجن ۽ وڌنديون وڃن تہ اوهان کي اسان جي خُداوند يسوع مسيح جي سُڃاڻپ لاءِ ڪاهيلو ۽ نِڦرو ٿيڻ نہ ڏينديون (٩) پرجنهن وٽ اِهي ڳالهيون نہ آهن سو انڌو آهي ۽ پنهنجيون اڳيون پوريون تو ڇڏي ۽ سنڌس اکيان ڏوهہ ڌوپجي ويا آهن سا ڳالهہ وساري ڇڏي اٿس (١٠) تنهنڪري اي ڀائرو جو سڏ ۽ ڪوٺو اوهان کي ٿيو آهي تنهن کي پڪو ڪرڻ واسطي گهڻي ڪوشش ڪريو ڇو تہ جيڪڏهين اوهين اِئين ڪندو تہ اوهين ڪڏهين نہ ڪاٻاربو (١١) ڇو تہ اوهان کي اسان جي خُداوند ۽ بچائيندڙ يسوع مسيح جي هميشہ وارئيءَ بادشاهيءَ مين گهڙڻ جي ڇڳيءَ پر موڪل مِلندي ؞

(١٢) تنهنڪري جيتوڻيڪ اوهان کي سُڌ آهي ۽ جا سچائي پڌري ٿي تنهن تي قائم آهيو تہ بہ آئون اوهان کي اِنهن ڳالهين جي يادگيري ڏيارڻ مين خبردار رهندس (١٣) وري بہ آئون هيءَ ڳالهہ مناسب تو ڄاڻان تہ جيسين تائين آئون هِن تنبوءَ مين آهيان تيسين تائين اوهان کي يادگيري ڏياري پيو چوريان (١٤) اِئين ڄاڻي تہ خُداوند يسوع مسيح مون تي جو هيءَ ڳالهہ پڌري ڪئي آهي سو مُنهنجو تنبو سگهوئي لاٿو ويندو (١٥) سو آئون اِنهيءَ ڪوشش مين آهيان تہ اوهين مُنهنجي لاڏاڻي کان پوءِ سدائين اِهي

ڳالهيون يادِ ڪريو (١٦) ڇو تہ اَسان نہ فيلسوفيءَ جي آڪاڻين جي پٺيان لڳي پر اُنلو پاڻ هُنَ جي وڏائيَ جا ڏسندڙ ٿي پنهنجي خُداوند يسوعَ مسيحَ جي قُدرَتَ ۽ پڌري ٿيڻَ جي سُڌِ اوهان کي ڏِني (١٧) ڇو تہ جڏهين هُنَ کي وڏيَ وڏائيءَ واري وٽان اِهو آواز آيو تہ هِيءُ مُنهجو پيارو پُٽُ آهي جنهن تان آئون گهڻو سرهو ٿِيو آهيان تڏهين هُنَ کي خُدا پيءُ وٽان آبَ ۽ مانُ مِليو هو (١٨) ۽ جڏهين اَسين هُنَ سان پاڪ ٽڪرَ تي هُئاسون تڏهين اَسان اِهو آوازُ اُبَ مان اِيندو ٻُڌو (١٩) ۽ نبيُن جو ڪلامُ جو اَسان وٽِ آهي تنهن جي پرڙِ اَسان کي پڪ ٿي ٿِئي ۽ اوهين چڱو ٿاڪريو جو اوهين اِها ڳالهِ سمجهي هُنَ تي نظر ٿاڪريو تہ هُو هِڪِڙو ڏِيئو آهي جو اُونداهيءَ جاءِ مين تيسين تانئين سوجهرو ٿو ڪري جيسين تانئين پرهَ ڦُٽيءَ پرڀاتِ جو تارو اوهان جي دِليُن مين پڌرو نٿو ٿِئي (٢٠) ۽ سڀني کان پهرِيائين هِيءَ ڳالهِ جاڻِي تہ لِکيَتِ جي ڪابہ نبوئتَ پاڻيهي پڌري نٿي ٿِئي (٢١) ڇو تہ نبوئتَ جي ڪابہ ڳالهِ ماڻهوءَ جي مرضيءَ تي ڪڏهين ڪانہ ٿِي پر خُدا جي پاڪ ماڻهن پاڪ رُوحَ سان پرجي ڳالهِ ڪئِي :

## باب ٢

پر (يهودي) قومَ منجهہ بہ ڪوڙا نبي ٿِي ويا آهِن جيئن اوهان منجهہ بہ

ڪُوڙا اُستادَ پيدا ٿِيندا جي ڳُجهَ ڳوهَ مين ناسُ ڪَرَڻَ جَهِڙِيُون ۽ ڪُفِرَ جَهِڙِيُون ڳالِهيُون ڪَڍَندا ۽ ڌَڻِيءُ جَنهِن اُنهن کي مُلهِ وَرِتو تَنهِن بابَتِ اِنڪارُ ڪَندا ۽ پاڻَ کي سِگهوئي ناسُ ڪَندا (٢) ۽ گهڻا تَہ سَندِيُنِ لَنڊائِنِ جي پُٺيان لَڳَندا ۽ اُنهن جي سَبَبان سَچيءُ واٽَ جي گِلا ٿِيندي (٣) ۽ هُو لالَچِ جي ڪَري ڳالِهيُون ٺاهي آوهان کي نَفع جو سَبَبُ ٺَهرائِيندا پَرَ اِنهن جي فِتوىٰ مُدَتَ جي ڪَري دِيري نَہ آهي ۽ نَڪي اُنهن جو ناسُ نِندَ ٿوڪَري (٤) ڇو تَہ جِنِ فِرِشتَنِ ڏوهَ ڪَيا تِنِ کي بِہ خُدا نَہ ڇَڏِيو پَرَ اُونداهہ جي زَنجيرَنِ سان ٻَڌي دوزَخَ مين وِڌائِينِ ۽ اُنهن کي سَونپيائِين تان تَہ نِياءَ لاءِ اُنهن تي پَهرو هُجي (٥) ۽ پُرانيءَ دُنيا کي بِہ نَہ ڇَڏِيائِين پَرَ اُلو بيدِينَنِ تي طُوفانُ وَسائي سَچائِيءَ جي واعِظَ ڪَندَڙَ نُوحَ سُوڌو آٺَنِ جڻَنِ کي بَچائي وَرِتائِين (٦) ۽ سِدوُمُ ۽ غَمُورا جي شَهرَنِ کي ساڙي رَکَ ڪَري فِتوىٰ ڏِنائِين تَہ جَٽُ تي وَڃَنِ جو اِنهيءَ ڪَري اَڳِتي جيڪي بيدِينَ رَهَنِ تِنِ کي ڏَپَ جو هِيءُ سَبَبُ ٿِي اَچي (٧) ۽ راسِتباز لُوطَ جَنهِن لُچَنِ جي ناپاڪُ چالُنِ جي ڪَري آرمانُ پِئي ڪاڏو تَنهِن کي ڇوٽِڪو ڏِنائِين (٨) (ڇوجو اُهو سَچارُ اُنهن مَنجهِ رَهي ۽ اُنهن جا شَرِيعَتَ جي اُبتَڙِ ڪَمَ ڏِسي ۽ ٻُڌي ڏِينهُون ڏِينَهن پَهنجي سَچيءَ دِلِ کي پِيو تَپائِيندو هو) (٩) سو ڌَڻِي تَہ دِيِندارَنِ کي پَرِ ڪا ڪان ڇُٽائي ڄاڻي ٿو ۽ بيدِينَنِ کي نِياءَ جي ڏِينهَن تائين سَزا ڏِيڻَ لاءِ

رکي ڇاڏي ٿو (١٠) خصوص جي ناپاڪ شهوتن سان جسم جي پٺيان
ٿا لڳن ۽ حڪومت کي ڪين ڄهڙو ٿا ڄاڻن سي گستاخ ۽ نڙر آهن ۽ عزت
وارن کي خوار ڪرڻ کان ڊڄندي نٿا (١١) جيتوڻيڪ ملائڪ سگهه ۽
زور مين ڪائن وڏا آهن ته ٻه اُنهن تي ڏٺي وٽ دانهن ڪري ساڻن جُٽ
نٿا ڪن (١٢) پر ذاتي بيعقل جانور جي شڪار ۽ ڇٽ ٿمڻ لاءِ پيدا ٿيا
آهن تن وانگر جن شين مان هو واقف نه آهن تن جي بدنامي ڪري هيٺن
پنهنجي خرابي مين ڇٽ ٿي ويندا (١٣) اُنهن کي پنهنجي بڇڙائي جو
بدر ملندو ۽ ڏينهن جو عيش ڪرڻ انهي مين هو خوشي ٿا سمجهن هو داغ
۽ عيب آهن ۽ اوهان سان ڪائي پيئ پنهنجين دغائن مين جشن ڪن ٿا
(١٤) اُنهن جون اکيون زناءَ سان ڀريون پيئون آهن ۽ گناهه ڪرڻ کان نه ٿيون
رهن ۽ اڻٿر روحن کي ڀلائين ٿا اُنهن جي دل کي لوڀ ڏي گهڻو موهه آهي ۽
هو پاراتي جا ٻار آهن (١٥) هو سنئين وات کي ڇڏي مُنجهي پيا آهن ۽
بسور جو پٽ بلعام جنهن جو بڇڙائي جي اُجوري سان پيار هو تنهن جي
ريت تي هليا آهن (١٦) پر سندس بڇڙائي ڪري مٿس هيئ ڏوهه ثابت
ٿيو ته گنگي گڏهه ماڻهوءَ وانگر ڳالهائي نبي جي چريائي کي روڪي ڇڏيو
(١٧) ۽ هو سُڪل کوهه ۽ ڪڪر آهن جن کي واچ ٻورائي ٿي ۽ اُنهن لاءِ
هميشه جي اُونداهه جي ڪاراڻ رکي آهي (١٨) جيڪي گمراهين مان

صَفا بَچي نِڪتا تِنِ کي هُو هِنَ جي اَچائي بَڪوادِ ڪَري جِسماني
شَهوَتُنِ ۽ ناپاڪائِنِ مين ڦاسائِينِ ٿا (١٩) جو هُو جِوڻِڪي جو اَنجامُ ڪَنِ
ٿا پَرهُو پاڻَ خَرابِيءَ جا بانها ٿِيو ٿا پَوَنِ ڇو تَه جو جَنهِن کان جيتِجي وِيو
سو تَهاجوئِي غُلامُ ٿِيو (٢٠) ڇو تَه جي ڏَڻِيءَ جي ۽ ڇوٽِڪي ڏِيندَڙ يَسُوعَ
مَسِيحَ جي سُڃاڻَپَ ڪَري ناپاڪائِنِ کان بَچي وِيا هُوا سي جيڪَڏهِين
وَري اَچي اُنهِنِ مين ڦاسي جيتِجي وَڃَنِ تَه پَهرين کان اُنهِنِ جو پويون حالُ
بُڇِڙو ٿِيو چُڪو (٢١) ڇو تَه اُنهِن کي خَبَرَ بِ هُئِي تَه بِ جو پاڪُ حُڪُمُ
اُنهِنِ کي سَونپيو وِيو تَنهِن کان ڦِرِيا آهِنِ اِنهِيءَ کان تَه جيڪَرَ اُنهِنِ کي سَچائِيءَ
جي واٽَ جي خَبَرَ نَه هُجي ها تَه اِها ڳالِهه اُنهِن لاءِ چَڱِي ٿِئِي ها (٢٢) پَرَ
هِيءُ سَچو پَهاڪو اُنهِنِ تي بَرابَرِ لَڳِي ٿو اَچي تَه ڪُتو پَهاجي قَيءِ ڏانهِن ۽
وهَتِلُ سُوئَرُ دُبَڻِ ڏانهَن ليٽَڻَ جي واسِطي وَرِيو آهي ⁘

## باب ٣

اي پِيارو هاڻي اَوهان ڏانهَن هِي بِيو خَطُ ٿو لکان ۽ بِنهِي مين يادِ ڳِيري
ڏِياري اَوهان جي صافُ دِليُنِ کي جورِيان ٿو (٢) تان تَه جي ڳالِهيُون پاڪُ
نَبِيُنِ اَڳِي چَيُون هُيُون تِنِ کي ۽ خُداوَنَدَ ۽ ڇوٽِڪي ڏِيندَڙَ جي اَسان
رَسُولَنِ جي حُڪُمَ کي اَوهِين يادِ ڪَرِيو (٣) ۽ اَوهِين اِها ڳالِهه پَهرِيائِين

جاڻي وَٽو تہ پويَنِ ڏِينهَنِ جي ٺِچاڙِئَ مين ڪِهائي اِيندا جي پَهنجِيُنِ ٺِچڙِيُنِ سَڌنِ پٺاندرِ هَلَندا (٤) ۽ چَوَندا تہ هُنَ جي وَرِي اَچَڻَ جو اَنجامُ ڪاڏي وِيو ڇو تہ جڏهانڪُرَ اَسان جا اَباڏاڏا سُمهي پيا تَڏهانڪُرُ سَڀُڪي جيئَن پيدائِشَ جي مُنڍَ مين هو تِيئَن اَجان تائِين آهي (٥) ڇو تہ اُنهنِ جاڻي ٻُجهي اِها ڳالِهہ وِساري ڇَڏي آهي تہ اَڳي ۾ اُپَ خُدا جي ڪَلامَ سان هُوا ۽ ڌَرتِي پاڻِيَ سان ۽ پاڻِيَ جي وَسِيلي هَڪِي هُيُ (٦) جِنِ جي ڪَري اَڳِين دُنيا پاڻِيَ مين ٻُڏي ڇَٽُ ٿِي وِيئِ (٧) پَرَ اُپَ ۽ ڌَرِتي جي هاڻي آهِنِ سي سَندَسِ ڪَلامَ سان سوگها آهِنِ ۽ بيدِينَنِ جي عَدالَتَ ۽ ڇَٽُ ٿِئَڻَ تائِين ساڙِي ڇَڏَڻَ لاءِ رَکِيا آهِنِ (٨) پَرَ اي پِيارو اِها هِڪِڙِي ڳالِهہ اَوهِين نَہ وِسارِيو تہ خُدا جي اَڳِيان هِڪِڙو ڏِينهُن هَزارُ وَرهِنِ جي بَرابَرِ ۽ هَزارُ وَرهَ هِڪِڙي ڏِينهَن جي بَرابَرِ آهِنِ (٩) سو ڌَڻِي پَهنجي اَنجامَنِ جي پارَڻَ مين دِرائِي ڪِينَ ڪَندو آهي جيئَن ڪي سَمُجهندا آهِنِ پَرَ اَسان سان صَبُرُ ڪَندو آهي ۽ سَندِيَسِ اِها نِيَتَ نَہ آهي تہ ڪو ڇَٽُ ٿِئِي بَلڪِ سَندِيَسِ اِهائِي خَواهِشَ آهي تہ مِڙِيئِي توبَهَ ڪَنِ (١٠) پَرَ جيئَن راتِ جو چورُ اِيندو آهي تِيئَن ڌَڻِيَ جو ڏِينهُن اِيندو ۽ اُنهِئَ ئِي مين اُپَ ڏاڍِي هُلَ سان وِيندا هَلِيا ۽ عَناصِرَ سَڙِي ڳَرِي ويندا ۽ ڌَرِتِي ۽ جيڪي ڪارِيگَرِيُون مَنجِهسِ آهِنِ سي ڪامِي وِيندِيُون (١١) پوءِ جڏهِين اِهي مِڙِيئِي

شَيُون گرِي وَڃَڻَ جهڙيُون آهِنِ تَڏهِين اوهان کي پاڪ چالَ ۽ دِينداريءَ مين ڪيئن نِٺُڻ گهرجي (١٢) ۽ خُدا جي ڏِينهَن جي اَچَڻَ جي واٽ ڏِسو ۽ اُن ڏِينهَن لاءِ سَڌون ڪَريو جنهِن مين اُڀ سَڙِي گرِي ويندا ۽ عَناصِرَ ڪامِي پَگهِرجِي ويندا (١٣) پَرَ جِن نَنسُنِ اُڀِنِ ۽ نَئِيءَ ڌَرتِيءَ مين راستِبازِي ٿِي رَهِي تِن جي اوسيڙي مين اَسِين سَندَسِ اَنجامَ پَٽاندرِ ٿا رَهُون :

(١٤) تَنهِنڪري اي پِيارو اُنهِنِ شَيُنِ جي واٽَ ڏِسي سَعيو ڪَريو جو اَوهِين هُنَ جي اَڳِيان بيداغ ۽ بي عيب سانتِ مَاجِهه ڏِسَڻَ مين اَچو (١٥) ۽ اَسان جي ڌَڻِيءَ جي صَبُرَ کي پَهِنجو ڇوٽڪو ڪَري ڄاڻو جيئن تہ جا ڏاهَپ اَسان جي پِياري ڀاءُ پَوُلُسَ کي مِلِيَلَ آهي تَنهِن پَٽاندرِ هُنَ پڻِ اَوهان ڏانهَن لِکِيو آهي (١٦) ۽ سَڀني خَطَنِ مين اُنهِنِ ڳالِهيُنِ جو ذِڪرُ ڪَيو اَٿَسِ ۽ اُنهِنِ مان ڪِنِ ڳالِهيُنِ جو سَمُجهڻُ ڏايو مُشِڪلُ آهي سو ڏَڏَ ۽ اَڻَتِرَ ماڻهون ٻِيُنِ لِکِيتُنِ وانگرُ پَهِنجي مَوُتَ لاءِ ڦيرائيي اُنهِنِ جو اُبتو مَطِلَبُ ڪَنِ ٿا (١٧) سو اي پِيارو اَوهان کي اِنهِنِ ڳالِهيُنِ جي اَڳِيئِي سُڌِ آهي تَنهِنڪري سَنڀالِيو جو مَتان بُڇڙَنِ جي ڀُلُنِ ڏانهَن ڇِڪِجِي وَڃِي پَهِنجي ٻِهڪ کان نِڪِرِي وَڃو (١٨) پَرَ اُتِلو اَسان جي خُداوندَ ۽ بَچائِيندڙ يَسُوع مَسِيحَ جي ٻاجهه ۽ سُڃاڻَپ مين وَڌَندا وَڃو هُنَ جي وَڏائِي هِينئَرَ بہ آهي ۽ سَدائِين بہ هُوندِي : آمِينُ :

# يُوحَنَ جو پَهرِيُون خَطُ

## بابُ ١

جو جِياپي جو ڪَلامُ مُنڍَ کان هو ۽ جو اَسان ٻُڌو ۽ پَنهِنجي اَکِيُنِ سان ڏِٺو ۽ جو اَسين ڏِسي رَهِيا آهِيُون ۽ جنهِن کي اَسان پَنهِنجو هٿُ لاتو آهي تَنهِن بابَتِ (٢) (۽ جِياپو پَڌِرو ٿِيو ۽ اَسان ڏِٺو ۽ اَسين هُنَ جي شاهِدي ٿا ڀَرِيُون ۽ جو هَميشَهَ جو جِياپو پِيُ وَٽِ هو ۽ اَسان تي پَڌِرو ٿِيو تَنهِن جو اَسين اَوهان کي بَيانُ ڪَري ٿا ٻُڌايُون) (٣) جيڪي اَسان ڏِٺو ۽ ٻُڌو آهي تِنهِنجي اَوهان کي خَبَرَ ٿا ٻُڌايُون تان تہ اَوهِين ٻہ اَسان سان ميلاپُ رَکو ۽ اَسان جو ميلاپُ تہ پِيُ ۽ هُنَ جي پُٽَ يَسُوعَ مَسِيحَ سان آهي (٤) ۽ اَسين هِي ڳالِهيُون اَوهان ڏانهَن لِکُون ٿا تان تہ اَوهان جي سَرَهائِي پُوري هُجي ٭

(٥) ۽ جا خَبَرَ اَسان هُنَ کان ٻُڌي ۽ اَوهان کي ڏِيُون ٿا سا هِيءَ آهي تہ خُدا سوجِهرو آهي ۽ هُنَ مَنجهِہ ڪا ٻہ اُونڌَهِ نہ آهي (٦) جيڪَڏهِين اَسين چئون تہ اَسان جو هُنَ سان ميلاپُ آهي ۽ اُونَڌهِ مين ٿا هلون تہ ڪُوڙ

تا ڳالِهايُون ۽ سَچَ تي نَتا هَلُون (٧) جيئَن هُو سوجِهري مين آهي تِيئَن جيڪَڏهِين اَسِين پاڻَ سوجِهري مين تا هلوُن تَ اَسِين پاڻَ مين ميلاپُ تا رَکُون ۽ هُنَ جي پُٽَ يَسُوعَ مَسِيحَ جو رَتُ اَسان کي سَيَڪَنهِن ڏوهَ کان پاڪُ تو ڪَري (٨) جيڪَڏَهِين چَئُون تَ اَسِين بي ڏوها آهِيوُن تَ اَسِين پاڻَ کي ٺَڳِيوُن تا ۽ پوءِ تَ اَسان مين سَچائِي ڪانَ تِي (٩) جيڪَڏَهِين اَسِين پَهِنجا ڏوهَ باسِيوُن تَ هُو اَسان جي ڏوهَنِ کي مَعافُ ڪَرَڻَ ۽ اَسان کي سَيَڪَنِهن ناراستِيءُ کان پاڪُ ڪَرَڻَ مين سَچو ۽ نِيائِي آهي (١٠) جيڪَڏَهِين چَئُون تَ اَسان ڏوهَ نَ ڪَيا آهِنِ تَ هُنَ کي ڪُوڙو تا ڪَريوُن ۽ پوءِ هُنَ جو ڪَلامُ اَسان مَانجهِ تَ نَ ٿِيو :

## بابُ ٢

اي مُهِنجا نَنڊِا ٻارِڙو آئون اَوهان کي هِي ڳالِهيوُن لِکان تو تان تَ اَوهِين ڏوهُ نَ ڪَريو ۽ جيڪَڏَهِين ڪو ڏوهُ ڪَري تَ يَسُوع مَسِيحُ جو عادِلُ آهي سو پِيءُ وَٽِ اَسان جو شَفِيع آهي (٢) ۽ هُو اَسان جي ڏوهَنِ لاءِ ڪِفارو آهي ۽ نَ رُڳو اَسان جي ڏوهَنِ لاءِ پَرَ سَڄِيءُ دُنِيا جي ڏوهَنِ لاءِ پِڻِ ڪِفارو آهي (٣) ۽ جيڪَڏَهِين اَسِين هُنَ جي حُڪَمَنِ تي هَلونُ تا تَ پوءِ اَسِين ڄاڻُون تا تَ اَسان هُنَ کي سُڃاتو (٤) جو چَوي تو تَ آئون هُنَ کي سُڃاڻان تو پَرَ هُنَ

جي حُكمَنِ تي نَتو هَلي سو كُوڙو آهي ۽ سَچ هُنَ مَاجهِ كونهي (٥) پَرَ جيكو هُنَ جي كَلامَ تي تو هَلي تَنهِن مين سَچ خُدا جو پيارُ پَكو ٿِيو آهي اِنهِيءَ كَري اَسين ڄاڻُون ٿا تَ هُنَ مَاجهِ آهِيوُن (٦) جيكو چَوي ٿو تَ آئون هُنَ مين وَسان ٿو تَ جيئَن هُو هَلِيو تي تِيئَن گُهرجيسِ تَ پاڻَ بِ هَلي (٧) اي ڀائرو آئون اَوهان ڏانهن كو نَئون حُكمُ نَتو لِكان پَرَ پُرانو حُكمُ جو اَوهان كي مُنڍَ كان مِلِيو هو سو تو لِكان پُرانو حُكمُ اُهو كَلامُ آهي جو اَوهان مُنڍَ كان ٻُڌِيو آهي (٨) وَرِي آئون اَوهان كي نَئون حُكمُ تو لِكان جو هُنَ مَنجهِ ۽ اَوهان مَاجهِ سَچو آهي چو تَ اُوندَهِ لَنگهي ويئي آهي ۽ هاڻي سَچو سوجهِرو تو چِمِكي (٩) جو چَوي ٿو تَ آئون سوجهِري مين آهِيان پَرَ پَهِنجي ڀاءُ سان ويُر تو رَكي سو اَڃا تائِين اُوندَهِ مين آهي (١٠) جو پَهِنجي ڀاءُ كي تو پيارُيئين سو سوجهِري مين تو رَهي ۽ هُنَ مين ٿابي كائِڻَ جو سَبَبُ نَ آهي (١١) پَرَ جيكو پَهِنجي ڀاءُ سان ويُر تو رَكي سو اُوندَهِ مين آهي ۽ اُوندَهِ مين تو گُهمي ۽ خَبَرَ نَٿي پَويسِ تَ كاڏي تو وَڃي چا كوُن تَ اُوندَهِ هُنَ جي اَكِيُنِ كي اَندو كَري ڇَڏِيو آهي ⁘

(١٢) اي ٻارڙو آئون اَوهان كي لِكان تو چا كوُن تَ هُنَ جي نالِن كَري اَوهان كي اَوهان جا ڏوهَ مَعافُ كَيا وِيا آهِنِ (١٣) اي پِئُرو اَوهان كي لِكان تو چا كُون تَ جو مُنڍَ كان وَٺي آهي تَنهِن كي اَوهان سُڃاتو آهي ۽ اي جُوانو

آئون اَوهان کي لِکان ٿو ڇا کُون تہ اَوهين ٻُڇڙي تي غالِبَ پيا آهِيو اي ڇوکِرو آئون اَوهان کي لِکان ٿو ڇاکون تہ اَوهان پِيُ کي سُڃاتو آهي (١٤) اي پِئرو مُون اَوهان کي لِکيو آهي ڇا کُون تہ جو مُنڍَ کان وَٺِي آهي تَنهِن کي اَوهان سُڃاتو آهي اي جُوانو مُون اَوهان کي لِکيو آهي ڇاکُون تہ اَوهين سَگهارا آهِيو ۽ خُدا جو ڪَلامُ اَوهان مَنجهہِ رَهي ٿو ۽ اَوهين ٻُڇڙي تي عالِبُ پِيا آهِيو (١٥) دُنيا ۽ دُنيا جي شَيُنِ سان پِيارُ نہ رَکو جيڪو دُنِيا سان ٿو پِيارُ رَکي تَنهِن مَنجهہِ پِيُ جو پِيارُ ڪونهي (١٦) ڇو تہ جيڪي دُنِيا مين آهي سو سَڀِ يَعني جِسِمَ جي سَڌَ ۽ اَکِيُنِ جي سَڌَ ۽ جِيابِي جو هَٺُ اِهي پِيُ وَٽان نہ آهِنِ پَرَ دُنِيا مان آهِنِ (١٧) ۽ دُنِيا ۽ هُنَ جي سَڌَ لَنگهي ٿِي وَڃي پَرَ جيڪو دَئِيُ جي مَرضِيُ تي هَلي ٿو سو سَدانئِين ٿو رَهي (١٨) اي ڇوکِرو هاڻي ٻَڇاڙِي آهي ۽ جيئَن اَوهان ٻُڌو آهي تہ مَسِيحَ جي اُبَتڙِ هِڪِڙو اَچِڻو آهي سو هاڻي گهڻيئِي مَسِيحَ جي اُبَتڙِ پيدا ٿِيا آهِنِ ۽ تَنهِن ڪَري اَسِين ڄاڻُون ٿا تہ هاڻي ٻَڇاڙِي ٿِي آهي (١٩) هُو اَسان مَنجهان نِڪِرِي وِيا پَرَ اَسان مان نہ هُوا ڇا کُون تہ جيڪَڏهِين اَسان مان هُجَنِ ها تہ اَسان سان رَهَنِ ها پَرَ هُو نِڪِرِي وِيا تان تہ پَڌِرا ٿِئَنِ تہ هُو سَڀِ اَسان مان نہ آهِنِ (٢٠) ۽ قُدوُسَ اَوهان کي تيلُ مَکِيو آهي ۽ اَوهان کي سَڀِنِي ڳالِهيُنِ جي سُڌِ آهي (٢١) مُون اَوهان ڏانهَن اِنهِيُ سَبَبَ ڪَري

نَہ لِکِيو آهي تَہ اَوهان کي سَچَ جي خَبَرَ نَہ آهي پَرَ اِنهيءَ لاءِ لِکِيو اَٿِمِ تَہ اَوهان کي هُنَ جي سُڌِ آهي ۽ اَوهان کي هِيئَ بِہ سُڌِ آهي تَہ کو بِہ ڪُوڙُ سَچَ مَنجهان نَہ آهي (۲۲) ڪيرُ ڪُوڙو آهي پَرَ جيڪو چَوي ٿو تَہ يَسُوعُ اُهو مَسِيحُ نَہ آهي ۽ جو پِيئُ ۽ پُٽَ کي نَٿو مَڃي سو مَسِيحَ جي اَبَتڙِ آهي (۲۳) جيڪو پُٽَ جي ناڪارَ ٿو ڪَري تَنهِن جو بِہ پِيئُ نَہ آهي (۲۴) جيڪي اَوهان مُنڍَ کان ٻُڌو آهي سو اَوهان مَنجِهہ رَهي جيڪي اَوهان مُنڍَ کان ٻُڌو آهي سو جيڪَڏهِين اَوهان مَنجِهہ رَهندو تَہ اَوهِين پِڻِ پُٽَ ۽ پِيئُ مَنجِهہ رَهَندو (۲۵) ۽ جو اَنجامُ هُنَ اَسان سان ڪَيو آهي سو هِيئُ آهي يَعني هَميشَهَ جو جِياپو (۲۶) ۽ جيڪي اَوهان کي ٺَڳِين ٿا تِنِ بابَتِ مُون اَوهان ڏانهَن اِهي ڳالِهيُون لِکِيُون آهِنِ (۲۷) ۽ جو مَسَحُ اَوهان کي هُنَ وَٽان مِليو آهي سو اَوهان مَنجِهہ رَهي ٿو ۽ اَوهان کي اِنهيءَ ڳالِهہ جي گُهرِجَ نَہ آهي تَہ ڪو اَوهان کي سيکاري پَرَ جيئَن اِهو ساڳِيو مَسَحُ اَوهان کي سَڀِني ڳالِهيُنِ بابَتِ سيکاري ٿو ۽ سَچُ آهي ۽ ڪُوڙُ نَہ آهي ۽ جيئَن هُنَ اَوهان کي سيکارِيو آهي تِيئَن اَوهِين بِہ هُنَ مين رَهَندو (۲۸) ۽ هاڻي اي ٻارڙو اَوهِين هُنَ مَنجِهہ رَهو تان تَہ جَڏهِين پَڌِرو ٿِيي تَڏهِين اَسان کي دِلِجاءِ ٿِيئُ ۽ جَڏهِين پَڌِرو ٿِيي تَڏهِين اَسِين هُنَ جي اَڳِيان ڦِڪا نَہ ٿِيُون (۲۹) جيڪَڏهِين ڄاڻو ٿا تَہ هُو سَچو

آهي تہ اُوهين هِيئُ بہ ٿا ڄاڻو تہ جيڪو سَچائِي ٿو ڪَري سو هُنَ مان پيدا ٿِيو آهي ⁘

## بابُ ٣

ڏِسو تہ ڪَهِڙو نہ پيارُ پِيُ اَسان تي ڪَيو آهي جو اَسِين پاڻَ کي خُدا جا پُٽَ سَڏايُون تَنهِنڪَري جَهانُ اَسان کي نَٿو سُڃاڻي جو هُنَ بہ هُنَ کي نہ سُڃاتو (٢) اي پيارو هاڻي اَسِين خُداجا پُٽَ آهِيُون ۽ اَڃا اِها ڳالِهہ پَڌِري نہ ٿي آهي تہ اِسين ڇا ٿِينداسِين پَرَ اَسان کي سُڌِ آهي تہ جَڏَهِين هُو پَڌِرو ٿِيندو تَڏَهِين اَسِين هُنَ جَهِڙا ٿِينداسُون ڇا ڪُون تہ جَهِڙو آهي تَهِڙوئِي اَسِين هُنَ کي ڏِسنداسُون (٣) ۽ جوجو هُنَ مين اِها آسَ ٿو رَکي سو جيئَن هُو پاڪُ آهي تِيئَن پاڻَ کي پاڪُ ٿو ڪَري (٤) جيڪو ڏوهُ ٿو ڪَري سو شَرِيعَتَ جي اُبَتڙِ ٿو هَلي ۽ ڏوهُ سو شَرِيعَتَ جي اُبَتڙِ آهي (٥) ۽ اُوهان کي سُڌِ آهي تہ هُو پَڌِرو ٿِيو تان تہ اَسان جا گُناهَ کَڻِي وَڃي ۽ هُنَ مين گُناهَ جي بوءِ بہ ڪانهي (٦) جوجو شَخِصُ هُنَ مين ٿو رَهي سو گُناهُ نَٿو ڪَري ۽ جوجو شَخِصُ گُناهُ ٿو ڪَري تَنهِن نہ هُنَ کي ڏِٺو آهي ۽ نہ سُڃاتو آهي (٧) اي ٻارڙو ڪَنهِن کان بہ اُوهين پاڻُ نہ ٺَڳايو جيڪو سَچائِي ٿو ڪَري سو سَچارُ آهي بَلڪِ هُنَ جَهِڙو سَچارُ آهي (٨) جيڪو ڏوهُ ٿو ڪَري سو شيطانَ مَنجهان

آهي ڇوجو شيطانُ مُنڍَ کان وَٺِي ڏوهُ ڪندو پيو اَچي سو خُدا جو پُٽُ اِنهِيءَ لاءِ پَڌِرو ٿِيو تَہ شيطانَ جي ڪَمَنِ کي ڇِٽُ ڪَري ڇَڏِي (۹) جوجو شَخِصُ خُدا وَٽان پيدا ٿِيو آهيُ سو ڏوهُ نَٿو ڪَري ڇو تَہ هُنَ جو ٻِجُ مَنجِهِس رَهي ٿو ۽ هُنَ کان ڏوهُ ٿِي نَٿو سَگهي ڇو تَہ هُو خُدا وَٽان پيدا ٿِيو آهي (١٠) اِنهِيءَ مَنجهانئِي خُداجا پُٽَ ۽ شيطانَ جا پُٽَ پَڌِرا ٿا ٿِئَن جيڪو سَچائِي نَٿو ڪَري ۽ پَهِنجي ڀاءُ کي پيارُ نَٿو ڪَري سو خُدا وَٽان نَہ آهي (١١) ڇو تَہ جا خَبَرَ اَسان مُنڍَ کان ٻُڌِي سا هِيءَ آهي تَہ اَسِين هِڪٻِئِي کي پيارُ ڪَريُون (١٢) ۽ نَہ قائِنَ وانگُرُ جو هُنَ ٻُڇڙِي مان هو ۽ جَنهِن پَهِنجي ڀاءُ کي ڪُهي ڇَڏِيو ۽ ڇاڪاڻِ هُنَ هُنَ کي ڪُهي ڇَڏِيو ڇو تَہ هُنَ جا ڪَمَ ٻُڇڙا هُوا ۽ سَندَس ڀاءُ جا ڪَمَ راسِتِبازِئِي جهڙا هُوا ÷

(١٣) اي مُهِنجا ڀائُرو جيڪڏهِين جَهانُ اَوهان سان ويرُ رَکي تَہ اَوهِين اَچِرِجَ مين نَہ پَئو (١٤) ۽ اَسان کي سُڌِ آهي تَہ اَسِين مَوُتَ مان لنگهي جياپي مين آيا آهِيوُن ڇو تَہ اَسِين پَهِنجِن ڀائُرَنِ کي پيارُ ڪندا آهِيوُن جو پَهِنجي ڀاءُ کي پيارُ نَٿو ڪَري سو مَوُتَ مَنجهِہ ٿو رَهي (١٥) جيڪو پَهِنجي ڀاءُ سان ويرُ ٿو رَکي سو خُونِي آهي ۽ اَوهان کي سُڌِ آهي تَہ ڪَنهِن بِہ خُونِيءَ مين هَميشَہَ جو جياپو نَٿو رَهي (١٦) اِنهِيءَ مَنجهان اَسان هُنَ جو پيارُ پَروُڙِي وَرتو ڇو تَہ هُنَ اَسان لاءِ پَهِنجو ساهُ ڏِنو ۽ اَسان کي بِہ جُڳائي تَہ پَهِنجِن ڀائُرَنِ

لاءِ اَسِين بِہ پَہِنجو ساهُ ڎِيئُون (١٧) پَرَ جَنہِن وَٽِ هِنَ دُنِيا جو مالُ هُجي ۽ پَہِنجي ڀاءُ کي مُحتاجُ ڎِسي ۽ پاڻَ هُنَ تي رَحِمُ ڪَرَڻَ کان پاسو ڪري تَہ پوءِ هُنَ مين خُدا جو پيارُ ڪِيئن تو رَهي (١٨) مُہِنجا ننڍا ٻارڙو اَسِين ڳالِہِيُنِ ۽ واتَ سان نَہ پَرَ ڪَمَ ۽ سَچائِيءَ سان پيارُ ڪَرِيُون (١٩) ۽ اِنہِيءَ مان اَسان کي مَعلُومُ ٿو ٿِئي تَہ اَسِين سَچائِيءَ مان آهِيُون ۽ هُنَ وَٽِ اَسان کي دِلجاءِ ٿِيندي (٢٠) ڇوجو جيڪَڎهِين اَسان جي دِلِ اَسان تي ڎوهُ رَکي تَہ خُدا اَسان جي دِلِ کان وَڎو آهي ۽ سَڀُڪُجهہ ڄاڻي ٿو (٢١) اي پيارو جيڪَڎهِين اَسان جي دِلِ اَسان تي ڎوهُ نَہ رَکي تَہ اَسان کي خُدا جي اَڳِيان دِلجاءِ آهي (٢٢) ۽ جيڪي اَسِين گهُرُونُ ٿا سو اَسان کي هُنَ وَٽان مِلي ٿو ڇاڪاڻ تَہ اَسِين هُنَ جي حُڪمَنِ تي هَلُون ٿا ۽ جيڪي هُنَ کي پَسَندِ آهي سو اَسِين ڪَرِيُون ٿا (٢٣) ۽ هُنَ جو هِيءُ حُڪمُ آهي تَہ اَسِين هُنَ جي پُٽَ يَسُوعَ مَسِيحَ جي نالي تي ويساهُ رَکُون ۽ جيئن هُنَ اَسان کي حُڪمُ ڎِنو آهي تِيئن هِڪِبِئي کي پِيارُ ڪَرِيُون (٢٤) جيڪو هُنَ جي حُڪمَنِ تي هَلي ٿو سو هُنَ مَنجِهہ ۽ هُو هُنَ مَنجِهہ رَهي ٿو ۽ جو رُوحُ هُنَ اَسان کي ڎِنو آهي تَنہِن مان اَسان کي مَعلومُ ٿو ٿِئي تَہ هُوءَ اَسان مَنجِهہ رَهي ٿو ÷

## بابُ ۴

اي پيارو سَيَڪنهن رُوحَ تي ويساهُ نَہ آڻيو پَرَ رُوحَنِ کي آزمايو تَہ خُدا وَٽان آهِنِ ياڻَہ ۔ ڇو تَہ گهڻيئِي ڪُوڙا نَبي نِڪِرِي دُنيا مين آيا آهِنِ (۲) اِنهِيءَ مان خُدا جي رُوحَ کي سُڃاڻو ڇو تَہ جيڪو رُوحُ مَيحي ٿو تَہ يَسُوع مَسيحُ جِسِمَ مين پَڌِرو ٿِيو سوئِي خُدا وَٽان آهي (۳) ۽ جيڪو رُوحُ نَٿو مَڃي تَہ يَسُوعُ مَسيحُ جِسِمَ مين پَڌِرو ٿِيو سو خُدا وَٽان نَہ آهي ۽ هِييُ رُوحُ جيڪو مَسيحَ جي اُبَٽَڙِ آهي تَنهِن جو آهي ۽ هُنَ جي خَبَرَ اَوهان ٻُڌي آهي تَہ اَچي ٿو ۽ هاڻي هُو اَڃي جُڳو آهي (۴) اي نَنڍا ٻچڙِرو اَوهِين خُدا جا آهيو ۽ اُنهنِ تي غالِبُ ٿِيا آهِيو ڇو تَہ جو دُنِيا مَنجهِ ٿو رَهي تَنهِن کان جو اَوهان مين ٿو رَهي سو وَڏو آهي (۵) هُو دُنِيا مان آهِنِ تَنهِنڪري دُنِيا جي ڳالِهه ٿا ڪَنِ ۽ دُنِيا اُنهنِ جي ٻُڌي ٿي (٦) اَسِين خُدا مَنجهان آهِيُون جيڪو خُدا کي ٿو سُڃاڻي سو اَسان جي ٻُڌي ٿو جو خُدا مَنجهان نَہ آهي سو اَسان جي نَٿو ٻُڌي اِنهِيءَ مان اَسِين سَچائِيءَ جي رُوحَ ۽ گُمِراهِيءَ جي رُوحَ کي سُڃاڻي وَٺُون ٿا ∴

(۷) اي پيارو اِئين ٿِئي جو اَسِين هِڪَ ٻِئَي کي پيارُ ڪَرِيُون ڇو تَہ پيارُ خُدا وَٽانئِي آهي ۽ جو پيارُ ٿو ڪَري سو خُدا وَٽان پيدا ٿِيو آهي ۽ خُدا

كي سُڃاڻي ٿو (۸) جنهِن مَنجهه پيارُ نہ آهي سو خُدا كي نٿو سُڃاڻي ڇو تہ
خُدا پيارُ آهي (۹) خُدا جو پيارُ جو اَسان تي آهي سو اِنهيءَ مان ٿي پَڌرو
ٿيو ڇو تہ خُدا پَهنجو پَهريتو پُٽ دُنيا مين موكِليو تان تہ اَسين هُنَ جي
وَسيلي جِياپو لَهون (۱۰) اِنهيءَ مين مَحبَت نہ آهي تہ اَسان خُدا كي پيارُ
كيو اُٽلو اِنهيءَ مين آهي تہ هُنَ اَسان كي پيارُ كيو ۽ پَهنجي پُٽَ كي
موكِليائين تہ اَسان جي ڏوهَن لاءِ كِفارو ٿِئي (۱۱) اي پيارو جَڏهين خُدا
بہ اَسان كي اِئين پيارُ كيو تَڏهين اَسان كي گهُرجي تہ اَسين بہ هِكِٻِئي كي
پيارُ كَريُون (۱۲) كَنهن خُدا كي كَڏهين كِينَ ڏِٺو آهي جيكَڏهين
اَسين هِكِٻِئي كي پيارُ كَريُون ٿا تہ خُدا اَسان مَنجهه رَهي ٿو ۽ هُنَ جو پيارُ
اَسان مَنجهه پُورو ٿِيو آهي (۱۳) اِنهيءَ مان اَسان كي سُڌِ ٿِي پَوي تہ اَسين هُنَ
مَنجهه ۽ هُو اَسان مَنجهه رَهي ٿو ڇو تہ هُنَ پَهنجي رُوحَ مان اَسان كي ڏِنو
آهي (۱۴) ۽ اَسان ڏِٺو آهي ۽ ساكَ ٿا ڀَريُون جو پِيءُ پُٽَ كي موكِليو آهي تہ
دُنيا جو بَچائِيندڙُ ٿِئي (۱۵) جيكو مَڃي ٿو تہ يَسوعُ خُدا جو پُٽُ آهي
تَنهِن مَنجهه خُدا ٿو رَهي ۽ هُو خُدا مَنجهه ٿو رَهي (۱۶) ۽ خُدا جو پيارُ جو
اَسان تي آهي تَنهِن جي اَسان كي سُڌِ پيئي آهي ۽ تَنهِن تي اَسان ويساهُ
آندو آهي خُدا پيارُ آهي جو پيارُ مين ٿو رَهي سو خُدا مَنجهه ٿو رَهي ۽ خُدا
هُنَ مين ٿو رَهي (۱۷) اِنهيءَ مان اَسان وَٽِ پيارُ پُورو ٿِيو آهي تان تہ نِياءَ جي

ڏِينهَن اَسان کي دِلجاء ٿِئي چو تہ جيِئن هُو پاڻ آهي تِيئن اَسين بہ هِنَ دُنِيا مين آهِيُون (۱۸) پيار مين ڊَپُ نہ آهي پَرَ پُورو پيارُ ڊَپَ کي ڪَڍِي ٿو ڇَڏي چو تہ ڊَپَ مين لوڇ آهي جيڪو ڊِڄي ٿو سو پيار مين پُورو نہ ٿِيو آهي (۱۹) اَچو تہ اَسِين هُنَ سان نِينهُن رَکُون چو تہ پَهريائِين هُنَ اَسان کي پيارُ ڪَيو (۲۰) جيڪڏهِين ڪوچَوي تہ آئون خُدا سان نِينهُن ٿو رَکان ۽ پَهنجي ڀاءُ سان ويرُ رَکي ٿو تہ هُو ڪُوڙو آهي چو تہ پَهنجو ڀاءُ جَنهِن کي هُنَ ڏِٺو آهي تَنهِن کي جيڪڏهِين هُو پيارُ نٿو ڪَري تہ جَنهِن خُدا کي هُنَ نہ ڏِٺو آهي تَنهِن سان هُو ڪِيئن نِينهُن رَکي سَگهندو (۲۱) ۽ اَسان کي خُدا وَٽان هِيءُ حُڪمُ مِليو تہ جيڪو خُدا سان نِينهُن ٿو رَکي سو پَهنجي ڀاءُ کي پڻ پيارُ ڪَري ÷

## بابُ ۵

جيڪو ويساهُ ٿو آڻي تہ يَسُوعُ اُهوئِي مَسِيحُ آهي سو خُدا وَٽان ڄائو آهي جيڪو ڄڻيندڙ کي ٿو ڀانئِين سو هُنَ جي ڄڻيَلَ کي بہ ٿو ڀانئِين (۲) جيڪڏهِين اَسِين خُدا سان نِينهُن ٿا رَکُون ۽ هُنَ جي حُڪمَنِ تي ٿا هَلُون تہ اُنهِيءَ مان اَسان کي سُڌِ ٿِي پَوي تہ اَسِين خُدا جي ٻُچَنِ کي بہ ڀانيُون ٿا (۳) چو تہ خُدا لاءِ هيِ پيارُ آهي تہ اَسِين هُنَ جي حُڪمَنِ تي

هَلوُن ۽ هُنَ جا حُڪمَ ڳوڙرا نَہ آهِنِ (٤) جيڪو خُدا وَٽان پيدا ٿيو آهي سو دُنيا تي غالِبُ ٿو ٿِيءُ ۽ اِها سوبَ يَعني اَسان جو ويساهُ جَهانَ کي جيتي ٿو (٥) جو جَهانَ کي جيتي ٿو سو ڪيرُ آهي پَرَجو ويساهُ ٿو آڻي تہ يَسُوعُ خُدا جو پُٽُ آهي سو (٦) هِيئُ اُهو آهي جو پاڻِئَ ۽ رَتَ مان آيو يَعني يَسُوع مَسِيحَ جو نہ رُڳو پاڻِئَ مان پَرَ پاڻِئَ ۽ رَتَ مان آيو آهي ۽ جو ساکَ ٿو ڀَري سو رُوحُ آهي ڇو تہ رُوحُ سَچُ آهي (٧) ڇو تہ ٽي آهِنِ جي (آسِمانَ مين) شاهِدي ٿا ڏِئَنِ (يَعني پِئُ ۽ ڪَلامُ ۽ پاڪُ رُوحُ ۽ اِهي ٽيئِي هِڪُ آهِنِ (٨) ۽ ٽي آهِنِ جي دَرتِئَ تي شاهِدي ٿا ڏِئَنِ) رُوحُ ۽ پاڻي ۽ رَتُ ۽ اِنهنِ ٽِنهي جي گَڏِجي اَچيو هِڪَ ڳالِھ ٿِئي (٩) جيڪَڏِهين اَسين ماڻھُنِ جي شاهِدي ٿا مَڃِئُون تہ خُدا جي شاهِدي هُنَ کان مَٿي آهي ڇو تہ خُدا جي شاهِدي هِيئُ آهي جا هُنَ پَهنجي پُٽَ بابَتِ ڏِني آهي (١٠) جو خُدا جي پُٽَ تي ويساهُ ٿو آڻي تَنهِن جي اَندرَ مينئِي شاهِدي آهي ۽ جيڪو خُدا تي ويساهُ نَٿو آڻي تَنهِن هُنَ کي ڪُوڙو ڪيو آهي ڇو تہ جا شاهِدي خُدا پَهنجي پُٽَ بابَتِ ڏِني آهي تَنهِن تي ويساهُ نَٿو ڪري (١١) ۽ اُها شاهِدي هِيئُ آهي جو خُدا اَسان کي هَميشَہَ جو جِياپو ڏِنو ۽ هِيئُ اُهو جِياپو آهي جو هُنَ جي پُٽَ مين آهي (١٢) جَنهِن سان پُٽُ آهي تَنهِن

سان جِيياپو آهي ۽ جِنهِن سان پُٽُ نَہ آهي تَنهِن سان جِياپو نَہ آهي ؛

(١٣) ۽ مون اَوهان ڏانهَن جو خُدا جي پُٽُ تي ويساهُ آندو اَٿَوَ هي ڳالهيون لِکيون آهِن تان تَہ ڄاڻو جو هَميشَهَ جو جِياپو اَوهان لاءِ آهي ۽ خُدا جي پُٽَ جي نالي تي ويساهُ آڻيو (١٤) ۽ اَسان جي هُنَ مين هِيئُ دِلِجاءِ آهي تَہ جيڪَڏهِين ڪا بِہ شِيءِ اَسِين هُنَ جي مَرضِيءَ پَٽاندڙ گُهرُون تا هُو اَسان جي ٻُڌي ٿو (١٥) جيڪَڏهِين اَسان کي سُڌِ آهي تَہ جيڪي اَسِين هُنَ کان گُهرُون تا سو هُو اَسان جي ٻُڌي ٿو تَہ اَسان کي هِيئُ بِہ سُڌِ آهي تَہ جيڪي اَسان کانئِسِ گُهرِيو سو اَسان پِرايو آهي (١٦) جيڪَڏهِين ڪو بِہ پَهِنجي ڀاءُ کي اَهِڙو ڏوهُ ڪَندو ڏِسي جو مَوٽَ جو سَبَبُ نَہ هُجي تَہ هُو گُهري ۽ هُنَ کي جِياپو مِلَندو يَعني جيڪي مَوٽَ جا جوڳا ڏوهَ نَٿا ڪَن تِن کي ئي مِلَندا اَهِڙو ڏوهُ هُجي جو مَوٽَ جو سَبَبُ هُجي تَنهِن بابَتِ آئون نَٿو چوان تَہ هُو دُعا گُهري (١٧) ناراسِتِي جيڪا آهي سا سَڀِ ڏوهُ آهي پَرَ اَهِڙو ڏوهُ بِہ آهي جو مَوٽَ جو سَبَبُ نَہ آهي (١٨) اَسان کي خَبَرَ آهي تَہ جيڪو خُدا وَٽان ڄائو آهي سو ڏوهُ نَٿو ڪَري پَرَ جيڪو خُدا جو ڄَڻِيَلُ آهي سو پَهِنجو بَچاءُ ٿو ڪَري ۽ اُهو بُڇِڙو هُنَ کي هَٿُ بِہ ڪِينَ ٿو لائي (١٩) ۽ ڄاڻُون

تا تہ اَسِين خُدا وَٽان آهِيُون ۽ سَڄِي دُنِيا اُنهي بُڇڙي (جي وَسَ) مَنجهہ پيئي آهي (٢٠) ۽ ڄاڻُون تا تہ خُدا جو پُٽُ آيو ۽ اَسان کي هِيئُ ٻہ سَمُجهہ ڏِني اَتَسِ تہ جو سَچارُ آهي تَنهِن کي سَڃاڻُون سو جو سَچارُ آهي تَنهِن مَنجهہ يَعني سَندَسِ پُٽَ يَسُوع مَسِيح مَنجهہ اَسِين رَهُون تا هِيئُ سَچو خُدا ۽ هَميشَہَ جو جِياپو آهي (٢١) اي مُهنجا ڇوڪِرو پاڻَ کي بُتَنِ کان بَچائي وَٺو ⁘ آمِين ⁘

# يُوحَنَ جو ٻِيو خَطُ

وَڏيرو چوُنڊَيلَ ٻيبِيءَ ۽ هُنَ جي ٻارَنِ کي جِنِ کي آئون سَچائِيءَ سان پيارُ ڪريان (۽ نہ رُڳو آئون پَرَ سَڀيئي جِنِ سَچائِيءَ کي ڄاتو آهي) (٢) جو سَچُ اَسان مَنجِهہ رَهي ٿو ۽ سَدائِين اَسان سان هُوندو تنهِن جي ڪري (٣) ٻاجهہ ۽ ڪَهِلَ ۽ سَلامَتي خُدا پيءُ وَٽان ۽ خُدا جي پُٽَ خُداوَند يَسُوع مَسِيح وَٽان تَوهان سان سَچائِيءَ ۽ پيارَ مين رَهي ❖

(٤) آئون ڏاڍو خوشِ ٿِيُسِ تہ جِيئَن اَسان کي حُڪمُ مِليو آهي تِيئَن تُنهِنجي ٻارَنِ مَنجهان ڪِنِ کي سَچائِيءَ تي هَلَندو ڏِٺُمِ (٥) پَرَ هاڻي اي ٻيبِي تو ڏانهَن نَئُون حُڪمُ ڪِينَ ٿو لِکان پَرَ جو حُڪمُ اَسان کي مُنڍَ کان مِليو آهي سو لِکِي عَرِضُ ٿو ڪريان تہ اَسِين هِڪَ ٻِئي کي پيارُ ڪرِيُون (٦) ۽ پيارُ هِيءُ آهي تہ اَسِين هُنَ جي حُڪمَنِ تي هَلوُن ۽ هِيءُ اُهو حُڪمُ آهي جو جِيئَن اَوهان مُنڍَ کان ٻُڌو آهي تِيئَن اَوهِين هُنَ تي هلو (٧) ڇو تہ دُنيا مين گهڻيئي ٺَڳَ آيا آهِنِ جي مَڃِينِئي نَٿا تہ يَسُوعُ مَسِيحُ

جِسمَ مين تِي آيو سو هِي تَہ ٺَگُ ۽ مَسِيحَ جي اُبتَرِ آهي (٨) سَنڀالِيو تان تَہ جي ڪَمَ اَسان ڪَيا آهِنِ تِنِ کي وَڃائي نَہ ڇَڏِيوُن پَرَ پُورو بَدرُ پرايوُن (٩) جيڪو اُبتَرِ ٿو هَلي ۽ مَسِيحَ جي تَعلِيمَ مين نَٿو رَهي تَنهِن سان خُدا نَٿو ٿِئي پَرَ جيڪو مَسِيحَ جي تَعلِيمَ مين ٿو رَهي تَنهِن سان پِئُ ۽ پُٽُ بِہ ٿا ٿِئنِ (١٠) جيڪڏهِين ڪو بِہ اَوهان وَٽِ اَچي ۽ هِيئُ تَعلِيمَ نَہ آڻي تَہ هُنَ کي پَهِنجي گهَرَ مين اَچڻُ نَہ ڏِيو ۽ نَہ هُنَ کي سَلامُ ڪَرِيو (١١) ڇو تَہ جيڪو هُنَ کي سَلامُ ٿو ڪَري سو هُنَ جي بُڇڙَنِ ڪَمَنِ مين شَرِيڪُ ٿو ٿِئي (١٢) مون کي اَوهان ڏانهَن گهَڻِيوُن ڳالِهيوُن لِکڻِيوُن آهِنِ تِنهنڪَري مون ڪاغَذَ ۽ مَسُ سان لِکَڻُ نَہ ٿِي گهُرِيو پَرَ اُميد اَٿَمِ تَہ آئون اَوهان وَٽِ اَچي رُوبَرُوُ ڳالِهيوُن ڪَندُسِ تان تَہ اَسان جي سَرهائي پُورِي ٿِئي (١٣) تُنهِنجي چُونڊِيَلَ ڀيڻُ جا ٻارَ تو کي سَلامَ ٿا ڏِئنِ ✣ آمِينُ ✣

# يُوحَنَ جو ٽِيون خَطُ

وَڏيرو پِياري گايوسَ کي جنهِن کي آئون سَچائِيءَ سان پِيارُ ٿوڪريان (٢) اي پِيارا آئون هِيءَ دُعا ٿو گهران تہ جيئن تُنهنجي جانِ سُکي آهي تيئن تُون سَڀني ڳالهيُنِ مين سُکي ۽ چڱو ڀَلو رهين (٣) ڇو تہ جيئن تون سَچائِيءَ تي ٿوهلين تيئن جڏهِين ڀائُرَنِ اَچي تُنهنجي سَچائِيءَ جي ساکَ ڀَري تڏهين آئون ڏاڍو خوشِ ٿِيُس (٤) جو آئون ٻُڌان تہ مُنهنجا ٻارَ سَچائِيءَ تي هلَنِ تا تَنهِن کان ٻِي کا وَڏي خوشي مُون لاءِ کانهي (٥) اي پِيارا جيکي تُون ڀائُرَنِ ۽ مُسافِرَنِ سان ٿو کَرين سو سَچائِيءَ سان کَرين ٿو (٦) اِنهنِ کَلِيسِيا جي اَڳِيان تُنهنجي پِيارَ جي ساکَ ڀَري آهي ۽ جيئن خُدا جي ٻانهن کي جڳائي تيئن جيکَڏهِين تُون اُنهنِ کي اَڳيرَو موکِليندين تہ چڱو کَندين (٧) ڇو تہ هُو هُن جي نالي لاءِ نِکِتا ۽ ڌارِيُنِ قومُنِ کان کي کِينَ وَرِتائُون (٨) تَنهِنکَري اَسان کي جڳائي تہ اَهِڙَنِ کي قَبُولُ کَريُون تان تہ اَسِين سَچائِيءَ مين اُنهنِ سان گَڏُ خِدمَتَ کَندَڙَ ٿِيُون (٩) مُون

ڪَلِيسِيا ڏانهَن لِکيو پَرَ ديااَترِفِيسُ جو پاڻ ئين تَہ اُنهن مَنجهِ وَڏو ٿِيان سو آسان کي قبُول نَٿو ڪَري (١٠) تنهنڪَري جيڪي ڪَمَ هو ڪَري ٿو سي جَڏهِين آئون اِيندُس تَڏهِين آئون يادِ ڪَندُس جو هو آسان جوُن ڳِلائوُن ٿو ڪَري اِنهي مَنجهِ بِہ نَٿو ڍاپي ۽ پاڻَ ڀائُنِ کي قبوُلِئي نَٿو ڪَري ۽ جيڪي قبوُل ڪَرَڻُ ٿا گُهرَنِ تِنِ کي بِہ روڪي ٿو ۽ اُنهنِ کي ڪَلِيسِيا مان ڪَڍِي ٿو ڇَڏي (١١) اي پِيارا بُڇڙائِيءَ جي پُٺِيان نَہ لَڳُ پَرَ چَڱائِيءَ جي پُٺِيان لَڳُ جيڪو چَڱائِي ٿو ڪَري سو خُدا وَٽان آهي ۽ جيڪو بُڇڙائِي ٿو ڪَري تنهِن خُدا کي نَہ ڏِٺو آهي (١٢) ديمِيترِيوسَ بابَتِ سَڀِني ۽ سَچائِيءَ پاڻَ بِہ ساکَ ڀَرِي آهي ۽ اَسِين پِڻِ ساکَ ٿا ڀَريوُن ۽ اَوهان کي سُڌِ آهي تَہ اَسان جي ساکَ سَچِي آهي (١٣) موُن کي گهڻِيوُن ڳالهِيوُن لِکڻِيوُن هُيوُن پَرَ مَسُ ۽ ڪِلِڪَ سان تو ڏانهَن لِکَڻُ نَہ گهُرِيُمِ (١۴) ۽ موُن کي اُميدَ آهي تَہ آئون سِگهوئِي تو سان اَچِي گَڏِجاڻِي ڪَندُسِ ۽ روُبَروُ ڳالهائِينداسوُن شالَ تُنهِنجي سَلامَتِي هُجي آسان جا دوسِتَ تو کي سَلامُ ٿا چَوَنِ توُن بِہ نالو وَٺِي دوسِتَنِ کي سَلامُ ڏي ❖

# يَھُودا جو خَطُ

جيڪي خُدا پيُ وَٽان پاڪُ ٿيِا ۽ يَسُوع مَسِيحَ مَانجھ سَلامَتَ ٿيِا سَڏِيا وِيا آھِنِ تِنِ کي خُدا جو ٻانھو ۽ يَعقُوبَ جو ڀاءُ يَھُودا (٢) شالَ رَحمُ ۽ صُلحُ ۽ پيارُ اَوھان تي وَڌَندو وَڃي ❖

(٣) اي پيارو جَنھِن ڇوٽڪي مين اَسِين مِڙِنِيُي پاڻيوارَ آھِيُون تَنھِن بابَتِ لِکَڻَ مين جَڏھِين مُون گھڻي ڪوشَشِ ڪَئِي تَڏھِين مُون ھِيءُ ڳالِھ بِہ ضَرُورُ ڄاتِي تَہ اَوھان کي لِکِي نَصِيحَتَ ڪَرِيان تَہ جو اِيمانُ ھيڪَرَ پاڪَنِ کي سَونپِيو وِيو تَنھِن لاءِ اُدَمُ ڪَرِيو (٤) ڇو تَہ ڪي ماڻھُون جي اَڳُمين ھِنَ سَزا لاءِ مُقَرَرُ ٿِيا ھُوا ۽ جي بيدِينَ ٿِي اَسان جي خُدا جي ٻاجھ مان ڦيرائي شَھوَتَ پَرَستِي ڪَنِ ٿا ۽ جي ھِڪِڙي ڌَڻي تَعاليٰ ۽ اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ بابَتِ اِنڪارُ ڪَنِ ٿا سي گھِڙِي آيا (٥) سو آئون پانيان تو تَہ جَنھِن ڳالِھ جي اَوھان کي ھيڪَرَ سُڌِ پيئِي ھُئِي تَنھِن ڳالِھ جي اَوھان کي يادِ ڳيري ڏِياريان جو ڌَڻِيءَ قومَ کي مِصرَ جي ڌَرتِيءَ مان بَچايو

پوءِ جِنِ ويساهُ نَہ رَکِيو تِنِ کي ڄَٽُ ڪَيائِين (٦) ۽ جِنِ مَلائِڪنِ پَهِنجي پَهرِين مَرتَبي کي نَہ سَنيالي پَهِنجي رَهَڻَ جي جاءِ ڇَڏي ڏِني تِنِ کي هُنَ هَميشَهَ جا زَنجِيرَ وِجهِي اُونَڌهَ مَنجهِ وَڏي ڏِينهَن جي نِياءَ تائِين رَکِيو آهي (٧) جيئَن سَدوُمَ ۽ غَمُورا ۽ هُنَ جي پَسِگِردائِيَ وارا شَهرَ جي زِناءَ ڪَري جِسماني شَهوَتنِ جي پُٺِيان لَڳا سي هَميشَهَ جي باهِ مين لوڇ ڇَڙي سَزا پوڳي هِڪِڙو مِثالُ ٿِي پِيا آهِنِ (٨) اِئين هِي سُپِنو لَهَندڙَ جِسمَ کي ناپاڪُ ٿا ڪَنِ ۽ حُڪُومَتَ کي ڪِينَ ڄهڙو ٿا ڄاڻَنِ ۽ وَڏي مَرتَبي وارَنِ تي ڪُفُرُ ٿا بَڪَنِ (٩) پَرَ جَڏهِين مُکيُہ مَلائِڪَ ميڪائيلَ شيطانَ سان جهيڙو ڪَري موُسيٰ جي مَڙهَ بابَتِ تَڪِرارُ ٿي ڪيو تَڏهِين هُنَ کي اِها هِمَتَ نَہ ٿِي تَہ هُنَ کي ڄٽِ ڪَري مَٿِس ڏوهُ رَکي پَرَ اُنِلو اِئين چِيائِين تَہ شالَ ڌَڻِي توکي ڇِينِبِي (١٠) پَرَ جِنِ شَيُنِ جي هِنَنِ کي سُڌِ نَہ آهي تِنِ جي گِلا ڪَندا آهِنِ پَرَ جِنِ ڳالهِيُنِ جي اُنهنِ کي اِياڻَنِ مِرُنِ وانگُرُ ذاتي خَبَرَ آهي تِنِ مين پاڻَ کي خَرابُ ٿا ڪَنِ (١١) اُنهنِ تي اَفسوسُ آهي ڇو تَہ هُو قائِنَ جي رِيتِ تي هَلِيا آهِنِ ۽ بَلعامَ جي گُمراهِيءَ مين پورِهي لاءِ ٻوري وِيا ۽ قَرَحَ وانگُرُ ابتڙِ ڳالهائي ڄَٽُ ٿِي وِيا (١٢) هُو اَوهان جي پيارَ وارِيُنِ مَهِمانِيُنِ مين ڇپوُن آهِنِ ۽ اَوهان سان گَڏُ کائي بيپَروا ٿِي پَهِنجو پيٽُ پَري ٿا وَنَنِ هُو سُڪا ڪَڪَرَ آهِنِ جِنِ کي واءُ ڄَوڙاري ڦيرائي ڪَنيو

تو وَجي هُو ڪُومايَل نِڦَرا ۽ پيرا مُئَلَ ۽ اُکِرِيَلَ وَڻَ آهِنِ (١٣) هُو سَمُنڊَ جُون تِکِيُون لَهرِيُون آهِنِ جي پَهِنجي بي شَرمِيءَ جي گَجِي ٿِيُون اُڇلائِينِ هُو گهُمَندڙَ تارا آهِنِ جِنِ لاءِ اُونداهه جي ڪارانڻِ سَدائِين رَکِي آهي (١٤) پَرَ خُنوخُ جو آدَمَ جي سَتِين پيڙهِيءَ هو تَنهِن پڻ هِينئَن چَئِي هُنَنِ بابَتِ اَڳَڪَٿِي ڳالهه ڪَئِي تَه ڏِسُ ڌَڻِي پَهِنجي لَکَنِ پاڪَنِ ساڻُ اَچِي ٿو (١٥) تان تَه سَڀِني جو نِياءُ ڪَرِي ۽ جي بيدِينَ اُنهِن مانجهان آهِنِ تِنِ جيڪي بيدِينِيءَ جهڙا ڪَمَ ڪَيا آهِنِ تِنِ سَڀِني بابَتِ ۽ جيڪي سَخت ڳالهيُون بيدِينَ گنهگارَنِ هُنَ جي اُبتڙِ چَيُون آهِنِ تِنِ سَڀِني بابَتِ اُنهِن مِڙِيَني تي ڏوهُ رَکِي (١٦) هِي دانهِرَ ۽ ڪُرِڪَندڙَ آهِنِ جي پَهِنجِيُنِ بُڇڙِيُنِ سَڌُنِ تي هَلَنِ ٿا ۽ پَهِنجي واتَ سان هَٽَ جي بَڪِوادِ پيا ڪَنِ ۽ فائِدي لاءِ ماڻُهنِ جي خوشامَدِ پيا ڪَنِ (١٧) پَرَ اي پِيارو جي ڳالهيُون اَسان جي خُداوَنَد يَسُوع مَسِيح جي رَسُولَنِ اَڳي چَيُونِ سي يادِ ڪَرِيو (١٨) جو اُنهِن اَوهان کي چَيو تَه پوئِين زَماني مين ٺَٺولِي پيدا ٿِيندا جي پَهِنجي بيدِينِيءَ جي بُڇڙِيُنِ سَڌُنِ تي هَلَندا (١٩) هِي اُهي آهِنِ جي پاڻَ کي ڌارَ ٿا ڪَنِ يَعنِي نَفِساني ماڻهُون جِنِ مين رُوحُ نَه آهي (٢٠) پَرَ اي پِيارو اَوهِين پاڻَ کي تَمامُ پاڪَ ويساهَ جو گهَرُ جوڙِي پاڪَ رُوحَ مَنجهِ دُعا گهُرو (٢١) ۽ پاڻَ کي خُدا جي پِيارَ مين سوگهو رَکو ۽ هَميشَهَ جي جِياپي لاءِ اَسان جي

خُداوَنَدَ يَسُوعَ مَسِيحِ جي ٻاجَهه جي اوسِيڙي مين رَهو (٢٢) ۽ ساڃاهَ ڪَري ڪِنِ تي ڪَهِلَ ڪَريو (٢٣) ۽ ڪِنِ ڪي ڊَپَ ساڻُ باهِ مان ڪَڍِي ٻچايو ۽ جِسِمَ سان داغُ ٿِيَلَ لَٽي ڪي ٻِڙِ ٻُڇڙو ڀانيو ∴

(٢٤) هاڻي جو اُوهان کي ڪِرِڻ پَوَڻَ کان ٻَچائي ٿو سَگهي ۽ پَهِنجي وَڏائِيءَ جي اَڳِيان گهڻِيءَ سَرهائِيءَ سان اُوهان کي بي عيبُ ٻِهاري ٿو سَگهي تَنهِن لاءِ (٢٥) يَعني اُسان جي ٻَچائِيندَڙَ هِڪِڙي ڏاهي خُدا لاءِ وَڏائِي ۽ دَٻدٻو ۽ قُدرَتَ ۽ وَسُ هاڻي ۽ سَدائِين هُجي ∴ آمِينُ ∴

# يُوحَنَ جي مُڪاشِفاتَ جو ڪِتابُ

## بابُ ١

هِيءُ يَسُوعَ مَسِيحَ جي مُڪاشِفاتَ آهي جا خُدا هُنَ کي ڏِني تان تہ جيڪي ڳالِهيُون جَلِدُ ٿِيَڻِيُون آهِنِ سي پَنهِجَنِ ٻانهنِ کي ڏيکاري ۽ هُنَ پَنهِجي فِرِشتن جي مَعرفَتَ موڪِلي پَنهِجي ٻانهي يوُحَنَ تي پَڌِرِيُون ڪَيُون (٢) جنهِن خُدا جي ڪَلامَ ۽ يَسُوعَ جي شاهِدئِيَ تي ۽ جيڪي هُنَ ڏِٺو تنهِن تي ساکَ ڀَري (٣) جيڪو هِنَ نبوُّتَ جُون ڳالِهيُون پَڙهي ٿو ۽ جيڪي اِهي ڳالِهيُون ٻُڌِي جيڪي مَنجهِس لِکِيَلُ آهي تَنهِن تي هَلَنِ ٿا سي سَڀاڳا آهِنِ ڇوجو اُهو وَقتُ ويجهو آيو آهي ❖

(٤) جي سَتَ ڪَلِيسِيائُون ايشِيا مين آهِنِ تِنِ کي يُوحَنُ (لِکي ٿو تہ) جو آهي ۽ جو هو ۽ اَچِڻو آهي تنهِن وَٽان ۽ جي سَتَ رُوحَ هُنَ جي تَختَ جي اَڳِيان حاضُرُ آهِنِ تِنِ وَٽان اَوهان تي ٻاجَهہ ۽ سَلامَتي هُجي (٥) ۽ يَسُوع مَسِيحُ جو سَچو شاهِدُ ۽ مُئَلَنِ مان پَهرِيَنو ۽ ڌَرِتِيءَ جي بادِشاهَنِ جو

سُلِطانُ آهي تَنهِن وَٽان (ہاجَهه ۽ سَلامَتِي هُجي) جَنهِن اَسان کي پِيارُ ڪَيو ۽ پَهِنجي رَتَ سان اَسان جا گُناهَ ڌوٽِي اَسان کي صاف ڪَيو (٦) ۽ اَسان کي خُدا ۽ پَهِنجي پِيُ لاءِ بادِشاهُ ۽ ڪاهِنُ ڪَيو تَنهِن کي وَڏائِي ۽ قُدرَتَ سَدائِين هُجي آمِينُ (٧) ڏِسو تَہ هُو ڪَڪَرَنِ ساڻُ ٿو اَچي ۽ سَڀَڪا اَکِ ۽ جِنِ هُنَ کي ٽُنگ ڪَيا سي پِڻ کيسِ ڏِسَندا ۽ ڌَرتِيءَ جُون سَڀِ قومُون هُنَ تان رُئَندِيُون پِٽِيندِيُون هائو اِئين ڪَندِيُون آمِينُ (٨) ڌَڻِي جو آهي ۽ جو هو ۽ جو اَچِڻو آهي ۽ جو قادِرُ مُطِلَق آهي سو فَرمائي ٿو تَہ آئُون اَلِفا ۽ اُمِگا يَعني مُنڍُ ۽ پَڇاڙِي آهِيان ÷

(٩) آئُون يُوحَنُ اَوهان جو ڀاءُ ۽ يَسُوعَ جي ڏُکَ ۽ بادِشاهِيءَ ۽ صَبُرَ ميں اَوهان جو ڀائِيوارُ آهِيان ۽ خُدا جي ڪَلامَ ۽ يَسُوعَ مَسِيحَ جي ساکَ لاءِ پَتِمَسَ نالي ٻيٽَ ميں هوسِ (١٠) آئون ڌَڻِيءَ جي ڏِينهَن رُوحَ مَنجهه اَچِي ويُسِ ۽ پَهِنجي پُٺِيان نَرسِنگي جي سُرَ جَهِڙو هِڪِڙو وَڏو آوازُ ٻُڌُمِ (١١) جَنهِن چَيو ٿي تَہ آئُون اَلِفا ۽ اُمِگا پَهرِيُون ۽ پوئِيُون آهِيان ۽ جيڪِي تُون ڏِسِين ٿو سو ڪِتابَ ميں لِکِي جيڪي ايشِيا ميں سَتَ ڪَلِيسِيائُون آهِنِ تِنِ ڏانهَن يَعني اَفِسَسَ ۽ سَمِرنا ۽ پَرِگامَسَ ۽ ٿَواطِيرَهَ ۽ سارِدِيسَ ۽ فِلادَلفِيَهَ ۽ لاديقيَهَ ڏانهنَ موڪِلِ (١٢) ۽ جَنهِن آوازَ مُون سان ڳالهايو تَنهِن ڏانهَن ڦِرِيُسِ ۽ ڦِرِي جان ڪَڏِي نِهارِيان تَہ مُون کي سَتَ سونا شَمعدانَ ڏِسَڻَ ميں

آيا (۱۳) ۽ اُنهنِ سَتَنِ شَمعدانَنِ جي وِچمين هِڪڙو شَخِصُ اِنسانَ جي پُٽَ جهِڙو ڏِٺمِ جو پيرَنِ تائِين ڪپڙَنِ مين ٻَڪِيو پِيو هو ۽ اُرَهَ تي سونهري لُونگِي ٻَڌِي پيئي هُيَسِ (۱۴) هُنَ جو مَٿو ۽ وارَ اُنَ وانگُرُ اَڇا نَلڪِ بَرِفَ جهِڙا اَڇا هُوا ۽ هُنَ جوُن اَکِيوُن باهِ جي ٻَنبَٽَ جهِڙِيوُن هُيوُن (۱۵) ۽ هُنَ جا پيرَ اُڇي پِتَلَ جهِڙا هُوا جو جَڻُ تَہ کُوري مين تَپِيا ۽ هُنَ جو آوازُ وَڏي پاڻِيءَ جي آوازَ جهِڙو هو (۱٦) ۽ هُنَ جي ساڄي هٿَ مين سَتَ تارا هُوا ۽ هُنَ جي واتَ مان ٻِہ ڌاري تِکِي تَرارِ نِڪِتي ٿي ۽ جيئُن سِجُ پَهِنجي تِکاڻِ مين چِمِڪندو آهي تِيئُن هُنَ جو مُهاندو هو (۱۷) ۽ جَڏهِين مُون هُنَ کي ڏِٺو تَڏهِين آئُون مُردي وانگُرُ هُنَ جي پيرَنِ تي ڪِري پِيُسِ ۽ پَهِنجو ساڄو هٿُ مُون تي رَکِي مُون کي چَيو تَہ مَتان ڊِڄِين آئُون پَهرِيوُن ۽ پويوُن آهِيان (۱۸) ۽ آئُون جِئان ٿو ۽ آئُون مُئو هوسِ ۽ سَدائِين جِيئرو آهِيان آمِينُ ۽ مُون وَٽِ رُوحَنِ جي رَهاشَتَ ۽ مَوُتَ جوُن ڪُنجوُن آهِنِ (۱۹) ۽ جيڪِي تو ڏِٺو ۽ جيڪِي آهي ۽ جيڪِي هِنَ کان پوءِ ٿِيڻو آهي سو تُون لِکُ (۲۰) يَعني جي سَتَ تارا تو مُهِنجي ساڄي هٿَ مين ڏِٺا تِنِ جو ڳُجهُ ۽ اُهي سَتَ سونا شَمَعدانَ ۽ اُهي سَتَ تارا هِنَنِ سَتَنِ ڪَلِيسِيائُنِ جا مَلائِڪَ آهِنِ ۽ جي سَتَ شَمَعدانَ تو ڏِٺا سي سَتَ ڪَلِيسِيائُون آهِنِ ÷

# بابُ ٢

اَفِسسَ جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪَ ڏانهَن لِکُ تَہ جو ساڄي هَٿَ مين سَتَ تارا ٿو رَکي ۽ سَتَنِ سونَنِ شَمعدانَنِ جي وِچَمين ٿو گهمي سو هِينئَن ٿوچَوي (٢) مون کي تُنهِجي ڪَمَنِ ۽ تُنهِجيءَ مِحِنَتَ ۽ تُنهِجي ڪانڌِ جي سُڌِ آهي ۽ ڄاڻان ٿو تَہ تون بُڇڙَنِ جي بُڇڙائِي سَهِي نَٿو سَگهين ۽ جيڪي پاڻَ کي رَسُولُ ٿا سَڏائِين ۽ نَہ آهِنِ تِنِ کي تو پَرکِيو آهي ۽ مَعلُومُ ٿِيو اَٿيئي تَہ هُو ڪُوڙا آهِنِ (٣) ۽ تو ڏُکَ سَٺا آهِنِ ۽ ڪانڌِ ميـن رَهِيو آهِين ۽ مُنهِجي نائَن لاءِ پورهِيو ڪَيُئي ۽ ٿَڪينئي ڪِينَ (٤) پَرَ مون کي تُنهِجو هِيءُ عيبُ ڏِسَڻَ مين ٿو اَچي تَہ تو پَنهِجو اَڳِيون نِينهُن ڇَڏي ڏِنو آهي (٥) سو تُون يادِ ڪَرِ تَہ ڪِٿان ڪِرِيو آهِين ۽ توبَهَ ڪَرِ ۽ اَڳِيان ڪَمَ ڪَندو رَهُ نَہ تَہ آئون تو وَٽِ سِگهوئِي اِيندُسِ جيڪڏهِين تون توبَهَ نَہ ڪَنديں تَہ آئون تُنهِجو شَمعدانُ هُنَ جي جاءِ وَٽان سيري ڇَڏِيندُسِ (٦) پَرَ تو مَاجهِ هِڪِڙِي هِيءُ ڳالِهہ آهي جو تون نيقلائيونَ جي ڪَمَنِ کي بُڇڙو ٿو ڄاڻِين جِنِ کي آئون پڻِ بُڇو ٿو ڄانيان (٧) جَنهِن کي ڪَنُ آهي سو ٻُڌي تَہ رُوحُ ڪَلِيسِيائُنِ کي ڇا ٿو چَوي جيڪو غالِبُ ٿو ٿِئي تَنهِن کي جِياپِي جو وَڻُ جو خُدا جی بِهشتَ جي وِچَمين آهي تَنهِن مان کائِڻُ ڏِيندُسِ ✤

(٨) ۽ سَمرنا جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪ ڏانهَن لِکُ تَہ جو پَهريُون ۽ پويون آهي ۽ مُئو هو ۽ جِيئو آهي سو هِينئَن ٿو چَوي (٩) آئون پُهنجا ڪَمَر ۽ ڏُکَ ۽ وِلهائِي (پَرَ تُون وَنهيون آهِين) ڄاڻان ٿو ۽ جيڪي چَوَن ٿا تَہ يَهُودِي آهِيُون ۽ نَہ آهِن پَرَ شيطانَ جي جَماعِتَ جا آهِن تِن جي ڪُفرَ جي پِڻِ سُدِ اَٿَمِ (١٠) جي ڏُکَ تو کي سَهڻا پَوَندا تِنِ کان مَتان بِ ڊِڄين ڏِسو تَہ شيطانُ اَوهان ماڃهان ڪيتِرَنِ کي قيدَ مين وِجهندو تان تَہ پَرکِجِي وَڃو ۽ اَوهِين ڏَههَنِ ڏِينهَنِ تانئِين ڏُکَ سَهَندو ۽ تُون مَرڻَ تانئِين اِيمانِدارُ رَهُہ تَہ آئون تو کي جِياپي جو ڄٽُ ڏِيندُسِ (١١) جَنهِن کي ڪَنُ آهي سو ٻُڌي تَہ رُوحُ ڪَلِيسِيائنِ کي ڇا ٿو چَوي جيڪو غالِبُ ٿو ٿِئي تَنهِن کي ٻِئي مَوٽَ کان اِيذاءُ ڪِينَ پَهُچَندو ❊

(١٢) ۽ پَرِگامَسَ جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪ ڏانهَن لِکُ تَہ جَنهِن وَٽِ تِکِي ٻِہ ڌارِي تَرارِ آهي سو هِينئَن ٿو چَوي (١٣) تُنهِنجا ڪَمَر ۽ تُنهِجِي رَهَڻَ جِي جاءِ جِتِي شيطانَ جو تِيلو آهي تِنِ جِي مُون کي سُڌِ آهي ۽ تُون مُنهِجِي نالي کي سوگهو جَهلي وِيٺو آهِين جِتِي شيطانُ رَهي ٿو تِتِي جِنِ ڏِينهَنِ مين اَنتِپاسُ مُنهِجو اِيمانِدارُ شَهِيدُ اَوهان مَاڃهان مارِجي وِيو تِنِ ڏِينهَنِ مين پِڻِ تو مُنهِنجِي نالي جو اِنڪارُ نَہ ڪِيو (١٤) پَرَ مون کي تُنهِجا ٿورا عيبُ ڏِسَڻَ مين ٿا اَچَنِ تَہ جَنهِن بِلعامَ بَلعڪ کي بُتَنِ جي قُربانِيُن کائِڻَ ۽ حَرامُ

ڪَرَڻَ لاءِ بَني اِسرائِيلَن جي اَڳيان ٺاہو ڪاڙُ سيکارِيو تَنهِن تَعلِيمَ جا مَڃِيندَڙَ تو وَٽِ آهِن (١٥) ۽ نيقلائِيوَن جي تَعلِيمَ جَنهِن کي آئون ڌِڪو ٿو پانيان تَنهِن جا مَڃِيندَڙ پِڻِ تو وَٽِ آهِن (١٦) توبَهَ ڪَر نَہ تَہ آئون تو وَٽِ سِگهوئِي اِيندُس ۽ آئون اُنهِن ساڻُ پَنهِجي واتَ جي تَرارِ ڳُٽِي وِڙهَندُس (١٧) جَنهِن کي ڪَنُ آهي سو ٻُڌي تَہ رُوحُ ڪَلِيسِيائُنِ کي ڇا ٿو چَوي تَہ جو غالِبُ ٿو ٿِئي تَنهِن کي آئون لِڪَل مَنُ کائِڻُ ڏِيندُس ۽ آئون هُنَ کي هِڪِڙو اَڇو پَٿرُ ۽ اُنهِيءَ پَٿرَ تي هِڪِڙو نَئُون لِکِيَل نالو ڏِيندُس جَنهِن جي هُنَ جي حاصُل ڪَندَڙ کان سَواءِ ڪَنهِن کي بہ سُڌِ نَہ آهي ❖

(١٨) ۽ ٿواطِيرَہَ جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪَ ڏانهِن لِک تَہ خُدا جو پُٽُ جَنهِن جُون اکيون باهِ جي پَنبَٽَ جهِڙِيُون ۽ جَنهِن جا پيرَ نِج پِتَل جهِڙا آهِن سو هِينئُن ٿو چَوي (١٩) آئون تُنهِنجا ڪَمَ ۽ پِيارُ ۽ خِدمَتَ ۽ اِيمانُ ۽ تُنهِنجو صَبُرُ ڄاڻان ٿو ۽ هِيءَ بہ سُڌِ اَٿِمِ تَہ تُنهِنجا پويان ڪَمَ پَهِرِيَن کان چَڱا آهِن (٢٠) پَرَ مُون کي تُنهِنجا ٿورا عيبَ ڏِسَڻَ مين ٿا اَچَنِ تَہ هُوءِ رَنَ يَزابيلِ جا پاڻَ کي نَبِياڻِي ٿِي سَڏائي تَنهِن کي جَڏي ٿو ڏِين تَہ مُهِنجِن ٻانهِن کي سيکاري ۽ گُمِراہُ ڪَري تان تَہ هُو حَرامُ ڪَنِ ۽ بُتَن جُون قُربانِيُون کائِينِ (٢١) ۽ مُون هُنَ کي وَجهہ ڏِنو تَہ پَنهِجي حَرامَ کان توبَهَ ڪَري پَرَ هُنَ توبَهَ نَہ ڪَئِي (٢٢) جيڪَڏهِين هُوءِ زالَ ۽ جيڪي ساڻُس زِناءُ ٿا ڪَنِ سي توبَهَ

نَ ڪندا تَ آئون اُنهيءَ زالَ کي هَنڌَ تي ۽ سَندَسِ زِناءَ ڪَندڙَنِ کي وَڏي ڏُکَ مين وِجهندُسِ (٢٣) ۽ هُنَ جي ٻارَنِ کي ماري سَندُنِ ساهُ ڪَڍَنُدسِ ۽ سَڀِني ڪَلِيسِيائُنِ کي خَبَرَ پَوَندي تَہ آئون گُرِدَنِ ۽ دِلِيُنِ جو جاچِيندڙُ آهِيان ۽ آئون اوهان مَانجهان هِڪِڙي هِڪِڙي کي سَندَسِ ڪَمَنِ سارُو بَدَرُ ڏِيندُسِ (٢٤) اوهِين ۽ ٿَواطِيرَہَ جا باقِي ماڻهون جيتِرا هِنَ تَعلِيمَ کي نَٿا مَڃِينِ ۽ جِنِ شيطانَ جي اوُنهايُنِ کي جِيئَن چَونِ ٿا نَہ ڄاتو آهي تِنِ سَڀِني کي چَوان ٿو تَہ آئون اَوهان تي ٻِيو ڪو بارُ نَہ وِجهندُسِ (٢٥) پَرَ جيسِين تائِين آئون وَرِي نَہ اَچان تيسِين تائِين جو بارُ اَوهان تي آهي تَنهِن کي سوگهو جهِليو (٢٦) جو غالِبُ ٿو ٿِئي ۽ مُنهِنجي ڪَمَنِ کي تورُ سُودو ٿو سَنڀالي تَنهِن کي آئون اُنهِنِ ڌارِيُنِ قومُنِ جي مَٿان ٻَلُ ڏِيندُسِ (٢٧) ۽ هُو لوهَ جي لَٺِ سان اُنهنِ تي راڄُ ڪندو ۽ هُو ڪُنڀَرَ جي ٿانوَنِ وانگُرُ ٽُڪَرَ ٽُڪَرَ ٿِي ويندا جِيئَن مون پِڻ پَهِنجي پِيءُ وَٽان حاصُلُ ڪَيو آهي (٢٨) ۽ هُنَ کي صُبحَ جو تارو ڏِيندُسِ (٢٩) جَنهِن کي ڪَنُ آهي سو ٻُڌي تَہ رُوحُ ڪَلِيسِيائُنِ کي ڇا ٿو چَوي ⁘

## باب ٣

۽ سارِدِيسَ جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪَ ڏانهَن لِکُ تَہ جَنهِن وَٽِ خُدا

جاسَتَ رُوحَ ۽ سَتَ تارا آهِنِ سو هِينئَن تو چَوي مُون کي تُهنجن ڪَمَنِ جي سُڌِ آهي جو تُون پاڻَ کي جِيئرو تو سَڏائِيں پَرَمُئُل آهِين (٢) سُجاڳُ ٿِيءُ ۽ باقِي رَهِيلَ شَيُون جي مَرَڻَ تي آهِنِ تِنِ کي ڏاڍو ڪَرِ ڇو تَہ مُون کي مَعلوُمُ نَہ ٿِيو تَہ تُهنجا ڪَمَ خُدا وَٽِ پُورا آهِنِ (٣) تَنهن مين يادِ ڪَرِ تَہ ڪِيئَن تو حاصُلُ ڪَيو ۽ ٻُڌو ۽ سوگهو جَهلِ ۽ توبَہَ ڪَرِ ۽ جيڪَڏهِين تُون سُجاڳُ نَہ رَهَندين تَہ آئون چورَ وانگُرُ تو تي اَچِي پَوَندُسِ ۽ تو کي سُڌِ نَہ ٿِي ڪا نَہ پَوَندي تَہ ڪَهِڙِيءَ گَهڙِيءَ توتي اَچِي پَوَندُسِ (٤) پَرَ تُهنجا ڪي ٿورا نالا سارِديسَ مين آهِنِ جِنِ پَهنجا لَٽا پَلِيتُ نَہ ڪَيا آهِنِ ۽ هُو اَڇا ڪَپڙا ڪَري مُون سان گَڏُ گُهمندا ڇو تَہ هُو اِنهيءَ جوڳا آهِنِ (٥) جيڪو غالِبُ ٿو ٿِئي تَنهن کي اَڇا ڪَپڙا ڪَرايا ويندا ۽ آئون جِياپي جي ڪِتابَ تان هُنَ جو نالو ڪَڍِي ڪِينَ ڇَڏِيندُسِ ۽ پَهنجي پِيءُ جي اَڳِيان ۽ سَندَسِ مَلائِڪَنِ جي سامهُون هُنَ جو نالو باسِيندُسِ (٦) جَنهِن کي ڪَنُ آهي سو ٻُڌي تَہ رُوحُ ڪَلِيسِيائُنِ کي ڇا ٿو چَوي ❊

(٧) ۽ فَلادَلفيہَ جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪَ ڏانهَن لِکُ تَہ جو پاڪُ ۽ سَچو آهي ۽ جَنهن وَٽِ دائُودَ جي ڪُنجِي آهي ۽ جو اُپِٽي تَہ ڪوڪو نَہ پُوري ۽ جو پُوري تَہ ڪوڪو نَہ اُپِٽي سو هِينئَن ٿو چَوي (٨) مُون کي تُهنجي ڪَمَنِ جي سُڌِ آهي ڏِسُ تَہ مُون تُهنجي اَڳِيان هِڪِڙو اُپِٽِيَلُ دَرُ رَکِيو آهي ۽

ڪو بہ ھُنَ کي پُوري نَٿو سَگھي ڇو تہ تو کي ٿوري سَگھہ آھي ۽ تو مُنهنجو ڪَلامُ سَنڀالي رَکيو آھي ۽ مُنهنجي نالي جو اِنڪارُ نہ ڪيُئي (٩) ڏِسُ تہ آئون اِئين ڪَندُسِ جو جيڪي شيطانَ جي جَماعِتَ مان پاڻَ کي يَھُودِي ٿا سَڏائِينِ ۽ نہ آهِنِ پَرَ ڪُوڙُ ٿا ڳالهائِينِ ڏِسُ تہ آئون اِئين ڪَندُس جو هُو تُنهنجي پيرَنِ جي اڳيان اَچِي پُوڄا ڪَندا ۽ ڄاڻَندا تہ مُون تو کي پِيارُ ڪيو آھي (١٠) ڇو تہ تو مُنهنجي صَبُرَ جي ڳالِھ سانڍِي رَکِي آھي ۽ جا پَرکَ جي گھڙِي سَڄِيءَ دُنِيا مين ڌَرتِيءَ جي رَهَندڙَن کي آزمائِڻَ لاءِ اِيندِي تَنهِن کان آئون بہ تو کي رَکِي وَٺَندُسِ (١١) ڏِسُ تہ آئون سِگهوئِي ٿو اَچان جيڪي تُنهنجو آھي تَنهِن کي سوگهو جهلِ تان تہ ڪو بہ تُنهنجو ڇَٽُ نہ وَٺي (١٢) جو غالِبُ ٿو ٿِئي تَنهِن کي پَنهنجي خُدا جي هيڪلَ مين ٿَنڀُ ڪَندُسِ ۽ وَري هُو ٻاهِرِ ڪَڏهِين ڪِينَ نِڪِرَندو ۽ آئون پَنهنجي خُدا جو نالو ۽ پَنهنجي خُدا جو شَهرُ يَعني نَئُون يَرُوشِلِيمُ جو مُنهنجي خُدا وَٽان آسمانَ تان لَهِي ٿو اَچِي تَنهِن جو نالو ۽ پَنهنجو نَئُون نالو هُنَ تي لِکَندُسِ (١٣) جنهِن کي ڪَنُ آھي سو ٻُڌي تہ رُوحُ ڪَلِيسِيائُنِ کي ڇا ٿو چَوي ﴿

(١۴) ۽ لاۮِيقِيہَ جي ڪَلِيسِيا جي مَلائِڪَ ڏانهَن لِکُ تہ جو آمِينُ سَچو ۽ سَچارُ شاهِدُ ۽ خُدا جي خَلقَتَ جو مُنڍُ آھي سو هِينئَن ٿو چَوي (١٥) تہ مُون کي تُنهنجي ڪَمَنِ جي سُڌِ آھي ۽ تُون نہ ٿَڌو آهِين نہ ڪوسو آهِين شالَ

توُن ٿَڌو يا ڪوسو هُجين ها (١٦) سو توُن نَنهَنسوسِڙو يَعني نَہ ٿَڌو نَہ ڪوسو آهِين تَنهِنڪري آئون توکي پَهِنجي واتَ مان ڪَڍي ڦِٽو ڪندُسِ (١٧) ڇو تَہ توُن چَوِين ٿو تَہ آئون وَنهيو آهِيان ۽ ڀاڳيو ٿِيو آهِيان ۽ ڪَنهِن بہ شَئِ جي گهرِجَ نَہ اَٿمِر ۽ اِها توکي سُڌِ نَہ آهي تَہ توُن ڏُکيو ۽ ٻي وَسِ ۽ لاچارُ ۽ اَندو ۽ اُگهاڙو آهِين (١٨) آئون توکي مَتِ ٿو ڏِيان تَہ جو سونُ باهِ مين چَڪاسِيو وِيو سو موُن کان کِڻهُ تان تَہ توُن وَنهِيو ٿِئين ۽ اَڇا ڪَپڙا بہ مُلهِ وَٺُ تان تَہ پاڻُ ڍَڪِين ۽ تُنهِنجي اُگهاڙ جو شَرِمُ پَڌِرو نَہ ٿِئي ۽ اَکِيُنِ مين سُرِمو پاءِ تان تَہ ڏِسِين (١٩) جيتِرَنِ کي پيارُ ٿو ڪَريان اوترَنِ کي ڇينِبي سيکَتِ ٿو ڏِيان تَنهِن ڪَري اُڇمي ٿِيءُ ۽ توبَهَ ڪَرِ (٢٠) ڏِسُ تَہ آئون دَرَ تي بِيٺو آهِيان ۽ کَڙڪايان ٿو جيڪَڏَهِين ڪو بہ مُهِنجو آوازُ ٻُڌي دَرُ اُگهِيندُمِ تَہ آئون هُنَ وَٽِ اَندرِ اِيندُسِ ۽ آئون هُنَ سان گَڏُ کائِيندُسِ ۽ هُو موُن سان گَڏُ کائِيندو (٢١) جيڪو غالِبُ ٿو ٿِئي تَنهِن کي آئون پَهِنجي تَختَ تي پاڻَ سان گَڏُ وِهڻُ ڏِيندُسِ جيئَن تَہ آئون بہ غالِبُ ٿِيُسِ ۽ پَهِنجي پِيءُ سان گَڏُ سَندَسِ تَختَ تي وِيٺو آهِيان (٢٢) جَنهِن کي ڪَنُ آهي سو ٻُڌي تَہ رُوحُ ڪَلِيسيائُنِ کي ڇا ٿو چَوي ؛

# بابُ ۴

تَنهن ڪان پوءِ نِهاريم جان ڪِٿي ڏِسان تہ آسمان ۾ هِڪڙو دَرُ کُليو پيو آهي ۽ پهريون آواز جو مون ٻُڌو تہ مون سان ڳالهائي ٿو سو نَرِسنگي جي سُرَ جهڙو هو جنهِن چيو ٿي تہ هيڏانهن مٿي چڙهي اَچُ ۽ آءٌ توکي ڏيکارِيندُس تہ هِنَ ڪان پوءِ ڇا ٿيڻو آهي (۲) ۽ آءٌ اُنهيءَ دم رُوح مين اَچي وِيُس ۽ ڏِٺُم تہ آسمان ۾ هِڪڙو تَختُ رکيو هو ۽ تَختَ تي ڪو ويٺو هو (۳) ۽ جو ويٺو هو سو ڏِسَڻَ مين زَبَرجَدَ ۽ عَقيقَ جهڙو هو ۽ اُنهيءَ تَختَ جي چَوڌارِي هِڪڙي اِندلَٺِ ڏِسَڻَ مين زُمُرِدَ جهڙي هُئِي (۴) ۽ اُنهيءَ تَختَ جي چَوڌاري چوويهہ تَخت هُوا ۽ اُنهن تَختَن تي اَچَنِ ڪپڙَن سان ڍَڪِيَلَ چوويهہ وَڏيرا ويٺا ڏِٺم ۽ هِڪڙي هِڪڙي جي مَٿي تي سونو ڇَٽُ هو (۵) ۽ اُنهيءَ تَختَ مان وِڄُون ۽ گجڪارُون ۽ آوازَ نِڪتا ٿي ۽ باهِ جا سَتَ مَشعلَ تَختَ وَٽِ پِئي ٻَريا اِهي خُدا جا سَتَ رُوحَ هُوا (۶) ۽ تَختَ جي اَڳيان بِلورَ جهڙو هِڪڙو شيشي جو سَمُنڊُ هو ۽ تَختَ جي وِچمين ۽ تَختَ جي چَوڌاري چارِ ساهَوارا هُوا جي اَڳيان ۽ پُٺيان اَکيُنِ سان ڀَريا پيا هُوا (۷) پهريون ساهَوارو شِينهَن وانگُرُ هو ۽ ٻيو ساهَوارو گابي جهڙو هو ۽ ٽِئين ساهَواري جو مُنهن ماڻهوءَ جي مُنهَن جهڙو هو ۽ چوٿون ساهَوارو اُڏامَندڙ عُقابَ جهڙو

هو (٨) ۽ اُنهن ڇهن ساهوارن مانجهان هڪڙي هڪڙي کي ڇهه پر هوا ۽ اُنهن کي چؤنهي پاسي اندر اکيون هيون ۽ رات ڏينهن ساهي به نٿا کڻن ۽ ائين پيا چون ته قادر مُطلق ڌڻي تعاليٰ پاڪ پاڪ پاڪ جو هو ۽ آهي ۽ اچڻو آهي (٩) جو تخت تي ويٺو آهي ۽ سدائين جيئرو آهي تنهن کي جڏهين اُهي ساهوارا وڏائي ۽ مانُ ڏيئي سنڌس ٿورا مڃيندا (١٠) تڏهين جو تخت تي ويٺو آهي تنهن جي سامهون چوويهه وڏيرا ڪري پوندا ۽ جو سدائين جيئرو آهي تنهن کي پوڄيندا ۽ هيئنئن چوندي پنهنجا چٽ تخت جي اڳيان اُڇلائيندا (١١) ته اي ڌڻي توکي وڏائي ۽ مانُ ۽ قدرت تي لڳائي جو ته توئي سڀني شين کي اُپايو آهي ۽ هو تنهنجيئي مرضي وٽان آهن ۽ اُپنيون آهن ⁘

## باب ٥

جو اُنهيءَ تخت تي ويٺو آهي تنهن جي هٿ مين مون هڪڙو ڪتاب ڏٺو جو اندران ٻاهران لکيل هو ۽ جنهن تي ست مُهرون لڳليون هيون (٢) ۽ مون هڪڙي سگهاري ملائڪ کي ڏاڍيان هوڪو ڏيندو ڏٺو ته ڪتاب پڙهڻ ۽ هن جي مُهرن ڀڃڻ جو ڪير لائق آهي (٣) نه آڀ مين نه ڌرتيءَ تي ۽ نه ڌرتيءَ جي هيٺان ڪنهن کي پُڄندي هُئي جو ڪتاب کي اُپٽي يا هُن

ڏانهَن نِهاري (۴) ۽ مُون ڏاڍو رُنو جو ڪو بہ لائِقُ نَہ نِڪتو جو ڪتابُ اُپِٽي پَڙهي يا هُن ڏانهَن نِهاري (٥) ۽ وَڏيرن مان هِڪِڙي مُون کي چيو تہ نَہ روءُ ڏِسُ تَہ جو شِينهُن يَهُودا جي فَرقي مَنجهان دائُودَ جي پاڙَ آهي تَنهِن سوڀَ ڪَري ڪتابُ اُپِٽيو ۽ هُن جُون سَتَ مُهرُون پَٽايُون (٦) ۽ جان ڪَٽِي نِهاري ڏِسان تَہ تِنِيلي ۽ چَئِنِ ساهوارَنِ جي وِچِمين ۽ وَڏيرَنِ جي وِچماجهہ هِڪِڙو گهيٽو بيٺو آهي جو چَڻُ تَہ ڪُٺو آهي ۽ هُن کي سَتَ سِڱَ ۽ سَتَ اَکِيُون هُيُون جي خُدا جا سَتَ رُوحَ آهِنِ جي سَجِيءَ ڌَرتِيءَ تي موڪِليا وِيا آهِنِ (٧) ۽ هُو آيو ۽ جو تِنِيلي تي ويٺو هو تَنهِن جي ساڄي هَٿَ مان ڪتابُ ورتائِين (٨) ۽ جَڏهِين هُن ڪِتابُ وَرتو هو تَڏهِين چارِ ساهَوارا ۽ چوويهَ وَڏيرا گهيٽي جي اَڳيان ڪِرِي پِيا ۽ هِڪِڙي هِڪِڙي کي چَنگَ ۽ سُرهاڻِ سان ڀَرِيَلَ سونَ جا پِيالا هُئا جي پاڪَنِ جُون دُعائُون آهِنِ (٩) ۽ اُنهنِ هِڪِڙو نَئون راڳُ ڳائي چيو تَہ تُونيءَ ڪتابُ وَٺڻَ ۽ هُن جي مُهرُنِ کي پَٽڻَ جو لائِقُ آهِين ڇو تَہ تُون ڪُٺو هُئين ۽ تو اَسان کي خُدا لاءِ سَڀِڪِنهن فَرقي ۽ ٻوليءَ ۽ اُمَتَ ۽ قومَ مان پَنهنجي رَتَ سان مُلهِہ وَرِتو (١٠) ۽ اَسان کي اَسان جي خُدا لاءِ بادِشاهُ ۽ ڪاهِنُ ڪيو اٿيئي ۽ اَسِين ڌَرتِيءَ تي راڄُ ڪَنداسُون (١١) ۽ مُون نِهاريو ۽ تِنِيلي ۽ ساهَوارَنِ ۽ وَڏيرَنِ جي چَوڌاري گهڻنِ مَلائِڪنِ جو آوازُ ٻُڌِمِ ۽ اُنهنِ جو ڳاڻيٽو لَکَنِ جا لَکَ

۽ هَزارَنِ جاهَزارَ هو (۱۲) ۽ اُنهنِ ڏاڍِيان ٻئي چيو تہ جو گهيٽو ڪُٺو سو ٻُهُچَ ۽
دَوَلَتَ ۽ ڏاهَپَ ۽ سَگهہَ ۽ مانَ ۽ وَڏائِيءُ ۽ بَرِڪَتَ لَهَڻَ جو جوڳو آهي
(۱۳) ۽ سَيِڪو اُپايَلُ جو اُپَ ۽ ڌَرتِيءُ تي ۽ ڌَرتِيءُ جي هيٺان آهي ۽ جي
سَمُنڊَ مين آهِنِ ۽ جي اُنهنِ مين آهِنِ تِنِ سَڀِنِي کي هِينئُن چَوَندو ٻُڌُمِ
تہ جو تِيلي تي ويٺو آهي تَنهِن لاءِ ۽ گهيٽي جي واسِطي بَرِڪَتَ ۽ مانُ ۽
وَڏائِي ۽ ٻُهُچَ سَدانئِين هُجي (۱۴) ۽ چَئِنِ ساهَوارَنِ چَيو تہ آمِينُ ۽ جو
سَدانئِين جيئرو آهي تَنهِن کي چوويهَنِ وَڏيرَنِ هيٺ پئي پُوجا ڪَئي ؛

## باب ٦

۽ جڏهِين گهيٽي اُنهنِ مُهرُنِ مان هِڪِڙي مُهرَ پَٽِي تَڏهِين مُون ڏِٺو ۽
اُنهنِ چَئنِ ساهَوارَنِ مان هِڪِڙي کي گجڪارَ جَهِڙي آوازَ سان هينئُن
چَوَندو ٻُڌُمِ تہ اَچُ ۽ ڏِسُ (۲) ۽ جان نِهاري ڏِسان تہ هِڪِڙو نُقِرو گهوڙو آهي
جَنهِن تي هِڪِڙو شَخِصُ سِينگُ گنيو چَڙهيو ويٺو آهي ۽ کيس هِڪِڙو
تاجُ مِليو آهي ۽ هُو سوڀَ ڪَندو ۽ سو ڀارو ڀَتِّڻَ لاءِ نِڪِتو ؛
(۳) ۽ جڏهِين هُنَ ٻي مُهرَ پَٽِي تَڏهِين مُون ٻئي ساهَواري کي هِينئُن
چَوَندو ٻُڌو تہ اَچُ ۽ ڏِسُ (۴) ۽ ٻيو هِڪِڙو بورُ گهوڙو نِڪِتو ۽ جو هُنَ تي
چَڙهيو ويٺو هو تَنهِن کي هِيءُ ٻُهُچَ مِلِي تہ صُلحُ ڌَرتِيءُ کان کَسي وَٺي ۽ هِيءُ

بہ ٻَهُچَ مِلِيَسِ تہ ماٺهُون هِڪَ. ٻِئِي کي کُهَنِ ۽ هُنَ کي هِڪِڙِي وَڏِي تَرارِ مِلِي ⁘

(٥) جڏَهِين هُنَ ٽِئِين مُهرَ ڀڳِي تَڏَهِين مُون ٽِئين ساهَواري کي هِينئَن چَوَندو ٻُڌو تہ اَچُ ۽ ڏِسُ ۽ مُون نِهاري ڏِٺو هِڪِڙو مُشِڪِي گهوڙو آهي ۽ جو هُنَ تي چَڙهِيو ويٺو آهي تَنهِن جي هَٿَ مين هِڪِڙِي ساهِمِي آهي (٦) ۽ مُون چَئِنِ ساهَوارَنِ جي وِچمان آوازَ کي هِينئَن چَوَندو ٻُڌو تہ ڪَڻڪَ ٽَکي سيرُ ۽ جَوَ ٽَکي ٽي سيرَ ۽ تيلَ ۽ اَنگوري شَرابَ کي ڇيهو نہ پَهُچاء ⁘

(٧) ۽ جڏَهِين هُنَ چوٿِين مُهرَ ڀَڳِي تَڏَهِين مُون چوٿِين ساهَواري کي هِينئَن چَوَندو ٻُڌو تہ اَچُ ۽ ڏِسُ (٨) ۽ جان ڪُٺِي نِهاري ڏِسان تہ هِڪِڙو ڦِڪي رَنگَ جو گهوڙو آهي ۽ جو هُنَ تي چَڙهِيو ويٺو آهي تَنهِن جو نالو مَوتُ آهي ۽ رُوحَنِ جي رَهاشَتَ هُنَ ساڻُ اَچِي گَڏِي ۽ اُنهِنِ کي ڌَرتِيءَ جي چوٿِين پاڱين تي هِيئَ وَسُ مِلِيو تہ تَرارِ ۽ ٻُکَ ۽ مَوتُ ۽ ڌَرتِيءَ جي ڦاڙِيندڙَنِ مِرُنِ سان جَٽُ ڪَنِ ⁘

(٩) ۽ جڏَهِين هُنَ پَنجِين مُهرَ ڀَڳِي تَڏَهِين جي خُدا جي ڪَلامَ لاء ۽ جا ساکَ اُنهِنِ ڀَري هُئِي تَنهِن لاء ڪُٺا تِنِ جا رُوحَ مُون قُربانِگاهَ هيٺِ ڏِٺا (١٠) ۽ اُنهِنِ ڌاڍو واڪو ڪَري چَيو تہ اي ڌَڻِي پاڪَ ۽ سَچا تُون ڪيسِين

تانئِين نِياءُ نَہ ڪَندين ۽ ڌَرتِيءَ جي رَهاڪُنِ کان اَسان جي خُونَ جو ويرُ نَہ وَٺَندين (١١) ۽ اُنهنِ کي اَڇا ڪَپڙا مِليا ۽ اُنهنِ کي هِيئَ ٻُڌايو وِيو تہ جيسين تانئِين اُنهنِ جا همخِدمَتَ ڪَندڙَ ۽ ڀائُرَ بہ جي اُنهنِ وانگُرُ مارِجي ويندا سي پُورا نَہ ٿِيندا تيسين تانئِين ٿوري مُدَتَ صَبرُ ڪَندا رَهجو ؛

(١٢) ۽ مُون نِهاريو جڏهِين هُنَ ڇَهين مُهرَ ڀَڳي ۽ ڌَرتِي ڏاڍي ڌُٻي ۽ سِجُ وارَنِ جي ڳَٿي جهڙو ۽ چَنڊُ رَتَ جهڙو ٿِي پِيو (١٣) جڏهِين ڏاڍو واءُ اَنجِيرَ جي وَڻُ کي لوڏي تَڏهِين جيئَن هُنَ مان ڪَچا ڦَرَ ڪِري ٿا پَوَنِ تيئَن اُڀَ جا تارا بہ ڌَرتِيءَ تي ڪِري پِيا (١٤) ۽ جيئَن ويڙهو ويڙهِبو آهي تيئَن اُڀُ وِيو هَلِيو ۽ سَڀِ ڏُونگَرَ ۽ ٻيٽَ پَهنجي پَهنجي هَنڌان نِڪِري وِيا (١٥) ۽ دُنِيا جي بادِشاهَنِ ۽ وَڏيرَنِ ۽ ڀاڳِيَنِ ۽ سِپَہسالارَنِ ۽ سَگهارَنِ ۽ سَڀِڪَنهِن ٻانهي ۽ سَڀِڪَنهِن آجي ماڻهوءَ پاڻَ کي ڇُپُنِ ۽ ڏُونگَرَنِ جي ڇِپُنِ مين لِڪايو (١٦) ۽ ڏُونگَرَنِ ۽ ڇِپُنِ کي چِيائُون تہ اوهِين اَسان تي ڪِري پَئو ۽ جو نِيلي تي ويٺو آهي تَنهِن جي مُنهَن کان ۽ گهيٽي جي ڪاوَڙِ کان اَسان کي لِڪايو (١٧) ڇو تہ هُنَ جي قَهِرَ جو وَڏو ڏِينهُن آيو آهي سو ڪيرُ ٻهي سَگهَندو ؛

# بابُ ۷

۽ تَنهِن کان پوءِ مون ڌَرتِيءَ جي چَئن ڪُنڊُن تي چَئن مَلائڪن کي بيهندو ڏٺو جن چَئن واوَن کي جهلِيو هو تان تہ واءُ ڌَرتِيءَ تي يا سَمُنڊَ تي يا ڪنهِن بہ وَڻَ تي نہ لَڳي (۲) ۽ مون هِڪڙي ٻِئي مَلائڪ کي اُپِرندي کان چَڙهَندو ڏِٺو جنهِن وَٽِ جيئري خُدا جي مُهرَ هُئي ۽ چارِ مَلائڪن کي هِيءَ ٻَهُچَ مِلِي تہ ڌَرتِيءَ ۽ سَمُنڊَ کي ڇيهو پُهچائِين تِن کي ڏاڍيو واڪو ڪَري چيائِين (۳) تہ جيسين تائِين اَسان خُدا جي ٻانهن جي نِرڙن تي مُهرَ نہ هَڻي ڇڏِيون تيسين تائِين نہ ڌَرتِيءَ کي نہ سَمُنڊَ کي نہ وَڻن کي ڇيهو نہ پُهچايو (۴) ۽ جِن تي مُهرُون لَڳيون پِيسُون هُيون تِن جو ڳاڻيٽو ٻُڌُمِ تہ بَني اِسرائيلَ جي فِرقَن مان هِڪَ لَکَ چوئيتالِيهن هزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون آهِن (۵) ۽ يَهُودا جي فِرقي مان ٻارهن هزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون ۽ رُوبِن جي فِرقي مان ٻارهن هزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون ۽ گادَ جي فِرقي مان ٻارهن هَزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون (۶) يَسَرَ جي فِرقي مان ٻارهن هَزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون نَفتالِيءَ جي فِرقي مان ٻارهن هَزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون ۽ مَنسِيءَ جي فِرقي مان ٻارهن هَزارن تي مُهرُون هَنيون ويئُون (۷) شَمعُونَ جي فِرقي مان ٻارهن هَزارن تي

مُهرون هَنيون ويئون لاويءَ جي فِرقي مان ٻارهَن هَزارَن تي مُهرون هَنيون ويئون آشڪارَ جي فِرقي مان ٻارهَن هَزارَن تي مُهرون هَنيون ويئون (٨) زَبلونَ جي فِرقي مان ٻارهَن هَزارَن تي مُهرون هَنيون ويئون ۽ يوسِفَ جي فِرقي مان ٻارهَن هَزارَن تي مُهرون هَنيون ويئون ۽ بِنِيامِينَ جي فِرقي مان ٻارهَن هَزارَن تي مُهرون هَنيون ويئون ∴

(٩) تَنهِن کان پوءِ جان نِهاري ڏِسان تَہ سَڀَنِهِن قومَ ۽ سَڀِني فِرقَنِ ۽ ماڻهن ۽ ٻوليُن جو ميڙُ جنهِن جو ڪو بہ ڳاڻيٽو ڪري نَٿو سَگهي سو اَچا ڪَپڙا ڪيو ۽ کجيءَ جُون ٽاريُون هٿنِ مين جهليو ٽِيلي جي اَڳيان ۽ گهيٽي جي سامهُون بيٺو آهي (١٠) ۽ وَڏي واڪي سان دانهَن ڪَري چياٿون تہ اَسان جو خُدا جو ٽِيلي تي ويٺو آهي تَنهن ۽ گهيٽي وَٽان ڇوٽڪو آهي (١١) ۽ سَڀِ مَلائِڪ ٽِيلي ۽ وَڏيرَنِ ۽ چَئنِ ساهَوارَنِ جي چَوڌاري بيٺا هُوا ۽ ٽِيلي جي اَڳيان مُنهَن ڀَرِ ڪِري پيا ۽ خُدا جي پُوڄا ڪِياٿون (١٢) ۽ چيائون آمِينُ بَرِڪَتَ ۽ وَڏائي ۽ ڏاهَپَ ۽ شُڪرگُذاري ۽ مانُ ۽ قُدرَتَ ۽ سَگهہ سَدائِين اَسان جي خُدا لاءِ هُجي ـ آمِينُ (١٣) ۽ وَڏيرَنِ مان هِڪڙو مُون کي چَوڻَ لَڳو تہ جِنِ اَچا ڪَپڙا پَهِريا آهِنِ سي ڪيرَ آهِنِ ۽ ڪِٿان آيا آهِنِ (١٤) ۽ مُون هُنَ کي چيو تہ اي سائنِين تو کي سُڌِ آهي ۽ هُنَ مُون کي چيو تہ هِي اُهي آهِنِ جي وَڏِيءَ آفَتَ مَنجهان آيا آهِنِ ۽ اُنهِن پَهِنجا ڪَپڙا

گهيٽي جي رَتَ سان ڌوئي اَڇا ڪَيا آهِنِ (۱۵) تنهنڪري خُدا جي ٽِيلي جي اَڳِيان آهِنِ ۽ راتِ ڏِينهَن سَندَسِ هيڪَلَ مين هُنَ جي بَندَگِي ڪندا آهِنِ ۽ جو ٽِيلي تي وِيٺو آهي سو اُنهن جي وِچِمين رَهَندو (۱٦) اُنهنِ کي وَري نَڪا بُکَ ۽ نَڪا اُڃَ لَڳَندي ۽ اُنهنِ تي وَري نَڪا اُسَ ۽ نَڪا گَرمِي پَوَندي (۱۷) ڇو تَہ جو گهيٽو اُنهِيءَ ٽِيلي جي وِچِمين آهي سو اُنهنِ کي سَنڀالي وَٺَندو ۽ اُنهنِ کي جيئَري پاڻِيءَ جي تَلاهَنِ وَٽِ پَهُچائِيندو ۽ خُدا اُنهنِ جي اَکِيُنِ مان سَڀڪو ڳوڙهو اُگهي ڇَڏِيندو ⁘

## بابُ ۸

۽ جڏهِين هُنَ سَتين مُهِرَ ڀَڳِي تَڏهِين اُڀَ مين اَتِڪَلَ اَڌُ گهڙِيءَ تا نِڙِين ماٺِ ٿِي وِئي (۲) ۽ مون ڏِٺو تَہ سَتَ مَلائِڪَ خُدا جي اَڳِيان بيٺا هُوا ۽ اُنهنِ کي سَتَ نَرسِنگا مِليا هُوا (۳) ۽ هِڪِڙو ٻِيو مَلائِڪَ آيو ۽ سونو ڌوپِدانُ کَڻِي قُربانِگاهَ وَٽِ بيٺو ۽ هُنَ کي گهڻو واسُ ڌوپُ مِلِيو تان تَہ جا قُربانِگاهَ ٽِيلي وَٽِ آهي تَنهِن تي سَڀِني پاڪَنِ جي دُعائُنِ سان اِنهِيءَ جو ڀَڳُ ڏِئي (۴) ۽ واسُ جو دونهون پاڪَنِ جي دُعائُنِ ساڻَ اُنهِيءَ مَلائِڪَ جي هَٿَ مان خُدا وَٽِ چَڙهِي وِيو (۵) ۽ اُنهِيءَ مَلائِڪَ اُهو ڌوپِدانُ وَٺِي قُربانِگاهَ جي باهِ

ساڻُ پَري ڌَرتِيءَ تي ڦِٽو ڪيو پوءِ آوازَ ۽ گجڪاروُن ۽ ٿيوُن ۽ کِوِڻِ کِوِڻ ۽ ڌَرتي ڌُٻي ؛

(٦) ۽ اُهي سَتَ مَلائِڪَ جِنِ وَٽِ سَتَ نَرسِنگا هُوا سي وَڄائِڻَ تي سَنبِرِيا ؛

(٧) ۽ پَهرين مَلائِڪَ نَرسِنگو وَڄايو ۽ ڳڙا ۽ رَتَ گَڏِيَلَ باهِ آچِي مَوجُودُ ٿي ۽ اِهي ڌَرتِيءَ تي اُڇلايا وِيا ۽ وَڻَنِ جي ٽِئين ڀَتي سَڙي ويئي ۽ مِڙيوئي سائو گاهُ سَڙي وِيو ؛

(٨) ۽ ٻِئي مَلائِڪَ نَرسِنگو وَڄايو جَڻُ تَہ باهِ سان ٻَرندڙُ هِڪِڙو وَڏو ڏُونگرُ سَمُنڊَ مين اُڇلايو ويو ۽ سَمُنڊَ جي ٽِئين ڀَتي رَتُ ٿي پيئي (٩) ۽ جي اُپايَلَ سَمُنڊَ مين جيئرا هُوا تِنِ جي ٽِئين ڀَتي مَري ويئي ۽ ٻيڙِيُنِ جي ٽِئين ڀَتي ڇَٽُ ٿي ويئي ؛

(١٠) ۽ ٽِئين مَلائِڪَ نَرسِنگو وَڄايو ۽ فانُوسَ وانگُرُ ٻَرندَڙُ وَڏو تارو اُڀَ مان ڪِريو ۽ نَندِيُنِ جي ٽِئينءَ ڀَتيءَ تي ۽ پاڻِيءَ جي تَلاهَنِ تي وَڃي پِيو (١١) ۽ اُنهيءَ تاري جو نالو گوماندَرُ آهي ۽ پاڻِيءَ جي ٽِئين ڀَتي گوماندَرُ ٿي پيئي ۽ گهَڻا ماڻهوُن اُنهيءَ پاڻِيءَ جي وِگهيئي مَري وِيا ڇو تَہ هُو ڪَوڙو ٿي پيو هو ؛

(١٢) ۽ چوٿين مَلائِڪَ نَرسِنگو وَڄايو ۽ ٽِئين ڀَتي سِجَ جي ۽ ٽِئين ڀَتي چَنڊَ جي ۽ ٽِئين ڀَتي تارَنِ جي جهَري پيئي تان جو اُنهنِ جي ٽِئين

پَٽي اُونداهہ ٿي پيئي ۽ ڏينهن جي ۽ راتِ جي بہ ٽِئين پَتيءَ مين سوجهرو
نَہ هو ؛

(١٣) ۽ جان ڪَٿي نِهاريِمِ تہ هِڪِڙي مَلائِڪَ کي آپَ جي وِچَماجهان
اُڏامَندو ۽ ڏاڍِيان چَوَندو ٻُڌُمِ تہ باقي ٽِنِ مَلائِڪَنِ جي نَرِسنگي جا سُرَ
جي اَچا وَڃڻا آهِنِ تِنِ جي ڪَري ڌَرِتيءَ جي رَهندَڙنِ تي اَفِسوسُ آفِسوسُ
اَفِسوسُ آهي ؛

## باب ٩

۽ پَنجين مَلائِڪَ نَرِسنگو وَڄايو ۽ مُون ڏِٺو تہ آپَ مان هِڪِڙو تارو ڌَرِتيءَ
تي ڪِري پيو ۽ هُنَ کي اوڙاهَہ کوهَہ جي ڪُنجي مِلي هُئي (٢) ۽ هُنَ اوڙاهَہ
کوهُہ اُپِتيو ۽ اُنهيءَ کوهَہ مان وَڏي کوري جي دُونهين جهِڙو دُونهون نِڪِتو ۽
اُنهيءَ کوهَہ جي دُونهين جي سَبَبَ ڪَري سِجُ ۽ واءُ اُونداڻو ٿِي پيو (٣) ۽
اُنهيءَ دُونهين مَاجهان ڌَرِتيءَ تي مَڪِڙَ نِڪِري آيا ۽ جهِڙو وَسُ ڌَرِتيءَ تي
وِڇُنِ کي مِلِيَلُ آهي تهڙو وَسُ اُنهنِ کي بہ مِليو (٤) ۽ اُنهنِ کي هِيئُ حُڪُمُ
مِليو تہ نہ ڌَرِتيءَ جي گاهَہ کي نہ ڪَنهنِ بہ سائِيءَ شَيءِ کي نہ ڪَنهنِ بہ وَڻَ کي
پَرَرُڳو اُهي ماڻهُوُن جِنِ جي نِرڙَنِ تي خُدا جي مُهرَ نہ آهي تِنِ کي ٿِي
ڏُکوئِينِ (٥) ۽ اُنهنِ کي هِيئُ مِليو تہ اُنهنِ کي اُڦَٽُ ماري نہ وِجهِنِ اُتِلو هِيئُ

مِلِيُنِ تَہ پَنجنِ مَهيِنَنِ تائِين پِيا لُڇَنِ ۽ جيئَن وِڇُون ماڻهوءَ کي ڏَنگي ۽ هُولُڇي ٿو تيئَن اُنهنِ جي لوڇِ ٿِي (٦) اُنهنِ ڏينهَنِ مين ماڻهُون مَوٽَ کي گولِيندا پَرَ لَهَندا ڪِينَ ۽ مَرَڻَ جي سَڌَ ڪندا پَرَ مَوٽُ اُنهنِ وَٽان ڀَڄِي ويندو (٧) جي گهوڙا ويڙهِ لاءِ سَنبِرائِبا آهِنِ تِنِ جَهِڙيُون مَڪڙَنِ جوُن شِڪِليُون هُيُون ۽ اُنهنِ جي مٿَنِ تي جَڙُ تَہ سونا ڇَٽَ هُوا ۽ اُنهنِ جا مُنهن ماڻهُنِ جي مُنَهنِ جَهِڙا هُوا (٨) ۽ اُنهنِ جا وارَ زالُنِ جي وارَنِ جَهِڙا ۽ اُنهنِ جا ڏَندَ شِينهَنِ جي ڏَندَنِ جَهِڙا هُوا (٩) ۽ اُنهنِ جا زِرهَ لوهَ جي زِرهَ جَهِڙا هُوا ۽ گهَڻِيُنِ گهوڙا جي ويڙهِ مين ڀَڄَندا آهِنِ تِنِ جي رَٿَنِ جي آوازَ جَهِڙو اُنهنِ جي پَرَنِ جو آوازُ هو (١٠) ۽ اُنهنِ جا پُڇَ وِڇُنِ جَهِڙا هُوا ۽ اُنهنِ جي پُڇَنِ مين ڏنگَ هُوا ۽ اُنهنِ کي وَسُ مِليو تَہ پَنجنِ مَهيِنَنِ تائِين ماڻهُنِ کي ڏُکوئِينِ (١١) ۽ اُنهِيءَ اوڙاهَ کوهَ جو مَلائِڪُ اُنهنِ جي مٿان بادِشاهُ هو ۽ هُنَ جو نالو عِبرانِيءَ ٻولِيءَ مين اَبدونُ ۽ يُونانِيءَ ٻولِيءَ مين اَپليونُ آهي (١٢) هِڪِڙو اَفِسوسُ لَنگهي وِيو ۽ ڏِسُ تَہ ٻِيا ٻِہ اَفِسوسَ هِنَ کان پوءِ اَچِڻا آهِنِ ⁘

(١٣) ۽ پوءِ ڇَهين مَلائِڪَ نَرِسنگو وَڄايو ۽ سوني قُربانِگاهَ جا خُدا جي اَگِيان آهي تَنهِن جي چَئنِ سِڱنِ مان هِڪِڙو آوازُ ٻُڌِمِ (١٤) ۽ ڇَهون مَلائِڪُ جنهن وَٽ نَرِسنگو هو تَنهِن کي اُنهِيءَ آوازَ چَيو تَہ چارِ مَلائِڪَ

جي فِراتِ جي وَڏِئَ نَندِئَ تي ٻَڌا پِيا آهِنِ تِنِ کي ڇوڙِيو ڇَڏِ (١٥) پوءِ
أهي چارِ مَلائِڪ ڇُٽا جي هِڪِڙِئَ گهڙِئَ ۽ هِڪِڙي ڏِينهَن ۽ هِڪِڙي
مَهيني ۽ هِڪِڙي وَرَهَ تائِين ماڻهُنِ جي ٽِئَين ڀَڱي کي ماري وِجهَڻ لاءِ
سَنپِريَلَ هُوا (١٦) ۽ ڪَٽَڪَنِ جا هَسُوارَ ڳاڻيٽي مين ويه ڪِروڙَ هُوا ۽ مون
أنهنِ جو أهو ڳاڻيٽو ٻُڌو (١٧) ۽ أهي گهوڙا ۽ أنهنِ جا سُوارَ مون کي هِينئَن
ڏسَڻَ مين آيا تَہ أنهنِ جا زِرهَ باهِ جهِڙا ڳاڙها ۽ ڪاريڙا ۽ گوگِڙُوءَ جهِڙا پِيلا هُوا
۽ أنهنِ جي گهوڙَنِ جا مَٿا شِينهَنِ جي مَٿَنِ جهڙا هُوا ۽ أنهنِ جي واتَنِ مان
باهِ ۽ دوُنهون ۽ گوگِڙُو نِڪتو (١٨) ۽ باهِ ۽ دوُنهون ۽ گوگِڙُو جي أنهنِ جي
واتَنِ مان نِڪِتا تِنِ ٽِنهي آفتُنِ ماڻهُنِ جي ٽِينئَ ڀَڱي کي ماري وِڌو
(١٩) ڇو تَہ أنهنِ گهوڙَنِ جو زورُ سَندَنِ واتَنِ مين ۽ سَندَنِ پُڇَنِ مين آهي
ڇاڪاڻِ تَہ أنهنِ جي پُڇَنِ جا مَٿا سَپَنِ جهِڙا هُوا ۽ هُو أنهنِ سان ڏُکوئِيسنِ ٿا
(٢٠) ۽ أنهنِ مَاجهان ٻِيا ماڻهون جِنِ کي أنهنِ آفتُنِ نَہ ماري وِڌو تِنِ پَنهِجي
هَٿَنِ جي ڪَمَنِ کان توبَهَ نَہ ڪَئي تَہ ديوَنِ کي ۽ سونَ ۽ روپَ ۽ پِتَلَ ۽
ڪاٺَ جوُن موُرتُون جي نَہ ٻُڌي ۽ نَہ ڏِسي ۽ نَہ هَلي سَگهنِ ٿيُون تِنِ کي نَہ
پُوڄِينِ (٢١) ۽ جي خُونَ ڪَيائُون ۽ جي ڪامِڻَ وِڌائُون ۽ زِناءُ ۽ چورِيوُن
جي أنهنِ ڪَيوُن تِنِ کان أنهنِ توبَهَ نَہ ڪَئي ؛

## بابُ ١٠

۽ مون هِڪڙي ٻِيءِ سَگهاري مَلائِڪ کي آسمانَ تان لَهَندو ڏِٺو جو هِڪڙي ڪَڪَرَ سان ڍَڪيو پيو هو ۽ سَندَسِ مَٿي تي اِندِلَٺِ هُئي ۽ هُنَ جو مُنهُن سِجَ جِهڙو ۽ هُنَ جا پير باهِ جي ٿَنڀَنِ جِهڙا هُوا (٢) ۽ هُنَ جي هَٿَ مين هِڪڙو ننڍيو اُپِتَيلُ ڪِتابُ هو ۽ هُنَ پَهِنجو ساڄو پيرُ سَمُنڊَ تي ۽ پَهِنجو ڏائو پيرُ سُڪيءَ تي رَکيو (٣) ۽ جيئَن شِينهُن گَجَندو آهي تيئَن ڏاڍيو واڪو ڪَري رَڙِڪِيائِين ۽ جَڏَهِين هُو رَڙِڪَري رَهيو تَڏَهِين سَتَنِ گَجِڪارُنِ پَهِنجا آوازَ ڏِنا (٤) ۽ جَڏَهِين اُنهنِ سَتَنِ گَجِڪارُنِ پَهِنجا آوازَ ڏِيئي بَسِ ڪَئي تَڏَهِين آئون لِکَڻَ تي هوسِ پَرَ مون اُڀَ تان هِڪِڙو آوازُ ٻُڌو جِنهِن مون کي چَيو تَہ جيڪي سَتَن گَجِڪارُنِ چَيو تَنهِن تي مُهرَ هَڻي ڇَڏِ ۽ اِهي نَہ لِکُ (٥) ۽ جِنهِن مَلائِڪ کي مون سَمُنڊَ ۽ سُڪيءَ تي بِيٺو ڏِٺو تَنهِن پَهِنجو هَٿُ ڪَڍي اُڀَ ڏي ڪَيو (٦) ۽ جو سَدائِين جيئرو آهي ۽ جِنهِن اُڀَ کي ۽ جيڪي مَنجهِسِ آهي تَنهِن کي ۽ ڌَرتِيءَ کي ۽ جيڪي مَنجهِسِ آهي تَنهِن کي ۽ سَمُنڊَ کي ۽ جيڪي مَنجهِسِ آهي تَنهِن کي اُپايو تَنهِن جو سَنهُن کَنيائِين تَہ وَريِ ٻِي مَهِلَ نَہ ايندي (٧) پَرَ سَتين مَلائِڪ جي آوازَ جي ڏِينهَنِ مين جَڏَهِين هُو نَرِسنگو وڄائيندو تَڏَهِين جيئَن هُنَ پَهِنجِنِ ٻانهنِ يَعني نَبِيُنِ

ڪي ٻُڌايو تِيئَن خُدا جو ڳجهُه پُورو ٿِيندو (٨) ۽ جو آوازُ مونُ أَبَ مان ٻُڌو تَنهِن مونُ سان وَري ڳالهايو ۽ چِيائِين تَہ جو مَلائِڪُ سَمُنڊَ ۽ ڌَرتِيءَ تي بيٺو آهي تَنهِن جي هَٿَ مين جو نَنڍو اُپٽيَلُ ڪِتابُ آهي سو وَڃِي هُنَ کان وَٺُ (٩) ۽ آئون هُنَ مَلائِڪُ وَٽِ وِيُسِ ۽ چَيومانسِ تَہ اِهو نَنڍو ڪِتابُ مونُ کي ڏي ۽ هُنَ مونُ کي هِينئَن چَيو تَہ اِهو ڪِتابُ وَٺُ ۽ کائِي ڇَڏِينسِ ۽ هُو تُنهِجي پيٽَ کي ڪَوڙو ڪَري ڇَڏِيندو پَر واتَ مين سو ماکِيءَ جهڙو مِٺو لَڳَندءِ (١٠) ۽ مونُ أهو نَنڍو ڪِتابُ مَلائِڪَ جي هَٿَ مان وَرتو ۽ هُنَ کي کائِي ڇَڏِيُمِ ۽ واتَ مين هُو ماکِيءَ جهڙو مِٺو لَڳُمِ ۽ جَنهِن ويرَ آئون کائِي رَهِيُسِ تَنهِن ويرَ مُنهِجو پيٽُ ڪَوڙو ٿِي پيو (١١) ۽ هُنَ مونُ کي چَيو تَہ تو کي گهرِجي جو تُون وَري گهڻَن لوڪَن ۽ قومُن ۽ ٻولِيُن ۽ بادِشاهَن جي بابَتِ نَبُوَّتَ ڪَرِين ÷

## بابُ ١١

۽ مونُ کي هِڪڙو لَڪُڻُ جهڙو ڪانو مِليو ۽ هِڪڙي فِرِشتي بيٺي چَيو تَہ اُٿُ ۽ خُدا جي هيڪَلَ ۽ قُربانِگاهَ جي ۽ جيڪي مَاڃِهس بَندگِي ٿا ڪَنِ تِنِ جي ماپَ ڪَرِ (٢) پَرَ جو دالانُ هيڪَلَ کان ٻاهِرِ آهي تَنهِن کي ڇَڏي ڏي ۽ هُنَ جي ماپَ نَہ ڪَرِ ڇاڪاڻ تَہ هُو ڌارِيُنِ قومُن کي مِليو آهي

۽ هُو پاڪ شَهرَ کي ٻائيتاليهَن مَهينَن تائين لَتاڙي ڇڏيندا (٣) ۽ آئون
پنهنجن ٻن شاهدن کي ٻُجَندي ڏيندس ۽ هُو ٽاٽ پهري هڪ هزارُ ٻه
سا سَٺِ ڏينهَن تائين نَبُوّتَ ڪندا (٤) هي اُهي ٻه زيتُونَ جا وَڻَ آهِن ۽
ٻه شمعدانَ آهِن جي ڌَرتِيءَ جي خُدا جي اَڳيان بيٺا آهِن (٥) ۽
جيڪڏهين ڪو اُنهن کي ڏکوئڻُ تو گهري تَه باهِ اُنهن جي واتَ مَنجهان
نِڪري اُنهن جي ويرِين کي کائي ٿي ڇَڏي ۽ جيڪڏهين ڪو ٻه اُنهن کي
ڏکوئڻُ گهري تَه ضرُوُرُ آهي تَه هُنَ کي اِنهيءَ طَرحَ ماري وِجهجي (٦) ۽ اُنَ
کي ٻَندِ ڪَري ڇڏڻَ لاءِ اُنهن کي ٻُجَندي آهي تان تَه اُنهن جي نَبُوّتَ
جي ڏينهَن مين مِينهُن نَه پَوي ۽ پاڻيءَ مَنجهان ڦيرائي رَتَ ڪَرَڻَ جي ۽
جَنهن جنهن مَهلَ اُنهن کي وَڻي تَنهن تَنهن مَهلَ سَڀَڪنهن طَرحَ جي آفتُن
سان ڌَرتِيءَ کي مارَڻَ جي ٻُجَندي اُنهن کي آهي (٧) ۽ جَڏهين هُو پنهنجي
شاهدي ڏيئي رَهَندا تَڏهين جو مِرُون اوڙاهَ کوُهَ مان نِڪرَندو سو اُنهن سان
ويڙهِ ڪَندو ۽ اُنهن تي غالِبُ ٿيندو ۽ اُنهن کي ماري وِجهندو (٨) ۽ وَڏو
شَهرُ جِتي اَسان جو خُداوندُ ٻِڻِ صَليبَ تي چاڙهيو وِيو ۽ جَنهن کي رُوحاني
طَرحَ سَدوُمُ ۽ مِصرُ ڪَري ٿا سَڏين تَنهن جي بازارِ مَاجِهه اُنهن جا مَڙهَ پِيا
رَهندا (٩) ۽ لوڪَن ۽ فِرقَن ۽ ٻولِيُن ۽ قومُن مَاجهان ڪيترا سايَن ٽِن ڏينهَن
تائين اُنهن جي مَڙهَن کي پِيا ڏِسَندا ۽ اُنهن جي مَڙهَن کي قَبُرن مَاجِهه

پُورَڻُ نَہ ڏِيندا (۱۰) ۽ ڌَرتِيءَ جا رَهاڪُو اُنهنِ تان خوشِيُون ۽ سَرهايُون ڪَندا ۽ هِڪَ ٻِئي کي سوکِريُون موڪِليندا ڇو تہ اُنهنِ ٻِنِ نَبِيُنِ ڌَرتِيءَ جي رَهاڪُنِ کي ڏُکويو (۱۱) ۽ ساڍَنِ ٽِنِ ڏِينهَنِ کان پوءِ جِياپي جو رُوحُ خُدا وَٽان اُنهنِ مَنجِھ آيو ۽ هُو پَنهِنجِنِ پيرَنِ تي بيٺا هُوا ۽ جِنِ هُنَ کي ڏِٺو تِنِ تي ڏاڍو ڀَوُ اَچِي پِيو (۱۲) ۽ اُنهنِ اُڀَ مان وَڏو آوازُ ٻُڌو جنهِن اُنهنِ کي چَيو تہ هيڏانهِن مَٿي اَچو ۽ هُو ڪَڪَرَ مَنجِھ اُڀَ تي چَڙهِي وِيا ۽ سَندَنِ ويرِيُنِ کين ڏِٺو (۱۳) ۽ اُنهِيءَ گهَڙِيءَ ڌَرتِي ڏاڍِي ڏُڌِي ۽ اُنهِيءَ شَهَرَ جي ڏَهين ڀَتي ڪِرِي پيئي ۽ اُنهِيءَ زِلزِلي مين سَتَ هَزارَ ماڻهُون اُڦَٽُ مارِجي وِيا ۽ باقِي جيڪي ٻَچا سي اَچِي ڏَڪَڻَ لَڳا ۽ اُڀَ جي خُدا کي مانُ ڏِنائُون (۱۴) ٻِيو اَفسوسُ لَنگهي وِيو آهي ڏِسُ تہ ٽِيون اَفسوسُ سِگهوئِي تو اَچِي ÷

(۱۵) ۽ سَتين مَلائِڪَ نَرِسنگو وَڄايو ۽ اُڀَ تان وَڏا آوازَ هِيئُن چَوَندا آيا تہ هِنَ جَهانَ جوُن بادِشاهِيُون اَسان جي ڌَڻِيءَ ۽ سَندَسِ مَسِيحَ جوُن بادِشاهِيُون ٿِي پيئُون آهِنِ ۽ هوُ سَدائِين بادِشاهي ڪَندو (۱۶) ۽ چوويهَ وَڏيرا جي پَنهِنجِنِ تِيلَنِ تي خُدا جي اَڳِيان ويٺا هُوا سي مُنهَن ڀَرِ ڪِرِي پِيا ۽ خُدا جو سِجِدو ڪِيائُون (۱۷) ۽ چِيائُون تہ اي ڌَڻِي تَعالىٰ قادِرَ مُطلَق جو آهِين ۽ هُئين ۽ اَچڻو آهِين اَسِين تُنهِنجا ٿورا ٿا مَڃيُون تہ تو پَنهِنجي وَڏي

قُدرَتَ وَٺي بادِشاهي ڪَئي آهي (١٨) ۽ ڌارِيُون قومُون ڪاوڙِيُون سو
تُنهِنجو قَهرُ اَچِي پِيو آهي ۽ مُئلَن جي مَهلَ آئي آهي تان تَ اُنهِن جو نِياءُ
ٿِئي ۽ پَهنجن ٻانهن نَبِيُن کي ۽ پاڪَن کي ۽ جيڪي توکان ڊِڄَنِ ٿا ڇا وَڏا ڇا
نَنڍا تِنِ کي بَدَرُ ڏِئِين ۽ جيڪي ڌَرتِيءَ کي ڦِٽائِينِ ٿا تِنِ کي ڦِٽائِين (١٩) ۽
اُڀَ مين خُدا جي هيڪَلَ اُپِٽي وِيِي ۽ هُنَ جي هيڪَلَ مَنجهِ سَندَسِ
قَوِلَ جي پيٽِي ڏِسَڻَ مين آئي ۽ کِوِڙِڪيُون کِوِيُون ۽ آوازَ ۽ گجڪارُون ٿِيُون
۽ ڌَرتِي ڌُڌِيِي ۽ وَڏا ڳَڙا ڪِري پِيا ❖

## باب ١٢

۽ اُڀَ مَنجهِ هِڪِڙو وَڏو اَچرِجُ ڏِسَڻَ مين آيو جو هِڪِڙِي زالَ سِجَ سان
ڍَڪِيِ پيئي هُئي ۽ هُنَ جي پيرَنِ هيٺِ چَندُ ۽ هُنَ جي مَٿي تي ٻارَهِنِ
تارَنِ جو چَٽُ هو (٢) ۽ هُوءَ پيٽَ سان هُئي ۽ وِيمَ جي سُورَ ۽ پيڙَ مَانجهِ
ٿِي ڪَري رَڙِ پِئي ڪِيائِين (٣) ۽ اُڀَ مين هِڪِڙو ٻِيو اَچرِجُ ڏِسَڻَ مين آيو
۽ ڏِسُ تَ هِڪِڙو وَڏو ڳاڙهو اَجِهگَرُ جنهِن کي سَتَ مَٿا ۽ ڏَهَ سِڱَ هُوا ۽ هُنَ
جي مَٿَنِ تي سَتَ چَٽَ هُوا (٤) ۽ هُنَ جي پُڇَ اُڀَ جي تارَنِ جي ٽِيئِيءَ
پَتِيءَ کي ڇِڪِيو ۽ اُنهِن کي ڌَرتِيءَ تي اُڇلائي ڇَڏِيائِين ۽ جا زالَ وِيامَڻَ
تي هُئي تَنهِن جي اَڳِيان اَجِهگَرُ اَچِي بِيٺو تان تَ جَنهِن وِيَر وِيامي تَنهِن

ويٽر سَندَسِ ٻارَ کي ڄڻي ڇڏي (٥) ۽ هُنَ نَرُ ٻارَ ڄڻيو جو لوهَ جي ڇَڙهيءَ سان سڀني قومُن تي راڄُ ڪندو ۽ هُنَ جو ٻارُ خُدا ڏانهن ۽ هُنَ جي تخت ڏانهن کڻي ويو (٦) ۽ جنهِن جهنگ ميں خُدا هُنَ لاءِ جاءِ تيارُ ڪري رکي هُئي تنهِن ڏانهن هوءَ زالَ ڀڄي ويئي تان تَ هِڪَ هَزارُ ٻَ سا سَٺِ ڏينهَنِ تائِين هُنَ جي پَرورَش ڪَنِ ÷

(٧) ۽ آُبَ مين ويڙهِه ٿي ميڪائيلُ ۽ هُنَ جا مَلائِڪ اَجهگَرَ سان وِڙهيا ۽ اَجهگَرُ ۽ هُنَ جا مَلائِڪ ٻِ وِڙهيا (٨) ۽ غالِبُ نَ پيا ۽ نَ آُبَ مين وَري اُنهِن کي جاءِ مِلي (٩) ۽ وَڏو اَجهگَرُ تَڙجي ويو اِهو پُرانو سَپُ جنهِن کي اَبلِيسُ ۽ شيطانُ ڪَري ٿا سَڏِينِ ۽ جو سَڄي جهانَ کي ڀُلائي سو ڌَرتيءَ تي ڪيرايو وِيو ۽ هُنَ جا مَلائِڪ ٻِ ساڻُسِ گَڏُ ڪيرايا ويا (١٠) ۽ آُبَ مين هِڪڙي ڏاڍي آوازَ کي هينئن چَوندو ٻُڌِمِ تَ هاڻي ڇوٽڪو ۽ قُدرَتَ ۽ بادِشاهي اَسان جي خُدا جي ۽ هُنَ جي مَسِيح جو وَسُ آيو آهي ڇو تَ اَسان جي ڀائُرَنِ جو مُدَعِي جنهِن راتِ ڏينهَن اَسان جي خُدا وَٽِ اُنهِن تي تُهمَتَ پِئي رَکي سو ڪيرايو وِيو آهي (١١) ۽ اُنهِنِ گهيٽي جي رَتَ سان ۽ پَهنجي ساکَ جي ڳالِهه سان هُنَ کي جيتي وَرتو ۽ اُنهِنِ کي مَرَڻَ تائِين پَهنجو ساهُ پيارو نَ هو (١٢) تنهنڪري اي آُبو ۽ اُنهِنِ مَنجِه رَهَندَڙو سَرهائي ڪَريو ڌَرتيءَ ۽ سَمُنڊَ جي رَهَندَڙَنِ تي اَفسوسُ ڇو تَ اَبلِيسُ اَوهان ڏانهَن

لَهي آيو آهي ۽ ڏايو ڪاوڙ اَٿس ڇو تہ ھُو ڄاڻي ٿو تہ مُنهنجي مَهلَ باقي اَڇي ٿوري رَهي آهي (١٣) جڏهين اجھگر ڏٺو تہ آئون ڌرتيءَ تي ڪيرايو ويو آهيان تڏهين جنهن زالَ نَرُ ٻارُ ڄڻيو هو تنهن کي ڏُکو ڏيائين (١٤) ۽ اُنهيءَ زالَ کي وڏي عُقابَ جا ٻہ پَرَ مِليا تان تہ اُنهيءَ سَپَ جي سامُهان اُٿي ڪان وَڃي جهنگ مين پنهنجيءَ جاءِ ڏانهن اُڏامي وَڃي جتي هِڪڙي زماني ۽ ٻِن زَمانَن ۽ اَڌزَماني تائين اُنهن جي پَروَرَش ٿِيئي ٿي (١٥) ۽ هُنَ سَپَ اِنهيءَ زالَ جي پُٺيان نَنديءَ وانگُرُ پنهنجي واتَ مان پاڻي وَهايو تان تہ هوءَ اُنهيءَ نَنديءَ مان لُڙهي وَڃي (١٦) ۽ ڌَرتيءَ هُنَ زالَ جي واهَرَ ڪئي ۽ ڌَرتيءَ پنهنجو واتُ اُپٽيو ۽ جا نَندي اَجھگر پنهنجي واتَ مان وَهائي هُئي تنهن کي پي ڇڏيائين (١٧) ۽ اَجھگرُ هُنَ زالَ تي ڪاوڙيو ۽ هُنَ جو باقي رَهيَلُ اَوْلادُ جو خُدا جي حُڪمَن تي ٿو هَلي ۽ جنهن وَٽ يَسُوع مَسيح جي ساکَ آهي تنهن سان وڙهڻ ويو ؛

## باب ١٣

۽ آئون سَمُنڊَ جي واريءَ تي بيٺو هوس ۽ هِڪڙي مِرُونءَ کي سَمُنڊَ مان نِڪرَندو ڏٺُم جنهن کي سَتَ مَٿا ۽ ڏَهَ سِڱَ هُوا ۽ هُنَ جي سِڱن تي ڏَهَ ڇَٽَ هُوا ۽ هُنَ جي مَٿن تي ڪُفرَ جو نالو هو (٢) ۽ جو مِرُون مون ڏٺو

سو چيتي جهڙو هو ۽ هُنَ جا پيرَ رِڇَ جي پيرَنِ جهڙا هُوا ۽ هُنَ جو واتُ شِينهَن جي واتَ جهڙو هو ۽ اَجهگَرَ هُنَ کي پنهنجي ٻُجَندي ۽ پنهنجو تِيلو ۽ وڏو وَسُ ڏِنو (۳) ۽ مون هُنَ جي مَٿَنِ مَنجهان هِڪڙو جڙُ تہ مَوتَ تائِين ڦَٽيَلُ ڏِٺو پَرَ هُنَ جو مَوتَمارُ ڦَٽُ چُٽِي وِيو ۽ سڄو جهانُ هُنَ مِرونَي جي پُٺِيان اَچرِجَ مين پيئجي هَلِيو (۴) ۽ جنهِن اَجهگَرَ هُنَ مِرونَي کي وَسُ ڏِنو تنهِن جي اُنهِنِ پوڄا ڪَئي ۽ اُنهِيَ مِرونَي جي پوڄا ڪِيائون ۽ چِيائون تہ اِنهِيَ مِرونَي جهڙو ڪيرُ آهي ڪيرُ هُنَ سان وِڙهي تو سگهي (۵) هِڪڙو واتُ جو وَڏيون ڳالهيون ٿو ڪري ۽ ڪُفرُ ٿو بَڪي تنهِن کي وَسُ مِلِيو تہ ٻائيتاليهَن مَهينَنِ تائين ويڙهِ ڪَري (۶) ۽ هُنَ خُدا بابَتِ ڪُفرُ بَڪَڻَ مين پنهنجو واتُ اُپِٽي ڇَڏِيو تان تہ هُنَ جي نالي ۽ هُنَ جي تَنبوءَ تان ۽ جيڪي اُبَ مَنجهہ رَهَنِ ٿا تِنِ تان ڪُفرُ بَڪي (۷) ۽ هُنَ کي هي ڏِنو وِيو تہ پاڪَنِ سان ويڙهِ ڪَري ۽ اُنهِنِ تي غالِبُ پَوي ۽ سَڀِني فِرقَنِ ۽ ٻولِيُنِ ۽ قومُنِ تي هُنَ کي وَسُ مِلِيو (۸) ۽ جو ڪهيتو دُنيا جي بُنيادَ کان وَٺي ڪُٺو تنهِن جي جياپي جي ڪِتابَ مين جِنِ ڏرِتِيَ جي رَهاڪُنِ جانالا نہ لِکيا آهِنِ سي هُنَ جي پوڄا ڪَندا (۹) جنهِن کي ڪَنُ هُجي سو ٻُڌي (۱۰) جو قيدِ ڪَرَڻَ لاءِ ٿو وَڃي سو قَيدَ مين ٿو پَوي جو تَرارِ سان ٿو ڪُهي سو ضَرورُ تَرارِ سان ٿو ڪُسي هِتي پاڪَنِ جو صَبرُ ۽ ويساهُ آهي ÷

(١١) ۽ مون هِڪڙي ٻِي مِرونءَ کي ڌَرتيءَ مان نِڪرندو ڏِٺو ۽ گهيٽي وانگرُ هُنَ کي ٻه سِڱَ هوا ۽ اَجهگر وانگيان ڳالهايائين ٿي (١٢) ۽ هُو هُنَ جي اَڳيان پَهرئين مِرونءَ جو سَڀُ وَسُ هَلائي ٿو ۽ پَهريون مِرون جنهِن جو مَوتمارُ ڦَٽُ ڇُٽي وِيو تنهِن جي پُوڄا ڌَرتيءَ ۽ هُنَ جي رَهاڪُنِ کان ڪَرائي ٿو (١٣) هو ڏايا اَچرِجَ جهڙا ڪَمَ ٿو ڪَري جو ماڻهُنِ جي سامهون اُڀَ تان ڌَرتيءَ تي باهِ ٿو ڪيرائي (١٤) ۽ مِرونءَ جي سامهون جن اَچرِجَ جهڙَنِ ڪَمَنِ ڪَرَڻَ جو وَسُ هُنَ کي مِليو تِنِ جي اُپاءَ سان ڌَرتيءَ جي رَهاڪُنِ کي رُلائي ٿو جو ڌَرتيءَ جي رَهاڪُنِ کي چَوي ٿو تہ جنهِن مِرونءَ کي ترارِ جو ڦَٽُ هو ۽ جو وَري جِيئو تنهِن جي مُورتَ جوڙِيو (١٥) ۽ هُنَ کي هِيءُ ٻه وَسُ مِليو تہ مِرونءَ جي مُورتَ ۾ ساهُ وِجهي تان تہ اُها مِرونءَ جي مُورتَ ڳالهِيون ٻِ ڪَري ۽ جيڪي هُنَ مِرونءَ جي اُنهِءَ مُورتَ کي نَتا پُوڄِينِ تِنِ کي ڪُهائي ڇَڏي (١٦) ۽ هُو سَڀِني وَڏنِ ۽ نَنڍَنِ ۽ وَنهيَنِ ۽ وِلهَنِ ۽ آجَنِ ۽ ٻانهنِ جي ساڄي هَٿَ يا نِرڙَ تي هِڪڙو ڏَنبُ ٿو ڏِياري (١٧) ۽ ٻِيو هِيءُ تہ ڪو ٻِ جيسِين تائِين هُنَ تي اُهو ڏَنبُ يا مِرونءَ جو نالو يا هُنَ جي نالي جي ڳَڻَتِ نَہ هُوندي تيسِين تائِين ڪِنهي يا وِڪِڻي نَہ سَگهَندو (١٨) هِتي ڏاهَپَ آهي جنهِن کي سَمُجهَ آهي سو مِرونءَ جو ڳاڻيٽو ڳَڻي ڇو تہ اِهو ماڻهوءَ جو ڳاڻيٽو آهي ۽ هُنَ جو ڳاڻيٽو ڇهہ سا ڇاهَٺِ آهي ؞

# بابُ ١٤

۽ مُون نِهاري ڏِٺو تَہ هِڪِڙو گهٽو صِيحُونَ ڏُونگَرَ تي بيٺو هو ۽ هُنَ سان هِڪُ لَکُ چوئيتالِيهَ هَزارَ ڄڻا هُوا جِنِ جي نِرڙَنِ تي هُنَ جي پِيُ جو نالو لِکِيو پِيو هو (٢) مُون اُڀَ مان هِڪِڙو آوازُ ٻُڌو جو گهڻَنِ پاڻِيُنِ جي آوازَ جهڙو ۽ وَڏِئَي گجِڪارَ جي آوازَ جهِڙو هو ۽ جهِڙو آوازُ چَنگَ وَڄائِيندَڙَنِ جي چَنگَنِ مان وَڄائِڻَ مَهَلَ نِڪِرَندو آهي تهِڙو آوازُ مُون ٻُڌو (٣) ۽ اُنهنِ ٽِيلي ۽ چَئِنِ ساهَوارَنِ ۽ وَڏيرَنِ جي اَڳِيان جَڻُ تَہ نَئُون راڳُ ڳايو ۽ هِڪُ لَکُ چوئيتالِيهَ هَزارَ ڄڻا جي ڌَرِتِيءَ تان مُلهَ ڪِڏَلَ هُئا تِنِ کان سَواءِ ڪوڪو نَہ اُهو راڳُ سِکِي سَگهِيو (٤) هِي اُهي آهِنِ جي زالُنِ سان گند مين نَہ پِيا چو تَہ ڪُنوارا آهِنِ ۽ هُو جيڏانَهن گهيٽو پِيو وَڃي تيڏانَهن سَندَسِ پُٺِيان لَڳَندا وَتَنِ ۽ هِي خُدا ۽ گهيٽي لاءِ پِهريان ڦَرَ ٿِي ماڻهُنِ مَنجهان مُلهِ ڪِڏا وِيا آهِنِ (٥) ۽ اُنهنِ جي واتَ مان ڪو ٻوهُ مَعلُومُ نَہ ٿِيو چو تَہ هُو خُدا جي ٽِيلي جي اَڳِيان بي عيبُ آهِنِ ÷

(٦) ۽ مُون ڏِٺو تَہ هِڪِڙو ٻِيو مَلائِڪُ اُڀَ جي وِچمان هَميشَهَ جو اَنجِيلُ کَنيو پِئي اُڏاڻو تان تَہ ڌَرِتِيءَ جي رَهاڪُنِ کي ۽ سَڀِڪِنهن قومَ ۽ فِرِقي ۽ ٻولِيءَ ۽ لوڪَنِ کي واعظُ ڪَري ٻُڌائي (٧) ۽ هُنَ ڏاڍي آوازَ سان چَيو تَہ

خُدا کان بِچو ۽ هُنَ کي مانُ ڏِيو ڇوتہ هُنَ جي نِياوَ جي گهَڙِي آئِي آهي ۽ جَنهن اُڀَ ۽ ڌَرتِيءَ ۽ سَمُندَ ۽ پاڻِيءَ جي جَهرِڻَنِ کي اُپايو تَنهن کي پُوڄو (٨) ۽ هُنَ جي پُٺِيان هِڪِڙو بِيو مَلائِڪُ آيو جَنهن چَيو تہ بابِلوُنُ اُهو وَڏو شَهرُ ڪِرِي پيو ڪِرِي پيو ڇوتہ هُنَ پَهِنجي حَرامَ جي قَهرَجو شَرابُ سَڀِني قومُنِ کي پِيارِيو (٩) ۽ ٽِيوُن مَلائِڪُ هُنَ جي پُٺِيان آيو جَنهن ڏاڍِي آوازَ سان چَيو تہ جيڪڏهِين ڪو هُنَ مِروُنيءَ جي ۽ هُنَ جي موُرتَ جي پُوڄا ڪَندو ۽ پَهِنجي نِرڙَ يا پَهِنجي هَٿَ تي هُنَ جو ڏَنبُ ڏِيارِيندو (١٠) سو خُدا جي قَهرَجو شَرابُ پِيئِندو جو بِنارَلڻِي هُنَ جي قَهرَجي پِيالي مين اوتِيو وِيو ۽ پاڪُ مَلائِڪَنِ جي اَکِيان ۽ گهيٽي جي سامهوُن باهِ ۽ گوگِرُوءَ مَنجهہ پِيو لُڇَندو (١١) ۽ اُنهن جي لوڇ جو دونهون سَدانئِين مَٿي چَڙهي تو وَڃي ۽ جيڪي اُنهِيءَ مِروُنيءَ جي ۽ هُنَ جي موُرتَ جي پوُڄا ڪَنِ ۽ جِنِ هُنَ جي نالي جو ڏَنبُ پاڻَ کي ڏِيارِيو آهي تِنِ کي راتِ ڏِينهن آرامُ ڪونهي (١٢) هِتي پاڪَنِ جو صَبرُ آهي هِتي اُهي آهِنِ جي خُدا جي حُڪمَنِ کي ۽ يَسُوع جي اِيمانَ کي مَڃِين تا (١٣) ۽ مون اُڀَ مان آوازُ ٻُڌو جَنهن مون کي چَيو تہ لِکُ جو سَياڳا اُهي مُڙدا آهِنِ جي اَڄُ کان وَٺِي خُداوَندَ مَنجهہ مَرَنِ تا ۽ رُوحُ چَوي تو تہ هائو هُو پَهِنجِنِ پورهيَنِ کان آرامُ ڪَنِ ۽ اُنهنِ جا ڪَمَ سَندنِ پُٺِيان هَلِيا پِيا اَچِنِ (١۴) ۽ مون نِهارِيو ۽ ڏِسُ

تَہ هِڪڙو اَچو ڪَڪَرُ تَنهِن تي هِڪڙو ماڻهوءَ جي پُٽَ جهڙو ويٺو هو جَنهِن جي مَٿي تي هِڪڙو سونَ جوچَٽُ هو ۽ سَندَسِ هَٿَ مين هِڪڙو تِکو ڏاٽو هو ‎:‎

(١٥) ۽ هِڪڙو ٻيو مَلائِڪ هيڪَلَ مان نِڪِتو ۽ جو ڪَڪَرَ تي ويٺو هو تَنهِن کي ڏاڍي آوازَ سان رَڙِ ڪَري چيائِين تَہ پَهِنجي ڏاٽي کي هَلاءِ ۽ لُڻُ چوتَہ تو لاءِ لُڻَڻَ جي مَهِلَ آئي آهي چوتَہ ڌَرِتيءَ جو فَصُلُ پَڪو آهي (١٦) ۽ جو ڪَڪَرَ تي ويٺو هو تَنهِن پَهِنجو ڏاٽو ڌَرِتيءَ تي هَلايو ۽ ڌَرِتي لُڻِجي (١٧) ۽ جا هيڪَلَ اُڀَ مين آهي تَنهِن مان هِڪڙو ٻيو مَلائِڪ نِڪِتو هُنَ وَٽِ بِہ تِکو ڏاٽو هو (١٨) پوءِ هِڪڙو ٻيو مَلائِڪ جَنهِن جو باهِ تي وَسُ تي هَلِيو سو قُربانِگاهَ مان نِڪِتو ۽ جَنهِن وَٽِ تِکو ڏاٽو هو تَنهِن کي ڏاڍي هُلَ سان رَڙِ ڪَري چيائِين تَہ تِکو ڏاٽو لَڳاءِ ۽ ڌَرِتيءَ جي داکَ جي وَڻَ جي ڇُڳَنِ کي وَڍِي گَڏُ ڪَرِ چوتَہ هُنَ جي داکَ پَڪِي آهي (١٩) ۽ اُنهيءَ مَلائِڪ پَهِنجو ڏاٽو ڌَرِتيءَ مين لَڳايو ۽ ڌَرِتيءَ جي داکَ جي وَڻَ جو ڦَرُ چوُنڊي گَڏُ ڪِيائِين ۽ خُدا جي قَهِرَ جي وَڏي گهاڻي مين وِجهِي چَڏِيائِين (٢٠) ۽ اُنهيءَ گهاڻي مَنجِهہ شَهِرَکان ٻاهِرِ پيڙِجي وِيو ۽ اُنهيءَ گهاڻي مَنجهان سَوَ ڪوهَنِ تائِين رَتُ اِئين وَهِي هَلِيو جو گهوڙَنِ جي واڳُنِ تائِين اَچِي پَهُتو ‎:‎

# باب ١٥

پوءِ مُون اُبَ ميں هِڪڙو ٻيو وڏو ۽ اَچرج جهڙو نِشانُ ڏِٺو جو سَتَنِ مَلائِڪَنِ سَتَنِ پوئِنِ آفتُنِ کي کَنيو آهي ڇو تہ اُنهنِ مَنجهہ خُدا جو قَهرُ پَرِيو ٿِيو آهي (٢) ۽ مُون ڄڻ تہ باهِ سان گَڏِيَل شِيشي جو سَمُنڊُ ڏِٺو ۽ جي اُنهيءَ مِرونءَ ۽ هُنَ جي مُورتَ ۽ هُنَ جي ڏنَبَ ۽ هُنَ جي نالي جي گهاٽيٽي تي غالِبُ ٿِيا هُوا تِنِ کي ٻہ خُدا جو چَنگَ کَنيو وَڃائِيندي شِيشي جي سَمُنڊَ تي بيٺو ڏِٺُمِ (٣) ۽ اُنهنِ خُدا جي ٻانهي مُوسيٰ جو راڳُ ۽ گهيٽي جو راڳُ هِيئن چَئِي ڳِئِي ڳايو تہ اي قادِرَ مُطلَقَ ڏٽي تعاليٰ تُنهنجا ڪَمَ وَڏا ۽ اَچرجَ جهڙا آهِنِ اي پاڪَنِ جا بادِشاهَ تُنهنجُون واٽُون سِڌِيُون ۽ سَچِيُون آهِنِ (٤) اي ڏٽي ڪيرُ تو کان نہ ڊِڄندو ۽ تُنهنجي نالي جي وَڏائِي پَڌرِي نہ ڪندو ڇو تہ رُڳو تُون ئِي پاڪُ آهِين جو سڀِئِي قومُون اَچِي تُنهنجي اَڳِيان سِجدو ڪَندِيُون ڇاڪاڻ تہ تُنهنجُون عَدالَتُون پَڌرِيُون ٿِيُون آهِنِ (٥) ۽ تَنهن کان پوءِ جان ڪِٿي نِهارِيان تہ ڏِسُ تہ شاهِدِئَ جي تَنبُوءَ جي هيڪَلَ اُبَ مَنجهِہ اُپِٽجِي پيئِي (٦) ۽ اُهي سَتَ مَلائِڪَ اُهي سَتَ آفتُون کَنيو سُٺا ۽ اَڇا ڪَپڙا پَهِري ۽ سونَهري لوُنگِي ڇاتِيءَ تي ٻَڌِي هيڪَلَ مان نِڪِري آيا (٧) ۽ جو خُدا سَدائِين جيئَرو آهي تَنهن جي قَهرَسان

پَريَلَ سَتَ پيالا اُنهنِ ساهَوارَنِ مان هِڪڙي اُنهنِ سَتَنِ مَلائِڪَنِ کي ڏِنا (٨) ۽ هيڪَلِ خُدا جي وَڏائِيءَ ۽ هُنَ جي قُدِرَتَ جي سَبَبان دوُنهين سان پَرِجي ويئي ۽ جيسين تائِين اُنهنِ سَتَنِ مَلائِڪَنِ جوُن سَتَ آفتوُن پُوريُون نَہ ٿِيوُن تيسين تائِين ڪو بہ اُنهيءَ هيڪَلِ مين گهڙي نَہ سَگهيو ؛

## باب ١٦

پوءِ موُن هيڪَلِ مان هِڪڙو وَڏو آوازُ ٻُڌو جَنِهِن اُنهنِ سَتَنِ مَلائِڪَنِ کي چَيو تَہ وَڃو ۽ خُدا جي قَهرَ اُنهنِ پيالَنِ مان ڌَرتِيءَ تي اوتي ڇَڏِيو ؛

(٢) ڇو تَہ پَهريون وِيو هَليو ۽ پَهِنجو پيالو ڌَرتِيءَ تي اُونڌو ڪَري ڇَڏِيائِين ۽ جِنِ تي اُنهيءَ مِروُنءَ جو ڏُنبِ هو تِنِ تي ۽ جِنِ هُنَ جي موُرِتَ جي پوُڄا ٿي ڪَئي تِنِ تي قُرڙيوُن ٿِي پيئوُن ؛

(٣) ۽ ٻِئي مَلائِڪَ پَهِنجو پيالو سَمُنڊَ تي اُونڌو ڪَري ڇَڏِيو ۽ هُو مُئَلَ جي رَتَ جَهڙو ٿِي پيو ۽ جوجو ساهَوارو سَمُنڊَ مين هو سو مَري وِيو ؛

(٤) پوءِ ٽِئين مَلائِڪَ پَهِنجو پيالو نَنديُنِ ۽ پاڻِيءَ جي تَلاهَنِ مين اُونڌو ڪيو ۽ هُو رَتُ ٿِي پيا (٥) ۽ موُن پاڻِيءَ جي مَلائِڪَ کي هِينئَن چَوَندو ٻُڌو تَہ اي ڌَڻي ٿُون جو آهين ۽ هُئين ۽ نِيائي ۽ پاڪَ آهين ڇو تَہ تو اِئين نِياءُ

ڪيو آهي (٦) ڇو تہ اُنهن پاڪن ۽ نبين جو رت وهايو آهي ۽ تو اُنهن کي پِئڻ لاءِ رتُ ڏِنو ڇو تہ هُو اِنهيءَ جا لائِق آهِن (٧) پوءِ مون هڪڙي ٻِئي کي قُربانگاهَ مان چوندو ٻُڌو تہ اِئين اي قادرِ مُطلق ڏڻي تعالىٰ تُنهنجا نِياءَ سچا ۽ سنوان آهِن ؛

(٨) ۽ چوٿين مَلائِڪ پنهنجو پيالو سِجَ تي اُونڊو ڪيو ۽ هُن کي ٻُجَندي مِلي تہ ماڻهُن کي باهِ سان ساڙي ڇڏي (٩) ۽ ما ڻهُون ڏاڍي تَوَ جي ڪري سڙي وِيا ۽ خُدا جو نالو جنهن کي اُنهن آفتن جي مٿان ٻُجَندي آهي تنهن تي اُنهن ڪُفرُ بڪيو ۽ اُنهن توبہَ نہ ڪئي تان تہ هُن جي وڏائي پڌري ڪريون ؛

(١٠) ۽ پنجين مَلائِڪ اُنهيءَ مِروُنيءَ جي تخت تي پنهنجو پيالو اُونڊو ڪيو ۽ هُن جي بادشاهي اُونڌهءِ سان ڀري پيئي هُئي ۽ سُورَ کون اُنهن پنهنجيون جِيبُون ٻِئي چَباريُون (١١) ۽ پنهنجن سُورن ۽ ڦرڙيُن جي سببان اُڀَ جي خُدا تي ڪُفرُ ٻئي بڪيائون ۽ پنهنجي ڪمن کان توبہَ نہ ڪيائون ؛

(١٢) ۽ پوءِ ڇهين مَلائِڪ پنهنجو پيالو وڏئيَ نَدئِيَ فراتِ تي اُونڊو ڪيو ۽ هُن جو پاڻي سُڪي وِيو تان تہ اُڀرندي جي بادِشاهن لاءِ واٽ تيار ٿي پَوي ؛

(١٣) پوءِ مون اَجِهگر جي واتَ مان ۽ اُنهيءَ مِروُنيءَ جي واتَ مان ۽ ڪوڙي نبيءَ جي واتَ مان ڏيڏرن جي شِڪلِ جهڙا ٽي ناپاڪ رُوحَ

نِڪرَندا ڏِنا (١٤) ڇوتہ ھُو اَڄرِڄ ڏيکارِيندڙَنِ ديَوَنِ جا رُوحَ آهِنِ جي ڌَرتِئَ جي بَلِڪ سَڄِئَ دُنيا جي بادِشاهَنِ وَٽِ وَڃَنِ ٿا تان تہ اُنهِئَ قادِرَ مُطلَق خُدا جي وَڏي ڏِينهَن جي ويڙهِ لاءِ اُنهِنِ کي گَڏُ ڪَنِ (١٥) ڏِسُ تہ آئون چورَ وانگُرَ اَچان ٿو سَياڳو اُهو آهي جو سُڄاڳُ ٿو رَهي ۽ پَهِنجِنِ لَٽَنِ کي سَنيالي ٿو مَتان ھُو اُگهاڙو گُهمي ۽ ماڻهُون هُنَ جو شَرمُ ڏِسَنِ (١٦) ۽ پوءِ جَنهِن مَڪانَ جو نالو عِبرانِئَ مين اَرِمگدون آهي تَنهِن مين اُنهِنِ کي گَڏُ ڪيائِين :

(١٧) ۽ پوءِ سَتين مَلائِڪَ پَهِنجو پِيالو واوَ مين اُونڌو ڪيو تَنهِن مَهل اُبَ جي هيڪَلِ جي تِيلي مان هِڪِڙو آوازُ هِينئَن چَوَندو نِڪِتو تہ ٿِي رَهِيو (١٨) پوءِ آوازَ ۽ گَجِڪارُون ٿِيُون ۽ کِوڙِيُون کِويُون پوءِ اَهِڙو وَڏو پُون ڪَنپُ ٿِيو تہ جَڏِهانکُرَ ماڻهُو ڌَرتِئَ تي آهِنِ تَڏِهانکُرَ اَهِڙو وَڏو ڏايو پونڪَنپُ ڪَڏِهين نَہ ٿِيو هو (١٩) ۽ هُنَ وَڏي شَهِرَ جا ٽي ٽُڪَرَ دارَ ٿِي پِيا ۽ قومُنِ جا شَهِرَ بَهِي پِيا ۽ وَڏو بابُلُ خُدا جي اَڳِيان يادِ آيو تان تہ پَهِنجي قَهِرَ جي ڏايائِئَ جي شَرابَ جو پِيالو هُنَ کي ڏِئي (٢٠) پوءِ سَڀِڪو ٻيٽُ ڪاٽي جو ڪاٽي وَڃِي نِڪِتو ۽ گُمُ ٿِي وِيو ۽ ڏُونگَرَنِ جو تہ پَتوئِي نَہ پِيو (٢١) ۽ اُبَ مان ماڻهُنِ تي هِڪِڙو هِڪِڙو ڳَڙو مَڻُ مَڻُ جيترو ڪِريو ۽ ڳَڙَنِ جي

آفَتَ جي سَبَبان ماڻهُنِ خُدا تي ڪُفُرُ بَڪيو ڇوتہ اُنهنِ ڳڙَنِ جي تَمامُ ڏاڍي آفَتَ هُئي ؛

## بابُ ١٧

۽ سَتَ مَلائِڪَ جِنِ وَٽِ سَتَ پيالا هُوا تِنِ مان هِڪڙو آيو ۽ مون سان ڳالِهيُون ڪَري چيائِين تہ هيڏانہن اَچُ تہ وَڏي ڪَسِبياڻي جا پاڙِئُ تي ويٺي آهي تِهِجي سَزا آئون تو کي ڏيکارِيندُسِ (٢) جَنهِن سان ڌَرتِئُ جي بادِشاهَنِ حَرامُ ڪيو ۽ ڌَرتِئُ جا رَهاڪو هُنَ جي حَرامَ جي شَرابَ سان نَشَي ۾ پيا آهِنِ (٣) پوءِ هُو مون کي رُوحَ مَنجهِہ شامِلُ ڪَري رِڻَ ڏي وَٺي هَليو ۽ ڪُفُرَ جي نالَنِ سان پَرِيَلُ هِڪڙو قِرمِزي رَنگَ جو مِرُون جَنهِن کي سَتَ مَٿا ۽ ڏَہَ سِڱَ هُوا تَنهِن تي هِڪڙِئُ زالَ کي ويٺو ڏِٺُمِ (٤) ۽ هِنَ زالَ سوسِني ۽ قِرمِزي رَنگَ جو جوڙو پَڪيو هو ۽ سونَ ۽ جَواهِرَنِ ۽ موتيُنِ سان سِينگارِي پيئي هُئي ۽ ڪِراهَتُنِ ۽ پَهِنجي حَرامَ جي گَندَ سان پَرِيَلُ هِڪڙو سونو پيالو پهنجي هَٿَ مين کَنيو هُئائِين (٥) ۽ هُنَ جي نِرڙَ تي هِڪڙو نالو لِکِيَلُ هو ڳُجهُہ بابُلُ وَڏو ڪَسِبياڻِيُنِ ۽ ڌَرتِئُ جي ڪِراهَتُنِ جي ماءُ (٦) ۽ مون ڏِٺو تہ هوءَ زالَ پاڪَنِ جي رَتَ سان ۽ يَسُوعَ جي شَهيدَنِ جي رَتَ سان نَشَئِڙِ تِي پيئي ۽ آئون هُنَ کي ڏِسي ڏاڍِئَ حيرانِئُ

سان اَچُرجَ مين پَئجي وِيُس (٧) ۽ اُنهيءَ مَلائڪ مون کي چيو تہ تون ڇو اَچُرجَ مين پَئجي وِئين ۽ اُنهيءَ زالَ جو ۽ جَنهِن مِرونءَ کي سَتَ مَٿا ۽ ڏَهَ سِڱَ آهِنِ ۽ جَنهِن تي هوءَ زالَ چڙهِي ويٺِي هُئِي تَنهاجو ڳُجهہ آئون تو کي سَليندُسِ (٨) جَنهِن مِرونءَ کي توڏِٺو سوهو ۽ نہ آهي ۽ اوڙاهَ کُوهَ مان نِڪري ايندو ۽ چَٽُ ٿِي ويندو ۽ ڌَرتِيءَ جا رَهاڪو جِنِ جا نالا دُنِياجي بِناءَ کان وَٺِي جيئاپي جي ڪتابَ مين نہ لِکيا آهِنِ سي جَڏهِين اِنهيءَ مِرونءَ کي ڏِسَندا جو هو ۽ نہ آهي ۽ تہ بہ آهي تَڏهِين تہ اَچُرجَ مين پَئجي ويندا (٩) ۽ جَنهِن مَنَ کي ڏاهَپَ آهي سو اِجهو اِهو آهي ۽ سَتَ مَٿا سي سَتَ ڏُونگرَ آهِنِ جِنِ تي هُوءَ زالَ ويٺِي آهي (١٠) ۽ سَتَ بادِشاهَ پِڻِ آهِنِ پَنجَ تہ ڪِري پِيا ۽ هِڪڙو آهي ۽ بِيو اَجاتائِين ڪينَ آيو آهي ۽ جَڏهِين هُو ايندو تَڏهِين هُنَ جو رَهڻُ ٿورِئَ مُدَتَ تائِين ٿِيندو (١١) ۽ جو مِرون هو ۽ نہ آهي سو آٺون آهي ۽ سَتَنِ مان آهي ۽ چَٽُ ٿِي ويندو (١٢) ۽ ڏَهَ سِڱَ جي توڏِٺا سي ڏَهَ بادِشاهَ آهِنِ جِنِ کي اَجاتائِين بادِشاهِي نہ مِلِي آهي پَرَ مِرونءَ سان هِڪڙِئَ گهڙِئَ تائِين بادِشاهَن جي وَسَ جهڙو وَسُ ٿو مِلينِ (١٣) اُنهنِ سَڀِني جي هِڪڙِيئِي راءِ آهي ۽ هُو پَهِلاجو وَسُ ۽ سَگهہَ اُنهِيءَ مِرونءَ کي ڏِيندا (١٤) هي گهيٽي سان ويڙهِ ڪَندا ۽ گهيٽو اُنهنِ کي جيتِيندو ڇوتہَ هُو ڌَڻِيُنِ جو ڌَڻِي ۽ بادِشاهَنِ جو بادِشاهُ آهي ۽ جي ساڻُسِ آهِنِ سي

سَڌايَلَ ۽ چونڊيَلَ ۽ ايمانِدارَ آهِنِ (١٥) ۽ هُنَ مون کي چيو تہ جي پاڻِي
تو ڏِٺا جِنِ تي هوءَ ڪسبياڻي ويٺي آهي سي ماڻهون ۽ جماعِتون ۽ قومون
۽ بوليون آهِنِ (١٦) ۽ اُهي ڏَهَ سِڱَ جي تو اُنهيءَ مِرونءَ تي ڏِٺا سي اُنهيءَ
ڪسبياڻيءَ کي ٻُڇڙو پائيندا ۽ هُنَ کي سُڃو ۽ اُگھاڙو ڪَندا ۽ هُنَ جو ماسُ
کائي هُنَ کي باهِ سان ساڙِيندا (١٧) ڇو تہ خُدا اُنهنِ جي دِلِيُنِ مين هِيءَ
ڳالِھ وِڌي تہ جيسِين خُدا جون ڳالِهيون پوريون نہ ٿِئنِ تيسِين هُو هُنَ جي
مُرادَ پوري ڪَنِ ۽ هِڪدِلِ ٿِئنِ ۽ پَهنجي بادِشاهي اُنهيءَ مِرونءَ کي ڏِئنِ
(١٨) ۽ جا زالَ تو ڏِٺي سا اُهو وَڏو شَهرُ آهي جو ڌَرتيءَ جي بادِشاهَنِ جي
مَٿان راڄُ ٿو ڪَري ÷

## باب ١٨

۽ اِنهنِ ڳالِهيُنِ کان پوءِ مون هِڪِڙي مَلائِڪَ کي اُڀَ تان لَهَندو ڏِٺو جنهِن
کي وَڏو وَسُ هو ۽ ڌَرتي هُنَ جي وَڏائيءَ سان روشَنُ ٿِي پيئي هُئِي (٢) ۽ هُنَ
ڏاڍِيان وَڏو واڪو ڪَري هِيئن چَيو تہ بابُلُ وَڏو ڪِري پيو ڪِري پيو ۽
هُو ديوَنِ جو گھَرُ ۽ سَيڪِنهِن ناپاڪَ رُوحَ جو واڙو ۽ سَيڪِنهِن ناپاڪَ ۽ ٻُڇان
جھِڙي پَکيءَ جو پِڃِرو ٿِي پيو آهي (٣) ڇو تہ سَڀِني قومُنِ هُنَ جي حَرامَ

جي ڦهَرَجو شَرابُ پِيتو آهي ۽ ڌَرتيءَ جي بادِشاهَنِ هُنَ سان حَرامُ ڪيو ۽
ڌَرتيءَ جا واپاري هُنَ جي عيشَنِ جي جَهجهائيءَ کان وَنهيان ٿي پِيا ❊

(۴) ۽ مون اُڀَ تان هِڪِڙي ٻِيءَ بہ آوازَ کي هِينئَن چَوندو ٻُڌو تہ اي
مُهِنجا ماڻهُو هُنَ مان نِڪِري اَچو تان تہ اَوهِين هُنَ جي ڏوهَنِ مين
ڀائيوارَ نہ ھجو ۽ هُنَ جي آفَتُنِ مان اَوهان تي ڪابہ نَہ پَوي (۵) ڇوتہ هُنَ
جا ڏوهَ اُڀَ تائِين پَهُتا آهِنِ ۽ خُدا هُنَ جون بُڇڙايون يادِ ڪيون آهِنِ
(٦) جَهِڙي هُنَ اَوهان سان هَلَتِ ڪَئي تَهِڙي اَوهِين بہ ساڻُسِ ڪَريو ۽
سَندَسِ ڪَمَنِ سارو هُنَ کي ٻيڻو ڏِئو ۽ جو پِيالو هُنَ ڀَريو تَنهِن مين هُنَ لاءِ
ٻيڻو ڀَريو (٧) جيتِرو هُنَ پاڻَ کي شانِدارُ ۽ عيشي ڪَيو آهي تيتِرا هُنَ کي
عَذابَ ۽ ڏُکَ ڏِيو ڇوتہ هوءَ پَهِنجي دِلِ مين چَوي ٿي تہ آئون راڻي ٿي
ويٺي آهِيان ۽ رَنڙِ نہ آهِيان ۽ ڏُکَ نہ ڀَسَندِيَسِ (٨) تَنهِنڪَري هِڪِڙيئي
ڏِينَهن مين هُنَ جون آفَتُون اِينديُون يَعني مَوت ۽ ڏُکُ ۽ ڏُڪارُ ۽ هُوءَ باهِ ساڻُ
ساڙِي ويندي ڇو تہ ڏَڻي تَعالىٰ جو هُنَ جو نِياءُ ٿوڪَري سو سَگهارو آهي (٩) ۽
ڌَرتيءَ جا بادِشاهَ جِنِ هُنَ سان حَرامُ ۽ عيش ڪَيو آهي سي جَڏهِين هُنَ
جي سَڙَڻَ جو دونهون ڏِسَندا تَڏهِين هُنَ تان رُئَندا ۽ پِٽِيندا (١٠) ۽ هُنَ جي
عَذابَ جي ڏَپَ کان پَري بِيهِي چَوَندا تہ هاءِ هاءِ بابِلونُ وَڏو شَهِرُ ڏاڍو شَهِرُ
تہ هِڪِڙيءَ گهڙيءَ مين تُهِنجو نِياءُ اَچِي سَهِريو (١١) ۽ ڌَرتيءَ جاواپاري هُنَ

تان رُئندا ۽ پٽيدا جو هاڻي ڪوڪو نہ ورہي اُنهنِ کان سَندِيُن جِنسُون مُلهِ
تو وٺي (١٢) هِي جِسِنُون سونُ ۽ روپُ ۽ جَواهِرَ ۽ موتيِ ۽ سَنهو بافِتو ۽
سوسِنا ۽ ريشِمِي ۽ قِرمِزي ڪَپڙا ۽ سَيَڪا سُرهِي ڪاٺِي ۽ طَرحين طَرحين
عاجَ جاباسَڻَ ۽ ڳَري مُلهَ واري ڪاٺَ ۽ ٽامي ۽ لوهَ ۽ سَنگِمَرمَرَ جا باسَڻَ
(١٣) ۽ دالچِينِي ۽ سُرهاڻِ ۽ عَطُرُ ۽ لوبانُ ۽ شَرابُ ۽ تيلُ ۽ سُٺو مَيدو ۽
ڪَڻڪَ ۽ چَوپايُون ۽ رِڍُون ۽ گهوڙا ۽ رَٿَ ۽ ٻانها ۽ ماڻُهنِ جاجِيُ آهِنِ
(١٤) ۽ هاڻي تُهِنجي دِلِ کي وَڻندڙ تُهِنجاڦَلَ توکان ڏارَ ٿِي وِيا ۽ مِڙيئِي
سَواديِ ۽ عُمدِيُون عُمدِيُون شيُون توکي ڇَڏي ويُون ۽ وَرِي اُهي توکي
ڪَڏهِين ڪِينَ هَٿِ اِيندِيُون (١٥) ۽ اُنهنِ شَيُنِ جا واپاري جي هُنَ جي
سَبَبان ٻاڪِيا ٿِي پِيا سي هُنَ جي عَذابَ جي ڀَوَ کان رُئندا پٽيندا پَري
وَڃِي ڀِي رَهندا (١٦) ۽ چَوَندا هاءِ هاءِ وَڏو شَهِرُ جو سَنَهَنِ ڪَپڙَنِ ۽ سوسِني
۽ قِرمِزي پوشاڪَ مين ڍَڪِيو پِيو هو ۽ سونَ ۽ جَواهِرَنِ ۽ موتِيُنِ سان
سِينگارِيو پِيو هو (١٧) ڇو تہ هِڪِڙَئِي گهڙِيءَ مين هيتِري دَوَلَتَ ڇَٽَ ٿِي
ويئِي ۽ مِڙيئِي ناکئَان ۽ سَيِئِي جَهازَ جا ماڻهُون ۽ خَلاصِي ۽ جيتِرا
سَمُنڊَ تي واپارُ تا هَلائِينِ سي سَڀِ پَري ڀِي رَهِيا (١٨) ۽ هُنَ جي سَڙَڻَ جو
دونهون ڏِسي رَڙِ ڪَري هِينئُن پِئي چِيائُون تہ هِنَ وَڏي شَهِرَ جِهڙو ٻِيو
ڪَهڙو شَهِرُ هو (١٩) ۽ اُنهنِ پَهِنجنِ مَٿَنِ تي ڌُوڙِ وَسائي ۽ روئي پِٽي رَڙِ ڪَري

چيو تہ هاءِ هاءِ وَڏو شهرُ جنهن مين سَمُنڊَ تي جهازَ هلائيندڙ هُنَ جي ڳَري
خرچَ جي سَبَبان ياڪِيا تي پيا هُوا سو هِڪِڙِئي ئي گهڙِئي مين اُجاڙ تي
پيو (۲۰) اي اُبَ ۽ پاڪ رَسُولو ۽ نَبِيو اَوهين هِنَ ڪَري سَرهاٿيو ڇو تہ خُدا
هُنَ کان اَوهان جو ويرَ وَٺي ڇڏيو ۞

(۲۱) ۽ هِڪِڙي سَگهاري مَلائِڪ جَنڊَ جي پُڙَ جهڙو هِڪڙو پَهڻُ کڻيو ۽
هِينئَن چَوَنديئي سَمُنڊَ مين اُڇلائي ڇَڏِيائين تہ بابلونُ اِهو وَڏو شهرُ اِئين
زورَسان اُڇِلايو ويندو ۽ وَري هُو ڪَڏهين ڪِينَ پيدا ٿِيندو (۲۲) ۽ رَبابِيَنِ
۽ راڳِيندڙنِ ۽ شرنايَنِ ۽ تُرِيبازَنِ جو آوازُ تو مَنجِهہ وَري ٻُڌڻَ مين نہ اِيندو ۽
ڪوبہ ڪِسبي ڪهڙو بہ سَندسِ ڪَسَبُ هُوندو تہ بہ تو مَنجِهہ پيدا نہ ٿِيندو ۽
جَنڊَ جي پُڙَ جو آوازُ وَري تو مَنجِهہ پَٽِئي ٻُڌڻَ مين نہ اِيندو (۲۳) ۽ ڏِيئو
تہ تو مَنجِهہ وَري پَٽِئي نہ ٻَرَندو ۽ گهوٽَ ۽ ڪُنوارِ جو آوازُ تو مَنجِهہ وَري
پَٽِئي ٻُڌڻَ مين نہ اِيندو ڇوتہ تُهِنجا واپاري ڌَرتِئي جا وَڏا ماڻهُون هُوا ۽ تُهِنجي
جادُوءَ کان سَڀِ قومُون ٺَڳِجي ويئُون (۲۴) ۽ نَبِيِنِ ۽ پاڪَنِ جو ۽ جيڪي
ڌَرتِئي تي ڪُٺا تِنِ سَڀِني جو رَتُ اُنهنِ مَنجِهہ لَڌو ۞

## باب ۱۹

۽ تنهن کان پوءِ اُبَ تان ڏاڍي گوڙ جهڙي آوازَ کي هِينئَن چَوَندو ٻُڌمِ تہ

دَڌِڻَ جي واڪاڻِ هُجي جوڻِڪو ۽ وَڏائي ۽ مانُ ۽ قُدرَت ڌَڻِيَ اَسان جي
خُدا جي آهي (٢) ڇو تہ هُنَ جا نِياءَ سَچا ۽ سِڌا آهِنِ ڇاڪاڻِ تہ جنهِن
وَڏِيَ ڪَسِبياڻِيَ پَهِنجي زِناءَ سان ڌَرتِيَ کي خَرابُ ڪَيو تنهِن جو هُنَ
نِياءُ ڪَيو ۽ پَهِنجي ٻانهَنِ جي خُونَ جو ويرُ هُنَ جي هَٿان وَرِتائِين (٣) ٻيو
وَري اُنهن چَيو تہ ڌَڻِيَ جي واڪاڻِ هُجي ۽ هُنَ جو دونهون سَدائِين پِيو مَٿي
چَڙهي (٤) ۽ اُهي چوويهَ وَڏيرا ۽ چارِ ساهَوارا مُنهَن ڀَرِ ڪِري پِيا ۽ جو خُدا
تِيلي تي ويٺو آهي تَنهِن جي پُوڄا ڪَيائُون ۽ چَيائُون آمِينُ ڌَڻِيَ جي
واڪاڻِ هُجي (٥) ۽ تِيلي مان هِڪِڙو آوازُ هِينئن چَوَندو نِڪِتو تہ اَوهِين
سَپيئي نَنڍا توڙي وَڏا جي هُنَ جا ٻانها آهِيو ۽ جي هُنَ کان ٻِڄو ٿا اَسان
جي خُدا جي ساراهَ ڪَريو (٦) ۽ مون وَڏي گوڙَ جي آوازَ جهڙو ۽ گهڻَنِ پاڻِيُنِ
جي آوازَ جهڙو ۽ وَڏِيَ گجگورَ جي آوازَ جهڙو ٻَرِلاءَ ٻُڌو جَنهِن هِينئن ٿي
چُيو تہ ڌَڻِيَ جي واڪاڻِ هُجي ڇو تہ قادِرُ مُطلَقُ ڌَڻي تَعالىٰ بادِشاهِي ٿو
ڪَري (٧) اَچو تہ اَسِين خُوشِي ۽ سَرهائِي ڪَريُون ۽ هُنَ کي مانُ ڏِيُون
ڇو تہ گهيٽي جي وِهانوَ جا ڏِينهَن آيا آهِنِ ۽ هُنَ جي ڪُنوارِ سَنِڀري ويٺي
آهي (٨) ۽ هُنَ کي هِيئَ مِليو تہ سُٺا سَنها اَڇا بافِتي جا ڪَپڙا پَڪي ڇو تہ
سَنهي بافِتي جو ڪَپڙو پاڪَنِ جي سَچائي آهي (٩) ۽ هُنَ مون کي چَيو تہ
لِکُ جو سَياڳا سيئي جي گهيٽي جي وِهانو جي مَجلِسَ مين سَڏيا وِيا آهِنِ

۽ هُو مون کي چوي ٿو تہ هيِ خُدا جون سچون ڳالهيون آهنِ (١٠) ۽ آئون هُنَ کي پُوڄڻَ لاءِ سَندس پيرَنِ تي ڪِري پِيُس ۽ هُنَ مون کي چيو تہ سَنڀالِ اِئين مَتان ڪَرين آئونِ تُنهِجو ۽ تُنهِجي ڀائُرَنِ جو جِنِ وَٽِ يَسُوعَ جي شاهِدي آهي همُخِدمَتَ آهِيان خُدا جِي پُوڄا ڪَرِ ڇو تہ جا شاهِدي يَسُوعَ تي آهي سا نبُوَّتَ جو رُوحُ آهي :

(١١) ۽ مون آسِمانَ کي اُگهِڙيَلُ ڏِٺو ۽ ڏِسو تہ هِڪِڙو نُقِرو گهوڙو ۽ هُنَ جو سُوارُ ياڻَ کي اَمانِتدارُ ۽ سَچو ٿو سَڏائي ۽ هُو سَچائِيءَ سان نِياءُ ڪَري وِڙهي ٿو (١٢) ۽ هُنَ جون اَکيون باهِ جي ڄَڀيَ جهِڙِيون هيُون ۽ هُنَ جي مَٿي تي گهڻا ڇَٽَ هُوا ۽ هُنَ جو هِڪِڙو نالو لِکيَلُ هو جنهِن جي هُنَ ڌاران ڪَنهِن کي بِہ سُڌِ نَہ هُئي (١٣) ۽ رَتَ ٻُڏَلَ ڪَپِڙا هُنَ ڪَيا هُوا ۽ هُنَ جو نالو خُدا جو ڪَلامُ آهي (١٤) ۽ جي ڪَٽڪَ اُڀَ مين آهِنِ سي سَنها سُٺا اَڇا ڀافِتي جا ڪَپِڙا ڪَري نُقِرَنِ گهوڙَنِ تي چَڙهِي هُنَ جي پُٺِيان پِئي هَلِيا (١٥) ۽ هُنَ جي واتَ مان هِڪِڙي تِکي ٻِدارِ تي نِڪِري تان تہ هُو قومُنِ کي هُنَ سان کُهي ڇَڏي ۽ لوهَ جي لَٺِ سان هُو اُنهنِ تي حُڪُومَتَ هَلائِيندو ۽ هُو قادرِ مُطلَقَ خُدا جي قَهرَ ۽ غَضبَ جي شَرابَ جي گهاڻي کي لَتاڙِي ڇَڏي (١٦) ۽ هُنَ جي پوشاڪَ ۽ هُنَ جي سَٿرَ تي هِيءُ نالو لِکيَلُ آهي بادِشاهَنِ جو بادِشاهُ ۽ ڌَڻِيُنِ جو ڌَڻِي (١٧) پوءِ مون هِڪِڙي

مَلائِڪ کي سِجَ مَاجِهه بِيٺو ڏِٺو ۽ هُنَ ڏاڍو واڪو ڪري رَڙِڪَئي ۽ جي پکي
أُڀَ جي وِچِمينُ اڏامَنِ ٿا تِنِ سَڀِني کي هِينئُن چِيائِين تہ اَچو ۽ وَڏي
خُدا جي مَجِلسَ تي گَڏُ ٿِيو (١٨) تان تہ اوهِين بادِشاهَنِ جو ماہُ ۽ سَرِدارَنِ
جو ماہُ ۽ سَگهارَنِ جو ماہُ ۽ گهوڙَنِ ۽ هُنَ جي سُوارَنِ جو ماہُ ۽ آجَنِ ۽ ٻانهِنِ
۽ ننڍَنِ ۽ وَڏَنِ جو ماہُ کائو (١٩) پوءِ مُون ڏِٺو تہ اُهو مِرُون ۽ ڌَرتِيءَ جا بادِشاهَ
۽ هُنَ جا ڪَٽَڪَ گَڏُ ٿِيا تان تہ جو اُنِهيءَ گهوڙي تي چَڙهِيو هو تَنهِن سان ۽
هُنَ جي ڪَٽَڪَ سان ويڙهِ ڪَن (٢٠) ۽ اِهو مِرُون ۽ ڪُوڙو نبي جَنهِن هُنَ
جي اَڳِيان اُهي ڪَرامَتُون ڏيکارِيُون سو ٻہ ساڳِسِ جهلِجِي وِيو ۽ جِنِ اُنِهيءَ
مِرُونءَ جو ڏَنبُ قَبُولُ ڪَيو ۽ جِنِ هُنَ جي مُورِتَ جي پُوڄا ڪَئي تِنِ کي
اُنِهيءَ نَبيءَ اُنهِنِ ڪَرامَتُنِ سان گُمِراہُ ڪَيو ۽ اِهي ٻَئِي گوگِڙوءَ سان ٻَرَندڙَ باهِ
جي تَلاءَ مين جيئَرا اُڇِلايا وِيا (٢١) ۽ جا تَرارِ اُنِهيءَ گهوڙي سُوارَ جي واتَ
مان نِڪِتي تَنهِن سان باقِي جيڪي ٻَچا سي ڪُٺا ۽ سَڀِ پکِي هُنَ جي
ماہَ سان ڍَءُجِي پِيا ✤

## بابُ ٢٠

پوءِ مُون هِڪِڙي مَلائِڪَ کي اُڀَ تان لَهَندو ڏِٺو جَنهِن جي هَٿَ مين
اوڙاہَ کوہَ جِي ڪُنجِي ۽ هِڪِڙو وَڏو زَنجِيرُ هو (٢) ۽ اُهو اَجِهگَرُ جو پُرانو

سَپُ يَعني اَبِليسُ ۽ شيطانُ آهي تَنهِن کي جَهلِيائِين ۽ هَزارَ وَرهيَنِ تائِين هُنَ کي بَڌي ڇَڏِيائِين (۳) ۽ هُنَ کي اُنهيءَ اوڙاهَ کوهَ مين وِڌائِين ۽ هُنَ کي پُوري مَٿِسِ مُهرَ هَڻي ڇَڏِيائِين تان تَہ اَڳتي جيسِين تائِين هَزارُ وَرهَ پُورا نَہ ٿِئَنِ تيسِين تائِين قومُنَ کي نَہ ٺَڳي ۽ تَنهِن کان پوءِ گُهرجي تَہ هُو ٿورِئَيَ مُدتَ تائِين آجو رَهي ‌:

(۴) پوءِ مُون تِيلا ڏِٺا ۽ هُو اُنهِنِ تي ويٺا هُوا ۽ عَدالَتَ اُنهِنِ کي ڏِني ويئي ۽ جِنِ يَسُوعَ مَسِيحَ جي شاهِدِئَ ۽ خُدا جي ڪَلامَ لاءِ پَهِنجو سِرُ ڏِنو هو ۽ جِنِ نَہ مِرُونيءَ جي ۽ نَہ هُنَ جي مورِتَ جي پُوڄا ڪَئِي هُئِي ۽ نَکي هُنَ جو ڏَنبُ پَهِنجِنِ نِرڙَنِ تي يا پَهِنجي هَٿَنِ مين قَبُولُ ڪيو هو تِنِ جا رُوحَ ڏِٺمِ ۽ هُو جيئرا ٿِيا ۽ مَسِيحَ سان هَزارُ وَرهيَنِ تائِين بادِشاهي ڪَيائُون (۵) ۽ جيسِين تائِين هَزارُ وَرهيَنِ پُورو نَہ ٿِيو تيسِين تائِين باقي جيڪي رَهيَلَ مُڙدا هُوا سي وَري نَہ جيئا هِيءَ پَهرِين قِيامَتَ آهي (۶) سَياڳو ۽ پاڪُ سوئي جو پَهرِنيءَ قِيامَتَ مين ڀائِيوارُ آهي اُهِڙَنِ تي ٻِئي مَوتَ جو وَسُ نَٿو هَلي پَرَ هُو خُدا ۽ مَسِيحَ جا ڪاهِنَ ٿِيندا ۽ هُنَ ساڻُ هَزارُ وَرهيَنِ تائِين بادِشاهي ڪَندا ‌:

(۷) ۽ جَڏِهين هَزارُ وَرهَ ٿِي رَهَندا تَڏِهين شيطانُ پَهِنجي قيد مان ڇُٽَندو (۸) ۽ نِڪِري اِيندو تان تَہ جي قومُون ڌَرتِيءَ جي چَئِنِ ڪُنڊِنِ مين آهِنِ

تِنِ کي يَعني جوجَ ۽ ماجوجَ کي ٿَڳي ۽ اُنهن کي ويڙهِ لاءِ گَڏُ ڪري ۽ ڳَڻَتِ مين سَمُندَ جي وارِئي جيترا آهِنِ (٩) ۽ هُو ڌَرتِئَ جي پيٽَ تي چَڙهِي وِيا ۽ اُنهنِ پاڪَنِ جي ڇانوڻِئَ ۽ سَڳوري شَهرَ تي گهيڙو ڪيو تَنهِن مَهِلَ اُپَ تان خُدا وَٽان باهِ لَهي آئي ۽ هُنَ اُنهنِ کي کائي ڇَڏِيو (١٠) ۽ جَنهِن شيطانَ اُنهنِ کي ٺَڳِيو سو باهِ ۽ گوگِڙُءِ جي تَلاءَ مين وِڌو وِيو جِتي اُهو مِرُوَن ۽ اُهو ڪُوڙو نَبِي آهي ۽ هُو راتِ ڏِينهَن سَدائِين لوڪ مَنجهِه رَهَندا ÷

(١١) پوءِ مُون هِڪِڙو اَڇو ڏِيلو ۽ جو مَٿِسِ چَڙهِي وينو هو سو ڏِٺو جَنهِن وَٽان ڌَرتِي ۽ اُپَ ڀَڄِي وِيا ۽ اُنهنِ ڪِٿي بہ ٺانئن نَہ پاتو (١٢) پوءِ مُون ڏِٺو تَہ مُڙِدا وَڏا توڙي نَنڍا خُدا جي سامهون بيٺا آهِنِ ۽ ڪِتاب اُپِتِيا وِيا ۽ هِڪِڙو بِيو ڪِتابُ جو جِياپي جو ڪِتابُ آهي سو بہ اُپِتِيو وِيو ۽ مُڙِدَنِ جو نِياءُ جيئن اُنهنِ ڪِتابَنِ مين لِکِيَلُ هو تِيئَن سَندَنِ ڪَمَنِ سارُ ڪِيو وِيو (١٣) ۽ سَمُندَ جيڪي مُڙِدا مَنجهِسِ هُوا تِنِ کي کَڻي اُڇلي ڦِٽو ڪِيو ۽ جيڪي مُڙِدا اُنهنِ مين هُوا تِنِ کي مَوْتَ ۽ رُوحَنِ جي رَهاشَتَ آڻي حاضُرُ ڪِيو ۽ اُنهنِ مَنجهِه هِڪِڙي هِڪِڙي جو نِياءُ سَندَنِ ڪَمَنِ سارُ ڪِيو وِيو (١٤) پوءِ مَوْتُ ۽ رُوحَنِ جي رَهاشَتَ باهِ جي تَلاءَ مين وِڌي وِئي هِيءُ بِيو مَوْتُ آهي (١٥) ۽ جَنهِن جو نِڪُرُ جِياپي جي ڪِتابَ مين نَہ لِکِيَلُ هو سو باهِ جي تَلاءَ مين وِڌو وِيو ÷

# باب ٢١

پوءِ مون هِڪڙو نئون آسمان ۽ هِڪڙي نئين ڌَرتي ڏِٺي ڇو تہ پَهريون آسمان ۽ پَهرِين ڌَرتي ويئي هَلي ۽ سمنڊُ بہ ڪِين ڪو نہ رَهيو (٢) ۽ پاڪُ شَهرُ نئون يَروُشلِيمُ جيئن ڪُنوارِ پَهِنجي مُڙس لاءِ سِينگارِيَلَ هُجي تيئن هُنَ کي مون يوحنَ آسمان مان خُدا وَٽان لَهندو ڏِٺو (٣) ۽ مون هِڪڙي وَڏي آوازَ کي آسمان تان هينئن چوندو ٻُڌو تہ ڏِسُ خُدا جو تنبوُ ماڻهُنِ سان آهي ۽ هُو اُنهنِ سان رِهندو ۽ هُو هُنَ جي خَلقَ ٿيندا ۽ خُدا اُنهنِ جو خُدا پاڻَ اُنهنِ سان رَهندو (٤) ۽ خُدا اُنهنِ جي اَکِيُنِ مان سڀيئي ڳوڙها اُگهي ڇڏيندو ۽ وَري نہ مَوتُ ٿيندو ۽ نہ غَمُ نہ روڄُ نہ سُورُ هُوندو ڇو تہ اَڳيون ڳالِهيون لنگهي ويئون آهِنِ (٥) ۽ جو تختَ تي ويٺو هو تنهِن چيو ڏِسُ تہ آئون سڀِ ڳالِهيون نئيون ٿو ڪريان ۽ هُنَ مون کي چيو تہ لِکُ جو هِي ڳالِهيون سچون ۽ ويساهَ جهڙِيون آهِنِ (٦) ۽ هُنَ مون کي چيو تہ هِيئُ ڪمُ ٿيو رَهيو آهي آئون اَلفا ۽ اومِگا مُنڍُ ۽ پڇاڙِي آهِيان جو اُجايَلُ آهي تنهِن کي آبِ حَياتَ جي جهرِٽي مان اُهينئين ئِي ڏِيندُسِ (٧) جيڪو کٽي ٿو سو سڀِني شَيُنِ جو وارِثُ ٿِيندو ۽ آئون هُنَ جو خُدا هُوندُسِ ۽ هُو مُهنجو پُٽُ هُوندو (٨) پَرَ ڪاندرُ ۽ بي اِيمانَ ۽ ٻُڇڙا ۽ خُوني ۽ حرامُ ڪندڙَ ۽ جادُوگرَ ۽ بُتپَرَستَ ۽

سَبِ ڪوڙا اُنهيءَ تَلاءَ مين پائِيوارَ ٿِيندا جاباهِ ۽ گوگڙوءَ سان ٻَري ٿِي - هِيءَ ٻِيو مَوُتُ آهي ؛

(٩) ۽ سَتَ مَلائِڪ جِنِ کي سَتَنِ پوئِنِ آفَتُنِ سان سَتَ پُريَلَ پِيالا هُوا تِنِ مان هِڪِڙو مون وَٽِ آيو ۽ هِينئَن چَئِي مون سان ڳالِهيُون ڪيائِين تَہ هيڏانهن اَچُ ۽ آئون تو کي ڪُنوارِ يَعني گهيٽي جي جوءِ ڏيکارِيندُسِ (١٠) ۽ هُو مون کي رُوحَ مَاجِهہ وَڏي ۽ مَٿانهين جَبَلَ تي وَٺِي هَلِيو ۽ هُنَ اُنهيءَ وَڏي شَهرَ پاڪ يَروُشَلِيمَ کي اُڀَ تان خُدا وَٽان لَهَندو ڏيکارِيئِمِ (١١) اِنهيءَ مين خُدا جي وَڏائِي هُئِي ۽ هُنَ جو چِمِڪاٽُ ڳري مُلهَواري جَواهِرَ جَهِڙو بَلڪِ نِيلَمَ وانگُرُ هو جو ٻِلورَ وانگُرُ صافُ هو (١٢) ۽ هُنَ جي پِٽِ وَڏي ۽ مَٿانهين هُئِي ۽ هُنَ کي ٻارَهَن دَرَ هُوا ۽ دَرَنِ وَٽِ ٻارَهَن مَلائِڪ هُوا ۽ اُنهنِ تي نالا لِکِيَلَ هُوا جي بَني اِسرائيلَ جي ٻارهَنِ فِرقَنِ جا هُوا (١٣) ٽي دَرَ اُڀِرَندي پاسي ۽ ٽي دَرَ اُتَرَ پاسي ۽ ٽي دَرَ ڏَکَڻَ پاسي ۽ ٽي دَرَ اُلَهندي پاسي هُوا (١٤) ۽ اُنهيءَ شَهرَ جي پِٽِ کي ٻارَهَن پيڙهِيُون هُيُون ۽ اُنهنِ تي گهيٽي جي ٻارَهَنِ رَسُولَنِ جا نالا هُوا (١٥) ۽ جو مون سان ڳالهائي رَهِيو هو تَنهِن جي هَٿَ مين هِڪِڙو سونو ڪانو هو تان تَہ اُنهيءَ شَهرَ کي ۽ هُنَ جي دَرَنِ کي ۽ هُنَ جي پِٽِ کي ماپي (١٦) ۽ هُو شَهرُ چَوڪُندو آهي ۽ جيڏِي سَندَسِ ويڪرِ آهي تيڏِي سَندَسِ ڊيگهِہ آهي ۽ هُنَ اُهو شَهرُ ڪاني سان ڪڇو جو

هُنَ جي ماپَ سايا سَتِ سا ڪوهَ تِي آئِي ۽ هُنَ جي ديگهه ۽ ويڪرِ ۽ بُلَندي هِڪجهڙي هُئي (١٧) پوءِ هُنَ پِتِ ڪيِي ۽ ماڻهوءَ يعني مَلائِڪَ جي ماپَ پَٽانِدرِ هِڪسَوُ چوئيتالِيهَ هٿَ ماپ تي آئِي (١٨) ۽ هُنَ جي پِتِ يَشَمَ جي جُڙِيَلَ هُئي ۽ اُهو شَهرُ تِکي سونَ جو صافُ شِيشي جَهڙو هو (١٩) ۽ اُنهيءَ شَهرَ جي پِتِ جوُن پيڙهِيوُن سَڀڪِنهن طَرحَ جي جَواهِرَنِ سان سِينگارِيوُن پيئُون هُيوُن پَهرِين پيڙهِ يَشَمَ جي هُئي ۽ ٻي نِيلَمَ جي ۽ ٽِين شَبِ چَراغَ جي ۽ چوٿِين زُمُرَدَ جي هُئي (٢٠) پَنجين عَقِيقَ جي ڇَهِين لَعلَ جي سَتِين سونهري پَهڻَ جي اَٺِين پيروزي جي نائِين پُکراجَ جي ڏَهِين يَمَنيءَ جي يارهِين سَنبلي جي ٻارهِين ياقُوتَ جي (٢١) ۽ ٻارَهَن دَرَ سي ٻارَهَن موتِي هُوا ۽ سَڀڪو دَرُ هِڪڙي هِڪڙي موتِيءَ جو هو ۽ اُنهيءَ شَهرَ جي سَڙڪَ تِکي سونَ جي ۽ صافُ شِيشي جَهِڙي هُئي (٢٢) ۽ موُن هُنَ مين ڪوبہ هيڪَلُ نَہ ڏِٺو ڇو تہ قادِرُ مُطِلَقُ ڏَٹي تَعالىٰ ۽ گهيٽو هُنَ جي هيڪَلِ آهِنِ (٢٣) ۽ اُنهيءَ شَهرَ کي نَہ سِجَ جي نَہ چَنڊَ جي گهرِجَ آهي تان تہ هُنَ مَنجهِ سوجِهرو ڪَنِ ڇو تہ خُدا جي وَڏائِيءَ هُنَ مين سوجِهرو ڪَري ڇَڏِيو آهي ۽ گهيٽو سو هُنَ جو سوجِهرو آهي (٢٤) ۽ جِنِ قومُنِ کي ڇوٽڪو مِلِيو آهي سي هُنَ جي سوجهري مين گهمَنديوُن ۽ ڌَرتِيءَ جا بادِشاهَ هُنَ مين پَهنجي وَڏائِي ۽ مانُ آڻِينِ ٿا (٢٥) ۽ هُنَ جا دَرَ ڏِينهَن جو پَنِيءَ نَہ پُورِبا ڇو تہ

أُتي راتِ ٿِيندِيئي ڪانَ (٢٦) ۽ هُو قومُنِ جِي وَڏائِي ۽ مانُ هُنَ مين آڻِيندا (٢٧) ۽ ڪابِ شَئُ جا ناپاڪُ يا ڪِراهَتَ جهِڙِي يا ڪُوڙَ تي هَلَندَڙَ آهي ساڪَنهِن ۾ طَرحَ هُنَ مين نَ گِهڙَندِي پَرَ رُڳو اُهي گِهڙَندا جِنِ جو ذِڪرُ گهيٽي جي جِياپي جي ڪِتابَ مين لِکِيَلُ آهي ꞉

## بابُ ٢٢

پوءِ هُنَ مُون کي آبِحياتَ جي صافُ نَندي ڏيکاري جا ٻلو رَجهِڙِي نِرمَلُ هُئِي ۽ خُدا ۽ گهيٽي جي ٽِيلي مان نِڪِتِي تي (٢) ۽ اُنهِئُ سَڙِڪَ جي وِچمين ۽ نَندِئِءَ جي اورِئُ ۽ پَرِئُ پَرِ جِياپي جو وَڻُ هو جنهِن مان ٻارهَن قِسمَنِ جا ڦَرَ پيدا تي ٿِيا ۽ مَهيني مَهيني مين ڦَرَ تي ڪيائِين ۽ اُنهِئُ وَڻَ جاپَنَ قومُنِ جي چَڱيلائِئُ لاءِ هُوا (٣) ۽ وَرِي لَعنَتاڻو ٿِيندوئي ڪِينَ ۽ خُدا ۽ گهيٽي جو ٽِيلو هُنَ مين هوُندو ۽ هُنَ جا ٻانها هُنَ جي بَندَگِي ڪَندا (٤) ۽ هُو هُنَ جو مهُنُ ڏِسَندا ۽ هُنَ جو نالو اُنهِنِ جي نِرڙَنِ تي هوُندو (٥) ۽ أُتي راتِ ٿِيندِيئي ڪانَ ۽ اُنهِنِ کي ڏِيئِي ۽ سِجَ جي سوجهِري جِي گُهرِجَ نَ آهي ڇو تَ ڌَڻِي تَعالىٰ اُنهِنِ کي سو جهِرو ڏِئي ۽ هُو سَدائِين بادِشاهِي ڪَندا ꞉

(٦) پوءِ هُنَ مُون کي چَيو تَ هي ڳالِهيُون ويساهَ جَهِڙِيُون ۽ نيڪُ آهِنِ ۽

پاڪُ نَبيُنِ جي ڏَڻِي تَعالىٰ پَهنجي مَلائِڪَ کي موڪِليو تہ جي ڳالِهيُون جَلِدُ ٿِئَڻيُون آهِنِ سي اُنهنِ وَٽِ پَڌِريُون ڪَري (٧) ڏِسُ تہ آئون سِگهو ٿِي ٿو اَچان سَڀا ڳو سوئِي جو هِنَ ڪِتابَ جي نَبُوَّتَ جي ڳالِهيُنِ کي سَنيالي رَکي (٨) ۽ مُون يوحَنَ اُهي شَيُون ڏِٺيُون ۽ ٻُڌِيُون ۽ جَڏهِين مُون ٻُڌو ۽ ڏِٺو هو تَڏهِين جَنهِن مَلائِڪَ مُون کي هي شَيُون ڏيکارِيُون هُيُون تَنهِن جي پيرَنِ تي سِجدو ڪَرَڻَ لاءِ ڪِرِيُسِ (٩) تَڏهِين هُنَ مُون کي چَيو تہ سَنيالِ اِئين نَہ ڪَرِ چو تہ آئون تُهنجو ۽ تُهنجي ڀائُرَن ۽ نَبيُنِ جو ۽ جيڪي هِنَ ڪِتابَ جي ڳالِهيُنِ کي سَنيالي ٿا رَکَنِ تِنِ جو هَمُخِدمَتَ ڪَندڙُ آهِيان خُدا جو سِجدو ڪَرِ (١٠) پوءِ هُنَ مُون کي چَيو تہ هِنَ ڪِتابَ جي نَبُوَّتَ جي ڳالِهيُنِ تي مُهِرَ نَہ هَڻُ چو تہ وَقتَ ويجهو آيو آهي (١١) جيڪو ناراسِتِبازُ آهي سو ڀَلي ناراسِتِي ڪَري ۽ جيڪو نَجَسُ آهي سو ڀَلي نَجَسُ ٿِي رَهي جو راسِتِبازُ آهي سو ڀَلي راسِتِبازِي رَهي ۽ جو پاڪُ آهي سو ڀَلي پاڪَ رَهي (١٢) ۽ ڏِسُ تہ آئون سِگهو ٿِي ٿو اَچان ۽ مُهِنجو اَجُرُ مُون ساڻُ آهي تان تہ سَڀِڪَنهِن کي سَندَسِيَ ڪَمَ سارُو بَدَرَ ڏِيان (١٣) آئون اَلفا ۽ اوميگا مُنڍَ ۽ پَڇاڙِي پَهريُون ۽ پويُون آهِيان (١٤) سَڀا ڳا سيئي جي هُنَ جي حُڪمَنِ تي هَلَنِ ٿا تان تہ جياپي جي وَڻَ تي اُنهن جو وَسُ هُجي ۽ اُهي اُنهن دَروازَنِ کان شَهِرَ مين گهِڙَنِ (١٥) چو تہ ڪُتا ۽ جادُوگَرَ ۽ حَرامُ ڪَندَڙَ ۽ خُونِي ۽

بُتپرَستَ ۽ جيڪو ڪوڙُ کي پَسَندِ ڪري ۽ ڳالهائي ٿو سي سَڀِ ٻاهِرِ آهِنِ ⁘

(١٦) مُون يَسُوعَ پَنهِجي مَلائِڪَ کي موڪِليو تہ ڪَلِيسِيائُنِ مين أنهنِ ڳالِهيُنِ جي اوهان وَٽِ ساکَ ڀَري آئون دائُودَ جو اَصُلُ ۽ نَسُلُ ۽ صُبُحَ جو چِمِڪندَڙُ تارو آهِيان (١٧) ۽ رُوحُ ۽ ڪُنوارِ ٻَئي چَوَنِ ٿا تہ اَچُ ۽ جو ٻُڌي ٿو سو چَوي تہ اَچُ ۽ جو أڃايَلُ آهي سو اَچي ۽ جَنهِن جي مَرضِي هُجي سو أنهينئِين حَياتِيءَ جو پاڻِي پِئي (١٨) چو تہ جوجو شَخِصُ هِنَ ڪِتابَ جي نَبُوَّتَ جُوَن ڳالِهيُون ٻُڌي ٿو تَنِهن لاءِ هِيءَ ساکَ ڀُريان ٿو تہ جيڪَڏهِين ڪو بہ أنهنِ ڳالِهيُنِ مين ڪي وَڌائِيندو تہ جي آفتُون هِنَ ڪِتابَ مين لِکِيلِيُون آهِنِ تِنِ کي خُدا هُنَ تي وَڌائِيندو (١٩) ۽ جيڪَڏهِين ڪو بہ هِنَ ڪِتابَ جي نَبُوَّتَ جي ڳالِهيُنِ مان ڪي ڪَڍَندو تہ خُدا هُنَ جو ڀاڱو جياپي جي ڪِتابَ مان ۽ پاڪُ شَهرَمان ۽ جي ڳالِهيُون هِنَ ڪِتابَ مين لِکِيلِيُون آهِنِ تَنهِن مان ڪَڍِندو (٢٠) جو اِنَهنِ ڳالِهيُنِ جي ساکَ ٿو ڀَري سو هِينئَن ٿو چَوي تہ بيشَڪِ آئون سِگهوئِي ٿو اَچان آمِينُ هائو اي خُداوَنَدَ يَسُوع اَچُ ⁘

(٢١) اَسان جي خُداوَنَدَ يَسُوع مَسِيحَ جي ٻاجھ اوهان سَڀِنِي تي هُجي - آمِينُ ⁘

⁘ پُورو ٿِيو ⁘